ڪلياڻ آڏواڻي

# شاهه جو رسالو



روشني

# شاهہ جو رسالو

- مڪمل -

ڪليان آڏواڻي

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو

Roshni Book

---

"شاهہ جو رسالو"
مرتب: ڪلياڻ آڏواڻي
[حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ]
پنجون ايڊيشن © جون 1993ع
ڪمپوزنگ: (راڻو ميگھواڙ، حسين سومرو) سنڌ ٽيڪ ڪمپيوٽرز حيدرآباد، سنڌ.
ڇپيندڙ: سهيل آرٽ پريس، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.

ٽائيٽل ڊزائين
عبدالرسول عباسي

SHAH JO RISALO
{POETRY COLLECTION OF SHAH ABDUL LATIF BHATAI}
Compiled and Edited by
Kalyan Adwani
Composed by Sindh Tech Computers, Hyderabad.
Printed Suhel Art Press, Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.
Fifth Edition ©June 1993

# شاھ جي حياتيءَ جو احوال - سالن ۾ ۽ سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا

هتي ڏنل ڪي سن لکيل تاريخن مان ورتا ويا آهن ۽ ٻيا اندازي موجب ڏنا ويا آهن. شاھ صاحب جن جي حياتي ۽ سندن وقت جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو اڀياس ڪري، اهو سڀ سندن عقيدت ۽ محبت ۾ ڪيو ويو آهي، جيئن سندن زندگيءَ جو ڀرپور احوال حاصل ٿي سگهي، جيڪو لکيل تاريخن موجب تمام گهٽ آهي. سندن جنم ۽ وفات جون تاريخون ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي ڏنل شاھ جي احوال تان ورتيون ويون آهن، جيڪو صاحب ٻين سڀني شاھ جي تاريخدانن کان ٣٠ سال اڳ ۾ جو هو ۽ سندن عرصي کي ويجهي ۾ ويجهو هو. هو ذاتي طرح وڏو محقق هو ۽ شاھ صاحب جي آفاقي شاعريءَ جو معتقد پڻ. جنهن پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ ۾، ليپزگ جرمنيءَ مان شاھ جو رسالو سن ١٨٦٦ع ۾ ڇپائي دنيا تي پڌرو ڪيو.
(عبدالغفور الستي)

| ان وقت سندن عمر سالن ۾ | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | شاھ جي حياتي جو احوال | عيسوي سن |
|---|---|---|---|
| ٥ | نوٽ: ان وقت هندستان ۾ مغلن جي حڪومت هئي. اورنگزيب پنهنجي پيءُ شاھ جهان کي قيد ڪري، وڏي ڀاءُ دارا شڪوھ کي ماري، ١٧٥٨ع کان دهليءَ جي تخت تي ويٺو هو. هن اسلام جو غلط استعمال ڪري هزارين پنهنجا سياسي مخالف، اسلام جي نالي ۾ قتل ڪرايا. هو خاص طور صوفين، ويدانين، فنڪارن ۽ راڳيندڙن جو دشمن هو. اهي ماڻهن ۾ سچ جي جوت جڳائيندڙ هئا. جيڪا ڳالھ سندس ذاتي اقتدار لاءِ خطرناڪ هئي. | شاھ جو پهريون جنم (هالا حويلي ۾). ڀاڻ جلدي جهان ڇڏي ويو. | ١٦٧٨ع |
| | | شاھ جو ٻيو جنم (هالا حويلي ۾). ڀاڻ ٦٧ ورهيه حياتي رهيا. | ١٦٨٠ع |
| | | سندن والد صاحب، سيد حبيب شاھ لڏي اچي ڪوٽڙيءَ ويٺا. سندن ٻن پٽن هر هڪ جمال شاھ ۽ عبداللطيف کي، آخوند نور محمد ڀٽيءَ جي مشهور مڪتب ۾ تعليم ڏيارڻ جي خيال کان. جيڪو ڪوٽڙيءَ کي ويجهو هو. | ١٦٨٥ع |

| عيسوي سن | شاهہ جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| ١٦٨٥ع کان ١٦٩٠ع تائين | وائي ڳوٺ ۾ آخوند نور محمد ڀٽيءَ جي مڪتب ۾ ديني تعليم. | مرڻ مهل هن پنهنجا اهي ظلم ميجيا بہ. سندس آخري لفظن ۾ "منهنجا سال سڀ نڪمٽا ويا آهن. خدا | ٦ - ١٠ |
| ١٦٩١ع کان ١٧٠٠ع تائين | عبداللطيف شاهہ جي علمي شوق ۽ روحاني طبيعت جي ڪري ڪيس تصوف ۽ ويدانيت جي وڌيڪ تعليم. (حبيب شاهہ پاڻ صوفي هو. سندس هن پٽ جو جنم هڪ الله واري جوڳي جي دعا ۽ اڳڪٿي کان ٿيو هو. ان ڳالهہ کي هن هڪ خدائي ڳجهہ ڄاتي، ان کي اها الاهيت جي تعليم ڏياري، جنهن ڏانهن ننڍي هوندي کان هن جو لاڙو هو. ٿي سگهي ٿو تہ شاهہ صاحب کي ٺٽي جي ڪنهن درسگاهہ ۾ بہ تصوف پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو هجي. پر بدين جي هڪ جڳ مشهور وشو وديالي ۾ ڪيس ويدانيت سکڻ لاءِ ويهاريو ويو هو، اها ڳالهہ تاريخ ۾ آهي.) | منهنجي دل ۾ هو، تنهن هوندي بہ منهنجي اندر سان ڏکيل اکين، منهنجي اندر ۾ سندس اها جوت نہ سڃاتي. آئينده جي اميد وقتائتي آهي ۽ بهتري لمحو وري واپس ڪونہ ٿو اچي. آءُ ڪجهہ بہ پاڻ سان دنيا ۾ ڪٿي ڪونہ آيو هئس، پر هتان گناهن جا وڏا بار پاڻ سان ڪٿي پيو وڃان." شاهہ جي جمڻ وقت دهليءَ جي تخت طرفان سنڌ جو گورنر نواب خانزاد خان هو. | ١١ - ٢٠ |
| ١٧٠١ع کان ١٧٠٦ع تائين | هن عرصي ۾ شاهہ ڪوٽڙيءَ ۾ پنهنجي ڪٽنب سان گڏ رهيل ٿو ڏسجي. مطالع ۽ رياضت ۾ مشغول يا مريدن جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪندي. ڀاڻس جمال شاهہ شايد شادي ڪري چڪو آهي، پر هن اڃان نہ ڪئي آهي. هن جي دل تي ننڍي هوندي کان پنهنجي ننڍپڻ جي والد جي ساٿي | يار محمد ڪلهوڙو سنڌ جو مٿيون حصو سبيءَ کان سيوهڻ تائين، مغلن جي ملتاني گورنر کي شڪست ڏيئي پنهنجي قبضي ۾ ڪري چڪو هو. دهليءَ جي تخت، لاچار ٿي ڪيس بکر جو گورنر مقرر ڪيو. (ڪلهوڙا اصل ۾ سنڌي هئا. سندن هڪ ڏاڏو چام چنو نالي هو، جنهن | ٢١ - ٢٦ |

| عيسوي سن | شاهہ جي حياتي جو احوال | سنڌ وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | سعيده بيگم، جيڪا مرزا مغل بيگ جي ڌيءَ هئي، پنهنجي محبت جي سورة پڙهي چڪي آهي، جيڪا اڳيان هلي الله جي آية ٿيڻ واري هئي. محبت اڃان ظاهر نہ ٿي آهي. هوءَ وڏي ٿي گهر ۾ پردي اندر ويهي رهي آهي. | ڪري هو چنا بہ سڏائيندا هئا. پهريون هندو هئا، پوءِ مسلمان ٿيا ۽ عباسي سڏائڻ لڳا. منجهائن هڪ پهتل شخص آدم خان ڪلهوڙو ٿي گذريو آهي، جنهن کي مغلن جي گورنر ويساهہ گهاتي ڪري ملتان ۾ مارائي ڇڏيو. سندن سياسي طاقت سنڌ ۾ شاهہ جي جنم کان پوءِ شروع ٿي، جنهن ۱۷۰۱ع ۾ مٿين قانوني شڪل ورتي.) | |
| ۱۷۰۷ع | مشهور چيچ جو واقعو. | اورنگزيب مري ويو ۽ سندس پٽ بهادر شاهہ عالم دهليءَ جي تخت تي ويٺو. | ۲۷ |
| ۱۷۰۷ع کان ۱۷۰۹ع تائين | محبت جو ظاهر ٿيڻ. شاهہ جو محبوب جي فراق ۾ بي خود ٿي بيت ۽ وايون ڏيڻ. واريءَ هيٺ سندس دفن ٿي وڃڻ جو مشهور واقعو. بدناميءَ کان مرزائن جي ساداتن سان دشمني شروع ۽ انهن کي آزارڻ. | | ۲۷ - ۲۹ |
| ۱۷۱۰ع | حبيب شاهہ جو دشمنيءَ کان ڪنارو ڪرڻ. ڪوٽڙيءَ مان لڏي پاسي ۾ وڃي پنهنجو جدا ڳوٺ آباد ڪرڻ. | | ۳۰ |
| ۱۷۱۰ع کان ۱۷۱۲ع تائين | شاهہ جو مائٽن کي وڏيڪ. پنهنجي محبت جي جي آزارن کان بچائڻ جي خيال کان هڪ رات مات مٽيءَ ۾ | ۱۷۱۲ع ۾ بهادر شاهہ مري ويو، ۽ سندس پٽ معظم الدين شاهہ تخت تي ويٺو، پر نوَ مهينا حڪومت | ۳۰ - ۳۲ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سنڌ وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | مهيسي جوڳين سان ڪنيات ڏانهن نڪري وڃڻ. ساندهه ٽي سال انهن جي ٽولي سان گڏ هندستان جي سيني وڏين تيرٿن جي جاين تي وڃڻ ۽ ڪانئن جوڳ وديا پرائڻ. (جوڳ وديا معنيٰ خدا سان ميلاپ پائڻ جو علم. ان موجب ميلاپ ٽن رستن سان ٿئي ٿو. (١) ڏيان ۽ گيان سان، (٢) ڪرم يا خلق جي خدمت سان، (٣) ڀڳتي يا محبت جي راڳ رستي.) | ڪيائين ته سندس ڀائيٽي فرخ سيار کيس قتل ڪيو ۽ پاڻ تخت جو مالڪ ٿي ويٺو. هيستائين ٺٽي ۾ خانزاد خان کان پوءِ ١٢ گورنر بدلجي چڪا هئا. پر بکر ۾ اجان يار محمد ڪلهوڙو، مغلن جو گورنر هو. هو هاڻي گهڻو خودمختيار ٿي چڪو هو، فقط دهلي تخت جي ڏِل ڀريندڙ هو. سندس رهائش جو هنڌ خدا آباد هو. | |
| ١٧١٣ع | ٽن سالن جي ياترا کان پوءِ پنت جو هڪپٽي کاڻ موڪلائي گهرن ڏانهن وڃڻ. شاهه جو به وطن ورڻ ۽ ٺٽي کان ٿيندو ڳوٺ اچڻ. (ٺٽي ۾ سندن دل جو دوست مخدوم ميون ٺارو رهندو هو. جوڳين سان شاهه جو واپس ورڻ هنگلاج جي طرف کان ٿيو هو. سندن ڳوٺ اچڻ جو مقصد هاڻي مجازي محبت کان وڌيڪ حقيقي محبت هو. شاهه انهن جوڳين سان ٽي سال رهڻ کان پوءِ، خدا جي محبت جي رنگ ۾ رنگجي چڪو هو. اهي مهيسي جوڳي خدا سان ميلاپ وارا رستا، اهي ٽي متيان ڏسيندا هئا، پر انهن جو پنت، پرشوتم تائين پهچڻ لاءِ پرش جي پريم ۽ شيوا جو وڌيڪ پرچارڪ هو. معنيٰ خدا تائين | هن سال مرزا مغل جي گهر ڪي به ڌاڙو لڳو. هُو ۽ گهڻا سندس خاندان جا مرد، ڌاڙيلن هٿان مارجي ويا. (شاهه ان وقت ڳوٺ ۾ هو. جڏهن مرزا، ڌاڙيلن جو پيڇو ڪندي اتان مٽيا، شاهه انهن کي پنهنجي مريدن سميت مدد جي آڇ ڪئي، جنهن تان مغل بيگ کيس بدشد ڳالهايو. چون ٿا ته مغل بيگ ۽ ٻين مردن جو موت شاهه جي ان دل آزاريءَ جي ڪري ٿيو. ان کان پوءِ مرزائن جي زالن اچي سيدن جي در تي آهه زاري ڪئي. سندن مردن جي اهڙي خطا تي ڪانئن معافي ورتي ۽ سيده بيگم جو سڱ به آڇيائون.) | ٣٣ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | پهچڻ لاءِ انسان جي محبت ۽ خدمت کي وڏيڪ درجو ڏيندو هو. شاهه اهو علم پرائي هاڻي پنهنجن ئي همر وطنين مان اها سچي انسان ذات جي خدمت گذاريءَ جو مقصد کڻي ڳوٺ آيو هو. | | |
| ۱۷۱۵ع | شاهه جي سيده بيگم سان شادي. | | ۳۵ |
| ۱۷۱۶ع | شاهه جو پنهنجي عيال سان شاهه ڪريم بلڙي، پنهنجي مائٽن ڏي وڃڻ. (شادي کان پوءِ مائٽن ۾ دعوتن جو سلسلو شروع ٿيندو آهي. ان ڪري ضرور اتي پنهنجي عيال سان ويو هوندو. اتي هن شاهه عنايت صوفي فقير وٽ به حاضري ڀري هوندي، ان جي صحبت ۾ ويٺو هوندو، ڇاڪاڻ ته شاهه پاڻ انهيءَ صوفي مت جو هو. جا شاهه عنايت جي هئي. جيتوڻيڪ ڀيا سيد پير ان مت جي خلاف هئا. هتي شاهه وطن جي محبت، سِر مارئيءَ جو به مطالعو ڪيو هوندو.) ان وقت مارئيءَ جو داستان سنڌ ۾ فقير عام ڳائيندا هئا. | هي سال ان ڪري اهم آهي جو ان سال شاهه عنايت صوفي فقير وٽ، جهوڪ ۾ وڏيرن جي پيڙهيل ۽ سيدن پيرن جا ستايل غريب ماڻهو تمام گهڻا گڏ ٿي رهيا هئا. هن جي صوفي تعليم اها هئي ته خدا سيني ۾ موجود هو، تنهن ڪري سڀ انسان برابر آهن. هي سڄو جهان خدا جو آهي، تنهن ڪري سڀ انسان ان جا برابر ڀاڱي ڀائيوار آهن. اها روحاني سوشلزم هئي، جيڪا پهريون دفعو عملي طرح دنيا ۾ ڏني پئي ويئي. ان تان سيد پير وڏيرا ڪاوڙجي اٿيا. مغلن جا ڪن پريائون ۽ ٻي سال سندن شهادت جو واقعو آندائون. | ۳۶ |
| ۱۷۱۷ع | (شاهه عنايت جي شهادت وقت شاهه، ڪوٽڙيءَ ۾ هو. شهادت جو هن کي تمام سخت صدمو پهتو. جهوڪ جا فقير هاڻي هن وٽ اچڻ لڳا. ڇاڪاڻ | شاهه عنايت کي دوکي سان ٺٽي ۾ شهيد ڪيو ويو. مغل بادشاهه فرخ سيار جي حڪم تي ائين ڪيو ويو. پر يار محمد ڪلهوڙو ٺٽي جي مغل | ۳۷ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سنڌ وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
| --- | --- | --- | --- |
| | ته سيني سيدن پيرن ۾ هي ئي اڪيلو هو، جو شاهه عنايت جو حمايتي هو. هن پين فقيرن کان پنهنجي "مارئي" کي ورتو. انهيءَ مظلوم وينگس کي هاٿي هن وڏيڪ زنجير پارايا ۽ وڏي سوز ۽ فراق سان ان کي ڳائڻ لڳو. ماڻهو سندن بيت ۽ وايون ٻڌي حيران ٿي ويا. اهڙو درد جو داستان مارئي جو هن ڪڏهن ڪونه ٻڌو هو، جيڪي سندن دلين کي وطن جي پُڪار جو پتو ڏيئي ٿي ويو. فقير اهو داستان ڪٺي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويا. سنڌي زالون مُنهن مٿو پٽي رستن تي نڪري آيون. هي سندن دل جي پُڪار هئي. غلام سنڌ ۾ هن ئي گهٽو سَنو هو. هو رستن تي بيهي وار کولي، زنجيرون پائي، مارئي جيان اوسارون ڪرڻ لڳيون. سنڌ ۾ جتي ڪٿي باهه ٻري وئي. هندو مسلمان سڀ ويچا وساري پنهنجي وطن لاءِ هڪ ٿي ويا. فرخ سيار ان سال ئي مري ويو. يار محمد ڪلهوڙو، سنڌين جي ڏپ کان ڏهلجي ٻئي سال مري ويو. نور محمد ڪلهوڙي ۽ سندس پٽ ڏوڙي اچي شاهه صاحب کان معافي ورتي. ان سال کان شاهه جي زندگي جي عملي جدوجهد شروع ٿي، جنهن ۾ نيت هن وطن کي آزاد | گورنر نواب اعظم جي مدد لاءِ پنهنجو سنڌي لشڪر به وٺي آيو، جنهن ڳالهه سنڌين ۾ ڪلهوڙن خلاف وڌو تاءُ پيدا ڪيو. فرخ سيار انهيءَ تي ساڳي سال شاهه جي بددعا ۽ فقيرن جي پاراتن سان سندس شاهي محل ۾ قتل ٿي ويو. انهيءَ سال کان مغل حڪومت جو هندستان ۾ زوال شروع ٿيو. جيڪو ١٧٥٠ع ۾ احمد شاهه جو تخت چڙي پيڇڻ سان وڃي پڇاڙيءَ کي پهتو. | |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سنڌ ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سنڌن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | ڪرايو ۽ هند مان به مغلن جو تڏو ڪڍيو ويو. | | |
| ١٧١٨ع | شاهه ١٧١٧ع کان ١٧٢٧ع تائين پنهنجو گهڻو وقت سفر ۽ پنڌ ۾ گذاريندو رهيو. هن کي محسوس ٿي چڪو هو ته هو هڪ خاص مشن کٽي دنيا ۾ آيو آهي. هن جي سُر مارئيءَ جيڪا سنڌ جي عوام ۾ زبردست سجاڳي آندي هئي، ان هن کي يقين ڏيئي ڇڏيو هو. | يار محمد ڪلهوڙو مري ويو. سندس پٽ نور محمد ڪلهوڙو سندس گادي نشين ٿيو. فرخ سيار کان پوءِ به شهزادا رفيع الدرجات ۽ رفيع الدولہ هڪ ٻئي پويان ڪجهه مهينن لاءِ تخت تي ويٺا، جيڪي مري ويا. | ٣٨ |
| ١٧١٩ع | هو ان عوامي سجاڳي کي هاٿي بلوچستان، جيسلمير، ڪاٺياواڙ، ڪڇ ڏانهن وڌائڻ لڳو. هُو هڪ الهامي ۽ انقلابي شاعر هو. هن لاءِ انساني تقدس سڀ کان پهرين هو. اهو تيستائين پيدا نه ٿِي ٿي سگهيو، جيستائين انسانُ، انسانَ جي غلاميءَ مان آزاد نه ٿيو هو. ان ڪري سنڌ ۽ هند جي عوام جي غلاميءَ مان آزادي هن جي عملي جدوجهد جو پهريون خدا ئي مقصد هو. هن جي شاعري ۽ ڪرامت، سنڌ ۽ هند ۾ وڏي شهرت حاصل ڪري چڪي هئي. هن عرصي جي پڇاڙيءَ ۾ ڪيترا مريد ۽ معتقد سائس هائي سچو وقت گڏ رهڻ لڳا هئا. | محمد شاهه (رنگيلو) تخت تي ويٺو. هن جي حڪومت ١٧٤٧ع تائين هلي، پر جهڙي هئي تهڙي ڪانه. رڳو دهلي ۽ ان جي آسپاس تائين سندس حڪم هلندو هو. | ٣٩ |
| ١٧٢٨ع | شاهه، پٽ تي پنهنجو روحاني مرڪز | | ٤٨ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| | بنائڻ لاءِ، اتي جاين وجهائڻ جو ڪم شروع ڪيو. پاڻ بہ هٿ سان اهو ڪم ڪيائون. | | |
| ١٧٣١ | سيد حبيب شاهه، سندن والد صاحب گذاري ويو. شاهه پوءِ پنهنجي خاندان ۽ فقيرن سميت ڀٽ تي اچي پنهنجو آستان ڪيو ۽ اتي هاڻي گهڻو وقت ڌڻيءَ جي ڀڳتي يا سماع ۾ گذارڻ لڳو. | | ٥١ |
| ١٧٣٧ع | | نور محمد ڪلهوڙي جي حوالي مغلن ٺٽي جي صاحبي بہ ڪري ڇڏي. مغلن جو پڇاڙيون گورنر نواب صادق علي، نور محمد ڪلهوڙي جي موڪليل نمائندي شيخ عزيزالله کي چارج حوالي ڪري دهلي روانو ٿي ويو. | ٥٧ |
| ١٧٣٩ع | | نادر شاهه، هن ”تلوار جي ڀٽ“ جي دهليءَ تي چڙهائي ۽ ان ۾ تاريخ جو وڏو قتل عام. | ٥٩ |
| ١٧٤٠ع | | نادرشاهه موٽندي، نورمحمد ڪلهوڙي کي سندس تابعداري نہ مڃڻ ڪري سيڪٽ ڏيڻ لاءِ سنڌ تي چڙهائي ڪئي. نور محمد ڪلهوڙي جي قيد ۽ رهائي ۽ سندس حڪومت جي بحالي. ١٧٤٠ع کان ١٧٤٧ع | ٦٠ |

| عيسوي سن | شاهه جي حياتي جو احوال | سندن وقت ۾ ٿيندڙ خاص واقعا | ان وقت سندن عمر سالن ۾ |
|---|---|---|---|
| ١٧٤٧ع | شاهه رحلت فرمائي. اِنا لله و اِنا اليه راجعون. کين ڀٽ تي دفن ڪيو ويو ۽ اُتي آرامي آهن. شاهه ۽ شاهه جي تعليم، سنڌين لاءِ پوءِ هميشه لاءِ سندن سنڌي وجود جي ضمانت رهيا آهن، ۽ سچي انسان ذات لاءِ پيائپي، محبت ۽ امن جي علامت. | تائين سنڌ وري ٻي تخت جي تابعدار ٿي. پر پوءِ نادر شاهه جي ان سال قتل ٿيڻ شرط نور محمد ڪلهوڙي **سنڌ جي آزاديءَ جو اعلان ڪيو** ايئن سنڌ جي ڌرتي، جا هڪ هزار سال ڪڏهن پاڳا ٿيندي، ڪڏهن غلام ٿيندي آئي، هڪ دفعو وري شاهه جي روحاني انقلاب سان ملي نيٺ هڪ ٿي ۽ آزاد ٿي، ۽ پنهنجي ئي پٽن ڌيئرن جي راڻي ٿي. شاهه، مارئيءَ جي آزادي پنهنجي اکين سان ڏسي پوءِ دم ڏنو. سندس اها دعا ٻـ ڏٺيءَ سچي ڪئي. **......پوءِ مر پڇنمر ڏينهڙا!!** | ٦٧ |

# شاهہ جو رسالو

## سُرن جو وچور

صفحو نمبر

# شاهه جو رسالو

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## سُر ڪلياڻ

### داستان پهريون

١

اَول اَللّٰه عَلِيمُ[1]، اعليٰ[2]، عالَمَ جو ڌڻي،
قادرُ[3] پنهنجي قُدرت[4] سين، قائم آهِ قديمُ[5]،
والي[6]، واحِدُ[7]، وَحۡدَهٗ[8]، رازق[9]، رَبُّ رَحيمُ[10]،
سو ساراهِ[11] سچو ڌڻي، چَئي حَمدُ حَڪيمُ[12]،
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ[13]، جوڙؤن جوڙَ جهان جي.

٢

وَحۡدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ[14]، جان تون چئين ايئن،
تان مڃ مُحَمَّدُ ڪارڻي[15]، نِرتؤن[16] مڃهان نِيئهن،
تان تون وڃيو ڪيئن، نائين[17] سر ٻين ڪي؟

٣

وَحۡدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارڻي، هيجان[18] ساڻ هِنيَن،
تڏهن مڃهان تن، اَوَترِ[19] ڪو نه اوليو[20].

٤

وَحۡدَهٗ لاشَرِيڪَ لَهٗ، جن اَلو[21] سين ايمانَ،
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارڻي، قَلبَ[22] ساڻ لِسانَ[23]،
اُوءِ فائِقَ[24] ۾ فرمانَ[25]، اَوَترِ ڪنهن نه اوليا.*

٥

اَوَترِ ڪنهن نه اوليا، سُترِ وِيا سالِمَ[26]،
هيڪائي[27] هيڪُ ٿيا[28]، اَحَدُ سين عالِمَ[29]،

---

١- جاڻڻهار ٢- سرشٽي ٣- سرو شڪتيوان ٤- شڪتي ٥- آنادي ٦- مالڪ ٧- هڪ ٨- هو هڪ آهي ٩- روزي ڏيندڙ ١٠- ٻاجهارو ١١- ساراهه ١٢- ڏاهپ وارو ١٣- احسان ڪندڙ ١٤- سندس ڪو ثاني ناهي ١٥- رچنا جو ڪارڻ ١٦- نِرتعه سان ١٧- نمائين ١٨- قرب سان ١٩- اُبتوڙ، گمراهي ٢٠- ڏڪجي ويو ٢١- اُچاريو ٢٢- دل ٢٣- زبان ٢٤- اوچ ٢٥- خدائي حڪم ٢٦- شڌ هردي وارا ٢٧- لِيءُ يا محو ٿيل ٢٨- هڪ (خدا) ٢٩- سچي علم وارا، گياني.
*جن ڌڻيءَ جي حڪم ۾ رهي، اوچ درجو پاتو، سي ڪڏهن به گمراهه نه ٿيا.

بي[1] بها[2] بالم[3]، آگي كيا اڳهين[4].*

٦

آگي كيا اڳهين[6]، نسوروني[5] نورُ؛
لاخوف عليهم ولاهم يحزنون[7]، سڀن كونهي سور؛
مولي[8] كيو معمور[9]، اَنگ[10] اَزل[11] ۾ اُن جو.

٧

وَحدَة جي وڍيا[12]، اِلّاالله[13] سين اورين،§
هنيون حقيقت[14] گڏيو، طريقت[15] ٽورين،
معرفت[16] جي ماڻ سين، ڏيساندرُ[17] ڏورين،
سُک نہ ستا ڪڏهين، وڻهي نہ وڙين[18]،
ڪُلهنئون ڪورين[19]، عاشق[20]، عبداللطيف چئي.

٨

وَحدَة جي وڍيا، اِلّاالله اَڌ ڪيا،
مُحمّد رسُولُ چئي، مسلمان ٿيا،
عاشق، عبداللطيف چئي، اُنهين[21] ۾ پيا،
ٽيلان[22] ڏٺيءَ ڏٺا، جيلان[23] ويا وحدت گڏجي.‡

٩

وَحدَة جي وَڍيا، كيا اِلّاالله اَڌَ،
سي ڏڙ پسي سَڌَ، ڪنهن اياڳيءَ نہ ٿئي.

١٠

وَحدَة لاشريک لہٗ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا،
ڪِ لو ڪنين نہ سُڻا، جي گهٽَ[24] اَندر[25] گهوڙا،
ڳاڙيندين ڳوڙها، جت شاهد تيندءِ ساڃهان.

١١

وَحدَة لاشريک لہٗ، اِهو وِهائج[26] وِيءَ[27]،
ڪَٿين جي هارائين، هنڌ ٿنهنجو هيءِ،
پاٽان چونڊءِ پِيءَ، پري جام[28] جَنَّت جو.

١٢

وَحدَة لاشريک لہٗ، اِيءُ هيڪڙائي حَقُ،
پيائي[29] کي ٻَکُ، جن وڌو، سي ورسيا.

١٣

سِرُ ڀڃونديان، ڏڙ نہ لهان، ڏڙ ڀڃونديان، سِرُ ناهِ،
هَٿَ ڪرايون آگريون، ويا ڪيجي[30] ڪاڻِ.

١- املهه ٢- اوچ ٣- ڏٺي ٤- آد كان ٥- نج ٦- جوت ٧- نہ كين كو خوف آهي، نہ كو ڏک رسندن ٨- ڏٺي ٩- آباد ١٠- تقدير ١١- اصل ١٢- سواء الله جي ١٣- ذكر كن ١٤- صوفين جي چوٿين منزل (حق سان هک ٿيڻ) ١٥- ٻي منزل (اَنيک آپدائون) ١٦- ٽين منزل (گيان) ١٧- نوكنڊ ١٨- گذارين ١٩- كاهن كان ٢٠- وڍين ٢١- خيال ٢٢- تنهن صورت ۾ ٢٣- جنهن صورت ۾ ٢٤- ٻڌا ٢٥- دل ٢٦- وڄيج ٢٧- واپار ٢٨- پيالو ٢٩- گمراه ٿيا ٣٠- كيڏانهن.

*ڏٺيءَ اُنهن اعليٰ پدويءَ وارن اِنسانن جو بخت آد كان ئي بلند ۽ بالا كيو هو.

§جي حق يا ايشور جي هيڪڙائيءَ جي لنءَ ۾ كنل آهن، سي اِهوئي ڏؤر پيا كن تہ "سواء الله جي، كو الله ناهي."

‡جنهن صورت ۾ اهي عاشق وحدت ۾ محو آهن، تنهن صورت ۾ ڏٺيءَ كين ڏوئي اوجل كيو آهي

وحدت جي وِهانءِ، جي ويا، سي ويا.

۱۴

عاشق چئو مَ اُنَ کي، مَ ڪي چئو معشوق؛
خالق چئو مَ خام تون، مَ ڪي چئو مخلوق؛
سَلِبج لنهن سُلوڪ، جو ناقصنا نِگيو.*

۱۵

وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلّ؛
حقّ حقيقي هيڪڙو، ٻوليءَ ٻيءَ مَ ڀُلّ؛
هُو هُلاچو هُلّ، باالله سندو سچڻين.

۱۶

پاڻهين جَلّ جَلالُهٗ، پاڻهين جانِ جمالُ؛
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حُسن ڪَمالُ؛§
پاڻهين پير مُريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيالُ؛
سڀ سڀوئي حالُ، منجهان ئي معلوم ٿئي.

۱۷

پاڻهين پسي پاڻکي، پاڻهين محبوب،
پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طالب تن جو.

۱۸

سو هِيُ، سو هُو، سو اَجَلُ، سو الله؛
سو پرين، سو پساهُ، سو ويري، سو واهرو.

۱۹

ڀڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،‡
هُئا اَڳهين گڏ، ٻُڌڻ ۾ ٻه ٿيا.

۲۰

ايڪ قَصرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَڙِسِ ڀڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، ڏيڏانهن صاحب سامهون.

۲۱

ڪوڙين ڪايائون تُنهنجيون، لِکَن لکَ هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، دَرسن ڏارون ڏار،
پريَم! تُنهنجا پارَ، ڪهڙا ڇَڪي ڪيتن چوان.

وائي

سيڪا پريان ڪون پُڄي؛
نينهن نيڻين، ڳُڻُ ڳالهه وو.†
جا چِتائيم چِتَ ۾، سَچڻ سا تو ٻُجهي؛
لات جا لطيف جي، سَڏُ تنهنجو سُجهي.

---

۱- وصال، شادي ۲- خاقيندڙ ۳- اي اَلڙ، اَڻ آزمودگار ۴- خاقيل ۵- صوفيانو طريقو ۽ اُن جا راز ۶- عيب يا اوڻائيءَ کان نڪتو ۷- هيڪڙائيءَ مان ۸- گهڻائي ۹- سموري ۱۰- سائينءَ جو قسم ۱۱- وڏي شان وارو ۱۲- سندرتا ۱۳- پورن ۱۴- سندر شيون ۱۵- عاشق ۱۶- مودت ۱۷- مددگار ۱۸- پيچ، وت، رمز ۱۹- محلات ۲۰- ڪروڙين ۲۱- ڪيس ۲۲- دريون ۲۳- نظر، درشٽي ۲۴- صورتون، روپ ۲۵- اُهڃاڻ، نشان ۲۶- سانڍيم ۲۷- جاڳي ۲۸- ٻڌجي.

*صوفي طريقي جا راز ۽ رمزون اُنهيءَ کي ٻڌائيجن، جنهن پاڻ کي عيبن کان آجو ڪيو هجي.

§ايشور پاڻ ئي دنيوي معشوق جي صورت ۾ نمايان آهي ۽ پاڻ ئي پورن سندرتا آهي.

‡جي ٻوليءَ جي رمز يا پيچ سمجهين ته پروڙ پوندئي ته جو سڏ آهي، سوئي ڀڙاڏو آهي.

†نينهن، نيڻن مان ئي اُڀرڻ ٿيندو آهي — اِها اُنهي خاص خوبي آهي.

## سر ڪلياڻ - داستان پهرئين جو سار

ڏني ئي ساراه جو لائق آهي. هو آدي، سرو شڪتيوان ۽ لاشريڪ آهي. جن سندس وحدت جو راز پروڙيو آهي، سي ازل کان "بي بها مالم" آهن. حق يا ايشور، 'حسن ڪمال' آهي، جنهن پاڻ کي سهسين روپن ۾ ظاهر ڪيو آهي. اهو راز اُنهنکي ئي اَندر مان معلوم ٿو ٿئي، جن پنهنجو قلب ڌوئي صاف ڪيو آهي. وحدت جا ويڙهيل عاشق، هنئون حقيقت سان هڪ ڪري، سارو وقت "معرفت جي ماٽ سين" نوڪنڊ پيا ڏورين. حق يا ايشور، معشوق به پاڻ آهي، ته عاشق به پاڻ؛ پير به پاڻ آهي، ته مريد به پاڻ. روپ روپ ۾ سندس "درسن ڌارون ڌار" آهي. هيءَ سرشٽي هڪ انيڪ درن ۽ درين وارو محل آهي؛ هرهڪ در ۽ دريءَ مان محبوب حقيقيءَ جي ئي حسن ۽ جمال جو ديدار ٿو ٿئي.

•

## داستان ٻيو

١

اَگهي اَگهاٽي[1]، رنجُ[2] پريان کي رسيو،*
ڇِڪيم ڇِگاٽي، سورانگهي[3] سوُريءَ تان.

٢

اَنڊا اوُنڊا ويڄَ! ڪَلَ ڪُڇاڙ يا ڪانئيين؟
اسان ڏُکي ڏِيلَ[4] ۾، تون پيارئين پيڄَ[5]!
سوُري جنين سيڄ[6]، مرڻ تن مُشاهدو[7].§

٣

سوُريءَ سڏُ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون؟
وڃڻ تن پيو، نالو نينهَن ڳِنهَن جي.

٤

سوُري سڏَ ڪري، اَيي عاشقن کي،
جي اٿيئي سَڏَ سِڪڻَ ۾، ته ڪَوُ[8] م ٻيرُ ٻري،
سِسي ڌارَ[9] ڌري، پڇج پوءِ پرينءَ کي.

٥

سوُري آهِ سينگارُ، اڳهين عاشقن جو،
مُڙڻ، موڙڻ ميهڻو، ٿيا نِظاري نِروارُ،
ڪُسڻ جو قرارُ، اصل عاشقن کي.

٦

سوُري سينگاري، اَصلِ عاشقن کي،
لُڏيا ڪين لطيف چئي، ٿيا نيزي نظاري،
ڪونيو ڪِناري[10]، اٽيو چاڙهي اُن کي.

---

١- قبول پيئي، اَگهه پالو ٢- ناچگاٽي، عليلاٽي ٣- اورانگهي، پار اُڪري ٤- بت، ڪايا ٥- آش، پيچي ٦- سيڄ، چپر کٽ ٧- درشن، ديدار، لقاءُ ٨- پوئتي نه هٽاءِ ٩- عشق، پريم ١٠- گوشت ٽنگڻ لاءِ ڪنڍين جي قطار.

*منهنجي اَگهاٽي، پريتم يا معشوق وٽ قبول پيئي ۽ سندس من ۾ مون لاءِ درد جاڳيو.

§جيڪي عاشق، سوريءَ کي سيڄ ٿا سمجهن، تن لاءِ موت، محبوب جي مشاهدي يا ديدار ماڻڻ جو وسيلو آهي.

٧

سُوريءَ مٿي سيڻَ[1]، کھڙي ليکي سَنَرا[2]؟
جيڪَہ[3] لڳا نيڻ، تي[4] سُوريائي سيجَ تي.

٨

سُوريءَ چڙهڻُ سيج پسڻُ، اِيُ ڪم عاشقن،
پاهُون[5] ڪيِنَ پسن، سائُو[6] هَلنِ سامهان.

٩

سُوريءَ تي سَؤُ وارَ[7]، ڏِهاڙيو چَنگ[8] چڙهين،
جِمَ[9] وِرچِي ڇڏئين، سِڪڻ جي ڀچار،
پرينِ[10] نہ پَسين پارَ[11]، نينهن[12] جتان ئي نِگيو.

١٠

پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پرينءَ،
ڏُکُ پريان جو ڏيلَ ۾، واجِبَ جئن وَجاءِ،
سيخن ماهُ[13] پچاءِ، جي نالو گهُرِءِ[14] نينهنَ جو.

١١

ڪاليءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳُنُ وڍِ پيندڙَ هٿ ۾،
پَسيو پِرِ[15] عجيب جي، لِڇيو[16] وڃي لوهُ،*
عاشقن اَندوهُ[17]، سدا معشوقن جو.

١٢

ڪاتي لکي مَ ٿئي، مُرُ[18] مُنيائي[19] هوءِ،
مانَ وِرمن[20] لوءِ، موُن پريان جا هٿڙا.§

١٣

ڪاتي جا قَرِيبَ[21] جي، سا هَڏُ ڇِري ڇمُ،
عاشقن پڌهنجو اَنگُ[22]، اللّهَ ڪارڻ وڍِ ا.و

١٤

جي تون سِکڻ سکيو، تہ ڪاتيءَ پئي مَ ڪَنجهہُ[23]،
سُپيريان جي سُوُرَ جو، ماڻهن ڏِجي نہ مَنجهہُ،
اَندر اِيُ اَهنجُ[24]، سانديج سُکائون ڪري.

١٥

جان وَڍين، تان ويڻُ نہ، تہ وڃيو وات وَنءُ لون،
هِيُ تنين جو ڏيڻُ، ڪاتي جنين هٿ ۾.

١٦

ڪاتي جن ڳُري[25]، مان لَنؤ[26] لڳي تن سين،
محبت جي ميدان ۾، وڃان پيرَ پَري،
اَڏيءَ سِرُ[27] ڏري، مانَ کُهَنئُون سُپرين.

---

١- عاشق ٢- سرها، خوش ٣- جنهن صورت ۾ ٤- تنهن صورت ۾ ٥- ٻنتي ٦- نيڪ انسان ٧- سؤ گهمرا ٨- ڪنڌي (سوريءَ) ٩- متان ١٠- پريت ١١- حد، اَنت ١٢- جتان ١٣- گوشت ١٤- گُڏء ١٥- محبوب، حيرت اَنگيز حسن وارو ١٦- ڪنبيو يا لرزش ۾ اَچيو وڃي ١٧- غم، کر ١٨- پل نہ ١٩- مڏي، لمي ٢٠- ترسن ٢١- دلدار ٢٢- بدن، عضوو ٢٣- نہ ڪرڪ، دانهن نہ ڪر ٢٤- درد، سور ٢٥- وٽ، گهر ۾ ٢٦- نينهن، عشق، پريم ٢٧- ڪاٺ جو ٽڪر، جنهن تي مڇي يا گوشت ڪپبو يا ڪٽبو آهي.

*محبوب جي روش ڏسي، ڪاتي (لوه) بہ ڪنبيو، لرزش ۾ اَچيو وڃي؛ ۽ پوءِ اَزخود وڃيو عاشق کي وڍي.

§ ڪاتي تيز نہ هجي، پر پل تہ مڏي هجي؛ من اِئين، محبوب جا هٿڙا، مون متان ڪجهہ وقت رهن.

١٧

اڳيان اَڏِن[1] وَٽِ، پوين سِرَ سنباهيا،
ڪات نه پوين قبولَ ۾، مَڇڻ[2] پائين گهٽِ،
متا[3] مُهايَن[4] جا، پيا نه ڏسين پَٽِ؟
ڪَلالڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ[5] وَهي.

١٨

جي اَٽيئي سَدَ سُرڪ جي، ته وَنءُ ڪلالن ڪانئي،
لاهي رڪ، لطيف چئي، متو وَٽِ مانئي،
لِڪ ڏيئي پِڪَ[6] پِيءِ[7] تون، منجهان گهوٽ! گهانئي،
جو وَرَنَهَ[8] وِهانئي[9]، سو سِرَ[10] وَٽِ سَرو[11] سهانگو.*

١٩

جي اَٽيئي سَدَ سُرڪَ[12] جي، ته وَنءُ ڪلالڪي هَٽِ،
لاهي رڪ، لطيف چئي، متو مانئي وَٽِ،
سِرُ ڏيئي ۾ سَٽِ[13]، پِيج ڪي پياليون.

٢٠

جي اَٽيئي سَدَ سُرڪ جي، ته وَنءُ ڪَلالڪي ڪُوءِ[14]،
مَهيَنَر[15] جي مَندَ جي، هُٽ[16] هَڏهين[17] هُوءِ،
جان رمز[18] پروڙيم رُوءِ[19]، تان سِرَ وَٽ سُرڪي سڳڻي[20].§

٢١

جي اَٽيئي سَدَ سُرڪ جي، ته وَنءُ ڪلالڪي گهر،
ويڻ، چيرڻ، چڙڻ، ٻَوٽ[21] اُنين جي ٻَرِ،
جي وَٽِي پويئي وَرِ[22]، ته سَهَنگِي آهِ، سيدّ چئي.

٢٢

ناڻي ناهِ ڪَڪُوهَ[23]، ڪي ملهه مهانگو مَندُ،
سنباهج، سيدّ چئي، ڪاڻ ڪارڻ ڪَنڌُ،
هِيءَ لَنين جو هندُ، مَٿن پاسِ[24] مَرَن جي.

٢٣

عاشق زهر[25] پياڪَ، وِهُ[26] ڏسي وِهُسَن گهڻو،
ڪَڙي ۽ قاتلَ جا، هميشه هيراڪَ،
لڳين لَذُ، لطيف چئي، فَنا ڪيا فِراقَ،
توڻي چِکَن چاڪَ، ته ٻه آهَ نه سَلن عامَ کي.

٢٤

مَ ڪَرِ سَدَ سَري جي، جي تون ناڙئين[27] نُوهُ[28]،
پيتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رِڳن روحُ،‡

١- جمع اَڏيءَ جو ٢- متان ٣- ڪتان ٤- ڪلال جي هٽ تي (يعني ڪامل مرشد جي حضوريءَ ۾) ٥- قهر ٦- ڳيت ٧- پڪ ٨- نوجوان ٩- بيهوش ڪري ١٠- سر جي عيوض ١١- شراب ١٢- چڪو ١٣- سودو ١٤- گهٽي ١٥- شو مهراج، نشي جو ديوتا (يعني مرشد ڪامل، جو طالب کي حقيقي نشو تو ڏئي) ١٦- شراب ١٧- سدائين ١٨- ڳجهارت ١٩- طرز ٢٠- سئي ڳڻ واري ٢١- چال ٢٢- حاصل ٿئيئي ٢٣- شراب ٢٤- پاسي ۾ ٢٥- زهر، وڪ ٢٦- سرها ٿين، خوش ٿين ٢٧- هنجا زخم ڪڙن، سور ڪن ٢٨- ٻرپٽ ۾ اُپرندڙ سهڻو ۽ ڪوڙو قل.
*جو شراب جوانن کي نهوڙيو يا غش ڪيو ڇڏي، سو سر جي عيوض به سهانگو آهي.
§ڳجهارت سمجهڻ سان پروڙيم ته سر جي عيوض ۾ سرڪيءَ جو سودو نفعي وارو آهي.
‡جنهنجي پيڻ سان رڳن مان ساهه يا پران نڪريو وڃي (يعني پٽندڙ فوت ٿيو وڃي).

ڪانئي چک ڪَڪوڙهُ، لاهي سِرُ، لطيف چئي.

۲۵

سَڏُ ڙيا شراب جون، ڪُهُ پچارُون ڪنّ؟

جُهُ ڪاسَ ڪلالنِ ڪڍيا، تہ موليو ٻوء وڃنّ؛

پڪُون سي پِيَنّ، سِرَ جنهجا سَٽ ۾.

۲۶

سِرَ جُدا، ڌَڙَ ڌارَ، دوڳَ جنين جا ديڳ ۾،

سي مَرُ ڪن پچارَ، حاضر جن جي هٿَ ۾.

۲۷

ديڳين دوڳَ ڪڙهنّ، جت ڪَڙئين ڪَڙَڪو نہ لهي،

تِني طبيبنّ، چاڪ چِڪندا چَڏيا.

۲۸

سي سي گهُورَنِ، جي واڻيندڙَ وچِم،*

اوءِ ڪي پِيو پُڇِنِ، سَرو جَن سَنباهِيو؟

۲۹

اصل عاشق پنهجي، سِسي نہ سانڍين،

لاهيو سِرُ، لطيف چئي، ساهُ سَلهاڙيو ڏين،

ڪُلهنئون ڪورِين، پُڇِن ٻوء پريتَمُ.

۳۰

اصل عاشقن جو، سِرُ نہ سانڍڻ ڪمُ،

سَرَ سِسيئان اَڳرو، سَندو دوسان دمُ،

هِيءُ هڏو ۽ چمُ، پِڪَ پِريان جي نہ پڙي.

۳۱

جي مٿي وٽ مِڙَنِ، تہ سيڪنهن سَڏَ ٿئي،

سِرَ ڏني سَٽ جُڙي، تہ عاشقَ اِئن اچن،§

لِڏا تي لَيَن، مُلهہ مَهانگا سُپرين.

۳۲

مُلهہ مَهانگو قطرو، سِڪڻ شَهادتَ،

اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پِريَن جو.‡

وائي

مَنڍُ پئندي مون، ساجَنُ سهي سُڃاتو،

پِي پيالو عشقَ جو، سيڪي سمجهيو سون،

پِريان سندي پارَ جي، اَندرِ آڳ اَنُون،

جِنڻُ ناهي جَڳَ ۾، ڏينهن مِڙيئي ڏون،

اَلا! عبداللطيف چئي، آهين تُون ئي تُون.

۱- ٻنيءَ لي، ڳتي تي، يا شرابخاني تي ۲- چوس- جلهين ۴- سڏيون، گوشت جا ٽڪرا ۵- ڪڙاهين يا ديڳين جو ٦- وراهيندڙ ۷- تيار ڪيو ۸- شامل ڪيو ۹- ڪلهن کان ۱۰- وڍين ۱۱- سرن کان ۱۲- دوستن جو ۱۳- برابر ٿئي ۱۴- سر جي عيوض ۾ ملن ۱۵- سودو ۱٦- ڀاڳ، نصيب سان ۱۷- آڳ ۱۸ ۾.

*جي شراب وراهيندڙ (ڪامل شخص) آهن، سي سر تا طلبين.

§جي سر ڏيڻ سان سودو بحال ٿئي تہ عاشقن جا ڪٽڪ اچي ڪڙڪن.

‡شراب جو قڙو بہ وڏي بها وارو آهي ۽ عشق ڪرڻ آهي شهادت قبول ڪرڻ. عاشق معنيٰ بي سر. اسان جو فرض آهي عبادت ڪرڻ، پرينءَ جو ور آهي اسان تي ناز واري نظر اچاڻ.

## سر ڪلياڻ ـ داستان ٻئي جو سار

عشق جي بيماري، طبيبن جي علاج کان ٻاهر آهي. جي عاشق، پرينءَ جي نظر جا نهوڙيل آهن، سي سوريءَ لي بہ سرها آهن. سوري هنن لاءِ سيج آهي ۽ مرڻ مشاهدو. تيئهن اُڙائڻ معنيٰ پاڻ کهائڻ. حقيقي شراب جو ملهه اَڪت آهي. اُنهي سرڪي، جي سر ڏيڻ سان ملي، تہ بہ سستي ڇٽبي. دوست جي صحبت جو هڪ دم بہ سؤسون کان اڳرو آهي.

سڌڙين جي مجال ناهي جو اُنهي پيار ڪري سگهن. اهي، ڪلال جي ڪاليءَ جو تاب نہ ٿا سهي سگهن. سچن پياڪن جو مرڪ آهي سر ڪاڻي، ماڻي اڳيان رکڻ. ڪلالن وٽ سارو وقت ڪسڻ جو ڪوپ پيو وهي ۽ وٽن شراب بہ نسورو قاتل آهي، جنهنجي پيڻ سان رڳن مان ساهہ نڪريو وڃي. عشق جي پيار اهي ڪن، جنجا سر جدا، ڌڙ ڏار ۽ عضوا ديگ ۾ هجن.

•

## داستان ٽيون

١

اُٿياري[1] اُٿي وِيا[2]، مَنجهان مون آزارَ[3]،*
حبيبَ نہ هَڻي ويا، پيڙا[4] جي پَچارَ،
طَبيبن لَنوارَ[5]، هَڏِ نہ وڻي هاڻِ مون.

٢

هَڏِ نہ وڻي هاڻِ مون، وِڇڻِ جي وِصالَ[6]،
هِنَ مهنجي حالَ، حَبيبُ[7] نہ هادِي[8] ٿيو.

٣ *

حَبيبَ نہ هادِي ٿيو، رَهَنُما[9] راحتَ،
پيڙا ڀِيالِين ڀاڻ سين، لائي ڏيئي[10] لتَ،
سُپِيريان صِحتَ، ڏِنيمَ منجهان ڏکَندي[11].

٤

اُورِ ڏُکَندو[12] اُوُ ٿئي، هادِي جنهن حَبيبُ،
اُرُ تفاوتُ نہ ڪري، انهنکي ڪو طَبيبُ،
رَهَنُما رَقيبُ[13]، ساٿِر صحتَ سُپرِين.§

٥

ساٿِر صِحتَ سُپرِين، آهي نہ آزارُ،
مجلسَ وِيرَ مِنو ٿئي، ڪوٺيندي قهارُ[14]،
خَنجرُ لنهن خوبُ هڻي، جنهن سين ٿئي يارُ،
صاحبُ رَبُّ سَتّارُ[15]، سوجهي[16] رِڳوُن ساهَ جون.

٦

رِڳوُن ٿيون رَبابُ، وَڄَنِ وِيلَ سَيَڪَنهين،

---

١- جاڳائي ٢- ڀاڄ نکري ويا ٣- پيڙا ٤- مرض ٥- ڳالھ ٻول ٦- مکاميلو ٧- محبوب ٨- هدايت ڪندڙ، راه ڏيکاريندڙ ٩- واٽ ڏيکاريندڙ ١٠- لت هڻي ١١- بيماري ١٢- ترالو ١٣- نگهبان ١٤- ظالم ١٥- ستر يا پردو رکندڙ (ايشور) ١٦- پرکي، صاف ڪري، جاچي.

*معشوق منهنجي اندر ۾ محبت جي پيڙا اُٿاري، ڀاڄ نکري ويا.

§محبوب واٽ ڏيکاريندڙ بہ آهي ۽ ترگهور لهندڙ بہ ۽ صحت لاءِ ٻيڻ اَڪسير دوا آهي.

ڏيڻ، ڪُڇڻ نہ ٿيو، جانبُ ري جَبابُ،*
سوئي سَنديڀدَمُ [1] سُورِ ڀِن، ڪَيَسِ جنهن ڪَبابُ،
سوئي عينُ [2] عَذابُ، سوئي راحتَ روحَ جي.

٧

سوئي راهَ رَدِّ ڪري، سوئي رَهنماءُ،
وَتُعِزُّ مَنْ تَشَاءُ، وَتُذِلُّ مَنْ تَشَاءُ.§

٨

پُرِ [3] پُڇيائون، عشقَ جي اَسبابَ [4] کي،
دارُون [5] هِنَ دَردَ جو، ڏاڍو ڏَسيائون،
'آخِرُ وَالْعَصَرُ' [6] جو، اِئين [7] آنائون،
لِهان پوءِ آئون، سِڪان ٿي سَلامَ کي.

٩

سِڪين ڪَہ سَلامَ کي، ڪَرين ڪَہ نہ سَلامُ؟‡
پيا دَرَ تن حرامُ، اِي دَرُ جنين ديکيو.

١٠

مِنايان مِنو گهڻو، ڪَڙو ناهَ ڪَلامُ،
سُڪَوُتُ ٿِي سَلامُ، پِريان سَندي پارَ جو.

١١

پِريان سَندي پارَ جي، مِڙيئي مِنائي،
ڪانهي ڪَڙائي، چَکِين جي چيتُ [9] ڪري.

١٢

جاڻي ڄڃهي جن، تَرسين سوَرَ سَنج [10] ڪئي،
تون ڪيئن سنديوُن تن، پَرسين [11] پَچاروُن ڪَرين.

١٣

تو جِنين جي تاس، تن پڻ آهي تنهنجي،
'فَاذْكُرُوْنِيْ اَذْكُرْكُمْ' [12]، اِيَ پَروڙِج [13] باس،
هَتِ ڪاڻي ڪُڙِ [14] واس، پُڇَڻُ پَرِ پِرين جي.

١٤

حَبيبَن هيڪارَ، مَنجهان مِهرَ سڏُ ڪِيو،
سو مُون سڀ جمارَ، اورِڻ [15] اُهوئي ٿيو.

١٥

پاڇوهي [16] هيڪارَ، مون کان پُڇيو سَڄڻين،
'اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ' [17]، چيائون جنهن وارَ [18]،
سَندي سورَ ڪِنارَ [19]، تَنَ ڪَڏاهڪوُن نہ لَهي.

١٦

پاڇوهيو پُڇنِ، ڪِتي هَتُ حبيبَ جو؟
نيزي هينان نيهنَ جي، پاسي پاڻُ نہ ڪَن،
عاشقَ اَجلَ سامُهان، اوچي ڳاٽ اَچَنِ،

١- مرهم رکي ڇتاليندم ٢- نسورو ٣- ڳجهہ ڳوهہ پر ٤- سبب جو جمع ٥- علاج ٦- سورة والعصر جو آخرين لفظ يعني صبر ٧- فرمايائون ٨- ماٺ ٩- هوش ڏاري، دل لائي ١٠- سديند ١١- ڏارين يا بيگانن سان يعني اُنهن سان، جي عشق کان اڻواقف يا ناآشنا آهن ١٢- ياد ڪريو مونکي تہ مان بہ اوهانکي ياد ڪريان (قرآن شريف) ١٣- ڳالهہ، سخن ١٤- ز بان تي ميناج ١٥- سمرڻ، ذڪر ڪرڻ ١٦- مشڪي ١٧- "ڇا نہ آهيان مان اوهانجو رب؟" ١٨- مهل ١٩- نوڪ، ڪنڊ.

*عاشق لاءِ ڏيڻ آهي، نہ ڪُڇڻ؛ معشوق پاڻ خاموش (ري جواب) آهي.

§ جنهنکي وڻيئي تنهنکي عزت وارو ڪرين، جنهنکي وڻيئي تنهنکي ذليل ڪرين. (ق ش)

‡ محبوب جي سلام لاءِ ڇو ٿو سڪين؟ تون ڇو نہ ٿو وٽس سلام پڙهين؟

ڪُسَڻُ قُربُ جَنِ، مَرَڻُ تَنِ مُشاهدو.

١٧

ڪوني کُهي سُپرِينِ، ڪوني کُهڻَ ساڻُ،
نيزي هيٺان نِينهن جي، پاسي ڪِر م پاڻُ،
جُلُ، وِڃائي جاڻُ، عاشقَ! اَجَلَ سامهون.

١٨

ڪونڻُ قربن جو، عينُ تِنڙُ آهِ،
اِيَ اُلٽي ڳالهڙي، سِڪَ وَڙندي ساهِ،
آسِرَ هَدِمَ لاهِ، ڇِنڻُ ڳَنڍَڻُ اُنِ جو.*

١٩

کُهنِ تان ڪَرَ لهَنِ، ڪَرَ لهَنِ تان کُهَنِ،
سيڻي، ماءُ! مُهنِ، سيڻي راحتَ روحَ جي.§

٢٠

کُهي سو ڪَرَ لهي، ڪوني سو قريبُ،
اِها عادتَ سِکيو، هَرَ زَمان حبيبُ،
تِهِي سو طبيبُ، سوئي راحتَ روحَ جي.

٢١

کُهنِ ۽ ڪونينِ، اِيَ پِرَ سندي سَڄڻين،
سوُريءَ چاڙهيو سُپرِينِ، ڏَنبَ ڏِهاڙي ڏِينِ،
وينا وِرهَ وَڻِينِ، آءُ وايوڙيا! وِهاءُ لُون.

وائي

تيندو تَنَ طبيبُ، داروُن منهنجي دَردَ جو،
ٻُڪي ڏيندُم ٻاجهه جي، اَچي شالَ عجيبُ،
پِرينِ اَچي پاڻَ ڪيو، سندو غورُ غريبَ،
ڏُکندو سيوئي ڏوُرِ ڪيو، مَنجهوُن تَنَ طبيبَ،
اَديوُن! عبداللطيف چئي، هاتِڪُ آهِ حبيبُ.

## سر ڪلياڻ - داستان ٽئين جو سار

جن کي عشق جي پيڙا لڳل آهي، تن کي طبيبن جو مُنهن ڏسڻ به نه ٿو وڻي. حبيب پاڻ ئي طبيب آهي. پاڻ ئي عذاب ڏيندڙ آهي، پاڻ ئي راحت بخشيندڙ. پاڻ ئي راهه رد ڪري، پاڻ ئي راهه ڏيکاري. عاشق کي صبر اختيار ڪرڻو آهي ۽ ڪسڻ قبول. سچا عاشق، اجل جي سامهون اوچي ڳاٽ سان ٿا وڃن ۽ نيزي هيٺان پاڻکي هرگز پاسي نه ٿا ڪن. جيڪي محبوب طرفان عطا ٿئي، تنهن ۾ حڪمت آهي. جي ڪيس ياد ٿا ڪن، تن کي هو به ياد ٿو ڪري. جن کي ڪوني ٿو، تن کي کهي ٿو؛ جن کي کهي ٿو، تن کي ڪوني ٿو!

"سر ڪلياڻ" - ديپڪ راڳ جي اُنهن پٽن مان هڪ آهي ۽ سنڌيا ڪان پوءِ ڳائبو آهي. اُنجي ڳائڻ ڪري من کي آنند ۽ سک پراپت ٿا ٿين. 'ڪلياڻ' شبد جي معنيٰ ئي آهي سک يا شانتي.

١- هل، قدم وڌاءِ ٢- خودي، وجود ٣- سڪ يا عشق جي وراڻي ٤- اِها، سا ٥- آسرو، اُميد ٦- سماءُ، سڌ ٧- اي اَمڙ ٨- وڍين، زخم ڪن ٩- وڍ وجهي ١٠- ٻرهه، عشق جو آزار، فراق ١١- وراهين، ونڊين ١٢- اي وڻجارا يا عاشق ١٣- خريد ڪر، سودو ڪر ١٤- دوا، ستي ١٥- دلبر ١٦- لباس، نظر ١٧- حاذق، ماهر.

*لون اميد نه لاهه، ڇو ته اُنهنجو ڇنڻ به ڳنڍڻ آهي؛ يا ڇو ته ڇنڻ ۽ ڳنڍڻ اُنهنجي اختيار آهي.

§اي جيجل! آهي جي وڍين ٿا، سي جان جي راحت به آهن.

# سُر يَمَنُ ڪَلياڻُ

## داستان پهريون

١

لون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جي دَوا،

جانِبَ! منهنجي جيءَ ۾، آزَرَ[1] جا اَنوا[2]،

صاحبَ! ڏي شِفا[3]، ميان! مريضنِ کي.

٢

لون حبيبُ، لون طبيبُ، لون دَردَ جو دارُوُن[4]،

دَوا آهين دِل[5] کي، لنهنجون تَنوارُوُن،

ڪريان ٿي ڪارُوُن[6]، جتِّ بُکي[7] پِيَنِئُون[8] نہ ٿئي.

٣

لون حبيبُ، تون طبيبُ، لون ٿي دَلَنِ[9] دَبُّ[10]،

لون ڏِئين، لون لاهئين، لون ٿي هادي[11] رَبُّ،

آهِمر اِيُ عجبُ[12]، جتِّ واريو ويجَ وِهارَئين.*

۴

لون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُوُن کي دَردَنِ،

تون ڏِئين، تون لاهئين، ڏاڙَ![13] کي ڏُکندَنِ[14]،

تڏهين ڦَڪيُوُن فَرَقُ ڪن، جڏهين اَمرُ[15] ڪريوانِ کي.§

۵

جان[16] ڪي ڪري طبيبُ، دارُوُن هن دَردَ جا،

هٿيو سي حبيبُ[17]، اکوڙيو اُڏَ ڪري.

٦

هَڪُّ، حبيبَ! هتَّ ڪٽي، تيڪِ مَ[18]، تورو[19] لله،

پِرِيَم! لنهنجي گهاءَ، مَران نہ[20] ماڻُ لهان.

---

١- آزار، درد ٢- (انواع) نمونا، قسم ٣- مرض کان ڇوٽڪارو ۴- دوا ۵- منا سخن ٦- پڪارون، وس ٧- دوا، علاج ٨- بين کان ٩- ڪريلن (جن جي صحت بڻل آهي) ١٠- دوا، مرهم ١١- رهبر، هدايت ڪندڙ ١٢- موٽايو، ورايو ١٣- اي ڏاتار ١۴- مرض ١۵- حڪم، آگيا ١٦- جڏهن ڪي ١٧- محبوب ١٨- هٽاءِ نہ (ڪاڻيءَ کي) ١٩- پلاڻي ڪر ٢٠- زخم سبب.

*اِهو عجب آهِمر تہ لون ڪٿن نہ دنيوي طبيبن کي نااميد ڪري، واپس ٿو وارين.

§ دوائون، مرض ۾ تڏهين ٽيون ڦيرو آڻين، جڏهين اُنهن کي لنهنجو فرمان يا آگيا ٿي ٿئي.

٧

ھَڻُ، حبيبَ! ھَٿَ ڪٽي، دِل ۾ ڊِيري دانھَن،
ڪُھان تان ڪُوڪَ ٿِئي، صبرُ آئون نہ سَھان،
ڪنھن کي اِئن چوان، تہ مونکي ماريو سَڄڻين.

٨

ھَڻُ، حبيبَ! ھَٿَ ڪٽي، ٻِنگان لھي ٻاڻُ،
ماڳھين مون مِنھُن ٿِئي، جھوليءَ وِجھان ٻاڻُ،*
اِنَ ٻِر ساڄَنَ ساڻُ، مانَ مُقابلو مون ٿِئي.

٩

جت حبيبَ ھَڻِن، ناڪُ ٻَري نيڻھن جي،
لِتي طبيبن، وِڃا وِڃي وِسري.

١٠

ھَڻين جي حبيبَ! محبتي مَيا ڪري،
پُڇان ڪينَ طبيبَ، ھوند گھائِن سين تِي گھارِيان.

١١

چوري چَنگُ، ٻَنگُ لھي، حبيبن ھَنيوس،
ٻُجھان ٻاڻُ لڳوس، ڪانارِيو ڪَرَ ڪٽي.§

١٢

ڪانارِيا ڪُٽِڪَن، جنين لوھُ لڳَن ۾،
محبتَ جي ميدانَ ۾، پيا لالَ لُڇَن،
ٻاڻھين ٻَدِن پَٽيوُن، ٻاڻھين چڪيا ڪَن،
وِٽان وادِ وڙِ بَن، رھي اَڇي راتڙي.

١٣

رھي اَڇي راتڙي، تن واڍ وڙِ بن وَٽاءِ،
جن کي سوڙُ سريرَ ۾، گَھٽَ مَنجھاران گھاءِ،
لِڪائي لوڪاءِ، ٻاڻھين ٻَدِن پَٽيوُن.

١٤

اَڄَ ٻڙ ڪَنجھو ڪَنجھَي، واڍ وڙَ ڪيءَ مَنھين،
جہ ٻڙ ٻيمَن سَنجھي، ھوُ پِٽيوُن ھوُ پَٽيوُن.‡

١٥

اَڄُ ٻڙ ڪھڙي دانھَن، واڍ وڙَ ڪيءَ مَنھينءَ؟
ويہَ ورائي ٻانھَن، چوري چاڪَ نِھاريا.

١٦

ويڄارا واڍ وڙَ، سَدا شاڪَرَ سوُرَ سين،
تاڻين متي توڙَ، اوري ڪَنِ نہ آسرو.†

١- اُونھي، ڳُجھي ٢- ٻنگ مان، پيچ يا ور مان ٣- تير ٤- بھانو، عذر ٥- اَھڙيءَ ريت ٦- شل ٧- مڪاميلو ٨- تير ٩- وديا (طبابت جو علم) ١٠- ديا ١١- ڪمان ١٢- ڀانيان ٿو ١٣- ڪان يا تير لڳل ١٤- ڪرڪن، ڪنجھن ١٥- تير ١٦- علاج ١٧- وڍيلن ١٨- اَندران ١٩- ماڻھن کان ٢٠- دانھن ٿي دانھن ٢١- واڍِ ڙن جي ٢٢- ڀوُنگيءَ ۾ ٢٣- جڏھن ٢٤- نماشام ٢٥- (پٽيءَ جو جمع) لپريون ٢٦- گھاوَ، زخم ٢٧- راضي ٢٨- ڪشين، ستين ٢٩- آخرين منزل يا مقصد.
*مون لاءِ ٻاڻ بھانو ٿيو اَچي، جو مان ٻاڻ کي اچي لٺهجي جھوليءَ ۾ وجھان.
§سمجھان ٿو تہ تير لڳو اٿس، جو ھو (تير لڳل) ڪر ڀيو ڪٽي.
‡جيئنو ٽيڪ سنجھا اَچي ٿي اَٿن، تڏھن بہ اُھي ئي لپريون پيا ھڻن ۽ اُھي ئي پٽيون پيا ٻڌن.
†ھو آخرين منزل تائين يا توڙ تائين ھلندا ٿا ھلن ۽ اوريان ڪٿي بہ ٻيھڪ نہ ٿا ڪائين.

١٧

سَدا آهي سوُرَ جي، وايو وڙين وائي،
جيڪا اَٽن مَنَ ۾، سَلَنِ نہ سائي،
اوڙڪ[1] اُهائي، ڳوليو لَهَنِ ڳالهڙي.

١٨

سَگهَنِ[2] سُدِ نہ سوُرَ جي، گهايَلَ ڪيئن گهارينِ،*
پيَلَ پاسو پَٽَ تان، وايو وڙَ نہ وارينِ،
ٻِرِ ۾ ٻَڃَنِ ٻرينءَ لَيءِ، هَيءِ! هَنجوُن هارينِ،
سَڄُڻَ[3] جي سارينِ، تن رويو وِهامي راتڙي.

١٩

سَگهَنِ سُدَ نہ سوُرَ جي، تا رُنڪن[4] رَنجوُري،[5]§
پيا[6] آهن پَٽَ ۾، مٿن ماموُري،
لڳين[7] لَنؤ، لطيف چئي، سَدا جي سوُري،
پِريتِ[8] جن پوُري، تن رويو وِهامي راتڙي.

٢٠

آيَلِ[9]! اِنِ نہ وِسَهان، هَنجوُن جي هارينِ،
آڻيو آبُ[10] اَکينِ ۾، ڏيہَ[11] کي ڏيکارينِ،
سَڄَڻُ جي سارينِ، سي نَڪي روئن نہ چون ڪي.

وائي

وِرسيا[12] ويڄَ ويچارا! دِل ۾ دَردُ پِرينِ جو،
اِتيو ويچا! مَ وهو، وَڃو دَبَ ڪٽي،
ٻُڪي ڏيندا باجهَ جي، آيا سوُرَ ڏٽي،[13]
آيا جيءَ جيارا، دِل ۾ دَردُ پِرينِ جو.

## سر يمن ڪلياڻ ـ داستان پهرئين جو سار

محبوب (رب)، حبيب بہ آهي، طبيب بہ آهي. هو ئي دردمندن جو درد ميٽي ٿو سگهي. دنيوي طبيب جي هٿ جاء ناهي. ڦڪيون لڏهن اَثر ڪن، جڏهن سندس اَمر ٿئي. طبيب، عشق جي مريضن جو دارون ٿو ڪري تہ حبيب اُنکي "اَکوڙيو اَڏ" ڪيو ڇڏي. جتي حبيب تير ٿو هڻي، لتي طبيبن کي وديا ئي وسري وڃي. معشوق، جي باجهہ ڪري، عاشق کي پنهنجي اُلفت جو تير هڻي تہ هو جيڪر ويڄن جا در ئي نہ ڀڃي. عشق جي گهايلن کي ڪو اَهڙو ويڄ پيل آهي، جو هو پٽ ٻان پاسو ئي نہ ٿا وارين. هو ساري رات رويو ٿا گذارين ۽ پنهنجي آزار بنسبت ڪنهن سان چپ بہ نہ ٿا چورين. پرينءَ جي "پلاري پاڪ" ئي هنن کي شفا ڏيئي ٿي سگهي.

---

١- پڇاڙيءَ يا آخر ۾ ٢- تندرست اِنسان، چڱن ڀلن ٣- ياد ڪن ٤- ڪرڪن ۽ ڪنجهن ٥- رنج ۾ گرفتار ٿيل، مريض ٦- ڳري بيماري (ڏٽيءَ طرفان آيل) ٧- دائمي درد ٨- پريت ٩- اي اَمڙ يا جيجل ١٠- لڙڪ، ڳوڙها ١١- دنيا، جهان ١٢- ورچيا، نااُميد ٿيا ١٣- درد جا مالڪ (ڏيندڙ ۽ لاهيندڙ).

*چڱن ڀلن کي درد جي سد نہ آهي ۽ نہ وري اِنهيءَ جي تہ گهايل ڪئن ٿا وقت گذارين.

§تندرست اِنسان کي سور جي سمڪ ناهي؛ آزار ۾ ورتل ڪرڪن ۽ ڪنجهن پيا.

## داستان ٻيو

١

لَنَ طبيب نه لوُن، سُڌِ نه لهين سوُرَ جي،
ساڻِ پنهنجا ڏاڙا[1]، ڪَڏَ ڪٽي ۾ ڀوُن[2]،
ڪانَ گُهرجي موُن، حيالي هوتَنِ ري.

٢

ويڄنِ سين وائيءَ[3] پيا، ڪِري نه ڪياڻوُن،
جي پَندِ[4] پارياڻوُن، ته سِگهاني سَگها ٿيا.

٣

ويڄنِ سين وائيءَ پيا، ڪِري ڪَنِ نه پاڙَ،
اَگها لِنَ اهڃاڻَ[5]، پسو! سوُرَ سِڄهاڻيا.

٤

آهي گهڻو اَگهنِ جو، ڪُرسُ[6] طبيبنِ،
ڪيو وَسُ[7] ويڄنِ، تان ڪِريءَ[8] ري ڪينَ ٿئي.

٥

اَگهائي سَگها ٿيا، جي وينا وٽ ويڄنِ،
ڪُرَسي[9] طبيبنِ، چيني هوند چڱا ڪيا.

٦

پاڙي ويڄَ هُنَام، تان مون موُر نه پُڇيا،
ٽيلاهين[10] پيام، موريسَرَ اَڪين ۾.

٧

هارِيا[11]! تو هِري[12]، کُهڄ[13] ڪايا[14] سين ڪيو،*
ڪَرِنين جي ڪِري، ته لون[15] لوانو ٿئين.

٨

جي پائين پرِينءَ مِڙان[16]، ته سِڪ چوران[17] ڪي ڏاتِ[18]،
جاڳڻُ جَشَنُ جن ڪي، سُڪُ نه ساري راتِ،
اُجهي ٻُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نه واتِ،
سَلي[19] سوُريءَ چاڙهيا، بيان ڪَنِ نه باتِ،
لوٽي ڪُسَنِ ڪاتِ[20]، ته به ساڳي سَانَ ڪينَ ڪي.

٩

لڙي طبيبنِ، گهايَلُ گهران ڪَڍيو،
چِڪيا[21] چاڪَ[22] چيهوُن ڪري، ڪَڙِيوُن مور نه ڪَنِ،‡
دونِهُنَ[23] جي درسَنَ سين، پئي نارُ نِهَنِ،
وِرچيو ويڄَ وَڃنِ، آءُ[24] ته پريم اُبهان.

---

١- ڊپ ٢- ڌرتي ٣- واجهه پيا، سخن ڳالهايائون ٤- نصيحت ٥- نشان، سبب ٦- قياس، خيال ٧- ڪوشش، حيلو ٨- پر ٩- حيلا هلائي ١٠- موليا، قللا ١١- نادان، مورک ١٢- عادت ۾ پئي ١٣- ناپرهيزي، ضرر ١٤- جسم، بدن ١٥- سگهو، تندرست ١٦- ملان ١٧- چورن جي ١٨- رمز، روش ١٩- هڪ پئي سان ٻڌجي، عذاب ڏيئي ٢٠- ڪاٺ سان ٢١- زخم ٢٢- چيروُن ٢٣- زخمن لي ٢٤- آتان (بيماريءَ مان)، نڙبو ٿيان.

*اي مورک! عادتن يا نفس جو مطيع بڻجي، تو پنهنجي سرير کي ڇيهو رسايو.

§جي پرينءَ سان ملڻ تو چاهين ته چورن جي روش اختيار ڪر (جي ساري رات جاڳن ٿا ۽ سوريءَ تي چڙهندي به سڏڪي نه ٿا ڪن).

‡چاڪ چيرون چيرون ٿيو پيا ڪڙهن ۽ مٿن ڪڙيون مؤر نه ٿيون، ٻڌجن.

۱۰

واڍن وئي ٿي، دوست ٻيھي ڏر آئيو،

صحت جي سَرِيرَ ۾، ڪلُّ ڪَرين[1] پيئي،

پيڙ[2] ٻَري وئي، اَچڻ ساڻ عجيب جي.*

۱۱

وَيدي جَن وِڌياس، وَري ويڄ ٿي سي ٿِيا،

تُرتُ ٻُڌائُون[3] ٻَتيوُن، روڙ[4] ڪيائُون راسِ،

هيننڙا![5] لنبين پاسِ،[6] ڳهارِ تہ ڳهايَلُ نہ ٿئين.

۱۲

هارِيا ويڄَ! مُياس![7] سُڌ نہ لَهين سوُرَ جي،

پِريان ڪي چوندياس، تہ تَرسُ طبيبنِ ڇڏيو.

۱۳

ويڄَ! ۾ ٻُڪي ڏي! اَلا چَڳي ۾ ٿِيان!

سَڄڻُ مانَ[8] اَچي، ڪَرَ لاهوُ تي ڪَڍهين.§

۱۴

وِهَڻُ ويڄنِ وَتِ، جي سِکين تہ سَگهو ٿِئين،

اَڳين عادتَ مَتِ، تہ اَگها! عاجِزُ نہ ٿِئين.

۱۵

هُئين تہ ويڄنِ وَتِ، توُن ڪِئن جِيءَ جَڏو ٿئين؟

سِرُ ڏيئي ۾ سَتِ،[9] ڪُهه[10] نہ ڪَيءِ ٻَنڙا؟

۱٦

ڪُنِيس ڪُويڄنِ،[11] تَنَ طبيبَ نہ ڳڏيا،

ڏيئي ڏنبَ ڏَڏَنِ،[12] پاڻان ڏِيلُ ڏکوئيو.

۱۷

تَرسُ[13] طبيبنِ جو، جَڏَنِ ڪيو نہ جاءِ،

جو ويڄنِ جي واءِ، دارُوئَان[14] تنهن دوُر ٿِيا.

۱۸

دارُون[15] ۽ ڪارُون،[16] جان ڪي ڪيا ويڄَ مون،

ٻُڪي ڏيندا باجَهه جي، نِهاري ناڙُون،[17]

جن جون سيڻَ[18] لَهنِ سارُون،[19] تن تان ڏُکندو ڏُور ٿئي.‡

۱۹

اَگهن مِڙي اَڄُ، ڪيو سَڏُ صِحَتَ کي،

ڏُور،[20] ڏُکندا![21] ٻَڄُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو.

وائي

اَچي سارَ لَهيجِ، ساڄَن سوُرَ ٿُماري[22] آئُون ماري!

سوُرَ تُماري جي مَران، تان مون ڏوهُ ۾ ڏيجِ،

ڏَبَنِ پَري هَنڙا، دارُون، دوست! ڪَريجِ.

۱: ڪرن يا لڳن ۾ ۲- پيڙا، بيماري ۳- هڪ ڏينهن ۾ ۴- تندرست، نوُبنو ۵- اي هنئاءَ! ٦- وٽ ۷- مان ميس ۸- سار لهندڙ، ڪر لهندڙ ۹- عيوض يا مٽ ۾ ۱۰- ڇو ۱۱- نيم طبيبن ۱۲- سريو ۱۳- ٽيءَ، هرگز ۱۴- دارُونءَ يا دوا کان ۱۵- دوائون ۱٦- حيلا وسيلا، وس ۱۷- ناڙ جو جمع (ناڙ=نبض) ۱۸- قريب، پريتم ۱۹- سنڀارون، خبرون ۲۰- اي مرض ۲۱- ڏياوان دوست، صاحب فيض ۲۲- تنهنجي.

*محبوب جي اَچڻ سان مرض دفع ٿي ويو.

§اي طبيب! تون مونکي دوا نہ ڏي؛ ڏٽي ڪري تہ تندرست نہ ٿيان. من اِئين مدهجو محبوب ڪنهن ڏينهن مون وٽ منهنجي سار لهڻ لاءِ ٻيهي اَچي.

‡جن جي سار پريتم پاڻ ٿو لهي، تن تان پيڙا هٽيو وڃي.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ٻئي جو سار

دنيوي طبيبن کي حقيقي عشق جي مرض جي شناس ناهي. عاشق جي دوا، دوست جي ديدار ۾ آهي. پرينءَ کي ملڻ لاءِ عاشق ۾ ڇورن جون وصفون هئڻ گهرجن. ڇور، ساري رات جاڳندي ٿا گذارين ۽ ڪاٺ سان ڪسندي ۾ سڄي نه ٿا ڪن. محبوب ئي مرض ڏيندڙ آهي ۽ پاڻ ئي اُنجو لاهيندڙ. ويڄن ويني، دوست در ۾ پيهي ٿو اچي ته عاشق جي جڏي جسم ۾ نئين جان اچي ٿي وڃي. ڪامل رهبرن جي هدايتن تي هلڻ ئي سچي ڪري آهي، اُنجي برڪت سان حقيقي صحت ٿي سري. اِنسان، نفس جي تابع ٿي، پاڻ کي پاڻيهي ضرر رسايو آهي. جي هو اڳين عادت مٽي، ته هوند ترت دائمي شفا حاصل ڪري. جنجي سهرين سار ٿو لهي، تن تان ئي ڏکندو ڏور ٿو ٿئي.

•

### داستان ٽيون

١

هَيءَ هَيءَ! وَهي[1] هاءِ، مَن ۾ محبوبن جي!
جيرا جوش جَلائيا، ٻُڪين ٻري باهِ!
پَسو مَنجِ مَٿاءِ، جي ويساهَ نه وِسهو!*

٢

هَيءَ هَيءَ! وَهي هوُءِ[2]، مَن ۾ محبوبن جي!
جيرا جوش جَلائيا، ٻُڪين مُڪي ٻوُءِ!
اَچي پَسو روُءِ[3]، جي ويساهِ نه وِسهو!

٣

ڪاندين[4] ٽاندين[5] ٻابرين[6]، پَچان مَرُ پيئي!
جيرا، جِگر، ٻُڪيوُن، سيخُن ۾ ٽيئي!
ويڄڙئوُن[7] ويئي[8]، ٿي وهيڻي[9] سَڄڻين!§

٤

سُرُ[10] جو سَچيو[11] سَڄڻين، پُرُ[12] پيڏيءَ[13] ڏيئي،
ڪانَ[14] ڪَرنگهَرُ[15] ڪيو، پَکن[16] سرِ پيهي!
جيرا، جِگر، ٻُڪيوُن، پاساڙا[17] ٻيئي!
ويڄڙئوُن ويئي! ٿي وهيڻي سَڄڻين!

٥

سَرُ جو سَچيو سَڄڻين، ٻَنگان[18] ٻاڻُ ٻري،
وِڌو وُجودان[19] نِڪري، ڪَڙ ڪَڙ[20] ڪانُ ڪري!
پُڇيو ٻيرَ ٻري، ته ڪِ تِريو هَٿُ حبيبَ جو؟

١- پيئي هلي ٢- ڪوُڪار ٣- روبرو ٤- ڪنديءَ جي ٥- ٽاندن تي ٦- ٻبر جي ٧- ويڄن کان ٨- ڳالهه وس کان ويئي ٩- اختيار ١٠- تير ١١- ڪشيو ١٢- آڏار ١٣- ڪرائيءَ جي هڏي تي ١٤- ٻاڻ ١٥- ڪرنگهر ١٦- پکن سوڌو ١٧- پاسريون ١٨- ٻنگ مان (ڏسو داستان پهريون، صفحو ١٢) ١٩- جسم مان ٢٠- تير جو آواز.
*جي منهنجي سخن تي اعتبار نه اٿيوَ ته اچي روبرو منهنجي مٿان مڇ ٻرندو ڏسو.
§ويڄن جي وس کان ڳالهه ويئي ۽ محبوب جي هٿ وس ٿي.

٦

سَرُ جو سَڄيو سَڄَڻين، ٻيهر ٻاڻُ ٻري،

چمڪيو[1] سو چوهَ[2] مان، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪَري،

جيرا، جِگر، ٻُڪيوُن، لنگهي پيو ٻري،

لڳو جيءَ[3] ڄڙي[4]، ٽاڻيان[5]، تيرُ نہ نِڪري!

٧

سَرُ جو سَڄيو سَڄَڻين، سيڱ[6] منجهان سيلو[7]،

ٽنگرُ[8] ٽڪيو ڪينَ ڪي، پار لنگهيو پيلو[9]،

هڻڻَ سين حياو، جانِبَ جيڏو ئي ڪيو!

٨

ڏڳايو[10] ڏٺين[11]، ڄرو[12] اَندر[13] چندڙي!

لڳي سيخ وُجوُدَ ۾، سندي نينهن نئين!*

مُشاهدي[14] ٽنهين، مون کي وِڌو مَچ ۾!

٩

پُڇ پَتنگن کي، سنديوُن ڪامڻ خبروُن،

آڻيو وجهن آڳ ۾، جيءَ پَنهنجو جي،

جيري جنين جي، لڳا نيزا نينهن جا!

١٠

پَتنگُ چائين پاڻَ کي، تہ اَچي آڳ اُجهاءِ!

ٻَڙَڪَ گهڻا ٻچانيا، تون ٻَڙڪَ کي ٻچاءِ!§

واقُف ٿي وِساءِ، آڳ، نہ ڏِجي عامَ کي.

١١

پَتنگُ چائين پاڻَ کي، تہ جيري ڄـڙُ[15] ڄاڻي[16]!

تان تان ٽاڻج تَوَ ڏي، جان آڳ، نہ اُجهاڻي!‡

وِسَهُ[17] وِهاڻي[18]! آڳ، نہ ڏِجي عامَ کي!

١٢

پَتنگُ چائين پاڻَ کي، ٻَسي مَچُ مَ موٽُ!

سَهائيءَ[19] سُپيرين جي، گهڙُ نہ ٿئين گهوٽُ!

اَچا تون اَروتُ[20]! کوُري خبرَ نہ لهين!

١٣

پَتنگن ٻَـهُ ڪيو، مڙيا مَٿي مَچَ،

ٻَسي لَهسَ نہ لڇيا[21]، سَڙيا مَٿي سَچَ،†

سندا ڳڃين ڳَچ، ويچارن وچائيا.

١- چم چم ڪئي ٢- تيز رفتار، تک ٣- جان سان ٤- کُپي ٥- چڪيان ٦- ڪمان ٧- تير ٨- تير (ٽنڪار ڪندڙ) ٩- تير (هن بيت ۾ تير جا جدا جدا نالا آيل آهن) ١٠- دکايو، مچايو ١١- ڏوٽيءَ کي ڦوڪي ١٢- مچ، آتش، باه ١٣- وجود، جيءَ ١٤- ديدار، درشن ١٥- مچ يا باه ۾ ١٦- ڄاڻي ٻجهي، ڏسي وائسي ١٧- اعتبار ڪر ١٨- اِجها گذري ١٩- جوت، پرڪاش ٢٠- اَڻ پڪل، خام ٢١- لڏيا يا پنتي هٽيا.

*منهنجي جيءَ ۾ عشق جي نئين سيخ لڳي آهي.

§ ٻَڙڪ (آڳ) گهڻن کي پاڻ ۾ سمائي جلايو آهي، پر تون خود آڳ کي پاڻ ۾ سمائي جلائي ڇڏ.

‡ جيسين ٻره جي آڳ ديدار سان نہ اُجهاڻي آهي، تيسين مچ ڏانهن ڪاهيندو هل.

† هو (پتنگ) مچ ٻسي ڪين لڏيا، پر هنن اُگنيءَ روپي سچ مٿان پاڻ جلائي ڇڏيو.

١٤

چڙهيو چڪاسِ چاءِ، آڳ[1] پرندي آئيا،
وِهسَنِ[2] واڙيءِ ڦُلَ[3] جئن، محبتي مچ لاءِ،
آٽي پاڻُ اُڏاءِ، ڪٽي ڪوري وچ مڙ.

١٥

جي ڪتو ڪنُ ڪڏوَ[4] جئن، تہ ڇَندي ساڻُ ڇَماءِ[5]،
آٽي آڳ، ادب جي، باري جانِ جلاءِ،
ٻُرقعان[6] اندر بازيون[7]، ٻنهجون سب ٻچاءِ،
لُڪِرڪا لنوُ لطيف چئي، پَدر هَڏ مَ پاءِ،
متان لوڪ لڳاءِ[8]، وصالان[9] وچ[10] پئي!*

١٦

اَجا ڪڏوران[11]، ڪالهہ ڪڍياسون سڄڻين،
پڻ تاپائون[12] تڪڙو، وحدت جي وَڏان[13]،
محبتين متان، مچ موُرائين نہ لهي!

١٧

پچائي پهاڻَ[14]، جن رساٽيو رَڪَ کي،
تنين سندو جاڻُ[15]، آهي آڳرِ کي.

١٨

ڏنءِ ڏنءِ[16] ڏمڻ وار[17]، اُڄ پڻ آڳرين جي،
باري مچ مَجاز[18] جو، اوليائون اَڱارَ،
ڏُوڏا[19]! تيءِ مَرڏار، جَمَ ڪجهو رُڪُ ڪٽيوُن[20] ٿئي.§

١٩

ڏُوڏا! لون نہ ڏئين! آڳ اوڏو نہ وڃين!
الا جي عشق جا، سي تان لون نہ سهين!
اَيو اِئن چَئين، تہ آئون آڳريو آهيان!

٢٠

سِرُ ساندڻ[21] ڪري، پُڇج ڳُهرُ لهارَ جو!
ڏَڪن هيٺ ڏري، مانَ ڳڏيئي رُڪَ سين!

٢١

سَهين جئن سانداڻ، ڏَڪن متي ڏَڪڙا!
وَهه[22] وِڄائي پاڻ، ڏي ڏُٻائون[23] ڏُڪرين[24].‡

٢٢

هيءَ[25]! پرا اَڱارن، پڏاهين[26] پرن جي،†
هڪ ڪوري ڪانئيا، ٻيو ڏُوڏي[27] منجهہ ڏڳن،
پاٽان لُهارن، ميڙي رکيا مچ ليءِ!

١- چڪيا ٢- خوش ٿين ٣- ولين جا سهڻا ۽ زرد گل ٤- هتي صبر ٥- جهڪو ڪر ٦- برقعي يعني اندر ۾ ٧- روحاني منزلون ٨- معلوميت ٩- وصال کان ١٠- ويڇو ١١- ڪوري مان ١٢- تپايائون ١٣- واڌ کان ١٤- ڪچولوه ١٥- لهارن ١٦- ڏوڪيءَ جو آواز ١٧- ور ور ڏمڻ ١٨- مجازي محبت ١٩- اي ڏمڻ وارا (اي ڪچا طالب) ٢٠- پرزا پرزا ٢١- سندان ٢٢- عشق جي لک ٢٣- ڏک ٢٤- ڪاٺ جي لڪون کي ٢٥- هاءِ، افسوس ٢٦- ٻنا ٢٧- ڏوڪي.

*لڪڻ ۽ عشق (لنؤ) کي هرگز ظاهر نہ ڪر، متان عام جي جاڻ ڪري وصل ۾ ويڇو پوي.

§اي ڏوڏا! باهہ جي ٿڌ کان ڏار پري نہ ٿيءُ، متان ڪجهو لوهہ رتيون رتيون ٿي پوي.

‡عشق جي لک ۾ پاڻ وڃائي، اُلٽو متَرڪن کي مهميزون ڏي.

†افسوس آهي ويچارن اگرن تان، جي دوباره (ٻہ دفعا) جلن ٿا.

٢٣

باريو اُجهائين، پرين اُجهايو بارِنِ!

مون کي تا مارِين، لُنا[1] لهارن جا.

٢٤

اَڄ آڳڙيا[3] آئيا، سوڏا[2] سِراڻيءَ،*

پياري پاڻي[4]، ليغون[5] ڪندا لڪيون.

٢٥

اَڄ آڳڙيا آئيا، ساٿُ ڪي سُجاڻ[6]،

لاهيندا مورياڻ[7]، رُڪُ ڪَرِيندا پڌرو.

٢٦

ڪَٽُ ڪڙهي، لوهُ ٻري، ڏُوڏا جت ڏَڳنِ!

مترڪن[8] مُنهن ڪيڀا، ساڻداڻيون سَڪَنِ،

اَڄ ٻڻ آڳڙين، ميڙو آهي مَچ تي!

٢٧

سَرها[9] ڏنم سي، جن ساڃاءِ سِراڻ سين،

ليغَ ٽنين جي کي، ڪَٽُ نه لڳي ڪڏهين.

وائي

جيئي ڄجيا ريو، جيئي ڄجيا ريو، ڪين منهنجڙو هاريو،§

پرينِ جيءَ پچار، سيڻن جيءَ سنيار، جَڏڙو جيئي ڄجيا ريو،

اُجيو[10] تن عميق[11] مان، پرين پوڄَ[12] پياريو،

مرض مريضن تان، اِشاري ساڻ اُتاريو[13]،

ڪَرمَ ڪريمن جي مون کي، اُهڪيءَ مان اُڪاريو،

سنئون مُنهن ڪري، سپرين! اُئين نرمل[14] نورَ نهاريو،

سائلن[15] جِئن سڌ ڪري، اُئين طالبن[16] کي تاريو.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان ٽئين جو سار

عشق جي آڳ، عاشق جا جيرا، جگر ۽ ٻڪيون جلايو ڪباب ڪيو ڇڏي. هر ساعت سندس زبان مان محبوب لاءِ "هاءِ! هاءِ!" ۽ "هيءَ! هيءَ!" جي صدا پيئي نڪري. محبوب جو هنيل تير، سندس وجود چيري ٿو ڇڏي. قريب جو ڪان، تاڻڻ سان به ٻاهر نه ٿو نڪري. اِنهيءَ حال ۾ به عاشق اِئين پيو چوي ته "ڀلو ڀير ڀري، ته ڪه ٽريو هٿ حبيب جو." عاشق کي پتنگ مثل مچ ۾ ڪڏي ڪاهي ٻوڙو آهي. ڪامل رهبر لهار مثل آهي. جئن لهار، لوه کي تپائي ۽ ٽپي، اُن کي ڪٽ کان آجو ٿو ڪري ۽ آخر وڃيو اُن کي رڪ جي صورت ڏئي، تئن مرشد ڪامل به پنهنجي طالب کي ڪاڙهي، خلط کان پاڪ ٿو ڪري ۽ آخر کيس سچو سالڪ بنايو ڇڏي.

---

١- ڇٽگون، آلا ٢- شد يا ڪامل ٣- سراڻ وارا (سراڻ تي اوزار ٽڪا ٺيندا آهن) يعني ڪامل ٤- پاڻي ڏيڻي، جوهردار بنائي ٥- ترارين ٦- ڀلا اِنسان ٧- ڪٽ، زنگ ٨- ڪنبن ٩- سڃاڻپ، واقفيت ١٠- اُجايل ١١- اونهي ساگر (فيض جي) ١٢- جام، جهجهو ١٣- لاهيو، دفع ڪريو ١٤- صاف درشٽيءَ وارا، ٻوٽو جوت وارا ١٥- سوالين، مڱڻهارن ١٦- اُپاڳن.

*منهنجي جيءَ ۾ جان وجهو ۽ منهنجو من ملول يا نااُميد نه ڪريو.

§ اَڄ ڪامل آهنگر (لهار) ۽ ماهر سراڻ وارا آيا آهن. اُهي ترارين کي پاڻي ڏيڻي، آبدار ۽ تيز ڪندا.

## داستان چوٿون

۱

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ڪري ائين!
ليکيا[1] جي لِکڻ[2] ۾، سي قرب رسندا ڪيئن؟*
هُئڻ[3] ڪيا هيڻن، وانجيا[4]، ٻَسَّ! وصال کان.*

۲

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ائين ڪري!
آڻي[5] سي ايڪ ٿيا، جي ڳَنا نيڻهن[6] ڳري،§
دوئي[7] ڏار ڏري، جڏهن خُلَّت[8] خنجر آئيو.

۳

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا! عشق نه ڪري اَڏَ!
اِيَ تان، ساعر[9]! سَڏَ، ڪَيَءِ جا قَوال[10] سين.

۴

جيڏانهن قاتل ڪوڙَ[11]، اَکيون اوڏانهين ڪٽي،
وِهُ[12] لڏين جي ووڙَ[13]، جنين سانگ نه ساهه جو.

۵

اَکيون اوڏانهين ڪٽي، جيڏانهن قاتل ڪُلّ[14]،
مٿو ڪن نه مُلّ، پِڪَ[15] برابر ٻانهڻجو.

۶

قاتل ڪمائي ڪري، وِهُ ماکي جي ڪن،‡
وٽان ويهي تن، پِيَجِ ڪي پيالون.

۷

هوندو هَٽِ مَ سَنڌِ[16]، لاءِ پياڪن پانهنجو،
پوَجَ[17] بيارج پَنهِيڙا[18]، ويندا وٺيو ڪنڌِ[19]،
تہ هَمَ[20] تنهنجي هنڌِ، موکي! ڪو ماڻُ لهي.

۸

هوندو[21] هَٽِ مَ رکُ[22]، لاءِ پياڪن پانهنجو،
وٺي واڻاڙن[23] کي، تان پياري پُرکُ،
سا لِکَ[24] لهي تي لکُ، جا تو ايندي اُنِ سين.

۹

گهتَنِ[25] ۾ گُهٽڪنِ[26]، وَنيوُن پِيَنِ وِهه گاڏيوُن[27]،
برخيز بده ساقي[28]! پيار ڪي پِرين،
ڀِڪين نه پرچن[29]، مت لکياڻُون مجهيان.

۱۰

آڻي اُتر[30] واءِ، موکيءَ مت اُپٽيا[31]،

---

۱- ڳٽيا ۲- حساب ۳- هستي ۴- محروم ۵- ڳري ۶- چنمي ۷- بياني ۸- محبت ۹- شاعر ۱۰- راڳيندڙ ۱۱- ڪروڙن جا قاتل ۱۲- زهر ۱۳- ڳولا ۱۴- ڪل دنيا جا قاتل يعني لياڳي ۱۵- سرڪي ۱۶- سانڍ ۱۷- جام ۱۸- پانڌيڙا (طالب) ۱۹- ڪمارو ۲۰- شراب وڪڻندڙ ۲۱- موجود شراب ۲۲- پيندڙن ۲۳- واڻهڙن ۲۴- ذري ۲۵- نڙين ۲۶- گهنڪا کائين ۲۷- گڏيل ۲۸- اُٿ، ڏي اي ساقي! ۲۹- سرڪين سان ۳۰- اُتر جي هوا ۳۱- کرايا.

*جي ڳٽڻ ۾ ڦا اَچن، سي محبوب جي حضوريءَ ۾ ڪئن رسندا؟ ڏس ته همن کي ڦاهيءَ ريت ٿي خوديءَ وصال کان محروم رکيو آهي.

§جي عشق جي اُڙيءَ ۾ اُڙيا، سي رچي (معشوق سان) هڪ ٿي ويا.

‡اُهي ڪامل، جي ڪشالا ڪڍي، زهر کي به ماکي ڪيو ڇڏين، تن وٽان وڃي وٺيون پيءُ.

مَنارا تنهن ساءِ[1]، اَچن سِرَ سَنباهِيو.

١١

وِجهج واٽاڙُن[2] ۾، ميخاني[3] جي ماڪَ،
تيندي سُڌ سيڪنهين، هند هند پوندي هاڪَ،
پِره جا پياڪَ[4]، جُه سي اَڳڙ آئيا.

١٢

جُه سي اَڳڙ آئيا، تہ سَرُو[5] کندا سَّج،
سائي تيندين اَج، هي پيتو! هو آڻ ڪي!*

١٣

موڪي چوڪي[6] نہ ٿئي، اصل اوڇي[7] ذات،
وَٽيون ڏيئي وات، مَنارا[8] تنهن مارِيا.

١٤

مَنارا مري ويا، موڪي! تون نہ مَرِين!
ڪيهيءَ[9] پَرِ[10] پَرِين[11]، ڏُکي! ڏاتارن[12] ري؟

١٥

مَنارا مري ويا، موڪي! تون بہ مَرُّ،
تنهنجو ڏوسُ[13] ڏمرُ، ڪونَ سهندو اُنِ ري!§

١٦

سَري ڪين ڪيونِ، وِيڻَ[14] موڪيءَ جي ماريا!
ڪو جو سخن ڪلال جو، پِٽي[15] ۾ پيونِ!
تِهان پوءِ ٿيونِ، مرڻ مَنارن کي!

١٧

اَچا ڪوري[16] ماڳَ[17]، مت[18]، ڪُنڪا، کَتَ گهڙا[19]،
لاهي ويہ مَ لاڳَ[20]، موڪي! مَنارن جا.

١٨

کَند[21] کَنارو[22]، مُنهن ونئي، عادت سندين اِئيّ،
ٽنيين ٽِڪُون[23] ڏنيون، جُنبي منجهان جيّ،
سرو تہ سَبِيّ[24]، جَن حاصل ڪيو حال[25] کي.‡

١٩

موڪيءَ مَنو نہ گهُريا، وِهُ نہ وِهائيا،
سُرڪيءَ ڪاڻ[26] سيّد چئي، اُني ٽِي آئيا،
جي ڳالهين ڳنگائيا[27]، تن بتَن پاسي بُٺيون[28].

---

١- سواد، لذت ٢- شراب خاني ٣- شراب جي ٻُوند ٤- پرِياتت ٥- شراب ٦- شريف، چڱي ٧- خسيس، نيچ، ڪميڻي ٨- جنگ پياڪ (طالب) ٩- ڪهڙي ١٠- ريت، طرح ١١- گذر ڪرين ١٢- سخاوت جي صاحبن ١٣- دوش، عتاب ١٤- سخن، عتاب ١٥- پٽي ۾ پوڻ=دل ۾ چڀڻ يا اَثر ڪرڻ ١٦- ٻُٽي ١٧- هنڌ يا آستان تي ١٨- مٽيوُن ١٩- وڏا مٽ ٢٠- لاڳاپو، آسرو ٢١- ڪنڌ يا گردن تي ٢٢- خنجر ٢٣- جوش ۽ جولان ۾ اَچي ٢٤- جام، گهٽو ٢٥- بيخودي ٢٦- ڳاهٽ ٿيا ٢٧- تاريا، محو ڪيا ٢٨- قبرون.

*هنن کي اهڙي اَج هوندي، جو اَچا هي (حاضر شراب) پيتو ناهي تہ چوندا: "اَچا ڪي آڻ".
§تنهنجو عتاب هنن کان (طالبن کان) سواءِ ٻيو ڪونہ سهندو.
‡اُنهن لاءِ سرو (شراب) مٺوُ آهي، جي بيخوديءَ يا وجد واري حالت کي رسيا آهن.

۲۰

سُرَ ڏيئي سَتِ[1] جوڙ، ڪنهن ڀِرَ ڪلالن سين!

ڪالي ڪَرتُ[2] ڪپار ۾، خنجرُ آڻي ڪوڙ!

مرڻان مُنهن مَ موڙ، وَٽِي ٽِي وڙِ لهي!*

۲۱

وَتَ[3] وَتَ وٽِيءَ ۾، مَتَ مَتَ مَنڌُ پيو،

قدر ڪيفَ[4] ڪلال جو، پياڪَن پيو،

اَڇن ڏُرسُ[5] دڪان تي، ڪَندَ قبول ڪيو،

سُرها سِرُ ڏيو، چَکَن سُرڪَ سيّد چئي.

۲۲

آلِي ٽِي آڳارَ[6]، ڪامي ڪِردارن سين!

ڀَسين سي ڀنارَ[7]، ڀُر ڀينوء[8] جن سين.

۲۳

ڪلالنئون[9] ڪاءِ، مَتِ[10] نہ سکين مون هِنئان!§

روئندي رات وِهاءِ، چِڪائيندي ٻنيون!

وائي

دوسُ[11] پيهي در آيو، تيو ملڻ جو ساعيو[12]،

ڏينهين ٻچاڻون[13] آڻي اسان کي، مولي مُحب ملايو،

ويو وڇوڙو، تيو ميلاپو، واحد[14] واءُ ورايو،

هر جنهين جو ڏَسُ ڏُوراڏو، اوڏو اَڄ سو آيو،

عبداللّطيف چئي، اَڇي عجيبن ڀاڻ[15] فَضلُ[16] فرمايو.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان چوٿين جو سار

عشق جي معاملي ۾ دوئيءَ جو حساب ناهي. خلت (محبت) جو خنجر خوديءَ کي کهيو فنا ڪيو ڇڏي. عاشق ۽ معشوق هڪ ئي هستي آهن ۽ محبت جي سرڪي ۾ هڪ ئي پيالي مان ٿا پين. جدا جدا جام ورتائڻ، شاعر ۽ قوال جو مرڪ آهي، نہ عاشق ۽ معشوق جو. مرشد ڪامل يا پورن گرو 'ڪلال' يا 'موکي' آهي، جنهن وٽ زهر جهڙو شراب موجود آهي. اَفسوس جو اَڄ اُنهن سچن پياڪن (متارن) جو قحط آهي، جي مٽن ڪاڻ سان سر سنباهي اَچي موکيءَ وٽ مڙن. جن کي حقيقي شراب جو شوق آهي، سي پڪن سان نہ ٿا پڇن، پر هر وقت مٽن جي تار ۾ آهن. شراب جي طالب کي ڪپار ۾ ڪرت وجهي، "ڪلالِ" سان وهنوار رکڻو آهي. "مرڻان منهن مَ موڙ، وٽي ٽي وڙ لهي."

1- سودو 2- وڏي ڪارائي 3- لذت، سواد، قسم 4- نشو، خمار 5- درست، سچ پچ، برابر 6- خريدارن (سچي عشق جي) 7- ڪامل شخص 8- خوب، ڀوَ ڀي 9- ڪلالن کان 10- نصيحت 11- دوست 12- سعيو 13- کان پوء 14- وصل جي هير 15- ڏورانهون 16- نوازش، عنايت.
*مرڻ کان منهن نہ موڙ، ڇو تہ حقيقي شراب جي وٽيءَ جو ملهہ، سر جي بها کان سرس آهي.
§اي منهنجا هنئان! تون ڪلالن کان ڪا نصيحت نہ ٿو سکين، جي ساري رات ٻنيون چِڪائيندي، اُکين مان آب پيا وهائين.

## داستان پنجون

١

صوفي سالم سي ويا، جي اَڪثر سين اَڏيا ر،*
ٻاري ٻارِندنِ کي، آهي اَويسارَ،
ٻريان سين ٻهڪارَ، رنديءَ رساڻي ڪيا.§

٢

صوفيءَ سيرُ سين ۾، جنهن رڱن ۾ ساهه،
سا نه ڪري ڳالهڙي، جنهن ٻيون ٻروڙي ٻساهه،
آهس اِيءُ گناهه، جي ڪا ڪري ٻڌري.

٣

ڏِني ڏُکويا، اَڻ ڏِني راضي ٿيا،
صوفي تي ٿيا، جنهن ڪِينَ ڪنيائُون ٻاڻ سين.

٤

صوفي لاڪوفي، ڪونَ ٻانئيس ڪيرُ،
مذهبيان ٿي مَنجِهه وڙهي، ٻڌر ناهِس ٻيرُ،
جنين ساڻس ويرُ، تني تنين جو واهَرُو.

٥

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وُجوُد جو،
ٿِهان ٻوءِ ٿيو، جيئري ٻسڻ ٻرينءَ جو.

٦

صوفي چائِين، سَڌَ ڪرين! صوفين ايَ نه صلاحَ،
ڪاڻي رک ڪُلاهَ، وجهه اُڇلي آڳ ۾.

٧

جي ڪُلاهَ رکين ڪند تي، ته صوفي سالم ٿيءُ،
وِهه وٽي همت ڪري، ٻُر پيالو پيءُ،
هند تنين جو هيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.

٨

جُسي ۾ جَبّار جو، خَفي خِيمو کوڙ،
جَلّي لون زبان سين، چار ٿي پهر چور،
فڪر سين فُرقان ۾، اِسم اعظم ڏور،
بيا در وجي م َووڙ، اِيءُ اَمُلُ اِئائِين سمجهي.

٩

عالَم آئُون ساڻِ، پَريو تو پيرَ ڪري،
ٻاڻ نه آهي چاڻُ، مانديءَ مَنڊُ پڪيڙيو.

---

١- سلامت ٢- خلق ٣- گوشو ڪندڙ ٤- راند (عشق جي) ٥- راند ڪندڙن ٦- نه وسرندڙ ٧- صلاح ڪندڙ ٨- مستيءَ (محبت جي) ٩- ٻهڪايا ١٠- ٻويون ٻساهه=ذڪر مٿي آڻڻ ١١- ڪيس آهي ١٢- ڏيڻ سان ١٣- نه ڏيڻ سان ١٤- تنهنڪري ١٥- ڪجهه نه ١٦- لامذهب ١٧- سمجهيس ١٨- اَندر جو اَندر ۾ ١٩- نفس سان جنگ ڪري ٢٠- مددگار ٢١- چوائين ٢٢- مرڪ ٢٣- ٽوپي ٢٤- سچو ٢٥- زهر جي ٢٦- روحاني مستي ٢٧- وجود ٢٨- ڏاڍي ٢٩- ڳجهو ٣٠- تنبو ٣١- ظاهر ٣٢- هلاءِ ٣٣- ڌيان ٣٤- قران شريف ٣٥- ڏاڍيءَ جو اعليٰ نالو ٣٦- ڳول ٣٧- بي بها مولي ٣٨- هتان ئي ٣٩- هتان ئي ٤٠- حاصل ٿئي ٤١- اهنڪار ٤٢- گهومائيون ڪاڻي ٤٢- جادوگر

*منزل مقصود تي اُهي صوفي صحيح ۽ سلامت پهتا، جن خلق کان گوشو ڪيو.

§عشق جي مستيءَ هنن کي ٻرينءَ وٽ پهچائي، ڪين هن سان همصلاح ڪري ڇڏيو.

۱۰
طالِبُ کَثَرَ[1]، سونهن سَرُ[2]، اِيَ رومِيءَ[3] جي رُوءِ[4]،*
جنين ڏٺي جُوءِ، تنين ڪُڇيو ڪين ڪِي.

۱۱
طالِبُ کَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جي راءِ[5]،
ماڙهوءَ اِتِ ڪِياءِ[6]، مَنڊُ نہ پسين مَنڊيو!§

۱۲
طالِبُ کَثَرَ، سونهن سَرُ، رومِيءَ چيو[7] آهي،
تاڙِي[8] جي لاهي، تہ مَنجهِين مُشاهدو ٿئي.

۱۳
طالِبُ کَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جي رِهاڻ،
ڀورين وڃائڻ ڀاڻ، ٻوءِ پسڻ پرينءَ ڪي.

۱۴
طالِبُ کَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ جي رومِيءَ جي راحت،
جنين ڏٺي سَتَ[9]، تنين ڪُڇيو ڪين ڪِي.

۱۵
طالِبُ کَثَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جي اوطاقَ،
جي ڀڄي ڏُرُ فراقَ، تہ مَنجهِين مُشاهدو ٿئي.‡

۱۶
ظاهر ۾ ڙاني[10]، فِڪَرَ منجھ فنا ٿيا،
تنين کي تعليم جي، ڪُڙه[11] اَندر[12] ڪاني،
حرفُ حَقّاني، ڏورُ[13] ڪيائون دل ۾.

۱۷
جن کي ڏَورُ ڏَرڏَ جو، سبق سُوُرَ پڙهنِ،
فِڪَرَ فَرَهِي[14] هٿ ۾، مانَ مُطالع ڪنِ،
پَنو سو پڙهنِ[15]، جنهن ۾ پَسن پرينءَ کي.

۱۸
وسريومِ سبق! ڀورين سِٽَ نہ سنيران!
اَڃا هيءَ وَرَقُ، هَيءَ! مُطالع نہ ٿيو!

۱۹
ڪيو مُطالع مون، هو جو وَرَقُ وصال جو،
تنهن ۾ تُون اُي تُون، ٻي للٽ نہ لِکي جيترِي.

۲۰
سا سِتَ[16] نہ سارينِ، اَلف جنهن جي اَڳ ۾،
ناحق نهارينِ، پنا پيا پرينءَ لئي.

۲۱
سا سِتَ سارِيائُون، اَلف جنهن جي اَڳ ۾،
"لَامَقصُودَ في الدَّارَينِ"[17] اِن ٻَرِ اُٺائُون[18]،

---

۱- ڪثرت (ساري سرشٽي) ۲- منهن، سر چشمو ۳- مولانا رومي، جنهنجي "مثنوي" ۽ "ديوان شمس تبريز" مشهور آهن ۴- متو ۵- رايو ۶- ڪتان ۷- چيو ۸- اکيان جو پردو ۹- سچ ۱۰- ٻرا، بدڪار ۱۱- ڪک، اَندر ۱۲- تير ۱۳- سچو، ايشوري ۱۴- قرهي، تختي ۱۵- پڙهن ۱۶- اها ست جنهنجو پهريون اکر 'اَلف' آهي يعني "اَلست بربکم" (ڇا، نہ آهيان مان اوهانجو رب؟) ۱۷- سواءِ الله جي ٻنهي جهانن ۾ اُنهنجو مقصد ٻيو ڪو ناهي ۱۸- چيائون.
*ايشور يا حق، حسن جو سر چشمو آهي ۽ ساري ڪائنات سندس ڳولائو آهي؛ اهو رومِيءَ جو رايو آهي.
§ماڻهو هتي ڪتان آيا؟ هي سارو رچيل طلسم (مايا) نہ تو پسين!
‡جي فراق يا وڇوڙي (اَلڳ- هستيءَ) جو در ڀڃي تہ اَندر ۾ ئي ديدار حاصل ٿئي.

سڄڻ[1] سونائون[2]، ٿيا رسيلا[3] رحمان[4] سين.

٢٢

ٿيا رسيلا رحمان سين، سڄڻ سونهين[5] جي،

آئيون تنين ڪي، واڌايون وصال جون.

٢٣

اڪر پڙهي آياڳيا[6]! قاضي ٿئين ڪياء[7]؟

پيرئين[8] ۽ پانئين[9]، ايڏان اِئن نه آءُ!

اَن سُرڪيءَ[10] سندو ساءُ، پڇج عزازيل کي.*

٢٤

عاشق عزازيل[11]، ٻيا مڙيئي سڌڙيا،

منجهان سِڪ[12] سبيل[13]، لعنتي[14] لال ٿيو.

٢٥

جو مون پڙهيو پاڻ لئي، سبق[15] سابق[16] جو،

ڀرين سڀائر[17] پانهنجي، نفس جو نهو،

جت عرفان[18] اصل ۾، تي روح روز ڪيو،

وري ورق پيو، گڏيم وڃ[19] وصال جو.§

٢٦

اڪر ڇٽي هيڪڙي، ٻئون جي نه ٻجهن،‡

ڪوهه ڪبو ڪي تن، سچي سٽائي ڳالهڙي.

٢٧

پڙهيو تا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،

پاٽان ڏوهه چڙهن، جئن ورق ورائين وڙا[20].

٢٨

پڙهيو پڙهيجانءِ، سبق[21] اِنهيءَ سور جو،

ميم[22] رکجانءِ من ۾، الف[23] تنهن اڳيانءِ،

چِتان[24] چوريجانءِ[25]، اِها لات لطيف چئي.

٢٩

اڪر پڙهه الف جو، ورق سڀ وسار،

اندر[26] تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

٣٠

جئن جئن ورق ورائين، تئن تئن ڏنو ڏوهه،

تنهن ڪهڙيءَ ڪبو ڪوهه؟ جي رهڙيءَ رهيو نه سُپرين.

---

١- سوڙهو پيچرو ٢- ڳولي لڌائون ٣- راضي ٤- ٻاجهاري ڌڻيءَ ٥- ڳولي لهڻ ٦- نياڳا ٧- ڪٿان ٨- گهوماٽيون کائين ٩- خودي ڪرين ١٠- شيطان يا ابليس (جو سواءِ رب جي ٻئي ڪنهن اڳيان ڪين نميو) ١١- ڪوڙي سڌ ڪندڙ ١٢- اڪيچار ١٣- ڏڪاريل ١٤- سچو عاشق ١٥- الست جو سبق ١٦- آڏي ١٧- خزانو ١٨- حقيقي علم ١٩- وڇوڙي ٢٠- گهڻا ٢١- تون پڙهج ٢٢- حضرت محمد ٢٣- الله ٢٤- چت مان، اندر مان ٢٥- تون چورج ٢٦- صاف ڪر.

*سارو جهان عزازيل کي لعنت تو هڻي، پر شاهه صاحب فرمائي ٿو ته ”سچي عشق جي خبر عزازيل کان پڇو.“

§هاڻي اهڙو ورق وريو، جو سائينءَ جي وصال کان جا وٿي پيل هيم، سا ڳنڍجي ويئي.

‡هيءَ سولي ڳالهه، جا هڪ اڪر سان اڪلي وڃي، سا گهڻي سمجهائڻ سان بہ نه ٿا سمجهن.

٣١

ڪاتِبَ[1]! لِکِين جِنِ، لا يو لامُ اَلف سين،*

اَسان سڄڻ تِنِ، رهيو آهي روح ۾.*

٣٢

ڪوه[2] تو ڪاڳر ڪورِئين؟ وينو وِچائين مَسُ،

ڏورِ ليائِين[3] ڏَسُ[4]، اَکَر جيائِين جُڙيا.§

٣٣

لهڙا چالِيها نہ چالِيهَ[5]، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،

کهڙي ڪاتِبَ! ڪرئين، مٿي پنن پيهَ،

جي وَرقَ وارين وِيهَ، تہ اکر اهوئي هيڪڙو.

٣٤

تَنُ ڪُنڊِي[6]، مَنُ حُجرو[7]، ڪيمَ چاليها رَکُ،

ڪوه نہ پوڇيو پوڄئين، اَنئي پهر اَلَکُ[8]؟

تان تون پاڻُ پَرَکُ[9]! سيڪنهن ڏانهن سامهون.‡

٣٥

سيڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هنڌ خالي ناهِ،

اَحَدا جي[10] اَرَکَ[11] ليا، سي ڪانئرَ ڪيا ڪانهِ؟

مُحِبُّ مدجهين مَنَ مانهِ، مون اَجاڻنديءَ[12] اَجهيو[13].

وائي ١

وَنڙيو هوسَ وچن[14]، وو! جهليان پليان، هينئڙو نہ رهي!

آئُون جنين جي آهيان، ڪَڙي مَ ليان لن،

گهوريان گهٽي پَنئِين[15]، سندي باجهہ ٻين،

مُرُ مران، مارينِ مون، پرزا پرزا ڪن،

آئُون مُيائي گهوري، جي مان محب مِلَن.

وائي ٢

وسارج مَ ويڻَ، جوين ٻہ لي ڏينهڙا.

لوئيوُن[16] سهن لوڪ جا، وِهاڻيءَ[17] ليون ويڻَ،

اَصل اَسارِئِن[18] جا، سُتي وِڙا[19] سيڻَ،

جيڏيون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيريو نيڻَ،

راتڙيوُن جاڳن جي، سي آئُون ڪندڙي سيڻَ،

آڏيءَ[20] رات اُٿي ڪري، جهل تون نِنڊان نيڻَ.

١- لکندڙ ٢- چو ٣- تتانئين ۴- جتانئين ٥- چاليهو=چاليهن ڏينهن جو روزو، جو صوفي رکندا آهن ٦- مسجد ٧- خلوت خانو، ايڪانت وارو آستان ٨- ايشور ٩- سڃاڻ، ڏس ١٠- هڪ الله، ڏٺيءَ کان ١١- غافل، اَلڳ ١٢- اَبوجهہ، وسوڙيءَ ١٣- پروڙيو ١۴- دلڙي ١٥- نمونن سان ١٦- بي حيا ناريون ١٧- پرڀات، پرهہ ڦٽي ١٨- ويسلين ١٩- پريتم ٢٠- ننڊ کان.

*اي ڪاتب! جنهن لون لام ۽ اَلف گڏ تو لکين يعني "لا"، تنهن اسانجو پريتم ٻہ اسان سان رليو پيو آهي.

§ تتانئين اِشارو پروڙ، جتان اَکر جڙيا آهن يعني اَللهہ، جنهنجو پهريون اَکر "اَلف" آهي.

‡ تون پاڻ سڃاڻ تہ سيڪنهن جي سنمک صاحب پسين.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان پنجين جو سار

صوفي لاڪوفي (لامذهب) آهي. هو هن ڪثرت (خلق) کان ڪنارو ڪندڙ آهي ۽ سدائين پنهنجي محبوب سان همراز آهي. هو ڪائنات جي هر جزي ۾ وياپڪ آهي. هو قناعت جو صاحب آهي: ڏيڻ تي ناراض، نه ڏيڻ تي راضي. جو صوفي هئڻ جي دعويٰ ڪري، سو سڀ سڏون ساڙي ڇڏي. مٿي تي ڪلاه رکڻ سان ڪو به صوفي ٿي نه ٿو سگهي. ظاهري ڪلاه کي مڇ ۾ داخل ڪرڻ گهرجي. هيءَ سرشٽي هڪ ٿي نُورمان اُڀِن ٿي آهي. جن پاڻ وڃايو آهي، تن کي هي طلسم نه ٿو ڀلائي سگهي. محبوب حقيقيءَ جو مشاهدو چاليهن رکڻ ۽ ورقن ورائڻ سان نه ٿو ملي، پر قلب اُجارڻ سان. هيءَ ديهي ئي عبادتخانو آهي. پاڻ سڃاڻڻ سان ئي محبوب جو مشاهدو هرهنڌ ماڻي ٿو سگهجي.

•

## داستان ڇهون

١

داؤديءَ[1] ڏيون[2] ڪري، رَنگن[3] ڪونهي رنگ[4]،
گهوڙيءَ هيٺ اَينگ[5]، ڪاهيو پاڪرئين[6] هٿي.*

٢

داؤدي ڏيون ڪري، رَنگن ڪونهي ڇيٽ[7]،
گهوڙيءَ هيٺ سڇيٽ[8]، ڪاهيو پاڪرئين هٿي.

٣

او قابيلَ[9]! اَکين ۾، ٽوڪي ٻاري ٻانَ[10]،
اَيو اَڳرايوُن ڪرين[11]، ماڳ[12] هٿيو مَستانَ،
جانبَ! تون زيانَ، اَکين سين ايذا ڪرين!

٤

او قابيلَ! اَکين ۾، ٽوڪي لکا تيرَ،
ساجن! انهيءَ سِيگ سين، قتيءَ گهڻا فقيرَ،
ٻيو مَ مارج ميرَا! تنهنجو ڀرپون ٿي پورو ٿيو.§

٥

او قابيلَ! اَکين ۾، تيرَ لکا ٽوڪي،
ساجن! اِنهيءَ سوُر جي، ڪَلَ نه آهه ڪنهن کي،
مارين ٿو مون کي! ڇاڙهي[13] لوهَ لطيف چئي.

٦

او قابيلَ! اَکين سين، تيرَ چلايو تو،

١- حضرت داؤد جهڙو، وڏي شان وارو ٢- جلوا ٣- مسڪينن ٤- رونق ٥- بي پرواه ٦- زره ڪٽيندڙن کي ٧- سرت، خودي ٨- هوشيار ٩- حضرت آدم جو پٽ جنهن پنهنجي ڀاءُ هابيل کي قتل ڪيو هو (يعني قاتل) ١٠- ٻاڻ ١١- سنمر ١٢- پوري جاءِ تي ١٣- تير.
*هوڏانهن داؤدي شهسوار (محبوب)، جلوا پيو ڏيکاري، هيڏانهن اسان فقيرن ۾ نه ليءِ رنگ، نه رونق. هو بي پرواه شهسوار آهي ۽ پنهنجي خادمن کي گهوڙيءَ هينان لتاڙيندو وڃي.
§تون ٻيو تير نه ڇوڙج، ڇو ته تنهنجو ڀرپون ئي ڪانُ ڪافي آهي.

ڀيو مُرُ ماري سو، جنهن جو ڀريون ڀورو نه ٿئي.

٧

جي هو پائين ڪانُ[1] ڪمانَ ۾، ته سينو سهي رکُ،
منهن ۾ معشوقن جا، چاڪَ[2] چٽڪا چکُ،
سوري پاءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِيُ ته اُڀين.

٨

جي هو پائين ڪانُ ڪمانَ ۾، ته سينو سهي ڏيج،
منهن ۾ معشوقن جا، ڄهاڙ[3] تي جهليج،
پاهان[4] پَڳَ[5] مَ ڏيج، عاشقُ ٿِيُ ته اُڀين.

٩

جي هو پائين ڪانُ ڪمانَ ۾، ته نِمي[6] ڏج سينو،
ڪجي نه ڪينو، وڃي در[7] دوستن جي.

١٠

پائي ڪانُ ڪمانَ ۾، ميان! مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو تي توکي لڳي.

١١

ڪيو ڇڏين ڪانُ، هَدَ نه هٽائين تا،*
ٿيا جي نيشانُ، نه ڀرئين سان ڀورا ٿيا.

١٢

اوري[8] جت لڳوم، اُتِ اَيو ٿِي آهيان،
سورهُ[9] ٻرين سَندوم، مانَ پاجهائي[10] ڀيو هٽي!§

١٣

محبت جي ميدان ۾، عاشق! ٿِيءُ آچارُ،[11]
سمُهان[12] سَلَ[13]، سيّد چئي، ڪندءِ تيرَ تمامُ،
ڪَهج ڪومَ ڪلامُ، جَمَ دوسنئون[14] دور ٿئين.‡

١٤

محبت جي ميدان ۾، اَچي ڀير پيانِ،
سر وڍِڻُ، ڏڙ ڏارَ ڏرڻُ، اي سينگار سَندانِ،[15]
ڏيندا مون ڏنانِ، متا محبوبن لَيءِ.

١٥

محبت جي ميدان ۾، ڪر پڙاڏو پَٽُ،†
سِرُ سوريءَ، ڏڙ ڪُنگرين[16]، متان ڪيِهين ڪَٽُ![17]
عشق نانگ نپٽُ[18]، خبر ڪاڏن ڪي ٻوي.×

---

١- ٻال ٢- زخم، عذاب ٣- ٻختو، محڪم ٤- پنتي ٥- ڀير ٦- نمي، نياز سان ٧- بخيلي، بغض ٨- تير ٩- سورويرِ، پهلوان ١٠- باجهه ڪري ١١- نشان ١٢- سامهان، سدا ١٣- سوراخ ١٤- دوستن کان ١٥- سندن ١٦- ڪنگرن يا برجن تي ١٧- هرگز، پٺيءَ ١٨- ننگو، بي حيا.

*تير گسايو تا ڇڏين ۽ هرگز ٻاڻ ڪي اُن جو نشان نه تا بنائين (ڪوڙن عاشقن ڏانهن اِشارو).

§من منهنجو دلير دلبر مهر ڪري مونکي ڀيو تير هڻي.

‡زبان سان ڪوبه سخن نه ڇئج متان هڪالجي محبوب کان ٻري تيڻو پوئجي.

†محبت جي ميدان ۾ اهڙيءَ طرح عشق جو نعرو هڻ، جو خود ميدان به پڙاڏو ٿي ٻوي. (رواجي طرح کليل ميدان مان پڙاڏو نه نڪرندو آهي).

×عشق بي حيا ڪاريهر آهي؛ اِها سڌ اُنهنکي، جنهنکي اِهو نانگ ڪڪي.

١٦

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو سانگُ[١] مَ ڪر،
لاهي سِرُ لطيف چئي، اَڳيان دوستن ڌَر،
عشق نانگ اَپَرِ[٢]، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٧

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪر مَ سانگُ،*
سوريءَ سُپيرنِ جي، چَڙهُه تہ تئين چانگُ[٣]،
عشق آهي نانگ، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٨

محبّت جي ميدان ۾، ڪُڏي پَوَ ڪاهي،
چڏ آسانگا[٤] اَرواح[٥] جا، لاهوتي[٦]! لاهي،
عشق نانگ آهي، خبر ڪاڏنِ کي پوي.

١٩

عشق نہ آهي راند، تہ کي ڪَنسِ ڳيرو،
جيَ جُسي ۽ جانِ جيِ، پڇي جو هيڪاند[٧]،
سِسي نيزي پاندِ[٨]، اُچل تہ اَڏ ٿئي.

وائي

عشق تمام، ٻره[٩] تمام، وو! مٺن[١٠] اوُني[١١] يارَ لوڪو!
سيجَ سُتي نُون جَهپَ[١٢] نہ آوي، نيڻين ننڊ حَرامُ،§
راليان جاڳڻُ[١٣]، صاحبُ سنيالڻُ، اِي فقيراندا[١٤] ڪامُ،
مَتِ عقلَ دي مُنجهہ گئي، آيا عشق اِمامُ[١٥].‡

## سر يمن ڪلياڻ ـ داستان ڇهين جو سار

محبوب، دائودي شهسوار آهي ۽ عاشق هڪ نماڻو ۽ بيحال رنڪ. معشوق ڪمال بيپرواهيءَ سان عاشق کي گهوڙي هيٺ لتاڙيندو وڃي. سندس اکين ۾ قهري تير آهن، جن سان فدائي فقيرن کي ڦٽيو ڇڏي. عاشق کي گهرجي تہ سينو سپر ڪري، محبوب جا باڻ، صبر ۽ چوج سان سهي. ڪوڙا عاشق هن جي تاب اَڳيان جٽي نہ ٿا سگهن. عشق ۾ هڪ نسورو ڪارڻهر آهي، جنهنجي "خبر ڪاڏن کي پوي". عشق ڪا راند ناهي، جا ڳيرو ڪري وٺن. هتي سر سهسائڻ اَول شرط آهي. جن عاشقن محبت جي ميدان ۾ پير ڌريو آهي، تن سوُريءَ لي سر ڏنو آهي. عشق آهي نسوُري شهادت. عاشق جو ڪم آهي "ارواح جا آسانگا" لاهي، محبت جي ميدان ۾ پير ڌرڻ. فقير جو ڪم آهي راليون جاڳي، صاحب سنيالڻ.

١- سانگو، ويچار ٢- بي حد ٣- تندرست ۴- آسرا، اُميدون ۵- جان، زندگي ٦- اي لاهوت جي منزل وارا فقير! ٧- ميلاپ ٨- نوڪ ٩- ٻورن ١٠- مان ١١- لٽي، مٺي ١٢- ننڊ ١٣- فقيرن جو ١۴- ڪم ١۵- رهبر، مهندار.

*محبوب جي ليار ڪيل سوُريءَ لي چڙهي، شهادت قبول ڪر تہ سچي صحت حاصل ٿيئي.
§سيج لي ستل کي ننڊ نہ ٿي اَچي، هن جي نيڻن لاءِ ننڊ حرام آهي.
‡عقل جي مت منجهي ويئي، جڏهن عشق رهبر آيو.

## داستان ستون

١

عاشقن[1] الله، ويروتار نه وسري،
آهه ڪريندي ساهه، ڪڏهن ويندو نڪري.*

٢

عاشقن آرام، ڪڏهن تان ڪونه ڪيو،
طعني ڪيا تمام[2]، حبيباٽي[3] هيڪڙي.

٣

عاشقَ[4] اِئين نه هُونِ، جئن تون سَڄي اَکڙين،
وڃي در دوستن جي، رَتُ ڏِهاڙي رُونِ،
بِيَ پَرِ ڪنهين نه پونِ، ماڪُرِ[5] محبوبن سين.

٤

جان عاشقَ مٿي رَتُ، تان دعوي ڪري مَ نينهن جي،§
سائو مُنهن، سوُنهن گَهي، سِڪَڻ اِيَّ شرطُ،[6]
نڪي گوڏِ[7] گَرَتُ[8]، مٿا سَر سوُدا ڪري.‡

٥

اَچا تو منجهان، ڪَکَ[9] چُني رتُ نڪري!
منهن ۾ محبوبن جا، ڪئن جهليندين گهاءِ؟
سو تون ڪُهاڙيا، سِڪَڻ جون سَڌُون ڪرين؟

٦

سِڪَڻ اِئن نه سَڌَ، جئن لِکيو[10] لِياڪا پائين،
پُٺي پِريان جي نه ٿئين، مٿي اَکڻ اَڌَ؟
اِيَ پڻ ڪوڙي سَڌَ، جئن ڪِليو ڪايو سمهين.

٧†

سِڪَڻ ۽ سوري، ٻئي اَکر هيڪڙي،
وهڻُ واٽڙين تي، ڪارڻُ ضروري،
ٻنهي جي پُوري، جيءَ ڏني رِيَ نه جُڙي.

٨

جيڪي[11] سِڪَڻ سِڪ، ناتَ[12] پَسُ[13] سِڪندئين،×
پاسي لنبين مَ لِڪُ، نينهن نه سُڃاڻن جي.

٩

عاشقَ! معشوقن جي، وٺي ويڻ[14] ڳري،

---

١- هميشه، سديو ٢- فنا ٣- حبيبن يا محبوبن جي ٤- لڱين ٥- قبول، آنگيڪار ٦- ويٺي ٧- ڪمر، چيلهه ٨- ناٽو ٩- لڱڻ سان ١٠- جهاليون ١١- يا ته ١٢- نه ته ١٣- سڪندڙن کي ١٤- گهٽي، گلي.

*ڪڏهن عشق جي آهه ڪندي، سندن جان نڪري ويندي.

§جيسين عاشق جي جسم ۾ رت آهي، تيسين عاشقيءَ جو دم هڻڻ نه گهرجيس.

‡ڪمر ۾ ناٽو ٻڌل ڪونهيس، پر هو سر جو سودو ٿو ڪري.

†سڪڻ ۽ سوُري ٻئي اکر ”س“ سان شروع ٿا ٿين. عاشقن کي محبوب ڪارڻ واٽن تي وهڻ لازم آهي. سڪڻ ۽ سوُريءَ (ٻنهي) جي پورائي، سواءِ سر ڏيڻ جي نه ٿي ٿئي.

×يا ته سڪڻ جي رمز سک يا ته سڪندڙن جو هلي ديدار ڪر.

جِمَ ورچي ڇڏئين، سَندي دوست دَري!
ڏيندا ٻُڪي ٻاجهہ جي، ويندءِ ٽَپَ ٽَرِي،
اَسان ٿان نہ سَري، تہ ڪئن سَري سڄڻين؟

١٠

عاشقَ! معشوقن جو، وٽِي ويهج سَيرُ[1]،
اَچي پڇندءِ پاڻهين، پرينِ ڀري پيرُ،
ڀلاين سندو پيرُ[2]، رهبرُ ٿيندءِ راهَ ۾.

١١

عاشقَ! معشوقن جو، وٽِي ويهج دَرُ،
اَچي پڇندءِ سُڄڻين، لهندءِ سار سَيرُ[3]،
ڀلائيءَ جو پيرُ[4]، رهبرُ ٿيندءِ راهَ ۾.

١٢

عاشقَ! معشوقن جو، وٽِي ويہ دڪاڻ[5]،
پنج پيش پرينِ جي، اَٽيءَ وجهي پاڻ[6]،*
تہ تون ٿنين ساڻُ[7]، سدا رهين سُرخُرو.*

١٣

عاشقَ! معشوقن جو، وٽِي ويهج گهٽُ[8]،
جِمَ ورِچي ڇڏئين، موڪيءَ سندو مَٽُ،
ڪري سَرَ جي سَٽُ[9]، پِيِجِ ڪي پيالِيُون.

١٤

عاشقَ! معشوقن جو، وٽِي ويهج رَندُ[10]،
پيار يندءِ پاڻهين، مَيخاني جو مَندُ[11]،
ڪيمَ ڪيج ڪند، اوڏو ٿِي اُنِ کي.

وائي

سُڄڻيان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪِينَ وڃي،§
وڃي دَرِ دوستن جي، سُوريءَ سِرُ هڻجي[12]،
عاشقَ آنگُن[13] چڙهيا، ٻيو سيڪو پڄي،‡
پڇِج پوءِ پرينٽون، ڀورين[14] سِرُ سَڄي،
عاقِلَ ٿِي اوچِوُن[15] ٿيا، پورو[16] ڪِينَ پڄي.†

١- لڱهہ ٢- پندار ٣- ٻلوان، شڪتيوان ٤- ست، جوهر ٥- دڪان، هٽ ٦- پلاند، ڪپڙو ٧- مان يا عزت وارو ٨- گهٽيءَ جو منهن ٩- سودو، نذرانو ١٠- واٽ، رستو ١١- شراب ١٢- هڻجي، عذاب سهي ١٣- ڪنڊن يا نوڪن تي ١٤- سنڀائي، تيار ڪري ١٥- ڇيهون ڇيهون، حيران ١٦- مونجهارو، پرولي، معما.

*پڇيءَ ۾ پلاند پائي، محبوبن جي حضوريءَ ۾ سر نوائج، جئن تون سدائين هتي وٽ آب ۽ مان پائين.

§محبوب جي حسن جي وارتا وسرڻ جي ناهي.

‡عاشق ٿي سوريءَ تي سوار ٿي شهادت ٿا قبولين، ٻيو هرڪو پڇيو وڃي.

†سياڻا ذرا ذرا يا حيران ٿي ويا پر هيءَ پرولي حل نہ ٿي.

## سر يمن ڪلياڻ - داستان سڀني جو سار

عاشقن کي هڪ دم به ڏٺي نه ٿو وسري. هنن جو ساه ڪنهن وقت به عشق جي آه کندي هليو ويندو. جيسين عاشق، محبوب جي در لي رت نه ٿو روئي ۽ پاڻ نه ٿو وڃائي، تيسين سندس حضوريءَ ۾ قبول نه ٿو پوي. جيسين عاشق جي جسم ۾ رت جو هڪ به ڦڙو آهي، تيسين عاشقيءَ جي دعويٰ نه ڪري. ”سائو منهن، سونهن گڏي، سڪڻ لاءِ شرط“ لڪي لياڪا وجهڻ عاشق جو مرڪ ناهي. هن ڪي جڳائي ته پاڻ کي معشوق جي اڱڻ ۾ اڇلائي، ۽ آڏ ڪري ڇڏي. سچن عاشقن کي سندس در ڇڏڻ نه گهرجي. جو چاهي ته محبت سکان، سو وڃي اُنهن جي صحبت اختيار ڪري، جن کي نينهن جي پروڙ آهي. عاشق کي گهرجي ته معشوق جي در تي ڏهاڙي رت وڃي روئي ۽ ڪڏهن به ورچي سندس گهٽ نه ڇڏي.

•

## داستان اَوّل

١

هَرَ هَرَ[1] هَرائِي[2]، وِچڙ دَرِ دوستن جي،
ٻاڙي ڏانهن ٻرين جي، اَچُ[3] مَ آوائِي[4]!
اَلڙُ تِي آچِ مَ توں، واٺاڙن[5] وائِي،
لائِيندءِ لطيف چئي، سوُران[6] سَرهائِي[7]،
ڳُجهو ڳالهائي[8]، پِرتِ وَنجي پاڻ ۾.

٢

جان جان ناهِ ضرور، تان تان طبيبُ ناهِ ڪو،*
جُه سو سَريو سوُرُ، تہ ڪَرَ ويڄُ وَرِ پيو.

٣

سوُرُ جنين کي سَريو[9]، سَري[10] تن صحتَ،
مِنِي مصيبت، آهي عاشقن کي.

٤

سيئي سوُرَ طبيبَ، جنين سوُرَ سَڄَ ڪيِ،
جو لِکيو هُتِ، لطيف چئي، سوئِي ڪن قريبَ،§
جي نَوازيا[11] نصيبَ، داروُنءَ[12] سي دُرستُ[13] ڪيا.

٥

جي پياري پاڻَ، تہ ڪَرهو[14] تِي پاڻي پيئين،‡
اَڳِي لِنَ نِياڻَ[15]، اَڻَ ڪونيو ڪونَ گهڙي.

---

١- ور ور، گهڙيءَ ٢- هلڪائي ٣- ٽڪڙو وڃ ٤- اي مورک ٥- مَنجهه ٦- سوُرن مان ٧- سک ٨- وندجي ٩- اُپريو ١٠- حاصل يا پراپت ٿي ١١- نوازش ڪيل ١٢- دوا، علاج ١٣- تندرست ١٤- اُٺ (جو گهڻو پاڻي پيئندو آهي) ١٥- حوض، واهه.

*جيسين ضرورت ناهي يعني ڪو مرض لڳل ناهي، تيسين ڪو طبيب به ناهي.

§جيڪي لوح محفوظ ۾ لکيل آهي، سوئي محبوب ٿو ڪري.

‡جي محبوب توکي پاڻ پاڻي پياري تہ تون هوند اُٺ ٿي پاڻي پيين.

٦

أڻا[1] کي عيان[2] نه ٿئي، ڪي[3] ٻروڙي ڪونَ،*
سچي جيهي سونَ، منهن نه پيئي ماڙهوئين[4].*

٧

أڻا کي عيان نه ٿئي، ڪي ٻروڙي ڪونَ،
سا سؤنهين[5] ٿئي سونَ، اَمر[6] عطا جنهن جو.§

٨

جيڪي ڏنائون، سو مان ڳڻ[7] ڳنڊي تيون،
مون کي ٻيجيائون، نوڪي اِنهيءَ نوڪ سين.

٩

جيڪي ڏنائون، سو سِرُ[8] ڏيئي سَهُ جِندڙا!
مَ چؤ چِنائون، اِيءُ ٻڻ ڳنڊيو سڄڻين.

١٠

چِنَنِ[9] لوءِ مَ چِنُ، ٻاءِ اُميري[10] اِنِ سين،
جي هو اَوڳڻ ڪنئي، اَسؤنهين! نه تون ڳڻان ٿي ڳِنُ[11]،‡
ٻانڌ جهليو تون ٻِنُ، هن سؤنهاري[12] سڱ[13] مِ.

١١

نَمي ڪَمي[14] نهار تون، ڏَمرُ وڏو ڏک،
مڏهان صبرَ سُکُ، جي سنوارئا! سمجهين.

١٢

نَمي ڪمي نهار تون، ڏَمر ڏولائو[15]،
ٽِبيءَ[16] ساڃائو[17]، جي اَيهين اُنهيءَ ٽِبرَ ٻي.

١٣

ڏَمَر ٻاسو ڏک سين، ڪاندِ[18] ڪٿوري[19] ...،
وَاللّٰهُ مَعَ[20] الصَّابِرِيْنَ، آکو[21] اِيهين چوءِ[22].

١٤

ڪَمُ! ڪَمَندَنِ ڪتيو، هارايو هوڙنِ[23]،
چڪيو نه چوندنِ[24]، هو جو سآءُ[25] صبرَ جو.

١٥

ڪمندڙن گهر کِين[26]، چوندڙ چڱا نه ٿيا،
ويڻيؤن[27] وِيڌ[28] پئي، همت نه اَچي ڪِين[29].

١٦

هو چونئي، تون مَ چؤ، واتان وَرائي،
اَڳ اَبُرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
ٻانڌَ مِ پائي، ويو ڪِينئي وارو ڪِينَ[30] ڪي.

١٧

هو چونئي، تون مَ چؤ، واتان ورائي وڻ،
سيني سين سيڏ چئي، مَنُ ماري ڪر ميڻ،

---

١- أڻ ڪيل ٢- ٻڌري ٣- ڪيل ٤- جهڙي ٥- رهبر ٦- ڌڻيءَ جو حڪم ٧- ڀلائي ٨- اي منهنجي جند ٩- چنل لند جو ڳنڍڻ ١٠- اي رهبر ١١- وٽ، سمجهه ١٢- سڳوري ١٣- ناتي ١٤- صبر ڪري ١٥- پريشاني ١٦- ساڃه ١٧- پيهين ١٨- صبر ١٩- مشڪ ٢٠- ڌڻي، صبر وارن جو حامي آهي ٢١- ڌڻي ٢٢- چوي ٿو ٢٣- هوڏين ٢٤- چوندڙن ٢٥- سواد ٢٦- خير، سک ٢٧- ويڻن مان ٢٨- زيان ٢٩- ڪي ٣٠- بغض.

*أڻ ڪيل ڳالهه ٻڌري نه ٿي ٿئي ۽ ڪيل ڳالهه کو ٻروڙي نه ٿو، هيءَ سون جهڙي سچي ڳالهه ماڻهن کي آئڙي نه ٿي.

§اِها سون جهڙي عاشقاڻي رمز اُنهيءَ اِنسان جي رهبر ٿيندي، جنهن جي حق ۾ ڌڻيءَ جو اُمر لکيل هوندو.

‡جي هو لوسان اَوڳڻ ڪن، نه تون اُنهن کي ڳڻ ڪري وٽ يا سمجهه.

كاند وڏيائي ڪيڻ، ڪيمي[1] منجهان ڪين ٿئي.

١٨

ڪنين ڪين پرائيون ڪيني منجهان ڪين،
جي هوءِ سٽاڪي[2] سيڳ[3]، تہ زہ چڻي[4] جوکو ٿئي.*

١٩

سُٺي ويڻ ڪَنَ سين، ورائج مَ وري،
هاديءَ جي هدايت جي، آهي اِي ڳري[5]،
تن سَچي[6] ساهِ سَري[7]، جن ماريو نفس مات سين.

٢٠

چوندن ڪيم چئيج، ويڻ ورائي ساموهون،
ڪا مَت[8] قيمت[9] جهڙي، روز ڏمر کي ڏيج،
ويڻ مَ ورائيج، تہ سڀ ڏر سُهاڳي[10] ٿئين.

٢١

اَڻ چوندن مَ چوءِ چوندن جيو وسار،
آٿئي ڀهر اَدب سين، پر اِهائي پار،
پايو مُنهن موُن[11] پر، غُربت ساڻ گذار،
مُفتي[12] منجهہ وهار، تہ قاضيءَ ڪانيارو[13] نہ ٿئين.§

٢٢

جنهن سَنديءَ بوڏ[14] پر، پتون[15] پنين جي[16]،
تن[17]! تنهين سين پيءِ[18]، اوڏا اوڏي پکڙا.

٢٣

ويئي جنين وت، ڏُکندو[19] ڏايو[20] ٿئي،
سا مجلس ئي مَتِ، جي حاصل[21] هوءِ هزار جو.‡

٢٤

ويئي جنين وت، ڏُکندو ڏوُر ٿئي،
تَنَ! تنهين سين ڪَتِ[22]، اوڏا اَڏي پکڙا.†

وائي

يار سڄڻ جي فراق، ڙي جيڏيوُن! آئوُن ماري!
دَرِ دوسَنِ جي ڪَئين جوهوندا، موُن جيها مُشتاقَ[23]،
جاتي ڪاتي محبوبن جي، آه حُسنَ جي هاڪَ،
سُرموسَهي ڪر اَکين جو، خاص پريان جي خاڪ،×
عبداللطيف چئي، پرين اَسانجو هميشہ آ حُسناڪ[24].

١- طعام ٢- سخت، ڪشيل ٣- ڪمان ٤- ڏور ٥- ڳچيءَ جو ڳهڻو ٦- ساري سريو جا مٺيا ٧- حاصل ٿي ٨- نصيحت ٩- قيمتي ١٠- سياڳي ١١- گوڏن ١٢- فتوڻي ڏيندڙ (ورڪ ضمير) ١٣- محتاج ١٤- طعني، ويڻ ١٥- قسمين قسمين ١٦- جي چوڻ ١٧- اي منهنجا جسم! ١٨- پاٽي پيءُ ١٩- مرض، ڏک ٢٠- زيادہ ٢١- فائدو ٢٢- گهار، گذار ٢٣- عاشق ٢٤- حسن وارو.

*جي ڪمان ڪشيل هوندي تہ زہ يعني چڇي پوڻ سان ضرر رسندو.

§ تون اندر واري مصنف کي سجاڳ رک تہ قاضيءَ جو هرگز محتاج نہ ٿين.

‡ اها مجلس ئي چڱي ڏي، پوءِ پل اُن مان هزار جو فائدو هجي.

† اي منهنجا جسم! تون انهن جي اوڏو پهنجا جهوپڙا اڏي، انهن سان گهار.

× محبوب جي پيرن جي پٽي، پنهنجي اکين جو خاص سرمو ڪر.

## سر يمن ڪليان - داستان اٺين جو سار

دوست جي در تي هر هر وڃڻ ھلڪائي آھي. عاشق کي گھرجي ته ڪنھن کي به پنھنجي پريم جو اَنت نه ڏئي. عاشقن لاءِ سور ئي صحت آھي. طبيب به ليسين نه ٿو ملي، جيسين ڪو درد لڳل نه آھي. عام ماڻھو عشق جو راز نه ٿا سمجھن. پرينءَ جي طرفان جيڪي ملي، تنھن ۾ حڪمت آھي. صبر وارن سان آگو به ھمراھ آھي. صبر، مشڪ سمان آھي. ڪو وِڃ چڻي وڃي ته به ڪيس ڪو جواب نه ڏيڻ گھرجي. ”سڀ در سھاڳي“ ٿيڻ لاءِ اھوئي مارڳ رکيل آھي. جن پنھنجو نفس ماٺ سان ماري ميڙ ڪيو آھي سي سراپا سون آھن. اُت ئي پھر اَدب ۾ گھارڻ ۽ مونن ۾ منھن وجھي غربت سان گذارڻ، سچن عاشقن جي وصف آھي. صحبت اُنھن ڪان انسانن جي ڪجي، جن مان سچو آنند پرائجي ٿو. ھرڪنھن مجلس کان ڪنارو ڪرڻ گھرجي.

”سر يمن ڪلياڻ“- سر ڪلياڻ جا مُڙئي پنج قسم آھن، جن مان سر يمن ڪلياڻ ھڪ آھي. اھي پنج قسم آھن: شام ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ، حمير ڪلياڻ، پوپالي ڪلياڻ، ڪيدار ڪلياڻ. سر ڪلياڻ کي ”شُد ڪلياڻ“ چوندا آھن. عام چوڻي آھي: ”جڻن مولين ۾ ھيرو، تئن راڳن ۾ ڪلياڻ.“ ھن سر جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ سان، من ۾ سک ۽ شانتي اچي ٿا پرويش ڪن. اسانجا صوفي شاعر، سنگيت يا ڳائڻ وديا جا به ماھر ڄاڻو ھوا. سنسڪرت ۾ ”يمن“ شبد جو اَرٿ آھي: روڪڻ يا وس ۾ رکڻ. ھتي اِشارو، من کي روڪڻ يا وس ۾ رکڻ ڏانھن آھي. ”يمنيڪا“ شبد جي معنيٰ آھي ”پردو“. ھن سر جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ سان، من جي وڪارن تي پردو اچي ٿو وڃي ۽ منجھس سک ۽ شانتيءَ جو واسو ٿو ٿئي. ھي سر، سر ڪلياڻ کان پوءِ رات جو ڳائبو آھي. شاھ صاحب جي ”سر يمن ڪلياڻ“ ۾ من کي روڪڻ ۽ اُجارڻ جون ھدايتون سمايل آھن، خاص ڪري اٺين داستان ۾: جيڪي صاحب طرفان ملي، تنھن تي راضي يا شاڪر رھڻ، منھن مونن ۾ وجھي غربت ۾ گذارڻ، نمي ڪمي نھارڻ، ڏمر کان پاسو ڪرڻ، صبر ۽ اَدب ۾ رھڻ ۽ اُنھيءَ مجلس يا صحبت ۾ وھڻ، جت اَندر کي آرام اچي. نفس يا من کي مارڻ جا اھي طريقا آھن. ’تن سچي ساھ سري، جن ماريو نفس ماٺ سين.‘ سارو داستان سھڻين نصيحتن سان پريو پيو آھي.

# سر ڪنڀات

## داستان پهريون

١

پَلانئي آهين، پرينِ پَلانئيءَ پانهنجي،
سَباجها سِرِ چڙهيو، ڏوراپو نه ڏينِ،
مان ڏي مَديون ٿينِ، سَڄَڻَ سَڄاڻِ ۾.

٢

پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، پَلانئيءَ جا پيرَ،
اَگهڻ اَڪنديِنِ جي، ڏي پابوهي پيرَ،
قَمَرُ پاڙي ڪيرَ، شَمسُ سُپيرينِ سين؟*

٣

لون چَنڊَا! اهوئي، جو هُتِ پَسين تو پرينءَ ڪي،
آڏُتَ چئج اُنِ ڪي، ڏيانءَ جو روئي،
هيڪانديءَ هوئي، سانگُ مَ پوي سڄڻين!

٤

مَرُ هيڪاندا هُونِ پرين، سانگُ مَ وڃن سيڻَ!
رهيا آهينِ روحَ ۾، نتُ جنين جا نيڻَ،
وِماسيا جن ويڻَ، تو تاريءَ تکي تنِ هئون.§

٥

رات سَهائي، پوُن سَنئين، پَٽِين وڏو پَنڌُ،
هلندي حَبيبن ڏي، ڪَرَها! موڙ مَ ڪَنڌُ،
پَنڌَڻُ سوئي پَنڌُ، جو پهچائي پرينِ ڪي.

٦

رات سَهائي، پوُن سَنئين، پائي! گُهرجي پَلُ،

١- سمڪ ٿي ٢- براڀون ٣- چڱاين ٤- پيدار ٥- سڪندڙن ٦- چندرما ٧- سج ٨- سنيهو
٩- ايڪانت ۾ ١٠- سفر ١١- سنجيدا، فهميدا ١٢- سخن، قولِ ١٣- آڌار، ڀروسي، لنؤ ١٤- پرتوي
١٥- ميدانن ١٦- سندرو، ڪمر، پڪو په يا ارادو ١٧- پَڌ ١٨- مهر، عنايت، همت.
*چنڊ ۽ سج ڪي ڪير محبوب جي مٽ ڪندي؟
§جن (محبوبن) جا سخن سنجيدا يا موزون آهن، تن جي آڌار تي ئي منهنجي دل پيئي لکي، يا تن جي لنؤ ۾ ئي منهنجو هردو لين ٿيو پيو لکي.

آهَرَ[١] ۾ ايلاچِيُون، چندن چَرِي چَلُ،
مون توئِي سين ڳالهڙِي، ٻِئِي ڪنهِين ۾ سَلُ،
هاهُرَ[٢] ڪندو هَلُ[٣]، تہ ڪِجايُون[۴] ڪَرَنِ ڪي.*

٧

رات سَهائي، ڀُون سَنئِين، ٻرِت نئِين، ڀَنڌُ ڀُورِ[۵]،
ميا! محبوبِن جي، هلِي وانءُ حُضُورِ[٦]،
جي چِٽڪَنِ[٧] چِتَ ۾، سي ڪِئن سَجَڻَ ڏُورِ؟§
الله لڳِ اَسُورِ[٨]، اُٺان[٩] ٿِي تَي آءُ تون.‡

٨

رات سَهائي، ڀُون سَنئِين، ٻرِت نئِين، ڀَنڌُ ڀَسُ،
ميا! محبوبن ڏي، وِڃڻ ڪجي وَسُ،
رات هلِي تون رَسُ، تہ خبر ڪَرَنِ نہ ٻوي.

٩

اَج ٻڻ اَچائي، چوڏهِينءَ ماهَ چَنڊَ جي،
مون گهرِ مون ٻرانِ جي، اَچڻ جي وائي،
مون گهرِ واڌائي، پيئي ڪامَ[١٠] ڪَرَنِ ۾.

١٠

اَج ٻڻ اُمارو[١١]، چوڏهِينءَ ماهَ چَنڊَ جو،
مون گهرِ مون ٻرِينِ جي، اَچڻ جو وارو،
سَجَڻُ سويارو[١٢]، پيچَ پِنِيءَ گهرِ آئيو.

١١

چوڏهِينءَ چَنڊَ اُيريو، اُوڻتيهَ[١٣] پَسِيس عامَ[١۴]،
مٿس ٻِاهِ مَلامَ[١۵] جيڪي ٻُڇين ٻَج سو.

١٢

چوڏهِينءَ چَنڊَا! تون اُيرين، سَهسين ڪرئين سينگارَ،
پَلَڪَ ٻريان جي نہ ٻڙين[١٦]، جي حيلن ڪرئين هزارَ،†
جهڙو تون سَڀَ جمارَ، تهڙو دَمُ دوست جو.

١٣

سَهسين سِجَنِ اُيري، چوراسي چَنڊَنِ،
بالله[١٧] ري ٻرِيَنِ، سَڀَ اونداهي ياٺِيان.

١۴

چَنڊَ! تنهنجي ذاتِ، ٻاڙيان نہ ٻِرانِ سين[١٨]،
تون اُڀِرو ۾ راتِ، سَجَڻَ نِتُ سوجهرا.

---

١- وٺاڻ، آهار يعني ڪاڌو، قُوت ٢- هونگار (اُٺ جو آواز) ٣- ڪار ڏياريون، ڇڙايون ۴- رقيبن، ٻچڙن اِنسانن ۵- ٻورو ڪري نباهہ ٦- حاضري، موجودي ٧- وسن، چمڪن ٨- اَسر، ٻرهہ ڦٽي ٩- اُٺان ٿِي ١٠- ٻيچ، ساڙو، ايرکا ١١- سازباڄو، تياري (اُيرڻ جي) ١٢- ٻرهہ ڦٽيءَ جو ١٣- اُوڻتيهہ تاريخ، جڏهن عام ماڻهو چنڊ ڏسڻ لاءِ منتظر هوندا آهن ١۴- عام خلق ١۵- ملامت، قصور، ميار ١٦- برابر يا مٽ يا ثاني ١٧- ڌڻيءَ (الله) جو قسم ١٨- برابر سمجهان.

*تون هونگار ڪندو هل تہ رقيبن کي ٻوسرايون.

§جي محبوب من ۾ پيا وسن، سي ڪئن ٻري ڇئبا؟

‡ڌڻيءَ جي واسطي تون ٻرهہ ڦٽيءَ جو اُٺان ٿي اَچ.

†تون هزارين حيلا هلائين تہ بہ دلبر جي هڪ دم برابر نہ ٿين.

١٥

چنڊا! چٽائي تنهنجي، سياهيءَ ۾ سُوُرُ[1]،
لايان لالَ لڱن کي، چندنَ ڀري ٻُوُرُ[2]،
ڪوماڻو ڪپُوُرُ[3]، مون واجهائيندي پرينءَ کي.

١٦

چنڊا! لڳنئي مَنڊُ، سنجهيئي[5] سيهَ[6] ٿئين[4]،
ڪر اونداهي اَنڌُ، ته ملان محبوبَ کي.

١٧

چنڊا! چوانءَ حقُ[7]، جي وڙهين[8] جي وچرين،
۾ اکيوُن ٿيون نَڪُ[9]، تو ۾ ناهِ پرينَ جهڙو.

١٨

چنڊا! چوانءَ سچُ، جي مَني نه پانئين[10]،
ڪڏهن اڀرين سنهڙو، ڪڏهن اڀرين ڳچُ،
منهنَ ۾ ٻرئي مچُ، تو ۾ ناهِ پيشاني پرينءَ جي.

١٩

ڪٿي نيرڻَ خمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نظرُ،
سوُرجَ شاخوُن جهڪيوُن[11]، ڪوماڻو[12] قمرُ[13]*
تارا ڪتيوُن[14] تائب ٿيا، ڏيکيندي[15] دلبرُ[16]§
جهڪو ٿيو جوهرُ[17]، جانبَ جي جمالَ[18] سين.

٢٠

اونداهيءَ اَڌَ رات ۾، پرينءَ پساڻ پاڻُ،
چنڊُ ڪتين ساڻُ، پيهي ويو پرلاءَ[19] ۾.

٢١

تارا تيليءَ[20] رُوءِ، اُڌا[21] لالن! اُڀرين[22]؛
جهڙي تو صُبوح[23]، تهڙي صافي سهڻين.‡

٢٢

توڏانهن گهڻو نهاريان، تارا! تيلاهين[24]،
سجڻُ جيڏاهين[25]، تون تيڏاهين[26] اُڀرين.

٢٣

هُنَ تاري، هُنَ هنڌِ، هُتِ منهنجا سُپرين،
سجڻَ ماکيءَ[27] منڌِ، ڪوڙا تين نه ڪڏهين.

٢٤

هُنَ تاري، هُنَ هيٺ، هُتِ منهنجا سُپرين،
سجڻَ ماکيءَ ميٺ، ڪوڙا تين نه ڪڏهين.

---

١- اونده ٢- چندن جو چوُرو ٣- ڪافور ۴- جادو ٥- سنجها جو ٦- سيخ وانگر اڀو ٿي تو ٻهين ٧- سچ ٨- بيزار ٿين ٩- جهڙو ١٠- ٻرو ١١- سج جا ڪرڻا ١٢- جهڪو ٿيو ١٣- چنڊ ١۴- تارن جو ميڙ ١٥- پيش پيل ١٦- ڏسندي ١٧- جواهر ١٨- حسن، سونهن ١٩- ٻڙاءِ ٢٠- لهڙي طرح ٢١- شعري يا سهيل تارو، جو يمن ملڪ ۾ نهايت تاب ۽ آب سان اڀرندو آهي. سندس اڀرڻ جو وقت اسر آهي ٢٢- سهڻا ٢٣- چمڪ ٢۴- لنهن ڪري ٢٥- جنهن طرف ٢٦- لنهن طرف ٢٧- ميناج، شيريني.

*سورج جا ڪرڻا جهڪا ٿي ويا ۽ چنڊ پڻ ڇٽائي وڃائي.

§دلبر کي ڏسندي ئي تارا ۽ ڪتيون پيش پيا.

‡جهڙي چمڪ تو ۾ اسر جي وقت آهي، لهڙي پرينءَ ۾ هميشه آهي.

۲۵

هَن تاري، هُن جاءِ، هُتِ منهنجا سُپرِين،
سَچڻَ ماڪيءَ ساءِ، ڪُوڙا تين نه ڪڏهين.

۲۶

تارا، تِرَ، تِروڪِڙيُون، متن قُلڙيُون،
ڪوءِ! سي واڙيُون، جي مون پرينءَ پچائا پيئيون.

وائي ۱

جيڏيُون! هي ضرورُ، آيل! ڪيئن رهندو پرينءَ ري؟
سَگهو ساعت نه جندڙو، آئي پهرَ مَلوُرُ،
مَنَ ۾ مشتاقنِ جي، ساجَنَ! تنهنجو سوُرُ،
پيرين آئُون نه پُڄي، ڏيهُ پِريان جو ڏوُرُ،
وجي ويلَ سيڪنهين، هِنئڙو پِرينءَ حُضورُ.

وائي ۲

اَڳڻِ آيامِ پيهي، يا اَلا! مون سارينديءَ سُپرِين.
مُشڪ عطر مون پِرِين، سِڪيس جِمُ سيئي،
اُنَ جنين جو طالبُ، روحَ تنين سي ريهي،
ساجَن سنديءَ سونهن جي، آئُون ڳالهه ڪريان ڪيهي،
تيو لطفُ، لطيف چئي، دوسُ آيو دَرِ پيهي.

وائي ۳

وَهلي وَنءُ مَروِهامي! رَهُ رات! رائيِنديس پرينءَ کي
شَمع ٿينديس شَب ۾، اِن خوشيءَ کان ڪامي.
باٻُوڻِ سنديءَ باهه جئن، ٻران شال اُجهامي!
پِريتِ جا پيتمَ جي، سا ڪينَ ٻروڙي عامي،
مونکي مون پِرِن جو، آهي دَردُ دَوامي،
آهيان يارَ سَيّدَ جو، ڪانَ رهي ڪا خامي،
هوءَ جا لَنءُ، لطيف چئي، مونکي آهي مُدامي،
روشنُ ٿيان رِڄنِ ۾، جي هٿان لَنءُ اِنهيءَ لامي،*
ڪاري سا قيامَ سَنئين، هوتُ جنهنجو حامي،§
آيم تنهين لوڪ سان، جنهين مان چون سامي.

۱- سواد ۲- ننڍڙا تر يا خال ۳- ننڍيون قلبون ۴- ڪڏ ٻون ۵- جيجل ۶- مَاول، اُداس، مايوس ۷- عاشقن ۸- پيرن سان يعني پنڌ ۹- هروقت ۱۰- حضوري ۱۱- سنيا ريندي ۱۲- مشڪ ۽ عطر جهڙو منهنجو محبوب ۱۳- ساري جمار ۱۴- مشتاق ۱۵- رهاڻ ڪري ۱۶- مهر ۱۷- دوست ۱۸- سنت ۱۹- نه وڃ ۲۰- گذري ۲۱- رڇهائيندس ۲۲- رات ۲۳- جوڳين ۲۴- ڏونهي ۲۵- پريت ۲۶- پريتم ۲۷- سمجهي ۲۸- عام خلق ۲۹- دائمي ۳۰- سردار يعني پيغمبر صاحب ۳۱- ڪچائي ۳۲- محبت ۳۳- لاڙو رکندڙ ۳۴- اندڪار واري ۳۵- قيامت ۳۶- سهڻي ۳۷- مددگار ۳۸- عام ماڻهو ۳۹- سوامي (گروُ).

*جيڪڏهن مان اِنهيءَ سچي عشق يا پريم جي سرڻ وٺان ته هوند رڄن ۾ به مشهور ٿي وڃان.

§جنهنجو همراه يا مددگار محبوب آهي، تنهن لاءِ ڪاري قيامت به سهڻي ۽ سٺري ٿيو پوي.

## سر کنيات - داستان پهرئين جو سار

محبوب، پلاڻيءَ جو پندار آهي ۽ حسن جو خزانو. جهڙو آهي سندس چهرو سندر، تهڙا آهن سندس سخن سنجيدا. اهڙي معشوق جو پري هجڻ، عاشق لاءِ نسورو ستم آهي. هو ميي (اُن) کي ور ور منٿون پيو ڪري تہ "رات جو مون کي پرينءَ وٽ رساءِ". چنڊ گهٽوئي سندر، پر دلبر جا چشم، نڪ ۽ پيشاني ڪيس ڪٿي آهن! ساڄن جي سونهن اڳيان سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون لڄ وچان لڪيو وڃن. سهسين سڄڻ جو بہ سندس حسن سان مقابلو ناهي. معشوق ۾ عطر ۽ مشڪ جي سرهاڻ آهي ۽ هو ماڪيءَ کان بہ مٺو آهي. سندس منهن ۾ اهڙا ئي سهڻا خال آهن، جهڙا آسمان ۾ ستارا. تارن ڏانهن نهاريندي بہ شاعر کي جانب جي جوءِ ئي ياد ٿي اچي: "هُن تاري، هُن هيٺ، هت منهنجا سڄڻ."

•

## داستان ٻيو

۱

ناسيندي نگاهَ،[1] پهرين ڪج پرينِ ڏي،*
احوالَ عاجزنِ جا،[2] آکج[3] لڳ،[4] اللهَ،
روزُ نهارينِ راهَ، اکيون اوهانجي آسري.

۲

ناسيندي نظرُ پهرين ڪج پرينِ ڏي،
قمرا![5] کهج[6] قريبَ[7] کي، نسٽ ۽ نبرُ،[8]
بي پيٽي ناهم پرُ،[9] اکيون اوهانجي آسري.

۳

ناسيندي نرت،[10] پهرينِ ڪج پرينِ ڏي،
قمرا! کهج قريبَ کي، ساري سارَ سُرت،[11]§
ٻيو پروسو نہ پت،[12] اکيون اوهانجي آسري.

۴

ناسيندي نهارَ، پهرين ڪج پرينِ ڏي،
آئون جي ڏينءَ سنيها، چئج چندا! اپارَ،[13]
ساڄن! سَبَ جمارَ، اکيون اوهانجي آسري.

۵ ‡

چڱا چندا! چئيج، سنيها کي سڄڻين،
مٿان اڱڻ اُيري، پرانِ جي پيئيج،
جهيڻو ڳالهائيج،[14] پيرين وجهي هٿڙا.

۱- اُيرندي ئي ۲- نماڻن ۳- چئج ۴- الله ڪارڻ ۵- چنڊ ٦- محبوب ۷- نبل ۸- هيٺو ۹- آڌار ۱۰- نگاهه، درشتي ۱۱- هوش، سڄيتي ۱۲- آڌار، ٽيڪ ۱۳- بي شمار، اڻکٽ ۱۴- نرمائيءَ سان.
*اُيرندي ئي پهرين نظر محبوب ڏي ڪج.
§اي چنڊ! تون هوش ڌاري، پرينءَ کي سڀ ساري (دل ٿي آڻي) چئج.
‡اي پيارا چنڊ! پرينءَ کي وڃي اسانجا پيغام ڏج. سندن اڱڻ جي مٿان وڃي اُيرج، ۽ سندن پير پڪڙي، نهايت نرمائيءَ سان ڳالهائج.

٦

آئُون جي ڏِينءِ سَنيها، سي تون چنڊَ! پَليءِ پَنڌُ،[1]

چئج حالُ حبيبَ[2] کي، نيئي نوڙائي[3] ڪَنڌُ،

تو تيڏانهين پنڌُ، جيڏانهن عالمَ[4] آسرو.

٧

اُڀرُ چنڊَ! پَسُ پرينِ، تو اوڏا، مون ڏُورِ،

سِڄڻَ سُنا وِلهَ[5] ۾، چوٽا پري ڪَپُورِ،

پِرين آئُون نہ پُڄِي، بابَلُ[6] ڏئي نہ ٻُورِ[7]،

جنهن تي چڙهي اَسوُرِ[8]، سَنجهي سڄڻَ سيڻيان[9].

٨

آئُون اُڪنڊِيائي مران! پرين[10] پللِ پرِ[11] ڏُورِ،

بابَلُ ڏئي نہ ٻُورِ، پنڌَ نہ جوڳي پيڙي.*

٩

ڏئي! ڪرينديِن ڪڏهين، حياتيءَ هيڪاندِ[12]؟

من ۾ مُشتاقن[13] جي، ڪي رنجائي[14] راندِ،§

پِرِين ڏيساندَرَ[15] پاندِ[16]، ڳُجهہ ڳَرِهيان ڪن سين؟

١٠

هِنئڙي سڄڻَ سارِيا، ڪئي[17] هوندَمِ هيرَ[18]؟

اَچِي لالَنَ[19]! نہ ڏئين، مٿي پلنگن پيرَ؟

تي ورؤنهڻ وِيرَ[20]، ڳُجهہ ڳَرِهيان ڪن سين؟

١١

وَڏَقُڙو[21] ۽ واءُ، ڪَرَهي ڪاڏو ڪوڙيو[22]،

ڪوءِ! ٻَنِ! پَلاڻِيان[23]! اولاڻيو[24] نہ اُتِيي.

١٢

پَلاڻِيان، پيو! اولاڻيو نہ اُتِيي!

جيڏانهن وَڳُ[25] ويو، اُيو ترسي اوڏهين.

١٣

ڪَرَهو[26] نہ ڪيڪانُ[27]، پِرين آئُون نہ پُڄِي،

جو مون رات رَساڻي، نيئي ساجَنَ ساڻُ،

مون نہ وَهيڻو[28] پاڻُ! ويئي نيڻَ نِچوئيان[29].

١٤

ڪَرَها! ڪَسَرَ[30] چِڏ، وِڪُون وجهہ وڌنديوُن،

هيڪَرَ حبيبن سان، مون کي نيئي گڏ،

مَڇڻ[31] پونئي هَڏ[32]، آهون[33] اُڪنديِن جوُن.‡

١٥

ڪَرَها! ڪَسَرَ چِڏ، وِڪَ وڌندي[34] پاءِ،

منهنجو هاڻ اُنهين، جتي جانِبَ جاءِ،

١- چمت ۾ وهار ٢- محبوب ٣- نئڙائي ٤- جهان جو آڌار ٥- ڪلي ۽ سرد هوا ٦- بابَلُ، پتا ٧- پوري رنگ وارو اُٺ ٨- اَسر، صبح ٩- ڪاهيان ١٠- سڪايل ئي ١١- پرديس ١٢- ميلاپ ١٣- پريمين ١٤- آزار ١٥- پرڏيهہ ۾ ١٦- سليمان ١٧- ياد ڪيا ١٨- هيڏهر ١٩- پرين ٢٠- رهاڻ جي ويل ٢١- وڏقڙو مينهن ٢٢- جهڪي ويهي رهيو ٢٣- پلاڻ پيل ٢٤- اَڻ پلاڻيل ٢٥- ولر ٢٦- اُٺ ٢٧- گهوڙو ٢٨- همت وس ٢٩- اکين مان جل هاريان، اوسيڙي ۾ نهاريان ٣٠- ٻرائي، سستي ٣١- مٿان ٣٢- هڏن ۾ پيهي وينئي ٣٣- سڪايل، پريمين ٣٤- اَڳتي وک وڌاءِ.

*بابل اُٺ نہ تو ڏنيم ۽ مان پٽ ۾ پيل پنڌ جي لائق (جوڳي) نہ آهيان.

§عاشقن جي اندر ۾ عشق جي آزار راند مچائي آهي.

‡مٿان عاشقن يا سڪندڙن جون آهون هڏن ۾ هڏي هند ڪئي.

ٽوکي چَندَنُ چارِيان، ٻيو وَڳُ، لاٽي[1] ڪاءِ،*
اِئين اَنَ! اَناءِ جيئن هونديءَ[2] راتِ هُتِ مِڙُوُن.

۱۶

ڪَسَرَ[3] چڙ ڪنوات! وِڪوُن وجهه وڌنديوُن،
سَنئين سُپيرِيَن جي، وِنگي[4] پاڻ مَ واتَ،
چِڙ جهوري[5]، ڏي جهاتَ[6]، نهونديءَ راتِ هُتِ مِڙُوُن.

۱۷

ڪَرَها! ڪُرُ[7] سچاڻُ[8]، پيڪو ۽ پانهنجو،
اَصلِ آهي اوهانجو، ناليرو[9] نڌاڻُ،
ڪَرَها! آسان ساڻُ، ڪي چانگا! ڪج چگائيون.

۱۸

آئي ٻَڌَمِ ورڻ جاءِ، مانُ[10] مُڪريوُن چَري،
ڪُڌاتُورو[11] ڪَرَهو، لِڪيو لاٽي ڪاءِ،
اِنَ مٿي سندي، ماءِ[12]! موُن کي ڳالهڙين ڳوڙها ڪيو.§

۱۹

مَيا! مَج منٿَ، اَڄ منهنجي ڪَرَها!
جهاڳيندي جَرَ[14] ٿيوُن[13]، مٿان ڪرئين ڪَٿ،
سُپيرِيان جي سَٿَ[15]، موُن کي نيئي ميڙئين.

۲۰

ڳَلِ[16] ڳانا[17] ياقوُتَ جا، موليِن ڳُنيس مالَ[18]،
ڪَديِئي[19] جي ڪَرَها! هيڊي[20] پاڻءِ[21] حالَ،
چَندَنُ چارينءَ جالَ[22]، جي مون راتِ رساٽئين.

۲۱

ڳَلِ ڳانا ياقوُتَ جا، مولِي مَنجهه مَهارَ،
چانگا! چَندَنُ چارينءِ، اَنَئِي ٻَهَرَ اَپارَ،
سَنديءَ ٻِيَ[23] ٻَچارَ[24]، جي مون راتِ رساٽئين.

۲۲

مَيا! تو مَهارَ، سچي پايان سونَ جي،
چارينءَ چندَنَ چوليوُن[25]، نايو[26] ميندِيءَ ڏارَ[27]،
سَنديءَ ٻِيَ ٻَچارَ، جي مون راتِ رساٽئين.

۲۳

اُٺَ نه وڃي وَڳَ سين، چَري نه لاٽو،
مَيي کي مَجارَ[28] جو، تُوهي ۾ تاٽو[29]،
پَناري[30] پاٽو[31]، مرندي[32] سينئين نه مَٽيو.‡

۲۴

اُٺَ نه وڃي وَڳَ سين، چَري نه چانگو،

۱- گاهه جو قسم ۲- رات جو رات ۾ ۳- اي جوان اُٺ ۴- ڏنگي ۵- ڳارو ۶- سَٽَ ۷- ٻڌ ۸- اَباڻو ۹- خاندان ۱۰- شل ۱۱- ڪليڇو ۱۲- منجهائي ڇڏيو ۱۳- جل ٿل ۱۴- ڳڻ ڳوت ۱۵- ڪچهڙيءَ ۱۶- ڳچيءَ ۾ ۱۷- (ڳاني جو جمع) پٽ جي ڌاڳي سان جڙيل، ڪوڏن ۽ شيشن واري پٽي، اُٺ جي سينگار لاءِ ۱۸- مالها ۱۹- ريشم ۲۰- مهار ۲۱- نهه پهه ۲۲- جهجهو ۲۳- ٻرينءَ ۲۴- پيچري ۲۵- مکريون، ڪچريون ٽاريون ۲۶- نمايو، جهڪايو ۲۷- ٽاريون ۲۸- مستي، مغروري ۲۹- جاءِ، منزل ۳۰- پلو اُٺ (پيار جو لفظ) ۳۱- مجار، مغروري ۳۲- مرڻ سوڌو.

*اي اُٺ! توکي اُن هنڌ چندن چاريان، جتي ٻيو ولر لاٽي پيو چري.

§اي جيجل! انهيءَ اُٺ جي ڳالهين يا ڪرتوتن مون کي منجهائي ڇڏيو آهي.

‡اُٺ پنهنجي لنڌي مرڻ تائين نه ڇڏي.

لکِيس نائُڪ[1] نينهن جي، نهوڙيو نانگو،
ڇڏي سِرَ سانگو، رڙهي رَند[2] پرين جي.

۲۵

وِهي منجهه–هين وڳ، ڪٿوري ۽ ڏار ڇري،
ماءُ! منهنجي ڪرهي، پَدَرِ پيڳ[3] نه لڳ،
جڳ سين جهڙو جڳ، هنئين سين هٿ ڇري.

۲۶

پورُ[4] نه ڇري نه پوُن[5] ڇڏيو[6] ٽوُن ٽڪوُن[7] ڪري،
موُنين[8] هٿي مولئيو، ڪرهو رات ڪپوُر،
ميو تنهو معموُر[9]، چندن چکي آئيو.

۲۷

اَڄ نه اڳين ۽ پاڙ[10]، ڪرهو جيئن ڪالهه هو،
اَڱڻِ آيو نه ڪري، پاهوڙي[11] پچار،
جيڪس منجهه قطار[12]، ڪا وَل چنائين وهُ[13] جي.

۲۸

مَيي ماڪائي[14]، وڏو واتُ وَلين کي،
خبر تني کيمَ ڏٺين[15] کي، وڏوُڙا[16] واهي[17]،
ڪرهي ڪاڪَ[18] ڇڏي، وريس[19] نه وائي،
چانگي چَريائي، ويئي ويچاري وسري.

۲۹ *

منيوُن لهي مُهان[20]، جي تو، چانگا! چنيوُن،
وَاڙيوُن وه[21] ساءُ، اَڄا تو ڳهنديوُن[22].

۳۰

وَنِي سيمَ سُوٽ[23][24]، پاءُ پنهنجي ڪرهي،
وَليوُن واسَ وَرَنيوُن[25]، پهريوُن[26] مٿي پَٽ،
چانگي چڪي چَٽ[27]، نه پوءِ نه رهندو[28] پند ري.

۳۱

ڪي جو ڪيڏانهين، چانگو چکي آئيو،
تاڻيو تيڏانهين، نيمَ[29] ڇنايو نڪري.

۳۲

ڪرهي کي ڪئين، وِڌمِ پند پاڙا جا،
ليڙو[30] لاٽيءَ[31] کي ڇري، نير[32] ساڻ نئين،
چانگي سَندي چتَ ۾، صاحب وجهه سئين،
او باهيوس[33] اُئين[34]! لُطف ساڻ لطيف چئي.

۳۳

ڪرها! توکي ڪامُ، مون[35] سچو پسي سچي[36]،

۱- ٻاڻ ۲- پيچري ۳- پير جو نشان ظاهر نه ٿو لڳيس (عشق کي پوشيدو ٿو رکي) ۴- پوري رنگ جو اَٺ ۵- مکرين ۽ گلن متان قلهار ۶- مکرين ۽ گلن اندران قلهار ۷- کنڌ قيرايو ڇڏي ۸- گوڏن هيٺ لتاڙي ۹- پاول ۱۰- روش ۱۱- لوٻري جي ۱۲- چريائين ۱۳- زهر ۱۴- کُڌ ڪري ۱۵- ٻنيءَ جي مالڪن ۱۶- کاوڙ يا ۱۷- رکپال ۱۸- طاقت ۱۹- زبان مان اکر نه اُکليس ۲۰- منهن سامهون ۲۱- وک يا زهر جهڙيون ڪوڙيون ۲۲- کهنديون ۲۳- رسا ۲۴- سنا وٽيل، مضبوط ۲۵- سرهيون، واس سان ڀريل ۲۶- پڪڙجي ويئون ۲۷- تورو چشڪو ۲۸- ڏانوڻ، پيرن جا نير ۲۹- نيت جا مڙهيل، پڪا رسا ۳۰- اٺ ۳۱- زنجير ۳۲- نڙي ۳۳- مرض کان شفا ڏيئي، اُپو ڪريوس ۳۴- اوهين ۳۵- ڇهو، ڇهڪ ۳۶- هنئي، لڳائي.
*اي چانگا! تو منهن سامهون منيون وليون چريون آهن، اڃا توکي وک جهڙيون وليون ڳهنديون.

مانَ ٻروڙي مامَ[1]، ساڳاهي سَنئِينءَ[2] وَهِينِ.*

34

ڪَنڀاٽڙي تَرِ[3] وري، اِيي تَرِ واجهاءِ،
مانَ اَچِهوُن[4] ڪاءِ، سُواڏائي[5] سچِٽين.

35

چانگي چَئِي چُڪياسِ، مٿان اَڪَ نہ اُلَهي[6]!
جنهن وَلِ گهٽا وِهاٽيا[7]، اُنَ سين آرِ[8] لَڳياسِ،
چوڏاري چَندَنَ وڻَ، ٻَجِي[9] ٻوُجَ پِياسِ،
رٿاري رسُ ڪياسِ، هِنَ ڪُڏانوُري ڪَرَهي!

36

اُتي اَڙائِينس[10]، ڇڏيو تہ چيڪَ[11] ٿيو،
ڪارايانِ، ڪَڙيو[12] وِڃي، پَلاٽي[13] پائِينسِ،
ڏانورِ تنهن ڏائِينسِ، جنهن چري ۽ چنگهي پِٽو[14].

37

ڏُودَسني[15]، ڏُوپيرَ[16]، سيني سَنگهَر[17] رُڪَ جي،
ماء! منهنجي ڪَرَهي[18]، تارِي قُلَن هيرَ،
تنهن ڪامَڻَ[19] ڪندي ڪيرَ؟ جو مُونهِين[20] وتِ مس رهي!

38

ڪنين ڪامَڻَ ڪياءِ؟ ڪيئن ينيولئين[21]؟ ڪَرَها!
اَکين مٺي اَکيا[22]، پِڙَ[23] ٻر ٻيرَ گناءِ!
وَڳَ، ڪِ وِسَرياءِ؟ ٻَڌو[24] جنهن گهاٽي وَهين!

39

نَوَ نِيرَ پاٽي، جان مون هِنئڙو جهليو،
وِيڙو چِنائي، ٻوٽينءَ رات پرينِ ڏي.

40

نَوَ نِيرَ، ڏَهہَ ڏاوَٽِيوُن، پَنڙهَنَ[25] پُٺ پِياسِ،
جڏهن سجڻَ ياد پِياسِ، چِرڪَ چِنائين هيڪڙي.

41

ڪائي نہ ڪَنٺهارَ[26]، چَندَنَ جا چوُپا[27] ڪري،
اَگَرَ[28] اوڏو نہ وڃي[29]، سِرڪَنڊَ لهي نہ سارَ،
لاٽيءَ جي لغارَ[30]، مِٺو مٺارو ڪيو.

42

چانگا! چَندَنُ نہ چَرِين، مَيا! پِٺين نہ موڪَ[31]،
اَگَرَ اوڏو نہ وڃين[32]، ٽُڪيو ڇڏئين ٽوڪَ،
لاٽي وچان[33] لوڪَ، تو ڪهڙي[34] اَکر آڙي؟

43

جِٺان[35] ڪوڙِ[36] ٻہ ڪانيوُن، پَنڃين لَکين پاءُ،

1- ڳجهارت 2- سنئين راه تي 3- ڪنڀات جي نار واري ٽڙ تي (يعني محبوب جو مڪان)
4- اَچيٺون 5- خوشخبري، سٺي واڌائي 6- هيٺ لهي 7- حوصلي کان وڃايا 8- پيار
9- جام 10- ٻڌينس 11- آزاد 12- ٿيو وڃي 13- ٻوجو وجهينس (جنهن ٽاه يا مستي لهيس)
14- رنڀي پيو 15- اڳين ٽنگن ٻڌڻ جي رسي 16- پوين ٽنگن ٻڌڻ جي رسي 17- زنجير
18- عادت 19- چل ول 20- مون تي 21- ينيلجي 22- اَکين جا کوپا 23- گهاٽي جي پِڙ،
پٽ 24- ڪهڙي ريت 25- پندرهن 26- سفيد گل 27- ٽوڪاريو ڇڏي 28- سرهين ٽارين
وارو وڻ 29- چندن 30- رس 31- پاٽيءَ جي اُٿل 32- عمدا ڪاڏا 33- ساري سرشتيءَ مان
34- ڪهڙي ڪارڻ 35- جتان 36- ڪروڙ.
*من ڳجهارت ٻروڙي، سنئينءَ راه تي هلين.

مَيو تنهن ماڳاءِ، ڏِيهاڙي ڏارَ چَري.

۴۴

جِتان ڪوڙ ٻہ ڪانيُون، پنجين لَکين ٻنّ،
لِتان چاڙي چُڳِيوُن، ميي رَتو مَنّ،
تنهن وَلِ سَندو ٻنّ، ڪوُماڙو ڪوڙ ين لَهي.

۴۵

جِتان ڪوڙ ٻہ ڪانيُون، پنجين لَکين پِکَ،
تِتان ڏيئي ٽِڪَ، مَيو مٺارو ٿيو.

۴٦

لَکِ لاکيڻو ڪَرهو، ڪوڙ ين ڏيئي ڳُدوم،
آکين سوُنهن ٿيوم، مُلهہ مهانگو مَ چئو.

۴۷

لَکِ لاکيڻو ڪَرهو، ڪوڙ ين ڏيئي چوڙ،*
اِها سَت سيڏ چئي، جنهين لنهين جوڙ،
ٽرتَ رساڙي ٽوڙ، جہ پَلاڙيو ٿہ پِرِينءَ مڙي.§

۴۸

لَکِ لاکيڻو ڪَرهو، ڪوڙ ين ڏيئي ڪاهِ،
ايلاچيون آهَرَ ۾، ٻُوجَ مَبي ڪي ڀاءِ،
ڪَٽَ نہ ڪند ڪاءِ، جہ پَلاڙيو تہ پِرِينءَ مڙي.‡

وائي ١

آهينم ڳالهڙيُون، ماءِ! مرادوُن پِرِينءَ سين.
جي مان پِيوُن پِرِينءَ ري، ڪوءِ! سي راتڙيُون،
جي مان اوريُون پِرِينءَ سين، وَرَسي راتڙيُون،
پَسَڻَ ڪارڻِ پِرِينءَ جي، پاتيم جهاتڙيُون،
آڏيءَ، عبدُاللطيفُ چئي، ڪُهَڻِ ڪاتڙيُون.

وائي ٢

سَڏين سيڻ نہ هوُن، نينهن نيايي نہ ٿئي،†
ڪاريءَ رات رَتَ ڦڙا، جان جان نيڻ نہ روُن،
موُنڻ جنين مِٺڙو، ٻڙَ تي سيئي ٻوُن،×
جن مسافر سُپرين، سي مَر رويو روُن.

وائي ٣

لوڙي ترِئين توُن، يا اَلا! تو دَرُ لوءِ نہ ڇڏيان!
مون ڪي سو مُشاهدو، جي منهن نہ ڏيئين مون،
مون ٻيا دَرَ گهڻا نهاريا، آهئين توُن ئي توُن.

١- ماڳ، تان ٢- ننڍا ڇِڳا ٣- من پرسن ڪيو ۴- سُرڪي ٥- ڳيت ٦- لکن جي ملهہ جو ٧- ڪروڙ ين ٨- سوُدو (سَتِ جوڙ=سوُدو ناه) ٩- منزل مقصود ١٠- جنهن وقت پلاڙيو ١١- ملي ١٢- ڦوٽا ١٣- ڪاچ ١۴- جهجها ١٥- پلي ١٦- جهاتيون ١٧- ڪاتيون ١٨- سڪڻين سڏن سان ١٩- پرين ٢٠- پل، ٻيشڪ ٢١- لڙي ڪڍين ٢٢- درشن.
*اي خريدار! هي لاکيڻو اُٺ، ڪروڙ ين روپيا ڏيئي، چوڙي وج (خريد ڪر).
§جلد هلپو منزل تي رسائي؛ اَجا پلاڙيو ناهي تہ پرينءَ وٽ پهتو ناهي.
‡هو ڪابہ ڳڻ ڳوڻ نہ ڪندو، پلاڙيو ناهي تہ محبوب وٽ رسيو ناهي.
†سڪڻين سڏن يا خالي نيائن موڪاڻ سان پرين نہ ملندا آهن.
×محبت جي ميدان (ٻڙ) ۾ اُهي ئي سر ڏيئي سگهندا، جن لاءِ پنهنجي موُنڻ مِٺو يا عيب آهي.

## سر کنڀات - داستان ٻئي جو سار

شاهه صاحب هتي انسان جي من کي اُٺ سان مشابهت ڏني آهي. انسان جو من برين خصلتن سان ڀريل آهي. اُن جو لاڙو بديءَ ڏانهن آهي، جيئن اُٺ جو لاڙو ڏانهن. اُٺ جي اڳيان اگر، چندن، ڪٿڙهار ۽ ايلاچين جا انبار ڪڍي رک ته به وڃي اَڪ ئي اُڪيندو. سون جي مهار ۽ جوهر جڙيا ڳانا پائينس ته به بريون عادتون ڪين ڇڏيندو. ساڳيءَ طرح انسان جو من به سولو ٻاجهه ڏي تو آچي. سوين ڳرنت پڙهائينس ته به دنيوي لغار نه ڇڏيندو. پر هڪواريءَ جي قبضي ۾ آچي ويو ته پوءِ روحاني منزلون طيءِ ڪرڻ ۾ ويرم نه ٿو وجهي ۽ وڃي هڪ اهڙي ولايت جي بستانن جا سير ٿو ڪري، جتي "پنجين لکين پن" آهي. اهو ساڳيو نفس، جو اڳ، نڪار ۽ ندورو هو، سو هاڻ هڪ املهه ماڻڪ ٿيو پوي.

•

"سر کنڀات"- "سر کنڀات" کي "سر ڪماچ" به ڪري چوندا آهن. هن سر جي ڳانڍ جي مهل رات جو ڏهه ٻجا آهي. اُن جي ڳانڍ سان من کي وسرام ۽ ڌيرج پراپت ٿو ٿئي. کنڀات شهر، کنڀات نار تي (گجرات جي اولهه طرف) هڪ شهر آهي، جو ڪنهن زماني ۾ هڪ ڀاڪارو بندر هوندو هو. چون ٿا ته هي سُر اصل ۾ اُتي جي ڪنهن نامڪنبي ڳوڻيي جو رچيل آهي. عالمن جو رايو آهي ته "کنڀات"، سڪمپ ليرت" جي بگڙيل صورت آهي. اهو نالو مهاديو جي چشمي جو هو، جو انهيءَ شهر ۾ هوندو هو.

# سُر سريراڳ

## داستان پهريون

١

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇِپنان[1] لاهه مَ ڇَڙُ[2]،
اُنين جا اُمرَ، ڪُنَ ته خالي نه ٿئين.

٢

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇِپنان ڇَڙُ مَ لاهه،
پرين اڳيان پاءِ، پلؤ مَڱڻهارَ جئن.

٣

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇِتَ مِ رکِج ڇيتُ،
سِڙهه ڏُٺاري صافُ ڪر، صابُڻَ ساڻ سُپيتُ[3]،
سامونڊي! سُڇيتُ[4]، اِئي نه پهچين پارَ کي.

٤

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇِتَ مِ ڇيناريج[5]،
ڪيج ڪاٺي ڪَچَ[6] ڪي، ڪُوڙُ مَ ڪمائيج،
وَکرُ وِهائيج، سَڀُ سوداگَر! سَچَ جو.

٥

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇِپنان لاهه مَ ڇوڙُ[7]،
ڪيڏي ڇڏ قابَ مان، ماري ڪُوڙو ڪوڙُ[8]،
هُنَ پِرِ[9] سندو هورُ[10]، مٿان تو معافُ ٿئي.

٦

مانَ ڀُڃنئي سُپرين، ڇيناريج ڇِتُ،
دائما دُوربيءَ[11] مِ، ٻِسين ولاتن[12] وِتُ،
نيهَ نيڪاري[13] نِتُ[14]، ملاحَ[15]! گڏ مُعَلِمَ[16] سين.*

---

١- ڇت مان ٢- يادگيري ٣- سفيد ٤- سڄاڳ، ٥- ڏيان ڌر ٦- شيشا، ستيٺڙا ۽ سپيون (ڪوڙو جنسار) ٧- ڀچار ٨- خريب ٩- هُن پار، آخرت ١٠- خوف ١١- دوربيني (هتي ٻولڙ ۽ اوجل دل يا هردي ڏانهن اشارو) ١٢- ولايتن جا ڌن دولتون (افضل ولايت يا نؤکنڊ جون دولتون) ١٣- ٻيڙي (مانک ديهيءَ ڏانهن اشارو) ١٤- اوجل ڪري ١٥- ناکئا ١٦- رهبر، جنهن کي سامونڊي خطرن جي ڄاڻ آهي (ڪامل مرشد يا پورن گروءَ ڏانهن اشارو).
*اي ناکئا! (انسان!) تون ٻيڙيءَ (قلب) کي اوجل ڪر ۽ معلم (ڪامل مرشد) کي سپرد ڪريس.

٧

ڪاڻيو[1] ڪمايوم، مولي مون نه وڻجيا[2]!
سيهي[3] جو سيڌ[4] ڇني، وکر وهايوم!
ههڙو حال سندوم[5]، توه تنهنجي اُٻهان[6]!

٨

ڪچُ ڪمايوم ڪوڙ، پڄم عهد[7] الله جا!
پڇڙو[8] جو پاڻ جو، سو چوڻيءَ تائين چور!
معلوم آئيئي مور، ڳوڙها[9]! اِنهيءَ ڳالهه[10] جو.

٩

ڪوڙ ڪمائيءَ ڪچُ، آئي اور[11] الله سين،
ڪڍ تون دغا دل مان، صاحب وڻي سچ،
محبت سندو مَن مِ[12]، ماڻڪ! بارج مچ،
لن[14] پر آئي اڄ، نه سودو ٿيئي سفرو[13].

١٠

سودو اهوئي سفرو، سو مون پلئه پاءِ،
وس[15] ويچاري ناهِ ڪو، تون آڳا! عرض اوناءِ،
ري همراهيءَ[16] هاديءَ جي، مور[17] نه مڙي[18] ماءِ،*
لطف ساڻ لنگهاءِ، لهرو لهرن[19] وچ مان.

١١

لڙ، لهريون، لس[20]، ليٽ، جتي انت نه آب جو،
الله! اُت م اولئين[21]، ٻيڙا مٿي ٻيٽ،
جوکو ٿئي م جهاز[22] کي، قرهي اچي م قيت[23]!
لڳي ڪا[24] م لپيٽ[25]، هن غاريبي[26] غُراب[27] کي!

١٢

سڙه سنوان، لاڄو[28] نوان، اولا[29] سندن عاج،
ساٿي سفر هليا، پري[30] جنگ جهاج[31]،
حاصل ڪرئين حاج[32]، واحد[33]! وڻجارن جي.

١٣

سڙه سنوان، لاڄو نوان، مهاڻا سندن مير[34]،
ساٿي سفر هليا، ٿيا سٺاوا سير[35]،
جي اچن ساڻ اُڪير، سي ٻيڙا رکين ٻاجهه سين!

١٤

منجهان پيئي مڪڙيءَ[36]، ڪا جا پاڻيءَ پڪ،
وکر هٽي ونڪ[37]، ڪنهجي ڪارو ٿيو.

---

١- شيشو يعني ڪچ ڪوڙ ٢- واپار ڪيو ٣- شيهي يعني ڪچ وستو ۴- وڻج ڪيم ٥- ٻاجهه ٦- تڳان ٧- انجام ٨- ڏيهي ٩- سار ١٠- اي بي اَنت ايشور ١١- پنهنجو اَندر سل، حال وند ١٢- اِنسان جو روحاني لحاظ کان هڪ اَملهه مولي آهي ١٣- اَهڙي ريت ١۴- لايدائڪ ١٥- اي ايشور، اي مالڪ ١٦- مرشد ڪامل (هاديءَ) جي واهر کان سواءِ ١٧- پٽيءَ نه ١٨- ماڳ تي ١٩- لهرن ۾ لڙهندڙ ٢٠- پاڻيءَ جي اَچ ۽ اَتل ٢١- اُڇلائين ٢٢- ٻيڙيءَ جو تختو (يعني خود ٻيڙي) ٢٣- ضرب ٢۴- ڪا به نه ٢٥- چپيٽ ٢٦- غريباڻي ٢٧- جهاز ٢٨- رسا ٢٩- ٻيڙين جا ڳن ٣٠- ٣١- زبردست ٣٢- جهاز ٣٣- مراد ٣٣- اي ايشور! (واحد=هڪ) (ايشور هڪ آهي) ٣۴- ملوڪ ٣٥- وچ سير ۾ سٺاڻي واءَ سان اُسهيا ٣٦- ٻيڙيءَ ۾ ٣٧- رنگ.
*ايشور جي سهائتا بنا، ويچارو اِنسان، پنهنجي منزل مقصود تي پٽيءَ پهچي نه سگهندو.

### ١٥

منجهان پيئي مَڪُڙيءَ، ڪا جا پاڻيءَ پوُند،
سيئي ڏنم روُند[1]، وکر جن وڃائيو.

### وائي ١

سَهسين شُڪرانا، ڪوڙين پالَ[2] ڪريمَ[3] جا.
حَمد[4] چئج حڪيمَ[5] کي، جورِ[6] هٽي جانا،
تو ڏيکاري تو ڏٺي، باطِنَ[7] جا بانا[8]،
مٺان، مردا! وسارئين، صاحبَ جو ڳنا[9]،
دوستُ رکي دل ۾، پَڙهُ[10] لالَنُ[11] لِسانا،
جڦا ڏيئي جي کي، تِنُ فِڪرَ[12] منجهہ فنا[13]،
تُسي[14] توسين توهُ[15] ڪري، مَنَ[16] آگو اَحسانا،
ڪِئَ تون دغا دل مان، ٻانهپَ[17] سين، ٻانا!
صاحبَ وٽي سچَ سين، تِنُ دانهُ[18] ديوانا!
جي تسليمَ[19] سين تحقيقُ[20] هئا، سي ڪئن اَمانا[21]؟

جاڳيا جي جبارَ[22] لءِ، سيئي سَمانا[23]،
فَاذْكُرُونِي اَذْكُرْكُمْ[24]، ڪهيو قُرآنا،
وَاشْكُرُوالِي[25] وَلَا تَكْفُرُونِ[26]، ڪيُ تون ڪُفرانا،
سَپ[27] سَنوريا سُهرينءَ[28]، ڪُولَ تو ڪَنا[29]،
چڱي چئج چاهَ سين، مَدحَ[30] ايَ مَنا[31]،
لائبَ[32] ٿيو تڪڙا[33]، جوشا، جُوانا!
تہ لهين توُن لطيفَ ڪان، اَمنَ[34] ايمانا[35].

### وائي ٢

مون ۾ تون موجوُد! آئوُن اَڳاهين[36] آهيان!*
آئوُن! اَسوُنهين[37] آهيان!
اَکيوُن اَکڙين کي، سِکيو ڪن سُجوُدُ[38]،§
ليلائَہَ[39] رَسيون پوُدَ[40] کي، جيلائہَ[41] ٿيون ناپوُد،
ماڙهن جي موُنڪا جو، صاحبَ هت سُجوُدُ،
اِن دَرِ سيئي اَڳهيا، جن وڃايو وُجوُد[42].

---

١- هنجون هاريندا ٢- مهربانيون ٣- ٻاجهاري ڌڻيءَ ٤- اُستتي ٥- سياڻي ٦- زور سان ٧- قلب جا ٨- رنگ ٩- ساراهه ١٠- ڌڻي ١١- زبان سان ١٢- ڌيان ١٣- محو ١٤- رِيجهي ١٥- لطف ١٦- ڌڻي ١٧- ٻانها ١٨- سياڻو ١٩- توڪل ٢٠- سچ پچ ٢١- ايمانا ٢٢- ڌڻي سگهاري ٢٣- ممتاز ٢٤- ياد ڪريو مونکي تہ ياد ڪريان اوهانکي ٢٥- شڪر ڪريو منهنجو ۽ ڪفر نہ ڪريو ٢٦- احسان فراموشي ٢٧- درست ڪيا ٢٨- پرانءِ ٢٩- طرفان ٣٠- ساراهه ٣١- من مان ٣٢- لوڻہ ڪندڙ ٣٣- شوق مان ٣٤- شانتي ٣٥- ويساهہ مان ٣٦- اڳيرو، پريرو ٣٧- ٻنا رهبر جي ٣٨- سجدو ٣٩- ٺنهن صورت ۾ ٤٠- سچي هستيءَ ٤١- جنهن صورت ۾ ٤٢- خودي.
*اي منهنجا ڌڻي! مون ۾ تون سدائين پيو وسين، ۽ مان توکان پري رهجي ويو آهيان!
§منهنجون اکيون، محبوب جي اکين کي، سک وچان نياز پيئون ڪن.

## سر سريراڳ - داستان پهرئين جو سار

ڌڻيءَ جي مهر هٿ ڪرڻ لاءِ، انسان کي جڳائي ته هردم سندس ياد، من ۾ رکي. انسان هڪ ملاح آهي، جنهنکي پنهنجي ڪايا روپي ٻيڙي بي نقص، صاف ۽ اوجل رکڻي آهي. انسان هڪ جهونو جهاز آهي، جو غفلت سبب، هن سنسار روپي مها ساگر ۾ ڪنهن به وقت فنا ٿي عدم ۾ سمائجي ويندو. ڌڻي پنهنجو لطف ڪري، جو هن "غاريبي غراب" کي جوکو نه رسي: هاديءَ جي همراهيءَ کان سواءِ، انجو سلامتيءَ سان اڪري پار پوڻ محال آهي. هيءَ ڪايا، پاڻ سان پري پيئي آهي. مالڪ کان اسانجو ڪو به عيبُ لڪل ناهي. افسوس جو انسان، موتين جو وڻج ڇڏي، وڃي شيهي ۽ ڪائي جي واپار ۾ پيو آهي. جي پنهنجي قلب مان ڪوڙ ڪڍي ڇڏي ته هوند هن پار سڀ سهنجائي ٿي پويس.

•

### داستان پهو

١

جيڪي منجهه جهانَ، سو تاريءَ[1] تڳي تنهنجيءَ،

لُطفَ[2] جي، لطيفُ چئي، او وت ڪَمي[3] ڪانَ،

عَدُلَ[4] چُٽان آئون نه، ڪو قيرو ڪج فَضُلَ[5] جو!

٢*

ساري رات سُبحانُ[6]، جاڳي جن ياد ڪيو،

اُنِ جيَ، عبداللطيفُ چئي، مٽيءَ[7] لڌو مانُ،

ڪوڙين ڪن سَلامُ، آڳهِ[8] اچيو اُنِ جي.

٣

سيوا[9] ڪر سمنڊ جي، جت جَرُ[10] وهي ٿو جالَ[11]،

سَئين[12] وَهَن سِيرَ ۾، ماڻڪ، موتي، لالَ،

جي ماسو[13] جُڙيئي[14] مالَ، ته پُوڄارا! پُرِ ٿئين.

٤

سي پُوڄارا پُرِ ٿيا، سمنڊُ سيويو جن،

آنداٺون عَميقَ[15] مان، جوُلي[16] جواهرِنِ،

لَڌائون، لطيفُ چئي، لاٺون مان لهرنِ،

ڪانهي قيمتَ تنِ، مُلهه مَهانگو اُنِ جو.

٥

سيويو جن سُبحانُ، ويرِ نه وِڙهي تن سين.§

---

١- آذار ٢- مهر ٣- گهٽتائي ۴- نياءَ سان ٥- ٻاجهه ٦- ايشور ٧- خاڪ، قبر ٨- حضوريءَ ۾
٩- پوڄا 'سمنڊ جي سيوا ڪرڻ' آهي: وڻج واپار ڪرڻ ١٠- جل، پاڻي ١١- اٿاهه، اڪيچار
١٢- سوين ١٣- ذرو، رتي ١۴- اونهي سمنڊ ١٥- مليئي ١٦- انبار.

*جن ساري رات اوجاڳو ڪري، ڌڻيءَ کي ڏيايو، تنجي خاڪ به عزت حاصل ڪئي. انهيءَ حضوريءَ ۾ سهسين اچيو سجدو ۽ سلام ڪن.

§جن صاحب کي پوڄيو، تن کي سنسار روپي ساگر جي وير جوکو نه ٿي رسائي.

ٽوبهَ جي تاثيرَ سين، ٽري ويا طوفانُ،
*ڏيئي تَوَڪَّل[1] تَڪيو، آرُ[2] لنگهيا آسانُ،
ڪامِلُ[3] ڪِشتيبانُ[4]، وچ ۾ گڏين واهُرو[5].

٦

ساري رات سُجانَ، سَودو ڪن صاحبَ سين،
بانهپ پَري بيڙيُون، هليا[6] جوپ جُوانَ،
پاٽي پهلوانَ، لحظي منجهه لنگهي ويا.

٧

بانهپ جو بيڙين ۾، وَکَرُ وڌائون،
موتي مَعرفتَ[7] جا، سَچا سودياڻُون[8]،
اَلتَّائِبُ مِنَ الذَّنْبِ[9]، ايءَ کَتِ کَتياڻُون[10]،
اُنين جِيَ آئُون، بَرڪتَ بارُ لنگهيان!

٨

جنين سودي سَچَ جو، وَکَرُ وِهايو،
بَحِرو[11] لَهُمُ البُشْريٰ[12] جو، اُنين لَءِ آيو،
اُن کي لالَنَ لنگهايو، ساندارو[13] سَمُونڊَ جو.

٩

اِيَ ڪَت[14] غَوّاصَنِ[15]، جِنِ سَمنڊُ سوجهياڻُون[16]،
پيهي منجهه پاتارَ[17] جي، ماڻڪَ ميڙياڻُون،
آڻي ڏناڻُون، هيرو لال هَٿن سين.

١٠

آڇاڙا عَميقَ[18] جا، گڏيا غَوّاصَنِ،
جَهرِيُون جهاڳي[19] آئيا، ڪارُونيارَ[20] ڪُنَنِ،*
سمنڊُ سوجهي جَنِ، آڻي اُمَلَ[21] اوليا[22].

١١

ويا جي عَميِقَ ڏي، مُنهن ڪانُو[23] ڏيئي،
تن سِپُون سوجهي ڪڍيون، پاتاران[24] پيهي،
پَسَندا سيئي، اُمُلَ اَکَڙِيُن سين.

١٢

آڏوچِڪَڪُ[25] چاڙُ[26]، منهنجي موجَ نه سَهي مَڪُڙي[27]،
ميڙي مَنايُن[28] جو، بيحد چاڙهيمُ بارُ،
چوڙ چارو ناهِ ڪو، بَديُون بي شُمارُ،
ڪَپرُ[29] ڪارُونيارُ، اُڪارئين اِحسانَ سين.

١- ٽوڪل جو آڌار ٢- وهڪرو ٣- پورن ٤- بيڙي هلائيندڙ ٥- سهايتا ڪندڙ ٦- بلوان ٧- گيان ٨- ڳڌائون ٩- جيڪو گناه لاءِ پڇتاءُ ٿو ڪري، سو اُنهيءَ سمان آهي، جنهن دوش يا ڏوه نه ڪيو هجي (حديث) ١٠- لاڀ ١١- انعام ١٢- اُنهن لاءِ بشارت يعني خوشخبري آهي (هن دنيا ۽ آخرت ۾ - قرآن شريف) جيڪي سچ جو سؤدو ڪن ٿا، سي ٻنهي جهانن ۾ انعام پائين ٿا ١٣- درياه جو پيٽ ١٤- ريت، ڄاڄ ١٥- ٽوبن ١٦- ڳوليائون ١٧- سمنڊ جي ٽري ١٨- اُچون لهرون ١٩- مهراڻ جون موجون ٢٠- سمنڊ جو اُنڌارو ٢١- ٻي بها مولي ٢٢- جهٽيا ٢٣- شيشي جو ٽوپ ٢٤- پاتال مان ٢٥- چيڪي زمين ٢٦- درياه جو چاڙهه ٢٧- بيڙي ٢٨- ٻيڙاين ٢٩- ڪنارو.
*ڪارونيار ڪنن جون جهريون جهاڳي آيا.

*١٣

ويرم لاهي ويڙ، متي آر اوڙاهَ جي،
پسي پاڙي واريون، ڪج انديشو ايڙ،
ويندو نه پسين ڏيڙ، پترڻ هن پار مٽي؟

١٤

اڱٹي پهر اوڙاهَ لي، منجهه گهرءِ گهاري،
وس نه ويچاري، نه ڪا ماڳ، پڪندي مڪڙي.

١٥

هڪي بانهي چت پر، ٻي صاحب سنواري،
ڏنگي هن درياهَ مان، ڪلائي هاڪاري،
تراڙو تاري، سنڌ سيڻي ڪري.

١٦

هڪي بانهي چت پر، ٻي ستي صاحب،
ڪڍي اونهي ڪن مان، اِي آڳي جو عجب،
لائي سائينءَ جو سبب، جنهن ٻڏا اڪاري پار مان.

١٧

هڪي بانهي چت پر، ٻي جا ڪرتي الله،
پاٽهين وجهي ڪن پر، پاٽهين اُڪاري اوڙاهَ،
تنهن واحد کي واهَ، جو سنڌ سيڻي ڪري

١٨

هڪي بانهي چت پر، ٻي جا الله ڪري،
پاٽهين وجهي ڪن پر، پاٽهين ڪنڌيءَ ني،
سنڌ سي پدوئي، جي تڙ تڙائي مڪڙا.§

١٩

هڪي بانهي چت پر، ٻي ڪري جوڙ جبار،
ڪڍي اونهي ڪن مان، اِي آڳي جو آڌار،
جهاز جوهرن جو، تنهنکي پؤ نه ڏي پتار،
نديا وڏا مڪڙا، سب پسندا پار،
جيڏانهن منهن مديني جو، سچي محمد موچار،
سباجهو ستار، سنڌ سيڻي ڪري.

وائي

ڪندي ساريان ڪان، يا امن! امان!
يا الاهي! باجهه ٻلائي پانئيان.‡

١- غفلت ٢- اونهي يا پيانڪ سمنڊ ٣- اِهو، هيءُ ٤- طرف ٥- ڳڻتيءَ ٦- ويندي ٧- ٻيڙي
٨- نديءَ، هلڪي ۽ لکي ٻيڙي ٩- سڻائي لڙ لي ١٠- اونهي پاٽيءَ ١١- وني هلي ١٢- پهچائي
١٣- ايشور ١٤- موچارو، سهڻو ١٥- پردو رکندڙ ١٦- نه تي سڄهيم ١٧- ٻيناري.

*غفلت کي ترڪ ڪري، هن اونهي پاٽيءَ مٿان سفر ڪر. پاڙي وارين (جيڏين سرتين) کي ويندو ڏسي، هوش رک! هن پار سارو جهان ويندو نه تو ڏسين؟ يعني هن سنسار روپي مها ساگر جو سفر سڀيئت تي ڪر، ڇو نه دنيا جا ماڻهو هتان لڏيندا پيا وڃن. جهان کي هن طرف ويندو پسي به عبرت نه ٿو وٺين؟

§جي ٻيڙيون لڙ کان لڙي ويئون آهن، سي سني لڙ لي رسائي ٿو.

‡اي ڏڻي! تنهنجي باجهه تي مون لاءِ ٻيناري آهي، يعني منهنجو اُجهو آهي.

ڳڙڪڻ ڳاٽيڙو ناهه ڪو، اَپر[1] ٿيا عِصيان[2]،
خبر ناهه قبر جي، نِسورا نِسيان[3]،
والي! وسج وهلو[4]، اَرڪ[5] ٿيا انسان،*
سُڻ سباجها سُپرين، نعرو نِگهبان[6]!
مَديون پسي منهنجون، شرمايا شيطان!
هن منهنجي حال لي، هيءُ هيءُ ڪن حيوان!
سائين! سُڪاٽي[7] آهيئين، ساوڻ ذي، سُبحان!
تُرهو[8] چنم تار ۾، وسج تون رحمان!
ٻيلي جو ٻُڌن جو، مون لي موٽي مان،

ويڙهو ٻني پنٽو[9]، ڪر ٻيرو متي يان[10]،
خالق تان خوب ڪيا، گولن[11] جا گذران،
آئون پڻ آندو اُن ۾، ويڙهو ٻنان پان[12]،
سڀ سُوالي سمگيا[13]، داتا ڏيئي دان،
ولها[14] سڀ وَنهيا ڪيا، لنهنجي جوُد[15]، جوان[16]!
متان موُنکي ڇڏئين[17]، ٻيلي[18] سندا ٻان!
وِيرا[19]! وسيلو آهئين، داڙوُ[20] ۾ ديوان[21]،
لاء ڏهارين[22] ڏينهن ڪي، خيمو[23] اَڏِبو خان[24]،
اَلي عبداللطيف چئي، سڄِج ڪا سُلطان!

## سر سريراڳ - داستان ٻئي جو سار

جيڪي سرشتيءَ ۾ تو پسجي، سو سڀ ڏاڍيءَ جي سهاري ٻيو هلي. انسان، خطائن سان ڀريو پيو آهي. سندس اعمال، انصاف جي تارازيءَ ۾ تورجن ته هوند پيسجي وڃي. ڏاڍيءَ جي فضل سان ئي هو نجات يا مڪتي پائي ٿو سگهي. جي راتيون جاڳي، سبحان کي ياد ٿا ڪن، سي ”بي بها بالم“ ٿيو پون ۽ اُنهن اَڳيان ساري سرشٽي اُچيو نمي. هي سنسار روپي ڪارونيار، لوڀ جي ڪاڻير سان ٿي تري ٿو سگهجي. لوبن کي ٿي سڌ آهي ته ڪيڏن عميق ۾ پيهي، ماڻڪ ميڙجن. رواجي انسان موتين جي ونج کي ڇڏي، وجهو شيهي ۽ شيشي جو وکر وهائي. تري به اُهوئي ٿو، جنهن لي ڏاڍيءَ جو لطف آهي. هو ٻاڻ ئي ڪُن ۾ وجهي ۽ ٻاڻ ئي ڪنڌيءَ لي نئي. لنهن واحد کي واهه، جو سنڙ سيبئي ڪري.

---

١- اَنيڪ ٢- گناه ٣- وِسرون، ڀاون ٤- سگهو ٥- بي وفا، ناپرهيزگار ٦- فرياد ٧- سڪاڻ وارو، هبر ٨- ٻاجهارا ٩- مگڻهار ١٠- پينوءَ ١١- غلامن ١٢- ٻيک ١٣- نوازيا، دان ڏيئي راضي ڪيا ١٤- مسڪين ١٥- شاهوڪار ١٦- سخاوت ١٧- مددگار ١٨- ٻانها ١٩- سوره، جوڏا ٢٠- واهرو ٢١- قيامت جي عدالت گاه ۾ ٢٢- قيامت يا حساب جي ڏينهن ٢٣- لنبو ٢٤- سردار (پيغمبر صاحب ڏانهن اِشارو).

*اي سائين! تون اَچي سگهوئي همراه ٿيءُ انسان بي وفا ٿيا آهن.

## داستان ٻيون

١

کوُها[1] ڪالهہ ڪٽي، اُنِ وِڏا اُتر[2] آسَري،
اَلا! جُهري مَ اُنِ جي، اولي[3] جي آئي[4]،
وَڻجارَنِ وَٽي[5]، وَکَرُ وِڏو ٻيڙِين.

٢

وَکَرُ وِهائين لوڻُ، رنگ ڪٿوريءَ گهُرين!
ٻُنگو تُنهنجو ٻِرَ لي، جَمِ[6] ڳالهائين ڪوُڙ،
جَمِ وڃائين موُرُ، ڪتيو تُنهنجو گهوريو.

٣

وَکَرُ ٻيرو ٻيرَ، ٻَرَ وِهائُوُ[7] ويسرا،
ڪِنئِين وِهائي وَسُ ڪيو، وَکَرُ وڏيءَ ويرَ،
ڪِنئِين گهُمندي سيرَ، وَکَرُ وڪامي ويو.

٤

وَکَرُ سو وِهاءِ[8]، جو ٻَئي ٻُراٽو نہ ٿئي،
ويچيندي[9] وِلاتَ[10] ۾، ذرو ٿئي نہ ضاءِ[11]،
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳهِ[12] جنهنجي اُهين[13].*

٥

اورِ ڀائين آٽِين، ميڙيو مُعلِمَ خبرون،
سا تان سُڌِ نہ ڏينِ، جتي وَهُ[14] ويڌَ[15] ڪري.

٦

ٻيڙي تنهنجي ٻاجهہ، وَکَرُ تنهن وِصالَ جو،
کوُها، اولا، تو ڪيا، سڀ سوُنهارا ساجَ[16]،
اُتِ ڪا مُعلِمَنِ حاجَ، جتِ پُوڙڻَ[17] وارو پاڻهين.

٧

ٻيڙي ٻراڻي، وَکَرُ ٻاءِ مَ وِتَرو[18]،
تَري ۾ تُنَ[19] پيا، پاسَنئُون[20] پاڻي،
هيءَ هَڏِ وِهاڻي، ڪَڙهُ[21] ڪالهوڻي ڏينهن[22] ڪي.

٨

تَري تُنَ پياس، پاسَنئُون پاڻي وهي،
ڪوُهو جُهرُ جُهنو[23] تيو، لاجُوُ سب[24] لڙياس[25]،
جيلان[26] سَدَرُ[27] سُڪاٽياس[28]، وَهي ٿي[29] وَهُ[30] سامهون.§

٩

وينو تُنَ ٺُنينسِ[31]، مَکِ[32] ڏيهاڻي مَڪُڙي،

---

١- سڙه ٺنگڻ جون ڪانيون ٢- اُتر جي هوا ٣- ٻيڙي هلائڻ جو ڳُڻ ٤- ٺؤڪ ٥- سودو ڪري ٦- متان ٧- وڻجارا ٨- خريد ڪري ٩- وڪڻندي ١٠- ولايت ١١- ضايع، نقصان ١٢- آسري ١٣- مڪتي يا نجات پائين ١٤- پاڻيءَ جي لڪ ١٥- ويڌن، ڦهر ١٦- ٻيڙيءَ جا ساز ۽ سامان ١٧- اُڪارڻ وارو ١٨- جام ١٩- سوراخ ٢٠- پاسن کان ٢١- اونو رک ٢٢- سيان ڪي ڏينهن يعني قيامت جي ڏينهن ٢٣- جهوُر ۽ جهونو ٢٤- نوڙيون ٢٥- ڍلا ٿي پيس ٢٦- جنهن صورت ۾ ٢٧- پختو ٢٨- اُنجو سڪاڻي ٢٩- ٺنهنڪري ٣٠- پاڻيءَ جي لڪ ٣١- بند ڪرينس ٣٢- تيل جو مک ڏينس.

*هن سنسار ۾ اُهڙو ڪو سچ جو وکر وهاءِ، جنهنجي وسيلي هن سنسار ۾ مڪتي پراپت ڪرين.

§جنهن صورت ۾ اُنجو سڪاڻي پختو آهي، تنهن صورت ۾ اُها وهُ جي سامهون پيئي هلي.

سَنباهي، سَيّدَ چئي، متي نيڊوءَ[1] نينس[2]،
وَٽائي وَڌاندَرا[3]، لاڄوُ لڳائينس،
آخرِ اِهرائينس[4]، ته جوکو ٿئي نه جهازَ کي.

١٠

ٽَنَ ٽُنيندو آءٌ، مَکِ ڏيهاڙي مَڪَڙي،
سانباهي[5] سمنڊَ جي، مَنان[6] مُورِ[7] مَ لاهِ،
اَڄُ کِ سَنجهه صُباحِ، اِهرَندي اٽانگ[8] تڙين.

١١

اَچي سو ڏنوءِ، جو ڪَپرُ[9] سوءِ[10] ڪَنَن سين،
سُتي لوڪ، لَطيفُ چئي، يادِ نه ڌرو ڪيوءِ،
غافِلُ تي غُراب ڪي، اوڙاهَ لي آندوءِ،
سو چِترُ[11] چوُهي[12] ڪان رَکِين! جو پيو پُراٽو ٻوءِ[13]،
جهازُ ضَعيفَن جو، پاڻيءَ ۾ پرٽوءِ[14]!
سَيّدَ[15]! ساٿُ سندوءِ، پُرِبَندَرِ[16] پهچائيين!

١٢

جُتو[17] وانءِ[18]، جَهازَ! گڏيو غُرابَن سين،
پُورِ ٻندي[19] هُنَ پارَ ڏي، سَڌَرَ[20] ڪَڇِ ساڙَ،
اَچِنِ نا آوازَ، سَناڻي[21] سَمُنڊَ جا.

١٣

ڏَنگي[22] وِچِ دِرياهَ، ڪي ٻُڏي ڪي اُڀڙي[23]،
هوُ جي وايي واٽيا[24]، سي سوُنهان[25] سب سَڙيا،
مُعَلِمَ[26] ماڳ نه اَگهين، فِرنگي[27] منجهه ڦريا،*
ملاحَ! لهنجي مَڪُڙيءَ، اَچي چورَ چڙهيا،
جتي ٻِيڙِنگ[28] ٻَرِيا، لِتي[29] ٽارِي لهنجي!

١٤

ڏَنگيءَ ۾ داڻا، وني وِجهُ وَکَرَ جا،
ويرِ[30] وڙهنديءَ ويسرا! ويهُ مَ، ويڳاڻا!
هِيَ نِندَ، نه جاڳان، ڪڏهن هٽنديءَ ڪُنَ ۾!

١٥

وَکُرُ، وَڻجارا! پاڻَ پُرائو چاڙهيو،
اَچي لَهريوُن لڳيون، ٻيڙيءَ[31] ٻِپارا،
جاڳو جي، يارا! ته تڙ توائي نه ٿئي.

---

١- اُونهي سمنڊ ٢- ڪاهي وڃينس ٣- پختا ٤- ٽيلهينس ٥- سانباهو ٦- من تان ٧- هرگز ٨- اَڻ ٿانگهو (اُونهو) ٩- اَڻاهون ڪپ ١٠- ٻڌو هوءِ ١١- چيٽيون چيٽيون ٽيل جهاز ١٢- پاڻيءَ جي چوه رفتار ١٣- ٻوي، ٿئي ١٤- پرلو اُٿيئي ١٥- اي سردار (پيغمبر صاحب) ١٦- پور بندر (ڪاٺياواڙ جو بندر) يعني منزل مقصود ١٧- همراه ٿيو ١٨- وڃ ١٩- هاڪاريندي ٢٠- پختا ٢١- پيانڪ ٢٢- ٻيڙي ٢٣- منهن ٻاهر ڪڍي ٢٤- جوڙيا، گنڍيا ٢٥- ڪاٺ جا ڪيل، چهڙيون ٢٦- جهاز جا رهبر ٢٧- درياهي چور (يورپي قومون) يعني نفساني خواهشون ٢٨- ٻاري جهاز ٢٩- ڀروسو ٣٠- موڙهل، موڳا ٣١- ٻنهي پاسن کان.

*ملاح پنهنجي جاءِ تي ناهن، چو ته ٻيڙين منجهه درياهي چور ڪاهي پيا آهن. (حرص ۽ ترشنائن جي حملي اڳيان ويچاري اِنسان جو من بيحال ٿيو پوي.)

۱۶

ٻيڙيائا![1] ٻيٺي[2]، لو نه ڦٻنديون ڳالهڙيون،
سڄيون راتيون سمهين، پر[3] سڪاڻ ڏيئي،
صباح سيٺي، پارِ پڇندءِ خبرون.

۱۷

وَهَ لڪ وَهَڪُرا، جت لنگر نه نهرن،
وڏاندريون[4] وَهَ ساڻيهون، جهجهي زورِ[5] جنبن[6]،
نيڻوءَ ۾ ناتاريون[7]، وڻجارا وجهن،
مُلان[8] مُعلمن، مؤن گري[9] سٽي[10] ڳالهڙي.

۱۸

وڻجارا! ويٺي، تو نه سرندي شاهَ[11] ري،
مڪ پنهنجي مڪڙي، چڱي ڪر چيني[12]،
پاسا پاڪڙين[13] جا، سمنڊ تو سيڪي،
جي ٿنبا[14] م لکي[15]، ويڙ وڙهندي تن سين.*

۱۹

ناکئو[16] نگهبان، مُعلم مُنجي خبرون،
جن ساري ڪنيو سمنڊ لي، سفر جو سامان،
لُطف ساڻ لطيف چئي، تن لنگهيو طوفان،
سنياري[17] سبحان، وڃي عادنئون[18] اکنا[19].

۲۰

بندرِ جان[20] ٿي[21]، ته سڪاڻيا! م سُمهو،
ڪپر تو ڪن ڪري، جئن ماٺي منجهه مهي[22]،
ايڏو سوُر سهي، ننڊ نه ڪجي، ناکئا!

۲۱

سُتا سَبِ پئي، سندي مُعلمَ آسري،
آئين ٻڌ سُمهو، ناکئا! بندرِ ناه پئي،
جن جي سبدلج[23] ڪنئي، سي سپ لنگهيندا لڪيون.

وائي

ساٿين نندا[24] بارَ، وو! تن پانڌين[25] نندا بارَ،
توکي آرسُ[26] اڪڙين ۾!
پاڻا پاڙيوارين، ڀڳه[27] منجهه پاڻارَ،
پنڌُ[28] تو پورَ[29] ڪري، آئي لنهنجڙي وارَ[30]،

۱- اي ٻيڙيءَ وارا ۲- ٻٺي (ٻٺي ڳالهيون يعني سمهڻ ۽ پار پهچڻ) ۳- پر ۾ ۴- وڏيون ٻيڙيون ۵- گهڻي ڪوشش سان ۶- اڳتي هلن ۷- ست يا اُٺ مٿا لوهه جا ٽڪر، جي ٻيڙيءَ جي لوائي تيڻ وقت پاڻيءَ ۾ اُڇلائيندا آهن ۸- وڻان ۹- پيانڪ ۱۰- ٻڏي ۱۱- سمنڊ سلطان ۱۲- سنواري ۱۳- ٻيڙين ۱۴- عيبدار ۱۵- حساب ڪتاب (اعمالن يا ڪرتوتن جو) ۱۶- خلاصي، جو آسپاس وارن ٽڪرن جو چڪاسيندڙ هوندو آهي ۽ معلم (ڪپتان) کي آگاهه ڪندو ايندو آهي ۱۷- سنيالي ۱۸- عدن بندر ڪان ۱۹- نڪتا ۲۰- جيسين ۲۱- خوف ۲۲- ولوڙيل ڏڌ يا کير ۲۳- سردار (پيغمبر صاحب) ۲۴- ٻڏا (بار نندا=سفر لاءِ تيار ٿيا) ۲۵- سير ڪندڙن ۲۶- سستي ۲۷- لنگر ٻڌڻ جون نوڙيون ۲۸- هتي پنڌ مان مراد آهي موت ۲۹- قيرا ۳۰- مهل.
*جنجي اعمالن ۾ ڪا ڪاڻ آهي، تن سان ئي ويڙ وڙهندي.

سَڄيئون راتيون سُمهين، ڪيو منجهه خُمارَ[1]،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُڻي، هَلڻَ[2] جي هاڪارَ؟
تائِبَ ٿيو تَڪِڙا، سَچي اِيَ سَنيارَ،
ننڊَ نہ ڪجي ايتري، سُتڄِ اَدا يارَ!
سائينءَ مُڪين سَچَ کي، تون ڪُوڙو منجهه قطارَ،
ڪِ تو ڪَنين نہ سُڻي، ڪَهَرَ جي ڪُوڪارَ؟
گهِڙان ٿي رِءُ گهَڙي، اِلاهي ٿَهارَ!
هو جو شَڪُ[3] شارِڪَ جو، تِنان رَکُ سَتارَ!
ڪُلَّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ[4] الْمَوْتِ، پَڙهو اِيَ پُڪارَ،
شِڪارُ[5] تون شَهبازَ جو، تون تان مَنجهِه شِڪارَ!

يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ[6]، جت پَڇندا پارَ[7]،
ٿُرهو چئو ٿارِ ۾، اَچِج تُون اوسارَ[8]!
لَکَ مِڙيئي لَٿيا[9]، هُنئهين ويا هزارَ،
ڏنهٖ جي اَللّٰهَ کي، هوندَ ٿئين پَرِيين پارَ،
جوئِن[10] مَتان[11] جُٽڪي[12]، دُني[13] لُڏهنجي دارَ،
جيفو[14] آهِ[15] حَديثَ[16] ۾، اَنڌيءَ[17] اِي آچارَ،
وَنيءَ[18] ڪين وِلَهن[19] سين، ڪَنجي پِرَ قَهارَ،
سا ڪئن هلي تو سين، جا پِڳي ڪان پِتارَ؟*
جيرڻ، جالَ نہ نِبَهي، سُتڄِ اِيَ سَنيارَ[20]،
جِمَ وِسارئين وِسرا! پِٽين[21] جي پُڪارَ[22]۔

## سر سريراڳ - داستان ٻئين جو سار

اِنسان کي جڳائي تہ هن سنسار روپي ساگر ۾ سچ جو واپار ڪري. سندس ڪايا روپي ٻيڙي هڪ ٻي جتا ۽ کهڻي وسنو آهي، جا هنئي جي لهرن ۽ ويرن جي سٽ سهي نہ سگهندي. باقي ٻہ جي ترشنائن ۽ عيشن جي ور چڙهيس تہ وچي ڪنهن اوڙاه ۾ پوندي. اِنسان جو ضمير يا وويڪ ئي سچاڻ معلم ۽ ملاح آهي، جنهن جي رهبريءَ هيٺ، (ڏاٽيءَ جي ٽوه سان ئي) هو هي مها ساگر سلامتيءَ سان ٽري ٽو سگهي. سچاڻ ٻيڙياتي جو ڪم آهي تہ پنهنجي ٻيڙيءَ کي ڏهاٽي مڪي ۽ اُتان ٽن لنگهندو اَچي. هنڪي رات ڏينهن بيدار رهڻ گهرجي. ملاحن کي ننڊ هرگز ڦٻڻي ناهي. سناٽي سمنڊ ۾ "سڌر ساز" هڻڻ گهرجن ۽ "فرنگين" کان بہ خبردار رهڻ گهرجي، نہ تہ ٻيڙيءَ جو وکر سلامت نہ رهندو.

١- ڪايو ٢- هڪل ٣- شرڪ ڪندڙ، ڪافر ٤- هرهڪ جيو، موت جو ذائقو چکندو ٥- شڪري، وڏي باز ٦- قيامت يا حساب جي ڏينهن، اِنسان پنهنجي ڀاءُ کان ڀيو پڇندو (قرآن شريف) ٧- پاڻر ٨- پناه ٩- بيسود ١٠- گوڏن ١١- ڪڙڪي ١٢- دولت ١٣- گهر ١٤- ٻوڙيو ١٥- پيغمبر صاحب جو قول ١٦- اَنڌي دنيا ١٧- مثال (حديث ۾ دنيا کي مردار سڏيو ويو آهي.) ١٨- ونڊيءَ، ورهايءَ ١٩- ڪنگالن ٢٠- گهڻو ٢١- قبر جي پٽين ڏانهن اِشارو ٢٢- ڏهڪار.
*هيءَ دنيا، جا پنهنجي پِتار (دولت جي خاوند) سان بي وفا ٿي آهي، سا تو سان ڪئن نباهيندي؟

## داستان چوٿون

١

سيئي سنئين[1]‡ ڪرين، ڪوم منجهائين واٽ!*
سهيريان جي ساٿ، لاٺو[2] لڳو[3] ميڙئين[4]!

٢

سيئي سبحان جي، ڪر حوالي ڪم،§
تئي تحقيق تسليم[5] ۾، لاهي غم وهم،
قادر ساڻ ڪرم[6]، حاصل ڪري حاج[7] تو.

٣

چڱن ساڻ چڱايون، ان سيڪو هوء،
تو جئن ڪري نه ڪوء، بڇن ساڻ ڀلايون.

٤

چڱا ڪن چڱايون[8]، مٺايون[9] مٺن،
جو وڙ[10] جڙي[11] جن سين، سو وڙ سيئي ڪن.

‡٥

ميين[12] مٿي سمرا[13]، کهين سڏ[14] ڪرين،
ساٿ نباهيو نين، اي پر سندي سڄڻين.

٦

وٽ[15] ويهي جوجي[16] لهين، ڏبي ڪار نه ڪرئين ڪا،
سا پروڙج ڳالهڙي، وڻجارن وٽان،
مولي جن هٿان، آندء گهڻي ادب سين.

٧

امل[17] آڇ م ان ڪي، جي نه پروڙين مت[18]،
جت گڏ جيئي جوهري[19]، ماڻڪ لنهين مت[20]،
جنين سون سين ست، تن هٽي[21] ري رد[22] ڪيو.

٨

سونا! وان‌ء صراف سيئن[23]، لڏو لاه[24] م لڏ،†
سودو سوئي چڏ، جنهن ۾ جواهر ناه ڪي.

٩

سونا! وان‌ء صراف سيئن، لڏو هڏ م لاه،

١- سنئين راه تي ٢- ٺوليء سان ٣- جڏو سڏو ٤- ملائين ٥- توڪل ٦- ڏاڍي سگهارو ٧- باجهه ٨- ڀلايون ٩- بدڪارن ١٠- ساوڪ ١١- سؤنهي ١٢- اُٺن ١٣- سمر ١٤- تڪلن ١٥- قدر ١٦- سوداگري ١٧- اَملهه ماڻڪ ١٨- سؤدو ١٩- لتان ٿي ٢٠- سؤدو ڪر ٢١- وهنوار ٢٢- ڪچ ٢٣- وٽ ٢٤- سامان نه لاه يعني سفر ڪرڻ نه ڇڏ.
*شل تون سيني کي سنئين راه تي آڻين ۽ ڪنهن جي واٽ نه منجهائين.
§پنهنجا سڀ ڪم ڪاريون ايشور کي سپرد ڪري ڇڏ.
‡پنتي پيلن ۽ تڪلن کي سڏ ڪري ۽ سندن سامان سڙو اُٺن تي رکي، ساري ساٿ کي منزل مقصود تي پهچائڻ، سڄڻن جي ٿي ريت آهي.
†اي سون! (سچا انسان) تون کهي صراف (پارکوء) وٽ وڃ ۽ ويهي نه رهه، سفر (ڳولا) ڪر.

آهي تن اُونداهِ، جن جَواهرَ ضايع ڪيا.

١٠

جُهِ صَرافَنِ لَڌيو، تہ توُن پڻ لَڌِجِ سونَ!
قَدُرُ لَهَندءِ ڪونَ، نيٺي گَڏيندءِ گَڏوُنءِ[1] سين.

١١

اَگهيو ڪاٿو ڪَچُ، ماڻڪَنِ موتَ ٿي!
پَلَيءِ پايو سَچُ، آڇِيندي لَڄَ مَران!

١٢

ويا سي وِڻجهارَ! هيرو[2] لالُ[3] وِندِڻِ جي،
تنين سَندا پويان، سيهي[4] لَهَنِ نہ سارَ،
ڪُنين[5] ڪُتَ لُهارَ، هاٿي[6] اُنِين پيٺيين.

١٣

وَڃَن مَ وِڻجهارَ! پاٽيَنَ[7] جي پَرَکَڻا[8]،
ڪَنيرُ[9] پايو اَکنين[10]، لَهَن سيڪهن سارَ،
موليءِ[11] جي مِزاجَ جو، قَدرُ[12] مَنجهہ ڪِنارَ،
صَرافنئوُن[13] ڏارَ، ماڻڪَ مُلاحِظو[14] ٿئي!

١٤

تا صَرافَ سُڃَنِ[15]، پاڻُ ڪونائين جوهَري،
ماڻڪُ ڪري مُٺ ۾، وانءِ وَٺي وَتِ ٿَنِ.
سندس ٿي سَيّدُ چئي، کهڙو قَدُرُ ڪَنِ؟
پاٽيَتُ ٿي پرکَنِ، ڪِ ڪَنڇَلُ[16] گَڏين ڪَچ[17] سين؟

*١٥

اَمُلُ اَساري پَئي، پوري[18]! پِکَّـءِ[19] جِتِ،
ڪُهُ نہ رُنءُ لِتِ، ٻئي اَڏَ هَٽِ ڪري؟

*١٦

اَمُلُ، اَساري پَئي، پوري! پِکَّـءِ جيئن،
وانءِ صَرافَنِ سيئن، ٻئي اَڏَ هَٽِ ڪري.

*١٧

ماڻڪُ، مُنڊَ[20] هتان، پيتيءَ[21] ۾ پُرزا ٿيو!
سَچو تان، سَيّدُ چئي، لَهي لَکُ سَوا،
پَڳي پُڄاڻا، پَدَ[22] مان پَري ٿيو.

١- پنل جو لوڙو، مٽ، کهڙو ٢- هيرن ۽ لالن کي سوراخ ڪيندڙ ٣- سوراخ ڪن (نهايت نفيس ڪم آهي) ۴- شيهي (ڪچ ڪوڙ) ٥- خسيس ڏاڍو ٦- ماڳن تي ٧- آبدار موتي ٨- پارکو ٩- نعيڙو و شيشو، خوردبيني ١٠- پرک، شناس ١١- گڻ ١٢- باهريون پاسو ١٣- صرافن کان ١۴- جوکو ١٥- سڃهن ١٦- ڪنچن، سون ١٧- ڪچ، مٽ ١٨- ويسرو ٿي ١٩- پورڙي ٢٠- وسوڙل ٢١- صندوق (هتي انساني ديهيءَ ڏانهن اشارو) ٢٢- ملهہ، مرتبي.

* انسان پاڻ سان روحاني جوهر (ماڻڪ) کڻي آيو هو، جو هتي اچي ضايع ڪيو اٿس. هن ڪايا روپي پيتيءَ ۾ انسان اصلوڪو آتمڪ ماڻڪ پرزا ڪري ويٺو آهي. انجو اصلوڪو ملهہ اڪت آهي، پر پڳي ڪان پوءِ اهو پنهنجي پد (مرتبي يا ملهہ) ڪان ڪريو پوي. روحاني صراف ئي انکي درست ڪري، اصلوڪي روپ ۽ پدويءَ تي رسائي سگهن ٿا.

١٨

جِني ماڻڪَ ماڳُ[1]، لِتي چوران لکيو[2]،
سَنڌُون[3] تن سَياڳَ، اَمُلَ[4] جن اوباهيو.*

١٩

چورُ[5] اَيو اِنَ چوءِ، ته آئُون اُهوئي آهيان،
جي اَسي اَکِيُن[6] هوءِ، ته لِکي کي ڪونه لَهي.

وائي

جاڳو، يارا[7]! جيڏيُون! پاڻُ پَرَنجي،
جاڳو جوشان[8]، جيڏيُون! پاڻُ پَرَنجي.
هلندي حَبيبَن[9] ڏي، ويلو[10] وِچِ نه ڪجي،
مَتان اِهسَ[11] اسري، پَتنگ جئن پڄجي،
عَرضُ اَحوالُ اُنِ کي، ڇَگيءَ[12] پَت ڇڄجي،
ڪري نيازُ نِڪَتُو[13]، واحِدَ[14] ڏي وَرجي[15]،
آهي موتُ مِڙن تي، گوڙيُون[16] ڪيو گَجي،
اَجَلُ[17] ايندءِ اوچتو، جو سدا تو سُجي[18]،
اَڳيان اونداهيءَ جو، سَمَرُ ساڻُ ڪجي،
ڪَرُ تون قُوتُ قَبرَ جو، گهڻو تو گهرجي،
آڳو عيبَ اوهانجا، ڍَڪيا[19] ڳُجهه ڳجهي[20]،
جيڪي وَهي وُجوُدَ[21] ۾، صاحبُ سو سَمجهي،
ٻِجي ٻاءِ[22] ڏَٺيءَ جي، جيڪو ٻَيءِ ٻَڄي[23]،
اَمَنُ[24] آهي اُنَ کي، جو مَنجهه اَلله اَجهي[25].§

## سر سريراڳ - داستان چوٿين جو سار

توڪل ۾ وڏي برڪت آهي. جو انسان پنهنجا ڪارج، ايشور يا رب کي ٿو سونپي، تنهنجي هو ترت اَڇيو سار لهي. ڏٺي، ٻن سان ٻه چڱو آهي. افسوس جو هن زماني ۾ سون (سچ) جو قدر نه رهيو آهي. سچا صراف ۽ ويچارا لڏي ويا آهن. وڻجهارن جي جاءِ تي هيٺئر لهارن اَچي ديرو ڪيو آهي. اِنسان، هن دنيا ۾ اَچي، پنهنجو روحاني جوهر کوهي وڃنو آهي. پاڻ سان هو اَملهه ماڻڪ کڻي آيو آهي، پر شيطان روپي چور کان اُنکي بچائي نه ٿو سگهي. هن دنيا ۾ ڪائو اَگهي ٿو ۽ ماڻڪن جو مان ڪونهي. ٿل سچا وڻجهار نه وڃن. سياڳا اُهي آهن، جي پاڻسان کڻي آندل موتي، هتان سلامتيءَ سان بچائي ٿا وڃن. سڄي سوڀ اُنهنجي آهي.

"سنڌون تن سياڳ، اَمل جن اوباهيو."

---

١- آستان ٢- ماڳ ٣- سنئو ٤- سلامتيءَ سان پار ڪيو ٥- شيطان، جو اِنسان جي ساڃهه چورائي وٺي ٦- شيطان، جو لڪيو اَچيو حملو ڪري ٧- اَرپڻ ڪجي ٨- شوق وچان ٩- محبوبن ١٠- اَوير ١١- تجلو ١٢- طرح، نموني ١٣- نسورو ١٤- ڏٺيءَ ١٥- رجوع ٿجي ١٦- ڪڙڪا ١٧- موت ١٨- سجهي ١٩- لڪل ٢٠- جاڻي ٢١- جان ٢٢- ڊپ ٢٣- خوف ٢٤- سلامتي ٢٥- سون.

*اُهي نصيب وارا آهن، جن پنهنجي اَمل ماڻڪ (روح) کي شيطان جي چنبي کان بچائي ورتو.

§اُنهن کي ئي آرام آهي، جن اَلله جو اَجهو ورتو آهي.

## داستان پنجون

١

مون تي جيءَ، ڪانڌَ![1] پُنِي[2] پاڙ مَ مَڪُڙي،
سِڙهَ پُراڻا پانڌَ، لَهرِيُون سَهي[3] لڳنديُون.*

٢

لَهرِين ليکو ناهِ ڪو، جت ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا،
آڇاڙا[4] عَميقَ جا، اَچَنِ اوپارا،
اُتي اَسارا[5]! وِيرِ وِڙهنديءَ ويسرا[6]!

٣

وِيرِ وِڙهنديءَ ويسرا! اُتي تُوهُ طَلَبَ،
سائِرَ[7] ڪنهن سَبَبَ، ڪالهه نه وڌءِ ڪُنَ ۾.

٤

ڪالهه وڌائين ڪُنَ ۾، جاڏا[8] جُنگَ[9] جَهازَ،
تُنهنجي اَڄُ تَرازَ[10]، آهي آرَ[11] اَکينِ ۾.§

٥

آهي آرَ اَکينِ ۾، ناڪُئا! ڪَڄِ نگاهَ،
وڏا بيڙا بوڙِيا، سائِرَ ڏيئي[12] ساهَ،
مُلاحظو[13]، مَلاحَ! ڪَڄِ ڪو اِنهيءَ ڪُنَ جو.

٦

مُلاحظو مَهراڻَ جو، مُوڙ مَ لاهِ مَناءَ[14]،
سامُونڊي! سَنڀالِ ڪي! سُمهڻ آيءِ ساءَ[15]،
جاڳي جَرُ[16] مَتاءَ، تاري وانءَ تَرازَ ڪي.

‡٧

تاري وانءَ تَرازَ ڪي، منجهان موجَ، مَلاحَ!
دانهُون ڪَنِ درياهَ جون، اُونهي[17] جا آڳاهَ[18]،
سُونهَن[19] جي صَلاحَ، وَٺُ نه وِيرِ لنگهي وَڃين.

٨

سُونهان سُڏيون[20] ڏينِ، هَنَ ديواني درياهَ جون،
ڪُوڙَ اوڏانئي ڪين ڪي، رَکو سَچَ سودائِنِ،
عجزُ[21] جو اَڏَ راس ڪي، وَکَرُ وِهائِنِ،
ساٿُ[22] نباهيو نينِ، ثابتُ اِنهيءَ سيرَ مان.

٩

ثابتُ لنگهيا سيرَ، لَهرين لوڏيا ڪين ڪي،
وَڃي پهتا پارَ ڪي، تَرَنُون[23] منجهان تيرَ[24]،

---

١- پيتار ٢- جهوني، پراڻي ٣- ضرور ٤- اَڇون لهرون ٥- غافل ٦- سست ٧- ساگر ٨- پاري ٩- پربت جيڏا ١٠- بيڙي ١١- پاڻيءَ جي لک ١٢- ڦوڪجي ١٣- خوف ١٤- من تان ١٥- لذت ١٦- جل ١٧- سمنڊ ١٨- جاڙو (اُونهي جا آگاهه=ساگر جا جاڙو، هتي ڪامل اِنسان) ١٩- رهبر ٢٠- خبرون ٢١- زاري، ويٺي، نيزاري ٢٢- ٽولي ٢٣- سڪ مان ٢٤- ساگر.

*سڙهه جا پانڌ پراڻا آهن ۽ لهرون به ضرور لڳنديون.

§سير (سمنڊ) جي اکين ۾ اڄ تنهنجي بيڙي آهي (ساگر اڄ تنهنجي بيڙيءَ کي ٽاٽيو وينو آهي؛ ڪنهن مهل به ست ڏيئي غرق ڪري ڇڏيندس).

‡اي ملاح! تون بيڙيءَ لهرين مٿان سلامتيءَ سان هاڪاري وڃ. ساگر جا جاڙو اُنهي خطرن کان آگاهه ڪن ٿا. رهبرن جي هدايت تي هل ته خير ۽ خوبيءَ سان وير مان پار اُڪرين.

ماء! پهتا مير، ٻار انگهيائون ٻاجهه سين.

١٠

تون ويسرو، وير! ساٿين سنيت[٢] پند جي،
جوڙي جنگ جهاز کي، کوڙ هٽائج[٣] کير[٤]،
وهي وڻجارن جي، بندر ڏانهن ٻهير[٥]،
گهر تنين جي کير[٦]، جن لاڳيدار[٧] لنگهائيا.

١١

قرقل[٨]، قوتا، پارچا[٩]، پاٽيمت[١٠] پاتائون[١١]،
ڪونيون قيمت سنديون، ترِ ۾[١٢] تاڪيائون[١٣]،
لاڄن[١٤] منجهه، لطيف چئي، ٻيڙا ٻڌائون،
نذر[١٥] نبيءَ جام جو، چڙهندي چيائون،
جي چوهي[١٦] چوڙيائون، سي ٻيڙيون رکين ٻاجهه سين!

١٢

وڇين[١٧] جان ويهي، جر[١٨] ڀلؤ پائيان،
"تڙ ٻيڙا! گهر سبرين[١٩]!" اوسه اي پيٺي،*
جن وڻجارو سين وکرين، سرها سيئي،
حرمت[٢٠] ساڻ حبيب جي، سونگيا[٢١] نه سيئي،
پاٺهين اوءِ[٢٢] پيهي، کنڌ[٢٣] ڪيڙائو[٢٤] آئيا.

وائي

عمر سڀ عبث[٢٥]، ويل[٢٦] وڃايم، وقت وڃايم پانهنجا!
وينئي لکيو لوڙيان[٢٧]، جيڪي ڪيڙو مس[٢٨]!
آڇي آياڳين کي، راسخ[٢٩]! آڇي رس!
حال منهنجو ههڙو جهڙو، تان تون پرين[٣٠]! پس.
قلب جو ڪارو تيو، ڪاتب[٣١]! لاهين ڪس[٣٢]!

## سر سريراڳ ـ داستان پنجين جو سار

هن مها ساگر ۾ ڪنن ۽ لهرن جو نه شمار آهي، نه انت. ساگر وڏا وڏا جهاز ڪن ۾ پنهنجي پيٽ ۾ هنيو ڇڏي. اِنهيءَ ڪري ملاح (اِنسان) کي گهرجي ته هر وقت سجاڳ رهي ۽ تر جيتري به غفلت نه ڪري. وڏا وڏا سونهان به هن ديواني درياه کان پناه ۽ امن پيا گهرن. سچ جا سوداگر، عجز ۽ آزادنائن جي وسيلي ۽ ڌڻيءَ جي مهر سان، هن سير مان ثابت لنگهيو وڃن. مهراڻ ۾ لهرن جو ليکو ڪونهي ۽ منجهس "ڪمر ڪن ڪارا" آهن. عميق جا آچاڙا هر وقت اوپارا پيا اچن. سونهن جي صلاح سان ئي هن سير مان ثابت لنگهي سگهبو. هو سچ سوديندڙ آهن ۽ هننکي ئي ڄاڻ آهي ته ساٿ کي ڪئن ثابت سير مان پار اُڪارجي.
"ساٿ نباهيو نين، ثابت اِنهيءَ سير مان."

---

١- سمنڊ ٢- سانباهو ٣- شوق وچان ٤- ڪليون ٥- قافلو، ساٿ ٦- واڌايون ٧- محصول اُڳاريندڙ ٨- لؤنگ ٩- ڪپڙا ١٠- آبدار موتي ١١- پراپت ڪيائون ١٢- لري ۾ ١٣- بند ڪيائون ١٤- رسن ١٥- نذرانو ١٦- لکي واءَ ١٧- نين نماز جي وقت، ٻپهري ١٨- پلؤ پايان ١٩- پور ٢٠- محابي ٢١- محصول ڪري روڪيا ٢٢- آهي ٢٣- ولايتون ٢٤- گهمندڙ ٢٥- فضول ٢٦- وقت ٢٧- يوڳيان ٢٨- تقدير جي مس قلم ٢٩- هلنديءَ وارا ٣٠- پرين ٣١- اي وڏاتا جا اَنگ لکندڙ! ٣٢- ڪٽ.
*مونکي اِهوئي فڪر آهي ته شل ٻيڙا تڙ لڳي ۽ پرين گهر ۾ سلامتيءَ سان اچي پهچن.

## داستان ڇهون

١

ٽانگهي[١] ۾ ٽاٽي[٢]، ٻڌ ٻنهجو ٽرهو،
اونهي[٣] ۾ آٽي، ڪونهَ ڏينڌءِ ڪو ٻيو!

٢

ٽارُ ٽريو وڃن، نديا وڏا واهڙا،*
هيءَ! ٻرا! اٽارن[٤] جنِ ٻرا متن مولهيا.[٥]*

٣

ڏوري لهه ڏاٽار[٦]، جمر وهين ويسرو!
هڪيو هونِج هوشيارُ، ڪنوڻ ڪنوَنديءَ اوچتي.[٧]

٤

سُتين ڪهڙيءَ سار؟ وڃ ڪنونديءَ ويسرا!
تو جيڏا تو يار، لهرين لهوارا[٨] ڪيا.

٥

سُتين سنجهيئي، وڃ ڪنونديءَ ويسرا!
ويڙ وري ويٺي، آسارن ٽان اوچتي.[٩]

٦

ڪنوڻ ڪنوايو، آيَءَ ننڊ اياڳ ڪي!
جنين نه ٻڏ[١٠] پانيو، ڪري ٽوائي تن ڪي.

٧

سامونڊي! تو سنبهين، ساڄو جهل[١١] سڪاڻ،
لڳي واءُ وڏاندرو[١٢]، مُنجهائي مهراڻ،
جنين پانيو پاڻ، ڪري ٽوائي تن کي.§

٨

ٽڪو سُک نکتين[١٣]، نه ويساند[١٤] نٿين[١٥]،
جيڪا اچيٺي سامهين، پاڻين سا سٺين!‡
موڙي ڪوه مٺين؟ جڻ سچيون[١٦] راليون[١٧] سمهين!

٩

اُهکي راهه الله جي، اُهکيءَ ٻيٽ[١٨]،
هوءِ جي ڏيهائي ڏيهه جا، تن ٻڻ موڙهي مت[١٩]،
آچاڙن[٢٠] اُبت[٢١]، کهڙج گهائي نينهن سين.

١٠

مَ ڪي هيڄ مَ هوج، ٽرس مَ، ٽاڻ جهاز ڪي،†
چئو ڪلمو محمد لي، نه اڳيان اچيٺي اوج[٢٢]،
سهکيءَ ٻيت[٢٣]، سبوجهه[٢٤]! اُنهنجي مکي ٻکي مڪڙي.

---

١- ٽانگهي پاڻيءَ ۾ ٢- ڇڪي ٣- اونهي پاڻيءَ ۾ ٤- اَڻ ٽارن ٥- ٻڏون ٦- ڏيڻي ٧- وڃ ٨- غرق ڪيا ٩- غافلن ١٠- ٻتال ١١- پختو ١٢- خوفناڪ ١٣- ٽارن کي ١٤- آرام ١٥- نهرن کي ١٦- ناڻو ١٧- ٻڌين ١٨- طرح ١٩- ٽر جا رهاڪو (روحاني دنيا جا جاڻو) ٢٠- روحاني لهرين ۾ ٢١- اُبتڙ ٢٢- ٻل ٢٣- آسانيءَ سان ٢٤- اي داناه!

*ٽارن يعني تياڳين يا ويراڳين لاءِ سنسار روپي ساگر ترڻ آسان آهي. افسوس آهي اَڻ ٽارن يعني عام ماڻهن جي حال تي، جي متن تي وڏيون ٻڏون ٻڌي يعني دنيوي ٻار کڻيو، پيا هلن.

§جن خودي ڪٺي، تنکي ئي هي سنسار روپي ساگر ٻتال تو ڪري.

‡جيڪي ٻنا ڪنهن جفاڪشيءَ جي تو مليٺي، تنهنکي ئي نعمت پيو سمجهين.

†هيٺن هونئن نه ڪر (گهتون گوهيون نه ڏي)، ويل نه وڃاءِ، جهاز کي هڪدم هاڪار.

١١

تَنَ ۾ تَرازَ توهَ جي، گهڻو تهُ گهوري،*
اَدَبَ[٢] ۽ اِخلاص[١] جا، سِڙهَ ٻَڌجِ سوري،
وَکُرُ وِڻَتِيُن جو، تنهن ۾ پاءِ توري،
تهِ عادَتئُون[٣] اوري، تُنهنجو تَوائِي نه ٿئي.

١٢

ٽوٽي تَوائِي، توءِ تُنهنجو آسرو!
سَچَڻُ[٤] ڳِرِ لائي، کيرُون ڏيندِيَس جيڏِيين.

١٣

ويهُ لون[٥] وِساري، ڇَندا جي ڇُلَڻَ جا،
جو لَکَ لهرِيون[٦] ڏي، ڪِرساڃاهِ تنهن سمنڊَ سين.

١٤

سمنڊُ جي سيوِڻِ[٧]، تِنِين ماڻِڪَ ميڙيا،
ڇِلَرَ[٨] جي ڇوئِين[٩]، تن سانکونا ۽ سُنيُون[١٠].§

وائي

هي جي، هو جي لَکَ! مون مارِيندا لَکَ!
يا والِي! ڪيئِنُ نه اوڏِيءَ ڇَکَ[١١]،
اَنتُ[١٢] نه ڏجي عامَ کي، لوکان ڪجي لِکَ،
پاڻَ ۾ پارِئُون[١٣] ڪري، نِينهن وَهائجي نِڪَ[١٤].‡

## سر سريراڳ - داستان ڇهين جو سار

انسان کي هردم هوشيار رهڻو آهي، ڇو ته موت روپي ڪنوڻ شايد ڪنهن به وقت اچي مٿان ڪڙڪيس. هن دنيا ۾ اهي ئي خطا تا ڪائين، جن خودي نه ڇڏي آهي. ويسلن مٿان اوچتو وير چڙهي ٿي وڃي. ڪائنات ۾ ڪنهن به وستوءَ کي سک يا آرام ناهي. انسان کي به واجب آهي ته آرام ۽ عيش کي ڇڏي، پنهنجي رب کي رجهائي ۽ سچي موڙي ڪٽي. روحاني راه لاشڪ ڏکي آهي، پر جي عشق ڪهاڻو آهي ته سڀ مشڪلاتون ماٺ ٿيو وڃن. هن دنيا روپي ساگر ۾ هي سرير روپي جهاز نهايت خبرداريءَ سان هلائڻ گهرجي. ان ۾ ادب ۽ سچائيءَ جا سڙه ۽ وينتين جو وکر هئڻ گهرجي. حقيقي وات اهڙي ته اوکي آهي، جو ڪاملن جون مٽيون به منجهيو وڃن. "آچاڙان ابت، گهڙج گهاٽي نينهن سين."

•

"سر سريراڳ"- هي سر، ڇهن مول سرن مان هڪ آهي. هن سر جي ڳائڻ جو وقت شام جو ۴ کان ۸ تائين آهي. مول ڇهه سر هي آهن: ڀيرو، هندول، ميگهه، سريراڳ، ديپڪ ۽ مالڪوس. هرهڪ سر لاءِ چار ڪلاڪ مقرر ٿيل آهن. ڳائڻ جو دؤر، سرن جي مٿئين سلسلي موجب، اسر جو ۴ بجي کان شروع ٿو ٿئي.

---

١- سچائي ٢- چڪي ٣- عدن بندر کان يعني روحاني مقصد کان ۴- گلي سان لڳائي ٥- پاڻيءَ جو ڇلڪڻ ٦- ڏيئي ٧- ٻوڙيين ٨- هلڪيون ٻيڙيون، ڇار ٩- سنک، ڪوڏ ١٠- سٽيءَ جو جمع ١١- ويجهڙائي ١٢- راز ١٣- وسڪارا (نينهن جي ڳوڙهن جا) ١۴- نهر.
*گهڻي ساڃاه يا جتن ڪري، اندر ۾ ئي ڏٺيءَ جي لطف جي ٻيڙي هٿ ڪر.
§جيڪي هلڪيون ٻيڙيون يا ڇار پيا لڪين، تن جي نصيب ۾ ڪوڏ ۽ سنيون آهن.
‡اندر ۾ ڳجها لڙڪ ڳاڙي، پرت جي نهر وهائڻ گهرجي.

# سُر سامونڊي

## داستان پهريون

١

ٻيڙا[1] پاسي گهاٽ[2]، آئل! سامونڊين جي،
وجهي جيءُ جنجار[3]، جم وڃيئي اوهري[4].

٢

ٻيڙا پاسي پَچُ، آئل! سامونڊين جي،
مَنَ ٻر ٻاري مَچُ، جم وڃيئي اوهري.

٣

ٻيڙا پاسي وِهُه، آئل! سامونڊين جي،
لون وِسري وَکَ کَڻين، هو ويندا[5] ٻَرَڏيهُه،
سمنڊُ جن ساڻيهُه[6]، ڪڏهن نه وڃينءَ تن سين؟

٤

جان اهڙين تان آءُ، هٿي هَٿُ ٻيکهين،
لڳي واءُ سُواءُ[7]، سِڙهُه سانباهي[8] نه سَهي.

٥

ننگرَ جان نه ڪَڻِ، وانءُ وَهلي[9] نڪري،
مَڇُڻ[10] ڏيهُه[11] وڃن، ناڙيون[12] ٻوري[13] ناکُئا.

٦

ننگرَ[14] ۽ ناڙيون، ٻيڙا ڪٽي ٻَڌ ٿيا،
ٻندرَ ٻاراڻيون، سُڃا سامونڊين ري.

٧

ننگرئون نيٺين[15]، مَنُ اوليءَ[16] نه اوهري[17]،*
سَباجهين سيڻين، پاڻي گُڻ[18] ڳهيو[19] هِنئون.§

٨

سيئي جوين ڏينهن، جڏهن سَڄڻ سفر هَليا!

---

١- لنگر ٻڌڻ لاءِ نوڙي ٢- گدار ٣- جنجال ٤- ٻيڙيون هاڪاري ٥- ويندا ٦- وطن ٧- سڻائو واءُ ٨- تنهنجو سانباهو ٩- سگهي ١٠- متان ١١- ديس (سمنڊ ڏانهن اشارو) ١٢- چم جون نوڙيون ١٣- وڏي سيڙهي ١٤- لنگر ١٥- اورلي ١٦- ٻيڙيءَ جي ڪُن سان ١٧- ڏڪجي ١٨- گُڻ، رسا ١٩- سوگهو ڪيو.

*منهنجو من يا هردو، ٻيڙيءَ جي ڪُن سان به لنگر جي پر مان ڏڪجي نه ٿو سگهي.

§منهنجي سباجهي سڄڻ، پنهنجي گُڻ سان (يا رسا وجهي) منهنجو هنئون قابو ڪيو آهي.

ڏٿانِ رَهنِ نہ سُپرينِ، آيلِ! ڪَريان ڪيئن؟
مونکي چاڙهي[١] چيئن، ويو وَڻجارو اوهِري!*

٩

نہ سي تِڙ هوڙاڪَ[٢]، نہ وايون وَڻجارَنِ جون!
سَرتيون! سامونڊين جا، اَڄُ ٻڌا چِڪيم[٣] چاڪَ،
ماريم[٤] فِراقَ، پاڙيچيون! پرينِ جا.

١٠

وِيا اوهِري اوءِ، مونکي ڇڏي ماڳهين،§
جُڳنِ جا جُڳَ ٿيا، لِٿان نہ موٽيو ڪوءِ!§
ڳُونڌَرُ[٥] ماريندوءِ، وڻجاري! وينِ[٦] جو.

١١

اُونهي ۾ اوهِري، جڏهن جي ويا،
ساندارِي[٧] سَمونڊ جي، نِهوڙي نيا!
وڃي لِتِ پيا، جِتِ نِهايَتَ[٨] ناهِ ڪا.‡

١٢

اُونهي ۾ اوهِري، جڏهن ويا جي،
موٽي ماڳِ نہ آئيا، ماءُ! سامونڊي سي،
ڪارو[٩] ٽيِنِ ڪي، جيڪُسِ وَهُ[١٠] وري ويو!†

١٣

اوڙاه[١١] ويا نہ وَرِيا، آئون تِنهن ماري وئي!
ڪري سامونڊي سيڻَ[١٢]، جُسي جارُ پرائيو!

١٤

جي وِيَڙمِ اَڄُ سي ڪڏهن ايندا مان ڳَري؟
پرِيان جي هُنَ[١٣] پارَ[١٤] ڏي، وڃي دَنڪي ڏَڄُ،
سامونڊِيَڪو ڏَجهُ[١٥]، ماءُ! مارِيندُم ڪڏهين!

١٥

اُهرِيا جِتائين[١٦]، ٻُڪَنِ[١٧] لَنِ ترائيين!×
سامونڊنِ، سائين! واءِ سَٽائو وارِئين!

١٦

سامونڊي ساري، مٿي تَڙَ ڳُداريان،
مونکي تِي ماري، اُنِين سَندي ڳالهڙي!

١٧

سامونڊيءَ ساري، ماءُ! منهنجو جِندڙو،

١- چکيا لي ٢- بيڙيون ٣- زخم ٤- پاڙي واريون ٥- غم ٦- ويلن (پرديس ۾ ويل پرين) ٧- ساگر جي سير ٨- اَنت ٩- سمنڊ (ڪارو پاڻي) ١٠- پاڻيءَ جي لڪ ١١- سخن ١٢- غم ١٣- چمڪي ١٤- جهمڪي ١٥- غم ١٦- جتان لي ١٧- (شل) پهچن.

*مونکي چکيا لي چاڙهي، وڻجارو (منهنجو پيتار) بيڙي هاڪاري هليو ويو.

§وڻجاريءَ جي من ۾ شنڪا ٿي اٿي ته هو شايد بيڙي هاڪاري، مونکي هميشه لاءِ ڇڏي ويو آهي. هو شايد اُتي وڃي پهتو آهي، جتان جڳن تائين ٻه ڪو جهان ۾ ڪونہ ٿو موٽي.

‡هو وڃي اُنهيءَ هنڌ پهتا، جنهنجو ڪنهن کي ٻہ اَنت ٿي ڪونهي.

†شايد هنن مٿان سمنڊ (ڪاري) جو لڪو وهڪرو اچي ويو (هو ساگر ۾ سمائجي ويا).

×جن تڙن تان هو اُسهيا هوا، لن تڙن تي شل وري سک سان اچي پهچن.

بَندَرِ ويچاري، وڃي لاٿا ڏيهڙا.

١٨

ساموندڪو سڳ[1]، آهي گونڌرَ گاڏئون،
انگ[2] چاڙهي اڱ[3]، ويو وڻجارو اوهري!

١٩

وڃيئي وسري شال! جو تون سود و سکيو،
اچا آئين ڪالَ، پڻ تو سفر سنبهين!

٢٠

ڳرِيو[4] جهليو روءِ، متي مهري[5] هنڌرا،
ڪوءِ! سود و سندوءِ، جو تون، ٻوليا[6]! سکيو.

٢١

الوڙ[7] نه ڏئي، ور[8] وڌائين ونجهه کي،
ره اڄوڪي راتڙي، لالن! مون لائي،
وڃ م قوڙائي[9]، ايڏي سفر، سُپرين!

٢٢

جيڪس[10] نير نيڻهن سندوم، جن مون ٻيڙي هُن ٻيليو[11]،*
سعيو ساموندين سين، اکين تان نه ڪيوم،
وڃهڻ منجهه هٿوم[12]، پاڻ واڪي[13] رس[14] سين.§

٢٣

ٻيڙيءَ جي پٽڻ[15]، نيڻهن نه ڪجهي لڙ سين،
اپئون ڏنب ڏسن، جه[16] سڙه ڏيئي سير ٿيا.

٢٤

هنئڙو ٻيڙيءَ جان، ڏاڙ[17] ڏيئي ڏيهن ٿيا!‡
پڇيو تان نه پريان، ڪرلاهو[18] تي ڪڏهين.

٢٥

لن جنين جي لانگ[19]، سي سڄڻ سفر هليا،
لڏ لاٿي، لطيف چئي، ڪڏهن ايندم؟ ڪانگ!
ڪنهن سناڻي[20] سانگ[21]، پرين پرڏيهي ڪيا.

٢٦

لان ڪي لڏ ڪانگ! ڪڏهن ايندا مان ڳري؟
سيڻن ڪارڻ سانگ[22]، مون لان گهٽيئي ڪيا.

٢٧

سر[23] نسريا[24] پاندهه[25] اُلر لڳا، آءٌ پرين!
مون لو ڪارڻ، ڪاندا! سهسين سڪانون ڪيون.

١- نالو ٢- سورهن لي ٣- جسم ٤- ٻيڙيءَ جي ڳن ٻڌڻ لاءِ ڪلو ٥- ٻيڙيءَ جي منهن يا اڳياڙيءَ کي ٦- اي پريتم ٧- اولي سان هلائڻ ٨- پاڪر ٩- جدائي ڏيئي ١٠- ڪمزور ١١- (ٻيڙيءَ کي) ڌڪي هلايو ١٢- ٻيڙيءَ منجهه ١٣- واڪا ڏيئي ١٤- نوڙي ١٥- ڳڌڙين ١٦- جڏهن ١٧- اوڙ ١٨- سار لهندڙ ١٩- تانگهه ٢٠- ضروري ٢١- سبب ٢٢- لباس، حيلا ٢٣- واهن لي اُڀر لڳڻ سان ساوا ٿيندڙ سلا ٢٤- اپريا ٢٥- چونيون (سلن جون).

*شايد منهنجو پريم ڪچو هو، جو منهنجي ٻيني لي ٻيڙيءَ کي ڌڪي هلائي ويو.

§جيڪر رسيءَ جي واڪن ۾ ويڙهجي، پاڻ ڪٽي ٻيڙيءَ ۾ وڃهان ها.

‡جئن ٻيڙي ڪنهن خراب لڙ لي پوڻ ڪري ٻري حالت کي رسندي آهي، تئن ڳچ ڏيهن جي وڇوڙي ڪري، منهنجو من ٻيحال ٿيو آهي.

۲۸

سَرَ، لوهيڙا[1] ڳچيا[2]، ڪُسَرَ[3] نسريا،

تو ڪيئن وسريا، ٻوليا! ڏيهن اُچڻ جا؟

۲۹

جيڪر اچي هاڻ، نه ڪريان روح رُچنديون[4]،

آيل! ٻولڻي ساڻ[5]، هوندَ ڳُر لڳي ڳالهيون ڪريان.

۳۰

آيل! ٻولڻي ساڻ، اچي نه جهيڙيان[6]،

لائيءَ ڏيهن گهڻا، مون سين ڪيءَ ٽوڙا.

۳۱

ٻوليو ويڙو ڏورِ[7]، لي ٿي سيءَ ڳُداريان،

مادر! مون مُچور، ناسَ[8] پَدَر[9] ٻوندي پرينءَ ري.*

۳۲

لاهيندا ٿي ڪن، ڳالهيون هَلَڪَ سنديون،

ڏيندا مون ڏُکن[10]، وَهَ وجهندا جندڙو!

۳۳

مونکي جياريو، پرين جي ڳالهه ڪري،

ڏنو اَجُ اَڏيو، هنڌڙو ڪوٽ[11] ٻُرج[12] جنن §

۳۴

وانءَ وڃي وائُٽ، هنڌڙا[13]! ماڳ پرين جو،

ڇُميو ڇُرُ چائٺ، هوءَ جا سَندي سَڄڻين.

۳۵

آئون جن آساري، مٿي ٽڙ[14] ڳُداريان،

مونکي وساري، شال مَ وڃن اوهري!

۳۶

سَنهي لڪ[15]، نڪ[16] سَنئين، ڪجل[17] ڀنن نيڻ،‡

سامونڊي! مون سيڻ، ڪِ تو ڪالهه لنگهائيا؟‡

۳۷

هي سَڄڻ سيڻي، جي مون ڪوڙ[18] نهاريا،

ايندَم جان پيهي، نه سڀ لاهيندَم ڏُکڙا.

۳۸

چمڪيون چوڌار، ڏجون[19] ڏاڙهين[20] جون،

ماءِ! سامونڊي آئيا، سهسين ڪري سينگار،

انين جي ٻهار[21]، ڪالهونڪر ڪانگ ڪري.

---

١- جبلن ۽ ٽڪرن ۾ گهڻو ٿيندڙ ۽ ڳاڙها گل پيدا ڪندڙ وڻ ٢- ڳپ جهليو ٣- ردي سر يا ڪانهه ۴- دلپسند رهاڻيون ٥- ڪلي سان لائي ٦- جهيڙو ڪريان ٧- لڏهنڪري ٨- سنا سور ۽ جاڳاءِ ٩- نه نه ١٠- درياه جي لڪي وهڪ ۾ ١١- قلعي جي ١٢- ٿلهه ١٣- ڇڪاس لهه ١۴- آسري ١٥- چيلهه ١٦- نڪ ١٧- سرمي چٽيل ١٨- خوشيءَ وچان ١٩- جهنڊيون ٢٠- شاهوڪارن ٢١- ڪالهه ڪان وٺي.

*اي امڙ! منهنجي اندر جي آزار کي نه الله، نه نه پرينءَ لاءِ روئڻ ڪري، منهنجي پدر ٿي پوندي.

§منهنجو هردو، جو قلعي جي ٿلهه وانگر ٻڌل آهي، تنهنکي انهين سر اڏي راس ڪريو.

‡اي سامونڊي! منهنجو سنهي چيلهه، سنئين نڪ ۽ سرمي چٽيل نيڻن وارو سڄڻ، تو ڪو ڪالهه سفر ڪندو ڏٺو؟

### وائي ١

پرين جي پيرن[1]، مونکي جي ڇاپيندڙيون،
سي نه ڇڏينديون.
ڀلي ڪري آئيو، تاتارو[2] ڏيهان[3]،
پڳي ڪت[4] سڀي تي، لڳي جاڪ[5] گهران[6]،
ستين سور پرائيا، هاڻي هن هندان،
تان ڪي واس[7] وهائيان، بارو جي ملان،
تان ڪي ڏونگر ڏوريان، جان ڪُڪُره[8] اندر سائه،
متيون مولڪ سنديون، تون هڏ آڇ مر، ماءُ!

### وائي ٢

تڙ نهاريان تي، منهنجا بندر ويڙا جي،
مان سڙه سهاڻان سڀڻين.
اپي اوسه[9] پائيان، ڪارڻ وڻجاري،
گهڻو اُڪنڊي[10] آهيان، پرينءَ پنهنجي کي،
آسائتي آهيان، الا! ڪانڌ اچي.

### وائي ٣

آئل! ڪريان ڪيئن[11]؟ منهنجو نيڻهن اُڃيو نه رهي،
ويو وڻجارو اوهري، مونکي ڇاڙهي[12] ڇيئن،
ساموندين جي سڱ ڪي، رُئان راتو ڏينهن،
اڏوهيءَ جئن ڏُڪران، چڙهيا چونئيءَ سيئن[13]،*
گونڌر متان جندڙي، وريا ولين جيئن،
ماڌر! پائي مُنديون[14]، وڃان هاديءَ[15] سيئن[16].§

## سر ساموندي - داستان پهرئين جو سار

وڻجاري، پتيءَ جي وڇوڙي ۾ بيحال ٿي پيئي آهي. ساموندين کان سواءِ، کيس بندر ۽ بازاريون سڃيون پيئون لڳن. وڻجاريءَ جي دل ۾ ڪئين خيال پيا اچن. ڪڏهن اهو ويچار ٿو اچيس ته مڃاڻ منهنجو پتار سمنڊ ۾ سمائجي ويو هجي! گونڌر، دل کي ولين جيان ويڙهي ويا آتس؛ چنتائن ۾ چُور ٿي پيئي آهي ۽ دم دم پنهنجي پرينءَ لاءِ ڇپائون ۽ پوڄائون پيئي ڪري. نيٺ اُن ۾ اچي لڳو آهي. وڻجاريءَ جو هنئڙو هڪ جاءِ ناهي. دل ۾ پيئي چوي ته ”منهنجو ڪانڌ موٽي اچي ته ساڻس گهڻن ڏينهن لاڻ جي ڪري جهيڙو ڪريان.“ وري چوي ٿي ته ”جي هو اچي ته ساڻس جيڪر ڀڄي لڳي ڳالهيون ڪريان.“ نيٺ ڪانگ ڇپار ٿو ڪري ۽ سندس من گهوٽي جي موٽي اچڻ جو شڀ ڏينهن اچي ٿو سهڙي.

---

١- پيچري کان ٢- پڳل برلن سڄا ڪندڙ (پڳل دليون درست ڪندڙ دلبر) ٣- پر ڏيهان ٤- ڪت جو ٿانءُ (دل) ٥- ڪس ٦- گهران ٧- سرهاڻ ٨- ڪک ٩- سوڻ ١٠- سڪايل ١١- ڳچهو ١٢- چڪيا ني ١٣- ٿائين ١٤- ٻنهي هٿن جون آگريون وڪوڙي (عاجزيءَ سان هٿ جوڙ ڪري) ١٥- رهبر ١٦- وٽ.

*مونکي چونئيءَ ٿائين ڏک اِئين کائي ويا آهن، جئن اُڏوهي ڪاٺ کي کائيندي آهي.

§اي جيجل! مان عاجزيءَ سان هٿ ٻڌي، پنهنجي رهبر (مرشد يا گروءَ) وٽ وينديس.

## داستان ٻيو

۱

اَڄُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڇڻَ جون،
آئُني ڀَهَرَ آئِنِ، سعيو ڪنهن سَفَرَ جو.

۲

اَڄُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڇڻَ جون،
مُون اُپيٺي هَليا، بَندَرجَنِ ٽَڙَنِ،
سَرِ لَيئُون! سُوُرُ سَندِن، مُون مارِيندو جِندڙي.

۳

اَڄُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڇڻَ جون،
هَلڻَ هارا سُبرِين، رُڪان ڪان نه رَهَنِ،
آئُون جَهلِيندي ڪيترو؟ آيَلِ! سامُونڊِين،
ٻَڪَهَ ڇوڙي جَنِ، وِڌا ٻيڙا ٻارِ ۾.

*۴

لاهيان جي نه چِتان، اَلا! اُنِ مَرِ وِسران!
مَڙهيو مَنجهارانِ، جِيءُ مُنهنجو جن سين.

۵

چِتان جي نه چَرَنِ، اَلا! اُنِ مَرِ وِسران!
مُون مَنُ آهي نَنِ، مَڙهيو منجهاران هِنئين.

§۶

ٽَڙين ٽَنوارِينِ، ماءُ! سامُونڊي آئِيا،
مونکي جِيارِينِ، وايُون وَڻجارَنِ جون.

۷

اولا ڪٽي اوُءِ، ٻَڪَهَ ڇوڙي ٻَندِ ٿِيا،
آيَلِ! سامُونڊِين جِي، آهي اَڙانگي جوُءِ،
ڪَڏهن ڏِسنديس رُوءِ، وري هِنِ اَکِينِ سين؟

‡۸

لَڳي اُتَرَ هِيرَ، سامُونڊِين سِڙهَ سَنباهِيا،
نَنگَرَ ڪٽي ناڪُئا، ٿِيا سَٽاوا سِيرَ،
هِنئڙي نِتُ اُڪيرَ، ڪاري ڪيڙائُنِ جِي.

†۹

لَڳي اُتَرَ اوهِرِيا، واهُوندي وَرَنِ،
آئُون گهٽوني گهوريان، سوُدو سامُونڊِينِ،
اَڳڻِ جن اَچن، عِيدَ وَرِئي اُنِ کي.

۱- بندر وارن، بندر جي ۲- چت ڪان ۳- ڳنڍيو ۴- اَندران ئي اَندران ۵- ٽنوارون ڪن ۶- ماڳ ۷- مهاندو ۸- ڪاري پاڻيءَ ئي سفر ڪندڙن ۹- جشن جو ڏينهن ٿيو.
*جنکي مان پنهنجي چت ڪان نه ٿي ميساريان، تنکي شل مان نه وسران. اُنهن سان منهنجو اَندر ڳنڍيو پيو آهي.
§جيجل! ٽڙن تي وڻجارن جي اَچڻ جون ٽنوارون پيئون پون، جي مون ۾ نئين جان ٿيون وجهن.
‡اُتر جي هوا لڳڻ سان، سامونڊين هاڪاريو. ناڪئا، لنگر ڪٽي، ساگر ۾ سک سان روانا ٿيا آهن ۽ منهنجي هردي کي هردم سمنڊ ئي سفر ڪندڙن جي اُڪير آهي.
†اُتر لڳڻ سان اُسهيا ۽ ٻهار ۾ موٽندا. مان سامونڊين جي وڻج کي ٻن وجهان. جنهجي اَڳڻ ۾ پرين ٿا اَچن، تن لاءِ جڻ عيد ٿي (جشن جو ڏينهن ٿيو).

١٠

اَگَهِ آئيا جان، نہ سَرَليئُون! مون سُکَ ٿيا،
اَمُلَ پرينءَ مٿان[1]، ٻَرکيو ٻين ڏيان.

١١

آئي اَنَرَ مُندَ[2]، هنئين اُبڪو نہ لهي،
وَلين لاڄوُ بندَ[3]، ٻهَر مَکين ٻيڙيئُون.

١٢

لاڄوُ تا لَوَنِ، اَڄَنِ[4] سِڙهَ اُپٽا[5]،
ڪارَڻِ ٽن پرِيَنِ، ويٺي واٽَ نهاريان.

١٣

سِڙهَ سُڃاڻيو ڇوءِ، ماءِ! ساموُنڊي آئيا،
مانَ منهنجو هوءِ، جاني هن جهازَ ۾!

١٤

سِڙهَ ٽي سبياٽون، ٻنڌرَ ڄَنِ لَڙنِ لي،
سِڙهَ سِبي ساڄا ڪري[6]، ڪوُها ڪَبياٽون،
ٻيرڦوُن[7] ٻڌرِ ۾، ڇوڙي ڇَڏياٽون،
لَهريون لڏگهياٽون، لُطفَ ساڻ لَطيفُ چئي.

١٥

سِڙهَ ٽي سبياٽون، ٻنڌرَ جن لَڙنِ ٽي،
مُلان[8] مُعلِمَ ڪبرون، ٻيچي ٻُوڙياٽون[9]،
سُتَرِ سونياٽون[10]، اَوَتَڙِ ڪيهن نہ اوليا[11].*

§١٦

ٻندَر ديسان ديس، مُلهہ نہ ملي وارئين،
فقيراڻي ويس، اَمُلَ ڏين اَلوريا[12].

١٧

پَتَڻَ پوءِ[13] ٻَچارَ، آن ڪي سِڙهَ ويندا گَڏيا؟
اَڪنڊَ مؤن آبارَ، شالَ منهنجا موٽيا!

‡١٨

اُيئون لَڙَ ٻُوڄين، وَهؤن[14] وَڻجارنِ جون،
آڻيو اَکا ڏينِ، ڪَتؤري[15]، سمؤنڊ کي.

١٩

جنين ڪارڻ مؤن، لَڙَ[16] ٻؤڄارا ٻؤڄيا،
پَنبِر اميدوُن، سيئي سَچَڻَ آئيا.

٢٠

وانُٽيؤن[17] تيؤن وَرڪنِ[18]، اَڄا سِڙهَ نہ پَڌرا،

١- گهوريو ٢- چِٽا ٣- نوڙين جا ڦندڙ ٤- لڏن، جهولين ٥- ڪليل ٦- پختا ٧- وانٽيون يا بانٽيون ٨- کان ٩- اُسهيا ١٠- ڏوري لڌائون ١١- گمراه ٿيا ١٢- اَڻ لوريا ١٣- پوي ١٤- استريون ١٥- مشڪ ١٦- لڙ (سمنڊ) جا پوڄاري (ناکئا يا وڻجارا) ١٧- جهنڊيون ١٨- ڦرڪن.

*سدو لڙ ڏوري لڌائون ۽ ڪنهن بہ اُنهي لڙ لي ٻنال ٽي نہ ويا.

§ٻندر هر ولايت ۾ آهن، پر اُنان حقيقي ملهہ وارا خزانا نہ ٿا لڀن. (سمنڊ جي وارياسي ڪناري تي اَڏيل ٻندرن تي دنيوي پدارٿ لاشڪ ملي سگهن ٿا.) سچي فقيريءَ جي ويس ۾ اُهي اَملهہ وستوُ اَڻ لوريون ملن ٿيون.

‡وڻجارن جون استريون سمنڊ جي ڪناري تي ٻيهي، جل ديون پوڄين ۽ ساگر کي مشڪ ۽ عطر جا اَکا ڏيون اَرپين.

سيئي ٿيون مَرڪَن[1]، جنين سَندا آئيا.

٢١

ڪوهَن سِرِ وانئيون[2]، وانئين سِرِ ڳَنڍَ[3]،
ڪيڙي ڪيڙي ڪَنڍَ[4]، ماءُ! ساموندي آئيا[5].

٢٢

جَرِ[6] ٽُڙَ ڏيا ڏي، وَڄَ ٽِڪا ٻَڌي وانئيون،
اَلا! ڪانڌُ[7] اَچي، آسائتي آهيان!

٢٣*

جا جَرَ جاترُون[8] نه ڏِئي، ڏِيا نه موهي[9]،
سَدُون ڪوهُ ڪري، سا ٻنهنجي ڪانڌَ جو؟

وائي ١

اَئين مونکي ڏورِ[10] م جهليو، جيڏيون!
ووا آئون هَلندي هوتَ ڏي.
اونهي وِيڙا اوهري، ٽرازون تاري،§
مَري وَهندي َس ماڳهين، ساموندي ساري،§
سوُرُ ٽنهنجو سُڃرِين، مون مَعذُورِ[11] کي ماري،
هاڻِ نه جيان، جيڏيون! آئون جا ڪَنيس ڪوهياري[12].

وائي ٢

ڪَرَهَلَ پائي لَڄُ[13]، ڪَهُ نه ويئين اَنِ سين؟
اَجارِيائُون[14] اوليون، ڏَتارِيائُون ڏَڄُ،
مَنان وِهين، ويسري! اَئي پورلَ[15]! پَڄُ!
سيڪُنِ ساجَهُرُ لَڏيو، تون آئي! نهارين اَڄُ[16]،
ڪاله سِيائيءَ[17] ڪُنڄِرو[18]، اَنگوُن پاتيءَ اَڄُ،
ڪيرُ سُڪندو ٽنهنجون، اَدوِرائون[19] اَڄُ؟

وائي ٣

ويندي آئون هوتَن وَٽَ، مون وَهُ وَڻجارِن[20] سين،
پِڳهُ ڪَٽا مَ پاٽِڻي! جاني! مون لاءِ جِتَ[21]،
وايون وَڻجارِن جون، اَديُون! اَڄُ نه هَتَ[22]،
ڳَرهيان[23] سوُرُ سَفَرَ جو، هلي ٻنهنجي اَرَتِ[24]،
پورِيندِيس پرينِ ڏي، ڪانَ ڪريندِيس ڳهتَ،
ڏيهي سِڙهُ سيرَ ٿيا، پيرُ نه لايائون پَتَ.

---

١- سرهيون ٿين ٢- جهنڊيون ٣- ٻونب، ڪلنگيون ٤- سير يا سفر ڪري ٥- ولايتون ٦- جل ۽ ٿل کي، ساگر ۽ ڀرتيءَ کي ٧- آس رکندڙ ٨- ياترائون ٩- اَرپي ١٠- گهڻي قدر ١١- اَبلا ١٢- جبل جو رهاڪو (ڀنهون يعني پرين) ١٣- مهار ١٤- چمڪايائون ١٥- اي پورڙي ١٦- اي اِستري ١٧- چولي يا گج ١٨- ليڙون ڪيءَ ١٩- ڪوڪون ٢٠- نينهن ٢١- ترس، جتاءُ ڪر ٢٢- هٿن تي ٢٣- سليان، اوريان ٢٤- اَٺت سان.

*جا اِستري ساگر جون ياترائون نه ٿي ڪري ۽ اَئي جا ڏيا ٻاري جل تي نه ٿي تاري، سا ڇو ٿي ٻنهنجي پتيءَ جون سڏون ڪري؟

§هو ٻيڙيون هاڪاري، اَجهاڳ، سمنڊ ۾ نڪري ويا آهن. مان سامونڊين کي ياد ڪندي، نيٺ فنا ٿي ويندِيس.

## سر ساموُنڊي ـ داستان ٻئي جو سار

اُن جي هير شروع ٿي آهي ۽ ساموندين سڙه سنباهيا آهن. هاڻي وڻجارن جي دل کي چنتائون وڪوڙي ٿيون وڃن. سندس پتني، روئڻ سان ٻہ نہ ٿو رهي. هوءَ ور ور اِهائي پراٿنا پيئي ڪري تہ ”شل ٻنهنجي پتيءَ کي نہ وسران، شل هو سلامتيءَ سان سفر تان موٽي، اچي مون سان ملي.“ هوءَ هر روز وڻن ٽڻن کي وانئٽيون پيئي ٻڌي، سمنڊ کي سڳنڌيون پيئي اَرپي ۽ جل تي ڏيئا پيئي ٻاري. هنجي جوءِ اُڙانگي آهي؛ ڪنهن وڏي ڀاڳ، موٽي ماڳ، ٿا اچن. وڻجارن، لڙن تي ساموندين جي اچڻ جون واٽون ٻڌي، پيئي جيئي. نيٺ سندس آس پڄي ٿي ۽ ڪنڌ ڪيڙائو سُک سان اچي ٿا گهر پهچن. اُتر لڳي اُسهيا هوا ۽ واهندي وريا آهن. جڏهن ور، خير سان موٽي ٿا اچن، تنهن گهرن ۾ عيد لڳي ٿي وڃي.

•

## داستان ٽيون

ٻُرانِ[1]، مانَ ٻُجانِ؛ ٻَندَرَ مُون ڏُورِ ٿيا،*
نہ مُون هَڙَ نہ هَنجَ ڪِي، جو آئُون جَهَٽِي چَڙهان[2]،*
اِيهين ڪَجِ، ٻانڌي! جنهن ٻَرِ ٻارِينءَ مَڙان،
ڪارُون[3] ٿي ڪَريان، تو دَرِ آهِيان، ناڪُما!

٢

هَڙَ ۾ ڪِينَ هُئُونِ، هُنئين هُن نہ چاڙهيا،
سارو ڏِينهُن سمنڊَ تي، لهي سِجَ وِيونِ،
جڏهين سائينءَ سَبَبُ[4] ڪيونِ، تڏهن سُتَرِ ٿيا سَيدَچئي.

٣

آسان اُڌارا[5]، آٿي آوَنگَ چاڙهيا،
مُنهَن ڏيئي مُون آئيا، سَمُهان سِيارا،
اُيَرَنِ[6] سِيڪارا، ٻَسو وَرَ ٻين جا.§

٤

مون اُيِي لَڙَ وَتِ، ٻِرينِ ٻَگهَہ چوڙِيا،
ڪا مُونهين ۾ گهٽِ، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهٽو.

٥

مُون اُيِي لَڙَ هيٺِ، ٻِرينِ ٻَگهَہ چوڙِيا،
ڪا مُونهين ۾ ڏيٺِ[7]، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهٽو.

٦

مون اُيِي لَڙَ جهَلَ[8]، ٻِرينِ ٻَگهَہ چوڙِيا،
ڪا مُونهين ۾ اَلَ[9]، ناٿَ سَچَڙَ سَباجها گهٽو.

٧

مون اُيِي لَڙَ ٻاسِ، ٻِرينِ ٻَگهَہ چوڙِيا،
هو اَللهَ هارَ[10] اُهِرِيا، آئُون دَمِ دَمِ دُعا ڪَندِياس،

---

١- اَڳتي هلان، وڪ وڌايان ٢- ٻاسي يا آچي ٣- دانهون، نيزاريون ٤- سٺي لڙ لي ٿيا ٥- ٻاسڻ، ٻرائڻ ٦- ٿڌا ساهہ، شوڪارا ٧- ڏنو وائنو عيب يا وڏ ٨- ڪنارو، ٻير، حد ٩- نقص، اوڻائي ١٠- اَلله جي آسري يا آڌار.

*ٻندر مون کان ٻري آهن؛ وک وڌايان تہ من ٻرينءَ کي ٻهچان. نہ هڙ ۾ نہ گوڏ ۾ ڪي اَلم، جو ٻاسي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهان.

§ ٻين جا ٻتار ڏسي، منهنجي اَندر مان شوڪارا نڪريو وڃن.

آه نه لاهيندياس، موٽي ايندا مان ڳري.

٨

ڪيڙائن[٢] ڪارو، سنجهيئي[١] ساريو،
آيل! امارو، آهين پرين[٣] پار جو.

٩

ڪاري ڪيڙائو[٤]، متي مني موٽيا،*
سودو ڪن نه سون جو، وڏا وهائو[٥]،
موٽي جي مهراڻ جا، تن جا طاماعو[٦]،
ساموندي سائو[٧]، لنڪا لوڙي[٨] آئيا.

١٠

لنڪا[٩] لنڪا ڪن، لڏ لنڪا جي اوهريا،
سٽي سون لنڪا جو، سک نه ساموندين،
پره پڳه چوڙيا، ڪاري ڪيڙائن،
وڏي ڀاڳ ڀڙن[١٠]، جي کهيا[١١] ڪارونيار ڏي.

١١

وڻجارن وري، پره پڳه چوڙيا،
اوليون ٻسي ان جون، ٻڙم ڳچ ڳري،
ويندي ماء! مري، ساري ساموندين کي.

١٢

وڻجارن واري، پره پڳه چوڙيا،
ڪيڙائو ڪاري، سنيوڙا[١٢]، سيد چئي.

§١٣

وڻجاري جي ماء، وڻجارو نه پلئين؟
آيو بارهين ماه، پڻ تو سفر سنبهي!

١٤

وڻجاري ڪانڌاء[١٣]، مون ور[١٤] ويني گهاريو!‡
لڳي اتر واء، پولِيو هلڻ جون ڪري.

١٥

جي تون وڻجارو ڪانڌ، نه مون هڏ م لائون[١٥] لڏيون!†
پرڏيه متي سانگ، اٿئي پهر جيهون ڪيو.

١٦

پرڏيه ٻوريائون، ساموندين سڙه سنباهيا،
مان تن مارياڻون، پاڻان وڃي ڳوندرين!

١٧

ڏني ڏياري، ساموندين سڙه سنباهيا،
وڃيو ور[١٦] ونجه کي، روئي وڻجاري،
مار ٻندء ماري! پره سور[١٧] ٻرين جو.

١٨

ڏني ڏياري، ساموندين سڙه سنباهيا،

---

١- سويل ٿي ٢- چت لي آندو ٣- سانباهو ٤- مني پاڻيء لي يعني لديء لي ٥- خريدار ٦- طمع رکندڙ ٧- شاهوڪار ٨- لٿي، ڦري ٩- سلون يا سرانديپ ١٠- ورن، مون ١١- اسهيا ١٢- سنيريا ١٣- ڪانڌ ڪان ١٤- پل، مر ١٥- پرٿيس ١٦- پاڪر ١٧- اي مٺي!

*سمنڊ جو سفر ڪري، وري نديء (سندو) جي رستي موٽي آيا.

§وڻجاري جي استري، سس کي ٿي چوي ته "اي وڻجاري جي ماء! تون وڻجاري (پنهنجي پٽ) کي وڃڻ کان پلين نه ٿي! هو بارهن مهنن کان پوء آيو آهي؛ وري نئين سر سفر جا سانباها پيو ڪري!"

‡وڻجاري يا سوداگر پتيء کان ته پل اهينئين ويني هجان ها.

†جي تون واپاري مڙس هئين ته مان توسان جيڪر هرگز شادي نه ڪريان ها.

اِن کي مُندَ اَهَرَ جي، اوچتي آئي،
وَڻجارنِ وائي، آهي پَرِئين پارَ جي.

وائي [1]

آئين اَچي پَسو، جي ڏيون اهي جوڙ[2] مهنجي جندڙي.

پائي وِيڙا پيرَ[3] ۾، مَنجهان[4] کِرسَ کَسو،*
ڏيئي وِيڙا ڏاهِ[5] کي، سوَرنِ جو سَرَسو،
آئون ڏوريندي اِن کي، ڏيئي لَنَ[6] لَسو،
ساءُ[7] نہ آيان سوَرَ جو، هاڻي ٿيوُن هَسو،§

مَتان وِهو، [illegible]
مُندائتي ميهَن عشق [illegible] ‡

وائي

ڏک اهيندمِ ڏونگر، ووءِ! ماءُ! پرين ها مرنکي سمئي.

جو پَسان سو پانڌيان، پريان[10] جو پَهي،
ڏاڍي ذاتِ[11] جتن جي، ويئي ڏيل ڏهي،
آئون ڏوريندي اِن کي، راتي راتِ رهي،
ڏنا وَڻَ کوهِيارَ جا، ويئي اَجَ لهي.

## سر ساموُنڊي ـ داستان ٽئين جو سار

وڻجارو، لڏڪا جي سون تي هرکجي، سفر تي اُسهيو آهي. سنڌس اِستري بندر تي ناکئن کي وينتيون پيئي ڪري تہ ”مونکي پڻ پاڻ سان وٺي هلو،“ پر ويچاريءَ جي هڙ ۾ ڪي ڪينهي، جو هو جهاز ۾ ڪڻي چاڙهينس. ساڳيو حال ٿو ٿئي اُنهنجو، جي حقيقي پتڻ تي چڙهڻ لاءِ، ڪي ٻہ نہ ٽا ميڙين. هوءَ پنهنجي ئي اَوگڻن تي پيئي روئي. سنڌس گهر ۾ غربت ڪاهي پيئي آهي. وڻجاريءَ کي اِهوئي ويچار پيو اَچي تہ ”هڪ سوداگر سان لائون لهڻ کان بهتر هو تہ ساري ڄمار حق بخشي ويٺي هجان ها.“ ڏياري تي اَچي تہ وڻجاري کي سفر جي اون تي لڳي. ويچاري وڻجاريءَ کي ڏياريءَ ڏياريءَ تي ٽئون ڏجهہ ڏسڻو ٿو پوي. ساموندين کي ساري، هيءَ معذور ڪنهن ڏينهن فنا ٿي ويندي.

•

”سر ساموُنڊي“ـ هن سر کي سنڌس مضمون موجب نالو ڏنو ويو آهي. هندستاني راڳن ۾ هن نالي وارو سر ڪونهي. هن سر ۾ ساموندين جو ذڪر آيل آهي، جنهنڪري ئي اُنتي اِهو نالو ڏريو ويو آهي. هن سر ۾ شاهہ، ساموندين جي اِسترين جي دلي جذبن ۽ اُمنگن جي ترجماني ۾ نهايت وفائيءَ سان ۽ درد ڀرئي نوع ۾ ڪئي آهي.

١- اَوهين ٢- نينهن، عشق جي لڪي وهڪ ٣- ڪاوڙ، ڏمر ۴- جتي ٥- ٻانهي ٦- سختي، ڪشمت ٧- سواد، ذائقو ٨- سدائين، دائم ٩- هنجون هاريون، نير وهايو ١٠- قاصد، سنيهو آڻيندڙ ١١- جلائي، ساڙي.
*هو ڪاوڙ مان پير ۾ پادر پائي هليا ويا.
§اوهان درد جو ذائقو نہ ورتو آهي، جنهنڪري ئي مون تان ٿيون ڪلو.
‡اوهين (محبوب جي سار ۾) مندائتي ميهن جيان ڏهاڙي هنجون هاريو.

# سُرُ سهڻي

## داستان پهريون

۱

وَهَ لِکَ[1]، واهُڙَ[2] لِکَ، جِت نِينهُن، لِکَ نِرالِي،*
جن کي عِشقُ[5] عَمِيقَ[4] جو، خِلوَتَ[3] خِيالِي،*
وارِئين[6] سي، والِي! هِنئڙو جن هَمتَ کيو.

۲

اَنڌيءَ[7] وَهُون[8]، کَنڌيءَ وَهُون، لَنگِيان[9] لَهي نه لِکَ،
صُورَتَ جا ساهَڙَ[10] جي، ڏِيلَ[11] پنهنجي ڏِکَ[12]،
واهُڙَ لَنبِين وِکَ، جن سانياران[13] سُپرِين.

۳

واهُڙَ وَهَنِ نَوان، اَڃا وَهُ اَڳي ٿيو،
گهِرِ وينيون گهَٽا کرِيو، سَرَليُون! سَگَ[14]، سَنوان،
صُورَتَ جا ساهَڙَ جي، سا جي ڏِني آن[15]،
هوُندَ نه پَليو[16] مان، گِهڙُو سپ گَهڙا کٽي.

۴

جيڏِيون! ڏُنيان[17] جي، صُورَتَ ساهَڙَ جامَ جي،
سُکَ ٿي سُتِيُون کين کي، کانڌن[18] پاسي کي،
مُنهان[19] ٿِي اَڳِي، گِهڙُو سپ گَهڙا کٽي.

۵

ڏِني جن هيڪارَ[20]، صُورَتَ ساهَڙَ جامَ جي،
سُکِ ٿي سُتِيُون کين کي، پِري[21] ساڻ پَتارَ،
گهِڙِيون گهَڙِنِئان[22] ڌارَ[23]، ڪاهي پيئُون ڪُنَ ۾.

---

۱- درياه جي وهڪ ۲- درياه جي شاخ ۳- وحدت جو سمنڊ ۴- ايڪانت ۵- خيال ۾ محو ۶- شل موٽائين ۷- پرينءَ پر ۸- ننڍيون مينهون ۹- گهيڙ کان ۱۰- پريتم ۱۱- سريو ۱۲- سينگار ۱۳- سامهون ۱۴- مائٽيءَ جا دم ۱۵- اوهان ۱۶- روڪيو ۱۷- اوهان ڏلي ۱۸- پتارن ۱۹- مون کان ۲۰- هڪواريءَ ۲۱- ملي ۲۲- دلن کان ۲۳- سواءِ.

*درياه ۾ اُنهي شاخن ۾ لک آهي، پر جت عشق آهي، لت لک ئي نرالي آهي. جنکي وحدت جي سمنڊ سان نينهن آهي، سي هميشه ايڪانت ۾ پنهنجي خيال ۾ محو ٿا گذارين.

٦

... هڻ موڙ جئن، سَرَليوُن! جي ڏسو سَيئي،
تہ سُمهو ڪين سُکِ[1] ٿي، وَرَ پاسو ڏيئي،
مُنهان اَڳيئي، گهِڙو سب گَهڙا ڪٽي.

٧

جيڪي ڏنو مان، سو جي ڏنو جيڏِيين،
گَهرَ وَرَنيِن سان، هؤند کَهڻِ گهوري ڇڏيا.

٨

گَهڙَنِ واريُون ٽَڙَنِ[2] لي، گهڙَنِ کَهٽيئي،
سَيڪا ڇئي ”آڏوُن سُهٽي، لَئِ پِريان پيئي“،
صُباحَ[3] سَيئي، پَسِيوُن پاتارَ ۾.

٩

ڪَنڌيءَ اُبيوُن ڪيترِيُون، ”ساهڙ ساهَڙ“ ڪَنِ،*
ڪنيِن سانگو ساهَڙ جو ڪِي ”گهورِيَس“[4] ڪيو گهڙَنِ،*
ساهَڙ سَندو ٿَنِ، گهاگهائي[5] گهڙَنِ جي.

١٠

وَکِنِ ويٺا ڪانگَ، وِچِين[6] ٿي ويلا[7] ڪري،
گِهڙي گَهڙو هَٽ ڪري، سُٽي سانجهيءَ بانگَ،
سيئي ڏِوُنڍي[8] سانگَ، جني ساهڙ سِڌِرِ ين.

١١

گِهڙي گَهڙو هَٽ ڪري، بِهوُن[9] نِهاري بَنگَ[10]،
سر در قدم يار فدا شد چہ باشد[11]، وَصلَ اِهوئي وَنگَ[12]،§
راتِ جنين جو رَنگَ[13]، اَلا! سي اُڪارِئين[14].

١٢

گِهڙي گَهڙو هَٽ ڪري، بِهوُن نِهاري بَنگَ،
وَ اَمّاَمَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّهٖ[15]، اِيءُ لَنگهيائين لنگهہ،
سَڪَنديَن ڪي، سَيّدُ چئي، ڪين جَهليندو جَهنگ[16]،
راتِ جنين جو رَنگَ، اَلا! سي اُڪارِئين.

١٣

گِهڙي گَهڙو هَٽ ڪري، چيلهہ بَڌي چولو[17]،
منهنجو مَنُ ميهارَ ڪي، پارِ وڃي پهتو،
گهوليي ۾ گهولو، مونکي مُحِبَّ ميهارَ جو[18].‡

١٤

گِهڙي گَهڙو هَٽ ڪري، بوڙيائين بانهوُن،

---

١- پٿار ٢- درياه جي گهاٽن ٣- صبح جو وقت ۴- صدقو ٿيس ٥- مشڪي ٦- ٽوهري ٧- گذري وڃي ٨- آستان ٩- گهڻو ١٠- درياه جو پيچ ١١- ”محبوب جي قدمن ۾ قربان ٿيو تہ ڇا ٿيو“ (شاه عنايت جي مصرع) ١٢- دستور، ور، پيچ ١٣- موج ١۴- پار رسائين ١٥- ”جو پنهنجي رب اڳيان بيهڻ کان ڊڄي ٿو“ (سورة النازعات) ١٦- خطرن جو مونجهارو ١٧- لانگوٽ ١٨- ٻوڙ ۾ ٻوڙ.

*ڪنڌيءَ تي بيهي، ڪيترِيون ئي عاشقياڻيون، ساهڙ جو نالو پيئون اچارين. اُنهن مان ڪن کي پنهنجي جان جو اونو آهي ۽ ڪي ”صدقو ٿيس“ چيو، ڪنن ۾ ڪاهيو پون.

§”سر دوست جي قدمن ۾ قربان ٿيو تہ ڇا ٿيو“ اِهوئي وصال حاصل ڪرڻ جو طريقو آهي.

‡مونکي پنهنجي پرينءَ جا ٻوڙن ۾ ٻوڙ پيا پون.

ويچاريءَ وَڏيوُن ڪيون، وچِ دَرياه دالهوَن،
موٽ، مُحبَ[1]! پاهوَن[2]، ٽاڪُنِ[3] لَڪي آهيان.

15

گِهڙي گَهڙو هَٿ ڪري، الاهي ٿُهارَ[4]!
جَنگَهہ جَرڪي[5] واٽ ۾، سِسي کي سيسارَ[6]،
چوَڙا ٻيڙا[7] چڪ ۾، لُڙَ[8] ۾ لُڙهيَس وارَ،
لَکين ڇُهٽيس لوهٽيوَن[9]، ٽِلهيوَن[10] ٽَرَنڊوَن[11] ڏارَ،
مَڙيا مَڇَ[12] هزارَ، ڀاڳا[13] تيندي سُهڻي!

16

مِنهِن[14] جنهنجي مُوَن، ڏنو مُنهن ميهارَ جو،
آهيمِ ساهَ[15] سَٺوَن، سو ڪيئن گَهڙو گهوريان؟

17

گَهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، مَرُ چوُرُ[16] ٿئي چوُڙو،
طالِبُ الْمَوْليٰ[17] مُذَکَّرُ، اِيُ ٻُڌَندِنِ ٻوُڙو[18]،
ڪوڙهيو ڏُمُ[19] ڪوُڙو، موُن ميهارُ مَنَ ۾.

18

گَهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، مَرُ ٻيڙَ ٿئي ٻانهين،
طالِبُ الْمَوْليٰ مُذَکَّرُ، اِيَ ٻَرِ[20] آسانهين[21]،
پُٺان[22] مَ پاهين[23]، موُن ميهارُ مَنَ ۾.

19

گَهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، پاٽان[24] هو حجابُ[25]،
واجِبُ[26] وڃي وُجوُدَ[27] ۾، رهيو روُحَ رَبابُ[28]،
ساهَڙَ رِءَ صَوابُ[29]، آئوَن گهڻوئي گهوريان.*

20

گَهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، ٽان ڪي ٽَرُ[30]، هِنيان[31]!
اَدَبُ[32] اَکَڙِنِ کي، ڏيهاڙي ڏِيانِ،
ميهارَنِ مِيانِ[33]، سَٺون سوُنهايُمِ[34] ٻيڙو.

21

گَهڙو ڀَڳو تہ گهوريو، آسَرَ[35] مَ لاهيجِ،
لاتَقْنَطُوا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ[36]، ٽُرَهي اِنَ ٽَرِيجِ،
حَبيباڻي[37] هيجِ[38]، ٻِسين مُنهن ميهارَ جو.

22

گَهڙو ڀَڳو، مُند مُٺي، ويا وَسيلا،

1- پريتم! 2- پوئتي 3- لڪيندڙ جانورن 4- ڏٺي، لڌهنجي آسري 5- وڏي مڇي 6- سيسر (سائي رنگ جو واڳهو) 7- ٻيٺا 8- لڙائيل پاڻي 9- مڇيون 10- خوفناڪ مڇيون 11- اصلوڪن همڪن کان 12- مانگرمڇ 13- پيرا پيرا 14- ٻهاني، وسيلي 15- جان جهڙو پيارو 16- رلڻيون رليون 17- خدا جو طالب نر آهي (حديث) 18- گاهه جو ٿب (ٻڏندڙ جو وسيلو) 19- سهڻيءَ جو مڙس (نفس) 20- ريت 21- اسان جي 22- پوان 23- پوئتي 24- اُٿلندو 25- پردو، رنڊڪ 26- ساز 27- آندر 28- سرندو 29- دنيوي پاڪيزگي 30- ٽڌهن ۾ 31- اي دل! 32- ضابطو 33- ميهارن جي مهندار 34- ڏيکاريم 35- آسرو 36- ڌڻيءَ جي ٻاجهه کان نراس نہ ٿيو (قرآن شريف) 37- محبوب جي 38- سڪ.
*پريتم کان سواء مان دنيوي پرهيزگاريءَ کي جيڪر گهوري ڇڏيو ڪريان.

ساءَ ڇڏيائين سيرَ ۾، هَيءَ! رهيا حيلا،
سُهڻيءَ جا سِيلا، وَڃڏَ سڀ وِڃائيا.*

۲۳

گهڙو ڀڳو، مُندَ مُئي، وَسِيلا وِيا،
لِنهان پوءِ سُڻا، سُهڻيءَ سَڏَ ميهارَ جا.

۲۴

جڏهن وَسِيلَن، اوڙهي ڇڏي لُڙَ ۾،
پاراران پرِيَن، تڏهن پُڇي سُهڻي.

۲۵

ٻاڌُ مَ ڪَڇِ ٻاڌَ سين، وَسِيلا وِڃاءِ،
عِشق ساڻُ اُتاءِ، پيرُ پِريان جي پارَ ڏي.

۲۶

ٻاڌُ مَ ڪَڇِ ٻاڌَ سين، وَسِيلا وِسارِ،
لُڙُ لَنگهائي، سُهڻي! پرت وجهنديءَ پارِ،
سي لُڙَ لَنگهيندئُون تارِ، اَڪَنڌَ آڳَهُ جن سين.

۲۷

ٻاڌُ مَ ڪَڇِ ٻاڌَ سين، رِءِ وَسِيلي وانءُ،
مَتان ساڻُون، سُهڻي! پِرت وَنجي پانءُ،
نِينهَن نِگهنديءَ نانءُ، وَنءُ پِريان جي پارَ ڏي.

۲۸ §

ٻاڌُ مَ ڪَڇِ ٻاڌَ سين، رِءِ وَسِيلي وَڃُ،
لالَنَ تنهين لَڌَ، عِشقُ جنهِن جي اڳَ ۾.

۲۹

ٻاڌُ مَ ڪَڇِ ٻاڌَ سين، رِءِ وَسِيلي وَڃُ،
پيلو پيري پَچُ، اَڪَنڌَ ڪَنُڌ عَميق ۾.

۳۰

ڪونهي آڳهُ اُهڙو، جهڙي مُحبتَ مَنِ،
اُپِوَن اورئين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَکَ پُچَنِ،
نَدي تن نيڙُ نٿي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ،
سَڪَ وَساڻي، سُهڻي! اَصلِ عاشِقَنِ،
سي جَهلِيوَن ڪينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي ميهارَ کي.

۳۱ ‡

پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇي سي ميهارَ،
تُرهو تنين بارُ، عِشقُ جنين کي آڪِرو.

۱- طاقت، هوش ۲- گم ٿيا ۳- دنيوي اُپاءَ ۴- هار سينگار ۵- ايڪائي ٦- تنهن کان پوءِ ۷- پڌا ۸- ظاهري اُپاوَن يا اسبابن ۹- پرينءَ پر کان ۱۰ خودي ۱۱- ڪڍ ۱۲- محبت ۱۳- اُڪير ۱۴- سونهون، پروسو ۱۵- وچ ١٦- وچ ۱۷- درياه ۱۸- پير ۱۹- وچ ۲۰- پريتم ۲۱- حاصل ۲۱- ڪچو داو ۲۲- ٿيرائي ۲۳- اورينءَ پر ۲۴- نهر ۲۵- ليز.
*ايڪائيءَ سهڻيءَ جا سڀ دنيوي وسيلا گم ڪري ڇڏيا.
§ ٻاڌ سان خودي نہ ڪڍ ۽ سواءِ ڪنهن حيلي جي هل. محبوب اُهي تيون حاصل ڪن، جنجي رهبري عشق ٿو ڪري.
‡ جي ميهار لاءِ تيون سڪن، تن لاءِ ميهار سڪي ٿو. (ڏٺي اُنهنکي ياد ٿو ڪري، جي ڪيس ياد ڪن ٿا). جنجي محبت ليز آهي، تن لاءِ ترهو هڪ بوجو آهي.

٣٢

عِشقُ جنين کي آڪرو، ڙرھو مٿي تن،
جي ساھڙ کي سڪن، تنين جر[1] جندڙ[2] ٿئي.

٣٣

ڙرھو آڳ م لن کي، جن عشق سين آگاه[3]،
پڇي مَن[4] مَلاح[5]، ساھڙ[6] مٿي سُھڻي.

٣٤

ساھڙ، سا سُھڻي، سائر ٻڻ سوئي،
آھي نجوئي، ڳجھ[7]: ڳجھاندر ڳالھڙي.

وائي

کھڙي منجھ حساب[8]؟ھڻڻ منھنجو ھوت ري، لا!
گولي! پَجُ گناه کان، ڪونھي سوڙ[9] ثواب[10]،
نڪي لطافت[11] ۾، نڪي منجھ رباب[12]،
خُدائي[13] خُوب[14] تنين، لائين جي لُعاب[15]،
پَليٽُ ٿي پاڪ ٿئي، جنبيو[16] منجھ جناب[17]،
سو نه ڪڏھن شيءِ ۾، جيڪي منجھ تُراب[18]،
ھوءَ جي جرڪيا[19] جرلي[20]، سي ٿان سڀ شباب[21]،
ھاديءَ[22] سين ھُن پار ڏي، رڙھين ساڻ رڪاب[23]،
چنبو وجھي چور[24] کي، آءُ ڇڙ[25]، عقاب[26]!
ديد[27] وڃاءِ م دوست جو، ھلي منجھ حجاب[28]،
ڪسرت[29] آھي قرب[30] ۾، ادغام[31] ۾ اعراب[32]،
فنا[33] وجھي فم[34] ۾، ڪارڻ[35] تئي ڪباب،
ڏي طھورا[36] تن کي، جي سڪن لاءِ شراب،
مُنيءَ ڪيا مرض ۾، جاوا[37] سڀ جواب.

## سر سھڻي - داستان پھرئين جو سار

عشق جي عميق ۾، واھڙن ۽ ندين کان وڌيڪ لُک آھي. سھڻيءَ جي سيني ۾ به اھو عميق سمايل آھي. ھوءَ نماشام جي وقت، بانگ جو آواز ٻڌي، ڪُنن ۾ ڪاھي ٿي پوي. ساھڙ جي حسن کيس مفتون ڪري ڇڏيو آھي. ڪوڙيون عاشقياڻيون رڳو ڪنديءَ تي ويھي، زبان سان "ساھڙ، ساھڙ" ٿيون ڪن، پر سچيون، ساھ جو سانگ نه ڪري، مرڪنديءَ، پاڻکي وھ سر ٿيون وجھن. سھڻيءَ جو درياھ ۾ گھڙڻ ۽ مڇين، سيسارن، لوھڙين ۽ ليلھين جو کيس اچي ورائڻ. وار لڙ ۾ پيا لڙھنس ۽ چوڙا چڪ ۾ مڙي ويا اٿس. سچي عشق اڳيان، پاڻي به منجھي نسورو پھڻ ٿيو پوي. ڪوڙين لاءِ لُڙھو آھي، سچين لاءِ اُڪنڊ. ھي وجود به ھڪ دلو آھي، جو پڪو نه ڪوريو، ڇو ته انسان ۽ حق (ايشور) جي وچ ۾ اھوئي ھڪ حجاب آھي.

---

١- پاڻي ٢- پھڻ ٣- سڄاڻپ ٤- ھرگز نه ٥- ميربحر ٦- ساھڙ ڏانھن ويندڙ ٧- اوڻھو اسرار ٨- ليکي ٩- مزو ١٠- پج ۾ ١١- پاڪيزگي ١٢- راڳ، روپ ۾ ١٣- پاڻ مان ئي ١٤- سھڻو ١٥- ڪؤنر (سن) ١٦- آلوٺ ١٧- آلوٽا ١٨- خاڪ ١٩- چمڪيا ٢٠- پاڻي ٢١- ٿوڪٽا ٢٢- مرشد ٢٣- خدمت ۾ رھين ٢٤- نفس ٢٥- نھايت تيز ٢٦- شھباز ٢٧- ديدار ٢٨- پردي ٢٩- نفس کي مارڻ ٣٠- وصال لاءِ ٣١- ٻن حرفن جو جذب ٿيڻ ٣٢- لاڪنائون ٣٣- مانند ٣٤- واسطه ٣٥- محبوب ڪاڻ ٣٦- بھشت ۾ پاڪ شراب ٣٧- آجايا.

## داستان ٻيو

۱

ڪَرَڪَلَ[1] ڪُوچَ[2] ڪُنَ گهڻا، جت جَر[3] واڪُوُ[4] جِئانِين،
پاڻُ اَچلي آبَ ۾، وَهَ سِرِ[5] وِڏائين،
لَهرِيُوُن لنگهيائين، لُطفَ ساڻُ، لطيفُ چئي.

۲

ڪَرَڪَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهڻا، جت دَڙڪو[6] مَنجهه دَرياهَ،
اَچيو اُتاهين گهڙي، سانگو ڪري نہ ساهَ،
ساهڙَ جي صَلاحَ[7]، بارِ[8] لَنگهايَس باجهہ سين.*

۳

دَهشَتَ دَمَّ[9] دَرياهَ ۾، جت هيبَتَ هُلاچو[10]،
وِرچِي[11] وِيرن وِچ ۾، ڪاڏي ويو ڪَچو[12]؟§
ساهڙُ جامُ سَچو، ساڻي ٽِيندُم سير ۾.

۴

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جت سَناٽا[13] سيسارَ،
بيحدِ باڪُوُ[14] بحر[15] ۾، هيبَتناڪ هَزارَ،
سارِيان ڪانَ سريرَ ۾، طاقَت ٽوهان ڏارَ[16]،
ساهڙُ جامَ! سَتارَ! سگهو رَسجِ سيرَ ۾.

۵

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جت ڪَڙڪا ڪُنَ ڪَرِين،
ٻيڙل[17] بانڊيءَ[18] بارِ ۾، اُت لَهرِيُوُن لوڏا ڏِينِ،
سَناوَر[19] ساميا[20]، اُت سيٽايا[21] نہ سَنڌِين[22]،‡
جت وِيرِيُوُن واتَ نہ ڏِينِ، اُت، ساهڙ! سير لَنگهائِيين.

۶

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جت ڪَڙڪو ڪُنُ ڪري،
ٽوڙي[23] ٽاڪُن[24] وِچ ۾، مٿان وِيرَ وَري،
آءٌ، ساهڙَ! منهنجا سُهرين! ٻرڻان[25] پير پَري،
هادي[26]! هَٿَ ڏَري، اونهي مان اُڪارِئين.

۷

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جت ڪُنَن جا ڪَڙڪا،
سَهي ڪين سمُونڊَ جا، ماندي دِلِ دَڙڪا،
ساهڙَ! توُن سڻڪا[27]، فرِيادي[28] فقيرِ جي.

۸

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جت ڪُنَن جو ڪَڙڪو،
آهيمِ اُنهين پارَ جو، دِلِ اَندرِ دَڙڪو،
ٻچي سڪَ، سَيّدَ چئي، سيرَ سَندو سڙڪو[29]،†
والي! ڪج وَڙُ[30] ڪو، تہ پارِ لَنگهيان باجهہ سين.

---

۱- ڪڙڪا ۲- ڪولاهل ۳- پاڻيءَ جا واگهو ۴- جتي ۵- درياه حوالي ۶- دهشت ۷- راضپي ۸- سير ۹- درياه جو چڙهڻ ۱۰- آواز ۱۱- ڳري ۱۲- ڪچو دلو ۱۳- زبردست ۱۴- واگهو ۱۵- سمنڊ ۱۶- ٽوڪان سواءِ ۱۷- چوه مان لڙهندڙ ۱۸- بنڊ، وڻ ۱۹- تارو ۲۰- ڍليا ۲۱- سيٽاه وارا ۲۲- سيٽاه ٿي نہ ٽري سگهن ۲۳- سنڌ ر ناري (سهٽي) ۲۴- لڪيندڙ جانورن ۲۵- پريت وچان ۲۶- اي رهبر! ۲۷- پڪار ۲۸- فقيراڻي ۲۹- هلاچو، جولان ۳۰- احسان.

*ساهڙ جي مهر ٿي ڪيس ڪارونيار مان پار اُڪاريو.

§ويرن جي وچ ۾، ڪچو دلو ڳري، ڪيڏانهن غائب ٿي ويو!

‡جت ماهر تارو ڍلجيو وڃن ۽ سيٽاه وارا بہ همت نہ ٿا ساري سگهن.

†نيٺهن، درياه جي جولان کي مات ڪيو ڇڏي.

٩

دَهشَت دَمُ دَرياهَ ۾، جِت لُڙَ لَهرِيُون، لَس، ليٽَ،

آٽيو اوپارَن ۾، ٻانڊي ٻوڙي ٻيٽَ،

جِت چِڪڻ جي چيٽَ، اُتِ، ساهڙ! سيرَ اَنگهاءِ توُن.

١٠

دَهشَت دَمُ دَرياهَ ۾، جِت لِکيون[1] تنوارُون[2]،

منهنجون مانَ ميهارَ کي، ٻَهچن پُڪارُون،

لَڪَ، ساهَڙَ! سَنيارُون[3]، تہ لَهرِن لوڏي نہ مَران.

١١

دَهشَت دَمُ دَرياهَ ۾، جِت جايُون جانارَنِ[4]،

نَڪو سَندو سيرَ[5] جو، مَپُ[6] نہ مَلاحَنِ،

دَرِندا[7] دَرياهَ ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ،

سَچا ٻيڙا ٻارِ ۾، هَليا هيٺ وڃن،

ٻُڙو پِندا نہ لَٿي، لَکين منجهان لَنِ،

ڪو جو قَهرُ ڪُنَنِ ۾، وِيا ڪين وَرَنِ،

اُتي اَڪنارُنِ، ساهَڙَ! سيرَ لَنگهاءِ توُن.

١٢

دَرَهڙَ[8] دَنّسَ[9] دَرياهَ ۾، جِت لَهرِيُون ڪَنِ لوڙا[10]،

سَٿين اَچي سمونڊَ ۾، تيا سيٽايا سوڙا[11]،

جي ڪارو هُٿا[12] لوڙا، تن هَربو[13] پانيو هيڪڙو.*

واني

سَچا ساهَڙَ! مونکي توُن، اي وَنهيار[14] واهَرَ[15]! مونکي توُن،

اي! نيٺي اَولِ پِريان جي پارَ ڏي.

ڪُنَ جي ڪارونيارَ[16] جا، وو! سي آئُون پانِ پِيُون،§

سندو جيڻ آسرو[17] وو! مَنان لاٿو مُون.§

## سر سهڻي - داستان ٻئي جو سار

درياهَ ۾ هيبتناڪ هل حشر آهي. ڪنن جا ڪڙڪا پيا پون، ۽ اَنيڪ درندا خوفناڪ آواز ڪيو، سمنڊ اندر سٽون پيا ڏين. درياهَ جو روپ اهڙو تہ ڀيانڪ آهي، جو اُن کي ڏسندي، هنئون ڪنبيو وڃي. آب جي اهڙي زبردست اُڇل پيئي پوي، جو سيٽاهہ لي ڪرنڊڙ ۽ اُنهن ڪن جي سمرتي نہ ٿا ساري سگهن. منجهس وڏا ٻيڙا ڪن ۾ غرق ٿيو وڃن. مهراڻ جي مپ جي ڪل، ماهر ملاحن کي بہ ناهي. مطلب تہ عميق جو اَنت لهڻ مشڪل آهي. عجب تہ اهڙي وهہ ۾ سهڻيءَ اَچي پاڻ اُڇليو آهي! هوءَ ور ور ڪري وچ سير ۾ ساهڙ کي سهائتا لاءِ پڪارون پيئي ڪري. ڏٺيءَ جو طالب بہ هن سنسار روپي مهاساگر جي اُڇان ۾ مالڪ کي ٻي ٻاجهہ لاءِ ٿو ٻاڏائي. هن ڪارونيار ۾ ٻيو ڪو سندس وسيلو ڪونهي.

١- زوردار ٢- آواز ٣- سنيالون ۴- جانورن ۵- اَنت ٦- اونهاڻ (ماپ) ٧- خونخوار جانور ٨- گهمسان ٩- هل هلاچو ١٠- وڏو آواز ١١- سوڙها (پريشان) ١٢- اصل کان ١٣- نِپو ١۴- سائو ١۵- مددگار ١٦- پرتوي ١٧- من تان.

*جي ازل کان ڪارا هوا، تن درياهَ کي صرف هڪ نِپو ڪري سمجهيو.

§سمنڊ جا جي قهري ڪُن آهن، تنکي مان سٽون پٽ لي پانيان. مون پنهنجي دل تان زنده رهڻ جو آسرو ئي پلي ڇڏيو آهي.

## داستان ٽيون

١

تڙ تڪڙ تار گهڙڻ، اِيءَ ڪاٺيارن ڪم،
ڏه ڏه پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏورابا ڏم.
عقل، مت، شرم، ٿيئي نينهن نهوڙيا.*

٢

گهڙان ڪري نه گهور، تڙ تڪڙ ڪان نه لهي،
جنهنکي سڪ ساهڙ جي، ٻوڙن متي ٻور،
ڪاريءَ رات ڪنن ۾، وهن ڪي وهلور،
جنهنکي ساڻ پريان جا سور، تنهنکي ندي ناه نگاه ۾.§

٣

جتان گهڙي لنگهڻ، ڪهڙو پڇن ڪوڙيون،
ڏم سين جسو ظاهرا، من مهار سين ميڙ،
سا ندي پاڻي نيڙ، جنهنکي سڪ ساهڙ جي.

٤

جتان وهي لنگهان وات، ڪهڙو پڇن ڪوڙيون،
جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهيڙ نه پڇن گهاٽ،
جن کي عشق جي آسات، سي واهڙ پاڻيئين وڪڙي.

٥

ڪنهن جنهن گهيڙ گهڙي، جن اولڙان تڙ ٽيوس،‡
سالم ويئي سهڻي، ڪُنن ڪين ڪيوس،
اهس اڪڙين ۾، پريان جو پيوس،
جتان حق ٿيوس، هئي طالب حق جي.†

٦

هئي طالب حق جي، لوڏي لاڪون لوڙ،
نه ملاح نه مڪڙي، نڪي ٻڌي ٻوڙ،
پاٽي پنيءَ بوڙ، سهڻيءَ ليکي سِر ۾.

١- هڪدم ٢- تار پاٽيءَ ۾ ٣- غرض وارين ٤- نابود ڪيا ٥- گهيڙ تان ٦- جاچ ٧- ڳولي لهي ٨- ٻوڙن ٩- حيران ١٠- ڪنڌي ١١- ظاهري طرح ١٢- ميلاپ ١٣- نديءَ نهر ١٤- جتان ١٥- هلي ١٦- لنگهان ١٧- تڙ ١٨- نديءَ وڪ ١٩- خراب تڙ مان ٢٠- سٺائو تڙ ٢١- چمڪو ٢٢- ڏٺيءَ طوفان ٢٣- نياءُ ٢٤- پتي، ايشور، سچ ٢٥- اصل ڪان ٢٦- رسا ٢٧- مس گوڏي ٽائين ٢٨- سهڻيءَ جي خيال موجب.
*عقل، هوش ۽ حيا کي عشق فنا ڪري ڇڏيو.
§جنهنکي دلبر جو درد ساڻ آهي، تنهنجي نظر ۾ ندي ڪجهه نه آهي.
‡اهڙي ڪنهن گهيڙ ڪان گهڙي، جو خراب تڙ ته هن لاءِ منجهي سٺائو ٿي پيو.
†حق (ڏٺيءَ) طوفان ساڻس حق (نياءُ) ٿيو، ڇو ته هوءَ طالب به حق (پتار) جي هئي.

٧

لوڏي لوڙائين، نيهن[2] نَواري[1] سُهڻي،
ڳچيءَ هارُ حَبيبَ[3] جو، لائِقُ لَڏائين،
سو ڪِڙُ سونائين[4]، جيڏانهن عالَمَ[5] آسرو.*

٨

لوڏي! ٿهائين[6] جي، سي هنيي ڇڏ حرصَ،
ساهَڙَ ڏاران سُهڻي! ڪوڙيون ڪَنِ ڪِرسَ[7]،
وَڏي اِيَ وِرسَ[8]، جيئن ڏَمَرَ وَتِ ڏينهن ڳُدارين.

٩

لوڏيءَ ڪي تَعظيمَ[9]، پين سيئَنان[10] اڳري[11]،
اوڏي ٿي اَلِفَ[12] ڪي، مَنُ ڳَڏيائين سين ميمَ[13]،
جيلان[14] ذاتِ[15] حَليمَ[16]، مِلي لي[17] ميهارَ ڪي.

١٠

ساري سِڪَ سَبَقُ، شرِيعَت[18] سَندو، سُهڻي!
طَرِيقتان[19] لِکو وَهي، حَقيقَت جو حَقُ،
مَعرِفَتَ مَرڪُ، اَصلُ عاشقن ڪي.

١١

صَبرُ شاڪرن[20]، آهي اوطاقن ۾،
جي واصلُ[21] ٿيا وِصالَ[22] ۾، سي ڏرو ظاهرُ نه ڪَنِ،
وِيئَتَ[23] واهَرَ ٽَرَنِ، هينئڙا[24]، جن هَڃي ويا[25].§

١٢

پَلِ پَلِ تي پَلي، ڏَمَرَ ڏِهاڙي ڪيترو،
پَسي دُورُ دَرِياءَ جو، وچان ڪينَ وَلي[26]،
ڪاريءَ راتِ قَرِيبَ[27] ڏي، مَنجهان حُبَّ هَلي،
نه ڪڏهن جهولَ جَهلي[28]، هُٿي[29] سَمَن ٻوڙي سُهڻي.

١٣

جهولَ نه جَهلي سُهڻي، سائِرَ[30] سَتَ سَنديائِس،
جنهن اَهڙي جائي عاجِزا[31]، سا مَرُ مَرڪي ماسِ[32]،‡
پَسين جي پِياسِ[33]، نه ڪي عِشقُ آڻين.

١٤

نَڪا جهولَ جَهليس، نه ٽانگهو نه ٽارِ ڪي،
ڏَمُ ڏِهاڙي ڪيترو، پَرِ ۾ ٽو پَليس،

١- اَزل کان ٢- پريم جي نوازيل ٣- محبوب ٤- هٿ ڪيائين ٥- ساري جهان جو آڌار (روحاني رهبر)
٦- هرڪائين ٧- ماڻا ٨- غلطي ٩- شرف ١٠- سيني کان ١١- مٿي ١٢- اَلله ١٣- حضرت محمد صلعم
١٤- جنهن صورت ۾ ١٥- سياءُ ١٦- نئڙت واري ١٧- لنهن ڪري ١٨- مذهب جي پابندي
(پهرين منزل) ١٩- طريقت کان ٢٠- شڪر ڪندڙن ٢١- محو ٢٢- ميلاپ ٢٣- سواء ٢٤- هردا
٢٥- فنا ٿي ويا ٢٦- پوئتي وري ٢٧- پرينم ٢٨- ٻاري جهڙو سرد بيٺل پاڻي ٢٩- وچن،
اقرار ٣٠- ڪاهه ٣١- اَبلا ٣٢- ماڻس ٣٣- سندس پرين.
*سهڻيءَ اهو ڪڙو وڃي هٿ ڪيو، جنان ڪيس پنهنجو محبوب مليو، جو ساري جهان جو آڌار آهي.
§جنجون دليون محبت ۾ فنا ٿيون پيئون آهن، سي ٻيا ڪنهن مدد يا وسيلي جي لوڙ نٿا.
‡جنهن ماءُ کي اَهڙي نياڻي جمي، سا پَل نه فخر ڪري.

تان تان جيّ جَليس، مِلي جان نہ ميهارَ کي.

١٥

سِهَ[1] سِيارو[2]، پاڻي پارو، جت جُهڙُ جَهڪَ ۽ جهولَ،
مَنَ اَندرِ ميهارَ جا، هِنئڙي اَچن[3] هولَ،
جيلان بَديَسِ[4] ٻولَ، تي اَڙانگا[5] آرَ تَران.

١٦

سِياري سِهَ راتِ ۾، جا گهڙي وَسندي مينهَن،
هَلو نہ پڇُون سُهڻي، جا ڪَرَ[6] جاڻي نينهَن،*
جنهن کي راتو ڏينهَن، ميهارُ ئي مَنَ ۾.

١٧

سانوڻَ گهڙي سَيَڪا، هيءَ سَرَهي[7] سِياري،
تَنُ وڌائين تارِ ۾، اَرواحَ[8] جي آري[9]،
مُحبَّتي ماري، ڪونهي دادُ دَرياهَ ۾.§

١٨

پانڌيِ! جي پيلي ٺئين، نہ حالُ ڳَرِهيان هِيُّ[10]،
سَگهو ساعَت نہ جِندڙو[11]، جِر[12] ري مُنهنجو جيُّ،
سانوڻَ سِيارو پاڻيان[13]، وَهِ[14] پريان جي وِيُّ،
پارِ جنين جو پيُّ[15]، وِچڻ واجبُ تن ٿي.

١٩

واهڙَ![16] پريُون[17] مَ پاء، تو ٻڻ ليکو ڏيٺو،
سَدا سانوڻَ ڏينهڙا، هِتن نہ هوُنداء.‡
وِهاڻيءِ[18] ويندا، اوپَرَ[19] اُتاهان لهي.†

٢٠

واهڙَ! وَهين مَ شالَ، سُڪي پيلاڻيُون[20] ٺئين!
پَسان تُنهنجي پيٽَ ۾، لاڻا[21]، لوُڪَ[22]، ليارَ[23]،
جنهن تو سَپ جَمارَ، آسائتيُون ٻوڙيُون.

٢١

ڪَڙ ڪَڙ، ڪَنَ! مَ وَڄُ، پانڌي ٻوڙ مَ پارِ ۾،
مون تي جا ميهارَ جي، سا ڪيئن ڏٺان ڏَڄُ[24]؟

---

١- ڪٺو، سخت ٢- لڪو واءُ ٣- پوائتا خيال، ٻوُر ٤- انجام ٥- ڏکا وهڪرا ٦- خبر، ڄاڻ ٧- خوش ٨- عشق ، نينهن ٩- ڏکي وهڪري ١٠- سليان ١١- دل ١٢- پاڻيءَ يا ساگر کان سواء ١٣- شوق يا محبت وچان ١٤- سبز ميدان ١٥- سپرين ١٦- اي واه يا درياه! ١٧- ڪنارا نہ ڪيراء ١٨- صبح جو (ساعت ۾) ١٩- اوچايون، اونهايون، اُٿلون ٢٠- پيٽاريون ٢١- ٻوٽا (هڪ قسم جا) ٢٢- ڪندن ٻريا وڻ ٢٣- جهنگ جو ميوو ٢٤- مٽي، دز، رج، لالاڻ.
*هلو نہ سهڻيءَ جو درشن ڪريون، جنهنکي سچي نينهن جي سڌ آهي.
§درياه وٽ بہ ڪو اِنصاف ڪونهي، جو محبتين کي ٻوڙيو ماريو ڇڏي!
‡هتن سانوڻ جا ڏينهن تو لاءِ هميشہ نہ هوندا.
†صبح جو (لڙ ٿي) تنهنجون اِهي اوچايون ۽ اُٿلون آلوپ ٿي وينديون.

لوءِ[1] گهڙنديس اَڄُ، جي اَبَنا آرَ ڪَرِئين.

٢٢

اَدا! ڙي! بانڊي![2] توکي ڪَڙهان ڪِ پاڻَ ڪي؟
سوُڏي خَبرَ سَڄڻين، تو ڪا ڙِ آندي؟
توُن پاتارِيان پانڊي، اَسان پَندَ[3] پرينِ[4] ڏي.

٢٣

مُحَبَّتي[5] ميهارَ جون، دلِ اَندرِ دوُنهيوُن،
آٽيو وجهي آرَ ۾،[6] لُهاٽو[7] اوُهيوُن،
جي ساهَڙَ جون سوُنهيوُن،[8] سِيرَ سِراڙو[9] تن کي.

وائي

مَدَتَ تِيءِ، ميهارَ! يارَ! ساهَڙَ! سائِرَ سيرَ ۾.
اوُنها[10] ڪُنَ، اَتانگَ تَڙَ،[11] اولِي هَڙُ، آدارَ!

ڏيِنهَن ڏُهِلا[12] ڏَمَ سين، آهيان اَوهان ڏارَ،
ٻيَلِ بانبي ٻارِ ڪَري،[13] اَبَ[14] اَبَنا آرَ،
تني گهڙي سُهڻي، آڳَهَ[15] رِءِ آدارَ،
"ڪاري رابِ، ڪَچو گهڙو"، توڏيءِ ڪي[16] لَنوارَ،
سَنيوُڙو[17] سيڻاهِ سين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ!
اوراران آهوُن ڪَريان،[18] پُڇان[19] شالَ پَرارَ،
سَٽيو جهانءِ جِهڄي[20] هنئون، سانپارا[21] سَنپارَ،[22]
آيمَ[23] رِيلي[24] رِيءِ سين، اَللهَ! تو آهارَ،[25]
تارِ تَرَنديَس، لُڙَ[26] لَنگهيندِيَس، ويندِيَس وَٽ وَڇارَ،
ٻوُڙيندِيَس[27] پارِ مَٽي،[28] سَهسين جي سيسارَ،
گولِي[29] گهاگهائي گهڙي، جَڪَنِ[30] تا جانارَ.[31]

## سر سهڻي - داستان ٽيئين جو سار

عشق اَهڙي شيءِ آهي، جا عقل، مت ۽ شرم، لَنهي کي نهوڙيو ڇڏي. سهڻيءَ جو جسم ظاهري طرح ڏمَ سان آهي، پر من ميهار سان واڳيل اَٿس. توڏي (سهڻي) اَزل کان ئي نينهن جي نوازيل ۽ حلم سان سينگاريل آهي. سمنڊ هن لاءِ هڪ ئي برابر آهي. تحقيق، عشق وارن لاءِ 'سير'، 'سراڙو' آهي ۽ سيارو 'سانوڻ'. درياه بيدرد آهي ۽ آساٽين کي ٻوڙيو فنا ڪيو ڇڏي. پر سندس ويرانيءَ جا ڏينهن ٻه نيٺ اَچڻا آهن. درياه ۾ لرندڙ بنڊ ۾ ٻه درياه وانگر نه آهي درد، نه اَحساس، جو سهڻي ڪٽي ساٿس پنهنجو حال اوري. طالب کي ظاهري طرح سدساري سنبند پيل هجن، پر هنجو هنئون حبيب سان حل هٿڻ گهرجي. شريعت لي پختو رهي، طريقت تي هاڻ جڳائيس، ۽ معرفت ماڻي، حقيقت سان هڪ ٿيڻ کپيس.

١- لنهن هوندي ٻه ٢- ويچار ڪريان ٣- عميق مان ۴- پند ڪندڙ ٥- مچ ٦- جلائيندڙ (يعني عشق) ٧- عشق جي آگ ۾ سڙيل عاشقياٽيون ٨- جاڻ واريون ٩- سٿون يا لسو ميدان، روهي ١٠- اوُنها ١١- مدد ڪر ١٢- ڏکيا ١٣- زور سان وهندڙ ١۴- نهايت ١٥- رهبر بنا ١٦- ڪٿي ١٧- ليار ١٨- اورينءَ پر کان ١٩- پرينءَ پر ٢٠- ڪڙڪو ٢١- سامهان ٢٢- يادگيري ڏياريندڙ، (گهنب) ٢٣- پاڻيءَ جي اُٿل ٢۴- لڪ ٢٥- لنهنجي آسري ٢٦- وچين واري، ميهار ٢٧- وينديس ٢٨- پرينءَ پر ڏانهن ٢٩- مرڪي، ڪلي، ڪڏي ٣٠- جڪ تا ڪائين ٣١- جانور.

## داستان چوٿون

١

آڏيون! سڀ آندامَ،[1] چڙن[2] منهنجا چوريا،
لاڙن[4] جا لنؤ[3] لائي، سا ڪيئن آچيان عامَ؟
لڳيس جنهن جي لامَ،[5] سو دلاسا دوست منجهي.

٢

چوڏاري چڙا، ٻرن[6] ٻيلاين جا،
سُتي سنيارن[7] جو، پيم ڪن پڙاءُ،[8]
وهڻ مون نه وڙاءُ،[9] ستيو جهان جهڄي هنئون.

٣

چڙن چوري آهيان، سک ني سمهان ڪيئن؟
ساريان ساهڙ جام کي، ڏه ڏه پيرا ڏينهن،
ميهار مرڻ سيڻن،[10] نير[11] پاٿم نينهن جو.*

٤

ڪارا ڪُنَ ڪاري[12] لڳي، جت ڪارڀر[13] ڪڙڪا،
مَٿي[14] مَٿي مهراڻ ۾، اچن ڏُٻارا[15] ڏڙڪا،
ويندي ساهڙ سامهان، جهول ڏنس جهڙڪا،[16]
ڪرڪن[17] جا ڪڙڪا،[18] سؤنهان[19] ٽيڙس سير ۾.§

٥

ڪرڪن[20] خوش ڪياس، محبتيءَ ميهارَ جي،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، آڏيءَ اُتياس،
سُتي جاڳاياس، سانيم سُپرين جي.‡

٦

جياريس سنيارَ، ڪهُ[21] ڪريندم گڏجي؟
ويروتار[22] وجود ۾، پرين جي پچارَ،
سي سَڄڻ هُون نه ڏارَ، جي هنئين ۾ حَلُ ٿيا.[23]

٧

پيلي پار پري، مون کي چڙن چوريو،
محبتي ميهارَ جي، سُتي شاخ[24] چُري،
مَٿي جهوڪ[25] جُهري، ٻونديس پاريچن[26] جي.

٨

هُنَ ڀِر سُيم هوءِ، سُتي سنيارن جي،
چِٽ چڙن چوريو، جؤنڪ[27] ٽيڙم جوءِ،[28]

---

١- آنگ، عضوا ٢- گهنڊن ٣- گهنڊن جي زبانن ۴- عشق جاڳايو ٥- سرڻ، پناري ٦- وڄن ٧- گهنڊن، چڙن ٨- پڙلاءُ ٩- جڳائي ١٠- تائين، سوڌو ١١- زنجير ١٢- رات ١٣- واسينگ جهڙا ١۴- مست، جوشيلي ١٥- ٻيارا، ٻنهي طرفن کان ١٦- ضربون، چپيٽون ١٧- گهنڊن ١٨- آواز ١٩- رهبر ٢٠- وڏن گهنڊن ٢١- ڇا ٢٢- سدائين ٢٣- سمايل ٢۴- سٽ عشق يا درد ٢٥- وهڻ جي جاءِ، آستان ٢٦- هن پار رهندڙن (يعني ميهار) ٢٧- شوق (ذوق جي بگڙيل صورت) ٢٨- واس، پرويش.

*ميهار مرڻ تائين مونکي محبت جي زنجير وڌي آهي.

§ڪاري رات، گهنڊن جا آواز ني سير ۾ سندس سؤنهان ٿيا.

‡محبوب جي سار مونکي ننڊ مان جاڳايو.

مُحبتيَ ميهارَ جيِ، بالله[1] پيپمِ[2] ٻوُء،
وچي روُء ٻرُوء[3]، ديکيان دوستَ ميهارَ کي.

٩

هُنَ ٻرِ سُيمِ هاکَ، سُتي سَنبارَن جيِ،
مُحبتيَ ميهارَ جيِ، چڙَنِ چورِ يا چاکَ،
اُنهيءِ جيَ اوطاقَ، وِچڻ واجبُ مؤن ٿيو.

١٠

کيڏانهن گهندَ ڳُڙَنِ[5]؟ کيڏانهن اُٿي ويئيوُن؟
ليڏانهن تيون چَرَنِ، جيڏانهن ڀُٽ ميهارَ جيِ.

١١

کِتي تيو ميهارُ؟ کِتي تو گهِندُ ڳُڙي؟
کِتي دوُنهي دوستَ جيِ؟ کِتي ٻريون پارُ[6]؟
جنهن مؤن سَبِ[7] جَمارَ، جَرَ[8] ۾ جهوتؤن ڏنيون.

١٢

وَچِنِ[9] سين وينيِ، سؤرَ[10] وِياچي سُهڻي،
آن کا تي ڏينيِ، مينهُنِ[11] جي ميهارَ سين؟

١٣

ٻُڌيو پينگهُن[12] پاندَ، ويني روء وَچِنِ سين،
ڪَڏهن کريندس کانڌَ[13]؟ گهر[14] ٻَگو ٿان گهورِيو.

١٤

ٻُڌيءِ پايو پانهن، ويني روء وَچِنِ سين،
لائيان لالَ لڱنِ کي، اُئين جيَ چَرو[15] کانهن،
آئوُن اوهان جيءَ دانهن، سَدا[16] يُٺان سَنڙي[17].*

١٥

پيليان[18] جتِ پِڳيون، آئيوُن اُتِ وَري،
کانهي ٻي ڳَري[19]، مينهُن کي ميهارَ ري.

١٦

ميهارانِ[20] مِرکَ[21]، پيتائين پريمَ جيِ،
لنهن مُندَ[22] مَتوالي کيِ، سَنديءِ ساءَ سُرکَ،
لڳيَسِ کامَ[25] کِرکَ[24]، لوهان لکي لطيفُ[23] چئي.§

١٧

ميهارانِ مَهي[26]، پيتائين پريمَ جيِ،‡
اُرکَ[27] سُرکَ، سَيدَ[28] چئي، لڳيَسِ ڏؤتَ ڏهي،‡
سَگهي ٿان نه سَهي، مِلي جان نه ميهارَ کي.

---

١- الله جو قسم ٢- سرهاڻ ٣- ڏسان ۴- زخم ٥- وڃن ٦- جنهن لاءِ ٧- پاڻي ٨- ٻوڙائون ٩- مينهن ١٠- اوري، سلي ١١- ڏيت، مڪاميلو ١٢- نوڙين ١٣- مڙس يعني ڏم کي ١۴- ڏم جو گهر ١٥- ٻڌين ۽ ٻورن لي اُيرنڌڙ گاه ١٦- رهان گذاريان ١٧- خوش، سرهي ١٨- چراگاه ١٩- واه، وسيلو ٢٠- ميهار کان ٢١- سرکي، پڪ ٢٢- سود، ذائقي ٢٣- پريم ٢۴- پاڻ ٢٥- لوه کان ٢٦- جهڙ، لسي ٢٧- گيت ٢٨- اوڏوت (اُجهل پياس جاڳائيندڙ).
*مان اوهانجي رنڍ لي هميشه سرهي ٿي گذاريان.
§هنکي لوه کان ئي نکو، عشق جو کان لڳو.
‡ميهار کان پريم جي مهي کا اُهڙي گهت ڏيئي پيتائين، جو اُها اوڏوت ٿي لڳيس (يعني پياس ئي نه ٻجهيس).

١٨

مَري ٽان مَ ميهارَ، وَٺاڻُ وِلهو[1] مَ ٿئي،

وَڃڻ جي وَچارَ جو، وِنگو[2] ٿئي مَ وارُ،

ساهَڙُ مؤن سينگارُ، ماڻهن ليکي مهڙو.

١٩

مينهوَن هن ميهارَ جون، اَلا! سَڀ ٻڪَنِ،

وَڃؤن جي ڪيرَنِ[3] سين، سَدا ٿيؤن سؤنهَنِ،

مونکي ماڪين[4]، ٽاڻي هَنيو ٽارِ ۾.*

٢٠

مينهوَن هن ميهارَ جون، اَلا! سَڀ جيَنِ،

ڪاريؤن، ڪَکيؤن[5]، ڪُنڍيؤن[6]، وارا ڪيو وِيَنِ[7]،

جؤء جا جاندارَنِ[8] جي، پيلا ٻَهَ[9] ٻَهَ ڪَنِ[10]،§

اَچي رِلَ[11] رَهَنِ، مون سانيارا[12] سُهرين.‡

٢١

چاهَڪَ[13] چَري، ٽارِ ٽَري، آيؤن مَٿي آرَ،

ڪوڙيين ڪَرَ ڪَٽَنديؤن[14]، سُٽِي سَڏَ ڏارَ[15]،

مينهوَن ساڻُ ميهارَ، پَرچي پارِ لَنگهينديؤن.

٢٢

چاهَڪَ چَري، ٽارِ ٽَري، آيؤن مَٿي پيٽَ،†

لُڙَ لَنگهينديؤن ليٽَ، لُطفَ ساڻُ، لَطيفَ چئي.

٢٣

چاهَڪَ چَري، ٽارِ ٽَري، آيؤن مَٿي ڪُنَ،

ڪوڙيين ڪَرَ ڪَٽَنديؤن، ساهَڙَ جي سَمَنَ[16]،

مينهوَن ساڻُ اَمَنَ[17]، پَرچي پارِ لَنگهينديؤن.

٢٤

چاهَڪَ چَري، ٽارِ ٽَري، آيؤن مَٿي ڪوهَ،

سُٽِي سَڏَ ساهَڙَ جو، راضي ٿينديَنِ روحَ،

مينهوَن ساڻُ صُبوحَ، پَرچي پارِ لَنگهينديؤن.

وائي

مونکي ڪامَ[18] جَهلي، سَيَڪا پاڻُ پَلي،×

آئؤن وِڌَڙي نينهَن اَڇَلي.

ويندي آئؤن پارِ پريان ڏي، مونکي ڪامَ جَهلي،

ٽَنُ وِڌائين ٽارِ ۾، آڏيءَ راتِ[19] اَچلي،

پَسي دؤنهيؤن[20] دوستَ جون، مدهنجو جيُّ جَلي.

١- وِيران، سچو ٢- ميهار ٣- ڪلن ٤- اَڪين جي ٽارن ٥- وڪڙدار سڱن واريون مينهون ٦- واري واري تي ٧- ويامن ٨- جاء ٩- جانورن ١٠- چمڪن ١١- پاڻيءَ جي اُٿل ڪري سبز زمين ١٢- سامهان ١٣- چارو، گاه پنو ١٤- ڳاٽ ڪٽينديون ١٥- ڏنار، ميهار ١٦- انجام، وعدو ١٧- سلامتي، خير ١٨- ڪا بہ نہ ١٩- پاڻي ٢٠- دونهيءَ جو جمع.

*مونکي سندن روشن اَکين، ڪشش ڪري، اونهي ۾ آندو آهي.

§جي پيلا چوپائي مال سان وسيل آهن، سي ٻہ ٻہ ڪري پيا چمڪن.

‡مدهنجا پرين شل اَچي سبز ميدان ۾ منهنجي سامهون رهن.

†هو چارو چري ۽ اونهي مان اُڪري، اَچي سلامتيءَ واري هنڌ تي پهتيون.

×سيڪا پاڻکي وس ۾ رکي؛ مونکي ڪابہ نہ روڪي.

## سر سهڻي - داستان چوٿين جو سار

ڇڙن (گهنڊن) جي آواز، سهڻيءَ جي اندر ۾ ستل عشق جاڳايو آهي. هوءَ گهر ۾ قرار سان سمهي نه ٿي سگهي ۽ هروقت ساهڙ جي سيپار ڪيس ستائي پيئي. سچ ته، سندس هنئين سان حل ٿيو پيو آهي. پرينءَ پر ڪان ڪيس "محبتي ميهار جي بوءِ" پيئي اچي. هوءَ پنهنجو حال ميڻهن سان ٿي پيئي اوري. ميهار جي مهيءَ جي ڪا اهڙي سرڪي پيئي اَتس، جو پريم جي اُجهل اَگني اَچي سندس اندر ۾ اُبري آهي. ميهار جي درشن لاءِ هروقت پيئي لڙڇي؛ هن جي صدقي، آڌيءَ رات اَچيو پنهنجو تن، تار ۾ ٿي اُڇلي. ميهار ڪان سواءِ وڇن جو ڪو پيو وسيلو ڪونهي. شل ميهار سان گڏ سندس ميڻهون به هميشه زنده هجن؛ انهنجون ماڪيون به نوراني آهن. "مونکي ماڪين، ٽاڪي هنيو تار ۾."

•

## داستان پنجون

١

سانده سَپ دَرياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
چَڪي چوليءَ ۾ ڳهڙي[1]، جتي جي[2] وڙاهُ[3]،
پَسيو ڏوهَ ڏکي هِنئون، آرَ مَتي اَرواحُ،
جي لوهُ[4] تئي تونانهن[5]، ته ويرَ وَهيڻو ناهِ ڪي.*

٢

سانده سَپ دَرياهُ، پري ڪَنڌي پارَ جي،
ڪَنبي هِنئون ڪما حَقَهُ[6]، آرَ مَتي اَرواحُ،§
دِلاسي دارَينَ[7] جي، سانڍيو سانڍي[8] ساهُ،§
جي لوهُ تئي تونانهن، ته ويرَ وَهيڻو ناهِ ڪي.

٣

سِڪَ وارَنِ سُترو، جي دَهشَتَ سان دَرياهُ،
اوڙَڪِ[9] اُنين جو نه رهي، آرَ ہا اَرواحُ،
ويندي ساهڙَ سامهون، صَدقو ڪنديون ساهُ،
جن ڪي حُبَّ[10] انهين جي آهِ، ساهڙُ ساٿي تن جو.

٤

گهڙيا سي چڙهيا، لِئين اَليٺي،
مَٺي مَتي مَهراڻَ[11] ۾، ٻؤ نهو ڏيٺي،

---

١- ديواني، حيران ٢- لهر ٣- جيءَ جو جوکو ٤- مهر، لطف ٥- ويڙ جي وس يا حوالي
٦- جتن واجب آهي ٧- ٻنهي دنيائن ٨- آٿت يا دلداري ڏئي ٩- آخر يا اَنت ٽائين
١٠- مددگار ١١- ڦوڪيل، تمتار.

*اي ڏٽي! جي تنهنجو ڪڏهن لي لطف ٿئي ته اهو ڪڏهن به ويڙ حوالي نه ٿئي.

§ساگر ۾ پهڻڃا ڏوه ساري، سندس هنئون ڪنبي ٿو وڃي، پر ٻنهي جهانن جي آڌار (واليءَ) جي مهر کي ياد ڪري، دل کي آٿت پيئي ڏئي. (سالڪ به هي ٻؤ ساگر لِئين پار ٽا ڪن.)

تہ ميهارُ مليٺي[1]، سَنيوُڙو[2] سيٽاه سين.

٥

اَکيوُن مُنهن ميهارَ ڏي، وَکيوُن جن جوڙي،
رِءِ سَنڌَ، سَيّدُ چئي، تارِ گهڙن توڙي،
تنين کي بوڙي، سائرُ سگهي ڪينَ ڪي.

٦

آڏيءِ[3] اُڏاڻا[4]، سَرتيوُن! سُکَ ميهارَ جا،
لَنگهي سِيرَ سَنوان[5] ٿيا، ساهڙَ سيباڻا،
پِڊيءِ[6] تي پاڻا[7]، پَسان مانَ پرينِ[8] جا.

٧

آڏيءِ اُڏاڻو، هِنئڙو مون هٿن مان،
وَهِ پٽيِ، واهڙَ تري، ساهڙَ سيباڻو،
پنهنجِ پِڊيءِ پاڻو[9]، پِيَ جو پَسي[10] آئيو.

٨

جيڏانهن چِتَ چاهُ گهڻو، آرُ[11] ٻہ اوڏانهين،
وڃي وَهُ[12] واڪا ڪيو، لِکو ليڏانهين،
ميهارُ مِلائين، لَهرُنِ مَنجهہ، لَطيفُ چئي.

٩

پَليان[13]، پاڻو نہ رهي، نِرتوُن[14] نينهُن[15] نِبارُ،
گهڙان، گهوريو جِندڙو! اُتَلَ موُن اَپارُ[16]،
جنين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنين حَقُ ٿيو.

١٠

پَسُ! پَسڻان[17] پَري ٿيا، اوري سَنڌُن آرُ،*
دَرِياهَ رِي سَهاڙُ[18]، ڏسڻ گهڻو ڏهلو[19].§

١١

ڪاڏي وڃان؟ ووءِ! جتن وَهَڻُ وڃارَنِ[20] مَٽيو،
ڏوڏي پُڇي ڏيَہ جا، جَرَ سِرِ[21] اُپي جوءِ،
شِڪستي[22]، سَيّدُ چئي، چيهان[23] ڪَريو چوءِ:
"ساهڙَ! سانگُ[24] سَندوءِ، اَچي اوراهون[25] ٿئي."

١- تيار ٢- ٻڪريءِ جي کل جنهن تي تربو آهي ٣- آڏيءِ رات ٤- پڙڪو ڪائي اُٿيا ٥- لائق ٦- پرياٽ جو ٧- ماڳ، آستان ٨- من ٩- عاشقاڻي جذبي ۾ اچي ١٠- پرينءِ ١١- تڪ، عشق جي جنبش ١٢- پاڻيءِ جو وهڪرو ١٣- روڪيان ١٤- ڏيان يا نظر سان ١٥- نج، خالص ١٦- عشق يا نينهن جو جوُلان ١٧- نينهن، قرب ١٨- ساهڙ ١٩- مشڪل، ڏکيو ٢٠- آستان (وٿاڻ) ٢١- جل جي ڪنڌيءِ تي ٢٢- پگل دل واري ٢٣- ڪوُڪوُن ٢٤- صحبت، سنگ، جاءِ ٢٥- اوري.

*ڏسڻ ۾ ڏور آهن، پر سندن قرب (وصال يا ميلاپ) ويجهو آهي.

§ساگر کان سواءِ ساهڙ کي ڏسڻ مشڪل آهي. (دنيا روپي ساگر پار ڪرڻ کان سواءِ حقيقي محبوب جو ديدار ناممڪن آهي، ڇو تہ هي جهان اِنسان لاءِ هڪ ڪٺن اِمتحان گاهه آهي.)

١٢

سَندو ڏَمَرَ ڏَهَڪارُ، هَلَهِين ڪونهي هِنَ ڪي،
هيءَ پاڻيءَ سين پانهنجو، پُساتي نه سِينگارُ،
ڪارڻِ مُندَ ميهارُ، ڪاريءَ راتِ ڪُنَ تَري.

١٣

ڏَمُ ڏِهاڙي ڏي، سَندا ميهَرَ مِهڻا،
جَهليمَ تي جهوليءَ ۾، ٻَليءِ پايو سي،
مَرُ جان چاليهَ چي، سَڳان سُپيرِنِ جي.

١٤

جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪَري، ڏَرو جاڳَ، نه هوءِ،
او هِيرَ اَچيو، اَديُون! پَـهُ پِريان جو پوءِ،
جي ڪَچو چَوَنِ ڪوءِ، ته مَرڪُ پانيان مِهڻو.

١٥*

ڪَ ڪَرَڪينءَ سُٺي؟ جي سِيرَ نه گهڙي سُهڻي،
همت حياتيءَ ڏينهڙا، هَڏهِن تان نه هٺي،
چُڪي تنهن چَري ڪئي، جو ڏنس اَن ڏُهي،
سُهڻيءَ ڪي، سَبَبُ ڇٺي، وڏو قُربَ کُهي،
هُنئهِين هوُندَ مُٺي، ٻَرَ ٻُڏيءَ جا پِيڻا ٿيا.

١٦

ڪا جا ڪُنَ ڪَرِنِ، پِنيءَ پُڻِ جُهڻ پاڻ ۾،§
اَڪيُون تنهن آبَ ڪي، آڏيءَ اڪيرِنِ،
توڙي لڪُون ڏينِ، ته به اُڄ اُنِين ڪي نه لَهي.

١٧

دائمُ جا دَرياهَ ۾، سا مَڇي ڪِني ڪِبوهُ؟
آهِس اُيءِ اَندوهُ، پاڻي ڪِتي ته پِيان.‡

١٨

ڪيرَ ڪُنَ؟ آئُون ڪيرَ؟ ڪيرَ ڏَمَرَ سَهي ڏَمَ جا؟
قَضا رِءِ ڪيرَ ڏَري؟ مَتي پاڻيءَ پيرَ،
پيئرُ! پِنيءَ ويرَ، لِڏو ٿي ٿي لوڙِيان.

١٩

جي ٻُڏان ته ٻَنِّ، اولِجان اَنَ پارَ ڏي،
ڪَنڌيءَ اَچيو سُپرِيِن، مانَ ”پَرا! پَرا!“ ڪَنِّ،

١- ڏهڪاءُ ٢- ٻنهي، پَنيءَ ٣- پِل ته ٤- سڳ، يا ناتي جي ڪري ٥- جنهن مهل ٦- آرام، ننڊ ٧- تنهن مهل ٨- خيال ٩- پوي ١٠- طعنو، مهڻو ١١- فخر ١٢- سرڪيءَ، پڪ ١٣- اِهنئين به ١٤- پيڻو اُجورو (هنيءَ هنيءَ جو) ١٥- ڪن ١٦- سرپر ١٧- سڪن ١٨- گيتون ١٩- غم، فڪر ٢٠- ورڏاتا، نصيب ٢١- اُسر مهل ٢٢- لکيو ٢٣- ڪوءِ، ڪڏ ٢٤- ڏڪجان ٢٥- هاءِ! هاءِ!
*جي سهڻي سير ۾ نه گهڙي ها ته جيڪر سندس نالو ڪئين ٻُڌڻ ۾ اَچي ها؟ مري ته اِهنئين به ها، پر قرب ۾ پاڻ فنا ڪري هنيءَ هنيءَ جو اُجورو ڪٿيائين، يعني شهادت جو درجو حاصل ڪري، پاڻکي اَمر ڪيائين.
§ اُهي ڪٺي گيتون ڏين ته به اُنهن جي اُڃ لهڻ جي ناهي (عشق جي اُڃ لهڻ جي ناهي).
‡ مڇي درياهه ۾ اُنهيءَ ڪري ٿي ڦڪر ۾ آهي ته پاڻي ڪٿان پيان. (اُنهيءَ ڪري ٿي هوءَ بدبودار ٿي آهي.)

مُياڻي سين لَنّ، جيڪر اُتي نِڪَران.

٢٠

لَهر مڙوئي لالَ[1]، وَهڻَ[2] ڪٿُورِيان[3] وِلَرَون[4]،
اوبهارا عَبيرَ[5] جا، جَرَ[6] مان اُڇن جالَ،
کُنَنِ گهڙي ڪالَ[7]، سِڪَ پِريان جي سُهڻي.

٢١

جيڪي ڏنُءَ تارِ ۾، ڪَنڌيءَ سو ڪَهيجِ،
جَرُ[8] وڏو، جهاجهه گهڻي[9]، پاندُ مَ پُسائيجِ،
ساهَڙُ ساگاهيجِ[10]، ته ثابتُ لَنگهين سيرَ مان.

٢٢

ڳُورا ٻِئِي پارَ[11]، هِننُون حيرتَ ۾ پيون،
وِهان نه ويرَمَ[12] تئي، نينهَن ۾ پوءِ نِهارَ[13]،
وڃان نه واڪو تئي، پاڙي پوءِ[14] پچارَ،
هُتِ ٿي وَعدي[15] وارَ[16]، هِت سوُڙُون[17] ڏينِمِ سَرِيُون.

٢٣

جا هَڙَ[18] اَندَرِ جِيّ، ساهڙَ ڏني ساهَ کي،
سا هَڙَ چُڙي نه ساهَ جي، سا هڙَ ساهڙَ رِيَّ[19]،
ساهَڙَ ميڙِ[20]، سَميعَ[21]! نه سا هَڙَ[22] چُڙي ساهَ جي.

وائي

اَکيُون پيرَ ڪَري، وڃجي، ووا! وڃجي.
سُپيرِيان جي ڳالهڙي، ڪنهن سان ڪِينَ ڪجي،
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجهڙي ڳوتِ نجي،
مُحَبَّتيءَ ميهارَ جو، سوُرُ نه ڪنهن سَلجي.

## سر سهڻي - داستان پنجين جو سار

درياهه، چوهه مان تار پيو وهي ۽ ڪنڌي ڏسڻ ۾ ئي نه ٿي اچي. سهڻي، عشق جي مستيءَ ۾، پاڻ کي اُتي ٿي اُڇلي، جتي جان جو جوکو آهي. درياهه ۾ پل دهشت هجي، پر سڪڻ وارن کي اُنجي ڪا ڪاڻ ڪانهي. هو "مٿي متي مهراڻ ۾" "ڪڏي ڪاهي ٿا پون، ۽ وڃيو پهنجو ساهڙ "سنيورو سيڻاهه سين" همٿ ڪن. جن پنهنجيون اکيون ميهار ۾ جوڙي رکيون آهن، سي آسانيءَ سان سير مان پار اُڪري وڃن. سهڻيءَ وانگر سالڪن کي به خلق جي طعنن جي پرواهه ناهي. سهڻي، جي ساهه جو سانگو لاهي، سير ۾ نه گهڙي ها ته سندس نالو اَمر ڪيئن ٿئي ها؟ "جر وڏو، جهاجهه گهڻي" آهي، پر جنکي ساهڙ (ڏڻيءَ) جي شناس يا ساڃهه آهي، سي سير مان ثابت لنگهي وڃيو پار پون.

١- هيرا جواهر ٢- درياهه ٣- ڪٿوري يا مشڪ کان ٤- سرس ٥- عطر جون هٻڪارون ٦- گهڻيون ٧- ڪالهه ٨- جل ٩- جل جي گهڻائي ١٠- ساڃهه رکبج ١١- طرف، پاسا ١٢- دير، اوير ١٣- عيب جي نظر ١٤- پوي ١٥- اقرار، وچن ١٦- مهل ١٧- ڏوراپا، طعنا ١٨- محبت جي ڳنڍ ١٩- کان سواءِ ٢٠- ملاءِ (ساهڙ سان) ٢١- اي ٻڌندڙ! (ڌڻيءَ جي صفاتي اسمن مان هڪ) ٢٢- مونجهارو، مشڪلات. (هن بيت ۾ تجنيس مرڪب استعمال ٿيل آهي؛ ڪٿي ساهڙ هڪ لفظ آهي، ڪٿي ٻه: سا ۽ هڙ)

## داستان ڇهون

### ١

ساهڙ جا سينگار، اَڳ[١] لِکيا اَڳي[٢] هُئا،
تڪا ڪُن فيڪُون[٣]، هئي تڪا ني پچار،
مَلَڪُنان[٤] مَهندِ[٥] هئي، لوڏيءَ[٦] جي تنوار،
مُحَبَّت ساڻ ميهار، لا يا ئين لَطيفُ چئي.

### ٢

سُهڻيءَ جي سينگار، اَڳ لِکيا اَڳي هُئا،
ڪُن فيڪُون ڪان هئي، تڪا ني پچار،
مَرڪي[٧] ساڻ ميهار، لا يا ئين لَئو[٨] لَطيفُ چئي.

### ٣

گهيڙ[٩] لَنگهيو گهاري، ميثاقان[١٠] ميهار ڏي،
اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ؟[١١] قَالُوا بَلىٰ، پَر[١٢] اِها پاري،
ڏِسيو ڏيکاري، پِرتِ پِريان جو پيچرو[١٣].

### ٤

اَلَسْتُ[١٤] ارواحَنِ کي، جَڏهِن[١٥] چيائون،
ميثاقان ميهارَ سين، لَڏئون مون[١٦] لائون،
سو مولي ڪيئن پائهون[١٧]؟ جو مَحفُوظان[١٨] معافُ[١٩] ٿيو.*

### ٥

اَلَسْتُ ارواحَنِ کي، جَڏهِن چيائين جيئن،
قَالُوا بَلىٰ قَلبَ ۾، ٿيو تَڪاوَلُ[٢٠] تيئن،
مَحَبَّتي ميهارَ جي، آئون نِهوڙي نيئن،
سَرتيون! ساهڙ سيئن، هاڻ[٢١] مون حَقُ[٢٢] ٿيو.

### ٦

اَلَسْتُ ارواحَنِ کي، جَڏهِن اَمُر ڪيو اَحَدَ[٢٣]،
هو مَنَ[٢٤] ڪاڍو ميهار ڏي، سُهڻيءَ سِڪَڻَ سَدَ،
دلو ڏُور دَرياهَ جي، ڪيو اِرادي[٢٥] اَدَ[٢٦]،§
جيڪي آيس ڏانهن عَهدَ، سو پاري مُدَ پاتار ۾.§

### ٧

اَلَسْتُ[٢٧] ارواحَنِ کي، جَڏهِن فرمايو فتاحَ،

---

١- حسن ۽ جمال ٢- ورڌاتا جي اَنگ کان اَڳي ٣- "ٿيءُ، پوءِ اِلين ني پيو" ٤- مَلَڪن يعني فرشتن کان ٥- اَڳي ٦- سهڻيءَ ٧- فخر وچان ٨- پريت لڳايائين ٩- درياه ۾ گهڙڻ جا هنڌ ١٠- ازل کان ١١- "نہ آهيان مان اوهانجو رب؟" هنن چيو: "هائو." (ڌڻيءَ جو سوال ۽ روحن جو جواب.) ١٢- ريت، رمز ١٣- نيهن ١٤- ازل جي ڏينهن ١٥- روحن ١٦- پرڻيس ١٧- ڀڃني ١٨- آد کان ١٩- اَمر ٿيل ٢٠- چڱو سوڻ ٢١- ڏانهن ٢٢- فرض ٢٣- ڌڻي ٢٤- دل جو لاڙو ٢٥- ورڌاتا، تقدير ٢٦- ازل کان ٢٧- ٻڌمندڙ، کوليندڙ (ڌڻيءَ جو هڪ صفاتي نالو).

*جيڪي ازل يا آد کان اَمر ڪيل هو، سو ڪيئن ڀڃي مولي يا رد ڪجي؟

§ڌڻيءَ جي اَمر ٿي دل کي درياه جي ڏور ۾ پڳو. جيڪي ڌڻيءَ طرفان منظور ٿيل هو، سو ٿي هن مدت (زال) کي درياه ۾ برسر ڪري ٿو پيو.

هو مَنَ ڪاڻو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ سِڪَ ساهَ،
دِلو ڏوُرَ دَرِياهَ جي، ڪير اِرادي[1] اَڏاهَ،
جيڪي آئُسِ ڏانهن اَللهَ، سو ٻاري مُندَ ٻالارَ ۾.

٨

’اَلَسْتُ‘ اروَاحَنِ کي، جَڏهن فائِقَ[2] فرمايو،
هو مَنَ ڪاڻو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ کي ساعِيو[3]،
دلو ڏوُرَ دَرِياهَ جو، اوڏانهين آيو،
جيڪي هاديءَ[4] هَلايو، سو ٻاري مُندَ ٻالارَ ۾.

٩

اَلَسْتُ اروَاحَنِ کي، جَڏهِن چيائين،
هو مَنَ ڪاڻو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ سدائين،
جيڪي آئُسِ اوڏانهين، سو ٻاري مُندَ ٻالارَ ۾.

١٠

’اَلَسْتُ‘ اروَاحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَليلَ[5]،
سَنئين راهَ[6]، سَيدُ[7] چئي، سوناڻوُن سَبيلَ،
وَحدَتَ جي واديءَ[8] ۾، ڪوڙين[9] کي قَليلَ[10]،
دَرِياهَ جي دَليلَ[11]، لَکين لَهوارا ڪيا.*

١١

ڪامان[12]، ڪِچان، ٻِجُران، لُچان ۽ لوچان،
تَنَ ۾ تُوُنسَ ٻِرِيَنِ[13] جي، ٻِيان، نَہ ٻاپان،
جي سَمَنڊ مُنهن ڪرِيان، تَوءِ سُرڪيائي[14] نَہ ٿئي.§

١٢

ڪامان، ڪِچان، نَہ مَران، سَڙان ساري راتِ،
ٻَن ٻيائيءَ کي وِجهي، ڪَرِ ٻِريان جي تاتِ،‡
سيڱوُن سَنديوُن سَڄڻين[15]، اُيرَن آڌيءَ راتِ،
نڪي هَمتِ نَہ ساتِ[16]، ڏِيهاڙيو[17] چَنگِ چَڙهان[18].

١٣

ڪاري راتِ، ڪَڙو گهَڙو، اَٿئيهَ اوُنداهيِ،
چَنڊُ نالو ناهه ڪو، دَرِياهَ دَڙَ[19] لائي،

١- اَڏ ٢- اوچ ۾ اوچ (ڌڻي) ٣- سعيو ٤- رهبر، واٽ ڏيکاريندڙ ٥- جلال واري (ڌڻي) ٦- ڳولي لڌائون ٧- واٽ (خدائي راهه) ٨- هيڪڙائيءَ جي ماٿريءَ ٩- ڪروڙن مان ١٠- ٿورا ١١- گمان (دنيوي وهم) ١٢- ڳوليان ١٣- ٻِريان ١٤- اساٽ ١٥- هڪ سرڪي ١٥- دل چيريندڙ سور ١٦- نہ همت ۾، نہ ڏيساور يا واپار ۾ سيڙپ، سگهي ١٧- ڏهاڙي ١٨- سوريءَ يا عذاب ۾ ١٩- ڌمڙ، گهمسان.
*هن دنيا روپي ساگر جي طلسم لکين لوڙهي ڇڏيا.
§ٻرينءَ جي ايڏي تہ اساٽ آهي جو سارو ساگر پي وڃان تہ بہ جيڪر مون لاءِ هڪ سرڪي بہ نہ ٿئي.
‡ ٻيائيءَ يا دوئيءَ کي ترڪ ڪري، محبوب جي پچار ڪر.

ساهڙ ڪارڻ سُهڻي، آڌيءَ ٿي آئي،
اي ڪَمُ اِلاهي، ناحق ڪُنَ ۾ ڪير گهڙي؟

۱۴

ڪاري راتِ، ڪچو گهڙو، نڪا سيڪه[1] ساڻُ،
وڃي ويرم[2] نه ڪري، پرين ڪارڻ پاڻُ،
مُحَبَّتَ کي مهراڻُ، سُڪي سَبُ ٿيو.*

۱۵

ڪاري راتِ، ڪچو گهڙو، مٿان وسي مينهن،
هِڪو پَوُ[3] پيراهَ[4] جو، ٻيو سانيارا[5] سينهن،
شالَ مَ ڇجي نينهن، گهڙان، گهوريو جندڙو!

۱۶

اورارِ[6] نه پرارِ[7]، ويچاري وَهَ[8] وِچ ۾!
سُڪيءَ ڏنيءَ[9] سُپرين، ٿيو مڙوئي ٿارِ،
ڏون گهڙُ ڪيم نهارِ، ٻُڏندن سين ٻاجهون ڪري.

۱۷

هَن پارِ، نه هُن، ويچاري وَهَ وِچ ۾!
نِپَجُ[10] نِهاري نه گهڙي، ڪنهن ۾ پيس ڪُن[11]،
اَلله! سانڍُ اَمُن[12]، آران[13] ڪنهن اُڪارنين.[14]

۱۸

سَهسين سائرَ[15] ٻوڙيون، مڏ ٻوڙيو مهراڻ،§
وَهَ وڃايو پاڻُ، هَٺي ڪنڌُ ڪَپن سين.‡

۱۹ †

سَهسين سائرَ ڳجن، ٿوءِ[16] سَهج[17] نه مَٽي[18] سُهڻي،
نه کي نينهن ڇڪن، پرکهين[19] پرين جي؟

۲۰

سُپيريان جي سُرهي، ٻُڏي! هَٺُ مَ لاءِ،
صُباحَ[20] ڏو چونداءِ: "اَسان ڏو اُڪاريو."

۲۱

سُپيريان جي سُرهي، ٻُڏين، ٿوءِ مَ لڳُ،
جي پانئين پرينءَ مڙان[21]، نه پوُر[22] اُبتي وَڳُ[23]،

---

۱- سيڪاهه (ٻڪريءَ جي ڦوڪيل کل) ۲- دير ۳- گمراهي، اوجهڙ ۴- سامهون ۵- شينهن ۶- اورينءَ پر ۷- پرينءَ پر ۸- درياهه جي وهڪڙي ۹- ڪنڌيءَ ۱۰- ڏلو ۱۱- سوراخ ۱۲- سلامتيءَ ۱۳- ڪنهن آر يا لک کان ۱۴- ڏون پار اُڪارين ۱۵- ساگر ۱۶- ڪنهن هوندي به ۱۷- سياءُ ۱۸- ڦيرائي ۱۹- انهيءَ ريت ۲۰- آخرت ۾ ۲۱- ملان ۲۲- وهڪڙي ۲۳- وچ.

*محبت اڳيان درياهه به سڪي ميدان ٿي پيو.

§سمنڊ اَنيڪ جيون کي ٻوڙيو آهي، پر هن منڌ خود سمنڊ کي ٻوڙي ڇڏيو.

‡درياهه، پنهنجو ڪنڌ، ڪپ سان هٺي، پاڻکي ٻيحال ڪيو.

†اَنيڪ سمنڊ جوڙان ۽ جوش ۾ هجن، ته به سهڻي پنهنجو سياءُ نه بدلائيندي. انهيءَ دستور به ڪو نينهن ڇڇڻ جو آهي؟ (سچي عشق کي سهسين ساگر به ماٺ ڪري نه ٿا سگهن).

ٻاءِ ليڏاهين پَگُ[1]، ناهِ جيڏاهين نِجهُرو[2].

۲۲

سُڪيءَ[3] جي ساڃاهَ[4] ۾، جڏهن ٻُڏيُون جي،
ساهَڙُ لَڌِين ڪي، ٻيلِي[5] ٻِنهِي ڪَنڌِين.

۲۳

سُڪيءَ ٻُڏنِ جي، ساهَڙُ ساٿِي[6] تِن جو،
لَهرِن سِرِ لَطِيفُ چئي، ڪُلهن چاڙهيو نِي[7]،
جي پُڇنِ پَنڌُ پَري، تِن اماٽي اوڙهُون[8].

۲۴

سُڪيءَ جي ساڃاهَ ۾، ٻُڏين، لوءِ ٻُڏُ،
ڪَڪَ، ڪانڊيرا، ڪانيُون، ميڙِي[9]، ٻَڏُ مَڏُ[10]،
تِڪو ساهَڙ سَڏُ، تِڪا سُڃي[11] سُهڻِي.*

§ ۲۵

جي تو بيتَ ڀانيا، سي آيتُون[12] آهين،
نيو مَنُ لائين، پِريان سَندي پارَ[13] ڏي.

وائي

ويڻي ڪيئن وساري، مُحَبَّت وِڏَڙي ماري،
ديواني! يار! وو! مستاني! دلبر! جاني! وو!
جنهن کي سِڪَ ساهَڙ جي، سا گهايَل گهرِ نه گهاري،
ڏَمُ ڏُهيلو[14] ڏُکيو، سِرَ ۾ سوُرَنِ ماري،
ٻيلي پاسِ ٻُڏَنِ[15] جي، تِن ڪَرڪِنِ وِڌيس ڪاري،
هوءِ هوُنگارون، ٻَونِ ٻُڪارون، تَڙ تَڙ دوسُ ڏَواري،‡
هوءَ جا ڀِڪَ پِرِيُن جي، آهيان ڏِنهن آساري[16].

## سُر سهڻي - داستان ڇهين جو سار

اُڃا هيءَ سرشٽي يا ڪائنات ئي رچي نه ويٺي هئي ۽ ملڪ (فرشتا) ئي وجود ۾ نه آيا هوا ته سهڻيءَ جو ميهار سان نينهن اَڙيو. اُڃا نه ڏٺيءَ "ڪن" چيو هو ۽ نه وري روحن کان اهوئي سوال پڇيو هوائين ته "ڇا، ناهيان مان اوهان جو رب؟"؛ ۽ نڪي وري ڪو روحن ئي جواب ڏنو هو ته "ها، تون آهين اسانجو رب"- تڏهن کان ميهار ۽ سهڻيءَ جو پاڪُ سنبنڌ ٿي ويو هو. ظاهري طرح، سهڻيءَ جو دلو، درياه جي دور ڀڳو، پر حقيقت ۾ اُنجو اَمر ڏٺيءَ طرفان ٿيل هو. سچو نينهن، سهسين سالن جي گهڙا سان به نه ٿو ڇڄي. عشق وارا بنا ڪنهن ترهي يا وسيلي ٿا ترن. جنجو ٻيو ڪو وسيلو ناهي، تنجو ساٿي ساهڙ (ڏٺي) آهي.

"ساهڙ تدين ڪي، ٻيلي ٻنهين ڪنڌئين."

---

١- قدم ٢- اُجهو ٣- سڪي زمين ٤- ليارِيءَ ٥- مددگار ٦- واهرو ٧- وٺي هلي ٨- اوريان ٩- گڏ ڪري ١٠- ٻرهو ١١- ٻڌجي ١٢- روحاني اشارا ١٣- طرف ١٤- ڏکيو ١٥- وڃن ١٦- آسري.

*وصال جي حالت ۾ نه ساهڙ جو سڏ ٿو ٻڌجي، نه سهڻيءَ جو نشان ٿو لڀي.

§جي تو بيت سمجهيا آهن، سي بيت نه آهن، پر روحاني اشارا آهن، جي انسان جي من کي وڃيو رب جي طرف لڳائين.

‡محبوب جي مٺي گفتار، تڙ تڙ لي آهي. چوطرف، سنڌس ٿي ڏوارون ۽ ترانا پيا هلن.

## داستان ستون

۱

لُڙ[1] نه گهڙي تُوَرُ[2]، لوءِ[3] مَنَ ڪاڍو ميهارَ ڏي،
ڏايو ڏُورُ دَرياهَ جو، سِڪَڻَ وڏو سُورُ،
مَنَ ۾ مَوجَ ميهارَ جي، ٻَهَسَ[4] پِريان جو پُورُ،
ٻيلي[5] ٻِهڪي ڪَندِئين، نِتُ نِهاري نُورُ[6]،
مَنجهان جَرَ ضَرُورُ[7]، ڪَچي[8] ڪي ڪو مَ ٿئي.

۲

ٻوڙِئين، چاڙِهئين، تون ڏٺي!*
ٻنهي جو دعوو[9] رَسي نه دَمُ،*
هِنَ منهنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مَعلُمُ[10]،
رَکُ ٻيلي[11] جو پِرمُ[12]، جو اَچي پيو اُجهورَ[13] ۾.

§۳

ڪاندي ڪَنگَ[14] تياس، وَهَڻُ[15] جَنارو سُهڻي،
ٻَگها جي پيڻَنِ جا، ڪُلها تن ڏِناس،
اَکِئين مَلَڪَ[16] ڏِناس، لوءِ مَنَ ڪاڍو ميهارَ ڏي.

۴

اَيو لُڙ ميهارُ، مَلاحَنِ سَڏَ ڪري،
آئُون ٻُڏِ وِجهان هَٿڙا، اَئين ٻُڏِ وِجهو جارُ،
گهوريُون ڪارُونيارُ[17]، مانَ مِلَيئُون سُهرِين.

۵

ميهارُ مَلاحَنِ کي، اَيو آڇي اَڇ[18]،
آئُون ٻُڏِ وِجهان هَٿڙا، اَئين ٻُڏِ وِجهو رَڇ[19]،
سَنديءَ ڪُنَ[20] ڪُڇِ، مانَ هُونِ سلامت سُهرِين.

۶

ميهارُ مَلاحَنِ کي، اَيو ڪري سَڏَ،
اَدا! اَنهين ٻارَ جا، موڙي اَچو مَڏَ[21]،
ويا جي وَهُ[22] گَڏَ، هلو ته ڏوريُون اُنِ کي.

۷

ڪَنديءَ جهليو ڪانهَن[23]، عاشِقُ اَيو آهُون[24] ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙي سُهڻي؟ ٻيلي! منهنجي ٻانهَن[25]،
دَرياهَ! تو تي دانهَن، ڏيندُسِ ڏينهَن قيامَ[26] جي.

۸

جتي پير[27] پِرنِ[28]، پِرئُون پَون[29] ٻوارئُون[30]،
لانگهه[31] نه لَڌي لارُئين[32]، مَڇُ[33] نه ماڻيڙَنِ[34]،

۱- لڙ لي ۲- سهرين ۳- من جي ڪشش ۴- زور سان ۵- جهنگ جي ۶- روشني ۷- جوکو ۸- ڪچي گهڙي ۹- حجت ۱۰- خبر ۱۱- دلي ۱۲- لڄ ۱۳- اُجهاڳ، پاڻيءَ ۱۴- درياه جو پکي ۱۵- پاڻيءَ جو وهڪرو ۱۶- حساب پڇندڙ فرشتا (منڪر ۽ نڪير) ۱۷- اونهو درياه ۱۸- لسي ۱۹- مڇي ڦاسائڻ جا ساز ۲۰- ڪن جي ڪنڊ پاسي ۲۱- ڏرها ۽ ٻيڙيون ۲۲- لڪي وهڪ سان ۲۳- گاهه، سر ۲۴- دانهون ۲۵- سڱ، ڏال ۲۶- قيامت ۲۷- درياه جا دور ۲۸- چڪر هڻن ۲۹- ٻڪون ۳۰- ٻوائنيون ۳۱- ڏرو ۳۲- ڏارن ۳۳- ماڇي ۳۴- ماڻيءَ لي ڏرنڊڙن.

*اي ڏٺي! اِنسان کي چاڙهئين به تون، ٻوڙئين به تون؛ ٻنهي جي همت نه حجت هلي، نه وات.

§ڪنگ سندس ڪاندي ٿيا ۽ درياه جو وهڪرو سندس جنازو. پيڻن جي ٻگهن کيس ڪلها ڏنا. حساب پڇندڙ فرشتا اَچي اَکين اڳيان بيٺس، ته به من جو لاڙو ميهار ڏانهن هوس.

کَندِيءِ[2] اُيا کيتِرا[1]، سيٺاهيا سَنکَن،
لون[3] کيئن لَن لَڙَنِ، اَچيو، آسارِي! گهڙ ين؟

۹

پَرِيئُون پَرِ ڏَرِياھَ، پَسُ! جي پار پَونديون،
بَدُ تَوَڪُّل جو تُرهو، آهَر ساهُ[4] اَللهَ،
جن جي ساهڙ ساھُ صَالِحَ[5]، سي ڪِين ٻُڏنديُون ڪڏهين.*

۱۰

سانِيارا سَڏُ ڪيو، اُيا چَوَنِم: "آءُ"،
هڪ لِکوئِي تارِ وَهي، ٻيو لَڙُ لَهريُون ءِ واءُ،
ساٿِي[6] جن اَللهُ، ٻُجهان[7] سي نه ٻُڏنديُون.

۱۱

سانِيارا سَڏُ ڪيو، اُيا چَوَنِم: "اَچُ"،
هڪ لِکوئِي تارِ وَهي، ٻيو هَٽ ڪَميٺيءَ[8] ڪَچُ،
ساٿِي جنين سَچُ، ٻُجهان سي نه ٻُڏنديُون.

۱۲

هارِي![9] حَقُ[10] رَکيج، سانِيارا ساهڙَ جو،
خوابَ، خيالَ، خطرا، تَن کي تَرَڪُ ڏئيج،
اَندرُ آئينو[11] ڪَري، پَرِ[12] سو پَسيج.§
اِنهيءَ راهَ رَميج[13]، ته مُشاهدو[14] ماڻئين.

۱۳

هارِي! رَکيج حَقُّ، سانِيارا ساهڙ جو،
خوابَ، خيالَ، خطرا، تنين ڏيج تَرَڪُ،
ڪَرئين غَيرُ[15] غَرقُ، ته مُشاهدو ماڻئين.‡

۱۴†

سانِيارا سيئي، تَنُ جنين جو طالِبُ[16]،
مَنُ پِريان نيئي، پَکَهيو[17] پاڻَ[18] کَري.

۱۵

لَيا[19] ڏَنم لارَ[20]، سانيارا ساهڙَ جا،
هنئون هِٽ نه وِندُري، ڏَراڙ نئُون[21] ڏارَ،
منهنجو مَنُ مِهارَ، پَکَهيو پاڻ کَري.

وائي

آيل! اَمڙ! تي جِيان، لا! جي سارينم سُپرِ ين،
ساهڙَ مٿان صَدقو، ڏهين[22] ڏَمَ ڏيان،
مٿان ماڻڪَ هيڪڙي، اَمُلُ[23] آٽَ ڏيان،
اَچين، عَبدُاللطيفُ چئي، ته، جانِبَ! نِتُ جِيان.

۱- سيٺاه وارا ۲- ڪنبن ۳- وسوڙي! موڪي! ۴- الله جي آڌار ۵- صلح، راضپي ۶- مددگار ۷- سمجهان تو ۸- ڪچو ڪهڙو ۹- نادان! ۱۰- فرض، شناس ۱۱- آرسي ۱۲- اندر ۾ ۱۳- هلج ۱۴- درشن ۱۵- ٻيائيءَ کي ۱۶- سڪندڙ، ڳولائو ۱۷- پکهه يا رسيءَ سان ٻڌو ۱۸- وٽ ۱۹- لٺيءَ جا وڪ ۲۰- ليار ۲۱- ڏنارن کان ۲۲- بيشمار دفعا ۲۳- املهه ماڻڪ.

*جي ساهڙ سان ساز ۾ آهن، سي ڪڏهن ڪين ٻڏنديون. (ڏکيءَ جا نوازيل ڪڏهن نه لڙهندا.)

§دل کي آرسيءَ وانگر اوجل ڪري، اندر ۾ پرينءَ جو درشن ڪر.

‡جي ٻيائي وڃائين ته حقيقي محبوب جو ديدار ماڻين.

†جنهن لن، طلب ۾ تڙقندڙ آهي، لنجي سامهون سپرين آهي. محبوب، منهنجو من پاڻ سان جڪڙي چڙيو آهي.

## سر سهڻي - داستان ستين جو سار

سهڻيءَ جو ميهار لاءِ نينهن اَمر آهي. موت کان پوءِ ٻه سهڻيءَ جي دل جو لاڙو ميهار ڏانهن آهي. سهڻيءَ جي ٻڏي وڃڻ کان پوءِ، ميهار ملاحن کي اِلتجائون پيو ڪري ته "اوهين پنهنجا رڇ پاڻيءَ ۾ وجهو ته سهڻيءَ کي ڪارونيار مان ڳولي ڪڍون". درياه جو روپ ڀوائتو آهي. هر وقت ڀوائتيون ڇڪون پيئون پون ۽ ڪن چڪر پيا مارين. ته اُنهي لري جو اَنت ڪارن کي آهي ۽ نه اُنهي ماپ جي ڪل مانيڙن کي. جن جو ساٿي ساهڙ آهي، سي هڏ نه ٿيون ٻڏن. انسان، جي هر وقت مالڪ جي شناس رکي، ۽ من مان ٻيائي ڪڍي، دل کي آئيني جيئن اوجل ڪري، ته هو اندر ۾ ئي پرينءَ جو درشن پراپت ڪري. ديدار ماڻڻ جو طريقو آهي خواهن، خيالن ۽ خطرن کي ترڪ ۽ دل جي غير کي غرق ڪرڻ.

## داستان اٺون

١

ٻُڌندي ٻوڙن[1] کي، کي هالڪ[2] هَٿ وِجهن،
ٻسو لڳ، لطيف چئي، ڪيڏي کي ڪَکن،
لوڻي ڪَنڌيءَ ڪَن، ناٿ[3] ساٽن وڃن سير ۾.

٢

ڪَهي ڪاني[6] ڪانهن[5]، ٻُڌا[4] ڪڍي ٻار مان،
يا لنگهائي، لطيف چئي، يا ڏُريان[7] ڪري دانهن،
ڪما[8] حقه[9] ڪَکن جي، آهي ڳالهه اڳائه،
جيڪي ڏي ٻُڌن کي ٻانهن، ناٿ ساٽن وڃن سير ۾.*

٣

جان[10] ڪي ڪَنڌيءَ ڪانهن، تان تاڻي ٻَڌج ٻُڙهو،
هَٿُ ٻرِيان جي هَٿ ۾، ٻئي کي ڏِجِ م ٻانهن،
سَندي ڪَهَرَ[11] دانهن، ڪِ تو ڪَنين نه سُئي[12]؟

٤

هاواٽا[13] هُلَنِ، ڪَهَرَ ڪارونيارَ جا،
لَهريون، لُڙَ[14]، لطيف چئي، ٻيلي لي ٻُلن[15]،
جي ڪَهي ساڻُ ڪَهَن[16]، آڪو[17] تن اوٻاهيين[18].

٥

آهيين هُٿ اماڻ[19]، ٻُڌُ ٻُڙهو تارِ جو،
لَهريُون، لُڙَ، لطيف چئي، جهليا جُنگ جواڻ[20]،
اونهي لُڙ[21] آڪَهتيا[22]، آڏي ٻانئي آڻ[23]،§

١- ڳاه جي ٻوڙن ٢- حاذق، حرفت وارا ٣- نه، نه ٤- ڪانو ٥- سر، ڳاه ٦- اونهي پاڻيءَ ٧- ڏر کان، منڍ کان ٨- جيئن حق يا واجب آهي ٩- مشهور، پرسد ١٠- جيستائين ١١- ڪناري، گهڻ ١٢- ٻڌي ١٣- هل ١٤- دلي ١٥- ڪڙڪن، آواز ڪن ١٦- وڃن ١٧- ڪچو دلو ١٨- ٻار پهچائين ١٩- اَمانت، روانو ٿيڻ وارو ٢٠- جوان ٢١- روڪيا ٢٢- اُڳيان، سامهون ٢٣- آڻ مڃي.
*يا ته ٻڏندڙ کي مدد ڪن (ڪنڌيءَ تي رسائين) يا هو سان سير ۾ ساڻ هان.
§هو (جنگ جوان) به اُڳيان آڻ مڃي، اونهي پاڻيءَ ۾ روڪجي بيٺا.

جي پيا مُدهن مهراڻ، لن بانڀڻ[1] ڀمتُ نہ اَجهي.

۶

ڪهڙو ڪان ڪُنيارَ، اوڳي![2] ڳڻيو[3] اُٿئين،
ڪِ لو ڪنين نہ سٽي؟[4] پيلي تي پُلڪارَ،
لوڙهيا لَڪَ، لَطيفُ چئي، ڪروڙين[5] ڪارونيارَ،
اَڪارِئين،[6] آڏارَ![7] آران آڪي[8] وارِئين.

۷

ڪَڇي ساڻُ ڪَهي، ڀَڪو ڀڄي نہ سُهڻي،
لَنگهيو لُڙ، لَطيفُ چئي، وَچارَن[9] وَهي،
سا ڪئن نِيمهَن نَهي؟[10] جنهنڪي نِيمهَن نَدو ڪٽي[11].*

۸

اونهي ۾ اوهَري،[12] ڪَهي ڪَڇي ساڻُ،
سُهَڪَ[13] جو، سَيدُ چئي، ڀڄي نہ پرياڻُ[14]،
عشقَ وارِيُن، عَبدُاللطيفُ چئي، سَدَ نہ ڪَٽن ساڻُ،
جنين پاسي پاڻُ،[15] سي اَوَتَرَ[16] اَڪَتيُون[17].§

۹

اَنگ[18] پَسي رَنگَ،[19] ڪيو ڪو جو ڏوڙ دِلي،‡
بِرا! بِرا! پيلي نہ ٿيو، ڪهڙو مَنجهہ ڪلي[20]،
تَران تي ٽارِ گهڻو، تُنهنجي، بحرا![21] بلي،
سو ميهارُ مِلي، آهيان جنهنجي آسَري.

۱۰

پانيم نہ پيلو، مونکي ڏاڄ[22] ڏُنارِيو،
آڪي مَٿي اَسِري،[23] رُوحَ ڏنو ريلو،
ليلاهين ويلو، پيم[24] واهڙَ وِچ ۾.

۱۱

ڪيڏيا جي ڪُلالَ،[25] سي پَسي حالَ[26] خوش ٿئي،
پاڻيءَ چِتَ پُسائيا، ڏاڄ نہ جهلي ڏَمالَ[27]،
سُهَڪَ پانيا سُهڻيءَ، جوڀنَ[28] جي جَمالَ،
آڪي جا اَحوالَ، مَعلُمُ[29] ٿيا مَهراڻَ ۾.

۱۲

ڪهڙو، تان ڪوهُ؟ ڀَڪو نَظَر ڀِرينَ جو،

---

۱- پاڻيءَ ۾ لڙهندڙ ٻيڙن، پانڌيڙن ۲- موڳي! موڙهل! ۳- وڻيو، خريد ڪيو ۴- ستڪو، غضب ۵- ڪروڙين ۶- پار اُڪارين ۷- اي ٻروسا ۸- دلي وارين ڪي ۹- وچارن (ميهارن) ڏي پيئي وڃي ۱۰- ٻڏي، قابو ڪري ۱۱- ٻڏو، قابو ڪيو ۱۲- اُسهي ۱۳- چڱيءَ طرح پڪل دلو ۱۴- ڏس پتو ۱۵- خودي، آپو ۱۶- خراب يا اُبتي لڙ ڪان ۱۷- نڪتيون ۱۸- قسمت يا ورڏاتا جو ۱۹- کيل ۲۰- اوکي گهڙيءَ ۲۱- اي سمنڊ! ۲۲- گيڙو رنگ ۲۳- چڙهي ۲۴- ڏير، ويرم ۲۵- ڪنيار ۲۶- چٽساليون ۲۷- سٽ ۲۸- جوانيءَ جي حسن جي خمار ۾ ۲۹- معلوم.
*جنهنڪي نيمهن قابو ڪيو آهي، سا ڪئن نيمهن کي قابو ڪري؟
§جن وٽ خودي آهي، سي وڃي ڪنهن اُبتي لڙ ڪان نڪتيون (گمراه ٿيون).
‡قسمت جو کيل پسي، دلي ٻہ ڪو اُلٽو ڦيرو ڏنو.

ساهڙُ منهنجو سُهڻو، ڏَمَ ڏُنيئي ڏوهُ،

جي ڇٿو[1] جي ڇوڙَ[2]، تہ ٻُوڙِيندِيس[3] ٻار مٿي[4].*

١٣

آکو تہ آکو، ڪڇو آئِم ڪَمُ،

جيِ جنين جا جَمُ[5]، ڪَڪا سي ڦِهنديُون.§

‡١٤

ڪَڪا رَچَ ڪُنيارَ جا، ڪَڪي نِهائين،

مونکي لِيائين، پيلو[6] پاڳي[7] آئيو.

١٥

ڪَچي ڪَتَ[8] نہ جهليو، پيلو پيو پُري،

سارَ[9] چِڙيائين سيرَ ۾، بانهن ڪان بُري[10]،

لَتي لَهريُون ويئيون، چوڏاري چُري،

هِنئڙي منجهہ هُري[11]، ماهيت[12] مَلَڪَ اَلموَتَ جي.

١٦

ڪَچي ڪَتُ نہ جهليو، پيلو پيو پَڇي،

ماهِيَتَ مَلَڪَ اَلموَتَ جي، مَنجهہ[13] وُجوُد وَجي،†

ساهڙ کي سَڃي[14]، آکي جي اَحوالَ جي.

١٧

ڪَچي ڪَتُ نہ جهليو، پيلو سَهي[15] نہ پُرُ،

هَٿين، پيرين، آڱرين، بانهن چِڏيو پُرُ[16]،

ساهڙ! سِگهو وَرُ، بيِيس مُنهن مَهراڻَ جي.

١٨

پيلي پِلائي، پَسي چِتَ چُري ٿئي،

”پَرا! پَرا! ٻُڏي سُهڻي!“ ويرِنِ[17] ۾ وائي،

ڪَچي ڪيرائي، لالَ[18] لَهرِن وِچَ ۾.

١٩

پَڪو ڪَٺِ پاڻَ سين، ڇگو ڇنائي،

ڪَچو ڏيئِ ڪُلالَ کي، مُنهن تي موٽائي،

سوسَڻ[19] هنئين سين، سُهڻي! جيڪي فائِقَ فرمائي،

موجُون مُنجهائي، مارِينئي مَهراڻَ[20] جون.

٢٠

ڪر جو وَريو واءُ، جيئن ٻَرُ بانهن چِڏيو،

١- سخت طوفان ٢- پاڻيءَ جي لڪ ٣- ويندِيس ٤- پرينءَ ڪنڌيءَ ڏانهن ٥- جمع، استر ٦- ڪچو دلو ٧- نصيب ۾ پيو ٨- هرگز ٩- سگهہ ١٠- ساڻي تي ١١- روپ، پروڙ ١٢- موت جي فرشتي (عزرائيل) ١٣- اندر ١٤- سچي حقيقت ١٥- زور ١٦- پل ١٧- ويرن مان اِها لنوار يا آلاپ آيو ١٨- لعل جهڙي سندر ١٩- اوچي ۾ اوچو (ڏڻي) ٢٠- لهرون.

*جي طوفان هوندو يا جوشيلو درياہ تہ بہ پرينءَ ڪنڌيءَ ڏانهن ويندِيس.

§جنجا من بي فڪر (عشق جي بي قراريءَ کان فارغ) آهن، سي ئي ڪَڪا دلا ڦِهنديون.

‡ڪنير جي نهائين بہ ڪَڪي آهي ۽ ونس ڪانو بہ ڪَڪا تا جڙن، تنهن هوندي بہ منهنجي نصيب ۾ اَچي ڪچو دلو پيو.

†هينئڙ منهنجي اَندر ۾ موت جي فرشتي جو روپ پيو ڦري.

اَڄي اِن تڙاءِ، اونداهيان ٿي اُڪران.*

٢١

هَٺندي ٽَڪَرِ هَٿَ، هِنئڙي حُجُون[1] ڇڏيون،

لَکَ[2] لهرن ڳڏيو، موجُون وَرِ يئُون مَٿَ[3]،§

نِيَمِ[4] ڪُنَ قُوَّتَ[5]، پِرُ[6]، پَلِيرا سُڄِرِ پَن!

٢٢

هِنئڙي حُجُون ڇڏيون، قُوَّتَ رهيَمِ ڪانَ،

مون تي مونجهِ، مون پِرِين! ساهڙَ جامَ سُڃاڻَ!

آهيان گهڻو اُجاڻَ، پِرُ، پَليرا سُڄِرِ پَن!

٢٣

پِرُ، پَليرا سُڄِرِ پَن! پَلا مِ پيراهَ[7]،

توءِ[8] ڌاري[9] ناهه ڪا، والِي! توءِ واهَ،

ساهڙَ جي صَلاحَ، تَنَ کي ڪيڏي تارِ مان.

٢٤

تَنَ کي ڪيڏي تارِ مان، صُلحَ[10] ساهڙَ جو،

اُتِ آڏو اَڄي ڪِينَ ڪِي، پيلِيو[11] پٺي جو،

ميهَرَ! ڪَجِ مدهنجو، ڪو اوڪُرُ[12] ڪَنهين آرَ تان.

وائي

مون پاريڇيءَ[13] سارَ، آئُون جا ويندڙي وَٽِ وَڃارَ،

ڏُرَمَ جاڳِي، لو! مون پاريڇيءَ سارَ،

مونکي لِنئي ميڙنين، جت ڪُنڍين جي قطارَ[14]،

ٻَرِن[15] ٻيلاينِ جا، سانيارا[16] سَنيارَ[17]،

وِچَ مَ ٻوءِ وِصالَ[18] کي، سَباجها سَتّارَ!

گهر گهر ڳلا جا وَهي، پاڙي پَند پَچارَ،

تاڪِن تَڪي[19] آهيان، سِگهو رَسُ، سَهاڙَ[20]!

## سر سهڻي - داستان آٺين جو سار

ڪُن کي ٻه ڪيڏي نه لڄ آهي! جي ڪو ٻڏندڙ اِنسان، منجهن هٿ وجهي ته پا ته ٻچائي ڪنڌيءَ تي نيئنس، يا ته پاڻ به پاڙون پٽجي، ۽ درد واري دانهن ڪري، ساٿس سير ۾ ڳڏ هان! "ڪير ڪارونيار جا" هل پيا پون. ڏُٺيءَ جو لطف ٿي آڪي کي ڏو اوٻاهي، نه ته ڪُنن ۾ نسورو قهر پيو وسي. عشق وارين سهڪ جو پرياڻ نه ٿيون پچن. هو ڪچي سان ٿي ڪنن ۾ ڪاهي ٿيون پون. داو ڪچو هجي ته فڪر ناهي؛ هتي پرينءَ جي پڪي نظر جي درڪار آهي. اِنسان جي ڪايا به ڪچي دلي مثل آهي. اَلبت، جوانيءَ جي نشي ۾ اُنجو رنگ ۽ روپ ڏتارِيندڙ ٿو لڳي. "ساهڙ جو صلح" ٿي تن کي تار مان ٿو ڪڍي؛ اِنسان لاءِ سواءِ ڏُٺيءَ جي ٿوه جي، ٻي ڪا ڌاري ناهي.

١- آسرا، اُميدون ٢- نظر، سربت ٣- مٿان ٤- ڪٽي ويو ٥- سگهه ٦- ور، موت ٧- اوجهڙ
٨- توکان سواءِ ٩- آڌار، مدد ١٠- مهر، لطف ١١- واهر، سات ١٢- ڇوٽڪارو، مڪتي
١٣- پاڙي واري ١٤- وڪردار سڱن وارين مينهن ١٥- وڄن ١٦- سامهان ١٧- گهنڊ، ڇڙا
١٨- ويرم نه پوي ١٩- لڪيندڙ جانورن ٢٠- ساهڙ!
*اَڄي هن ٽڙ کان اُونده ۾ به اُڪري پار ويندي هيس.
§منهنجي نظر (اَک) لهرن ۾ سمائجي ويئي (ٻوڙجي ويئي) ۽ لهرون منهنجي مٿان وري ويئون.

## داستان ناٸون

١

جَرِ تَرِ لَکَ تَنوارَ، وَڻ ٽِڻ وائي هيڪڙي،
سيبِيٺي شَيءِ ٿِيا، سُوريءَ سَزاوارَ،
هَمَهَ مَنصُورَ هَزارَ، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهين؟

٢*

سَيُتِ پَچارَ پِرِينءَ جي، سَيُتِ هوتُ حُضُورُ،
مُلڪُ مِڙيو مَنصُورُ، ڪُهي ڪُهَندين ڪيترا؟

٣

لَهرِن لَکَ لِباسَ، پاڻي پَسَڻُ هيڪڙو،
اُونهي اُنهن عَمِيقَ جي، واري چِتُ وِماسَ،
جِتِ نااِنهايتَ نِينهَن جي، ڪوءِ اُتِ پُنهنجي ڪاسَ،
ڪَڙَنِ جي تَلاسَ، لاهَ نَه لاڻَ لَڳَ تِئين.

٤

مَرِجِ وَٽِ مِيهارَ، مَتان موٽين، سُهڻي!
ساهَڙَ جا سينگارَ، مَتان ڏَمَ ڏيکارِئين.

٥

چَوَنِمِ جي هيڪارَ: ”مَرُ ونءُ موٽي، سُهڻي!“
دُونهينءَ پاسي دوسَ جي، گهاريان سَبَ جَمارَ،
باندِيڻا پِهارَ، هُوندَ نَه لَڳين لائيان.

٦

وِڃان ڪِينَ وَرِي، هُوندَ رِءَ ڇِڇي رَهي رَهان،
دُونهينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهين پَٽان مَري،
صُورَتَ نَه سُنهن ڪا، ڪيَسِ چِتَ چَري،
وِصالان فِراقَ جي، سُچي ڳالهه ڳَري،
نِيلاهين ٽَري، مُنهن ڳِنهيو موٽيو وِڃان.

٧

جي قِيامَ مِڙَنِ، تَه ڪَرَ اوڏا سُهرِينِ،
لَهان پُري سَڄَڻِ، واڌايُون وِصالَ جُون.

٨

آئُون ڪِ نه جاڻان اِيئَن؟ تَه جَرِ گهڙي جوکو ٿئي،
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، تنهن کان ڪَنڌُ ڪِيئن بو ڪيئَن؟
هِڪُ لِکِئي، ٻِئي نِينهن، آڻي اولِيَسِ اولَ ۾.

٩

نَه ڪاليءَ نَه ڪانهَن، نکو ڏوهُ قَلمَ جو،
اَنڱُ اُليٺي لِکيو، جِتِ نَه رَسي بانهَن،

---

١- جل ۽ ٿرتي‌ءَ تي ٢- وسنو ٣- قاسي‌ءَ جون ٤- لائق ٥- سيبيٺي ٦- منصور حلاج، جنهنکي ”اناالحق“ (مان حق آهيان) چوڻ ڪري سوريءَ تي عذاب ڏيئي ماريو ويو ٧- هزارين ٨- هرهنڌ ٩- موجودگي ١٠- روپ ١١- اونهي ساگر ١٢- دل ٽان لاهي چِتُ ١٣- سوچ، خيال ١٤- حد ١٥- خواهش ١٦- تلاش ١٧- معشوق وٽ ١٨- هيڪر ١٩- نه وڃ ٢٠- رڱيل پوليون ٢١- پيهر ٢٢- لڱن سان ٢٣- موٽي ٢٤- دل (عشق) ٢٥- وصال (ميلاپ) کان ٢٦- وزندار ٢٧- لنهنڪري ٢٨- منهن يا ڪنڌ ڪنيو ٢٩- قيامت جي ڏينهن ٣٠- ملن ٣١- جڙ ٣٢- پڌ جن، سڄهن ٣٣- جل يا پاڻي ٣٤- ڏکي هنيس ٣٥- درياه جي ڪنڌ ٣٦- ڪلڪ (ڪانهن جي) ٣٧- لڦديل، ورڏاڻا.

*هرهنڌ محبوب جي پچار آهي ۽ هرجا پرينءَ جي موجودگي آهي (ڏٺي هرهنڌ حاضر آهي). ساري ڪائنات، منصور آهي (اناالحق پيئي لنواري)؛ تون ڪيترا ڪهي، ڪيترا ڪهندين؟

ڪنهنکي ڏيان ڏانهن؟ قضا قلم[1] وهائيو.

١٠

ٽڙن جا طعنا، سهنگا[2] ڏينم سرليون،
درياهَ ديوانا! سُڻُ حقيقت حال جي.

١١

ٽران لاءِ طعني، متي وهَه[3] واڪا ڪيو،
آٽي وِڌيس آر[4] ۾، دَرياهَ ديواني،
قلم[5] جي ڪاني، آٽي اوليس اول ۾.

١٢

ٽران[6] تان مران، وران تان وهَه وِڙو،
هنڌڙي ۾ هولن جا، اڇن گهوڙ[7] گهڻا،
پسيو ٻاٽري واريون، ڏِسيو ڏوهَه ڏران،
وڃان ڪٿن وران؟ ڪنديءَ مهنجو ڪاٽي[8].

١٣*

نڪو سَنڌو سوُر[9] جو، نڪو سَنڌو سِڪ،
عَدَدُ[10] ناهِ عِشق، ٻڄاٽي[11] ٻاڻ لهي.

١٤

عَدَدُ ناهِ عِشق جو، سُٽي[12] تِيمُ ساٽي[13]،
ڪانهي ٻجاٽي، مهندان، منڌ! ميهار[14] جي.

١٥

سِڪ تنهنجي، سُپرين! جتن ٽران ٽٽن ٽار،
ٽوُن ئي رهيو روُح[15] ۾، ٽوُن ئي اَکنڻان[16] ٻار،
پرين! تنهنجي ٻار، موُن واجهائيندي[17] وَرهَ ٽيا.

١٦

سِڪ تنهنجي، سُپرين! ڪَبي ۽ ڪوري،
سَگهان نه چوري، ڏاڍو نير[18] نينهن جو.

١٧

سِڪ تنهنجي، سُپرين! اندر تي اَجهل[19]،
ٻرڪيو ٻاهر[20] نڪري، ڪوُري[21] ڪانٺي ڪَل،
رِءِ سيراهيءَ[22] سَل[23]، مونکي ڏنا سڄٽين.

١٨

سِڪ تنهنجي، سُپرين! اندر تي اَجهاڳ[24]،
منجهين[25] پريا[26] ماڳ، ٻلٽيا[27] ٻاريوُن[28] ڪري.

١٩

ڪي ٽران ڪي ٽارمون، ڪي سَگهان[29] ڪي سگهه[30]،§
آڏو ڏيجِ مر لڳ[31]، مون هيڪليءَ، وَلها[32]!

١- تقدير ٢- سهانگا ٣- پاڻيءَ جي وهڪڙي (درياه) ۴- وهڪڙي يا ڪن ۾ ٥- قسمت جي قلم ٦- زور وهڪڙو ٧- ٻوُر، خيال ٨- حامي، وسيلو ٩- حد، انت ١٠- ڪٿ ١١- ٻڄڙي ١٢- ٻڌي ١٣- ويجهي (عشق کي) ١۴- اڳيان، اوريان ١٥- اکين کان ١٦- ٻاهر ١٧- طرف، پاسي ١٨- زنجير ١٩- اڻ جهل ٢٠- ڀڙڪا ڏيو ٢١- ڪوري ۾ جليل ٢٢- سيراهيءَ (سوراخ ڪرڻ جي اوزار) کان سواءِ ٢٣- سوراخ ٢۴- اٿاهه، بيحد ٢٥- اندر ۾ ٢٦- اوسا پاسا ٢٧- اٿي وهيا ٢٨- وسڪارا ٢٩- پنهنجي ڪوشش ڪريان ٣٠- مدد ڪر ٣١- ونڊڪ ٣٢- اي پيار.

*نڪا حد درد جي آهي، نڪا سڪ يا سور جي. عشق جي ڪٿ ئي ڪانهي. عشق پنهنجو انت پاڻ ئي پروڙي.

§ڪي مان ٽرڻ جي ڪوشش ڪريان، ڪي تون مونکي ٽار؛ ڪي پاڻ پتوڙيان، ڪي تون واهر ڪر.

٢٠

سِڪَ سِڪَندِيُنِ لاهِ[1]، وِڇوڙِيا ميڙ پِرِينِ،
ايڏي سُڪَهَ، سَڄا ڏَٽي! توئي ڪي جُڳاءِ،
تَنُ جنين جو طالِبُ[2]، مَهِرَ تنين کي پاءِ،
ميڙائي[3] جو، ماءِ! ڪانگ لوَندو ڪڏهين؟

٢١

ڏِني ٽِيَرِ ڏِينهَنَ، ڪوهُ جاٽان ڪهڙا پِرِينِ؟
نيرَ پيرجي نينهَن، پَلِتيا پارِيُون ڪري.

٢٢

ڏِني ڏِينهَن ٽِيامَ، ڪوهُ جاٽان ڪهڙا پِرِينِ؟
وَلِنِ[4] جنن وَرِيامِ[5]، گوندَرَ غَمَ پِرِينِ جا.*

٢٣

ڏِني ڏِينهَن ٽِيامَ، ڪوهُ جاٽان ڪهڙا پِرِينِ؟
سَهسِين سِڄَ اُلَهي[6]، واجهائيندي وِيامِ،
تنين سالَ ٽِيامَ، جنين ساعَتَ نه سَهان.§

٢٤

گهڙُ، نه وَرُ[7]، نه وَٽُ[8] ڪا، آهِيمِ مَنَّ ميهارُ،
اِنَ اوسيڙي[9] اُٺيان، سَڄهي ڪري سينگارُ،
پِرِينِ! تنهنجو پارُ[10]، پَسان مانَ پِرِ ڪڏهين.

وائي

هوئِجِ هوشيارِ خبردارِ، ترڪَطِ آهي تڙ ۾،
ڪَڏُون، ڪُوُبا[11]، چڪَ، چڪَنديون، تان ڪي نمي نهارِ،
آڏيءَ[12] سي آڪُڙَنديون[13]، اکيون جن ڪپارِ،‡
مَوُن سُٺو[14] ملاحن ڪان، تَڙَ اڙانگا تارِ،
هوتُ هَلنديُن ڪَتيو، وِهَڻُ، مُنڌَ! وسارِ،
ڪُه آئَڻَ! بَنِ جيڏيون[15]! ڏيراٽيُون ڏُٺارِ!†
يَڪو ڪَٺِجِ پاڻَ سين، پِرِين تنهنجو پارِ،
ويندي واڻَڙِن[16] ڪي، پَٺيءَ[17] ڪيمَ[18] پچارِ،
پَوندين منهن[19] ميهارَ جي، ڏَرَ وَٽ ڏِينهَن مَ گهارِ،
ساهَڙَ ڪي، سُڃُ[20]، سُهڻي! پچلِ[21] آڏي پارِ،
تار تَرَنديءَ، لُڙُ[22] لنگهنديءَ، عشقَ جي آڌارِ،
پاندُ[23] مَ ڇَڏِجِ[24] پرينءَ جو، پهين[25] جي پاڻارِ،
ٽيندءِ سَڏُ[26] ساهڙَ جو، توڏي! ٿيءِ تيارِ.

١- وڇوڙيل ٢- طلب يا اُڪير رکندڙ ٣- ميلاپ، وصال ٤- ولين ٥- وڪوڙي ويم ٦- لهي ٧- پتار ٨- چيز، وسنو ٩- اوني يا فڪر ۾ ١٠- ڪنهن ريت ١١- نمي ١٢- آڏيءَ راهه ١٣- ٽاٻڙجنديون ١٤- بڏو ١٥- مصيبت يا مرض ۾ ١٦- واڻهڙن ١٧- هرگز ١٨- ذڪر نه ڪر ١٩- روبرو ٽيندينءَ ٢٠- چوه مان وهندڙ ٢١- اونهو پاڻي ٢٢- لڙائيل پاڻي ٢٣- دامن، پلاند ٢٤- غرق ٿين ٢٥- سمنڊ جي لري ۾ ٢٦- اي سهڻي!

*مونکي ولين وانگر، پرينءَ جا درد وڪوڙي ويا آهن.
§جن پرين کان سواءِ هوند هڪ پل به ڪاٽي نه سگهان، تن جي وڇوڙي ۾ ڪي سال پڄي ويا آٿم.
‡آڏيءَ راهه اُهي ٽاٻڙبيون، جن جون اکيون ڪاپار ۾ آهن (جي مغروريءَ ۾ پيئون چڙن).
†آئڻ ۽ جيڏيون وڃي ڪڏ پون ۽ ڏيراٽيون شل ڏکيو ڏينهن ڏسن.

## سر سهڻي ـ داستان نائين جو سار

جڏهن ته هڪ محبوب جي ٿي وائي تي هلي. قدرت ۾ سڀ شيون، منصور وانگر، "اناالحق" پيئون لنوارين. اِنهيءَ حساب سان، اُهي مڙيئي سوُريءَ جون لائق آهن. سارو ملڪ مُنصور آهي؛ ڪنهن کي ڪُهي ڪنهن کي ڪُهندين! وصل جي منزل نهايت دور آهي؛ پرين، جي قيامت جي ڏينهن ملن، ته به ويجها چئبا. سهڻيءَ کي قضا جي قلم ٿي جو ۾ جوکو رسايو. تقدير اهڙي شيءِ آهي، جنهنکي ڪا به طاقت هٽائي يا مٽائي نه ٿي سگهي. نه عشق جو ڪو عدد آهي، نه سڪ يا سوُر جو ڪو سندو. عشق ٿي پنهنجي حد پار ٿو جاڻي. ڏٺيءَ کي ٿي اِها سگهه آهي، جو محبتين کي پاڻهِ ملائي. سهڻيءَ جي دل ۾ ميهار لاءِ اُجهل محبت پيئي وسي.
"نيڻ پرجي نينهن، پلٽيا پاريون ڪري."

•

## ابيات[1] متفرقہ[2]

١

ساهَڻَ ڏاران[3] سُهڻي، آڏوڙي[4] آهي،
ڪُنڍيوُن[5] جو ڪاهي، پاسي تنين پاڪَ ٿئي.*

٢

ساهَڻَ ڏاران سُهڻي، نِسوري ناپاڪَ،
نَجاسَتَ[6] ناهِ[7] ڪري، اُنين جي اوطاقَ،§
هوءَ جي ڪِيرَ[8] پِياڪَ، پاسي تنين پاڪَ ٿئي.

٣

ساهَڻَ ڏاران سُهڻي، هيءَ ٿان جُنبي[9] جوءِ،
هِنَ[10] پاڻيءَ سين پانهنجو، مؤر نه مٿو ڌوءِ،
جي پِرينءَ پاسي هوءِ، ته ڪَرَ[11] توڏيءَ[12] ٽُڙ ڪيو.

٤

ساهَڻَ ڏاران سُهڻي، هِيَ تان جُهڪي[13] ڄالَ،
توڏيءَ تَبُ شروُع ٿيو، هَيَ! هيڻيءَ جي حالَ،
جَڏي رِءَ جَمالَ[14]، اَکهي ٿي آهوُن ڪري.

٥

ساهَڻَ ڏاران سُهڻي، آهي ۾ آزارَ[15]،
ڏَمَ پاسي ۾ ڏُکندو، صِحَتَ[16] وَتِ سَنگهارَ[17]،
توڏيءَ سَندي تَنَ جي، دَوا ۾ ديدارَ،
جي پَسي مُنهن ميهارَ، ته سِگهيائي[18] سَگهي ٿئي.

٦

مَنان گهڙين، سُهڻي! اَڄُ دَرياهَ ۾ دَمُ،

١- بيت جو جمع ٢- چڙ وچڙ ٣- ڪان سواءِ ٤- اَڻ ڏوٺل، اڀوتر ٥- ميهون (ڪنڍيون ڪاهيندڙ= ميهار) ٦- ناپاڪائي، غلاظت ٧- نابود ٨- کير پيئندڙ (ميهار) ٩- اڀوتر، ناپاڪ ١٠- ڏوئي ١١- هڇي ١٢- سناڻ ١٣- درد جي ماريل، نبل ١٤- حسن ڪان سواءِ ١٥- بيماريءَ، مرض ١٦- اَگهائي ١٧- ميهار ١٨- ٿرت.
*جو ميهون ڪاهيندڙ (ميهار) آهي، تنهن جي پاسي ۾ ٿي پوتر ٿيندي.
§هوءَ انهيءَ (ميهار) جي آستان لي ٿي پنهنجي ناپاڪائي نابود ڪندي.

ڪاريءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، ڪهڙو آئيٺي ڪَمُ؟

مَتان جاڳي ڏَمُ، ڀُڃي ٻاڙي واريُون.

٧

ڀُڃي ٻاڙي وارِيُون، ڪوهُ ڪَرِيندو ڏَمُ؟

ڪاريءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، آهي ڪاڻِيارِ[1] ڪَمُ،

هِيُ هَڏو ۽ چَمُ، گهورِيو مُحِبِ ميهارَ تان.*

٨

ڏِيهاڻي ڏَمُر ڪري، مٿي مُحَبَتَ مُون،

تَنهِن کي اَڄي تُون، اِرِامَ! ڪوهُ نه ڀانئين؟

٩

جان جان هُئي جِئَري، وِرِچِي نه وِيئي،

وِچِي پون[2] پيئي، سِڪَندي کي سَڄَڻين.§

١٠

جان جان هُئي جِئَري، ويئي نه وِسانِد[3]،

لُڙهي لَهرِ[4] ٻانڌِ، مُيائي ميهارَ ڏي.

١١

وِرُ اوندا هي رانِڙي، ڪُوءَ چانڊوڻيءَ[6] چانڊان[7]،

اوري ميهاران[8]، مُنهن مَ پَسان ڪو ٻيو!

١٢

سَدا ٻَنِ مَ، سُهڻي! اُونداهِيءَ اَڌَ راتِ،

پِريان ڏي پِريات، وَنءُ ڏيئاري[9] ڏيِهَن کي.

١٣

سائِرَ ٻوڙي[10] سُهڻي، نه ٻوري، نه ٻِنڌَ،

اَکين مَنجهه اُڪَنڌَ[11]، مُيائي ميهارَ ڏي.

١٤

ساهَڙُ سُڪيءَ ۾ تهو، پاڻيءَ مَنجهه ٻُنو،[12]‡

سَندو ڪَڇَ ڪُنو[13]، لار لَرَندو ڪيترو؟

١٥†

سانوڻَ لَهرِيُون، تَرَ واري، تَرَ وارَ،

اِنهان تي آبارَ[14]، مُون سين ٻَلي ٻالَ ڪيا.

١٦

نه مُون نانا ڻِيان ڪَتيِو، نڪي ڏاڏاڻِيان،

پِرينِ جي ٻاران، مُون ٻين وَڏائي وِڙُ[15] تيا.

وائي ١

ڪُهُ جاڻان ڪيڏاهين؟ منهنجو[16] لَنُ لَڳي ليڏاهين،

سائين نيڻين نِينهَڙو لڳائي وِيڙا.

جيڏانهه عالَمَ آسرو، مُون پڻ آهي اوڏاهين،

دُونهين دوستَ ميهارَ جي، ڏِيئي جِنءَ ڏنائين،

---

١- غرض يا ڪاڻ وارين ٢- پاتال، ڏرتي ٣- وسرام يا آرام ۾ ٤- لهرن مٿان ٥- مبارڪ ٦- چنڊ واري ٧- چانڊاڻ يا چانڊوڪيءَ کان ٨- ميهار کان اوري ٩- روشن، کليو کلايو ١٠- نهر ١١- اُڪير ١٢- ٻهتو ١٣- مٽيءَ جو دلو ١٤- انهيءَ کان ١٥- نوازشون ١٦- چڪي، ڪشش ڪري.

*هي هڏن ۽ چم جو بدن دلبر ميهار تان گهوريو.

§سڄڻنءَ لاءِ سڪندي، وڃي پاتال ۾ پيئي (فنا ٿي ويئي).

‡ساهڙ جي منزل سڪيءَ تي هئي، پر هو نيت سهڻيءَ کي اچي پاڻيءَ ۾ ٻهتو (مٽي کان ٻوءِ).

†سانوڻ جي مدد ۾ ساگر ۾ لکين لهريون لڳنديون آهن؛ تر ۾ واريءَ جا انيڪ داڻا آهن؛ ۽ بدن جي ترن هيءَ انيڪ وار آهن؛ پر پرينءَ جي مون تي نوازشون ڪيون آهن، سي انداز ۾ انهن کان بي وڌيڪ آهن.

ساري سُپيرينِ کي، رَهُ[1] پِرِ رَتَ رُنائين،
دامَن[2] تيڏي[3]، چنگل[4] ميڏا[5]، روزِ قيامت[6] تائين،
پيرُ اسانڏا[7] حضرتُ[8] ميران[9]، ڳَل ڏي آس پڄائين.

وائي ۲

توکي مڳان، جو تون آهئين، پيو ڏرڪون سڄاڻان.
إلاهي! عنايت[10] سين، نوازئين نماڻا،
آنڏا ڪرئين اڳ پر، کونائين ڪاڻا.

وائي ۳

نهين نهين[11] ميڏي وس[12]، وا! بنا دلبر هيءَ دل ماندي[13].
سڪان تي سنگهار کي[14]، ٻاٻ نه منهنجي پس[15]،
مون کي مت[16] مهار جي، ڪان اچي ٻي ڪس،*
درد[17] دسي آهيان، دردُ مهين جو دس،§
سُک نه پڇي سُهڻي، ڏُک ڏکيءَ کي ڏس.

وائي ۴

لڙکي[18] لنءُ[19] نه سڄاتو، راند پانئين راز کي.
آندو الوهيت[20] کان، آهي اِيءُ[21] اماتو،
صَباح[22] سو نه شُمار[23] پر، ليکيان جو اڄ لاتو،
پيس[24] ڪاڻ ڪريم[25] سين، تيس نمرودي[26] ناتو.‡

وائي ۵

وڃي سا رات وهاڻي، رءِ پسڻ پرين جي!
هَهڙا اوڏا سُپرين[27]، تو ڪئن ننڊ وهاڻي؟

وائي ٦

منهنجون سيئي، آئل! ماءِ، مَن مرادون پنيون.
جهڙي پريان ڳالهڙي، تهڙي ٻي نه ڪاءِ،
ڪجي تان ڪوڙ[28] ٿئي، سُکي[29] تان سيباءِ[30]،
ويهُ داتا جي در تي، شُڪر جنهن جڳاءِ،
كانهي حد حمد[31] جي، نه ڪريان لائق[32] لاءِ،
ڳٽيو ڳٽيان ڪيترئون، وڏ يئون وڏاياءِ[33]؟
سو مون هتان نه ٿئي، جيڪي تو جڳاءِ،
تو سڄيئون[34]، تو سنديئون، سڪن توهين ساءِ[35]،
اڄ تنهنجي اچئون، لوچن توهين لاءِ،
دل دانهن ري نه رهي، مون کي ماڻ جڳاءِ.

۱- وات ني ۲- پلاند ۳- تنهنجو ۴- چنبو، هٿ ۵- منهنجو ٦- قيامت ڏينهن ۷- اسانجو ۸- حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني (پيران پير دستگير) ۹- سيني جي ۱۰- نوازش ۱۱- ناهي، ناهي ۱۲- منهنجي وس ۱۳- وياڪل ۱۴- لاءِ ۱۵- ماڻ ۱٦- پسند ۱۷- ڪيراءِ ۱۸- چوکري ۱۹- عشق ۲۰- إلاهي ذات ۲۱- گمراه ۲۲- سياڻي (قيامت) ۲۳- ليکي کان ۲۴- شرمساري ۲۵- پاجهاري ڏٺيءِ ۲٦- شيطاني ۲۷- وٺي ۲۸- خوشي ۲۹- ٻڌجي ۳۰- وٺي ۳۱- ساراه ۳۲- محبوب ۳۳- تنهنجون وڏايون ۳۴- روبرو ملڻ ۳۵- تنهنجي صحبت لاءِ.
*مونکي مهار سان ملڻ جي صلاح ٿي وٺي، ٻي ڪا نصيحت مونکي نه ٿي وٺي.
§مان درد جي ليٽايل آهيان، تون منهنجو درد ليٽاءِ (ماڻ ڪر).
‡رب اڳيان شرمسار ٿيو پيو نه شيطان سان وڃي صحبت ٿيس.

## سر سهڻي - ابيات متفرقه جو سار

ساهڙ کان سواءِ، سهڻي ”نسوري ناپاڪ“ آهي. ساهڙ جي صحبت ئي سهڻيءَ لاءِ سنان (غسل) آهي. اهو سنان ئي سندس ناپاڪائيءَ کي نابود ڪري ٿو سگهي. ساهڙ کان سواءِ، لوڏي لب ۾ ورائل آهي ۽ ”جڏي رءِ جمال“ آهي. سهڻيءَ جي دوا، دوست جي ديدار ۾ آهي. ”لوڏيءَ سندي ان جي، دوا ۾ ديدار.“ جيسين جيئري هئي، تيسين هر راهه، تار ترندي، پنهنجي پرينءَ ڏي ٿي وئي، ۽ ڪڏهن به ورچي، ويهي نه رهي. سهڻيءَ جي سڪ ۾ نيٺ وڃي پاتار ۾ پيئي. ميهار به ساڻس هميشه لاءِ وڃي پاڻيءَ ۾ واصل ٿيو. سڪيءَ لي کيس عارضي وصال ٿي مليو، مٿي کان پوءِ وڃي پاڻيءَ ۾ هميشه لاءِ ساهڙ سان ملي. عاشق کي وصال جو انعام، فنا کان پوءِ ئي ٿو ملي: ”هي هڏو ۽ چم، گهوريو محب ميهار تان.“

•

”سر سهڻي“- هندستاني جي گائڻ وديا آنوسار، هن سر جو اصلي نالو ”سر لوڏي“ آهي. هيءَ راڳڻي ديپڪ راڳ جي پنجن استرين مان هڪ ڪري ڳڻي ٿي وڃي ۽ صبح جو پهرئين پهر ۾ ڳائبي آهي. هيءَ راڳڻي نهايت مٺي آهي. هن راڳڻيءَ کي ’سهڻي‘ انهيءَ ڪري سڏيو ٿو وڃي، جو منجهس سهڻيءَ جي سندرتا ۽ پريم جو ورڻن آهي.

# سُر سَسُئِي آبِري

## داستان پهريون

١

اَوَّلِ[1] آخِرِ[2] آهِ، هَلَڪَ مُنهنجو هوتَ ڏي،
پورِهيو سَندو پورِهيتين، والي! ڪيمَ وڃاءِ،
سو مُوُن ٿورو لاءِ، جڻَن جِهَري مِلان جَتَ کي.

٢

ڏَري[3] ۽ ڏاري[4]، سَتَ[5] سوُرَنِ جي سَسُئي،
پيياڻي[6] پُنهونءَ ڏي، نِرمَلِ[7] نِهاري،
لالَنَ جي، لَطِيفُ چئي، سُنهَن[8] سَتي[9] ساري،
پِريتَڙو[10] پاري، مارَڳَ[11] ۾ مُندَ مُئي.

٣

جي سِڄهائي[12] سِڪَ، تہ پِڻَ سِڪي سَسُئي،
پيتائين پُنهونءَ ڪي، هَڏِ[13] نہ پَڳِيَسِ[14] هِڪَ،
اِن تَڙَ[15] منجهان لِڪَ[16]، ڏِني پاڻَ اُجَ ٿئي.*

§۴

ٻِسي جهاجهَہ[17] جَمالَ جي، جنين پيتي پِڪَ،
اَپَرِ اَڳانجهو[18] تيئن، سوُرُ اُنين کي سِڪَ،
هَڏِ نہ پَڳِيَنِ هِڪَ، سَدا سائِرَ سيرَ ۾.

۵

مُحَبَّتَ جن جي مَنَ ۾، تن تِشنگي[19] تارِ[20]،
پي پِيالو اُجَ جو، اُجَ سين اُجَ اُٿيارِ[21]،
پُنهون پاڻَ پيارِ[22]، تہ اُجَ سين اُجَ اُجهائيان.

١- شروعات ۾ ٢- پڇاڙيءَ ۾ ٣- روئي ۴- روئاري ۵- سڏڪو ٦- پاسي ۾ پيل ٿي ٧- پوتر ناري ٨- حسن ٩- ستياوان استري ١٠- محبت ١١- راھ ١٢- ڪباب ڪجي ١٣- ٻيھ ١۴- سڪ ١۵- گهيڙ (عشق جي) ١٦- ڳيت ١٧- جهجهائي ١٨- جهجهو ١٩- اُساٽ ٢٠- ٿمتار ٢١- جاڳاءِ ٢٢- ٻجهايان.
*هن تڙ منجهان ڳيت ڏيندي پاڻ اُج ۾ اضافو ٿو ٿئي.
§جن اهو بي پايان حسن ڏسي، عشق جي جام مان سرڪي پيري آهي، تن کي اَٿاھ درد وٺي ٿو وڃي؛ پوءِ سندرتا جي سمنڊ جي سير ۾ هوندي ٻہ، هنجي سڪ پوري نہ ٿي ٿئي.

٦

مُحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، پُرَ پيالو جن،
پِيَڻَ پَرَچاءِ[1] ناهِ ڪي، ڪنهن جنهن ڏاهِ[2] ڏَيَنِ[3]،
تهن نِهايَتَ[4] ناهِ ڪا، جنهن سُڃا سُڃَ وڃن،
ڪيلان اُڃَ مَرَنِ، سَدا سائُرَ سيرَ ۾.

٧

سَدا سائُرَ سيرَ ۾، اَندرِ لَهي نه اُڃَ،
پَسَڻُ جو پِرينءَ جو، سا سَياڻي سُڃَ،
ڪيلان مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائُرَ سيرَ ۾.

٨

ساڄَنَ ڪارڻِ سُڃَ، مَرُ قَبوُلي سَسُئي،
اَندرِ جنين اُڃَ، پاڻي اُهو اُنِ ڪي.*

٩

پاڻيءَ مٿي جهوُپڙا، موُرکَ اُڃَ مَرَنِ،
ساهان[5] اوڏو سُهرِين، لوڇي تان نه لَهَنِ،
ڏَمُ[6] نه سُڃاڻَنِ، ڏانهوُن ڪَن مُنَنِ جُنّ.

١٠

سَسُئيءَ ڪينَ سَمجهيو، اوري آريءَ[7] ساڻُ،
ڪري ٻيڪ[8] پُهونءَ سين، پاڌارِيائين[9] پاڻُ،
جَتِ وِڃايو جاڻُ[10]، پاڻيڻِ پَروچَنِ سين.

١١

لَڳي ڪوسو واءُ، لوڪُ مَرُوئي لَهيو[11]،
اَيَن منجهان آئيو، 'هَيءَ! هَيءَ!' جو هُگاءُ[12]،
طَيوُرَنِ[13] تَنوارِيو، پُهونءَ پُڄاڻاءُ،
رَسيو سوُرُ شَبانَ[14] کي، وُحوُشَنِ[15] وَٽاءُ،
مروُئَنِ موتُ قبوُليو، اَبَرِ[16] اَفسوساءُ[17]،
بَرَ[18] ٻِڻا ڪَن بُڪاءُ[19]، اَڪَنديا[20] آريءَ لَءِ گهڻو.

§١٢

مَهندِ[21] مُحتاجي[22] ڪري، ٻَنيءَ ٻيرُ ڪَٽيجِ،
ڪُيبلياٽي[23]! ڪيجَ ڏي، حُجَّ[24] مَ هَلائيجِ،
پاٽا[25] ڌارَ[26] پِرينتَو، سَسُئي! ساڻُ ڪَٽيجِ،

١- تُرپتي ٢- آگ ٣- جلن ٤- حد ٥- ساهه کان ٦- پنهنجي جان يا ساهه پساهه (جنهن ۾ پرين ويا پڪ آهي) ٧- خانداني قوم، جنهن مان پنهون هو (خود پنهون) ٨- واقفيت ٩- پڌرو ڪيائين ١٠- خودي ١١- جليو ١٢- واس، ٻڙ لاءِ ١٣- پکين (طير جو جمع) ١٤- رڍيار ١٥- پسن وٽان ١٦- اُٺاهه ١٧- افسوس وچان ١٨- ابهت ١٩- روج ٢٠- پياسي ٢١- اڳتي ٢٢- نيزاري ٢٣- ٻرن سائين واري، اڪيلي ٢٤- حجت ٢٥- خوديءَ کان خالي ٢٦- محبت.

*جنهجي اندر ۾ پاڻيءَ لاءِ اُڃ آهي، تن لاءِ پاڻيءَ کي به اُڃ آهي، يعني سچن عاشقن لاءِ محبوب حقيقي به سڪي ٿو.

§شاهه صاحب، طالب کي هيءَ هدايت ٿو ڪري: "عاجزيءَ کي پنهنجو رهبر بنائي، وڪ وڌاءِ. هتي ڪابه حجت يا دليل نه هلائيج، پاڻ سان خوديءَ کان خالي عشق کڻيج."

اوڏي عزازيلَ کي، وڃهي تان مَ وَڃِجِ،
نااُميدي نيچ، تہ اوڏي ٿئين اميدَ کي.

١٣

مَهندِ مُحتاجي ڪري، حُبَ وڃائي هَلُ،
عُذرَ خواهيوُن، عاجِزيوُن، سَسُئي! ڪنهن مَ سَلُ،
ڏوُنگرُ ڏورَڻُ ڏاڪڙو، لَنؤ ري ڪونهي لَلُ،
اِيءُ پَلائيءَ جو پَلُ، جڻ پاسي تيڻ پاڻَ کان.*

١٤

ويهُ مَ، مُنڌَ! پنيورَ ۾، هاڙهي هَڏِ مَ هَلُ،
ڪوُڙي ڪَجِ مَ ڪڌهين، سَچي ڳالهہ مَ سَلُ،
جانبَ لَءِ مَ جَلُ، سوُرُ وِسارِ مَ سَسُئي!

§١٥

سُکين ٿِيءُ مَ سَنَري، پَسي ڏُکَ مَ ڏَرُ،
پَٽِي ڪَر مَ بانهنجو، گهوري! اَڏِ مَ گهَرُ،
ماري! هَڏَ مَ مَرُ، مَحُبَّطِ جيءُ جيارئين.

١٦

سُکين ٿئي نہ سَنَري، ڏُکين ٿا نہ ڏَري،
اوري هَڏِ نہ اپڻي، پُري ٿا نہ پَري،
سَرَتيوُن! تو نہ سَري، پڻين رِءِ پانڻَ کي.

وائي

تَنَ مَنَ مَنجهہ لَنوارَ هوا يارا سَدا آهي سِڪَ جي،
تَنِ چِٽڪَن چِٽَ ۾، جنّ سا گهنڊيءِ لاڙَ،
لَڳي اَڄَ اَکين کي، سِکهو موتُ، سَتّارَ!
پَسان ڪين پرينءَ، ڪاڏي پرتِ پَچارَ؟
پَنڌياڻي پَنيورَ ۾، آهيان اوهان ڏارَ،
مؤن کي ڇَڏَ مَ ڇَپرين، آرياڻي! آڌارَ!
ڏيان خيرُ خِزانَ ۾، اي تو مَنجهہ بهارَ،
مُضرُّ تان مؤن کي ڪيا، حَڪيمَن هَزارَ،
دَوا آهيين دِلِ جي، وارو، واقفَ ڪارَ!
آڻي ڏي عاقِلِ کي، مَعجوُنوُن، موچارَ!
آهي عَبدُاللّطيفَ کي، لنهنجي، پِيّ! پَچارَ.

١- شيطان، ابليس (نفس) ٢- نيزارپون ٣- سڪ ٤- مزو، چارو ٥- خوبي ٦- جوهر، لطف ٧- جبلن جي قطار (مڪران سرحد تي) ٨- سرهي ٩- نابود ١٠- فدا ٿيل (عشق جي راه ۾) ١١- فدا ٿيل ١٢- مثال ١٣- اپي رهي ١٤- هلي ١٥- وسن ١٦- گهنڊ ٿي گهنڊ ١٧- گهنڊ جي زبان ١٨- اوهان کان ١٩- جدا ٢٠- چال ٢١- سرءُ ٢٢- توکان سواء ٢٣- ڏک ٢٤- علاج ٢٥- اَگهيءَ ٢٦- اي موچارا ٢٧- اي پرينءَ!

*پنهنجي خوديءَ کي ميٽڻ ۾ عين خوبي يا خوبيءَ جو جوهر آهي.

§هتي شاه صاحب پروليءَ ۾ تو ڳالهائي: نہ "سکن ۾ سرهي نہ ٿيءُ، نہ ڪي ڏکن کان ڏر. نہ پنهنجو گهر قتاء، نہ اُنکي اَڏ. نہ ڪي مر، نہ ڪي پنهنجي جيءَ کي جيار." مطلب تہ طالب کي پورو يوگي بنجڻو آهي.

## سر سسئي آبري - داستان پهرئين جو سار

سسئي، بيابان ۾ پنڌ ڪري ساڻي ٿي پيئي آهي، تہ بہ سندس سڪ جو زور ٽٽي نہ ٿو. سندس سينو درد کان ڏريو پيو آهي، ۽ سندس روڻ، ٻيجاڻ وسڻ کي بہ ٿو روڪاري ڇڏي. پکي ڪوڪارين پيا ۽ مورون درد کان مري ويا آهن. سارو ويران اوچنگارن ۾ آهي. عشق وارن جي اڄ بہ اُپار آهي. سسئي ٿي آهي، جنهن پنهونءَ ڪارڻ سڀ قبولي آهي.

جن کي پاڻيءَ لاءِ اُڃ آهي، تن لاءِ پاڻيءَ کي بہ اُڃ آهي. ڏٺي، انسان کي ڪان بہ ويجهو آهي. هي پنڌ، نااميديءَ جو آهي، جو طالب کي نيٺ وڃي ٿو اميد جي منزل تي پهچائي. طالب کي سڀ حجتون ڇڏي ۽ پنهنجي خودي وڃائي، پرينءَ جي پٺ وٺڻ گهرجي.

”اِي پلائيءَ جو پل، جڻن پاسي ٿيڻ پاڻ کان.“

## داستان پهريون

١

پَسي ڏُونگَرَ، ڏاهِ[1]! جِمَ هَلَڻَ[2] ۾ هيٺِي وَهين،
لانهي لَڪَ[3]، لَطيفُ چَئي، پُنيءَ ڪيچِينِ ڪاهِ،
پُڇي پُورِجِ[4]، سَسُئي! بَلوچاڻي باهِ،
اِنَ وَڙانِتي[5] وَرَ جي، آسَرَ[6] هَڏِ مَ لاهِ،
جو اَکِنئُون اوڏو آهِ، سو پِرينَ پَرانهون مَ ڇئو.

*٢

هِتان ڪَٽِي هُتَ، جِن رَکيو، سي رَسيئُون،
ساجَنُ سُونهَن[7]، سُرِتِ[8]، وِکان[9] ٿِي ويجهو گهڻو.

٣

جيڪُسِ[10] يادِ ڪَياسِ، وِرُ[11] وَڃي وَڻڪارَ[12] ۾،
جَلدُ جَريدي[13] پَنڌَ ۾، اَديُون! اَڄُ ٿياس،
وَڃي ڪيچِ پُنياس[14]، پاروچاڻي پاجهَ سين.

۴

واقِفُ نہ وَڻڪارَ جي، پارِي[15] سُڄِنِ[16] بَرَ،
وِرُ، وَسيلا! سُپِرينَ! ٽَڪيَسِ ڏوري ٿَرَ،
لَهِيَم، لَعْلَ! لَطيفُ چَئي، ڪانڌَا! مُٺيءَ جي ڪَرَ[17]،
وِلَهي[18] ڪري، وَرَ! مَڇِڻ مارڳِ ڇَڏِئين.

٥

واقِفُ نہ وَڻڪارَ جي، اَڳُ نہ ڏِٺهُ ڏِٺومِ،
ڏُونگَرَ ڏوراپَنِ سين، ڪاليءَ رِءَ ڪُٺومِ،

١- ٻانهي ٢- ٻر ڪرڻ ٣- ڏوري ۴- پنڌ ڪج ٥- ڪٺوان ٦- آسرو ٧- پورن سندرتا ٨- عقل، ڪل پورن ٻڌي ٩- هڪ وک يا قدم کان ١٠- شايد ١١- ڪانڌ ١٢- وڻراه ١٣- هيڪلي ١۴- پهتيس ١٥- پيهانڪ، وڏا ١٦- ٻڌجن، سڄهن ١٧- سار ١٨- اُپاڳي، سچي.

*جن پنهنجو چت، هُتان (هن دنيا يا سنسار تان) ڪٽي، هت (محبوب يا آخرت ڏانهن) ورايو، سي لحظي ۾ وڃي منزل تي پهتا. محبوب حقيقي (ساجن)، جو خود پورن سندرتا يا جمال مطلق ۽ عقل ڪل آهي، سو انسان کي هڪ وک کان بہ وڌيڪ ويجهو آهي.

جيلان مُحبُ منوءِ، ني چاؤن[1] ڪريان چُپرين.*

٦

واقفُ نہ وَٽڪارَ جي، پاٽي ڪنيم نہ پاءِ،
جَبَلُ جَلدايوُن[2] ڪري، لِڪَ ڏيکاري تاءِ،
لَکِي لُڪَ، لَطيفُ چئي، مَعذوُرنِ[3] مَٿاءِ،
اُني اوڏو آءِ، جِت، هوتَ! هيڪلي آهيان.

٧

واقفُ نہ وَٽڪارَ جي، جِت جَبَلُ جوراٽو[4]،
اُني عَبدُاللطيفُ چئي، سُڃي سَفَرُ سَتاٽو[5]،
بُهريون ني پاٽو[6]، سَوَلو ڪرئين سات جو.

٨

وَڏا وَڻَ وَٽڪارَ جا، جِت جاڙُ[7] جَمُرُ[8] جَرُ[9]،
ڪوسا ڪَپَنِ ڪڪرا، ٻي دَمِ دَمِ کِپي ڏَرُ[10]،
وِڇاري ڏئي وَرُ، پيرُ[11] نہ لَهي پرينءَ جو.§

٩

وَڏا وَڻَ وَٽڪارَ جا، جِت نانگَ سُڃَنِ نيلا،
اُني عَبدُاللطيفُ چئي، ڪيا هيڪلين حيلا،
جِت ڪُڙمَ[12] نہ قَبيلا[13]، اُت وَسيءَ، رَهبَرَا! راهَ ۾.

١٠

وِڇاريءَ وَٽڪارُ، اَڳُ نہ ڏٺو ڪڏهين،
مَهرَ نہ هُئي ماڙهين، هو سَڀُ هِندوُڪارُ[14]،‡
جِتَ ڪيائين پارُ، سوُرنِ ڪارڻِ، سَرَتيوُن!

وائي

هوءَ جي هَليا هوتَ سوُنهارا[15]،
موُن نہ وَهيڻا[16]، پُنهونءَ سڱيڻا[17].
سَسُئي پُڇي سات جا، اوطاقون اوتارا،
آن کي ويندا ڏٺا؟ آرياڻي لاهَ پارا[18]،
تَليوُن[19] ٽوُنرَ[20] هَلوَيوُن[21]، ميَنَ[22] سِرِ موچارا،
موُن کي نيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ[23] اُجارا،
اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، دوسَ آيا دِلدارا.

---

١- چالون ٢- جبرايون ٣- عاجز ڪمزورن ٤- زور وارو ٥- ڏکيو ٦- سفر، منزل ٧- لٺيءَ جا وڻ ٨- ٻيد جا وڻ ٩- عود جهڙا سرها ٻوٽا ١٠- ڏرڻي ١١- ڦيرا، چڪر ١٢- ڪٽنب ١٣- خاندان (يعني وسندي) ١٤- اَنڌوڪار (سياه دل ماڻهن جو هنڌ. هندوُ=ڪارو) ١٥- موچارا ١٦- همت وس ١٧- رشتيدار ١٨- اُنهن اهڃاڻن سان، اُنهيءَ طرف کان ١٩- گهنگهٽا (اُنن جي ڳچين ۾ ٻڌل) ٢٠- ڦندڻ ٢١- زيور (اُنن کي سينگارڻ لاءِ) ٢٢- اُنن تي ٢٣- ڪل اُجاريندڙ.

*جنهن صورت ۾ پرين موُنکي منو آهي، تنهن صورت ۾ جبلن ۾ چالوُن ني ماريان.
§وِڇاري گهٽيءَ ور وڪڙ ڏيئي، نهاريندي پيئي هاي، ۾ پرينءَ جيءَ پيرن جو نشان ني نہ ٿو ليس.
‡ماڻهن جي دل ۾ ديا نہ هئي؛ اُني سراسر اَنڌوڪار اڳو پيو هو.

## سر سسئي آبري - داستان ٻئي جو سار

سسئيءَ، پنهونءَ جي ڳولا ۾ اُن، جهنگلن ۽ جبلن جا اُڙانگا سفر ٻه سر ڪيا آهن. رڻ پٽ جي لهس دوزخ جي باهه جهڙي آهي. پاڻيءَ جو اُهو نالو ئي ڪونهي، نيلا نانگ پيا گهمن. اُهو ڪاهه وسندي ناهي، سڄ لي سڄ آهي. شاهه صاحب، سسئيءَ کي چوي ٿو: "اي ڪنيزڪ! ڏونگرن جون ڏاڍايون ڏسي، هلڻ ۾ هيٺي نه ٿج. پنهون لوڪي اکين کان ته اوڏو آهي. اون رکو همت رکي، سندس پڌيان پوُ رڄ." "جو اکئون اوڏو آهه، سو پرين پرانهون م ڄڻو." ساڄن، جو سندرتا ۽ سرت جو سر آهي، سو انسان کي وک کان به ويجهو آهي. جن پنهنجي اُلفت هتان ڦيرائي، هوڏانهن ڪئي آهي، سي ساعت ۾ وڃي پرينءَ کي پهتا آهن. "هتان ڪٽي هُت، جن رکيو، سي رسيون، ساڄن سوُنهن سرت، وکان ئي ويجهو گهڻو."

●

## داستان ٽيون

١

پُنهونءَ چڏيو پوءِ، جانبُ جَبَلُ ڳوليين،
ٽيلا نهين ٽَنگوُن ڪَرئين، جيلانهين لون جوءِ،
ساڄَنُ سَڄَ نهارِئين، ڏُکي! ڏوهُ ڪيوءِ،*
هاڙهي هوسُ نه هوءِ، وري پُڄ وينين کي.*

٢

وري پُڄ وينيُن کي، سَدا پُنهونءَ پارَ،
ساڄَنُ سَڀُ جِمارَ، ڏُکي! ڏورِج ڏِيلَ ۾.

٣

ڪونهي اُهو ڪوهيارُ، جِت تون پوري! پانئين،
پَندُ مَ ڪَرِ پهاڙَ ڏي، وُجوُدُني وَٽَڪارُ،
ڏارِيا پانئج ڏارَ، پُڄُ پرِيان ڪَرَ پاڻُ لون.§

٤

سَيئي ساري، سَسُئي! کَهر ڪُندوُن لون گهورِ،
وڃي ڏوُرِ مَ ڏورِ، دَرا مَنجِه دوستُ ٽيو.

٥

دَرا مَنجِه دوستُ ٽيو، مولي پُڄ پاهين،
عَبثُ اُڳاهِين، وڃيو ڪوُڪين ڪاندَ کي.

٦

پرگهران پاسو ڪري، پُڄُ پرِيان ڪَرَ پاڻُ،
سو تان لوهين ساڻُ، جنهن لَءِ جَفائُون ڪَرين.

٧

سوئي ڪَٽيو ساڻُ، سوئي ڏورِيين، سَسُئي!
ڪَڏهِن ڪَنهين نه ڪيو، جُلِڻُ مَنجهان جاڻُ،
پُڄُ پرِيان ڪَرَ پاڻُ، ته لون لَڌائين لَهين.

---

١- تنهن صورت ۾ ٢- سٽون ٣- جنهن صورت ۾ ٤- زال (پنهونءَ جي) ٥- ڏس ٦- ڏيهيءَ ٧- اي پورڙي ٨- جان ٩- ڳول ١٠- در اَندر، وجود ۾ ١١- پوئتي ١٢- اَجايو ١٣- ڪوُڪوُن ڪرين ١٤- ڏارئي گهران ١٥- ڪشالا ١٦- هاڻ ١٧- بوجهه.

*اي ڏکي! لون جو پرينءَ کي ٻاهر ٻئي ڳولين، سا ڀل ٿي ڪرين. هوس ڪو هاڙهي جبل ۾ ناهي. لون موني، محبوب جي پڇا اُنهن کان ڪر، جي سندس خيال ۾ محو ٿيون وينيون آهن.

§ڏارئن کي ڏارايو سمجهه (غير کي غير جاڻ)؛ پرينءَ جي سڏ يا سماءَ پاڻ کان پڇ.

٨

جو لون ڏورِيين ڏُورِ، سو سَدا آهي ساڻُ تو،
لالَنَ لَءِ، لَطيفُ چئي، مَنجهِي ٿِيُ،[١] مَعذُورِ!
مَنجهان ٻِئُنِ[٢] ٻُرُوڙِ، تو مَنجهه آهِس تَڪيو.[٣]

٩

وَڃِين ڇو وَڻڪارِ؟ هِتِ نه ڳولِئين هوتَ کي،
لِڪو ڪِينَ، لَطيفُ چئي، بارو چو ٻئي پارِ،
ٿِيءُ سَتي، ٻَڌُ سَندرو، ٻِرت پُنهونءَ سين پارِ،
نانئي نيڻَ نهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.

١٠

ڪُوڙيُون ٻُڌُنِ ڪيچَ، هوتُ نه ٻُڌَنِ هنئين،
جن پُنهونءَ سين پيچُ، تن پيرين پَندُ وِساريو.

١١

هَلُ هنئين سين هوتَ ڏي، پيرين پَندُ وِسارِ،
قاصدائي[٤] ڪارِ، ڪينَ رَسائي ڪيچَ کي.

١٢

هَلُ هنئين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَرِ مَ پَندُ،
رائي[٥] ٻُجِهَ مَ رَنڌُ،[٦] رِڙهُه رُوحاني[٧] سَسُئي!

١٣

هَلُ هنئين سين هوتَ ڏي، ڇَپَر[٨] هَڏُ مَ ڇُلُ،[٩]
آرِياڻي اُمُلُ،[١٠] ڪايا[١١] ۾ ڪانڌُ ٿيو.*

١٤

هَلُ هنئين سين هوتَ ڏي، ڇَپَرِ ڇُلُ مَ تون،
مَنجهان لَئو مون، ڪوهِيارو ڪيچَ ڏَئي.

١٥

هَلُ هِنئين سين هوتَ ڏي، سِسي ڪَڻُ[١٢] مَ ساڻُ،
جنين پائيو پاڻُ، سي آرِياڻيان اوري رهِيُون.

١٦

ڪجي پَنڌَ، پُڇان تو، ڪيڇيُن ڪارَڻِ ڪيئَن؟
بيخود هَلِيج بَرَ ۾، آئُون ٿو ڇوان ايئَن،
سِڪَڻُ ساڃَن سيئَن، مَتان، مُئي! ڇَڏئين.[١٣]

§١٧

مَتان، مُئي! ڇَڏئين، پرِيتَڻو پاٽا،
جاڻِ جنّ جاٽا،[١٤] تون پڻ هونئِج تن جهڙي.

١٨

مَتان، مُئي! ڇَڏئين، پاٽان پرِيتڻو،
ڪَٿُورِيءَ[١٥] ڪَٽو،[١٦] مَڙهِي مَڙهج[١٧] مُنهن ۾.

وائي

غَفلَتَ پارُ گنوايو، ٻَڙي! جيڏيُون!
ڪيئَن ڪَريان آئُون؟ ڪُوهُ[١٨] ٿيو؟
سُتيَس تان سانتُ وِيو، اُٿيَسِ تان ڏُکُ آيو،
پُڇان پُوءِ پُنهونءَ کي، عَبَثُ تان اَنُّ کائِيو،‡
هوتَ هَلندي جا ڪئي، سا مون ڳالهه سُڻائِيو.

---

١- اَندر ۾ جهالي پائيندڙ ٢- پاڻ، نقطو (اِشارو) ٣- ديرو ٤- قاصد جي، قاصد واري (ڊوڙڻ ڊڪڻ جي ڪار) ٥- جبل جي واريءَ ۾ ٦- واٽ ٧- روحاني طرح ٨- جبل ٩- سٽون ٻاءِ ١٠- اُملهه ١١- بدن ١٢- خودي ١٣- ڇائين (ڀڄي ڇائين) ١٤- جاڙا (گڏ جاول) ٻار ١٥- مشڪ (عشق کي مشڪ سان ڀيٽيو آهي) ١٦- رتي ١٧- لڳائج ١٨- ڇا.

*ڪنهن ٻي ٻها معشوق، ڪنهنجي ديهيءَ ۾ ئي موجود آهي.

§اي مُئي (مصيبت ۾ قاتل زال)! تون متان پريت کي پاڻ کان الڳ ڪرين. تون، محبت سان گڏ ائين رهج، جئن جاڙا ٻار گڏ ڄمن.

‡اَفسوس جو ٻهرين پيٽ ڀوڳا ڪري، پوءِ پُنهونءَ جي طلب ٿي ڪريان. (عام ماڻهن جي حال ڏانهن اِشارو.)

## سر سسئي آبري - داستان ٽئين جو سار

دلبر جو ديرو انسان جي دل ۾ ئي آهي. جانب کي جبلن ۽ جهنگلن ۾ ڳولڻ نسوري گمراهي آهي. هي پنڌ جسماني ناهي، پر روحاني. ڪنهن به شخص، پيڪڻ سان پريتم نه پاتو آهي. هن راهه ۾ خوديءَ کي ڇڏي، محبت کي ساڻ کڻڻو آهي. پرينءَ لاءِ ڀڄاڙ ڏانهن پنڌ ڪرڻ فضول آهي؛ وجود ئي وٽڪار آهي. پيرن جو پنڌ وساري، هٿين سان هوس ڏي هلڻ گهرجي.

شاهه صاحب، طالب کي سسئيءَ جو ويس ڏنو آهي. طالب کي هدايت ٿو ڪري ته "تون وٽڪار ڏانهن ڇو ٿو وڃين؟ پرينءَ لاءِ پنهنجي وجود ۾ ئي نه ٿو نظر ڪرين!" جن ايشور سان لنؤ لاتي آهي، سي پيڪن نه ٿا، پر هڪ ئي هنڌ سندس خيال ۾ محو ٿيا وينا آهن. "جن پنهونءَ سين پيچ، تن پيرين پنڌ وساريو."

•

## داستان چوٿون

١

هيڄُ نه هوندو جن، سي ڪيئن وِندُرِ ويندئون؟
وِهو وِچِ رَهَنِ، سَهسين سَدُنِ واريئون.

٢*

سَدائِتي سَيَڪا، ٻُکَ نه باسي ڪا،
جيهيءَ ليهيءَ ذاتِ جي، جُنبشِ ڪانهي جا،
مون سين هَاي سا، جا جِيَّ مِنو نه ڪَري.

٣

ڪيڄُ نه جُنبڻَ جاءِ، ته ڪا هَلي هوتَ ڏي،
مون سين هَلي سا، جا جِيَّ مِنو نه ڪَري.

٤

آلڻَ ۾ ٻِرياڻُ، هو سَيني جيڏِيين،
مون سَياڳيءَ ساڻُ، ڪيرَ چُلدي چِپَرِين؟

٥

سُکَنِ واري سَدَ، مَتان ڪا مون سين ڪَري،
اَندَرُ جنين اَڌَ، ڏُونگَرَ سي ڏورِيندئون.

٦

ڏُونگَرَ نه ڏُوري، سِڪَڻَ جون سَدُون ڪَري،
ويٺي گَهرِ گهوري، مَتان پِرِين جِندُڙو.

٧

وَريتيوُن! وَرو، آئُون نه وَرَندِي وَرِ رِي،
جاڏي هِنَ جَبَلَ جو، ٽانگهيندِيسِ ٽَرو،
جَتَنِ ساڻُ ذَرو، نينهُن نِبيرڻُ نه ٿئي،

٨

وڃو سَبِ وَري، آئين جي وَرَنِ واريئون،
ٿوڙائي فِراقَ جي، سُڃي ڳالهِ ڳَري،

١- اُڪنڊ ٢- جيل ۽ نئن جو نالو ٣- سڌ ڪنڌڙ ٤- هلڻ (عشق جي راهه ۾) ٥- اڳتي ڌرڻ ٦- ڪنڊ جي جاءِ (يعني گهر) ٧- محبت ٨- ورن واريون ٩- موٽنديس ١٠- پيار ١١- ڏکئي ١٢- ڳولينديس ١٣- ڌار ڪرڻ ١٤- اوهين ١٥- جدائي.

*سڌ ڪنڌڙ هرڪو آهي، پر ڦاڦا (ڪشالا ڪڍڻ) ڪو به پاڻ تي هموار نه ٿو ڪري. هن راهه ۾ جهڙي تهڙي انسان جي هلڻ جي جاءِ ناهي. مون (سسئي) سان اها سفر ڪري، جنهن کي پنهنجي جان پياري نه هجي.

ٻُنيان جن ٻري، ڏُونگر سي ڏُوريندين.*

٩

وڃو سَڀ مولي، اَئين جي وَرَن واريُون،
ڪانَ هَلندي ڪيچ ڏي، ڪَريو مَ ڪوئي،
ڪَنديمِ ڪاڇوئي، وِڌُم جوڳُ جتن لاءِ.

١٠

اَڄ مليندِيَسِ، ماءِ! ڏاڄا ڪَنديَسِ ڪيڙا،
جيجان! جوڳياڻي ٿيان، مون کي جهَلَ مَ پاءِ،
هوتَ ٻروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنڊَر پائيان.

١١

عبّاتا! اُتاهين، جاني جُڙي ٻَنڌُ،
آهي گهڻو اَهُڪو، فَقيريءَ جو فَنڌُ،
چَکين نه چريو ٿئين، مَيخاني جو مَنڌُ،
ڪين ڪنديو ڪنڌُ، مَنجهان سڳَ، سَيّدُ چئي.

١٢

مُون کي پاڻيءَ پاڄَ، ڏيرَ ڏُوراڻا هَليا،
اڳيان اُٺي اُنِ جي، خُوبُ نه ڪَيُمِ ڪاڄَ،
ميڙي آپَ سَرَتيُون، نَکي ڳَايمِ ڳاڄ،
سا مُون هَتان نه ٿي، جيڪا رَسَمِ راڄ،
آيل! آئُون اَڪاڄَ، ٻولُ ٻروچي وِڪرو.

١٣

تو جو ٻولُ، ٻروچ! ويهي ڪيو وَٽڪار ۾،
سوئي پارجِ، هوتَ! وِلَهيءَ مُون مَعذُورِ سين.

١٤

ڀوري تُون پاريج، پارڪُ ٻوءِ ڀُنهونءَ ٿي،
ٻولُ مَ وساريج، هُوَ جو ڪَيُءِ هوتَ سين.

١٥

تو سين ٻولَ ٻَهُونِ، سَهسين ساجَنُ جي ڪري،
ڪَنديِن لوءِ ڪَهُونِ، جي نالو ڳِيڙُءِ نيهَن جو.§

١٦

سُٽي ٻولَ سَندان، جَمَ سُهين سَسُئي!
ڪَنديِنءَ ڪوهُ ڪيڻان؟ جَمُ سي اُنِ اورانگهيا.‡

١٧

سِڄَ اُلٿي سَسُئي، رَتَ وَرَٽو روءِ،
پَهي نه پانڌي ڪو، جنهن ڪَرَ پُڇي لوءِ،
مُوڙهي وڃي لوءِ، مونَڪَ جي ڪانَ ڪري.

١٨

ڳُلان، مَنجهِم نه چاڪَ، ڳُران، ٻَوَنمِ ڀُرڪَٽا،

---

١- گهر اَندر ٢- لانگوٽي ٣- صاف ڪنديس ٤- گيڙوءَ رتا ٥- روڪ ٦- ڪنن ۾ ٧- ڪنڊل
٨- اي عبات! (شاهه جو هڪ مريد) ٩- جاني ڏيرو (عبات جو پيءُ)، محبوب، ڏٺي (ٻئي معنائون)
١٠- فن ١١- شراب خاني ١٢- شراب ١٣- لاڳاپي (حقيقي يا دنيوي) ١٤- سريت ١٥- ڏورانهان
١٦- ڀنڀجيون ١٧- گيت ١٨- نڪار ١٩- انجام ٢٠- سرس ٢١- گهٽيئي ٢٢- ڪاهون ٢٣- ڪين
٢٤- جلهن ٢٥- لوڙيا (انجام) ٢٦- سج لٿي ٢٧- رت جا ڳوڙها ٢٨- قاصد ٢٩- ديس (ڀنڀورءَ جو)
٣٠- منجهيل، پريشان ٣١- لڏهن هوندي به ٣٢- چالون ماريان ٣٣- طاقت ٣٤- هلڻ ٣٥- ٽوڪٽا.

*جنهي اَندر ۾ عشق جي آتش ٻري آهي، سي ئي جبل جهاڳيندا يون.
§جي نيهن يا عشق جو نالو وٺدءِ، ته سفر جا ڪشالا ڪڍڻا پوندءِ.
‡تون ڪين چا ڪندينءَ، جي هو ڀنڀجا قول يا وچن نه پاڙين.

مَنان کا مُنَد کري، مونَکا جي مَزاکَ،
چِتُ سَندو مُون چاکَ، هاڙهي هَڏ هٽي کيو.*

١٩

پيرين پيمِ پُرکڻا، رَهَ ۾ کَهٽو رُنومِ،
پاراتو پِرِينِ کي، تِهي تان نه ڏنومِ،
ڇِکي، لي چيومِ، 'سُواهَرو' سَڄَڻين.§

٢٠

ڇُکيءَ کي ڇَٽي، کا جاڳائي، جيڏيُون!
وِيُڙو سانگُ وَهي، تو نِنداني نه لهي.

٢١

ڇُکَسِ سَڀِ ڇَٽي، ماڙهوُ شَهَرَ پَنهوِرَ جا،
سا مونِي کيئن مَٽي؟ جنهنجو جانبُ جَتَ وني ويا.

٢٢‡

مونَکا جا مَڏکوُرَ، جان کي ڇَيَسِ جيڏِنين،
پُرِيَتِ پهرئين پُورَ، نيئي پُهچائي پُنهونءَ کي.

٢٣

مونَکا جي مَصْلِحَتَ، مُون کي ڏيو مَ جيڏيُون!
نهاريندِيَس نَکري، آرِياڻي اَلمَتَ،
کَندِيَس اوتَ، عيبَ جي، لَکَن ڏ ئي لَمَتَ،
سَرَليوُن! شَرِيڪَتَ، آئُون کيئن آگِن سهن کريان.

٢٤

مونِي مَران مَ، ماءَ! مونَکا کان آئي مَران!†
تُهي لالَن لاءِ، شالَ پُونديَسِ پيرُ تي!

## وائي

مَعلوُمُ حالُ حَبيبَ! مُون کي دَرِدُ قَديمي، ووا×
دَرِدُ جَديدي، حُبَّ حَبيبي.
آلوُدي آزارَ کان، تو لَءِ تَيِسِ، طبيبَ!
شادي ڏٺين صِحَتَ جي، غَمي لاهِ، غَرِيبَ!
اَهِڃان تي آهوُن کريان، نَعرو مَنجهه نَصيبَ!
کاهلِ آهيان کُوَڙي، رَسِي لاهِ، رقيبَ!
حاذِقُ آهين هِنَ جو، اَچِين شالَ، عَجيبَ!
دَوا آهين دِلِ جي، پُڄِ پُڄِ رَهَيَس طَبيبَ،
اَلا! عَبدُاللطيفَ کي، کوڙي لاءِ، قَريبَ!

١- مذاق ٢- تکي ٣- سنو مددگار ٤- ننڊ جو خمار ٥- صلاحون ٦- ڏو ٻياڻي ٧- پهرئين پيري ٨- للافي ٩- برابري ١٠- سردارن ١١- پير جي نشان ١٢- جهونو ١٣- نئون ١٤- مبتلا ١٥- اي عجيب ١٦- اوهان جي کري ١٧- سست ١٨- کليچي ١٩- ٻنڌن ٢٠- اي نگهبان ٢١- هوشيار ٢٢- گلي يا چاليءَ سان ٢٣- لڳاءَ ٢٤- سهڻا!

*هاڙهي هٽي، منهنجي چت کي ٻنهِ چاک چاک کري ڇڏيو آهي.

§ تکيس ته به پرينءَ کي "سنو مددگار" کري سڏيم.

‡ سرلين واپس ورڻ جون گهڻيئي صلاحون ڏنيون، پر ڏو ٻڃا کي پهرئين ئي پنڌ وچي پنهونءَ وٽ رسايو.

† اي امڙ! مان شل پنهور ۾ موٽي اچي نه مران، پر واپس ورڻ کان اڳيئي مران.

× لوکي معلوم آهي، جاني! ته مون کي هڪ جهونو درد يا مرض لڳل آهي.

## سر سسئي آبري - داستان چوٿين جو سار

جنکي سچي عشق جي لغار لڳل ناهي، سي ٻرپٽ ۽ جبل ڪيئن جهاڳيندا يون! گهر ويٺي هرڪا عاشقيءَ جا دم هڻي جاڻي، پر جفاڪشي ڪيڻ ۽ ڪن سهڻ لاءِ ڪاٻه تيار ناهي. سسئي پنهونءَ ڪارڻ جوڳياڻي ٿي آهي. ڪشالن سندس جسم جهوري ڇڏيو آهي، ته ٻه هوءَ اڳتي ڪاهيندي پيئي هلي. سندس پڪو پرڻ آهي ته "يا پنهونءَ سان ملنديس يا پريم جي مارڳ ۾ مرنديس."
"موٽي مران مَ ماءُ! موٽڻ کان اڳي مران!"
پنهونءَ جي وڇڻ کانپوءِ سسئيءَ کي احساس ٿوٿئي ته "مون اڪاج مان اهو نه ٿيو، جيڪي ٿيڻ ڪيندو هو." طالب جو ڪم آهي ته پاڻ پڃرين محبت جا شرط بجاءِ آڻي ۽ پوءِ پنهنجي پرينءَ طرفان محبت جي موت جي تمنا رکي. "پڃرين تون پار ڀيج، پارڻ پوءِ پنهونءَ تي."

## داستان پنجون

١

پڄي جان پنهورَ ڪان، ڏونگرُ ڏورِيو مون،
ڪاهي رسيس ڪيچَ کي، جتي پاڻَ پنهون،
سيٽِ[1] آهين تون، قضا[2] ڪندين ڪن سين؟*

§٢

پيهي جان پاڻَ ۾، ڪيمِ روحَ رهاڻِ،
ته نڪو ڏونگرُ ڏيهَ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻِ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي[3]، تان سورَ هئا.

٣

ڏنا جنڪ لَءِ، جيڏيون! ڏيرِ مون کي ڏڪ،
پڪيس جان پنهورَ ڪان، تان سورَ مڙئي سُک،
لٿي مون تان لڪ[3]، پنهون ٿيسِ پاڻهين.

٤

پنهون ٿيس پاڻهين، وئو سسئيءَ جو شرمُ،
هيڪليون هلن جي، پڄي تن پرمُ[5]،
جو وندر ۾ ورمُ[6]، سو سودو سريس[7] هٿهين.

٥

پنهون ٿيسِ پاڻهين، وئو سسئيءَ جو سينگارُ[8]،
مَنْ عَرَفَ نَفْسَهٗ[9] فَقَدْ عَرَفَ رَبَّهٗ، اهوئي آچارُ[10]،
جو وندر ۾ واپارُ، سو سودو سريس هٿهين.

٦

پنهون ٿيسِ پاڻهين، وئي سسئيءَ جي سونهن،

١- سيني وسنن ۾، هرهنڌ، هرجاءِ ٢- قاضيءَ جي فتوٰي، موت جي سزا (منصور ڏانهن اشارو) ٣- جيسين سسئي هيس ٤- الڪ، پردو ٥- پردو، حجاب ٦- آهم وهنوار ٧- حاصل ٿيس ٨- ويس وڳا (انفرادي هستي) ٩- جڏهن پاڻ سڃاتو، تڏهن جڻ پنهنجو رب سڃاتو ١٠- دستور.
*سيني شين ۾ تون ئي موجود آهين، پوءِ (منصور جيان) ڪنهن جي خلاف موت جي سزا جوڙيندين؟
§جيسين سسئي هيس يعني جيسين وجود يا خودي ساڻ هيم، تيسين ڪشت سٺم. پر جڏهن پنهنجي هستيءَ کي ميساري ڇڏيم، تڏهن خود پنهون ٿيس.

خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صُوْرَتهٖ[1]، اِنَ وَٽِن[2] مَنجهه وِرُونهَ،
چَرِيءَ[3] مَنجهان چوُنهَ، ڪَٽِي هوتَ هَنجَ ڪيو.

٧

ويٺِي سوُنهَن سَٽِيءَ جِي، پُنهون ٿِيَس پاڻَ،
سَيِنِ جِي سَيّدَ چئِي، آهي اَبَ اماڻَ،
پَنيورَ جا پاڻَ[5]، آڏا[6] عَجِيبَنِ ڪِي.

٨

وَهَمَ[7] وِرِساياس، ناتَ[8] پُنهون آئُون پاڻَ هُئِي،
پاڻُ[9] وِڃايُم پانهِنجو[10]، پَئِي پِريان[11] جي پاسِ،
رَکِي عِلمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻَ[12] پِرِينءَ جي.*

٩

قافئُون[13] ڪاهِينديَاسِ، مونان، تان ڪُرَ[14] ميهڻُو،
پانهِي پاروچَنِ جِي، سَڳَ[15]، نہ ساهيندياسِ،
اَلفِراقُ[16] اَشَدُّ مِنَ اَلموَتِ، هِتِي نہ هوُندياسِ،
آهَ[17] نہ لاهيندياسِ، جِتِرِي جَتَ ڏِسِي مَران!

١٠

جِتَڻُ جَتَ ڏاران، مَعذوُرِ جو مَسَ ٿِئي!
چانگَن[18] سِرِ[19] چَڙهي ويا، ساٿِي[20] سوَارا،
اَکيوُن اوتارا، پَسيو رُئَن پُنهونءَ جا.

١١

هيڪَرَ هُئَڻُ چَتِ، نہ اوڏِي ٿِئِين عَجِيبَ ڪِي،
مَا رَأيتُ شَيئاً اِلّا وَرَأيتُ اَللّٰهَ[21]، نيٺِي اَجها اوڏانهين اَتِ،
نہ هوتُ توهِين ڪان هَتِ، پِرِينِ پاسِي نہ ٿِئِي.

١٢

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، ڳِچِين ڪوڙهُ پِهِي؟
وَفِي اَنْفُسِڪُمْ اَفَلا تُبْصِرُوْنَ[22]، سوُجهي ڪَرِ سَهِي،
ڪَڏهِن[23] ڪانہ وَهِي، هوتُ ڳولڻَ هَتَ لِي.§

١٣

هوتُ تُنهنجي هَنجَ ۾، ڳِچِين ڪوڙهُ پَرِياڻَ[24]؟
وَنَحنُ اَقرَبُ اِلَيهِ مِنْ حَبلِ الوَرِيدِ[25]، تُنهنجو توهِين ساڻَ،
پِڌهنجو[26] آهي پاڻُ، آڏو عَجِيبَن ڪِي.

---

١- ڌَڻِي، آدم يا اِنسان کي پنهنجي روُپ اَنوسار يا صورت موافق رچيو آهي ٢- تنوار ٣- چاهہ، چوُنڊ ٤- ماڳ ٥- لاڳاپا ٦- رنڊڪون ٧- اَڳيان ٨- ڀلايس ٩- خودي ١٠- پرينءَ ١١- پرِ ۾ ١٢- بحال ١٣- قافن يعني جبلن مان ١٤- ڪُل ١٥- برابري نہ ڪنديس ١٦- جدائي، موت کان وڌيڪ سخت آهي ١٧- آس ١٨- اُٺن ١٩- لي ٢٠- سوير ٢١- اهڙي ڪا وستو يا شيءِ نہ ڏٺيم، جنهن ۾ اَللهُ جو حسن نہ ڏٺم ٢٢- اوهانجي اَندر ۾ آهن (ڌَڻِيءَ جي قدرت جون نشانيون)، پوءِ ڇو نہ ٿا جاچي ڏسو؟ ٢٣- ويٺي ٢٤- پرينڻو ٢٥- ”اسين، هنڪي (اِنسان کي) سندس ڳچيءَ جي رڳن کان بہ ويجها آهيون“ (قرآن شريف) ٢٦- خودي.

*محبوب جي ديدار کان سواءِ، علم جو ذرو بہ بحال يا ملهائتو ناهي.

§هوت (پريتم) کي ڪا بہ دڪان تي ڳولڻ ڪانہ ويٺي. (هنکي ملهہ تي ڳڌهي نہ ٿو سگهجي.)

١٤

ووڙيم[1] سڀ وٿاڻ[2]، ٻار ڪارڻ جت جي،
اَللّٰهُ بِكُلِّ شَيْءٍ مُحِيطٌ[3] اي آرياڻيءَ اهڃاڻ،
سڀ ۾ پنهون پاڻ، ڪيئهي ٻيو ٻروچ ري.

١٥

جاڻي سڃاڻي، وهان ڪئن ماٺ ڪري؟
اندر آڳ، عشق جي، اَپر[4] اڏاڻي[5]،
اَلْعِشْقُ نَارُ اللّٰهِ الْمُوْقَدَةِ[6]، ڪوري جئن ڪاڻي،
آهي آرياڻي، ٻيو، سرليون! سڃي ڪين ڪي.

١٦

سرليون! سيوني تيو، اندر آرياڻي،
ويني ٻسان ٻاڻ ۾، ڏونگر ڏيهاڻي،
هُيس هون هاڻي، ٿي ڪيچي گڏيم ڪڪ ۾.*

§١٧

ڪَڍَ[7] پنهونءَ ڏي ڪاهي، چانيءَ روح چڙيو[8] ڪيو،
اَني ويلي اوڏهين، سُتي[9] پڻ ساهي،
اَلْعِشْقُ حِجَابٌ بَيْنَ الْعَاشِقِ وَالْمَعْشُوْقِ[10]، لاشڪ[11] ٿي للهي،
آرياڻي آهي، ٻيو سرليون! سڃي ڪين ڪي.

١٨

ٻيئرو! آئون پوري[12]، مون سڳ، سڃاڻي نه ڪيو،
ڏيندا مون ڏير ويا، جهجهڻ ۽ جهوري،
لڳي جن لوري[13]، ڏونگر سي ڏور ڏينديون.

١٩

اَديون! آئون اجاڻ، مون سڳ، سڃاڻي نه ڪيو،
هوند نه سنئيم هيتري، ڪوهياري جي ڪاڻ،
رليءَ جي رهاڻ، جئي اڙايم جت سين.

وائي

اُهڪيءَ[14] آڳ آهي، ووا مون کي تان نه ڇڏيندو لِڪ ۾،
ٻيچي ٻوءِ[15] ٻين کي، لڪن ۾ لڏ[16] لاهي،
آري اُگهاڙن کي، پنهون جام ٻراهي[17].

١- گوليم ٢- آستان ٣- الله سيني شين کي چوڌاري قربل آهي. (قران شريف) ٤- اُتاهه ٥- جاڳي ٦- عشق، خدا جي جاڳايل باهه آهي ٧- ڪشش ٨- چشڪي ٩- ڪشش ڪري ١٠- عشق، عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ پردو آهي ١١- شڪ کان فارغ ١٢- پورڙي ١٣- جهوري، ڪان ١٤- اوڪيءَ ۾ وسيلو ١٥- ٻنتي پيلن ١٦- ٻار لاهي ١٧- ٻهرائي.

*مان محبوب جي ماريل هيس، لنهنڪري ٿي ڪيچي مونکي سفر ۾ گڏيا: يعني ڏٺيءَ جي عاشق کي، مارڳ ۾ عارف يا گياني (طريقت جا ڄاڻو) گڏجن ٿا.

§ پنهونءَ جي نينهن، منهنجو چت چڙيو ڪيو آهي. اُتندي، وهندي ۽ سمهندي، منهنجو روح ڏانهنس پيو ڇڪجي. عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ آيل پردو (خودي) ٻري ڪري، نه هرهند محبوب جو مشاهدو پسين. (سواءِ آرياڻي يعني پرينءَ جي چوطرف ٻيو ڪي ڪين ٿو وسي.)

## سر سسئي آبري - داستان پنجين جو سار

جو طالب، دنيا (پنهور) ۽ اُنجي لاڳاپن کي لرڪ ڪري، حق يا ايشور جي جستجو ۾ لُو نڪري، سو نيٺ، پنهنجي قلب ۾ ساري ڪائنات ۽ حق جو جلوو ڏسي ٿو. جيسين طالب، پنهنجي وجود يا هستيءَ کي فنا نہ ڪيو آهي، تيسين هو وصل ماڻي نہ سگهندو. جڏهن هو خوديءَ جي پردي کي پري ٿو ڪري، تڏهن اَندر ۾ ئي محبوب جو مشاهدو ٿو ماڻي.

"پنهنجو آهي پاڻ، آڏو عجيبن کي."

عاشق ۽ معشوق حقيقت ۾ هڪ آهن. وچ وارو حجاب هٽي ٿو وڃي تہ ٻنهي جي وچ ۾ فرق ڪي نہ ٿو رهي. اِنسان ڪيترو بہ علم پرائي، پر پاڻ وڃائڻ جي رمز سکڻ بنا ۽ پرينءَ کي ڀسڻ ڏاران بي سندس سڀ ڄاڻ فضول آهي.

"ڙلي علم نہ واس، ڏاران ڀسڻ پرينءَ جي."

## داستان ڇهون

**١**

جَڏائيءَ جو جامُ[1]، ڏِناٿون ڏُکيءَ کي،

مَنگُلُ[2] مُنهنجي مَنَ ۾، ٻارِيو هوتَ حمامُ[3]،

اَرَکِ[4] ٿيو آرامُ، ڪاڪُلُ[5] ٻَسي ڪانڌَ جو.*

**٢**

دَرِدُ نَہ لَهي دارُوئين، زُلفَ زورُ ڏِنومِ،

ڪاڪُلُ ڪالَ[6] ڏِنومِ، رُخساري لي رُوپَ سين.§

**٣**

پَنهِو جو پَنهِور ۾، ڪاڪُلُ ڏِنُم ڪالَ،

هيءَ لنئين جي حالَ، زُلفَ جي زافُ[7] ڪيوُن!

**٤**

پَريندئي پاڻُ وِيو، زُلفَ ڪَيَسِ زافُ[8]،

سَندو ڪاڪُلَ ڪافُ[9]، مارِي مَعذوُرِن کي.

**٥**

هاڻِ نَہ جِيان، جيڏيُوُن! زُلفَ زافُ ڪَياسِ،

ڪاڪُلَ آٿُون[10] ڪُنياسِ، پَنهِو جو پَنهِورَ ۾.

**٦‡**

ڪاڪُلَ ڪُني جا، ڪَفَنَ تنهن ڪِينَ ٿئي،

مَنجهہ شَهادَتَ سان، ٿَڏي ۽ لاڏَ ڪري.

**٧**

ڏَکا[11]، ڏوُنگَرَ جام! مَ ڪَرِ مَعذوُرِن لي،

لوئي لَپَ، لَطيفُ چئي، آهي سَندي عامَ،

مارِ مَ چِٺِي[12] مَعذوُرِ کي، وَنهيا ڪانڌَ! ڪَلامَ،

---

١- پيالو ٢- ڪُورو، مچ ٣- گرم پاڻيءَ وارو غسلخانو، گرمايش ٤- اَلڳ، جدا ٥- وار ٦- ڳلن ٧- فنا ٨- اَوائل ڪان ٩- پيچ ١٠- ڳتيل ١١- ڏهشتون ١٢- شاهوڪار، سياڳا.

*پنهور جا زلف پسي، آرام کان اَلڳ (بي قرار) ٿيس.

§ڪالهہ، محبوب جي ڳلن لي نزاڪت سان زلف لڙيل ڏٺم.

‡جا زلفن جي ڪُٺل آهي، تنهنکي ڪفن ۽ غسل جي درڪار ناهي، جو تہ هوءَ شهادت جي ممتاز درجي کي رسي، اَڳيئي پاڪ ٿي چڪي آهي.

پَرچِجِ پيادِن سين، اَللهَ لَڳ، عَلامَ[1]!
جا نَوازِي اَهنجي نامَ سا[2]، هوتَ! مَڇِلِجِ هيڪلي.

٨

ڏَمَرَ ڏُونگَرَ ڄامَ! سَگَرَ[3] ٻاڻَ شَرِيڪَ سين،*
ڪيهي[4] ڪُلِفَتَ[5] تنهن سين؟ جا گولي[6] اَهنجي گامَ،
وَرِجِ[7] تُون وَرِيامَ[8]! مُنهنجو اَچَڻُ آن[9] ڳري[10].

٩

ڏَکا ڏُونگَرَا! لاهِ، آئُون اَڳَ مُٺي آهيان،
آرِياڻيءَ سين آهِ، ڏاڍي سَڱُ ضَعِيفَ جو.

١٠

پيرَ پَٽانئي[11] ڪُنڌَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي،§
ڦَٽيا ڦَرَڻَ[12] فَقِيرَ جا، سيرُون[13] تيڙا سي،§
جهڙي لهڙي[14] حالَ سين، پَري پُنهونءَ ڏي،
وَڃي، مانَ وَري، ٻانهيءَ ٻَنڌَڻُ[15] جنهن سين.

١١

پيرَ پَٽانئي ڪُنڌَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي،
ٻاڻُ نَہ پَسي ڦَٽيو، ڪَڙهي[16] ڪيچِيُن ڪي،
هاڙهو هوتَ پَري، ڪوهُ ڄاڻان، ڪِئَن لَنگهيا؟

وائي

مُون اَنڌيءَ ڏي اِيندا، هوتَ سلامَتَ سُپِرِين.
پليءَ لائي ٻانهنجي، نِيَّ[17] ڪي اُٿ نيندا،
سَڱُ نَہ ڪندا سُڪَ سين، سُوَرَ سَڱَيڻا[18] ٿيندا،
رَکي ڳَلُ ڳَلَنِ لي، نيهُن نِباهُو ڏيندا،
پَرِيَتِ نيندا ٻاڻَ سين، ڇوري ڪان نَہ ڇَڏِيندا.

## سر سسئي آبري - داستان ڇهين جو سار

سسئي ٿي چوي تہ ”هوت منهنجي اَندر ۾ محبت جو منگل ٻاري ويو آهي؛ ۽ مونکي پيڙا جو پيالو پياري، هميشہ لاءِ بي آرام ڪري ويو آهي. سندس رخسارن تي لڙڪيل سهڻن زلفن مونکي فنا ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي مون معذور جو ڇٽڻ ڪونهي.“ ڏُونگر جي ڏولائن، سندس ريشم جهڙا پير ڦٽي، سيرون ڪري ڇڏيا آهن؛ اِنهيءَ هوندي بہ هوءَ جهڙي لهڙي حال سان پنهونءَ ڏانهن پيئي پري ۽ زاريون ڪري پيئي چوي تہ ”جا نوازي اَهنجي نامَ سا، هوت! مَڇِلِج هيڪلي.“ جو ڪاڪل جو ڪنل آهي، تنهن کي ڪفن جي درڪار ناهي، ڇو تہ جنهن شهادت جو جام پيتو، سو پاڪ ٿي چڪو. سسئيءَ وانگر، جي سڪ جي واٽ ۾ مرن ٿا، سي بيشڪ ابد تائين لڏندا ۽ لاڏ ڪندا.

---

١- حال جا واقف يا ڄاڻو ٢- اوهانجي ٣- شريف، لائق ٤- ڪهڙي ٥- اَڪِٻَڻ، تڪليف ٦- ڳوڻ ٧- مونجهه ٨- سورهيه، پهلوان ٩- اوهان ١٠- وٽ ١١- پٽ يا ريشم کان ٿي ١٢- پب، پيرن جون ترايون ١٣- چيرون، ڦاٽون ١٤- هلي، پنڌ ڪري ١٥- نالو، سٻنڌ ١٦- جلي، پڄي ١٧- ڏوڻ ١٨- سٻنڌي، ساٿي.
*اي لائق ڪوهيارا! ڏمر ٻنهي شريڪن سان ڪرڻ جڳائي.
§سسئيءَ جا ريشم کان ٿي نرم پير، پهاڙن تان هلندي، ڦٽجي ڦاڪون ٿي پيا.

## داستان ستون

١

ڏوُرِ مَ ڏيهُ وِيو، پيرُ ٺُمهنجي پرينءَ جو،
وِهَڻُ واٽڙن لي، ڪيچڻ ري ڪهو؟[1]
وِنڌُرِ جو وِيو، سو اَللهَ! واري آڻين!

٢

وِنڌُرِ جي وَڄَڻِ، سي مَرُ ٻُڌَنِ سَندرا،
پيوُن ڪوهُ ٻُڌَنِ، ڇوڙي جي ڇڏيِنديوُن.

٣

ڏيهُ ڏيهان ٿي ڏوُرِ، پرڏيهان پري ٿيا،*
سيڻَنِ ڪارڻِ سَسُئي، پيئي پرانهين[2] پوُرِ[3]،
ٽوُن وَڃين، هوت! حضورِ[4]، منهنجو جئن جا[5] جيلانهين ٿئي.§

٤

هيڪانديءَ[6] هوئي[7]، اُتي رات رَوان[8] ٿيا،
ساهُ سَڳي ۾ سوُرَ جي، پُنهون وِيو پوئي،
رَهُ، قضا[9]! دَمُ ڪوئي، تہ هيڪر هيڪاندي ٿيان.‡

٥

هَڏِ نہ ساهُ سُڏيِن[10]، دِلِ دَرماندي[11] دوسَ ري،
پائي وِيڙا پرت جو، زوراوَرُ زَنجيِرُ،
جيءِ، جُسو، جاگيِرُ[12]، هاٺي[13] مِلڪ هوتَ جي.

٦

عُمرِ سَڀ عشقَ سين، پُنهون جي پُڄَنِ،
رِيسَ ريڊاليوُن[14] تن سين، ڪُجاڙي ڪي ڪَنِ؟
مارڳ[15] جي مَرَنِ، وڏو طالعُ[16] تن جو.

٧

وَڏو طالعُ تن، جن لَڳينءَ پيرِ پُنهونءَ جي،
سَسُئي! لِن سُنوُن[17] ڪي، رويو رويو رو،
وِيني هِت مَ هو، هَلين تہ هوتُ لَهين.

٨

وينِين ناهِ وَراڪو[18]، سٽين ڪونهي سَنگُ[19]،
هوتُ هَلندِين ڪَنيو، جن اُنگن[20] چاڙهيو اَنگُ[21]،

---

١- ڪهڙي ڪم يا سود جو ٢- دور ٣- مسافري، منزل ٤- دربار ۾ (آريءَ جام جي) ٥- جنهن جي خاطر ٦- وصل ۾، ميلاپ ۾ ٧- ٿي ڪري ٨- روانا ٩- تقدير، ورڏاڻا ١٠- ڌيرج ۾، سرت ۾ ١١- وياڪل ١٢- مال اسباب، ڌن دولت ١٣- ملڪيت ١٤- ڪميڻيون ١٥- واٽ ۾، راهہ ۾ ١٦- نصيب، ڀاڳ ١٧- ٺيي، آثار (پنهونءَ جي پير جي) ١٨- پيچ، وڪڙ (محبت جو) ١٩- پيوند، ناتو ٢٠- سورين، ڦاسين ٢١- عضوو، جسم.

*پنهونءَ جو ديس منهنجي ديس کان تہ پري آهي، پر پنهون پاڻ پرديس کان بہ پري آهي، يعني محبوب حقيقي اُلي آهي، جنهن جا حد يا نهايت ناهي.

§اي هوت! ٽون، جنهنجي خاطر مان جتان پيئي، سو هليو وڃين ٿو آريءَ جام جي دربار ۾.

‡اي ورڏاڻا يا ڪالَ! ٽون ڪجهہ عرصو ترس تہ مان هڪوار محبوب سان ملان.

باسي[1] ٻئي ٻنگ[2]، رڙهي جام رسيون.*

۹

ويني ور نه ٻون، سٽي ملن نه سُپرين.§
جي متي رندن رُئن، ساجن ملي تن کي.

۱۰

ڪڙهي ۽ ڪڙي، ٻر ۾ ٻير ٻُنهونءَ جو،
سِڪ ٻڌائين سندرو، جانب لءِ جڙي،
لڪن[3] سر، لطيف[4] چئي، مُند جهيڙي ۽ جهڙي،
پٽيءَ[5] تان نه پڙي[6]، جي عمر سڀ اِئن ڪري.

۱۱

ڪي ڪي ڪڙيان ٻير؟[7] ڪي ڪڙهان ڪيچ ڏٽيُن لءِ؟
اِيءُ[8] ڏنءَ ڏيئي ڏير، ٻاٽا ٻرانهان ويا.

۱۲

ڪڙهُ ٻڻ ڪيچ ڏٽيُن لءِ، ڪڙ ٻڻ ٻير سندان،‡
اِنهيءَ ٻر اُتان، ٻوندينءَ، مُندا! ٻهاڙ ۾.

۱۳

سوَرِن سجهائي، چيله ٻڌيو چوٽئين چڙهي،
سڳ ٻرٻان جي سسُئي، ميڙي، ملائي،
لڏائين لطيف چئي، لالن لالائي،[9]
ٻانيڻ ٻاڏائي[10]، حُبيان واريو هوت کي.

۱۴

رائي ڪي رنجوُر[11]، اڪر[12] توءِ ٽاڪيو چڙهي،
لانهي لڪ، لطيف چئي، هلي ڏانهن حضور[13]،
رهيا سڀ رُجن[14] ۾، سسُئيءَ جا سالور،
ساجن ميڙيس سوَر، سُڪ نه ميڙيس سُپرين.†

۱۵

منجهان ٻنءَ ٻروڙ ۽[15] سڀ ۾ ٻيچ، سسُئي!
ويهي وڏي ويگ، مان، ڏٽي[16] وجهج ڏوڙ،
نه ٽون ماٽئين[17] موڙ[18]، جي ٻند اِهائي ٻارئين.

۱۶

لُيي[19]، ڪين ڪُيي، آئي مُند اندوه[20] ۾،
ٻر ۾ ٻير ٻُڇي، لالن جو، لطيف چئي.

---

۱- ٻوپ، خطرو ۲- مشڪلات، رنڊڪ ۳- ٻنهنجي جان سان وڙهي ۴- ڳاراٽي ۾ ڳري، هپائجي ۵- خاڪ، رج ٦- برابر ٿئي ۷- ٻيرو ڪٽان ۸- ڏک، سزا ۹- ليلائي، ريجهائي ۱۰- حب نديءَ ٽان ۱۱- پهاڙ، جبل جي واريءَ ۱۲- قتيل ۱۳- ٻنهونءَ جي حضوريءَ ۾ ۱۴- ريشمي وڳا ويس، هار سينگار ۱۵- ٻاڻ، اِشاري ۱٦- چاٽي، صاف ڪري ۱۷- موڙي، خزانو ۱۸- صلاح ۱۹- رجي، ڳري ۲۰- غم، ڏک.
*خوف خطرا ۽ ڪشالا يا مشڪلاتون قبولي (باسي)، وڃي ٻنهونءَ کي رسيون.
§ويٺي همت نه اچن، سمهڻ سان جانب نه ملن.
‡نه رڳو ٻنهونءَ لاءِ جل، ٻر هلي سندس جستجو به ڪر.
†سوَر ٿي ڪيس معشوق يا ساجن ملايو، نه سک.

۱۷

بَرِياڻِي نه ٻارِ، ڦوڪ نه لڳي اَنبَرين[1]،
هِتي جي هُئڻَ جون، وَتون سَڀ وِسارِ،
سَمورِي سَرِڪارِ[2]، نيئي رَکِجِ ناهِ[3] ۾.

۱۸

قَدُ[4] ٻَڌِي، تون ڪينءُ[5]، ڀُڄندين ڀنڀورءِ سين،
جِتِ سيڻو ساهِڙين سَسُئي[6]، تِنين تَهوارون[7] تين،
مُڏي! تُون مِسڪين، هِمَّتَ[8] هوتَ وِڃائيو.

۱۹

ٻَڌَرِ[9] لڳو ٻاڻُ، ڀَسو[10]! جوءِ جَرا ٿئي،
سا مُندَ مَري نه جِئي، ڀيئي پِچاڙي پاڻُ،
سَسُئي سوُرَنِ ساڻُ، سَنيوڙي[11]، سَيَدُ چئي.

### وائي

ٻارو چانِ ٻاجَهه گهَٽي، آن تي چُلان چَمَرِينِ؛
آئُون ڀَنهنجي پِرينءِ سين، ويندِيَس واڳ[12]، وَٽي[13].
مَرُ[14] تان ٻَوليمِ مُنهَن ۾، سَندي پِيَّ[15] ٻَٽي،
ڪونهي هِنَ پَنيوَر[16] ۾، ڏاران دوس ڏَٽي،
هَنان هَٿَ نه ڇَڏيان، آريءَ جي به اُٽي[17]،
آهي هوتَنِ هَٿَ ۾، سَندي جِيَّ جَٽي،*
ڪينَ وِرِميا[18] ڪِٿهِين، ڄُليا[19] ڄَڻ هَٽي،
مون کي ڪونيو ٻاڻَ ڏِي، هادِي! هَٿَ ڪَٽي،
ڀُنڀورءِ ڏاران ٻَپ ۾، ٻيلي[20] ناهِ ٻَٽي،§
تو رِءِ ٽيلَ نه پائيان، نَڪا سيند ڦَٽي،
اَدِ ٻُون! عَبدُاللطيفُ چئي، لَڳيمِ[21] تَنَ لَٽي.

## سر سسئي آبري - داستان سنين جو سار

جي ونڊر جو ڏکيو سفر ڪرڻ لاءِ تيار هجن، سي ئي پل پنهونءَ جي پچار ڪن؛ ٻئي ڪنهن جي هت جاءِ ناهي. پنهونءَ ڏاران سسئيءَ جي دل درماندي آهي. سسئيءَ سندس وڇوڙي ۾ پورن ليا ڳِ، ورتو آهي.

"جِيءُ، جسو، جاڳير، هاڻي ملڪ هوت جي."

سياڳا آهي، جي محبت جي مارگ ۾ مرن:

"مارڳ، جي مرن، وڏو طالع تن جو."

هوت اهي ئي ٿا ڪِن، جي پاڻ اُگهن ٿي ٿا چاڙهين؛ ۽ وهڪ ۽ آرام کي ترڪ ڪري، سندس طلب ۾ هلندا ٿا هلن. پرينءَ کي پهچڻ جو طريقو آهي پاڻ کي نابود ڪرڻ ۽ ساري دنيوي ڪاروبار، نيئي ناه ۾ رکڻ.

"سموري سرڪار، نيئي رکج ناه ۾."

سسئيءَ جا سا اور به جڏهن رڃن ۾ رهيا، تڏهن ساڄن سان مِلي. سپرين، سورن سان تو ملي، نه سکن سان.

---

۱- عرشين، آڪاس سان ۲- دنيوي ڪاروبار ۳- نابودي، نيستي ۴- سيدو ساهي، اوچي ڳاٽ ۵- ڪڻن ۶- ڇڇهون ڇڇهون ۷- لڏن ۸- گيرب، وڏائي ۹- معصومڙيءَ کي، اَٻلا کي ۱۰- ذرا ۱۱- سنيري، تيار ٿئي ۱۲- مهار سان ۱۳- پاڻ واٽي، جڪڙي ۱۴- پل ۱۵- پرين ۱۶- محبوب ۱۷- نوڪ، پلاند ۱۸- ترسيا، روڪيا ۱۹- جڙ، سيخ ۲۰- ٻيلي، ساٿي ۲۱- سڪ، اُڪير.

*پرينءَ جي هت ۾ منهنجي جڻڻ جي ڏوري آهي.

§پنهونءَ کان سواءِ، ٻپ جبل ۾ مونکي ڪوبه همراه يا ساٿي ناهي.

## داستان اَٺون

۱

اَڏَرِ[۱]، نِڌَرِ[۲]، اَيَرِي[۳]، اَسُونهِين[۴] آهيان،
لُڙَڪَ لَعلَ، لَطِيفُ چئي، وَرَ لَءِ وَهايان،
هيجان[۵] هَنجُون حَبَ ۾، هوتَن لَءِ هارِيان،*
جانِبُ ضَعيفِيءَ[۶] سين، پُنهون پَهايان،*
پيهان، پَچايان[۷]، جي مان نِيو پاڻَ سين.

۲

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، آهيان اَسُونهِين،
پَرَڏِهي پِرِين ڪيا، مَرَڻَ لَءِ مُونهِين،
سَسُئِيءَ کي، سَيّدُ چئي، تَنگَن[۸] ۾ تُونهين،
هارِي[۹]! ڪَئن هُونهِين، رِءَ سَمَرَ سَڌُون[۱۰] ڪَرِين؟

۳

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، اَسُونهِين آئُون،
چيتا، چورَ چُنڊُن[۱۱] ۾، اَرَ ۾ ٻلائُون،§
موٽ پُنهون! پانهُون[۱۲]، مَتان، مُحِبَّ! مَرِي رَهان.

۴

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، اوڳِي[۱۳]، اَوائِي[۱۴]،
ڪيِنَ نُهارِي نَڪَرِين[۱۵]، ساٿِسِ سَڳائِي[۱۶]،
لاڳاپَنِ، لَطِيفُ چئي، مُنڌَ رائي رَهائِي،
جَلَڻُ، جُڏائِي[۱۷]، آرِي! لاهِ اَصِيلِ تان.

۵

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، گَمَنِ[۱۸] گَمائِي[۱۹]،
سا ڪَئن وِهي وِسِري؟ جا گهائِي، گهُومائِي،‡
پيئي پيش پُنهونءَ جي، اَسُنِ ۾ آئِي[۲۰]،
جا لُڪُنِ لُوسائِي، سا سيج چَڙهندِي سَسُئِي.

۶

اَڏَرِ، نِڌَرِ، اَيَرِي، سَڌَرِ[۲۱] لِئِي سَهِي،
سُپَڪَ[۲۲] ٿِيِ، سَيّدُ چئي، ٻَهڻِ مَنجهه ٻَهِي،

---

۱- ري آڌار، نڌڻڪي ۲- بي وسيلي ۳- ضعيف، هيڻي ۴- ٻنا سونهن جي يا ٻنا سونهي جي ۵- هيج يا محبت وچان ۶- پرچايان، رئجهايان ۷- جند ۾ اَٺو پيهان ۸- مشڪلاتن، ڏقتن ۹- نادان، وسوڙل ۱۰- اِهيڻئين، مفت ۱۱- ڪنڊن، غارن ۱۲- ٻنتي، پوئتي ۱۳- موڳي، وسوڙي ۱۴- لوائي، موڙهل ۱۵- ساٿي يا همراه ٿي ۱۶- مائٽي، سڱ ۱۷- خانداني يا شريف عورت ۱۸- غمن ۱۹- گدوائي، وڃائي، فنا يا نابود ڪئي ۲۰- سڙي، ٻري ۲۱- سگهاري ۲۲- رسيل، پڪل.

*"مان پرينءَ لاءِ، نيڻهن وچان، حب ۾ اکين مان نير وهايان؛ ۽ محبوب، نماڻائيءَ سان رئجهايان."

§غارن ۾ چيتا ۽ چور لڪل آهن ۽ برپٽ ۾ ٻلائون پيئون گهمن.

‡جا عشق جي قتيل ۽ پريشان ڪيل آهي، سان ڪئن غافل وهي؟

مَعذُورِ تي مارو ڪيو، اولاڪَنِ اَچي،
مَنجهان راهَ رَچي، ٻيَڙي لالُ، لَطيفُ چئي.

٧

اَڏرِ، نڌرِ، اَيرِي، ويچاري نہ وَري،
لالَنِ ڏي، لَطيفُ چئي، ٻُري ٻيرُ ٻَري،
ڪَميڻي ڪَري، ڪارُون ڪيچَ ڌَڻيَنِ کي.

*٨

اَچي عِزرائيلَ، سُٽي جاڳائي سَسُئي،
تي ٻَوڙائي دَليلَ، تہ پُنهونءَ ماڙهوُ موڪليو.

*٩

مُنڪِرَ ۽ نَڪيرَ کي، جڏهن ڏِنائين،
اَڳيان اُتي اُنِ کي، پُنهون پُڇيائين،
اَدا! اِٿائين، ڪو وِيو ساٿُ سَچَڻَ جو؟

١٠

ياياڻي تي ٻورِ، ٻَنيءَ ڪيچيُن ڪَڪرا،
رائو مِڙيو ٿي رَسَ سين، ڪارَڻِ ڪانڌَ ڪَڪورِ،
لاڙهي لَڪَ، لَطيفُ چئي، اُٿي ڏُونگرَ ڏورِ،
جَتَّ وَڃي ٿو زورِ، اُپڙُ تان اوڏي ٿِئين.

١١

پَٿِي ٿي پيمالُ، سا مُنڌَ مَري نہ جِئي،
ٻُري هِنَ ٻَنڀورَ سين، هَڏِ نہ گُرَهِي حالُ،
لالَنَ جو، لَطيفُ چئي، وِساري نہ وِصالُ،
پِري ڪَجانءِ پالُ، هِيَ ڏاهِ ڏُورِيندي ڪيترو؟

١٢

جُهتَ پِٿي، پِٺُ جهَنگَ ۾ هاڙهي پُڇ مَ هوتَ کي،
سوُرُ سُٻيلي، سَسُئي! لَکَ لَنگهيِن سين لَنگهہ،
تہ سُپيرِيان جي سَنگَ، مُنڌَ! ميڙائو تو ٿِئي.

١٣

ٽَڪِيائي، ٽَرَ ٽيلهہ ۾ چَڙهُ چُڪِيائي، چوٽئين،
هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، ڀَوُ مِڙيئي ڀيلِ،
اُٿي، رائو رِيلِ، ويٺَنِ تان واري وَري.

١- هيڻي، لاچار ٢- فڪرن ٣- رڱجي ٤- پڪارون، دانهون ٥- موت جو فرشتو، ملڪ اَلموت، ڪال ديوتا، يمراج ٦- خيال، ٻُڌ ٧- قبر ۾ بہ حساب وٺندڙ فرشتا، پڇا ڳاڇا ڪندڙ ملائڪ ٨- ڀاڳي ڀائيوار، همشريڪ ٩- پيچ، رلمون رلمون ڪر ١٠- ڳاڙهو يا لال ڪر ١١- لڪڙي وڪ وڌاءِ، لڪو هل ١٢- فنا، نابود ١٣- سلي، اوري ١٤- گڏجي، ٻرچي ١٥- نوازش، مهر ١٦- ٻانهي، گولي ١٧- سٿرون پٽي (جهت پٽي=متا مونا هٽي، ڪشالا ڪندي) ١٨- سنو ٻيلي يا همراهہ ١٩- ڏوڪ، اڳتي هل ٢٠- ٽڪل ٽِڪل ٢١- خوف، خطرا ٢٢- لٽن هيٺ لتاڙ ٢٣- واريءَ کي اُٿلائيندي وڃ، پٽ ڪندي وڃ.

*سسئيءَ اڳيان موت جو فرشتو (عزرائيل) لوڙي قبر ۾ حساب پڇندڙ فرشتا (منڪر ۽ نڪير) اچي بيٺا تہ بہ اِئين سمجهيائين تہ اهي پنهونءَ جا قاصد آهن.

١٤

هِيَ ڳِسي[1]، هِيءُ ڳَسُ؛ هِيءُ ٻَهَڻُ، هِيءُ ٻيهڙو،
وِيچاريءَ وَڏو ڪيو، ويندَن پُنهيءَ وَسُ،
ليڙَنِ جو، لَطيفُ چئي، ڏُونگَرِ[2] آئيمِ ڏَسُ،
جَڳَ ۾ رَهيِس جَسُ، سَڳُرِ[3] تي سَردارَ جي.*

١٥

ڪَرِ ڪو واڪو وَسُ، وِهُ مَ مُنڌَ پَنيورَ ۾،
چَڙهي ڏاڍين ڏُونگَرين، پِرُ پُنهونءَ جو پَسُ،
ڏورَڻَ مَنجهان ڏَسُ، ٻَوَنڌُءَ هوتَ پُنهونءَ جو.§

١٦

سيڻَنِ ڪارَڻِ، سَسُئي! وَڃَڻُ ڪَڇِي وَسُ،
جِمَ وِرچي ڇَڏئين، سَندو ڳُنگَن ڳَسُ،
ڏوئي ڏيندَءِ ڏَسُ، اڳيان ٻاروچَنِ جو.

وائي

هوتَ سي هَلڻَ هارا، ووا! جيڏيُون!

ڪيئَن ڪَرِيان آئُون اُنِ سين؟

ڪوءِ پَلَنگَ! بَنِ ماڙيُون! ڪيڻَ سي تيڙَمِ ڪارا!

سُوُنهَنِ سُپيرِيُن جا، آڱَڻَ وَتِ اوتارا،

وِيٺو ڏِٺي ڏُکيُنِ[4] کي، پُنهون جامُ ٻوچارا،

آهيان پُرتِ پُنهونءَ جِي، ڪَنديَس ڪُنُرَ[5] ڪارا،

پِرُ مَ ڇَڏِجِ[6] پِرينءَ جو، هيءَ! هيءَ! هَٺَ آسارا![7]‡

ڪيڇيُن ڪَرَهَ[8] پَلاڻيان[9]، مَيا تيڙَمِ مارا[10]†

اَنڌَنِ آهِئين آسِرو، مولِيَ، مُحِبَّ موچارا!

## سر سسئي آبري - داستان اٺين جو سار

اَڌِ رِ، نڌر سسئي، پنهونءَ ڪارڻ ٻهاڙن ۽ ٻرپٽن جا پنڌ ڪري، بيحال ٿي پيئي آهي. هنجن هارڻ کان سواءِ ٻيو وسيلو ڪونهيس. جبلن جي غارن ۾ ڇپنا ۽ چور لڪل آهن ۽ ٻرن ۾ ٻلائون. اندر ۾ غمن جو درياهه پيو وهيس. جانب لاءِ نسورو جلي پيئي. اُس ۽ لڪن ۾ لوساڻجي ويئي آهي. اِنهيءَ حال ۾ ٻه پنهونءَ لاءِ رڙندي، نڪر ٿاڪيندي ۽ ريگستان ڪيميندي پيئي وڃي. موت جو فرشتو اکين اڳيان اچي بيٺو اٿس ته ٻه هوءَ پنهونءَ جي خيال ۾ ايتري قدر ته محو آهي، جو فرشتي کي به، پرينءَ جو قاصد ٿي سمجهي. سچو عاشق فنا ٿي وڃي ته به سندس عشق فنا نه ٿو ٿئي. طالب جو ڪم آهي ته وڃڻ سان وس ڪري ۽ ڪڏهن به ورچي پرينءَ جو ڳس نه ڇڏي. "ڏورڻ مدجهان ڏس، ٻوندءِ هوت پنهونءَ جو."

---

١- لڏ، ليڏوٽا ٢- اُٺن ٣- ٻيڙي، راهه ۴- نوازشون، ڀلايون ۵- ڏوبين جا ڪُن ٦- ڏيهي، سرير ٧- غافل، وسوڙا ٨ ۽ ٩- ڪرها، اُٺ ١٠- ماريندڙ، ماٺ ڪندڙ.

*هوءَ (سسئي)، سردار (پنهونءَ) جي ٻيڙي لڳي، جنهنڪري جهان ۾ سندس جس پيو ڳائجي.

§ڳولڻ يا جستجو مان ئي لوڪي پنهونءَ (محبوب) جو پتو پوندو.

‡اي منهنجا غافل سرير! تون پرينءَ جي پيرن جو نشان نه وڃائج.

†ڪيڇي اُٺ پلاڻي وياءِ ڪرها منهنجا ماريندڙ يا قاتل ٿيا.

## داستان ناڻون

١

وڃُ م وساري، پُڇا ڪر م پنڌ جي،
نرمل نهاري، هلندين ٿان هٿ ڪيو.

٢*

اوجهڙ اسونهن، ڏيهُ گهٽوٽي ڏوريو،
سڳر ري سونهن، ڀتي ڪاڻ پنڌ ڪري.

٣

واءِ! وڃاءِ م سو، پنيءَ جنهن پنڌ ڪريان،
ڇتا! ڇڄر پرينءَ جو، پيرُ پرنيان تو،
پر ٻوراڙو جو سو، لڳي، متان لتئين!

٤

واءِ وڃائيم ڪالهه، پنيءَ جنهن پنڌ ڪريان،
وڃڻ مون وانءِ پيو، هوڪن ڪارڻ حال،
جبل ڏوريان جال، ڪارڻ پير پنهونءَ جي.

٥

کهڄ م، اڄها ڪيهه، ڳرد پس ڳنگن جي،
ڏکي! منجهان ڏيهه، نڪو ناه ڪلهي ڪري.

٦

ڏور م تون ڏوريج، صبر ڪر م سنئين!
پرڪ ڇڏ پيرن سين، وهڪا وساريج،
سڪن جا، سيد چئي، لاڳاپا لاهيج،
هنئين ساڻ هليج، ته پنڌ پاسي پر نبري.

٧

وينيس، وڪ نه اڻڙي، تون، آرياڻي! آءُ،
ڇڪيءَ لو سين چاهُ، پاسي پر پنهنجي رڙهي.

٨

کهي جا ڪنيائين، وڪ تنهين وڃهي ڪئي،
ڇڪيءَ ڇنائين، پنڌ مڙوئي پب جو.§

٩

سڙ ڪوه ڪري سيڪا، تون، کهي! ڪٽج وڪ،
لاٽج منجهان لڪ، ته پنڌ پاسي پر نبري.

١٠

ويو جاڳائي جت، ويري ڪنهن ولات جو،

---

١- ڀوڙ نظر ڏاري ٢- وڃرائي ۾، سچ ۾ ٣- رهبر کان سواءِ طالبن ٤- ڀيڙري تي ٥- اي واءِ ٦- سونهيان، حوالي ڪريان ٧- رهبر، سونهون، اڳوان ٨- قسمت، ڀاڳ ٩- هميشه، هڪدم ١٠- گهٽو، ڳچ ١١- ٿڪجي، بيزار ٿيءُ، ورچڃ ١٢- خاڪ، ڌوڙ، دز ١٣- ڌوڙ، لت ١٤- اُتي ١٥- طيءِ ٿئي، پورو يا ختم ٿئي ١٦- ٿڪل ١٧- چاهه، محبت ١٨- ٿڪجي ١٩- هڪ ٿي سٽ سان ٢٠- پب جبل (هالار جبل جو ڏاڪڻو ڀاڱو).

*ري مرشد، طالبن گهٽوٽي ملڪ ڀونڊيو ۽ پر سواءِ رهبر جي، اُنهن مان ڪوبه منزل مقصود تي نه رسيو. (حقيقي جستجو ۾ گروءَ يا مرشد جي درڪار آهي، ڇو ته هن سفر ۾ اَنيڪ خوف، خطرا ۽ گمراهيون آهن.)

§هڪ ٿي سٽ سان، پب جو مفاصلو طيءِ ڪيائين. (محبت وارن لاءِ هر مشڪلات آسان ٿيو پوي.)

سَندو سوُرَنِ خَطُ، ڏُمِر هوتَ هَٿَنِ سين.

١١

ڏُهِلا[1] موُن ڏينهَن تِيا، پِيُرِ، جامَ[2]! جيوُن،
ڪَندي پَنڌَ[3] پَهاڙَ ڏي، ليَڙُمِ روُحَ رَيوُن،
لُڇيو[4] تِيان، لَطيفُ چئي، ڪارَڻِ دوستَ ڏيوُن،
پانيان لَڪَ[5] لَيوُن، جي سوُرَ پِريان جا ساڻُ موُن.

١٢

هيڪليائي[6] هاڻِ، پوُرِيندِيَس پَنهونءَ ڏي،
ڪَنديَس ڪوهيارَلَ[7] سين، رُڃي روُحَ رِهاڻِ،
وُلِي چُلِي چِپَرانِ، ڪَنهن پَرِ لاهيان ڪاڻِ،
آهيان گهڻو اَجاڻِ، پَرَ سوُرَ پِريان جا ساڻُ موُن.

١٣

هيڪليائي هيلَ، پوُرِيندِيَس پُنهونءَ ڏي،
آڏا ڏوُنگَرَ لَڪيوُن[8]، سوُرِيوُن[9] سُڄَنِ سيلَ،
تَہ ڪَرَ پيلي[10] آهِنِ پيلَ، جي سوُرَ پِرِيان جا ساڻُ موُن.

١٤

دوستَ ڏِنائِين دِلِ سين، وِرچي تان نہ وِهي،
لانئي لَڪَ، لَطيفُ چئي، پَهڻَن مَنجهہ پَهي،
سَندي نينهَن نِهي[11]، ڪي سَرِ[12] فرازُ[13] سَسُئي.*

وائي

وَڃي وَڃي نينديس وَٽِ هي، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي،
آڏا ڏوُنگَرَ لَڪيوُن، سوُلِيُون[14]، مَحَبَ مَڃيجِي!
پِرِينِ، پَنوهارَ[15]! تو چوان؟ پَرَ[16] آهيان پَئي جي،
تَرُ[17] گهرجي نينهَن جو، آهيان آئوُن اَروجي[18]،
جا نہ هَلندي هوتَ ڏي، پِيُ[19] تَنهِين جو پاجي.

## سر سسئي آبري - داستان نائين جو سار

روحاني پنڌ ۾ رهبر جي درڪار آهي. مرشد بنا هن راه ۾ هلڻ نسوري گمراهي آهي. "سڱر رءِ سوُنهن، ڀٽي ڪانہ پنڌ ڪري." سسئيءَ پنهونءَ جي پيرن جي نشانن کي ئي "ٻر جو ٻورائو" بنايو آهي. هوءَ پنڌ ڪري ٿڪجي پيئي آهي، پر پنهونءَ جي محبت ۾ لڪ مان، جهنگلن ۽ جبلن وچان ڪاهيندي پيئي وڃي. سندس حسن ڏٻون ٿي ويو آهي. هوءَ هيڪليائي پنهونءَ جي ڳولا ۾ ڪهندي ٿي وڃي. سوُرن کان سواءِ سندس ڪو ساٿي ناهي. نيٺ، پنهنجو دوست (پنهون) دل ۾ لهي، عاشقن جي صف ۾ سرفراز ٿي ويئي. هن پنڌ ۾ جو پوي، سو سکن کي ترڪ ڪري. هي سفر، هنئين سان ڪرڻو آهي، نہ پيرن سان.

"سکن جا، سيد چئي، لاڳاپا لاهيج،
هنئين ساڻ هليج، تہ پنڌ پاسي پر ٿئي."

---

١- ڏکيا ٢- جوُن، ليکوُن ٣- پرڙا پرڙا ٤- دهيون، ذرا ذرا ٥- واحد لٺي (وڻ جو قسم) ٦- هلنديس ٧- خوش ٿي ٨- جبلن جون اُتاهيون چوٽيون يا چهنبون ٩- اُتاهان پهاڙ ١٠- ٻيلهي، همراه ١١- خزاني، دولت ١٢- ڪٿي ١٣- نوازيل، مان واري، بلند ١٤- مزاج وارا، هٺيلا ١٥- ٻڪرار (ايل پنهوار، جنهن سسئيءَ ۾ خراب نيت رکي هئي) ١٦- زال، استري ١٧- ماڪ، آلاڻ، رڃ ١٨- اَرڃي (رڃ کان سواءِ) خشڪ، ٿوڙ ١٩- ڪميڻو، نيچ، خسيس.

*عشق جي خزاني يا برڪت، سسئيءَ کي اعليٰ مرتبي تي رسايو.

## داستان ڏهون

١

آءُ اوراهوُن سُپرِينِ! وَڄُ مَ اُڳاهوُن،*

تَڪي ڪَٽي تَرَنِ ۾، ٻاڪارِيو ٻانهوُن،*

دَردَ جوُن دانهوُن، موُن مارِينديوُن، موٽُ توُن.

٢

آءُ اوراهوُن، سُپرِينِ! وَڄُ مَ پِيَّ! پَري،

موُن ڏِني، موُن وِسَهو، وِرچي تان نہ وَري،

ڏاران مُنهَن مَري، ڏُکيءَ جي ڏِيکارِئين!

٣

آءُ اوراهوُن، سُپرِينِ! پَري وَڃُ مَ پِيَّ!

موٽُ، مَرَنديَسِ ڇِپَرِينِ، توُن جِيارو جِيَّ،

هوتَ! مَ ڇَڏِجِ هِيَّ، پُنهون! پيادي پَنڌَ ۾.

٤

آءُ اوراهوُن، سُپرِينِ! ڏُکيءَ ڏيجِ مَ ڏاگهُه،

وَتِ ڇَڏي موُن واڳهُه، آري! وِئين عِشقَ جو.§

٥

آءُ اوراهوُن، سُپرِينِ! ڏُکيءَ ڏاگهُه مَ ڏيجِ،

پيهي گهَرِ پُڇيجِ، نہ، هوتَ! هَلاڪَتَ نہ ٿئي.

٦‡

مَچُرِ، وَرَ! وِسارِئين، آري! لَڳِ اَللهَ،

توکي سارِيو ساهُه، اُڪنديو آهوُن ڪَري.

٧

مَچُرِ، وَرَ! وِسارِئين، صَبُرُ نہ سارِيان،

توکي نِهارِيان، آءُ، مهنجا سُپرِينِ!

٨†

هَتان هَڏِ نہ ڇَڏِيان، صَبُرُ شُڪُرانو،

ذَوقَ زَمانو، موُن، وَرَ! وِيو وِسِري.

٩

صَبُرَ ءُ شُڪُرَ ڪي، ڪاڏي آئوُن ڪَندي،

---

١- اوري ٢- اُڳيان ٣- پريتم، پرين، محب ٤- داغ، ڏنب، ساڙو، سوز ٥- ڇيتو (عشق جو) ٦- پريشاني، بي قراري، ناٻودي، موت.

*اي محبوب! تون اوريان اچ ۽ اڳيان نڪري نہ وڃ. هيءَ (سسئي) ٻون ۾ ٻيٺ ڪري لڪي آهي ۽ رڙيو ٻانهون مٿي پيئي ڪٽي.

§اي آري ڄام! تون مون وٽ عشق روپي ڇيتو ڇڏي ويو آهين.

‡اي ڪانڌ! اي آري ڄام! تون خدا جي واسطي مونکي متان وسارين. مهنجو ساهه (جان) توکي ياد ڪيو ۽ تو لاءِ سڪيو، آهون ۽ دانهون پيو ڪري.

†صبر ۽ شڪراني کي هرگز هتان نہ ڇڏينديس. اي پيارا! مون کان شوق ۽ شغل وارو زمانو ئي وسري ويو آهي.

آهيان جنهن سنديءَ، سو نہ گھرجي ساڻ مون.

١٠

صبر ۽ شڪر ڪي، ونئي آئون وينئي،
ڏکيءَ سين ڏينئي،[1] ڪا ڪج اڳي ڪڏهين.

١١

صبر ۽ شڪر ڪي، هٿ ڪيو مون هاڻ،
پريم! اڳي پاڻ،[2] پنيءَ کي پڇج تون.

١٢*

ناهِ جمعيت[3] جان کي، هوت ڀڄاڻا هاڻ،
الله! سيٺي آڻ، جن ساءُ چکايم سڪ جو.

١٣

ناهِ جمعيت جان کي، هوت ڀڄاڻا هت،
پنهونءَ جي پرت، ساءُ چکايم سڪ جو.

١٤

ناهِ جمعيت جان کي، پنهونءَ ڀڄاڻا،
سي مون سيباڻا،[4] جن ساءُ چکايم سڪ جو.

وائي

پلڪ نہ رهي دل تو ري، ون، ميان ڪان ٻاوچا!
اڃ چاريندس اُن جا، مٿان نڪر نوڙي،[5]
ڏيندس ماھُ[6] مرن کي، مٿان ڪُلهن ڪوري،[7]§
ڪانگ ڪينم ڪيچ جا، ماسُ چنجُن[8] سان چوري،§
ڏک لاهيندس ڏيل جا، ساڻ عجيبن اوري،
آرياڻي، عبداللطيف چئي، سار لهندم سوري.[9]

## سر سسئي آبري - داستان ڏهين جو سار

سسئي، پنهونءَ کي سڏن مٿي سڏ پيئي ڪري: "اي سڄڻ! تون اورانهون اچ؛ مون کان پري نڪري نہ وڃ. تون منهنجو جيءَ جيارو آهين. جي مون مون وٽ نہ آئين تہ هت ڇڏڻ ۾ فدا ٿي ويندس. منهنجو ساھ لوڪي ساري تو. صبر ۽ شڪراني کي مان ڪيڏانهن ڪريان! تون ئي مون کي ساڻ گهرجين. تون ئي اڳي مون ڦتيل کي ٻچ ۽ منهنجي جان کي ڪا جمعيت ڏي." واحد در، سسئي اهائي وينتي پيئي ڪري تہ:

"الله! سيٺي آڻ، جن ساءُ چکايم سڪ جو."

هوءَ پنهنجو ماس، ڪلهن تان ڪوري، مرن کي ڏيڻ لاءِ تيار آهي؛ من ۾ اهائي آس رکندي پيئي وڃي تہ شل ڪيچ جا ڪانو منهنجو ماس چنجي ڪائين:

"ڪانگ ڪينم ڪيچ جا، ماس چنجن سان چوري."

---

١- گڏجاڻي، مڪاميلو ٢- ڦتي، ڦتيل، زخميل ٣- آرام، قرار، شانتي ٤- دل کي وڻيا، پسند پيا ٥- گهمائي، لڪڙا هلائي ٦- ماس ٧- ڪپي ٨- چهنبن ٩- ساري، ياد ڪري.

*محبوب (هوت) جي وڇڻ کان پوءِ، منهنجي جان کي ڪو قرار ناهي. اي ڌڻي! تون انهن کي موٽائي آڻ، جن مونکي سڪ (محبت) جو ذائقو چکايو آهي.

§مان ڪلهن تان ماس ڪپي، مرن جي حوالي ڪنديس. شال ڪيچ جا ڪانو، منهنجو ماس، پنهنجي چهنبن سان چني ڪائين.

## داستان يارهون

١

ڪَنُ[1] تِيءِ، ڪيڇِينِ ڪُڇِيو، ڪُڇُ مَ، تا ڪُڇَنِ،
اِشارَتُوَن[2] اِنِ جون، سُڪُوَتان[3] سُڄَنِ،
وَتان ويهي لَنِ، سُڻُ نه سوزُ پِرائيين.

٢

سُڻُ نه سوزُ پِرائيين، "آءٌ" چياتُوَن اَڄُ،
بولي بِيِ نه سِکيا، "پاڻا"[4] چوندءِ "پَڄُ"،
واجي وَتِ[5] مَ وَڄُ، ٻُڌُ نه پِيائي لهي.

٣

ٻُڌُ نه پِيائي لهي، "آئُوَن"[6] اُتِ نه آهِ،
ڪُڇَڻُ ڪَندي[7] لاهِ، ڪَنُ تِيءِ، ڪيڇِينِ ڪُڇِيو.

٤

ڪَنُ تِيءِ، ڪيڇِينِ ڪُڇِيو، ڪُڇُ مَ، ڪُڇِياتُوَن،
رَهي نه رَتيءَ جيتري، اُنِين وَتِ "آئُوَن"،
وَڍي وِڍائُوَن، هوَ جو وَڻُ "هُئَڻَ"[8] جو.

٥

ڪَڏهِن پَنجي ڪَنُ تِي، ڪَڏهِن تِيجي واتُ،
ڪَڏهِن تِيجي ڪاتُ، ڪَڏهِن تِيجي ٻِڪِرو.

٦

ڪَتارو[9] ۽ ڪُسُ، اَگِڻِ آريءَ جامَ جي،
ڏِيتُ[10] آهي دوسُ[11]، مارَڳِ ۾ مِينِ جي.

٧

ڪامُوَن[12] مُڇِيجاهُ[13]، گهَٽيُوَن گهُرِجَنِ آنِ[14]، اونيا!
هي وَڻَ نه لَهَنداهُ، هوَ وَڻَ اوڏانهِين گهڻا.

٨

اَکيُوَن لَتَ اوراڻيُوَن[15]، ڪنهن ۾ ڪَڙيان[16] پيرُ؟
لَتَ لاهِيندو ڪيرُ؟ مُوَن جيهيءَ مَعذُورِ ڪي.

٩

اَکيُوَن آريءَ جامَ جون، اَنڌيءَ سين آهِينِ،
هوَ جي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مُوَن سوَنهائِينِ،
ڏِسيو ڏيکارِينِ، پيشاني پُنهونءَ جي.

١٠

اَکيُوَن آريءَ جامَ جون، آهِينِ اَنڌيءَ ساڻُ،
پَسي ڪَنديُوَن پاڻُ، پيشاني پُنهونءَ جي.

*١١

سَڏَ مَ ڪَرِ سَڏَنِ ري، هَاڪَ رِءَ مَ هَلُ،
جَلَڻَ رِءَ مَ جَلُ، رُئَڻَ رِءَ مَتان رُئِين.

وائي

دَرِدَ مُٺيءَ جي جا دارُوَن، وو! موتُ، سَباجها سُپِرِين!
مُوَن لَڳيُوَن، مُوَن وِسَهو، مُحَبَّتَ جون مارُوَن،
مائِتَيِشان[17] مُوَن سين گهڻا، ڪُسَڻَ ڪيا ڪارُوَن،
سُکَنِ مُوَن سين ڪِينَ ڪيو، سوُرَنِ لَڏايُمِ سارُوَن،
مُنهنجيُوَن شَهَرَ پَنيورَ ۾، پَلپَلِ پُوَنِ پُڪارُوَن،
اَديُوَن[18]! عَبدُاللطيفُ چئي، لَڳيُمِ لَنَ اَندَرِ تارُوَن.

---

١- سارو وجود يا جسم ڪن ڪري ٢- روحاني اِشارا ٣- ماٺ مان (سڪوٽ=ماٺ) ٤- پاڻ يا خوديءَ کان ٥- وانگر، مثل ٦- خودي، مان مان جي وائي، آپو ٧- ڳچيءَ، طوق، هار ٨- خوديءَ يا آپي جو ٩- ڪٽار، خنجر ١٠- خون بها ١١- دوست، محبوب ١٢- چڙهيون، لڪڙيون ١٣- وڻ جو ١٤- اوهانکي ١٥- پڪيون ١٦- پيرو لهان ١٧- جنيون ١٨- ميڻون، جڙون.
*سڄڻ سڏن کان سواءِ، ڪو سڏ نه ڪرءِ سچي پيڙ کان سواءِ، ڪو پنڌ نه ڪر. سچي جلڻ کان سواءِ نه جل، سچي روئڻ کان سواءِ نه روءِ. (سچي عشق ۾ جل ۽ سچو روءِ.)

## سر سسئي آبري - داستان يارهين جو سار

ڪيچي (ڪامل) سڪوت ۽ سور جا صاحب آهن. سندن روحاني اشارا سندن ماتم مان ئي پروڙي ٿا سگهجن. سندن حضوريءَ ۾ چپ چورڻ بي ادبي آهي. هنن جي درٻار ۾ "آھ" ۽ "اُسين" جي وائي به ڪانهي. هنن پنهنجي ساري خودي فنا ڪري ڇڏي آهي. هنن وٽ، سواءِ ڪناري ۽ ڪوس جي، ٻي ڪا به ڪار نه ٿي هلي. جيڪي عشق جي مارگ ۾ مرن ٿا، تن کي محبوب جو وصال ٿو ملي. محبوب جي ديدار ماڻڻ جو هڪ ئي طريقو آهي: مجازي اکيون ٻوٽڻ. سڀئي سانگ ۽ پنڌ ڏاران، ٻيا مڙيئي سڏ ۽ پنڌ فضول آهن ۽ سڀئي سور کان سواءِ ٻيو سڀ جلڻ اجايو آهي.

"سڏ م ڪر سڏن ري، هلڻ رءِ م هل،
جلڻ رءِ م جل، رُنڻ رءِ متان رُئين."

روئجي ته سچو روئجي، ٻيو سڀ رودن بيسود آهي.

•

## ابيات متفرقه

١

اُٺيو[1] ۽ اُٿياڪُ[2]، ڪالهوڪو ڪاڏي ڳيو؟
وِيو جاڳائي، جيڏيون! ٻِرهُ[3]، هِيُ بيباڪُ،
ڇُرِ[4] ڦُر ڪاري چاڪُ[5]، سوُرُ سُمهاري ڪِينَ ڪِي!*

٢

سَنديوُن سوُرَ ڪرِينِ، هَڏَ ڀڻ ڏُکَنِ هوتَ لَءِ،
پِريُنِ جي پاڻَ ڏنا، سي سُتي سُکُ نه ڏِينِ،
جي ماڙهن کي مارِينِ، تن سوُرَنِ کي سَڏَ ڪَرِيانِ!

٣

صَدا[6] وِڌِيمِ سوُرَ جي، اَڳِيان ڪرهِياري،
جو نِجَسَ نِڪاري، سو ٻُڌهون[7] وِڌُمِ پاندَ ۾.

٤

جان ساماڻيَن، سَسُئِي! تان وِسَّ وِڙَنِ[8] جو ڪَرِ،
لاهي لَڄَ، لَطِيفُ چئي، ٿِيُ بيگاريائِي[9] ٻَرِ،
نه ويندي ڀُرِني[10] وَرِ، اَڳِيان هوتُ حُضوُرَ ۾.

٥

سَسُئِيءَ کي سَڏُ ٿِيو، اَسان اولاڻو[11]،
پَندَ نه پُڄاڻو، اَڻَ ڪوٺي ڪانَ ڪَري.§

٦

پَسو! پُراڻَ[12]، سوُرَن آڏي سَسُئِي،‡
پُرايا پَنهنجَنِ، وِجهن ويڇاريءَ ٿي.

٧

مُندَ نه مَدِجهان تن، پَسي لَڪَ لُڏَنِ جي،

١ ۽ ٢- اُٺيل ۽ اُٿندڙ يعني عشق ٣- بي خوف، بي پرواهه ٤- آند ماند، لوڇ ٥- زخم، ونءُ ٦- پڪار، فرياد ٧- صاف يا اوجل ڪري ٨- ڪميڻن، نراڄن ٩- دربدر، ڀٽڪندڙ ١٠- حاصل ٿيئي، پڙ پيئي ١١- اوراڻو، لولي ١٢- ڏارين، پراون.
*وڇوڙي جي ونءُ، لوچ ۽ بي آرامي لائي آهي؛ درد مونکي سمهڻ نه ٿو ڏئي.
§هي پنڌ، جو پيرن جو ناهي، سو جيڪر ڪا به اڻ ڪوٺايل (اڻ ڪوٺي) نه ڪري.
‡ڏسو ته سسئي ڪئن نه پراون (ڪيچين) جي سورن سامهون ٿي آهي.

جا ڀَرِ[1] ڪاهوڙِيُنِ، سا ڀَرِ سِڪي سَسُئِي.*

مُنڌَ! مَ مَنُهن وِيهُه[2]، اِيُي اوسُر[3] اُس ۾،§

تو سيئي سِيڪَ ڪيا، ڏُوُرِ جِنِين جو ڏيهُه،

پاڙي پاڙي پيهُه، وَتُ اُڇِنِدي پِرِينءَ کي.‡

پيائي ناهِ پَنهوَرَ[4] ۾، تنهن سَسُئِيءَ جو سَهي،

ڏَمَرُ ڏيرَنِ مَنَ ۾، ڪَندا اِئَن ڪَهي،

لَنگهائي، لَطِيفُ چئي، ڪَٽيج، جامَ! ڪُهي[5]،

هيَ مَعذُوُرِ هَڏ مُئِي؛ تون، ڪامِلَ! وَڃُ مَ ڪيڏَهِين.

اولاڪن[6] اَچِي، مَعذُوُرِ[10] تي مارو ڪيو،

مَنان، وَرَا! وِسارِئِين[7]، مَنجهان ڪُرَ[8] ڪَڇي!

لاهي لاڳاپا لَنگهه، تون، سيڻَنِ ڏانهن، سَچي!

مَنجهان راهَ رَچِي، ٽِيندِ پِرينءَ لَعلَ، لَطِيفُ چئي.

وائي ١

ڳالهيُوُن هوتَ پُنهوچي ساڻُ،

ورا! منهنجي جيءَ جوُن، جيڏيُوُن!

چُلي پيئيَس چِپرنِ، سَگَ، تنهنجي ساڻُ،

چَڙهي ڏايرِنِ ڏُونگرنِ، پُرزا ڪَنديَس پاڻُ،

رُلي چُلي چِپرنِ، جامَ! وِڃائِيم جاڻُ،†

هُتان هَڏِ نَه چَڏيان، سَندو نِينهَن نِڌاڻُ[9]،

نَصِيبُ ڪَرِ نَسُئِيءَ[10] کي، پُنهونءَ اَتَ وَٽاڻُ.

وائي ٢

مون کي تان ڄَهِلَ مَ پابو،

ورا جيڏيوُن! آئوُن هَلندي هوتَ ڏي.

هيءَ جو بارُ پَنهوَرَ جو، اُوٺيءَ تان سَڀ لاهيو،

آهي عاجِزِن[11] تي، پَسَڻُ سَندو ساعيو،×

ڪين وِهنديَس ڪُنڊَ ۾، نه مون اِيءُ نه مابو[12]،

وِهاري وَطَنَ ۾، سُهڊيءَ[13] کي مَ سِڪايو،

ڪُنَلِ ڪَجائُن ۾، چاڙهي هيءَ هَلايو،

---

١- جهانگي ماڻهو، جنجو ڪم آهي ڏونگرن ۾ ڏٽ ڏورڻ ٢- ڇانو، ٻڪ ٣- اُگهتي هل، اُگهتي ڪاه ۴- واقف، سڃاڻو ٥- ٽکي وک ٦- ڳٽنين، محبت جي مڇن ٧- دل منجهان ٨- ڪُلَ ڪڇي، گهٽ خاندان جي ٩- خزانو، پدارت ١٠- اَڻ سٽي، گمنام ١١- سعيو ١٢- ماءُ ١٣- فنا ٿيل، نماڻي، بيحال، ڪميڻي.

*جا ريت جهانگين جي آهي، سا سسئيءَ پرائي.

§اي ناري! تون ٿڌي ڇانو ۾ نه ويهه، پر اُس ۾ اُگهتي هلندي هل. (آرام کي ترڪ ڪر؛ ڪشالا ڪيدء.)

‡هرهنڌ محبوب جي جستجو ڪندي رهه.

†اي جام! جبلن ۾ ڀٽڪي، مون پنهنجي خوديءَ کي نابود ڪيو.

×عاجز عاشقياڻين تي فرض آهي، پرينءَ جي پسڻ جو سعيو ڪرڻ.

مُنهنجو پَنڌُ پُنهونءَ ڏي، رِيبي تان مَ رَهايو،
اَديون! عَبدُاللطيفُ چئي، مون لا مُحِبُ مِلايو.

وائي ٣

کَرها مَ ڪاهِيو، مِيان! ڪيچِي!
آئون آرِياڻي عَرضُ چوندي.
ڪَري، هوتُ! هَلَڪَ جي، اُونِيءَ کي مَ لَهايو،
وَسِيلو وِلهيءَ جو، آڳانيو[1] اَئين[2] آهيو،
پاسي ۾ پَرِيتَ جي، جهيڪي[3] اَڌ جُهڪايو،
وِلهِيءَ جي وِهانءَ ۾، واجَتَ سَڀ وَجايو،
اُڳهاڙيون آڱڻ ۾، پَنهنجُون پاڻَ[4] پَراهيو،
سائِينءَ ڪارڻِ، سُورِين! صورَتَ کي مَ سڪايو،
ساڪِنَ[5] تِي شَهرَ جا، مَعذُورِ کي مَرڪايو،*
پُنهون جامَ! پَرتِ سين، ويهي سُوَرَ وِراهِيو،
لاهي بارُ پَنيورَ ۾، وِيندو گهوٽُ وَناهِيو،[6]§
پُنهونءَ جاجِيڙَن کي، رَڌي کيڪَ[7] ڪارايو،‡
پَرڻائي، پُنهونءَ کي، نيڪِيئي[8] نِڪرايو،[9]
ٻيلي تي ٻانيڻ سين، ڏکيءَ[10] ڏيجُ[11] ڏيکاريو،
اَديون! عَبدُاللطيفُ چئي، سَچَڻَ کي ساراهِيو.

وائي ٤

اَدا! ڙي! ڏوتِي! آئون ٻُچان[12] تو ٽي:
ڪيچِ رَسنديَس ڪِئن؟ ڏَسَ مُون ڏي.
نَه سَمِي، نَه سُومِري، نَه آئون جَتِ، اوٺِي،
آئون اَنِين مان آهيان، جي ٻانيڻَ پَڙهن پوٺِي،
پَرتِ ٽيڻنديس[13]، پَرِين پُڇنديس[14]، ٻاڙ ٻڌنديس پوٺِي،†
سَڄهي وَڙُو سُورِين، ساڄَنُ ٻُچان سوٺِي،
ساڄُهر سائِق پَلاٽيو[15]، تو پَلاٽيو[16] پوءِ ٽي،
هِتان تي هوتُ وِيو، جَتُ پُڇِين جو ٽِي،

١- پروسو، ٽيڪ، پرجهلو. ٢- اوهين ٣- جهڪائي، وهاري ٤- پهرايو، ٻڪايو ٥- رهاڪو، رهندڙ ٦- ونهه (شاديءَ جي منڊپ يا شامياني) ۾ وهاريو، وهانءَ لاءِ سينگاريو ٧- کاڄ، خوراڪون ٨ ۽ ٩- نڪاح يا وهانءَ کان پوءِ ڪنوار جي گهر مان ٻاهر آڻيو ١٠- ڏکيل، هار سينگار ڪيل ١١- ڏاج ١٢- جهانگي، جهنگ جا رهاڪو (ڏٺ تي گذران ڪندڙ) ١٣- سٽيندس (ڏوڀڻ وانگر) ١٤- ڪُٽڙو ١٥- قافلي ١٦- لاڏاڻو ڪيو.
*هن شهر (پنيور) جا رهاڪو ٽي، نماڻيءَ کي سرخرو ڪريو.
§پنيور ۾ سامان سرو لاهي، ويندڙ يا لڏيندڙ گهوٽ (پنهونءَ) کي وهانءَ لاءِ سينگاريو.
‡پنهونءَ جي جاجين کي، طعام رڌي کارايو.
†مان پنهنجو محبوب لهي، سندس ڏوڀڻ ٽيڻنديس ۽ سندس ڪپڙا ڌوئنديس.

هَلِيجِ هوتَ پُنهونءَ ڏي، مَنجهان نينهن نِڪو[١] ٿي،
آڻُ وِجهي آڳِ ۾، مَنجهان جوڻِ جوءِ ٿي،
سَنجهي ساٿَ سِداريو[٢]، پُنهون پٺيان پوءِ ٿي،
رويو رُئان[٣] رَڃنِ ۾، هَيءَ! آئُون هِت ڪُهه ٿي؟

واءِ ٥

ڪَهڙو سَڱُ سِياڪو[۴]؟ هاريءَ مون هوتنِ سين.
آئُون هيڪلي حُبَ ۾، نه مون مِٽ نه ڪاڪو،
مُنڌَ پيادي، پَنڌُ گهڻو، نه مون اُٺُ، نه ناقو[٥]؛
چَڙهي نه سَگهان چوٽيون، ڏُونگرَ ڪونهي ڏاڪو،
ٻرين ڀڄنديس ٻَبَ ۾، وَڻ وَڻ وِجهنديس واڪو،
هوءَ جا پِڪَ پُنهونءَ جي، چَئيان تنهن چُٿاڪو[٦]،
پَسَڻَ ڏاران پِرينءَ جي، فَقيرِ پوءِ[٧] ۾ فاقو[٨]،
وِڇُ[٩] ۾ پوءِ وِصالَ ۾، لِکَ[١٠] ۾ پوءِ لياڪو[١١]،
آڻُ وجهي آڳِ ۾، ڀڄندِيس پوءِ ڀاڪو[١٢].

واءِ ٦

بانڌي ٻرينِ جو، اي! مانَ[١٣] ڪو پَسان!
پيئرُ! پِنيءَ[١۴] اَسهو، ڏُونگرُ ڏورَڻُ آسان،
مُڌائتي مِيهَن جئَن، ويلو ويلَ[١٥] ٿي وَسان.

واءِ ٧

آڻَ ۾ ويهي، سَڀ دُعا ڪَريجاءُ، جيڏيُون!
ڪانهي بَسِ بَهِيرَ[١٦] ۾، هَلُ چَلُ پئي پيئي،*
راهَ مسافِرُ سَيُڪو، ڪون ڏِٺو سوُن هِتِ ڏيهي،
سارِيندا صَلواتَ[١٧] کي، مَنجهِه قبرَ سَڀ پيهي،
ڪونائُو[١٨] ڪَرِيمَ جو، ڳالهه ڀڄندَمِ ڪيهي؟
نَوازِيندو نُورَ سين، ناقِصِ[١٩] کي اُتِ نيئي[٢٠]،
اَللهُ هيڪ، مُحَمَّدُ برحقُ[٢١]، شالَ چوانِ مان حَرفُ اِهيئي.

واءِ ٨

جيڏِيُون! آئُون تان نه چوندي، لوا!
ڏُکُ ڏورِاپو سيڻَن کي، صَرِيحُ[٢٢]، او!
سَڱُ نه وَرَنِ سُپِرينِ، مِنَّتَ[٢٣] موُنِ مانَ،§

١- نڪوري، صاف، بي داغ ٢- ڪُوچ ڪيو، لڏيو ٣- ڪره، ڇپر، ڇپو لاءِ ۴- ناٿو، مائٽي، لاڳاپو
٥- ڏاچي ٦- سرڪي، چڪو ٧- پوي ٨- بک، لنگهڻ ٩- وڇوڙو، ڏار، وِرِهُ ١٠- ذرو
١١- نظر (عيب جي نظر) ١٢- وات، هدايت، صلاح ١٣- شل، شال ١۴- پيچ پنيءَ، پره ڦٽيءَ،
پرڀات جو ١٥- هروقت، هرگهڙيءَ يا ساعت ١٦- قافلي، قطار (دنيا مان هروقت لاڏاڻو
جاري آهي) ١٧- نماز، درود، پيغمبر صاحب جي واکاڻ ١٨- ڪونيندڙ (ملڪ الموت
يعني عزرائيل، ڪال) ١٩ عيبدار، عيبن ڀري ٢٠- ونئي ٢١- حق يا سچ ٿي، سچو
٢٢- ظاهر ظهور، پڌري پٽ، بي حجاب ٢٣- منت سان، آزيءَ سان.
*قافلي (دنيا مان رحلت) جي رفتار کي بيهڪ ئي ناهي. هروقت لاڏاڻي جي نوبت جاري آهي.
§سڱ يا ناتي جي لحاظ کان ٻرين واپس ورڻ وارا نه آهن، شال آزيءَ سان يا احسان طور موٽن.

پيمرُ! پيٽ[1] حجت[2] جي، ڪوهياري سين ڪانَ،*
سو تون صاحب آهين[3]، جو نه پيرائين[4] پانَ،
سڀين سوالي سڱ[5] جا، تون، داتا! ڏيئي دانَ.

وائي ٩

ڪا جا ڳالهه هُئي، سا جي لوڪ سُڻي[6]،
لوءِ! ٻاروچي جي مَنَ ۾.
سُرُ[7] سڳُرِ ۾[8] پيچري[9]، تون جا لوڪ سُڻي،§
سسئي سڳر پڄين، ڪيرُ چوندو مُئي؟
پنڌ ڪرينديءَ پرينءَ ڏي، ڪڏهن ڪانَ ڪُهي[10]،‡
آن ڪا ڏني، ڏونيا! ڪيرن[11] پاس ڪُهي[12]؟

وائي ١٠

ويجهي وِندُرَ جن وَطن،
اي! اوڏي آهس، چان[13]، پريان جي پيچري.
جي تو اوڏا پايان، سي ڏونگر ڏور ڏسن،
مَدي نه هُئين مَنَ ۾، نه ڪيچان ڪوهُ اَچن؟
مرڪ منهنجي ڪي ڪيو، هيءَ پُهُه[14] ٻاروچن،
سُونهن سڳر پڄين، منهن معذورن،
وِندُرِ وائي جا وَهي، مُون ڪي سا نه سلن،
آٽي ٻَڏا اونٺين، مولي ڪي مَين[15]،
لا ٿاتُون، لطيفُ چئي، لَڏُون سِرِ[16] لَڪن.

## سر سسئي آبري - ابيات متفرقه جو سار

سسئيءَ جي اندر ۾ پنهونءَ جي عشق بي آرامي مچائي ڏني آهي؛ وڇوڙي جو ويڻ کيس سمهڻ نٿو ڏئي. سندس هڏ هڏ، هوت لاءِ پيو ڪڙهي. معذور ٿي سورن اڳي مارو ڪيو آهي. نه رڳو پاڻ ٿي "نه پڇاڻو" پنڌ وڌو اٿس، پر سيني ۾ ڏاڍن جو درد به سانڍيو اٿس. ڪوهياري اڳيان، سورن جون صدائون پيئي وجهي. ڪاهوڙين وارين جفائون هموار ڪيو، ٻرن جا سفر پيئي ڪري. هوءَ لڪ ڏسي، لڏي نه ٿي. شاهه صاحب به کيس هدايت ٿو ڪري ته "نهنائيءَ جو لباس پهري، پنهونءَ جي ڳولا ۾ رل ۽ ڪڏهن به آرام جي طلب نه ڪر." تحقيق، طالب کي ٻيون سڀ ڳالهيون وساري، محبوب جي ئي تات رکڻ گهرجي. "جان ساماٽيينءَ، سسئي! تان ويس وڃن جو ڪر، ته ويندي پوئي ور، اڳيان هوت حضور ۾."

•

"سر سسئي آبري"- 'آبري'، 'اَبري' جو بدليل روپ آهي. 'اَبري' جي معنيٰ آهي ضعيف يا ڪمزور. هن سر ۾ سسئيءَ جي اَبرائيءَ جو ورنن آيل آهي، جنهن ڪري ئي اُنس اهو نالو ڏنو ويو آهي. سسئي پاڻ کي "اَڌر، نڌر، اَبري" ٿي سڏي ۽ پنهنجي جانب کي ضعيفيءَ سان ريجهائڻ ٿي چاهي: "جانب ضعيفيءَ سين، پنهون پرچايان."

١- جاءِ، واٽ، حد ٢- حجت، دعويٰ ٣- موٽائين، نراس ڪرين ٤- فقير، مڱڻهار ٥- نواز يا ٦- ٻڌي ٧- رڙه، ڇر ٨- پيچري ٩- هل، اڳتي وڌ ١٠- ٽڪي ١١- وڻ جو قسم (واحد ڪيري) ١٢- ٽڪل، ماندي ١٣- چوان، پانيان ١٤- ويچار، خيال، ارادو ١٥- اُٺن ١٦- مٿان.

*پيمر! پنهونءَ سان حجت جي واٽ يا جاءِ ناهي.

§اي تون، جا جڳ ۾ پرسڌ ٿي آهين! اُٿي پيچري ٿي رڙه ۽ راهه ۾ اڳتي وڌ.

‡ساجن ڏانهن سفر ڪندي، ڪاٻه (عاشقياڻي) ڪڏهن ڪانه ٽڪي يا ورچي.

# سُر مَعذُوري

## داستان پهريون

هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهڃن[1] کي ڪُوڙيُون[2]،
ڀَڪُڙ[3] ٽِمِن پَٽُ ٿِئي، جي لَءِ لالَن[4] اوُنيُون[5]،
سَڀِ سَهيليُون سِڪَ ڪي، چُنجهوُن[6] ۽ چوُليُون[7]،
بانيڙا! ٽِيِ ٻوُٽيوُن[8]، تهَ ڪُتا ڪِيَنٿِي[9] ڪيچَ جا.

٢

ڪُتا ڪِيَنٿِي ڪيچَ جا، سَندا جي پُنهونءَ،
اَکِهين[10] هوُندَ اَسوُنهَن![11] جي جانارَن[12] ياد پئين.

٣

ٽَن پيٺي جانارَن ياد، جي ڀاريَلَ[13] پُنهونءَ جامَ جا،
سَندي لالَن لاڏِ[14]، مُٺِن[15] پوءِ مُندَ ٿِئي.

٤

جاڳايَس جَمبوُرَ، ڪُتي ڦَريَنِ[16] جي،
ٻَهي[17] ٻوُڙڪي آئيو، گِهڏي[18] مَڄهان گهوُرَ،
سَڀِ لاهيندو سوُرَ، ڪِري[19] هِنَ غَريبِ تان.

٥

نَڪي آهيوُن چُهڙا[20]، نڪي آهيون چورَ،
هانگاما[21] ۽ هورَ[22]، ڪُتا! ڪَرئين ڪِن لي؟

٦

ڪُتو چِٺي قَريبَ[23] جا، آهيوُن ساڏَ[24] سُهِي[25]،
پَهرين باٽ ٻهي[26]، ٻچوُن پوءِ پاندَين[27] ڪي.

٧

ڪُهين، تهَ آپَ ڪُکَءِ[28] ڏَسِ مَ چُهڙِيان[29]،

---

١- ٽڪڃن ٢- ڪوُڙيون ٣- ڀِٽ، جبل ٤- محبوب ٥- رليل، پٽڪيل، بيحال ٦- چوچيون، ڪم نظر ٧- تنگدل يا سست دل، بخيل ٨- سُڌيون (ماس جون) ٩- ٽوڪي کائين ١٠- قبول پوين ١١- اڻ واقف، بي رهبر ١٢- جانورن ١٣- پاليل ١٤- حاصلات ١٥- مٺي کان پوءِ ١٦- زنبور، ڏيهوءَ (سڄاڳ ۽ شوخ ڪتي) ١٧- ٻوڙڪي ١٨- ٻڌن کي لوڏي ١٩- گهر ڪري، ٻوڙڪي ٢٠- اَچوٽ، شڪاري (عشق کان غيرواقف) ٢١- هنگاما، هل بکيڙا ٢٢- اڙون، ڪاهون ٢٣- محبوب ٢٤- اَشراف ٢٥- واقف، سياڻو ٢٦- ٻوڙڪي ٢٧- پيڙ ڪندڙن، ايندڙن ٢٨- ٻاڙ ٢٩- شڪارين.

سَندا آھيڙيان، آئون نہ سَھَندي ھَتڙا.

٨

ڪُتو طالِبُ ٻوُنڊيَ جو، اَسين ڪُتي ڪيڙَ،
ڇُھڻي آھي ڇيڙَ، ڪارايي جي ڪَن ۾.

٩

ڪُتو ڪُرڙي هَڏيوُن، جوانمَرِدُ جگِر ڪاءِ،
اَلدُّنِيا جِيفَةٌ وَطُلاّ بِهَا كِلاَبُ، اِيَ ھِنئين سين لاءِ.

١٠

جُھ يارُ ڏنائوُن ياوَ جو، پُٺيءَ پيرُ ڪَڙين،
ڦريا نہ فَرمانَ ڪان، اُنھيءَ ۾ آھين،
ڏِسي نہ ڏاڙھين، شَبانَ جي سَگَ ڪي.

١١

سَگِبانَ سيندارِيا، ٻَچيا، ٿي ٻھن؛
ڦريا نہ فَرمانَ ڪان، مُلھَ نہ موتيڙن،
ڪونھي ڏوہُ ڪُتن، ڏاڪاريا، ڏاڙھين ٿا.

١٢

ڏڪا، ڏوُنگرَ جا مرِوُن، مَرُ ٿا مؤن لي ڪَن،
پڙندا ڪين پريتَ ٿي، ھِنَ جا سَدَرِ ٿا سڄن،
سَڳانيءَ جي، سَيَدُ چئي، آھي سُدِ سَيَن،
ھوُندَ نہ ھتِ ٽَرَنِ، پر ڦَرابتَ ڪَمُ ڪيو.

١٣

ڪَم ڦَرابتَ جن جي، ھتي آيَرِ ھيٺن،
رَفاقَتَ راڪَن جي، پَھُتمَس، پاھَڙ سيٺن،
ماڙھوُ مُلاحظو ٿن جو، ڪيچ نہ ڪندا ڪيٺن؟
ذاتِ نِسورِيائي نيٺن، پَرَ سَدَرَ سين سَگُ ٿيو.

١٤

سَدَرَ سين سَگُ ڪَري، پَرڪَندين پيياسِ،
ڪيرَ برھمڻ؟ ڪن جي؟ ڪيرُ جاٽي ڪيٽاسِ؟
ھوُندَ نہ سندُ سُياسِ، ھنَ پُرِيين ڪَيَس پَڌرِي.*

وائي

خوُبِي مَنجِھ خِفَت، اي! دوستَ! دِقت،
آھي عَبدُاللّطيفَ کي.
مَدَحَ مون ڪان نہ ٿئي، سَندي سوُرَ صِفَتَ،
ھجي ڪَرِيان ھيڄَ سين، مُطالِعُ مَحَبَتَ،
حُزنُ ھوتَ پُنھونءَ جو، رِڳيائي راحَتَ،
پِريان جي پِستانَ جو، فاقوئي فَرحَتَ.

١- شڪارين ٢- ڪيڙا، ڪيٺان ٣- ڇڇر ٤- مور (ڪتي لي ڪوڏ مان رکيل نالو) ٥- سچو طالب ٦- ڪائي ٿو ٧- دنيا ٻوندي آھي ۽ اُنجا طالب ڪتا ٨- پيرو ڪٽن ٩- ڏنار ١٠- عزيز، مالڪ ١١- ڪتي جي مالڪ ١٢- سيٽيون وڄايون ١٣- ٻڙڪن ١٤- ڪتن (پيار مان رکيل نالو) ١٥- ٻيچ ڪيل ١٦- حملا، ھلائون ١٧- غالب پوندا، سوڀ پائيندا ١٨- ڏوڀڙ ١٩- سگھارا سچڙ ٢٠- سگ، مائٽيءَ ٢١- مائٽيءَ، عزازت ٢٢- دوستي، شراڪت ٢٣- نگھبانن ٢٤- پھاڙ ٢٥- ٽالين ٢٦- چتاءُ، جاچنا، خيال ٢٧- ڪنياٽي ٢٨- پرانھن ڏيسن ۾ ٢٩- ڪيس ٣٠- سندس نالو ٻڌي ھا ٣١- ڏيسان ڏيس ٣٢- عاجزي، نماڻائي ٣٣- جفا، ڪشالو ٣٤- ساراه، ٣٥- واڪاڻ، ورڻن ٣٦- شوق يا شدمد سان ٣٧- اَڀياس ٣٨- ڏرد، سوُر ٣٩- سيبي، چاليءَ، ارھ.

*ھوُنئن جيڪر سنڌ ۾ سندس نالو نہ ٻڌي ھا، پر ھن (سدر جي سگ) کيس ملڪان ملڪ مشھور ڪيو.

## سر معذُوريَ - داستان پهرئين جو سار

پرينءَ ڏانهن پنڌ ڪندي، اهي ٽيون ورچن، جن جي سڪ سچي ناهي. محبت جي راهه ۾ رکيُون ٽيڻ سان ئي عاشق پنهنجي محبوب وٽ قبول ٿو پوي. پرينءَ طرفان مصيبتون، عاشقن لاءِ آزمايشون آهن. نفس هميشه خرابيءَ ڏانهن ٿو ڊوڙي، پر هوشيار طالب ڪيس هرگز اڳتي نه ٿو ڏئي. هوُ سائنس اها ڪار ٿو ڪري، جا ڇيڙ ڪري ڪتي سان. سچو عاشق ڪهڙي ۾ خسيس ڪل جو ههڙي، نه ۾ سندس ٽالو اَوس ساري جڳ ۾ پڌرو ٿيو وڃي. سستي ۾ محبت جي برڪت سان اَمر ٿي وڃي. پريت جي مارگ ۾ مري، هن اَمر پد پاتو. ڏُونگر جا مروُن ۾ سستيءَ لئي اُنهيءَ ڪري اڳتي نه سگهيا. محبوب جي طرفان جيڪي ڪشالا سر تي اَچي سهڻن، تن ۾ عجيب خوبي آهي: ”خوبي منجهه خفت، اي! دوست! دقت.“

•

## داستان ٻيو

١

ڏُکيءَ ڏَمَرُ ناهِ، سُکيءَ کِلَ نه اَچڻي،
اُگهاڙيءَ وِهاڻءُ، ويو ويچاريءَ وِسري.

٢

اَديُون! وَرُ[1] اُگهاڙَ، وِهاڻءُ جنهن وِساريو،
جيڏيُون! ڇڏي جاڙَ[2]، سَڀِ ننگيُون ٿي نِڪرو.

٣

سَڀِ ننگيُون ٿي نِڪرو، لالَچِ ڇڏي لوڀَ،
سُپيرِيان سين سوڀَ، ننڍوُن ڪندي نه ٿئي.

٤

سَڀِ ننگيُون ٿي نِڪرو، پَرَهَڻَ[3] ڇڏي پوءِ،
مَهَندِ[4] مِڙَنِ[5] مان هوءِ، ڪَهي[6] جا ڪِينَ ڪڇي.*

٥

ڪَهي جا ڪِينَ ڪڇي، پرينءَ پُهتي سا،
وِهي ويڙهيچي جا، وَصْلُ لَنهن وِڃائيو.

٦

وَصْلُ لَنهن وِڃائيو، سيڻِ سُرمي سيڻَن،
سا اَوٽي[7] ليلان جيئَن، مَٽيو جنهن مِٽُ ڪيو.

٧

هوُنديان[8] هوڙُ ٻَري، اوڏو آهه اَڻ هوُندِ ڪي،
ساڃَنُ تَن سَري[9]، ”لا“[10] سين لَڏيِن جي.§

٨

لائي خَنجرُ ”لا“ جو، هيءَ! خَرَ[11] ڪي هَڻُ،
سَڏُنِ جوُن، سَيّدُ چئي، وَٽوُن سَڀِ وِڪَڻُ،

---

١- ڀلي، مبارڪ ٢- غفلت، سستي ٣- ڀرڻ، پوشاڪون، ويس وڳا ٤- اڳري، گوءِ کٽندڙ ٥- سڀني کان ٦- هلي، ڪاهي ٧- قري، لٽي ٨- هوند کان، هستيءَ کان ٩- پراپت ٿئي، حاصل ٿئي ١٠- نيستي ١١- نفس، جو نافرمان آهي.

*جا پاڻ سان ”ڪين“ ڪڇي (دنيوي پدارٿن کي ترڪ ڪري) ٿي هلي، تنهنجو مرتبو ٻين سڀني کان مٿي آهي.

§محبوب اُنهنکي ٿو ملي، جنکي نيستيءَ جو اسباب ساڻ آهي. (جي پورن سنياسي يا تارڪ آهن.)

پيرُ پروڙي ڪَڻُ[1]، نہ هلڪا ۾ هوري وهين.

٩

هورن هاڙهو[2] لنگهيو، تيءُ جريدي، جوءِ!
هونِد جنين سين هوءِ، هوتُ نہ هوندو تن سين.

١٠

هورن هاڙهو لنگهيو، مُٺي! موسٽ[3] چڏ،
"لا" سين آئي لڏ، "ڪين" رساٽي ڪيچ کي.*

١١

هورن هاڙهو لنگهيو، ڳوريون پاسي ڳوٺ،
ڪيچ لنين کي ڪوٺ، "ڪين" جنين جي ڪچ ۾.§

١٢

هورن هاڙهو لنگهيو، ڳوريون ٿيون ڳمن[4]،
هاڃي لنهن هڄن، ڌاران سڪ، سيد چئي.

١٣

نڪا هِت، نہ هُت، ڪا ڳوريءَ سندي ڳالِ،
ڪين پهتي مال[5]، حال پهتي[6] هوت کي.

وائي

هَلُ هوتن ڪا رڻ حال، شال سگهر ٿيندين ساٿ جي!
پير پنهنجي پرينءَ لَءِ، ڪوڏ[7] رتائين ڪال[8]،
چڙهندي سر چوٽين، لڪن ڪيڙس لال،
جي پاٺين جتن جي، ويجهي ٿيان وصال،
ڳري پب وڙن[9] ۾، وجهج ڪا وڙال،
ڪيچان آيو قافلو، مين مٿي مال،
ايندي‌ءَ ٻوءِ ٻوٽن[10] جي، تون جهلج پب پيال[11]،
جتي جمازن[12] کي، جبل ٿين جنجال،
ڳچي پيادين کي، اُت آرياڻي احوال،
اديون! عبداللطيف چئي، سجڻ ملندم شال!

## سر معذوري - داستان ٻئي جو سار

روحاني پنڌ ۾ ويراڳ ۽ نيستيءَ جي درڪار آهي. جو طالب پاڻ سان ڪي ڪين تو کڻي (پاڻکي ويراڳي تو بنائي)، سوئي پرين پائي تو. هن سفر ۾ سنساري پدارٿ وڏو بار آهن. جيهن انسان کي مايا ۽ ڪايا سان نينهن آهي، تيهن کان پرين پري آهي. نيستيءَ واري کي ويجهو آهي، هستيءَ واري کان ڏور. هوريون (بي بار) ئي هاڙهو لنگهي ٿيون سگهن ۽ ڳوريون (دنيوي بار واريون) ڳوٺ ۾ ئي رهجيو وڃن. ڪيچ ۾ اُنهن کي ڪوٺ ٿي ٿئي، جنکي ڪچ ۾ "ڪين" آهي. هن پنڌ ۾ حال (روحاني ذوق) گهرجي، نہ مال. جن وٽ دنيوي اسباب آهن، تن جي نہ هت سوڀ آهي، نہ هُت.
"نڪا هت نہ هت، ڪا ڳوريءَ سندي ڳال،
ڪين پهتي مال، حال پهتي هوت کي."

١- هلڪي، بي بار ٢- اڪيلي، ڇڙي ٣- هار سينگار، ناز نخرا ٤- ڳهن، ڏيمي ڏيمي هلن ٥- مال ملڪيت سان، دنيوي پدارٿن سان ٦- اڪير يا اُڪنڊ سان، بيخوديءَ جي حالت ۾ ٧- ڪوڏ يا سڪ مان ٨- لال ڪيائين ٩- ڳولا قولا، تلاش، جستجو ١٠- نشان اٿن، کڙن ١١- تَرو (پب جبل جو) ١٢- ٺڪن اٿن، مهري اٿن.
*نيستي اختيار ڪري هل، ڇو تہ نيستي ئي ڪيچ (منزل مقصود تي) پهچائي ٿي.
§ڪيچ ۾ (هوت جي حضور ۾) اُنهن کي سڏ تو ٿئي، جنکي اڻ هوند جو اسباب ساڻ آهي.

# داستان ٽيون

١

هَلَندي هاڙهو مَٿي، كَرَڻُ[1] كوهَ پيامِ،*

اَرڏا آريءَ جامَ ري، گوُندَرَ[2] گُذرِ يامِ،

لَكِيوُن، لَكَ .لَطيفُ چئي، اورانگَهڻُ آيامِ،

پُرَڻُ[3] پُنهونءَ پُٽ مِ، اِيَ سَعادَت[4] سَنديامِ،§

مَتَسِ كَرَ وِڌامِ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٢

هَلَندي هاڙهو مَٿي، ڏكَنِ مُنهنجا ڏوهَ،

هو اوچَڻَ[5] سِرِ اُنَنِ لي، هيءَ پَند پَهاڙي پوءَ‡،

ليڙَنِ ري، لَطيفُ چئي، كيئَن كَرِيندِيَس كوهَ؟

اَكِيان راٺو[6] سُڃي روهَ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٣

هَلَندي هاڙهو مَٿي، سِيي ڏيندِيَسِ ساهُ،

لِگَنِ ٽان، لَطيفُ چئي، پاري نيمِ[7] پاهُ،

كندو ٻاجهَ اَللّٰهُ، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٤

هَلَندي هاڙهو مَٿي، گَسان[8] ٽان مَ گُسان،

لَكَنِ ٽان، لَطيفُ چئي، رِڙهي ماَن رَسان،

پُنهون شالَ پَسان، وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٥

ياٺي حالَ هَلي وِيا، كنهنكي سوُرَ سَلان؟

كَٽيو لَڳَ، لَطيفُ چئي، لَكَنِ مَنجهہ لُڇان،

ياٺڌي كيرُ پُڇان؟ وِهان ٽان نہ وَسِ پيو.

٦

وَڏو كيمَ وَڻاهُ[9]! اوُنچا ڏوُنگَرا! مَ ڏيو،

ٽِمو مَ نيڻاهُ[10]! نہ پيرُ نهارِيان ٻروچ جو.†

٧

وارو! موُن وَڻاهُ! كا سُڌ سوُنهَپَ[11] جي نہ ڏيو؟

اِيَ اِهائي ڳالهڙي، شَجَرَ[12]! سُٽيجاهُ[13]،

---

١- ڏانهن ٢- ڏكيا، اَڙانگا ٣- هاڻ، پند كري ٤- نيكبختي، خوش قسمتي ٥- كهڙو، هتي اُٺ جو غاشو ٦- جبل يا پهاڙ لي ٧- رونق، سگهہ سار ٨- گس يا واٽ ٽان ٩- اي وڻ، اي درخت! ١٠- اي اَكيون! ١١- رهبري ١٢- اي وڻ، اي درخت! ١٣- سٽهج.

*هاڙهي جبل ڏانهن هلندي، مونكي كوهن جو سفر كرڻو پيو آهي.

§پنهونءَ جي پنيان وڃڻ، منهنجي نيكبختي آهي.

‡هو (كيڇي) اُٺن لي پيل غاشن لي براجمان، هيءَ (سسئي) سندن پنيان پند ۾ پاڻ پهاڙ پندي ولي.

†اي منهنجون اَكيون، آب نہ هاريو، جئن ڳوڙهن جي كري، اَكين لي ڏند نہ چڙهيمِ؛ پنهونءَ جي پيرن جا نشان جيءَ ريت ڏسي سگهان.

چوليءَ چاڙهڻ[1]، نہ موڙهيءَ[2] کو مُنهن لئي.

٨

واروا! مون وَڻراهہ! کا سُڌِ سونهَپ جي نہ ڏيو؟
وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ ڪي مَ مُنجهاءِ،
مَنجهان پاڻَ پيادِيُون، هادِي تي هَلاءِ،
پرِيان ڪي پُهچاءِ، نہ لڳِي اوُنو نہ لئين.

٩

واروا! مون وَڻڪارا! کا سُڌِ سونهَپ جي نہ ڏيو؟
آهي اَسُونهيَن جي، مَتِي تو مَيارَ،
وِڙهيا ويراڳڻِ[3] سين، لَڪَنِ[4] جا ليارَ،
ڪَريان تي ڪُوارَ[5]، ڪَنڊنِ ڪانڊيرَنِ جي.

١٠

ڪَنڊا مون پيرَنِ ۾، توڙي لَڪَ لَڳَن،
آڳِ آڱوٺي نہ مڙي، ڇِڏون پير ڇِنَن،
ويندي ڏانهن پرِيَنِ[6]، جتي جاءِ نہ پائيان.

١١*

جِنيون سي پائيندِيون[7]، جنين پير پرِيَن[8]،
لاٿيون سَڀ پرِيَن، سَسُئي سُهِڻَن ڪي.

وائي

جيڏيُون! جا جَڙ[9] لائي، جيءَ جَتَن سين،
سا مون، سَرتيُون! سيباڻيام[10]: لنهن جڙ جالَ ڪيامِ[11]،
مُهرَ جا مَيَن جي، سَنجهي هَٿَ هُيامِ،§
صُبحِ سُتي سُکَ ۾، ويسلي وِيامِ،
هَڪَلَ هوتَ پُنهونءَ جي، سَگَرَ منجهہ سُيامِ،
ڏورِيندي ۾ ڏُونگرِيَن[12]، ٿَهرَ[13] توپَ تيامِ،
ڪوڙين پالَ ڪَرِيمَ جا[14]، گَنجي مَنجهہ گهريامِ،
سُتي سَگرَ پَٽين[15]، سگهڙي سارَ لَڌيامِ،
ڪيهون ڪوهَن پٽين[16]، ڪُوڪُون[17] جَماجانِ[18]،‡
هوتاڻي هَٿَ[19] ڪَٽي، پُنهون پياديانِ،
ڏُکُون، ٻُکُون، ڏاکڙا، ڪارڻِ جن ڪيامِ،
مونِي، ماءُ! پَنيورَ ۾ اَکڻِ سي آيامِ.

١- منجهيل جو ٢- ٻلو، موڪ ٣- ٻيراڳڻ، سنياسڻ، جوڳڻ ٤- ليار جا وڻ ٥- شڪايت، گلا ٦- ذاتس، اَصل، ٻنهہ ٧- پيارا ٨- ريتيون، رسمون (ٻر جو ٻي قاعدي جمع) ٩- ميخ، سيخ ١٠- مونکي سيباڻي يا وِڻي ١١- اينگهہ واري، دراز (وڏي حياتي، جا پاڻ ٻيزار ڪري ڇڏي) ١٢- ٿهر، آرام ١٣- آرام، وسرام ١٤- گنجي ڪر ۾ يا ٻوٽي جبل تي ١٥- پٽن يا ميدانن ۾ ١٦- رڙيون، صدائون ١٧- جبلن ١٨- سندن اُٺن ١٩- پيادين ڏانهن.

*جتي آهي پائيندِيون، جنکي پنهنجا پير پيارا آهن. سسئيءَ پنهنجي پرينءَ ڪارڻ سڀ ريتيون ۽ رسمون لاهي ڇڏيون (ترڪ ڪيون).

§ اُٺن جي جا مهار، سا سنجهي مهل هٿ ۾ هيم.

‡ سندن اُٺن جون رڙيون ۽ رنيون، پهاڙن ۽ پٽن ۾ پيئون پون.

## سر معذُوري - داستان ٽئين جو سار

هاڙهي ڏانهن هلندي، سسئيءَ کي ڪوهن جو پنڌ جهاڳڻو پيو آهي. پنهونءَ جي محبت ۾ لڪ اورانگهڻ، سسئيءَ لاءِ سعادت آهي. ”پرڻ پنهونءَ پٺ ۾ اِيَ سعادت سنديام.“ سندس ارادو اَٽل آهي: ”يا رڙهي پنهونءَ کي رسنديس يا ڪس مٿي مري ساهه ڇڏينديس.“ وڻن کي به رهبريءَ لاءِ التجائون پيشي ڪري: ”وارو! مون وڻڪارا! ڪا سڌ سوُنهپ جي نه ڏيو؟“

”آهي اَسوُنهين جي، مٿي لو مهار.“ ”لڪن جا ليار“ هن جوڳڻ سان وڙهيا آهن ۽ ڇمرن جي ڇمن سندس پير ڇمي ڇڏيا آهن. اِنهيءَ هوندي به هوءَ پرينءَ ڏانهن ويندي جتي نه ٽي پائي، ڇو ته:
”جتيوُن سي پائيندئون، جنين پير پرين،
لائيوُن سپ پرين، سسئي سپيرين کي.“
سچن عاشقن لاءِ هرڪو عذاب راحت آهي.

•

## داستان چوٿون

١

مَري، جِيءَ[1] نه ماڻهين، جانِبَ جو جَمالُ،
تنهين هوُندَ حَلالُ، جي[2] پَنَد[3] اِهانِي پارِئين.*

٢

مَرُ نه موچاري تنهين، اَجَلان[4] اَڳي اَڄُ،
جان ڪي هُئين جِئري، نه مُنڌَا! پَنهوران ڀڄُ،
پُنهونءَ ساڻُ پَهَچُ، نه مَلَڪَ[5] اَلمَوتُ[6] ماڻهين.

٣

مَرُ نه موچاري تنهين، جِنُّ[7] آڏ و جَتَ،
هاري! ڪرِ همَتَ، نه ڏيئي دَمُ دوسُ لَهِين.

٤

مَرُ نه موچاري تنهين، وِيهي وِڄهه مَر وِيُ،
دِلِ ۾ آڻِ مَ دَورُ[8] توُن، ترڪَ سَندو تِيرُ،
توڙي لَهِين نه پيرُ، توءِ راحَتَ[9] آهِ رُڙهَڻَ ۾.

٥

مَرُ نه موچاري تنهين، ويهي جِيءَ مَ جوءِ!
مُنڌَ! مَرڪان پوءِ، پَهچندين پُنهونءَ ڪي.

§٦

اَجَلان اَڳي، سَسُئي! مُنڌَا! جِئرِيائي مَرُ،
ٽوليان[10] لَڌهن مَر ڪَرُ، جِنهن رُوحُ وِڃايو راهَ ۾.

---

١- سوُنهن، سندرتا، حسن ٢- قبول ٣- صلاح، نصيحت ۴- اَجل يا موت کان ٥- پرچ، سرچ، ساز ۾ هل ٦- موت جو فرشتو ٧- رنڊڪ، حجاب، اَڏ ٨- خيال، ويچار، وهم ٩- نه به، لڌهن هوندي به ١٠- ٽوليءَ کان (عارفن يا گياني پرشن جي سنگ کان).
*جي اها صلاح مڃين نه جيڪر (پرينءَ جي حضور ۾) قبول پوين.
§اي سسئي! اي ناري! لون مرڻ کان اَڳي، جيئري ئي پاڻکي فنا ڪر. اُنهيءَ ٽوليءَ يا جماعت کان ڪنارو نه ڪر، جنهن حقيقي وات ۾ پاڻکي فنا ڪري ڇڏيو آهي. (سچن عاشقن ڏانهن اشارو.)

۷

مَرَڻان اَڳي جي مُئا، سي مَري ٿِيَنِ نہ ماسُ،
هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳي جي جِئا.*

۸

جِئَڻان اَڳي جي جِئا، جُڳَ جُڳَ سي جِئَنِ،
اوءِ موٽِي ڪِينَ مَرَنِ، مَرَڻان اَڳي جي مُئا.

۹

اونچو اُناهون گهڻو، جِئَڻَ کي جَبَلُ،§
مَرَڻَ! مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَندُ ڪَريان.

۱۰

تو سَگُ، ساهَ! گهڻن سين، جِئَڻَ! گوشي جاءِ،[1]‡
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُنِيءَ تو پَندُ ڪَريان.

۱۱

لو سامائي، سَسُّي! مَرَڻَ ڪهڙو مُردارُ،[2]
ڪُهِرِ[3] سين ڪوهيارُ، لُوَنِي! تو لَڄايو.

۱۲

پَرِ ۾ پَهچِي[4] پِرِينءَ کي، مَري نہ جاتوءِ،
"مُوتُوا"[5]، مُندَا![6] نہ سوءِ، ڪَندُ ڪُجاڙيان ڪائٿين؟†

وائي

توڏَنِ[7] تان نہ تَنوارِيو، مُنهنجو لالَنُ وارِيو،
اَللهَ ڪارَڻِ، ميان! اونِيا!
شَرَفُ[8] لَهي سَسُّي، ڪُنَلِ کي ڪَمُ ڪارِيو،
ميندِيءَ[9] مورَ مَليرَ جا، چانگَنِ کي سَبِ چارِيو.

## سر معذوري ـ داستان چوٿين جو سار

اَجل يا موت کان اَڳي مرڻ سان ئي عاشق ڌڻيءَ جي درگاه ۾ قبول ٿو پوي ۽ سندس لاثاني حسن جو مشاهدو ٿو ماڻي. طالب کي پنهنجي مرشد سان سچو رهڻ گهرجي. عارفن جي صحبت کان هرگز ڪنارو ڪرڻ نہ گهرجيس. جيڻ سان محبت رکندڙ لاءِ هيءَ راه بلڪل اڻانگي آهي. موت هڪ اعليٰ وٿ آهي، جنهنجي ملهه جي، جيڻ وارن کي پروڙ ناهي. زندگيءَ ۾ سوين ناتا آهن، جي عاشق کي منزل تي پهچڻ ۾ کان روڪين ٿا. جي مرڻ کان اَڳي ٿا مرن، سي ڪڏهن بہ مري مات نہ ٿا ٿين. اُنهن کي اَبدي حياتي ٿي ملي ۽ هو ٻنهي جهانن ۾ سرخروئي حاصل ٿا ڪن. اَجل کان اَڳي مرندڙن جو درجو وڏو آهي.
"مرڻان اَڳي جي مئا، سي مري ٿين نہ ماس،
هوندا سي حيات، جيئڻان اَڳي جي جيئا."

---

۱- ڪنڌ پاسي وڃ، پري ٿي وڃ ۲- نڪمو، بيڪار ۳- نيچ يا بري روش ۴- پُڄهو، اَندر ۾ ۵- مرو (مرڻ کان اَڳي مرو) ۶- بڌءِ ۷- ورايو، موٽايو ۸- ڪارج سڌ ڪريو ۹- گونچ، مڪڙيُون.
*اهي اَمر رهندا، جن اَبدي حياتيءَ کان اَڳ، (جيئڻان اَڳي) هتي ئي اِها زندگي همت ڪئي آهي.
§جيئڻ جي سڌ رکندڙ لاءِ ئي پهاڙ اوچو ۽ اُناهون آهي.
‡اي ساه! تنهنجو لاڳاپو گهڻن سان آهي. اي جيڻ! تُون مُون کان هٽي، وڃي ڪا ڪنڌ وٺ.
†اي منڌ! "مرڻ کان اَڳي مرڻ" نہ ٻڌو اٿيئي؟ ڪنڌ ڇا جي لاءِ ٿي ڪاڙهين؟

## داستان پنجون

١

هَٿين، پيرين، مُونَڙ ئين[1]، هَلِيج ساڻُ هنئين[2]،
عِشقُ آريءَ جامَ جو، نِباهي نِئين،
جان جان تِي جِئين، تان پاڙِج[3] کومَ پُنهونءَ سين.*

٢

هَٿين، پيرين، مُونَڙ ئين، کَهِج[4] پَر کَپارَ[5]،
مَتان، چوري! چِڏئين، پرِيَتِڙي[6] پيارَ[7]،
ٽوکي سَنَدَ[8]، سَسُئي! سَندي لَنوُ[9] لَغارَ[10]،
جي هُونئي[11] هوتَ هَزارَ[12]، تہ بہ پاڙِج کومَ پُنهونءَ سين.

٣

هَٿين، پيرين، مُونَڙ ئين، کَهِج پَر[13] قُدامَ[14]،
وِچ وَسيلو ناهِ کو، اوري آريءَ جامَ،
هنئين[15] لائي هامَ[16]، پاڙِج کومَ پُنهونءَ سين.

٤

هَٿين، پيرين، مُونَڙ ئين، پُري[17] کَج پَرکَ[18]،
قَدَمُ کيج ڏَٽِين ڏي، پاءِ وَڏَ ندي وِکَ،
جي هُونئي هوتَن لَکَ، تہ پاڙِج کومَ پُنهونءَ سين.

٥

هَٿين، پيرين، مُونَڙ ئين، سِرِج[19] ساهَ پَساهَ،
هوتُ گُڏَبُءَ حُبَ[20] ۾، رَهبَرُ مَٿي راهَ،
جان جان ساڻُءِ ساهَ، تان پاڙِج کومَ پُنهونءَ سين.

٦

ٿَديءَ ٿَکي نہ وِهي، لَٿيءَ کَري تاڻَ[21]،
وَڏائين وَٽِڪار ۾، سَسُئيءَ پاڻُ سُکاڻَ[22]،
پُڇي پَہَ[23] پَکين کي، پيئي مُنَدَ پَرياڻَ[24]§
ڏَنَس ڏيہَ وَڻَن جا، ان اَللهَ لَڳ اهڃاڻَ،
ماَن پَرچي پاڻَ، اَچي آرياڻي وَري.

٧

توڻي وِلاڙوُن[25] کَرين، توڻي هَلين وِکَ،
لِکَئي مَنجهان لِکَ[26]، ذَرو[27] ضايع نہ ٿئي.‡

---

١- مونن يا گوڏن سان ٢- دل، هردي ٣- مت يا ٿاني پائيج ٤- هلج، کاهج ٥- کاپار، مٿو ٦- محبت، نينهن، ٧- ڇڏر ٨- ليک، آذار ٩- محبت، پرام ١٠- ڇيهٽ، کٽو ١١- ٽوکي هجن ١٢- محبوب، معشوق ١٣- آذار، وسيلي ١٤- پيشاني، نراڙ، مستڪ ١٥- دل سان، چت سان ١٦- قبولداري (هام لائي =خوشيءَ سان قبولي) ١٧- اَگتي هلي ١٨- نظر، درشٽي ١٩- رڙهج، هلج ٢٠- نديءَ جو نالو ٢١- تکو پند ٢٢- سکائڻ ٢٣- رستي لي، واٽ لي ٢٤- نشان ٢٥- وڏيون ٻرانگهون، سٽون ٢٦- قسمت، ورڌاتا ٢٧- ليک، لکيت، نوشتي.

*جيسين جٽري آهين، ليسين پنهونءَ جو ٿاني يا مت ڪنهن کي بہ نہ سمجهج.

§هيءَ عورت (سسئي) واٽ لي پکين کان (پنهونءَ جا) ڏس پتا پيئي پڇي.

‡ورڌاتا جي اَنگ مان ڪو بہ نہ ٿو ميسارجي.

٨

لِکيو[1] جو نِراڙِ، سو اَنگُ کياڙيءَ نه ٽَئي،

ڀاڙِيو وينِي ڀاڙِ، جيکي لاَنَ[2] لِکيو لوحَ ۾.

*٩

جِتي جيتِرِيُون، لِکِيُون لوحَ قَلَمَ ۾،

لِتي ليتِرِيُون، گهَڙِيُون گهارَڻَ آئِيُون.

١٠

کَيائِين کيچِين[3] لَءِ، جُسو جَلاوَتَ،

چَڏي[4] پِينِي چَپَرِين، هارِي سَبِ حُجَتَ،

هُئِي نِماڻِي نِسَتَ[5]، پَنڌُ وِڌائِين پاڻَ لي.

§١١

ڏُکيءَ ڏورَڻُ پاڻَ لي، ويچاريءَ وِڌو،

ڏيلِ[6] جنهنجو ڏُکَ سين، سيوئِي سِڌو،

هُنَڙَسِ اَگُ[7]، لِڌو، پوءِ تي کَري پَنڌِڙا.

١٢

پَنڌُ نه پَنڌَنِ جيترو، کيڏِن سُجَندي کيهَ[8]؟

جيکَرَ کَرِيان رِيهَ[9]، پر چوندا مُنڌَ چري ٿي.

١٣

چَوَنِمِ مَرُ چَري ٿِي، پر جي سَڌُ سُڃِين،

مَرُ مُونهين کي ڏينِ، ماڙهوُ اَچِيو مِهڻا.

١٤

ماڙهوُ ڏيئِي مِهڻا، مُون کي کَندا کوهُ؟

جنهن چوڙيءَ ۾ چوهُ[10]، سا پِڙُون[11] ٿِيندي پيرَ تي.‡

وائي

ويهُ مَ واتَ وِرچِي، هو! اَلا! مِيان!

جِتَن کَهَندِينءَ، لِتَن لَهَندِينءَ.

کنِين اَچي کا کَهي[12]، کنِين اَچي کا چَٽِي،

اَمُلُ[13] پانيان اَنَ کي، ساڄَنَ مُون کي جا چَٽِي،

پيرَ پَنان[14] ٿي کوَنڙا، رانِي کَيس رَچِي،

مُنهن کر مَعذُورِن ڏي، پُنهون جامَ! پَرچِي،

مُون کي تنهين مارِيو، جَتَنِ جا چَٽِي،

وِنڌُرَ واڙِيُنِ لي، کاندي ٿِيندَمِ کيچِي.

---

١- لکيو، قسمت ٢- پٽي، لختي ٣- جليل، سڙيل ٤- بيراه، وچايل، نادان ٥- نبل، هيڻي ٦- سجهيل، کباب ٿيل ٧- نصيب، قسمت ٨- داڻهن، پڪار ٩- کوڪ، رڙ ١٠- جوش (عشق جو)، جولان ١١- ذرا ذرا، پرزا ١٢- چٽي ١٣- اَملهه، بي بها ١٤- لال، ڳاڙهي، رچيل.

*تقدير جي قلم، اِنسان لاءِ جتني جيترِيون ۽ گهڙِيون لکي ڇڏيون آهن، لتي ليترِيون ئي گهڙِيون کيس ڪاٽڻيون آهن.

§هن ويچاري ڏکيءَ، ڏورڻ يا تلاش ڪرڻ جو ڪٺن ڪم، پاڻَتي هموار ڪيو؛ سندس سارو سريو، ڪشٽن ۾ ڪباب ٿي ويو؛ سندس نصيب ۾ اَڳيئي اِئين لکيل هو؛ پوءِ ئي کيس اِهي پنڌ جهاڳڻا پيا.

‡جنهن چوڙيءَ کي عشق جو جولان لڳل آهي، سا (پنهونءَ جي) پيرن جي نشان تي پرزا ٿيندي.

# سر معذُوري - داستان پنجين جو سار

عاشق کي پنهنجو محبوب حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ حيلا هلائڻا آهن. ڪيس هٿن، پيرن، مونن، ڪاپار، نراڙ ۽ هٿئين سان هن راه ۾ هلڻو آهي. ڪڏهن پلجي ۽ پنڌ ۾ ڪا ويرم نہ وجهڻي اٿس. اهڙيءَ طرح ئي هو ڪامل رهبر کي پاڻ ڏانهن ڇڪي سگهندو. سسئي ۽ پنهونءَ جي عشق ۾ لئيءَ ٿڌيءَ رڻ پٽي لتاڙيو. پر اهو سڀ قسمت يا ورڌاتا جو ڪيل آهي. جنهن جي نصيب ۾ حقيقي جستجو لکيل آهي، سوئي هن مشڪل راه ۾ قدم رکي ٿو؛ ٻئي ڪنهن جي هٿ جاه ناهي. جنهنکي عشق جو جولان آهي، سو ڪهڙا ۽ اڙانگا پنڌ طيءِ ڪيو وڃي. سچو عاشق اهو آهي، جو سوين ڏاکڙا سهندي ۽، پنهنجي پرينءَ سان ڪنهن ۽ ٻئي کي نہ ٿو ڀاڙي. ”جي هوندي هوت هزار، تہ ٻہ پاڙج ڪوم پنهونءَ سين.“

•

## داستان چهون

١

جَهلِي تان نہ رَهان، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي،
اَبِر[1] عاجز آهيان، لالَنَّ[2] جان نہ لَهان،
فَردا[3] مؤن قِبي ڪئي، وَعدي ڏي نہ وَهان،
صُباحَ سِيڻَن نہ سَهان، خواهِ ميڙِين[4]، خواهِ مارِئين[5].

٢

فَردا مُندَ قِبي ڪئي، نَقدُ[6] ڪنيو نارِ[7]،
هِيَ جا واڳَ، وِلَهِيءَ[8] جي، ويرَمَ[9] ڏي مَروارِ[10]،
جانڪِي[11] مُنيءَ مار، جانڪي ميڙِ مُنيءَ ڪي.

٣

مُنِي تي مُدَعا[12] گُهري، موڙ تيو موجودُ[13]،
اَڄين نہ اَڄ ڪَريان، صُباحَ جو سُجوُدُ[14]،*
جانڪي ني وُجوُدُ[15]، جانڪي ميڙِ[16] مُنيءَ ڪي.

٤

جانڪي ميڙِ مُنيءَ ڪي، جانڪي مُنيءَ مارِ،
ڏُکيءَ ڪي ڏيکارِ، هيڪَرَ هوتُ اَکين سين.

٥

ڏُکي تي ڏَدُورَ[17]، لَهسي[18] لَڙ پُنهونءَ جي،
ڏيئي آڳ[19]، اَلورَ، سَبَ نہ سازي سَسُئي.§

٦

ڏُکي! ڏُکَ[20] وِسارِ، سيجَ قِبي ڪَرِ سَسُئي،
پَنين پيرُ[21] نِهارِ، نہ آرِياڻي اُنان لَهين.

---

١- بيحد ٢- محبوب، پرين ٣- سياڻو، آخرت ۴- ٿائين ٥- ملائين، گڏجائين ٦- روڪڙ يعني حاضر وقت ٧- ناريءَ، استريءَ ٨- مسڪين، بي زور ٩- دير ١٠- وراء ١١- يا تہ ١٢- آس، مراد ١٣- حاضر ١۴- سجدو، نمسڪار ١٥- وڻ وچ ١٦- جان، هستي ١٧- ڏڌل، ڏکن پروڙيل ١٨- جلي، سڙي ١٩- لاثانيءَ، اُمت ٢٠- هار سينگار، خود نمائي ٢١- پٽن ئي.

*جي اَڄ اَڄي مونکي پنهنجو ديدار يا درشن ڏين، تہ اَڄ ئي توکي آخرت جو ۽ سجدو ڪري ڇڏيان.

§لاثاني محبوب آڳ ڏيئي، سسئيءَ کي سارو بسر ڪري نہ ڇڏيو (هوءَ اَڌ جلي آهي.)

٧

ڏُکي! ڏُکُ مَٽي ڪَري، وَنءُ ڄَمَرِ پيهي،
ڳَڏِبُي ڏيهي، سوُڏِيوُن ڏِيندَء خَبَروُن.

٨

ڏُکيءِ ڏيهاڙي، مُنيءِ مَٽي هَنَڙا،
لنهن پِرِ[١] نہ ڪاٽي[٢]، جنهن پَرِ جِٽي[٣]، جيڏِيون!*

٩

ڏِسَڻُ ڏِکان اَڳِرو، سَسُئي! آڻِ مَ شَڪُ،§
تِيُ بانهي، پِرِ اوٺيوُن[٤]، لُڏُ مَ پَسي لَڪُ،
وَرُ پُنهونءَ سين پَاڪُ، ڪوء بارهَن ماهَ پِيَنِ سين!‡

١٠

هَردَمُ هوتَ پُنهونءَ جو، ڏِسَڻُ پانئِجِ ڏُکَ،
وَرُ پُنهونءَ ساڻ پَاڪَ! بِنِ بارهَن وَرِهَ پِيَنِ سين!

١١

تورَ[٥] ويڙهي ٽِيَّ، وِچڻ ويڙم نہ سَهي،
ڏيئي مَرجِ ڏُونگرين، جَتَنِ ڪارڻِ جيُّ،
هَڏِ نہ هوندو هِيَّ، ساهُ پِريان ٽان صَدقو!

١٢

ڏُکيءِ سَندِيوُن ڏُونگرين، آڏيءِ آهوُن پوَنِ،
ڏاري جو ڏُونگرَ کي، سو ڪي ڇيو ڇوَنِ،
آريءِ جي اَفسوسَ ۾، ماڙهوُ، مِروُن رُئَنِ،
اِن پِرِ سيئي هُونِ، هِنڌڙا جن هَڃي وِيا.†

١٣

ڏُکيءِ سَندِيوُن ڏُونگرين، پَسوا! پِٺوُن پوَنِ،
مُٺي پُڃاٽا مُندَ کي، روجهہ[٦] رُڃنِ ۾ رُئَنِ،
پوُٽا[٧] اِيهَيِن چوَنِ، تہ ”مُٺيءِ اَسانکي مارِيو!“

١٤

ڏُکيءِ سَندِيوُن ڏُونگرين، اوچِنگارُون اَچن،
هَٽي سانگ[٨] سَسُئيءِ[٩] کي، کِلو ڪَيو ڪيچِين،
جي هَٿان هوتَ مَرنِ، هوتُ تنين جي هَنجَ ۾.×

١٥

ڏُکيءِ سَندِيوُن ڏُونگرين، وَڻَ ٽِڻَ وايوُن ڪَنِ،
وَتان ويهي جَنِ، وَيڙيءِ سي وايوڙِيا[١٠].+

١- ريت، نموني ٢- جلي، سڙي، ڪامي ٣- اَبدي حياتي حاصل ڪري ٤- ساندارِيون، پکالون ٥- لڪڙي، چست ٦- سفيد پيرن وارا هرڻ ٧- گهمندا ڦرندا ٨- نيزو، ڪٽاري ٩- جهيڙو، لڙائي ١٠- ويڙيا، زخمي ڪيا.
*اهڙي نموني نہ جلي، جنهن نموني اَبدي حياتي نصيب ٿئيس يا وري سندس جٺ ٿئي.
§اي سسئي! تون اِنهيءَ ڳالهہ ۾ گمان نہ آڻ تہ محبوب جو مشاهدو، هار سينگار کان مٿي آهي.
‡پنهونءَ سان هڪ دم بہ مبارڪ آهي، پر بين سان بارهن مهنا بہ بِن پون.
†اهڙي حالت ۾ اهي ٿي تا ٿين، جن جون دليون عشق ۾ فنا ٿي ويئون آهن.
×جي محبوب جي هٿان تا ڪسجن، تنهي ٿي آغوش ۾ محبوب اچي ٿو پوي.
+جن (وطن) وٽ ٿا هينان هوء ويني، تن کي هن ويڙيل (درد سان) ويڙهي ڇڏيو.

١٦

وَڻيءَ سي وايوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جن،*

موتُ قبوليو تن، ڏِنو جن ڏُکيءَ کي.

١٧

کنهن[١] جدهن[٢] ڏُکان ڏي، پارايا کي پانڌِئين[٣]،

سوُرَ پرِيائِين سي، ڳالهہ کيائِين جن سين.

١٨

کو جو وَڻيءَ وَڻُ، جنهن وِڻا[٥] وَڻِيائِين وَڻَ سين،

ڏُکُ ڏُکيءَ کي ڏُڻُ[٦]، جن ڏِنِي سي ڏُکيا ٿِيا.

١٩

وَڻ ڏَلِ[٧] تي وايوُن کَري، کُنَلِ[٨] کوُکاري،§

هُن[٩] پَنَ پنهنجا سارِيا[١٠]، هِيَ هنجوُن هَڏَنِ لَءِ[١١] هاري.

٢٠

ڏُکيءَ توءِ ڏُکارُ[١٢]، توڻي وَسَنِ مينهَڙا،

صاحِبَ هَٿِ سُکارُ، هِنَ وَسِ آهِينِ هَٿَڙا.

٢١

ڏُکيءَ توءِ ڏُکارُ، سيڻَن ڏيهُ سُکارِيو،

باروچاڻو بارُ، سَيوئي[١٣] سُواءِ سين.

وائي

اَچِي، لالَنَ! لَٿ، ميان! مُٺيءَ جو لوڙهُ[١٤] لَکَنِ ۾.

هو کانُ[١٥] کَٿوُريءَ هيرَئوُن، موُن ۾ صابُڻَ ڇِٽَ،

آرِياڻِي[١٦]! اَچِي کَري، کا گهَڙِي موُن وَٽِ جَٽِ،

کَٿوُري کَشبوُءِ[١٧] سين، هارِيائوُن هَٿَ هَٿِ،

دَردُ مُنهنجي دِلِ جو، توُن، کامِلَ! اَچِي کَٽِ،

اَدِيوُن! عَبدُاللّطِيفُ چئي، سِرَ تائِين آهي سَٽِ[١٨].

## سر معذُوري - داستان ڇهين جو سار

سسئيءَ جو سيان تي پروسو ناهي. هوءَ پرينءَ جي پسڻ ڏاران دائم بي قرار آهي. ڪيس پنهونءَ جو ديدار اچ ٿي گهرجي؛ يا ڪيس ڪال کپي يا وصال. ويچاري عشق جي آتش ۾ جليل آهي ۽ فراق جي ڪنل. پنهونءَ جي افسوس ۾ جو هن رنو ۽ رڙيو آهي، تنهنڪان وڻ ٽڻ ۽ پهڻ ويڇي پيا آهن ۽ هرڻ پڻ روڄ ۾ آهن. جنهن مرلي، پنهنجي اصلوڪي مڪان لاءِ ورلاپ ڪندي آهي، تنهن سسئي به پنهونءَ جي وڇوڙي ۾ ايئي آهون ۽ صدائون ڪري.

"وڻ ڏل تي وايون ڪري، ڪنل ڪوڪاري."

سندس وس آهي رڳو هٿ کڻي دعائون پنڻ، باقي وصال ڏٺيءَ وس آهي. محبوب جو مشاهدو محبوب هٿان مري حاصل ڪرڻو آهي.

"جي هٿان هوت مرن، هوت لنبين جي هنج ۾."

١- ڪنهن اهڙي ٢- ڏک کان ٣- نياپا، سنيها ٤- پانڌين يا قاصدن ٥- وڻيا ٦- آئنت ٧- وڻ مان ويڙهل ٽڙ ٨- فراق جي ڪنل سسئي ٩- سبز آستان (پنهنجا اصلوڪا ماڳ،) ١٠- ياد ڪيا ١١- عزيزن، محبوبن ١٢- تنهن هوندي به ١٣- سڀائي واءِ، سڪار، سک ١٤- قبر ١٥- ڪان (پنهون) ١٦- ويڙهه، گهار ١٧- خوشبوءِ ١٨- سوُدو.

*هن عشق جي قتيل، انهنکي ويڙهي وڌو، جنهن رت ٿي ناهي. (يعني ايجان شين کي.)

§وڻ مان ويڙهل ٽڙ ورلاپ پيو ڪري ۽ فراق جي ڪنل سسئي ڪوُڪوُن پيئي ڪري.

## داستان ستون

١

آئون نه گڏي پرينءَ کي، تورا ڏينهن ٿيا،
رالين روز ويا، عبث[1] آريءَ جام ري!*

٢

آئون نه گڏي پرينءَ کي، سهسين سج ويا،
هلڻ وير هتان،[2] ديکي شال دم[3] ڏيان!§

٣

آئون نه گڏي پرينءَ کي، لون لو لهين سج!
آئون جي ڏيئين سنيها، نيئي پريان کي ڏج،
وجي کيچ ڇڄ، ته "ويچاري وات مئي!"

٤

آئون نه گڏي پرينءَ کي، پويون ٿيو پساهُ،
سڪان ٿي سڪرات[4] ۾، رويو پڇان راهُ،
شال م وڃم ساهُ، ڏاران پسڻ پرينءَ جي.

٥

آئون نه گڏي پرينءَ کي، عمر لان ويئي،
ولهيءَ ڏينهن وڃائيا، سرڪيون! سيئي،
پيريءَ ۾ پيئي، اکيون آريءَ ڏي ڪٽي!

٦

آئون نه گڏي پرينءَ کي، جوڻ[5] ويو جاڙ،
آڏا آريچن کي، چاڙهيڪا[6] ۽ چاڙ،
مون مٺيءَ[8] ڪان نه لڌي، وڏپڻ[7] منجهه ولاڙ،
عمر سڀ آواڙ،[9] ويم! تي واڪا ڪريان!‡

٧

آئون نه گڏي پرينءَ کي، هيءَ پڻ ڏينهن ويو،
نهوڙي نائڻ[10] سين، مون کي نينهن نيو،†
مٺيءَ موت ٿيو، "پيءَ، پيءَ"[11] ڪندي پند ۾!

٨

آئون نه گڏي پرانءَ کي، آيو عزرائيل،[12]
جوراڻي[13] سين، جيڏيون! نکو قال نه قيل،[14]×

١- اَجايا، بيسود ٢- هتان ٣- ڏسي، پسي ٤- موت جي وقت ٥- اجايو، غفلت ۾ ٦- چاڙهيون، اُلاهيون ٧- وڏي اوستا يا عمر ٨- لڪو پند ٩- آوارهه، اَجائي ١٠- نوڪن، نيزن، چهنبن ١١- پرين پرين ١٢- ملڪ الموت، موت جو فرشتو ١٣- زوراور، ڏاڍائي ڪندڙ (موت) ١٤- ڳالهه ٻولهه، چون چرا.

*پنهون سردار کان سواءِ، راليون ۽ ڏينهن اَجايا برباد ٿي ويا.
§شل هتان (دنيا مان) لڏڻ وقت، پنهونءَ جو ديدار ڪري، پران ڏيان.
‡منهنجي ساري عمر اَجائي وئي، هاڻ وتان ٿي دانهون ڪندي.
†مونکي محبت، نيزن جي نوڪن تي چاڙهي، فنا ڪيو.
×زوراور (موت) اڳيان، اي سرتيون! ڪا به چون و چرا نه ٿي هلي.

آيو موت دليل[1]، مارِيندو مُرادَ ڪان!

۹

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، مٿان آيو موت،
واجھائيندي وَرهَ ٿيا، هَڏ نہ گڏيم هوت،
جيڪس ٿينديَس فوت، ڦٽا هِنَ فراق ۾!

۱۰

آئون نہ گڏي پرينءَ کي، ڪاري ٿي قيام[2]،
هَٿن هاجَ ڦٽي ڪٿي، نيڻن ننڊ حرام،
ڪنيس ڪنهن ڪمام[3]، هوت هلندي جو ڪيو.

۱۱

ولاڙيو وٽين چڙهي، ڳجهن ٿيندي ڳاهُ[4]،
سسئيءَ سوريءَ چاڙهيو، پريان لاءِ پساهُ،
هو مروُن، هِيُ ماهُ[5]؛ ڪين ڪميٽيءَ رکيو.

۱۲

ولاڙيو وٽين چڙهي، رتي[6] ٻسيو روءِ،
وڇان[7] جو وڃ[8] ٻوءِ، سو ڪنهن ٻر ڪهي لاهيان!*

۱۳

ولاڙيو وٽين چڙهي، اوُنهن متي اَڄُ،
لالن ڪارڻ لڄ[9]، ٻاسيائين ٻردار[10] جو.§

۱۴

ولاڙيو وٽين چڙهي، ڏيو[11] ٻولي[12] لانگ،
ٽاريءَ ٽاريءَ چانگ[13]، سسئيءَ مور اڏڻ جن.‡

۱۵

ولاڙيو وٽين چڙهي، ٻسو سگهہ سنديِ پاس،
آديءَ وچيو آڪڙي، نڪو پيُ[14] نہ ماس[15]،
سوئي سو سيٽاس[16]، ٻري پڙاڏا ڪري.†

۱۶

ولاڙيو وٽين چڙهي، ڏايو ڏوري ڏوُر،
سُهيريان جي سوُر، ٻري پڙاڏا ڪري.

۱۷

ٻري پڙاڏا ڪري، اوري نہ آهي،
ڪمتر[17] ڪا ڪاهي، ٻهڃي هنَ ٻنيءَ[18] کي.×

۱۸

رُڃڻ[19] ۾ رڙ تي، ڪر ڪوول جي ڪوڪ،

---

۱- رهبر، وڻي ويندڙ ۲- قيامت ۳- ڪار، ويڍن، آنڌير ۴- ڪاڏو، ڪاڄ ۵- ماس ۶- لت، آنڌڪار ۷- ويڇو، جدائي ۸- ٻوي ۹- لڄ ٻاسڻ=ڪاڻ يا منتاجي ڪرڻ ۱۰- ميوه دار يعني وڻ ۱۱- ريشمي پيشگير ۱۲- ٽنگ ۱۳- ٽپا، اُچانگ ۱۴- ڳولي، سفر ڪري ۱۵- ماٽس ۱۶- ساٽس، سندس ساٿي ۱۷- وراڻ، مشڪل ۱۸- ميدان ۱۹- ڪوئل ٻکي.

*وڇان جو ويڇو ٻيو، سو ڪهڙيءَ ريت هلي دور ڪريان.

§محبوب ڪاڻ، وڻ جي ٻ ڪاڻ يا منتاجي ڪئيائين.

‡ٽاريءَ ٽاريءَ تي، مور جي ٻچن وانگر، سسئيءَ جا ٽپا يا اُچانگ پيا ٻون.

†اهو آواز سندس همراه آهي، جنهنجا ٻري ڪان پڙاڏا پيا ٻون.

×مشڪل ڪا عورت، پنڌ ڪري، وڃي هن ٻٽ کي پهچي، (جتان سسئي ستون ڏيندي پئي وڃي.)

وَلوَلو[1] ۽ وُوڪَ،[2] اِيَ تان آهَ عِشقَ جي.

١٩

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڇَتوُنءِ جي چانگهارَ،[3]
اِيَ عِشقَ جا اُڀَڪارَ،[4] نَعرو آهي نيڻهَن جو.

٢٠

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، جَهَرِڙي[5] ڪَري جوءِ،
اِيَ نہ عَورَتَ هوءِ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جي.

٢١*

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪَرڪي[6] ڪُونجَ،[7]
نَعرو مَنجِهہ نِڪُونجَ،[8] اِيَ تان آهَ عِشقَ جي.

٢٢

رُڃُنِ ۾ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ سارَنگي سازُ،
اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ماڙهو رَکَنِ مُنڌَ تي.§

وائي

هِيَ گهايَلِ هَڏِ گهوري،
وو! اَلا! ميان! ڪيڇي مُون نہ سَگهيِڻا.[9]
عِشقَ آريءَ جامَ[10] جي، هيءَ جهُونَڙي[11] هَڏِ جهوري،
رَهي جا رُڃُنِ ۾، سا ڇپَرِ ڇَڏيو مَ ڇوري،
اَديُون! آريڃنِ لَءِ، ڏُونگَرِ ٿيندِيسِ ڏوري.[12]

## سر معذُوري - داستان سٺين جو سار

پنهونءَ کي ڏٺي، سسئيءَ کي سهسين ڏينهن گذري ويا آهن. هينئر هوءَ جهُور ٿي وئي آهي ۽ سڪرات کي اچي ويجهي پهتي آهي. سڀ کي پنهل لاءِ سنيها پيئي ڏئي. افسوس جو موت نيٺ اچي کيس پنهنجي جانب کان هميشه لاءِ جدا ڪندو. هوءَ عشق جي جوش وچان، وڻن تان ٻه ولاڙون ڏيندي پيئي وڃي. سواءِ سندس مٺي آواز جي، رڃن ۾ ٻيو ڪوبہ سندس ساٿي ناهي. سندس آواز ڪوئل جي ڪُوڪ ۽ ڇتوُنءِ جي چانگهار جهڙو مٺو آهي؛ هي آواز ناهي پر خود سارنگي ساز آهي. نہ، هي خود عشق جو آواز آهي؛ البت، ماڻهن جي ليکي تہ اهو آواز صرف هڪ منڌ جي ٻاڪار آهي.

”رڃن ۾ رڙ ٿي، ڪر سارنگي ساز،
اِيُ عشق جو آواز، ماڙهو رکن منڌ اِي.“

•

”سر معذُوري“- ’معذُور‘ عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ضعيف يا لاچار يا بيحال. هن سر ۾ سسئيءَ جي هيڻي حال جو بيان آيل آهي، جنهن ڪري ئي مٿس اهو نالو رکيو ويو آهي. هيٺئين بيت مان سسئيءَ جو هيڻو حال ظاهر آهي:

”ڏکي ٿـي ڏڌور، لهسي لنؤ پنهونءَ جي،
ڏيئي آڳـ، اٽور، سپ نہ ساڙي سسئي.“

١- آواز، غلغلو ٢- ڪُوڪ، دانهن ٣- ٻولي، لاٽ ٤- آواز، ٻڪار ٥- اِستري، ناري ٦- چڙ ٧- ٻوليون ٻولي، لاٽيون لنوي ٨- سبز ڪنارن سان چشمو ٩- عزيز، مائٽ ١٠- جهوني، جهور ١١- ڏک ۾ وڌو، جهوري وڌو ١٢- ڏوريندڙ، ڳولائو.

*ويران پٽن ۾ رڙ ٿي، جڻ ڪا ڪُونج ڪنهن چشمي ۾ لاٽيون ٿي لنوي يا آلاپ پيئي ڪري. حقيقت ۾، اِها صدا، عشق جي آهي.

§هيءَ نيڻهن جي لاٽ آهي، پر ماڻهو اُنکي هڪ عورت جو آواز ٿا سمجهن.

# سُر ديسي

## داستان پهريون

١

مُنيَس[1]! جَهل مَهار، ڪُنيَس! ڪاه مَ ڪَرهو،
مؤن نِماڻيءَ جي نِڊهوري[2]، پيرو ڪَنج، پَنارَ!
ساجَنَ! توهان ڌارَ، ڏنم ڏينهن قيام[3] جو.

٢

ڏاگهن[4]، ڏيرن، ڏونگرن، لنهي ڏنم ڏک،
سي سَڀ پانيم سُک[5]، هيڪاند ڪارڻ هوت جي.*

٣

ڏاگهن[6]، ڏيرن، ڏونگرن، ڏکن آئون ڏڏي،
پُيان پير پنهونءَ جو، وِجهان وِکَ وَڌي،
لکئي آئون لَڌي، ناتہ پٽن ڪير پنڌ ڪري؟§

٤

ڏاگها! ڪيم ڏرو[7]، اَچا آرياڻي اَڳي ٿيو،
موڙي مَهَرَ[8] ٿاريؤن، چانگا! تا چرو،
آن تان حرف[9] هرو، موُرائين[10] معاف ٿيو.

٥

اَڳڻ مٿي اوپرا[11]، جڏهن ڏاگها ڏسيءَ ڏينهن،
وَني سَڙَڪ[12]، سُٽي[13]! ويهہ وِهاڻيءَ سيڻن،
چولي سين چانگن کي، جڙ زنجيرن جيئن،‡
تہ هوت لنهنجو هيڻن، هوند پنهون نيا آئون نہ پاڻ سين.‡

٦

اَڳڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏاگها ڏيهن ڏناءَ،

---

١- اُٺ ٢- جهوپڙي ٣- قيامت ٤- اُٺن ٥- وصل، ميڙائي ٦- ماريل، هيٺي ڪيل ٧- رڙو، رنيو ٨- ڪنڌيءَ جو وڻ، جو سگريون ڏيندو آهي ٩- ميار ١٠- بلڪل، بنهہ ١١- ناريا ١٢- پرياسا ١٣- تائين.

*محبوب جي وصل حاصل ڪرڻ لاءِ، اهي سڀ سور، سک ڪري سمجهيم.

§ منهنجي تقدير ۾ اهو اڳ لکيل آهي، نہ تہ برپٽن جا سفر ڪير ڪري؟

‡ چولي سان اُٺن کي زنجيرن جيان جڪڙين ها تہ لنهنجو پنهون رجيڪر هيڻن کٽي نہ وڃن ها.

کُنجڙن جي ڦَلن جون، تان ڪنهن لَکِ لکاءِ،
تہ سُپاٽي سَنديا، ٿئي سارُوٽي، سَٽُئي!

٧

اَکَڙَ مٿي اوپرا، جڏهن ڏِٺءِ اَٺَ،
ڏاڍءِ نہ ڏاڳهن کي، اوڳي! ساڻَ اَڳَٺَ؟
تہ هوندَ نہ تنهنجي هُٺَ، سوڙَ پرايا، سَٽُئي!

٨

اَکَڙَ مٿي اوپرا، جڏهن ڏِٺءِ ٺوڏا،
وَنگيءِ نہ وارَنِ سين، تن گورَن جا گوڏا؟
تہ لَکن جا لوڏا، هوندَ نہ سَٺءِ سَٽُئي!

٩*

ڏاڳهنڙن ڏيرن، جي آندا پَرَدَ پَنيور ۾،
هٿي چيلَ چُرا ڪيا، وَہ ٽِئي وهڙن،
ڪُڙيءِ ڪڙڪو اُن جو، هوندَ سٽي سُٺو سَين،
ڏاندَن ساٺ، سَپَدُ چٺي، پيادين پهچن،
جن جو پيرو نہ لڳو پٺيين، تن آيم ساڻ اُنَن،
ڪُنگَنِ ۽ جنگن، منڊَ اسُونهين ميڙئين!

١٠

اَچي اَٺَ وَرَنِ، موڙن پيري ماٺ ٿئي،
پَلاٽيندي، پاڪ ۾، ڪُڇيو ڪَين ڪُنَنِ،
ڪا جا مامَ مُنَنِ، هن پرڻ هُئي هُن سين.

١١

ڇا جي ڏِنگا ڏيرَ؟ مُنهنجو ڏينهن ڏنگو مَ ٿئي!
اُٺَ ۽ اونيڙَنِ جي، ڇا وَهيٺو ويرَ؟
هِيَ ڪَميٺي ڪيرَ؟ جا اَمَرَ کي آڏي ٿِري.

١٢

ديسي سيڻ ڪَڇَنِ، پَرديسي ڪَهڙا پرين؟
لَڏيو لاڏوڻا ڪيو، پَنهنجي ديس وَڃَنِ،
پُڇاڻا پرين، ڪَڇي ٻَس پنيور ڪانء.

١٣

ڏُريان ٿِي ڏاريان، مَتَ مُٺيءِ جا نہ ٿيا،
مَدي ڏيرَنِ مَنَ ۾، ڪليو ڪينڪاريان،
صُبوح ٿِي ساريان، تہ اَٺَ نہ اوطاقُنِ ۾،

١٤

اَٺَ مَ اوري آڻِ، ڏاڳهن ڏڏي آهيان!

---

١- ڳجهيون، رمز ٢- سار، سنڀار ٣- ٻڌءِ، قابو ڪيءِ ٤- موڳي، نادان ٥- سرڀر ٦- ٻڌءِ ٧- اُٺن ٨- اُٺن ڪان ٩- ڏاند ١٠- چيريل ڪر ١١- ڪڏون، ٻرگهه ١٢- جوش ۾ اَچي ١٣- جوان ڍڳن ١٤- اُٺن ١٥- پهلوانن (پنهونءَ ڏانهن اِشارو) ١٦- ملائين، واصل ڪرين ١٧- منصوبو، ڳجهي صلاح ١٨- همت وس ١٩- وقت، وارو ٢٠- لڏون ٻڌبو ٢١- اَصل ڪان.

*جيڪڏهن منهنجا ڏير، اُٺن ٻدران ڏاند وٺي اَچن ها، تہ اُهي جوش ۾ اَچي، هوند زمين ۾ پنهنجن چيريل ڪرن سان ڪڏون ڪري وجهن ها، ۽ پوءِ اُنهنجي ڪرن جو ڪڙڪو، سيئي سٽي ٿي سگهن ها. ڏاندن سان پياديون جيڪر سولو پهچي سگهن، پر منهنجو ڪم اُٺن سان پيو آهي، جنهجو پيرو پٺ ٿي ٿي نہ ٿو ڪڇي. اي ڏٺي! شل تون هن وات وچاڻ اَپلا ڪي وري اُٺن ۽ پهلوانن سان ملائين!

هَٽِي هَٿَ هَڻِين[1] کي، ٻَري نيٺي ٻِلاڻِ،
هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهون نِيائُون پاڻَ سين.

١٥

جَتا! شالَ جِئو! جِئو! تا جاڙُون[2] کَريو؟
ٻانيڻِ کي ٻَروچ ري، ٻِئي نالهِ ٻِيو،
چِنَڻُ لَان نَ پِيو، هِيُ سَگُ، نَ چِنَڻَ جهَڙو.

١٦

جَتَنِ جا جيلا[3]، ٿِي سات پُڇائي سَسُئِي،
آيَس آريءَ[4] جامَ[5] جا، لِڙِ[6] لوڏا ليلا،
اُنِ کي ناکيليُون[7] نَکَنِ ۾، ڌُهرِيُون، دَليلا[8]،
سِرِ هَٽِيو سيلا، لايو نيڻهَن، نِندُون[9] کَرِين!

١٧

جَتَنُ[10] کَڄِ جَتَنِ جو، آيا کِ ايندا،
وَٺِي پُنهون پاڻَ سين، وَٺَان لو ويندا،
دَمُ نَ دَمِيندا[11]، سِدارِيندا[12] ساٽيڪَ[13] ڏي.

١٨

جَتَ هَڏَهِين هُتِ، مُون هِتِ هِنَڙِي ۾ حَلُ[14] ٿِيا،*

چَنگَلَ[15] جنين چوٿَرا[16]، راحَتَ ٿَن جي رُتِ[17]،
کُنگَنِ جي کُپُتِ، چِيڙِي وِڌِيَسِ چِهَرِين[18].

١٩

جَتَنِ وِڌِيَسِ جارِ، ناتَ[19] هُيَسِ نِماڻي نِڪِٽِي،
تِيَڙا[20] پاڻَ قَرارِ، مُون مَنُ گَڏِي گُونَدَرِين.

٢٠

جي جاٺان جَتَنِ، ٻوءِ[21] پَنانَدرُ[22] هيٺَرو،
آئُون کيئَن مُلان ٿَنِ، سَرَتِيُون! سُوَرَ[23] پَرائِيان؟

٢١

هي جي آيا هيرِ، سي مُون اَڳَ نَ ڏِٺا کَڏهِين[24]،
آئُون تَرسان، هوُ تَکِڙا، پَت نَ لائين پيرَ،
پَنيوليَس[25] ٻَرَنِ ۾، پَسي[26] پيندَڙِنِ[27] پيرَ،
آءٌ آرياٺِي! اسِرِي، ٿِي واهَرَ جي وِيرَ،
هِيَ کَميٺِي کيرَ؟ تون، پارِسَ[28]! رَسِجِ پَٻَ ۾.

٢٢

جَتَنِ ياراتو[29]، کيچِيُن مُون سين کُونَ کَيو،
نالي سُپَس هوتَ جي، مُٺِمِ پاراتوِ[30]§

---

١- مٿن، مصيبت مارين ٢- ڏوراوريون، جتيون ٣- جيلان، جنهن صورت ۾ ٤- لڙ يا گهاٽ لي ٥- اُٺ ٦- لڏهن صورت ۾، تنهنکري ٧- مالهائون، ڳانيون (چانديءَ جون) ٨- زيور، نڪين گهڻدن وانگر ٩- ريشمي دشالا دپٽا ١٠- خبرداري، سنڀال ١١- ترسندا ١٢- اسهندا ١٣- وطن ١٤- جذب ٿيا، سمايا ١٥- اُنن جا چنبن جهڙا پير، والا ١٦- چئن ڦرن يا نوڪن وارا ١٧- چال، لوڏ ١٨- ماٺ ١٩- ساڙي يا پچ ۾ ٢٠- ڏکن ۾ ٢١- ٻوندو ٢٢- نتيجو، پيچرو ٢٣- وٺان ٢٤- هيڏهن ٢٥- پانيس، منجهي پيس ٢٦- ڏڙن، واريءَ جي ڀٽن ٢٧- ورو ڪڙ، پيچ ٢٨- اي پارس، اي کيميا جا پٿر (محبوب پنهون) ٢٩- ياراڻي، دوستي ٣٠- ٻالوڻ.

*جت ماڳهن هت يعني پنهنجي ماڳ وڃي رسيا آهن، پر هت هو منهنجي جان ۾ سمايل آهن.

§اُجا ٻالوڻ ۾ ٿي هيس ته پنهونءَ جي نالي سڏجڻ لڳيس. (سندس ڪنوار سڏجڻ لڳيس.)

ليلائنھين طعنو، ڏيندا مون ڏير ويا.

٢٣

گورا وڃن گام[1]، ڏيرن سندا ڏيهه لي،
لوڏن جون لڙ[2] پيڙ[3] ۾، ڀريون ڀڪن ٽان مرا!*
اونيڙا آرام[4]، لنگهي پٻ ۾ پري ٿيا.

٢٤

ڳه[5] سر ٿئي م ڳس[6]، پٽي[7] ٻوء م ٻرين‌ء لي!§
جڏهن سر ساڄن سهرين، تڏهن اٽ م لڳي اس!
پنهون پاڪ پرس[8]! هوت نه ڪڄن هيڏيون.

٢٥

اس م لڳي[9] اونئين، ليڙان لڪ م لڳ!‡
الله! آريڄن[10] کي، ڪوسو واء م وڳ!
جت جهجها ۾ جڳ، مدهنجي پرت پنهون‌ء سين.

٢٦

لڏيندي لباس[11]، جتن جيڏوني ڪيو،
اڇي آري‌ء جام جو، وڻ وڻ منجهان واس،
مرون کيڄم[12] ماس، هڏ هلندا هوت ڏي.

٢٧

اٺ ويري، اوناڙ ويري، ويري تيڙم ڏير،
چوٿون ويري واء ٿيو، جڏهن لڏيا پنهون‌ء پير،
پنڄون ويري سج ٿيو، جڏهن الهي[13] کي اوير،
ڇهون ويري ڇپر ٿيو، جڏهن سنوان ڪيا نه سير[14]،
ستون ويري چنڊ[15] ٿيو، ڪڙهو نه، وڏي‌ء وير،
واهيري[16] جي وير[17]، چلون[18] ڪريان ڇپرين!†

وائي

ڏاگهن، ڏيرن ساڻ، ڪرهن ڪيچين ساڻ،
منان[19] ڪا ٻي لنؤ لائي!

آئون ستي، هو هليا، ويڙا ڪرهل ڪاهي،
آسرا اڳيان ان جي، "ٻرا! ٻرا!" ڪيو ٻاڏائي،
چتر[20] ڏيئي چت کي، ويڙا هوت ڇپائي،×
جيڪا هين من ۾، ويڙا پنهنجي پڄائي،
اديون! عبداللطيف چئي، ايندم واڳ ورائي.

١- لکي وک سان ٢- لڪڙ ٣- پيرن جون لڙيون ٤- آرام سان، فرحت سان ٥- ڳس يا پيچري لي ٦- دڙ، لت ٧- مٽي، ڌوڙ ٨- پرش، پنار ٩- اُنن ١٠- لڳي ١١- ويس، دولاب ١٢- مدهنجو ڪائين ١٣- لهي، غروب ٿي ١٤- لنگهه، پيچرا ١٥- سويل ١٦ ۽ ١٧- پکين لاءِ آکيرن ۾ آرام ڪرڻ جي مهل ١٨- سٿون، ڪاهون ١٩- محبت، نيڻهن ٢٠- چتراڻي، دلبو.

*شل لڪڙ ڪان انن جي پيرن جون لڙيون نه لڪن!
§شل پيچري تان دڙ نه اٿي ۽ پنهون‌ء کي لت نه لڳي!
‡شل جتن کي اس ۽ انن کي لڪ نه لڳي!
†پکين جي آرامي ٽيڻ وقت، مان ٻهاڙن وڃان ڪاهون ڪندي تي وڃان.
×منهنجي دل کي دلبو ڏيئي، منهنجو محب ڇپائي هليا ويا.

## سر ديسي - داستان پهرئين جو سار

سسئيءَ لاءِ ڏاگهن، ڏيرن ۽ ڏونگرن جا ڏک به سک آهن. هوءَ پنهنجي لکئي موجب، پنهونءَ جا پير کڻندي، برپٽن جا پنڌ ڪندي پيئي وڃي. اُن جي به جتن سان ڪا ڳجهي مصلحت هئي، جو وچڙ مهل رڙهڻ بدران ماٺ اختيار ڪيائون. شاه صاحب، سسئيءَ کي عتاب ڏيندي چوي ٿو: ”تو جڏهين پنهنجي اڱڻ ۾ ڏارين کي ڏٺو، تڏهن ڇو نه تي ڪنهن حرفت سان، ڏاگهن کي ونگي چڙهيءِ؟ پنهنجي وارن سان، سندن ڳوڏا ٻڌي ڇڏين ها ته هي لڪن جا لوڏا تو کي سهڻا نه ٻون ها.“ جيتوڻيڪ قدرت ڪيس مختلف رونن ۾ نهايت ڪرڙا ويري موڪليا آهن، ته به هوءَ تو ماٺ به دل نه ٿي هاري ۽ اِئين پيئي چوي ته:

”مرون ڪينم ماس، هڏ هلندا هوت ڏي.“

ڪيس وڻ وڻ منجهان، آريءَ جو واس پيو اَچي.

•

## داستان ٻيو

اَڄ پڻ وَسائي اونئين[1]، مَٿي مارڳ[2]، ماڪَ،
پُنهون نياتون پاڻ سين، تاڙيون پَچي طاقَ،
هَيهَاتَ هَيهَاتَ لِمَاتُو عَدُونَ[3]، سُڇي تِي اوطاقَ،
ڇُڪيءَ چوري چاڪَ، هاڙهي هوتَ هَلي وِيا.

٢

مڙي مُندَ ڏي آئيون، ساهيڙيون سَهَڄان[5]،
اَلسَّفَرُ قطعَةٌ مِنَ اَلنَّارِ[6]، هاري! موتُ هتان،
سَگَ صِراطَ اَلمُستَقِيمَ[7] جو، اَتيئي تان اَڳيان،
سي ڪيئن پي نيندَ ڪِيان[8]؟ تُنهنجو نينهُن نِفاقَ[9] سين[10].

٣

جَڏان ڪُنْ فَيَڪُونَ[11] چَئي، نيو آرياڻيءَ اَرواحُ،
اَنگُ اَڳهين لِکيو، مُنهنجو ميثاقاءِ[12]،
مَنْ طَلَبَ شَيئاً وَ جَدَّ وَجَدَ[13]، اُتو عَليءَ شاهَ[14]،
اَچا اِن حَديثَ جو، مُون آسرو آهِ،
پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهنجو موتُ مُباحُ[15]،
سَرتيون! دُعا ڪَجاهُ، ته ميڙائو مُون ٿئي[16].

٤

سَبَهَ[17] سِياهي[18]، آهي آريءَ جامَ ري،
ڪڏهن پَسي ڪا نه ڪا، رءِ لالَنَ لالئي،

١- اونئين ٢- مارگ ٣- دور دور آهي اُها ڳالهه، جنهنجو اوهان کي خوف ڏنو ويو آهي (قرآن شريف) ٤- زخم ٥- سهڄ يا ڪوڏ مان ٦- مسافري، دوزخ يا باه جو ٽڪرو آهي ٧- صراط جي پل (دوزخ مٿان پڌل)، جا ترار کان تکي ۽ وار کان به سنهي آهي ٨- وٺي ويندءِ ٩- ڪٽان ١٠- ٻيائي، دوئي ١١- ”ٿيءُ ۽ اِئين ٿي پيو“ ١٢- روز ميثاق يا ازل کان ١٣- جو ڪنهن شيءِ جي طلب ڪري ٿو ۽ اُنجي جستجو ۾ جدوجهد ڪري ٿو، سو ضرور اُها شيءِ حاصل ڪندو (حضرت علي) ١٤- چيو، فرمايو ١٥- روا ١٦- ميلاپ ١٧- سب ١٨- اونده.

دُوڙُ دِلِ تان دُورِ ڪَري، ڪَرِ، ساجَنَ! صَفائي،
مَنۡ لَا شَيۡخَ لَهٗ فَشَيۡخُهٗ اَلشَّيۡطَانُ[2]، اِنَ رِءِ اونداهي،
هوُءِ جا هَلي هيڪِلي، سا ڪَيرَبَ[3] گمائي[4]،*
بِلَا شَيۡخٍ مَنۡ يَّمۡشِيۡ فِي اَلطَّرِيۡقِ[5]، اِهڙي اَوائي[6]،
لنهن[7] رِءِ تَوائي[8]، ڪوڙين تِينَ ڪيتريُون.

٥

بَرُ[9] وَڏو، ٻارُ گهڻو، ويجهو نہ وَٽِڪارَ،
ليڙَنِ[10] جو، لَطِيفُ چئي، ڪَنيو مُدَ مَدارُ[11]،
وَٽِنَدُنِ نہ وَرِ ڪَندا، ناتَ اَڳِينَ جي اِختيارُ،
ڪاڏي تِيو ڪوهِيارُ! ڪاڏي تِي هَٿَ ڪَٺي!

٦

ڪيڙِي[12] ڪيچايَنِ، گوُرا گَسِ هَلائيا،
لَڙيو، چَڙهيو چوٽيُن، ڪريو ڪوهَ ڪَڙَنِ[13]،
سوُنهَنَ جي سَردارَ سِينِ، سي لوڏَ مَ لَرڄَنِ[14]!
لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چئي، لَنگهيو بَرُ ٻوڻَنِ[15]،
تِن ڪَهڙو غَمُ[16] گُنگَنِ؟ هوتُ حِمائِتي جن جو.

٧

جاڳائي جَتَنِ، گوُرا گَسِ هَلائيا،
ٻُهِتي[17] رِءِ ٻَهاڙَ ۾، اُٺَ مَ آگَهِڄَنِ!
لَناڙي، لَطِيفُ چئي، لَنگهيو بَرُ ٻوڻَنِ،
تِن ڪَهڙي چُڪَ[18] چانگَنِ؟ هوتُ حِمائتي جن جو.

٨

پَنِي[19] تا پَرِين، سانِئين[20] سَنبَ هَٿَنِ ۾،
ليڙَنِ جو، لَطِيفُ چئي، مُوُن ڪي مَنجُهہ[21] نہ ڏِينِ،
هوتُ پُنهون تا نِينِ، اَسوُنهِينءِ[22] جو آجِڪو!

٩

پِرِٺا تا پَلاڻِينِ، اوڻِي اَجُ اَباڪَرا[23]،
پَکَه[24]، پارِسِيوُن[25] پاڻَ ۾، ڏيرَ ڏهاٽِي ڏِينِ،
هوتُ پُنهون تا نِينِ، ٻاروچِي ٻولِي[26] ڪَيو!

١- دونهون، ڪٽ ٢- جنهنکي ڪو مرشد يا گرو ناهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي (صوفي قول) ٣- هٺ، مغروري ٤- گمراه ڪئي ٥- جو مرشد کان سواء طريقت (روحاني پنڌ) ۾ هلي ٿو (سو ٻنا ٻيڙيءَ جي سمنڊ ۾ هلي ٿو) (صوفي قول) ٦- بد يا خراب وائي ٧- تنهن يعني مرشد کان سواء ٨- گمراه ٩- ٻرپٽ، ريگستان ١٠- اُٺن ١١- جوابداري، ڀروسو ١٢- سيڪاري، مهميزون ڏيئي ١٣- ڪٺڪن ١٤- ٿڪجن! ١٥- ٿڪجن ١٦- اُٺن ١٦- مددگار، واهرو ١٧- ٿڪجن، ٿڪن ١٨- چيلهه جي چڪ يا درد ١٩- اُسر جو ٢٠- سانداراُ پخالون ٢١- راز، ڳجهه ٢٢- ڀروسو، آسرو ٢٣- اُپڪڙا، لڪڙا ٢٤- صلاحون، مصلحتون ٢٥- پارسي گفتگوءِ، ڳجهيون ڳالهيون ٢٦- ٻروچڪي ٻولي، جا بگڙيل پارسي آهي. (جنهن کي "بلوچي" چوندا آهن.)
*جا هن پنڌ (روحاني سفر) ۾ اڪيلي (رهبر ٻنا) ٿي هلي، تنهنکي خودي گمراه ٿي ڪري.

١٠

پرِ ٿا پلاڻين، اوٺي گهڻو اُباڻا[1]،
هوءِ جي هَلَڪَ سَنديُون، ڳاهُون[2] ڳالهائين،
مُون کي ٿا مارين، سَچَڪَ سانباهي[3] ڪيو!

١١

اوڳارِين[4] نہ آنرا، ٻُڌا ڇَرَن نہ پُورِ،
ليڙَن ڪي، لَطيفُ چئي، هَارَڪَ جو مَذڪُورِ[5]،
مَيَن ڪي مامُورِ، آهي اُٺَڙَ[6] اکِئين پَندَ جي.

١٢

وينٺي ٻُڪي ٻاقَ[7]، جهولي جهُڻَڪَ[8] جهُڻي[9] ڪي،*
آئِر تن اُٺن سين، جن جا پيرَ ڏُٻا[10] ڏَڙَ[11] داقَ[12]،
لَنگهيا لَڪَ[13]، لَطيفُ چئي، توڏا[14] تَڙِ[15] ٽِنگ طاقَ،
ڪيرَ لَنگهيندي قافَ[16]؟ ايءُ پَرُ پرهمَڪَ[17] باسيو.

١٣

دوڪَ ڏَهليا[18] جت، گوڙا هَلَن نہ گَسَ ۾،
ڇوسالَ[19] ٿِي نہ چَلِيا، ٿي تَنگَ نهاري تيت،§
سوُڏي اُنين[20]، سَيّدُ چئي، پوءِ پانڇارِيَن[21] پرت[22]،
اِنَ آڙانگي پَندَ جي، ڪا نيشَن[23] پوءِ نِرت[24]؛
سَسُئي وَڏي سَت، جا اهڙِيءَ پَر[25] پَندُ ڪري.

١۴

"هَيءِ اهَيءِ!" "ڪيو "هاءِ!"، ٿي ٻاڻاٽي سرِياهِٺين،[26]
لَڏائين، لَطيفُ چئي، جوءِ جَتَن جي جاءِ،
شڪَر، ٻارِ[27]! سَنداءِ، سَڌاڻي[28] سات مڙي.‡

وائي

لالَن آيڙو پيهي، وِيڙا سُورَ سيهي،
جِئَس! جئَس! ووا جيڏيُون! مُنهنجو لالَنُ آيو پيهي.
ڳالهيوُن ڪنديس ڳجهيوُن، مُنهن مُقابلِ ويهي،
ڪَتوُريءَ ٻارُ پيري، آيو ڏُونگرَ[29] ڏيهي،
سَرڪَشي سَردارَ[30] سين، مُون ڪَميڻيءَ[31] ڪيهي؟
هُئي شڪستي[32] سَسُئِي، رازَ ٻُڌُونءَ جي[33] ريهي،
اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، سَڄَڪَ آئِرَ سيهي.

١- اُبهرا ٢- پروليون ٣- سانباهو ۴- ڪيرولي گاه ٥- ذڪر ٦- اُمر تيل، نصيب يا قسمت ۾ ٧- ٻڪن ۾ ڦوڪي ٨- جهوٽي ٩- جهوني، ضعيف ١٠- ٽلها ١١- آواز ١٢- وڏا ١٣- گهمڙ ١۴- وروڪڙ ١٥- ڏنگا پيهرا ١٦- جبل ١٧- پنجن ڇهن سالن جا اُٺ ١٨- ڇهن سالن جا گهوڙا ١٩- لڪ ٢٠- پوي ٢١- پنجن سالن جا گهوڙا يا اُٺ ٢٢- بوجهہ، پروڙ ٢٣- نيشي گهوڙن يا اُٺن ٢۴- نظر ٢٥- سنياڻي ٢٦- پٿرن تي ٢٧- باري تعاليٰ ٢٨- سني ٽاڻي يا ٽاڻي تي ٢٩- ڏونگر جو رهاڪو ٣٠- هٺ، وڏائي ٣١- ڪهڙي ٣٢- دل شڪستي ٣٣- رڃهي.

*ٽڪ وچان، ٻڪن ۾ ٻاڪ پيئي ڦوڪي. جهولي جي جهوٽي ڪيس ڪمزور ڪيو آهي.

§جتي چوسال ٿي هلي نہ سگهن، تتي هوءَ لڪ ٻيٺي لڪي.

‡اي ڏٽي! تنهنجا شڪرانا، جو هوءَ سني مهل يا آستان تي وڃي سات سان ملي.

## سر ديسي - داستان ٻئي جو سار

سسئيءَ کي ساهيڙين گهڻيئي مٿيون ڏنيون جئن هوءَ ٻر جو سفر نہ ڪري، پر هوءَ ستياڻي ماٺ ڪري نہ ويٺي. جيتوڻيڪ روحاني پنڌ صراط تي هلڻ جهڙو ڪٺن آهي تہ بہ سچا سالڪ خوشيءَ سان اِهو پنڌ پاڻ تي تا وجهن. اِهو لازم آهي تہ طريقت جي واٽ ۾ ڪو ڪامل رهنما (مرشد) هجي، نہ تہ اوڙاهه ۾ ڪرڻ يقيني آهي. سسئي بہ اُهڙن لڪن مان ٿي لنگهي، جتي هوند دوڪ، چوسالا پانڇاريا ۽ نيش بہ حيران ٿي وڃن. "ڪير لنگهيندي قاف؟ اِيءُ ٻر برهڻ ٻاسيو." ٻر وڏو آهي ۽ وڪار ويجهو ناهي. ڪيچي اُن لي اُڏامندا، پاڻ پريسيون ڪندا وڃن. هيءَ منڌ، پيدل پهاڙ لتاڙيندي وڃي! هن اَڙانگي پنڌ جي ترس، نيشن کي بہ مس پوي. "سسئي وڏي ست، جا اُهڙيءَ ٻر پنڌ ڪري."

•

## داستان ٽيون

۱

اَلّلهَ ڪارَڻِ، اوٺيا[۱]! ڪَرَها[۲] مَ ڪاهيو،
جانِبَ! جَڏي جيءَ جو، آڳاٽيو[۳] آهيو،
لاڳاپو لاهيو، مَنان مُنهنجو، سُپرين!

۲

اَلّلهَ ڪارَڻِ، اوٺيا! ليڙا[۴] نيو[۵] مَ لُڙَ[۶]،
نيو نِماڻي پاڻَ سين، بانهيءَ جهلي پُڙَ[۷]،
مُون کي ماري مَنجهه ٿي، سَندي هوٺَنِ هُڙَ[۸]،*
ڪَهو لايان ڪُڙَ[۹]، ڪيچان اوري جي وَران[۱۰].§

۳

ڪيچان اوري ڪَنهين، وَڻُ نہ ويسانهين[۱۱]،
ڪَميڻي! ڪيچِيُن لَءِ، پُورِجِ[۱۲] پَرانهين[۱۳]،
تاڻيج ليڏانهين، وارِجِ[۱۴] ڪا مَ وَرَڪَ جي.‡

۴

ڪيچان اوري ڪيتريون، مَعذوريون ميُون،
وائُون ويهَ ٿيُون، ڪَهُ جاڻان ڪيهي ويا؟

۵

اَلا! اَچِنِ اوءِ، جن آئي مَنَ سَرَهو ٿئي،
پَسان مانَ پِرَ ڪَنهين[۱۵]، جَتَن سَندي جوءِ،

---

۱- اي اوٺيو ۲- اُٺ ۳- آڌار ۴- اُٺ ۵- وٺي وڃو ۶- لڪڙ ۾ ۷- وارن جي ڇڳن کان ۸- يادگيري، سار ۹- ملامت، داغ ۱۰- خاندان، ڪل يا ڪٽنب کي ۱۱- آرامگاهه، ساهه پٽڻ جي جاءِ ۱۲- هلج ۱۳- پري ۱۴- وائي وارج ۱۵- ڪنهن طرح.

*مونکي محبوبن جي سار، اندر جو اندر ۾ ٿي ماري.

§ بنهنجي خاندان تي داغ لڳائيندس، جي ڪيچ جي اوريان ئي موٽي ايندس.

‡ تون اوڏانهن ڪاهج ۽ پنتي موٽڻ جي وائي نہ وارج.

لَنگهي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، سٽِيان[1] هوئَنِ هوءِ،[2]
گولِي ٿِيان گُلبوءِ،[3] جي سُهاڳان ساٿَ ڏٺي.

۶

ڪيچان آيو قافِلو، راتِ موچاريءَ[4] روءِ،
بولي ۽ بَلوچَ جي،[5] رِڙهي پَسان روءِ،
لَنگهي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، پُڄان ڪيچِينِ ڪوءِ،
گولِي ٿِيان گُلبوءِ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

۷

ڪيچان آيو قافِلو، پَليرو پايان،
پَٽِي[6] جا پيرَنِ جي، لِڳَنِ کي لايان،
چَنبيلِي[7] چايان،[8] جي مُون نِيو پاڻَ سين.

۸

ڪيچان آيو قافِلو، جامَنِ سَندو جامُ،
پَسندي پُنهونءَ کي، اَکِينِ ڪيو آرامُ،
ناگَرِ[9] چايان نامُ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

۹

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگُ[10] سُونهاريءَ جوڙَ،
ڇَليارا[11] لوڏَنِ ڪي، ڳِچيءَ سُونهَنِ موڙَ،[12]
دؤلَتَ[13] چايان دوڙَ،[14] جي مُون نِيو پاڻَ سين.

۱۰

ڪيچان آيو قافِلو، طَرَحَ[15] موچاريءَ ٽوڙَ،
سينگارِيائُون، سَيّدَ چئي، ڪَرَها مَنجهان ڪوڙَ،
لَکَ لَهي تِي لوڙَ، جيجان! تن جَتَنِ جي.

۱۱

ڪيچان آيو قافِلو، ساٿَ ڏٺي سَروانُ،[16]
وارَ وَدي واڳُون ڪَريان، پُٺان هوُند پَلاڻُ،*
جهڙو پُنهون پاڻُ، تهڙي سِنا[17] ساٿَ جي.

۱۲

جهوُڙَا[18] جن جُهانِ[19] ۾، هيري لَکَ هَزارَ،
لَڳا واتَ وَٽَنِ[20] جا، پُنهونءَ کي پالارَ،§

---

۱- ٻڌان ۲- هل، آواز ۳- گلن جي سرهاڻ (باٿهي)۰ (باٿهن ۽ باٿهين تي نهايت سهڻا ٿالا رکيا ويندا هوا، جهڙن ته چنبيلي، گلبوءِ، نازبوءِ وغيره)۰ ۴- نموني، طرح ۵- منهن، شڪل ۶- خاڪ، مٽي ۷- چنبيليءَ ٿالي باٿهي ۸- چوايان، ڪوٺايان ۹- ناگر ٿالي باٿهي (جهڙن مومل جي باٿهيءَ جو ٿالو هو) ۱۰- جوان ۱۱- ڇلين وارا (موڙ) ۱۲- ٽوڻر، جهابا، ڳانا ۱۳- دولت ٿالي باٿهي ۱۴- ڪميٽي، خاڪسار ۱۵- رفتار، ٽور، اٿ (ٽوڏا) ۱۶- ساربان، جت ۱۷- ٺاهه ٺوهه، رونق ۱۸- ٽوٽر، جهابا ۱۹- غاشن، بالا پوشن ۲۰- ڦن، ڏاڙهون۰

*پنهنجا وار ڪپي، جيڪر اُنهن مان اُٺن جون مهارون جوڙيان ۽ اُنهن سان سندن پلاڻ سبان۰ (شاهه جي نازڪ خيالي۰)

§وات تي بيٺل وٽن جا ڦن ۽ ڏاڙهون، پنهونءَ جي جسم کي لڳا۰

آن کي ويندا ڳڏيا[1]، اَهڙيءَ ست سُوارَ؟
لَڳهي[2] ڪالهه قطار، تون آئي! اَڄ نِهارِئين!

١٣

مِزمانَن[3] مَهري[4]، آئي جهوڪيا[5] جهوڪ ۾،
چاڙي چنبن[6] ۾ ويا، جئن[7] باز سَتي ٻهري،
ڪوهيارو[8] ڦهري، وِيو نهوڙي نِنڊ ۾!

١٤

ڪيڏي ڪالهه، ڪهي وِيا، اَديون! آڏيءَ راتِ،
جاڳان تان جيڪي ٿيو، وِهاڻيءَ پرڀاتِ،
قوڙائو[9] فقير کي، ڏنو جَتن ذاتِ،
رَفِيعُ[10] الدّرجات! ٻَرمَل[11] پُنهون ميڙئين!*

١٥

مون پانيو مون وتِ، هَميشهَ هونَدا پرين،
وِيڙهو[12] ڏيئي[13] ويڪرو[14]، ٻهري وِيا پٽِ[15]،§
ساهُ جنين جي سٽِ، وِکيم[16] ٿي وَٽڪارِ ۾.

١٦

مُون پانيو مزمانَ، هَميشهَ هونَدا پرين،
ڪُهي ڪميٽي هَليا، ڪهل ڪيائون ڪانَ،
ڏيئي ويا ڏاهُ[17] کي، سوُرَنِ جا سامانَ،
جورو[18] رات جُوانَ، جيڏيون! جَٽ ڪري وِيا!

‡١٧

پانيم جي سَرواڻَ، چُلائيندَم چِڙين،
ڪانيم[19] هوُند پَلاڻَ[20]، اُٺَ ڳڏايَمِ اُن جا.

١٨

ڪاڏي مُنهن مَڪرانَ جو؟ ڪاڏي ڪيچُ ٿيو؟
هُهڙو ساٿُ پُنهورَ تان، ڪَڏهين ڪونه پِيو،
ڪوهيارو ڪامَ[21] هٽي، چوري جٽُ وِيو،
جنين جَٽُ نيو، تن اُنَ[22] گهوري آهيان.

١٩

ڪاڏي مُنهن مڪرانَ جو؟ ڪاڏي پَريون پارُ؟
ليڙن جو، لطيفُ چئي، سوُنهون ٿيو سَرُدارُ،

---

١- ستا، دول ٢- آيل، اي منڌ! ٣- پلا اُٺ ٤- جهڪايا ٥- اُنن جي وهڻ جي جاءِ، وٿاڻ ٦- جهپو هڻي ٧- ساموندي، وڏو ٨- ظالم، بيدرد ٩- فراق، وڇوڙو ١٠- اي وڏي درجي يا شان وارا ڌڻي! ١١- پاڪ، پوتر ١٢- چڪر، ڦيرو ١٣- وڏو، وسيع ١٤- پکڙجي ١٥- ميدانن ۾ ١٦- سودي يا عيوض ۾ ١٧- ٻانهيءَ ١٨- ظلم، زبردستي ١٩- جلايم، ساڙيم ٢٠- ڪنايم ٢١- محبت جي ميخ، ڪامڻ، جادو ٢٢- قربان ٿيل، گهولائو.
*اي وڏي شان وارا ڌڻي! شل تون مونکي پنهون پاڪ سان ملائين.
§وڏو چڪر ڦري، ميدانن ۾ هيڏانهن هوڏانهن پکڙجي ويا.
‡جي جاڻ هجيم ها ته جت روهه ۾ رلائيندم ته هوند سندن اُنن کي ڏنبن سان ڪنايان ها ۽ اُنهنجا پلاڻ جلائي ڀسم ڪريان ها.

جو مُلڪَ جو مُهندارُ، سو مولي مُون کي ميڙيين.

٢٠

ٻِرهَ[1] مَٽايُس[2] ٻَرُ، ناتَ سُکي ڪيرَ سَڏون ڪَري؟
گهَٽو ڏورِيائين ڏُکَ سين، ڏيرَنِ لَء ڏُونگَرُ،
وَري آيُس وَرُ[3]، سَفَرَ مُٺيءَ جا سابِ پِيا.

٢١

وَرَ[4] ۾ ڪونهي وَرُ[5]، ڏيرَنِ[6] وَرُ وَڏو ڪيو،*
نهارِ ينديس نِڪري، بونَ ڪارَڻِ ٻَرُ،
آڏو[7] نَڪَرَ نَرُ، مَتان روهَ رَليُون ٿئين!§

٢٢

وَرَ وَراڪا وِچَ ۾، لَکين آڏا لَکَ،
هُوجي آڏا حَقَ[8]، سي ڪَندا[9] ڪوهُ ڪَنديِن[10] ڪي؟‡

وائي

هوتَ! نہ ٻانہِمِ هيٺِن،

آئُون جا ماري، سَڄَڻَا! تُنهنجي نيڻهَن،
ووا! ڇَڏي تُون ڪو ڇَپرِ ويندين.
لُڪُون لَڳَن ڪوسيُون، ڏاڍا ڏونَ ڏينهَن،
عِشقَ آريءَ جامَ جي، ڪَيُسِ نِماڻي نيڻهَن،
جُهنگارِيندي[11] جَهنگَ ۾، ڏوتِيُنِ ڏِنَڙي ڏينهَن،
آن[12] جا ڇَڏي ڇَپَرين، ڪيچِ رَسندي ڪيئَن؟
وِلَهيءَ[13] هِتِ وَسائِيا، سَندا مُحَبَتَ مينهَن،
اَديُون[14]! عَبدُاللّطيفُ چئي، ٻَهُڄان سيڻَن سيئَن.

## سر ديسي - داستان ٽئين جو سار

پنهونءَ جو قافلو نهايت سهڻي رونق سان ڀنڀور ۾ وارد ٿيو هو. جهڙو پنهون پاڻ حسين هو، تهڙو ئي هو سندس ساٿ سونهارو. سسئيءَ کي جي جت ساڻ نين تہ هوءَ جيڪر دل وجان سان پاڻکي سندن پانهي ڇوائي ۽ سندن پيرن جي خاڪ پنهنجي اکين کي لائي:

"پٽي جا پيرن جي، اکين کي لايان،
چنبيلي چايان، جي مون نيو پاڻ سين."

هيڏنهن ويچاريءَ کي ٻر ۾ سندن نشان بہ نہ ٿو ملي. هي ٻره جو ڪم آهي، نہ تہ ٻر ۾ پيڪڻ ڪير ٿو ٻاسي! جي عشق ۾ فنا ٿيا پيا آهن، تنهجي آڏو جبل بہ ٻهي نہ ٿا سگهن:

"هُوجي آڏا حق، سي ڪندا ڪوه ڪندين ڪي."

جو ڏک سهي، ڏوري ٿو، سو للشڪ لهي ٿو:

"گهٽو ڏوريائين ڏک سين، ڏيرن لء ڏونگر،
وري آيس ور، سفر مٺيءَ جا ساب پيا."

١- عشق ٢- مڃايس ٣- ينار ۴- مڙس ٥- پيچ، ڏنگائي ٦- ٻ ونگ، ڇل ول ٧- اي جبل، پهاڙ ٨- مڙس، ڏاڍي، سچ ٩- ڇا ١٠- جفاڪش عورتن ١١- جهنگار ڪندي، لوڙائو ڏيندي ١٢- اوهان ١٣- مسڪين، هيٺي حال واريءَ ١۴- محبن وٽ.

*ينار ۾ ڪا ڏنگائي ڪانهي، ٻر ڏيرن وڏوئي دولاب ڪيو.

§اي نڪر! منهنجي آڏو هٽي، پري ٿيءُ؛ متان اي پهاڙ! ٻرڙا ٻرڙا ٿئين!

‡ اُهي رنڊڪون يا حجاب، جي ڏاڍيءَ يا سچ يا ينار جي آڏو آهن، سي سرجوش اِسترين کي ڇا ڪندا؟

## داستان چوٿون

١

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، آريچا[1] اَظلامَ[2]،
آنداٽون آريءَ جا، ٻُڌهونءِ ڏي پيغامَ،
ٻَهُ ڪياٽون ٻاڻَ ٻر، مُنهان[3] مَخفِي[4] مامَ[5]*
سَديوُرا[6] ساٿُ کَٽِي، ويساهي[7] وَرِيامَ[8]§
ڪاڪِيوُن![9] راتِ قيامَ[10]، جيڏِيوُن! جَتَ ڪَري وِيا!

٢

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، جابِرَ[11] ڪَري جور،
بيدي ٿِيو[12] يَنيورُ[13]، حَشَرُ ڪَري هَليا!

٣

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏَمَرُ،
هاڻي ٿِيو حَشَرُ، پُنا قَولَ قيامَ جا!‡

٤

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏيرَ ڪَري ڏورو[14]،
ساڄنَ رِڃ، سَرَتيوُن! آئَڻَ[15] اَڏورو،
نِي[16] سين نِسورو، حَشَرُ ڪَري هَليا!

٥

وارو! وَرُ وَنِي وِيا[17]، جوري سين جابِرَ،
صَبرُ ڪَئِن صابِرَ، اَچِي عَجيبَنِ ري؟

٦

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهيءَ[18] يَميا ڏيرَ،
ڏيندِيَسِ[19] ڏاڍِين ڏُونگرين، اُنِين لَءِ اليرَ،
ڪيئن ڀَڄِي ڪيرَ؟ وِچڙَ سين وَسُ ڪَريان.

٧

سَنجهي مُوُن نَه سَنياليو، نَه ڪي اوٺي ڪندا ايئَن،
ڪَهي ڪَميٽي ڪيئن، جَڏي راتِ جَتَنِ ڪي[20]!

٨

سَنجهي مُوُن نَه سَنياليو، صُبحَ سارِيَمِ سوُرَ،
جَتَنِ لاءِ ضَرُورَ[21]، گهٽا گهارِيَمِ ڏينهڙا.

٩

سَنجهي مُوُن نَه سَنياليو، صُبحَ سارِيَمِ سوُرَ†

---

١- آريءَ جي ڪُل جا، سمّيءَ جا ڏير ٢- ظالم، ڪٺور ٣- مون کان ٤- ڳجهو ٥- راز، ڳجهارت ٦- سنيري هليا ٧- ڪوڙو ويساه ڏيئي، دلبو ڏيئي ٨- پهلوان، بهادر ٩- آديُون، ڀينر چاچيون ١٠- قيامت ١١- زوراور، زبردست ١٢- رڻ ڀٽ، سڃ ١٣- قيامت، ماتم ١٤- زور زبردستي، ستم ١٥- اڻپورو، بيجسو ١٦- ڏيڻ ١٧- زبردستي، زوراوري ١٨- سهڻين ڏاڙهين وارا ١٩- اُچل، ٿيو ٢٠- ڪٿي ٢١- ضرر ۾، رنج ۾.

*مون کان لڪائي پاڻ ۾ ڳجهي مصلحت يا صلاح ڪيائون.

§ بهادر جت، مونکي دلبو ڏيئي، سنيري، قافلو ڪاهي هليا ويا.

‡ هاڻي قيامت اچي ويئي؛ اُن جا سڀ اهڃاڻ هاڻ صورت وٺي اچي بيٺا آهن.

† سنجهي مهل نه سنياليم، صبح جي وقت اُٿي دردن جو ڏُور ڪيم.

آڏيءَ راس اڏميو، ڏينَ پلٽيو پوُرَ،
جتنِ لاءِ ضرورَ، مادِرِ! ماري آهيان!*

۱۰

سَنجهي مون نہ سَنڀاليو، ماريس سوُرَ صُبوُحِ،
نيڻَ هيرايءِ نِندَ سين، جتنِ لَنگهي جوُءِ،
هاڃو ڪري هوُءِ، آڏيءَ راس اُٿي وِيا!

۱۱

آڏيءَ اوءِ اُٿي وِيا، ڪَرَ[1] رَکياءُون ڪيچَ،
ٻاروچاڻي پيچَ[2]، مُنهنجو مَنُ مُنجهائيو!

۱۲

جَڏيءَ وَتِ جالي، مانَ اَللهِ ڪارڻِ لِکَ[3] سيڻن،§
آهي آريءَ جامَ جي، هِتِ هُتِ حوالي،
عَيبَ مون اَڳرا، مانَ نِرمَلُ[4] نِڪالي[5]!
ٻَرِنياڻي[6] پالي، ڪامِلُ نيندو ڪيچَ ڏي[7]!

۱۳

ٻَرِيتَنِ[8] پالِياس، ٻانيڻِ ٻيٺي آهيان،
حُسنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ماري موتِ وِڌياسِ،
جانڪي تان جِئنديِاسِ[9]، پيَسِ وَرِ[10] وِصالَ جي.

۱۴

ٻَرِنَن جي ٻاڙي، جاڙَ گُذارِيمِ، جيڏيُون!
جِنين مون کي مارِيو، سوُرَنِ سين ساڙي،
اِرادي[11] آڻي، سانگِينِ[12] سين سَگُ ڪيو.‡

۱۵

اَسين ٻارَڻَ ٻَرِتَ، ٻورهيتَ پُنهونءَ جامَ جا،
هوتُ ڪَٿوُريءَ هيرِيون، مون ۾ صابڻَ چِتَ،†
آرَڻَ مَنجهِه اَگهتَ[13]، ڪانڌُ ڪنهين جي مَ ڪَري!

×۱۶

آئون تان اَهڙياءِ، جا ٻانهيءَ کي ٻانهي چوان،
مون ڪَميڻيءَ لاءِ، پُنهون ٿي پَرِتُ[14] ٿيو.

---

۱- رخ، منهن ۲- نالي، وڪڙ ۳- ذرو ۴- پاڪ، پوتر ۵- تڙي ڪڍي ٦- ڏوٻياڻي ۷- پناه ۾ رکي ۸- ڏيءُ ۹- جيستائين ۱۰- حوالي ۱۱- قسمت، تقدير ۱۲- سانگي سان ايندڙن، سفر ڪندڙن ۱۳- اوگهڙ، پڌر ۱۴- ڌوٻي.

*اي اَمڙ! مان جتن ڪارڻ، رنج يا ڏک ۾ فنا ٿيل آهيان.

§شل سائينءَ لڳي، مون معذور سان، هو ٿورو وقت گذاري.

‡قسمت منهنجو پيچ، سانگي سان ايندڙن يا سفر ڪندڙن سان اَڙايو.

†هوت (پنهون) مشڪ ۽ عطر لي هريل آهي؛ مون (ڌوٻياڻيءَ) ۾ صابڻ جي چِت (گَجِي) آهي. (اَسان ڌوٻين جو واهپو صابڻ سان آهي.) (شاه جي نازڪ خيالي.)

×مان اَهڙي آهيان، جا گوليءَ کي ٻہ سائڻ چوان. مون ڪميڻيءَ جي ڪري، پنهونءَ ڌوٻي ٿيڻ قبوليو.

*١٧

ڳَڏيو ڏوڀِين ڏوهه[1]، پُنهونءَ پارچو هَٿَ ۾،
اُتي آريءَ ڄامَ جو، قاصِدُ آيَسِ ڪوهه،
اِيءُ، ڪامِلَ! ڪَمُ نہ سَندوءِ، جِئَن ڀَهس[2] ڀَڃَا ڙَئين[3] ٻُوٽِئين[4].

١٨

نَڪو ڪِنهِجُ پَنهِورُ، نَڪو مائِٽُ مُندَ جو،
هورُ[5] مڙوئي هِنَ کي، هوتَنِ ڪونهي هورُ،§
زاريءَ ڏاران زورُ، هَلي ڪونَ حَبيبَ سين.

١٩

ڇوري، نِڌوري، نَڪو مائِٽُ مُندَ جو،
سَوين هَلَنِ ساٿَ ۾، ڪَمِي[6] ۽ ڪوري،
آئُون پڻ آهِيان آنِ ۾، لَنگهي[7] ۽ لوري،
لَنگهائِيين[8]، لَطيفُ چئي، ڏُرَنِ جا ڏوري،
آهِيان آڙوري[9]، تُنهنجي جوري جَبَلُ لَنگهِيان.

وائي

ڇا کي ڏا ڪَرَهَ قطارِيو؟[10]
وو! مُون نِماڻيءَ ڏان ڪي نہ ڇنو.
اَللهَ ڪارڻِ، اوٺيا! اَئين، واڳَ وَٺِي وَرُ وارِيو،
رَهو راتِ پَنهِوَرَ ۾، ڏان ڪا گهَڙِي هِتَ گهارِيو،
سَڪي جنهِن سڱَ ڪيو، ڏنهِن مَعذُورِ کي مَ مارِيو،
سائينءَ ڪارڻِ، سُپرين! دوستَ! دَرسَنُ ڪارِيو،[11]
موڙي مُهَر[12] ڏارِيوُن، ڇانگَنِ کي اَئين چارِيو،
اَيَري[13] عَبدُاللَّطيفَ ڏي، واڳَ، وَنهيَلَ! اَئين وارِيو.

## سر ديسي - داستان چوٿين جو سار

جابر جت، پاڻ ۾ پڌ ڪري، ۽ سسئيءَ کي ويساهي، پنهونءَ کي پاڻ سان زوريءَ وٺي ويا؛ ۽ ويچاريءَ لاءِ ڀنڀور ۾ نسوري قيامت برپا ڪري ويا. پنهونءَ جي حسن جي ماريل سسئيءَ لاءِ سواءِ جهڄڻ ۽ جهوريءَ جي ٻيو ڪي ڪين رهيو. آخر پنهون، بلوچ سردار هو ۽ هيءَ ڌاٻين جي ڌاڻي. هو خان، ڪتوريءَ سان واهپو رکندڙ؛ هيءَ ذات جي ڌوٻڻ، جنهن جو ڪم صابڻ جي ڇٽ سان. پنهون، سندس پريم وس ٿي، پارچا ڀڃاڙڻ بہ قبوليو هو؛ پر آريءَ ڄام جي قاصد اچي ڏڌاريس. چي:
”اِيءُ ڪامل! ڪَمُ نہ سندوءِ، جِئَن ڀهس ڀڃاڙئين ٻوٽئين.“
ويچاري سسئي، ٻرپٽن ۾ زاريون ڪندي، ڪاهيندي پيئي وڃي. سواءِ زاريءَ جي ٻيو ڪي بہ سندس وس ۾ ناهي:
”زاريءَ ڏاران زور، هلي ڪون حبيب سين.“

---

١- ڪپڙو ٢- زور سان ٣- ڌوئين، سٽين ٤- ڪپڙن کي ٥- فڪر، ڳڻتي ٦- مگڻهار، خسيس زال ٧- ڪميڻي، بي شرم ٨- ٽر جي هڪ ناپاڪ ۽ ڪميڻي ذات ٩- زور تي، آسري ١٠- اُٺ ١١- ڪرايو ١٢- ڪندي وڻ جو ٻور ١٣- اي ونهيا!
*پنهون هٿ ۾ ڪپڙا ڪنيو، ڌوٻين گڏ پيو ڌوئي. اُتي آري سردار جو ڪو قاصد آيس. چي: ”اي ڪامل! اهو تنهنجو ڪم ناهي، جو بازو هڻي، زور سان ڪپڙا پيو سٽين!“
§سموري فڪرات هن (سسئيءَ) کي آهي؛ محبن (پنهونءَ) کي ڪو بہ فڪر ناهي.

# داستان پنجون

۱

جئن سو هَرڻ[1] هُماءُ،[2] سَرگردانُ[3] سَنسارَ ۾،
هيءُ پڳ نہ ڪوڙي پَنڌين، هوءَ تڙ سرِ ڏَري نہ ساهَ،[4]
جيڪُسِ[5] تن مُلاءُ،[6] سَسُئيءَ سوُرَ پُرائيا.

۲

راتِ ڏِنائين روجهہ،[7] پانءَ کي اوتي آئيا،
پرِيتڙي[8] پِرِنَ جي، سڪَڻَ[9] ڪي سَبوجهہ،
هُئي گهڻو اَبوجهہ، سوُرَن سُنهائي[10] سَسُئي.

۳

روجهہَ ڏِنائين راتِ، هوتَ ڳوليندي هَبَ ۾،
ڪيچِيَنِ جي ڪُوڙي[11] ٿئي، لوءَ تنين جي تاتِ،*
باروچاڻي ذاتِ، مَنان[12] مُٺيءَ نہ وِسري.

۴

جَبَلَ ۾ جانارَ،[13] سَرَهَ ڳَڏيئي، سَسُئي!
پِنيءَ پوءِ پَوارِئي،[14] بانيڙِ جي باڪارَ،
هوتاڻي هيڪارَ، موليا! مؤن کي مينڙئين!

۵

سَمَرُ جنين نہ ساڻِ، هوتُ حِماتي تن جو،§
ڪَري ڇيڄَ ڇپَرَ[15] ۾، پُنهون ايندو پاڻِ،
تيندي ريجهہَ رهاڻِ، لَطِي مَنجهہ، لَطِيفُ چئي.

۶

پَسِي سي سَرهي ٿئي، جي مَيَنِ لنگهيا مَسَ،
لِٽُ[16] تنهن کي ناهِ ڪو، لَکَ مڙيئي لَسَ،
حُبَ[17] جنهن کي هوتَ جي، وِندُرُ تنهن کي وَسَ،
سَنديءَ چانگَنِ[18] چَسَ، پيرَ لَزَنديءَ پَبَ ۾.

۷‡

سَسُئيءَ لَنگهيو سو، مَردَ جنهن ماتُ ڪيا،
جَبَلَ وَڏو جو، نوُڻِ[19] مڙوئي نيڻهَن کي.

۸

جَبَلُ ماري جَڪَ، جو آڏو آرِيچَنِ کي،

---

١- ختن جي ملڪ جو هرڻ، جنهنجي دن ۾ مشڪ ٿيندي آهي ٢- هڪ خيالي سڳورو پکي، جنهنجي ساي پوڻ سان چون ٿا تہ ڪوبہ شخص بادشاہ ٿيو پوي ٣- حيران ۴- قدم ۵- شايد ٦- وٺان ٧- اَچن پيون وارا هرڻ ٨- عشق ٩- سياڻي ١٠- واقف ڪئي ١١- ڪوڙي ١٢- من مان ١٣- ڦاڙها ١۴- پؤ واري ١۵- ناچ، جهمر ١٦- ڏيهن، وار ١٧- وسندي، آبادي ١٨- ذاتي يا اُڪير ۾ ١٩- هينائين زمين. (ٽر ۾ ڍسڙ واري پٽ کي نوڻ چوندا آهن.)

*جي ڪيچين کي ڪوڙي ٿئي، تہ بہ ڪيس اُنهن جي تات رهندي ايندي.

§جنکي ڪو دنيوي اِسباب ساڻ ناهي (جي تارڪ يا تياڳي آهن)، تنجو مددگار پاڻ محبوب آهي.

‡سسئيءَ اهو پهاڙ پار ڪيو، جنهن جنگ مردن کي بہ فنا ڪري ڇڏيو هو. محبت اڳيان وڏو جبل بہ هڪ لسو پٽ يا پٽ ٿيو پوي؛ يا نيڻهن کي اُتاهون جبل بہ نمدڙ آهي.

ٽوٽي لَڪِنِ لَڪَ، سَڀِ لَنگھيندِيَسِ سڪَ سين.

٩

جَبَلُ جيڏو ئي، جو آڏو آريچَنِ کي،
وَني وَرُ، واٽَ وِيا، ٻُرڦَٽ[1] ٻروهي،
رُڃُنِ ۾ روئي، ٻَسانِ شالَ ٻُنهونءَ کي!

١٠

جَبَلَ سَڄَنِ جالَ، آڏا آريچَنِ کي،*
هاڙهي ڏانهن هَٿُ کَڻيو، ڇَپَرِ مڙان شالَ!
کيچي وِيَڙِم ڪالَ، ٽي ٽي ڏُونگرَ ڏوريان.

١١

ڇَپَرُ ڇَمَرُ[2] پانيان، ڪانپو[3] ۽ ڪارو[4]،§
پَٻُ وِجھَنديَسِ پُٺِ تي، صُبُحَ سَوارو،§
وَڃڻُ مُون وارو، ڪِينَ وِهَندِيَسِ وِچَ ۾.

١٢

ڇَپَرَ ۽ ڇَمَرَ، تا لَڳِهَ[5] لَڳَنِ پاڻَ ۾،
ڏاڍا ڏُونگرَ ڪَرڪَرا[6]، وِيڌَ[7]، وِنگا[8]يُون وَرَ،
آئُون پيادي پَنڌِين[9]، نِماڻي نِڌَرِ[10]،
سوُريُون[11] جِتِ، سِگَرِ[12]، اُتِ پاتاڙيءَ ٻيلي ٿئين!‡

وائي

هيئڙو تو هُنِ ساري[13]، مُنهنجو ساهُ سَيّدَ کي تو ساري،
جيڏيُون! آئُون هَلندي، ويندي هوتَ ڏي؛
سَرتِيُون! آئُون ڪَهَندي، ويندي ڪيچَ ڏي.
هوتَنِ هَلَڻَ مَنَ ۾، ڪيرَ ڪُهَڙي هتِ گهاري؟
آسَرَ[14] پَري آهيان، مانَ واحدُ آڻين واري!†
پَنڌَ اَڙانگا پَنڌين، مُون کي ڪوهيارو تو ڪاري[15]،
سَڄو سُڃُنَ سُڃرِنِ، مانَ پُنهَلُ پَنهنجو ٻاڙي!
ڇپرو اَنڌِر ڇِنڌڙي، وِيو ٻاروچَل ٻاري!
وِڌا ڪَرَ ڪَريم[16] تي، هُن وِيچاريءَ واري،
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، وِهَندُم ڪِينَ وِساري.

---

١- هڪ قورو ذات ٢- ڪارو ڪڪر ٣- ۽ ٤- ٻن پهاڙن جا نالا ٥- بادل، ڪڪر ٦- ڪرڙا، سخت ٧- ويڌنون، ڪشالا ٨- ڏنگايون ٩- پنڌن ۾ ١٠- نڌڻڪي، بي وسيلي ١١- پنڌ، پيچرا ١٢- منجهيل، موڙهل ١٣- ياد ڪري ١٤- اُميد، آسري ١٥- ڪرائي ١٦- ڌڻي ٻاجهاري.

*آريچن جي اڳيان گهڻيئي جبل ڌا سڄهن. (محبوب حقيقيءَ جي ديدار کان اڳ، طالب کي ڪيئي رنڊڪون لتاڙڻيون آهن.)

§جبل کي (ڪانپي ۽ ڪاري نالي پهاڙن کي) ٻئه ڪارو ڪڪر ٿي سمجهان. صبح جو سويل پب جبل پنتي ڇڏيندِيس (لتاڙي ويندِيس).

‡جتي پهاڙن جون چوٽيون منهنجا پيچرا آهن، تتي شل تون هن منجهيل جو ساٿي ٿين.

†آسائتي آهيان، شل ڌڻي هيڪي موٽائي آڻي.

## سر ديسي - داستان پنجين جو سار

هوت ڏانهن هلندي، سسئيءَ هرڻ ۽ هماءَ واري ڀر ورلي آهي. ڪيس هرڻ وانگر پنهنجي سر ٻڌ جي سمڪ ناهي ۽ هماءَ وانگر سندس پير پٽ تي ئي نه ٿو لڳي. شايد هرڻ ۽ هماءَ کان ئي سورن جو سبق پرايو اٿس. هوءَ گويا پنهونءَ ڏانهن پرواز ڪندي پيئي وڃي. جبل جي جاڙن جي ڪيس پرواه ناهي؛ جاڏا جبل، سندس نينهن اڳيان، پٽ مثل ٿيو پون:

"جبل وڏو جو، نوڻ مڙوئي نينهن کي."

جنکي ڪو سمر ساڻ ناهي، تنجو ساٿي پنهون (ڏٿي) آهي. هو ڇپر پر نه ڇپج هٽيو، اڇيو عاشق کي پنهنجو ديدار ڏئي. بوءِ "ٿيندي ريڃهه رهاڻ، لهڻي منجهه لطيف چئي." پر جبل سسئيءَ جي اڳيان، پنهنجو تاب رکي نه ٿو سگهي:

"چانگن جي چس، پير ترنده پٻ پر."

•

## داستان ڇهون

١

آڏَڙاڇا[1]، آهُڙا[2]، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا،
ڪَيَمِ آهَ عَجيبَ کي، سِڪَ مَنجهان سا ڪا،
پيئي هتيڪي هوتَ کي، ڪوڪَ وَڃي ڪَنِ ڪا،
مُنهنجو وَسُ واڪا، پُدَڻُ ڪَمُ پروچَ جو.

٢

آڏَڙاڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا،
وَئي وَرُ واٽَ ئيا، بَرِ چَڙهي[3] باڪا،*
قَنيا پيرَ فَقيرِ جا، چَڙهندي چَڙهاڪا،
هُيَنِ جيءَ اَندَرِ جاڪا، وِيا پُڄائي پانهنجي.§

٣

آڏَڙاڇا، آهُڙا، ڏاڪا ڏُونگَرَ کي،
هوُ جي وَرَ وِندُرَ جا، مارِيندا مُون کي،
هاڙهو هيٺِيءَ کي، لَنگهائيِ، لَطيفُ چئي.

٤

آڏَڙاڇا آهُڙا، وِندُرَ وَراڪا، وَرَ؛
حُبُّ[4] جَنهِين کي هوتَ جو، سا ڏورِيندي ڏُونگَرَ،‡
پَهُچائِين پَرَوَرَ! لُطفَ ساڻُ، لَطِيفُ چئي.

٥

آڏَڙاڇا، آهُڙا، وِندُرَ وَراڪا، واڪَ[5]؛
اُجهايَس اُنَ جي، قوڙائي فِراقَ،†

---

١- ڏنگا ڦڏا، وروڪڙ ٢- اَهنڃا، آڙانگا ٣- بانڪا، پهلوان، سوره ٤- حب، محبت ٥- وروڪڙ، پيچ. (واڪ جي معنيٰ مڙيئي يا بنڪ به آهي.)
*پهلوان (پنهونءَ جا ماٽهو) منهنجو يتار وٺي، برپٽ جي سفر تي هليا.
§ اَندر ۾ جا نيت يا تجويز هين، تنهنجي نيت پوئواري ڪيائون.
‡ جنهنکي محبوب جو نينهن لڳل آهي، سا ئي جبلن ۾ جهاتيون هڻندي.
† اُن، جو مونکي پنهونءَ جو وڇوڙو ڏنو آهي، تنهن مونکي بيحال ڪيو آهي.

پُنهون پَرمَلَ[1] پاڪَ! واحدَ لڳي، وريج ٿون.

٦

آڏَتراڇا، آهَڙا، وِنگا وَرَ واٽُنِ،
جيرا جِگَر[2] ٻُڪيون، آريءَ لَءِ آئُنِ،
ڪَشي ڪَنواٽُنِ[3]، سَنيوَڙا[3] سَيّدَ چئي.*

٧

ڪوڏَرِ نہ ڪاٽي، جڏهن سين ٽَڪَرُ ٽاڪيان،
جيڪو جَبَلُ لنگهيان، سو هَيبَتَ جو هاٿي،
پِرِينِ جا پاٽي، سا جَڙَ جيڙي نہ لهي.

٨

ڪَرِڙا ڏونگَر ڪَهَ[5] گهٽي، جِت ٻَراٽَ، سُڄَنَ ٻيرانُ،
ڏاهَنِ ڏاهپَ وِسري، ٿيا حَريفَ ٿي حَيرانُ،
سَسُئيءَ لَنگهيو، سَيّدُ چئي، مُحَبّتَ سين مَيدانُ،
جنهنجو آرِياڻي[6] اَڳوانُ[7]، تنهن کي ڪانهي ڀاڪَ ڀَهيرِ.

٩

ڪَرِڙا ڏونگَر، ڪَهَ گَهٽي، جت واٽُنِ لي واري،
آڏا لَڪَ، لَطيفُ چئي، ٻَرَ سُڄَنِ ٻاري،
جا مَنزلِ ماري، سا، قادِرَ! ڪيچ رَساڻئين!

١٠

ڪَرِڙا ڏونگَر[8]، ڪَهَ گَهٽي، جت جَبَلَ گوڙاگوڙ،
ليڙنِ جوڙ[9]، لَطيفُ چئي، ٽَڪَ ٽَنوارون ٻوڙ،§
جن ڏنو پير پُنهونءَ جو، سي نہ ڪي روئن، نہ چوڙ،‡
هوندَنِ[10] مَٽي هوڙِ، لاڳاپا هَن لوڪَ جا.†

١١

ڪَرِڙا ڏونگَر، ڪَهَ گهٽي، جت ماٿَرِ مَٿاهين،
سُڄَنِ[11] ٿا، سَيّدُ چئي، اُت مَروُن مَهائين،
ٿون، آرياڻي! آهين، مَنهن[12] مَعذورنِ جي.

١٢

ڪَرِڙا ڏونگَر[13]، ڪَهَ[14] گَهٽي، جت وِيا روڏا رنگائي،
ساڳاڻي سيٽَنِ[15] جي، ٿي وِندُرِ واجهائي،
رَهيسِ، رَسُ، لَطيفُ چئي، تنهن ڪَميٽِيءَ ڪاهي،×

---

١- رلڻا، سڳنڌ پريا ٢- جلن، سڙن ٣- اُٺن ٤- تيار ٿيا، سنبهيا ٥- پند، ڪاه، ٦- خوف، خطرو ٧- قطار، سانگ ٨- قسمين قسمين ٩- سوڙهن لڪن ۾ ١٠- جيئرن، هستيءَ وارن ١١- شوخ، خوفناڪ ١٢- پناه، پردو ١٣- اُٺ ١٤- رڙندا، ريڱٽ ڪندا ١٥- سڱ، ناتي.
*اُٺن کي مهارن کان ڪشي، هلڻ لاءِ تيار ٿيا.
§سوڙهن لڪن ۾ اُٺن جون ٻاڪارون پيئون پون.
‡جن محبوب جو نشان لڌو آهي، سي نہ روئن ٿا، نہ چپ ٿا چورين.
†جيئرن لاءِ ئي هن سنسار جا سنبند آهن. (جي مرڻ کان اڳي ئي مرن، تن لاءِ ڪو بہ دنيوي تعلق ناهي.)
×مان پنتي رهجي ويئي آهيان، تون ڪاهي اچي هت هن ڪميڻيءَ وٽ پهچ.

آرياڻي آهي، مَنهن مَعذُورن جي.*

١٣

ڪَرڙا[1] ڏُونگر، ڪَهَ گهٽي، جِت رِڻُ لَتو رائو؛
لِتِرُ ٽِٽي مَر لن کي، ڏُونگرَ مِ ڏائو،§
جَڏهن جام پُنهون جائو، تڏهن تِي وَس وَڪار مِ.

١۴

ڪَرڙا ڏُونگر، ڪَهَ گهٽي، جِت ميهَن وَسَن ماڪُون
سُڃَن لِيُون، سَيَدُ چئي، هاڙهي جُون هاڪُون،‡
جِت اَنڌيُون اوطاقُون[2]، لِت ڪاهي رَسِج، ڪارَڪِي!‡

١٥

سِڪي جان سُتِياس، تان سِڪ سُمَهَڻ نه ڏِئي،
جاڳِي، سُتِيَس جن لَء، سي آيا تان نه اُٿِياسِ،
پِينرُ! آئُون پُلِياسِ، ته نه سِڪ سُمَهَڻ ڇا لَڳي؟†

×١٦

ماڻڪ[3] مِٺُ سَندومِ، اونداهيءَ مِ سوجهرو،
حَشَرَ[4] ويلَ حِساب مِ، ڇَڏي نه ويندومِ،
سارِيو سَڏُ ڪَندومِ، کوهيارو ڪيچ ڏَٺي.

وائي ١

ويندِيَس ڪيچِ کَهي، سيڻِن ساڻُ[5] سَهِي،
ووا! پينرُ! آئُون جِئَندِيَس تان نه جَتَنِ رَي.
وِهان ڪيئَن ماپِ[6] ڪَري، هيڏو سُورُ سَهِي؟
هيڏي شَهَرَ پَنيورَ مِ، سارِيان[7] ڪون سَهِي،
اَڳِيان آريءَ جامَ جو، وِڙو باٽ وَهِي،
صُبُحَ ڏُونگرَ ڏورِيان، ڪنهن[8] پَرِ راتِ رَهِي.

وائي ٢

گهُمان جالَ جَبَلُ، مِيان! جيڏيُون! جانِبَ جَتَ لَءِ.
ڏورِيندِيَس مِ ڏُونگرن، ڪندِيَس آئُون اُجَلُ،
هيڏي شَهَرَ پَنيورَ مِ، رَهان نا هِڪ پَلُ،
پُنهون باڻَ[9] نه وَڃِڻو، ڪو مُنهِين مِ وَلُ[10]،
اوڏي ٽِي، عَبدُاللطيفُ چئي، هوتَ ڪارَڻِ هَلُ.

١- جاڀلو رڻي، جبل ٢- وسيلو، حامي ٣- مولي، در (پنهون) ۴- قيامت ۾ ٥- برابر، ضرور
٦- برداشت ڪري ٧- جاڻو سڃاڻو، واقف ٨- ڪنهن ريت ٩- مون ۾ ١٠- نقص، اوڻائي.
*آري جام ئي هيڻين جي پناهه يا پردو آهي.
§شل ڏونگرن ۾ لٽر انهنجي ڏائي طرف نه لنواري. (جو بد سوڻ آهي.)
‡هاڙهي جبل جي جبراين جون وڏيون وارثائون پيئون ٻڌجن. اي حامي! جتي اونداهه هنڌ لڳا پيا آهن، لتي لون ڪاهي اڇي مون وٽ پهچ.
†اي پينرا! مون وڏي غلطي ڪئي، نه ته ڇا لڳي نينهن ۾ ڇا اکي ننڊ!
×هن بيت ۾ پيغمبر صاحب (حضرت محمد صلعم) ڏانهن اشارو آهي، جو قيامت ۾ شفاعت ڪندو. (ٻي مصرع ۾ اشارو صاف آهي.)

## سر ديسي - داستان ڇھين جو سار

ٻ ونگر جا ڏاڪا ڏکيا آهن ۽ وراڪا اڙانگا. چاڙهيڪا چڙهندي، سسئيءَ جا پير ڦٽجي پيا آهن. سندس جيرا، جگر ۽ ڪيئون اري جام لاءِ جلن پيا. هيءَ اها پوائنتي پورءِ آهي، جنهنکي ڏسندي حريف ٻ حيران ٿيو وڃن. "ڏاهن ڏاهپ وسري، ٿيا حريف ٿي حيران." روڏا ٻ اُلي بيحال ٿي رڙن ٿا. هرهڪ جبل هڪ هيبت جو هاتي آهي. اهڙي سر زمين تي سسئيءَ لاءِ ٻهون ٿي هڪ وسيلو آهي. هوءَ هر ساعت آريءَ کي پيئي ساري: "منهنجو ڪم واڪا، ٻڌڻ ڪم ٻروچ جو."

جبل گوناگون ۽ ماٿريون متاهيون آهن ۽ مرون قاتل. اڳيان هاڙهي جبل جون هاڪون ۽ اَنڌيون اوطاقون پيئون سڃن. اُتي آريءَ جي حمايت ۽ نسوري قيام آهي.

"جت اَنڌيون اوطاقون، تت ڪاهي رسج، ڪارڻي!"

•

## داستان ستون

۱

ٻمهونءَ سين ٻرپت جي، ڪو جو ٻيچ ٻيوم،
ٻئي هن ٻنيور ٻر، وهڻ وهُ ٿيوم،
مٺيون مونکا سنڌيون، ڪاڪيون! ڪيم ڏيوم،
سرکيون! ساهُ سندوم، ٿيو حوالي هوت جي.

۲

ڪجاڙيا ڪاهي، ٿٽر اُن سينگاريا؟
ٿليون، ٿونر، ھلويون، ٻيا چيريون چمڪائي،
لنگهيا لڪ، لطيف چئي، وِيا ڪرهل ڪڏائي،
بانيڻ کي ٻروچ جو، آسرو آهي،
واڳون ورائي، ڦيراڻ مانَ فقير تي!

۳*

ڏانجهڻ تي ڏانجها، ڏنائون ڏکيءَ کي،
لڳيس ناڪ نيڻهن جي، ڪُڙه اندر ڪا جا،
ٿرن ٻر ٿاجا، ڪري منڊ مرن سين.

۴

ڪو مُنهن ڪُنل آئيو، وس نہ ويچاري؟§
هوت! تنهنجي هڪ رئي، ٻهڇي نہ پاري،
اڃين جي، آري! تہ پاند پڇي، لڪ لنگهيان.‡

۵

ڪو مُنهن ڪُنل آئيو، ناهِ ويچاري وس،

۱- ٻد حال، آپوڻي ۲- اُٺ ۳- سينگار جو سامان، زيور ۴- گهنگهڻا ۵- شال ۶- ڏکن، عذابن ۷- نؤڪ، تير ۸- سيني ٻر، دل ٻر ۹- مڪئلون، رهاڻيون ۱۰- پاليل، پانهي ۱۱- پلاند يا دامن کي پهچي.

*ڏکيءَ (سسئيءَ) کي عذابن تي عذاب ڏنائون. هن منڊ جي سيني ٻر عشق جو اهڙو ڪو ٻاڻ لڳو آهي، جو هوءَ هاڻ ولي ٻرن ٻر مرن سان مڪئلون ۽ رهاڻيون ڪندي.

§اهڙ ڪو امتحان يا ڪشالو، ڪنل جي منهن ٻر آيو، جو هوءَ ويچاري ٻهنجي وس ناهي.

‡اي آري سردار! تون جي هت اچي سهڙين، تہ مان جيڪر تنهنجو دامن پڪڙي، لڪ لنگهي وڃان.

هوتَ! تُنهنجي هٿَ ري، گولي ٿيئي مَ ڳَسِ،
ڏُکَ ڏُکيءَ کي ڏَسِ، نہ مُوڙهيءَ کَر مُنهن ٿئي.

٦

ڪَڏهن ٿان ٻاجهہ پئي، ساڄن! مُنهنجَ سَلامُ،
سِکَ تُنهنجيءَ، سُڄڻ! ڪيو تَنُ تَمامُ،
هَٿين هاجَ وهُ ٿيي، نيڻين نِنڊَ حَرامُ،
دوسَ! نہ سَهان دامُ، تَوُن وِنڊُرِ تو ويلا ڪرين!

٧

سُرهي مَنجهان ساٿَ، آئي ٻوءِ پنهوَرَ کي،
اِينا ٻازارِنِ مِر، لائي جَتَ جَماتَ،
سَندي هوتَ حماتَ، ڪيچ پهتو قافلو.

٨

اَرُ مِڙوئي ٻوءِ، چَمرَ چاتُون مُشڪيوُن،
ٻَہ ٻَہِ ٿي پنهوَرَ مِر، هَندَ مِڙئي هوءِ،
واٽين وَري روءِ، گَوندَرَ لَٿا گولئين.

٩

جَڏهن پيئي چِتَ، چِمرَ هوتَ پُنهونءَ جي،
پُرَهي ويئيوُن پَتَ، گوندرَ لَٿا گولئين.

١٠

جَڏهن پيئي ٻاسَ، چَمرَ هوتَ پُنهونءَ جي،
اَديوُن! آرِيچنِ جا، وَٺن مُڪا واسَ،
آيَل! پِني آسَ، پُنهون آيو ڪيچَ مِر.

١١

آيل! اوطاقوُن، ڪَري ڪيچي هَليا،
سُڪيوُن نہ سيڻَن جي، ماڳن ٿان ماڪوُن،
نسوريوُن ناڪوُن، سَچي هَليا سوُرَ جوُن.

١٢

جُتَن سان جاڪوُن، سَرَليوُن! مُون سَگُ ٿيو،
ڪَري ڪوهيارو ويو، تَنُ چِني ٿانڪوُن،
آئون پيٺ ڏانڪوُن، اَڌَ ڏُکوئي آهيان.

١٣

مَنان ڪا، ٻَڙي! ٻولَ ٻاروچي وِسهي،
هوُندَ نہ سَٽيَسِ، سَرَليوُن! ويهي رَهيَسِ وَڙي،*
جَتَ پنهنجي جوءِ مِر، گهارِنِ مانَ گهڙي!
ڪيچين آئون نہ ڪَڙي، ڪنهن ڏُکيءَ ڏاوڻُ ڏائيو.§

١- چارو، علاج ٢- فنا، نابود ٣- دمر، پل ٤- وقت گذارين يا وجهين ٥- مشڪ، عطر ٦- مدد، واهر ٧- خوشبوئون، سرهاڻيون ٨- سڳنڌ، سرهاڻ ٩- منهن سرهو ٿيو ١٠- غم، درد ١١- ٻانهين جا ١٢- ڀهري، ڀوڪي ١٣- لڪا ٿير (ناوڪون) ١٤- هٽي ١٥- جڏهن ڪان ١٦- ٿڏهن ڪان ١٧- نيم بسمل، اڌ ڪٺل ١٨- اعتبار يا ويسهه ڪري ١٩- واٽجي، ويڙهجي ٢٠- ڪوڙي ٢١- ڏاوڻ جي رسم: (ڪا سهاڳڻ ڳاڙهي ڪپهه سٽ جي ڏاڳي سان، پنهنجي پيرءَ هٿ جي آڱوٺي کي سٽ وراڪا ڏيئي، گهوٽ جو رستو روڪي بيهندي آهي. پوءِ گهوٽ اُنکي ڪائيءَ سان ڪپي، ڪنواريءَ گهر گهڙندو آهي.)

*اي سرليون، جيڪر سمهي نہ پوان ها، پر ساٿس واڳجي يا مڙهجي ويهي رهان ها.

§ڪيچين کي ڪوڙي ناهيان، پر شايد ڪنهن اياڳيءَ ڏاوڻ جو ساٿ سوڻ ڪيو.

١٤

ڏيرن ڏوهه نه، جيڏيون! ماءِ! مڙوئي مون،*
آئون اسونهين، اوءِ سونهان، پرين پلا[1] پريون،
اصل آريءَ[2] جام جي، پاند نه پهتوسون،§
جنهن جو لونهين تون، سي پياديون پهچائيين!

١٥‡

اديون! آئون نه ليئن، جيئن پريتڻو پرين سين،
ٻڌي سُنيس نه سوگهو، چاڙ[3] چاليءَ سيئن،
ڪيهي ڪاهي ڪرها، مونهان وڃن ڪيئن؟
ڏوهه[4] منهنجي ڏينهن، پنهونءَ کي ڪا مَ ڇئي.

١٦

وَرَا! مَ وساريج، آهيان تنهنجي آسري،
ڏاڍو ڏونگر جو سُڄي، سو لطفون[5] لنگهائيج،
اسري اُنهين، ويرا! تون، آري جام اچيج،
نماڻيءَ کي نور سين، لالن! لڏائيج،
ظلمت[6] جا زمين جي، سا نرمل[7]! نور[8] ڪريج،
ڪامل! ڪن ڪريج، فرياديون فقير جون.

وائي ١

لڳڙي آهي لغار، ووا! يارا! لنءَ[9] لنءَ ۾ لالن جي؛
سنڌ سنڌ ۾ ساڄن جي.
آئون سُتي، هو هليا، سنجهي تيڙا سوار،
جيڪي اورڻ[10] پرينءَ سين، جيڪي پرينءَ پچار،
ڪوءِ سي جهڻ ڏيهاڙا جي پون پرينئان ڏار!
لڳي آهي، نه لهي، سندي عشق پچار،
گهڻو[11] اڪنديءَ آهيان، تن جتن جي جنسار،
ڳڏي ويندئس ڳس ۾، ڪاڪيون! ساڻ قطار،
ميڏون محبت سنديون، هنئڙي منجهه هزار،
ڪانگن قطارون[12] ڪيون، چُڪيءَ کي چوڌار،
آئون نماڻي[13] نڪڙي[14]، دمج تون، دلدار!

١- پرائي پونءَ، پرديس ٢- پهتوسون ٣- گهنڊيدار وارن وارو ٤- قسمت، ورڌاتا ٥- مهر سان، لطف سان ٦- اونده، تاريڪي ٧- پاڪ، پوتر ٨- روشن، نوراني ٩- وار وار، رڳ، رڳ ١٠- يا نه ١١- رونق يا سينگار ١٢- ٽڪل، مانديءَ ١٣- ٻنهه، ٻلڪل ١٤- دم دلاسو ڏج.

*اي سرتيون! ڏيرن جو ڪوبه قصور ناهي، ساري خطا منهنجي آهي.

§اصل کان، پنهونءَ جي دامن کي پهچڻ، اسانجي وس کان ٻاهر هو.

‡اي اديون! مون انئين نه ڪيو، جئن محبوب جي محبت ۾ ڪرڻ کپي. مان پنهنجو پيچدار زلفن وارو پرين (پنهون)، چاليءَ سان جڪڙي نه سمهيس. جي ائين ڪريان ها ته ڪيئي ڪئن مون وٽان پنهنجا اُٺ ڪاهي وڃن ها؟ اهو سڀ منهنجي تقدير جو قصور آهي. پنهونءَ کي اوهان مان ڪابه ڏوهه نه ڏئي.

وائي ۲

هوڪن ٻنا ني، مِيان! دَرِدَ فِراقَ ني، مِيان!

پُنهون سائينءَ، جيڏيُون! اَلولو! ماري آهيان!

اَڏيُون! آريچَنِ جي، آئُون نهوڙيس نِفاقَ،*[۱]

ڏُونگَرُ ڏورِيو نه ٿِئي، مون وِلَهيءَ کان واکَ.*[۲]

وائي ۳

ٿن پرينِ کي اُڪَنڊي آئُون، لَکَ لَنگهيائُون،

ڏيَر قَرارِيا ڏيهَ ۾: ٿن اُنَ گهوري آئُون![۳]

چَڙهي ڏاڍين ڏُونگرين، ٻانيڻ اُڇلي ٻانهُون،

هُيَس پاسِ پَرَتَ جي، ٻانيڻ ڏيءَ نائُون.§

وائي ۴

ڇوري ڇڏِ مَ ڇمرين، ٻاروچل! ٻانهي،

جانبَ جهڙو جَڳَ ۾، ناهي ڪو ثانِي،[۴]

پُنهَلَ! نيو ٻاڻَ سان، پورهيتِ پَرِئياڻي،‡

پورِهيو ڪنديس پِرَ جو، پِرِينديس پاڻي.‡[۵]

هوتَ! مَ ڇڏِيو هيڪلي، هيءَ جا وِندُرِ ڪاڻي،

اَڏيُون! عَبدُاللَطيفُ چئي، ايندُمِ آرِياڻي.

## سر ديسي - داستان ستين جو سار

پنهونءَ ڀڃاڻا، سسئيءَ کي پنيور سچو ٿو نظر اچي. جت، پنهنجا اٺ سينگاري هليا ويا، پر سسئيءَ کي ڪڙه اندر نسوريون نا ڪون هڻي ويا. هاڻ هوءَ پنهونءَ جي سلام لاءِ پيئي سڪي. جڏهن پنهونءَ جو ساٿ، ڀورين پنيور ۾ وارد ٿيو هو، تڏهن انهي خوشبوءِ بازارن کي واسي ڇڏيو هو ۽ هينئر به ان ۾ انهيءَ سرهاڻ جو هوڪو پيو ٻري: "ٻر مڙوني ٻوءِ، ڇپر ڇائُون مڪيُون، ٻه ٻه تي پنيور ۾، هند مڙيئي هوءِ."

سسئي پنهنجي قسمت کي ڏوه پيئي ڏئي، جو هيئن پنهونءَ جو فراق سهڻو پيو اٿس. چاور کي ڇاليءَ ساڻ مڙهي ڇڏي ها ته هوند هوءَ ڪيس هيئن اَڌ مڙو ڪري ڇڏي نه وڃي ها. وصال جي ٻوءِ اهڙي آهي، جا معذورن جي اکين ۾ نئون نور آڻيو ڇڏي.

•

"سر ديسي"- سر ديسي هڪ راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن استرين (ڀارياڻن) مان هڪ ڪري ليکي ٿي وڃي ۽ ڀيرويءَ جو ٻالبي آهي. هن سر جي شروعات ۾ ٿي سسئي اهو وراڻ ٿي ڪري ته: "ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي کهڙا پرين." انهيءَ لحاظ کان مٿس اهو نالو موزون پيو لڳي. هي سر، ديسين جي سڪ ۾ چيل آهي.

۱- فراق، وڇوڙي ۲- بلڪل، پٽيءَ ۳- آرامي ٿيا ۴- مٽ، شريڪ ۵- پرينءَ.
*اَڏيون! مونکي آريچن جي فراق فنا ڪري ڇڏيو آهي. مون مسڪين کان جبل ۾ جستجو يا ڳولا، پٽيءَ نه ٿي پڄي.
§مان ٻانيڻياڻي، ڏيءَ نائونءَ جي، ڏوٻيءَ وٽ پليس.
‡اي پنهون! اوهين هن پورهيت يا ٻانهي ڏوٻڻ کي ٻاڻ سان وني هلو. مان پنهنجي پرينءَ لاءِ پاڻي ڀرڻ جو پورهيو ڪنديس.

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

١

لَيلَ[1] نه جاڳين، لِکَ[2] سيئن، ڪُلّي[3] نَوْمُ[4] ڪياءِ!*
قُمْ[5] ٿي، حَبِيبُ[6] قَرِيبُ ڪي، اِجْلَسْ[7] تو نه جُڳاءِ،*
مُٺي! مَهمانَن سين، ويهي رات وِهاءِ،
جيلان نِنڊَ ڪياءِ، ته روزُ رهين ٿي راهَ ۾.

٢

لَيلَ نه جاڳين، لِکَ سيئن، شام سُتين* سڀ رات،
اوڳي![8] اونيڙن جا، ته ٻَهَ ٻُڌين ٻرپات!
ٿيءُ سَگُرِ[9] لن جي سات، لَه، يوري! ڪنهن پال[10] مڙين[11].

٣

لَيلَ نه جاڳين، لِکَ سيئن، سُتين* رات سڄي،
هتان هوتاڻيون جُون، ويئون خُرَ ٻَڌوُن ڪَڄي،
يوري! تون نه پڇي، سَبَبَ ڪنهن سات مڙين؟

٤

اِجْلَسْ ڪَري آئيا، تنوار ٻو ٽوڏن،
نَوْمَ نوازين* اُن جي، مرحبا[12] موڏن[13]،§
رِڙهي رَسُ روڏن، اَلْيَوْمَ[14] شَيْرُوا[15]، سَسُئي!

٥

غافل! غَفلَتَ ڇوڙ! تون ڪيئن، آٿاسي![16] اوجهرين؟
ڇپاٽا[17] چَڙهي ويا، وڃي ٻهنا ٽوڙ،
نيٺين ننڊ اڪوڙ[18]، جم[19] وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرين.

٦

سَنجهي رهين سُمهي، غافل! منجهه گهرن،
ليڙن جو، لطيف چئي، ڪُرڪُل[20] سوءِ نه ڪن،
سي ڪيئن مُحب مڙن؟ جي سَنجهي رهن سُمهي.

---

١- رات ٢- ذري، ٿر (لک سيئن = ٿر ماٺ) ٣ ۽ ٤- سموري ننڊ ٥- اُٿي، ليار ٿي ٦- محبوب، پرينءَ ٧- وهڪ (سستي، غفلت) ٨- موڳي، نادان ٩- واٽ، راهه ١٠- نوازش، لاڀ ١١- پراپت يا حاصل ڪرين ١٢- جس، مبارڪ ١٣- ٽوڏن، اُٺن ١٤- اُٺن، ٽوڏن ١٥- اڄ سفر ڪر ١٦- اَسوري، نرلڄي ١٧- ڇپ ڇاپ ۾، ڳجهه ڳوهه ۾ ١٨- ڪڏي ڇڏ ١٩- متان ٢٠- آواز.
*رات جو ذرو به نه جاڳين ۽ سموري ننڊ ڪيءِ. اُٿي محبوب کي رس؛ توکي وهڪ واجب ناهي.
§توکي ننڊ نوازيو؛ هنڌجي اُنن کي به جس هجي (جو هو سجاڳ رهيا).

٧

آلوڙو[1] اکين، آيم ننڊ اياڻي کي!
هاڻي هن ڀنڀور ۾، گهاريان ڪاڻ ڪن؟
اڊيون! اونيڙن، همٿين سان هاڃو ڪيو!

٨*

جڏهن سُتيون جي، پٽڙ[2] پير پڳها ڪري،
تڏهن تنين کي، سات سُتيءَ ڇڏيو.

٩

سُتين پير پڳها ڪري، وڏي جاڙ[3] ڪياءِ،
ڏَرَ ڀو ايٿين دوست جي، ته سُر پُر هوُند سياءِ،§
اصل آري جام جي، سڳي ڏون نه سباءِ[4]،
پُنهون سين پياءِ؛ تي، نياڳي! ننهون ڪرين!

١٠

اِيءَ ڪُرڪميٽين، جن سُمهن پير پڳها ڪري،
لوچين چو نه، لطيف چئي، هاوي! لَءِ هوڻن؟[5]
زندان نياڳين کي، اويالا[6] اڇن،
سي پُنهون ڪوه پڇن؟ جي سنجهي رهن سُمهي.

١١

سُتين سواري[7]، مُنهن ويڙهي مُن جن،
ڏنءِ نه ڏيرن جا، چوتاري[8] چاري؟
ليلان، ويچاري! سات سُتيءَ لڏيو.

١٢

سُتين سنجهيءَ، مُنهن ويڙهي مُن جن،
اوجاڳو اکين کي، جاڻوءِ نه ڏيٺي،
هَٿان تو ييٺي[9]، تي ڪچو ڪهڙين ڪرين!‡

١٣

اوجاڳو، اجاڻ! ڪيءِ نه ڪميٽين جن،
آساري! اهڙي[10] ٻر، ٻيءِ[11] ڪهڙين سين ڪاڻ،
ٻانهي چايو ٻاڻ[12]، تي سڄڻ راتيون سُمهين!†

وائي

ڳلا ڪا م ڪري، لکيو تان نه ٽري،
ٻڙي! جيڏيون! منهنجي، وو! شهر ڀنڀور ۾.
جو سينگار[13] سرتين، سو موُن ناه ڳري،
جهڙي ڪهڙي حال سين، وڃان پير ڀري،
جنهن وڻ هيٺان هليا، سڄڻ سانگ[14] ڪري،
لاموُن[15] تنهن وڻ سنديون، لوڏيان، لايان ڳري[16]،
قضا جا ڪريم[17] جي، ڪنهن تان ڪين ٽري،
جيڪي لکيو لوح ۾، ٻاڙيان[18]، سو ٻڙي؛
اڊيون! عبداللطيف چئي، شل قادر ڪرم[19] ڪري!

١- جهونڻ، گهرمٽ ٢- پٽڙي يا بستري تي ٣- غفلت، وسر ٤- مانگنياڻي ٥- ڳولين، سڪين ٦- عتاب ٧- سويو ٨- جاسوس، خابرو ٩- عيب، قصور ١٠- غافل، وسوڙي ١١- طرح ١٢- چوايو، سڏايو ١٣- وت ١٤- سفر، لاڏاڻو ١٥- ٽاريون، شاخون ١٦- ياڪر ۾ وجهان ١٧- ڏٽي باجهاري ١٨- قسمت، ورڏاتا ١٩- مهر، رحم.

*جن بستري تي پير سنوان ڪري ننڊون ڪيون، تن کي قافلو ننڊ جي حالت ۾ ئي ڇڏي ويو. (جو طالب ننڊ جو شائق آهي، تنهنکي هادي يا رهنما ڇڏيو وڃي.)

§جي محبوب جي در وٽ وڃي ٻهن ته جيڪر سندس سرڀرا ٿين.

‡خطا توکان ٿي، قصوروار ڪهڙين کي ٿي ڪرين!

†زبان سان يا وقت سارو ٻاٽکي ٻانهي سڏايو، سڄڻون راتيون ولين ننڊن ۾ ڪاٽيندي.

## سر ڪوهياري - داستان پهرئين جو سار

شاهه صاحب سسئيءَ کي عتاب ڏيندي چوي ٿو: ”تون رات جو ڏور ۾ نه جاڳينءَ ۽ رڳي ننڊ ڪيءَ. هاڻي اُٿي پنهونءَ جي ڳولا ۾ پئو، جو نه سڪ وارن کي وهڻ نه جڳائي“. ’ليل نه جاڳينءَ لڪ سيڻن، ڪلهي ننڊ ڪياءِ! قرب پهچ قريب کي، اجلس تو نه جڳاءِ.‘ ”بستري تي پير ڊگها ڪري سمهي پوڻ، عاشقن جو ڪم ناهي. تون مٺن وانگر منهن ويڙهي سمهي پئينءَ ۽ پوءِ ڏوهه ڪيئين کي ٿي ڏين! پاڻکي ٻانهي ڪوٺائي، سچيون راليون ننڊون ٿي ڪرين!“ ’ٻانهي چائبو ٻاڻ، تي سچيون راليون سمهين!‘

اِنسان کي جڳائي ته رات جو جاڳي، پنهنجي رب سان اوري، نه ته پاڻکي ٻانهو نه چوائي. جي پير ڊگها ڪري، سوڙ ۾ سمهي، تنکي سات سنيهي ڇڏي ويو.

•

## داستان ٻيو

١

ڏونگرا! تون ڏايو، ڏايا! ڏاڍايون ڪرين،

مون تن اندر ليڪن وهين، جڻ وڻ وڍي وايو،

اي ڪرم جو ڪايو، نات پٿر ڪير پند ڪري؟*

٢

ڏونگرا! ڏک سنداءِ، پرينءَ گڏجان ته چوان،

پنيءَ تئين پوارئون، ٻيا ونگا ور سنداءِ،§

چڱي ڪان ڪياءِ، پير وڃايءِ پرينءَ جو.§

٣

ڏونگرا! ڏس پرين جو، قاف! نه ڏئين ڪو؟

قطاريا ڪالهه ويا، توڏا وٽان تو؟

هوت مٺيءَ جو هو، ڪو ساڃن اُنهيءَ سات ۾؟

٤

ڏونگرا! ڏس پرين جو، قاف! نه ڏئين ڪل؟

قطاريا ڪالهه ويا، توڏا توهين جهل؟

سُٽي هوت هڪل، مان ٻُڌي باروچو وري!

٥

ڏونگرا! ڏوراپو، پهريون چونديس پرينءَ کي:

”پهڻ پير پٿون ڪيا، لريون چيون تو،

رحم نه پيءِ روح ۾، قدر مُنهنجو ڪو؟“

واڪو ڪنديس: ”وامون سين جبل توجا ڙون ڪري!“

١- سختيون، جنيون ٢- قسمت، تقدير ٣- ڪشش، ڇڪ ۴- پٿرن ۾، پهاڙن ۾ ٥- اَسر جو، پرڀات جو ٦- خوفناڪ، ڀوائتو ٧- ڏنگا، پيچدار ٨- جبل، پهاڙ ٩- خبر، سڌ ١٠- تنهنجي ١١- پرسان، وٽان.

*هي تقدير يا ورڏاتا جو کيل آهي، نه ته پهاڙن ۾ جيڪر ڪير پند ڪري؟

§اي جبل! پرڀات جو ڀوائتو روپ تو ورتو آهي ۽ ٻيو ته تنهنجا ورڪڙ نهايت اَڙانگا آهن. اِها چڱي نه ڪيءَ جو پنهونءَ جي پيرن جا نشان ئي گم ڪري ڇڏيءَ.

٦

ڏونگرا! مون نہ ڏکوء آئون اِڪ، ڏکوئي آهيان،
سارِيان ڪونَ سُکوء[١]، سورَ گهٽيئي سَنيران.*

٧

ڏونگرا! ڏکوئن کي، دلاسا ڏِجن،
گهٽو پُڇجي تن کي، جن وٽان هوت وڃن،
تون ڪيئن سندا تن، پهڻا! پير ڏکوئيين؟

٨

ڏونگرا! ڏک پئي، ڪيم تو سين ڳالهڙي،
پاٽا آئون مُئي، سورُ سُٽائي پرينءَ جو!

٩

ڏونگرا! مون سين رو، ڪَڍي پار پنهونءَ جا،
سَڄڻ هوم هيڪڙو، ويو ڦوڙائي[٢] سو،
ڪنهنکي ڏيان ڏوهُ؟ مون سين اِرادي ائن ڪيو!§

١٠

ڏونگرا! ڏکوئيون، تو ۾ اورڻ[٣] آئيون،
جي اَڇن ڦوڙائيون[٤]، ڏجن دلاسا تن کي.

١١

ڏونگرا! ڏکوئن کي، ڳِلِ[٥] نہ سُکا ڳوڙها،
هو جي پهڻ پَٻ جا[٦]، سي پڄي ٿيا پورا،
گونڌر[٧] جا گهوڙا[٨]، وڃن جان جُدا ڪيو!

١٢

ڏونگرا! ڏيهاڻي، پاڻ مَتان تو گهوريان،
تو منجهہ[٩] رهاڻي، سدا پاروچن جي.

١٣

ڪي جي ڪَڍيا پار، ڏکيءَ ڏونگر پاڻ ۾،
سُٽي سا تنوار، مرون پيا مامري[١٠].

١٤

ڏونگر پوئين[١١] ڪين، سڄڻ[١٢] ميڙون ڏونگرين،‡
هَڙا سيڻ سُڏڻ[١٣] ڪين لهنديڻ ڪي پيا.

١٥

پَٽي وينا رُون، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾.
ڪنهنکي ڪين چُون، منجهن جو پرينءَ[١٤] ٽو.

١٦

اَڄ پڻ وينو روء، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾،
ڪوهياري جو ڪوء، اَڇي سورُ اُڏميو[١٥].

١٧

ڏونگر نہ پيلي، ڏجي بن بيلين ري،†

١- تنهنجو سک ٢- جدائي ڪري، فراق يا وڇوڙو ڏيئي ٣- سور يا درد سلڻ ٤- فراق جون ماريل ٥- ڳلن تان ٦- پرزا پرزا، رليون رليون ٧- غم، درد ٨- لشڪر، انبوه ٩- رهاڻ ١٠- ڏک يا درد ۾ ١١- زمين لاء ١٢- ڪلا، ڪيلا ١٣- سنتوشي، صابري ١٤- محبت، نيڻهن ١٥- جاڳيو، اسريو.

*اي ڏونگرا! تو وٽان ڪوبہ سک نہ سنيران. البت تنهنجا ڏک گهٽيئي ياد اَٿم.

§مان ڪنهنکي قصور ڏيان؟ اِهو سڀ مونسان قسمت ڪيو آهي.

‡جبل، زمين لاء ڪيلا آهن (جئن قرآن شريف فرمائي ٿو)، پر محبوب خود جبلن لاء بہ وڏا ڪيلا آهن. (محبوب يعني ڏٽي وڏن جبلن کي هڪ هنڌ قايم رکيو بيٺو آهي.)

† پهاڙن جو پند ڪجي، نہ ساٿي ساڻ ڪجن، نہ تہ اهو پند ٿي گهوريو.

ڪانَ ڇُلَندي ڇپرين، ساڻُس سَهيلي،
چوٽيون[١] چنبيلي[٢]، جنهن لئن جهاڳي اڪتي[٣].*

١٨
ٿيءِ ڪندين ڪوهه؟ ڏونگر! ڏکوئين کي،
تون جي ڀَڪَڙا ڀَپَ جا، نه لِڳَ، مُنهنجا لوهُ،
ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، اَمُرَ[٤] مون سين ائين ڪيو.

١٩
جنهن جنهن ڪَڪَرَ اَيَ ۾، لئن لئن ڏونگرَ ڏيٺ[٥]،
مون تان تَنهين هيٺ، پيرُ نِهاريو پرينءَ جو.

٢٠
لائين رَهِيَسِ راهَ ۾، اهينئين هَمَتَ هٽي،
وِيا خيالَ ڪَٽي، ماءُ! مُنهنجو ڇِنڊڙو.

٢١
ماءُ! مُنهنجو ڇِنڊڙو، ڪَيو خيالَنِ،
ڪوڙَنِ[٦] ڪَذابَنِ، ڏاگهَنِ ڏٺي آهيان.

§٢٢
ٻَڙي! ته ٻيلي گهڻا، ساٿي ٻچي سُکَ،
رَفاقَتَ[٧] رَڇَنِ ۾، ڏونگرَ ڪاري[٨] ڏُکَ،
آريءَ جو اُهڪُ[٩]، مون رَهنَما[١٠] راهَ ٿيو.

وائي

آهيان جن سَندي، ڙي! اَڙي! مِيان!
مون کي تان سي نه ڇَڏيندا هوتا.
ڀانئيندِيَسِ[١١] پُنهونءَ کي، آئون ڳچيءَ پائي گنڊي،
وينئي آهيان واتَ تي، آهيان آسَرَوَنديءَ[١٢]،
پرينءَ پُڇاڻا[١٣] هِنئين، آئون رَئي تان نه رَهَندي،
ڪَرَمَ[١٤] ساڻُ[١٥] ڪَريمَ جي، آئون پرينءَ مِلندي.

## سر ڪوهياري - داستان ٻئي جو سار

سسئي ڏونگر کي سندس ڏاڍاين ۽ ڏنگاين لئي ڏوراپا ڏيئي ٿي ۽ ساڳئي وقت کانئس پنهونءَ جون پڇائون به پيئي ڪري. ڏونگر جو پنڌ ڊوائتو آهي؛ ۽ سواءِ ڪنهن رفيق جي، ان جون جهاڳڻ، هڪ نهايت ڪٺن ڪم آهي. پٿرن تي پنڌ ڪري، سسئيءَ جا پير پٿون ٿي پيا آهن. جبل جي ساٿس جاڙون ڪيون آهن، تن جي شڪايت پنهونءَ سان ٿي ڪندي.

حال ته ڀاڙن کي ٿي وڃي دلاسن ۽ دلدارين لاءِ آزيون ڪندي. ڏونگر کيس اِنهيءَ ڪري مٺو آهي، جو پنهون پنهنجي قطار سان انجي لڪن مان لنگهيو هو:

"تو منجهه رهاڻي، سدا ٻاروچن جي."

نيٺ ڏونگر به سندس ورلاپ ٻڌي جهڄي ٿو پوي ۽ ساڻس گڏ روڄ ٿو ڪري:

"ٻئي وينا رئن، ڏکي ڏونگر پاڻ ۾."

---

١- جبلن جون چوٽيون ٢- بانهي، گولي ٣- پار پيئي، نڪتي ٤- خدائي اَمر، ايشوري حڪم ٥- واقفيت، سڃاڻپ ٦- ڪوڙن، دغاٻازن ٧- دوستي، واقفيت ٨- ڪڙائي ٩- رنج، اهڃ ١٠ رهبر، سونهون ١١- ڀرچائيندي‌س ١٢- آسائتي ١٣- ڏرو، ڪن ١٤- مهر، نوازش ١٥- ٻاجهاري ڏٺيءَ.

*هيءَ ٻانهي، جنهن لئن جبلن جون چوٽيون جهاڳي پار پيئي.

§ٻڙي! ساٿي ته گهڻيئي، پر اهي سک چاهيندڙ آهن. سچ ۾، سور ئي، ڏونگر سان سڃاڻپ ٿو ڪرائي. آريءَ جو عشق (درد) مون لاءِ هن راهه ۾ سونهون ٿيو آهي.

## داستان ٽيون

١

رويو وينئي راڳ، اَمڙ! اوريان ننڍڙي،
لاتو مون ڏيهه وڻن سان، لاڳاپو ۽ لاڳ،
ڏونگر سي ڏوريندي مون، جن اندر ٻري آڳ،
هوتاڻي! هن ماڳ، مون کي ڇڏ م ڇپرين.

٢

مون کي ڇڏ م ڇپرين، همت، هوتاڻي! هاڻ،
اوڏي منڌ اَنن کي، الله ڪارڻ آڻ،
پورهيو ڪنديس پاڻ، اڳيان آريچن جي.

٣

مون کي ڇڏ م ڇپرين، هوتاڻي! هن هنڌ،
تو سين ٻوندِيس ٻنڌ، ڏيندِيس ٻاھ پنھورن کي.

۴

مون کي ڇڏ م ڇپرين، هاڻ هوتاڻي!
توهين لءِ ڪاڻي، ڏکي ڏوري ڏونگرين.

٥*

مون کي ڇڏ م ڇپرين، پوءِ وهايس 'پاڻ'،
جي ٻلايون پاڻ، تن کي وس، وسيلا! واهه ٻر.

٦

سُتي پون ڇرڪ، آئل! ٻاروچن جا،
وَمَ وهائي، وڙا! ڙي! ڪوهياري ڪرڪ،§
ڏڙ ڏونٽيو تنھن ڏک، جڏيءَ جگر نه ٽئي!§

٧

سُتي پون ڇرڪ، آئلَ! ٻاروچن جا،
پنھونءَ جي پيڪان جون، راسيون منجهان رُڪ،‡
ھنيم ھوت ڪرڪ، لوچان، لوهُ نه نڪري.

٨

جيهي جي ليهي، نه ٻه ٻانهي ٻاروچن جي،

---

١- وڙ، روج ڪر ٢- گهر ٻر، جهوپڙي ٻر ٣- حاذق، ماهر ۴- همت، خودي ٥- خوديءَ، مغروريءَ
٦- وسيل، رس پريا ٧- مکيه عضوي لي (جهڙن نه دل، جگر، جيري، ڦڦڙ لي) ٨- زور سان هڻڻ ٩- تير، ٻاڻ ١٠- بدن ١١- لوڏي ڇڏيو ١٢- تير، ڪان ١٣- چھنبون، نوڪون
١۴- ٻاڻ پڇاڙيان ١٥- جهڙي جي تهڙي.

*مون کي خوديءَ پوئتي رهائي ڇڏيو آهي؛ تون مون کي ڇپر ۾ نه ڇڏ. اي دلبر! جن کي خوديءَ گمراه ڪيو آهي، تن کي اچي رس!

§ آلا! ڪوهياري منهنجي دل، جگر، جيري يا ڦڦڙ لي نهايت زور سان تير هنيو. انهيءَ ضرب منهنجي ساري سرير کي اوڏيو آهي. هاڻ هن جڏيءَ جو وڏيڪ جگر نه ٽيندو.

‡ پنھونءَ جي تيرن جون نوڪون، رڪ مان ٺهيل آهن. (يعني نهايت سخت ۽ گهائيندڙ آهن.)

ڪُڄاڻان هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪميڻيءَ ڪيهي؟[1]

اَصْلِ آريءَ جامَ جي، ٻَلِيءَ آئُون ٻيڻي،

هُوءَ جا پائين پيرَ ۾، تنهن جُتيءَ نہ جيهي،[2]

وِساري ويهي، تن ڪيچِيُن کي ڪيئن رَهان؟

٩

هُئي، جي نہ هُئي؛ تہ بہ بانهي ٻاروچَن جي،

اِنَ سَگَ[4] مُقابِل[3] سَسُئي، سَندِيَن تي سُئي،

هُنِ تان لَڄَ[6] لُئي، هِنَ جو هَلَڻَ[5] هوتَ ڏي.*

١٠

ڪَنيزَڪَ[8] ڪيچِيُن جي، بانهي، ٻانهوٽِي[7]؛

ٻَڌي[9] ٻاروچي هَٿَ ۾، ڇِڳُنِ سِرِ چوٽِي،

بانيَڻِ کي موٽِي، پاٺهي پُڇَندو پَٻَ ڏَٺي.

١١

ڪَنيزَڪَ ڪيچِيُن جي، ٻانهوٽِي، بانهي؛

سي ڪيئن وَڃَنِ وِسري، جي جيءَ اَندرِ جاني؟

اَڱَڻِ اَماڻي[10]، شالَ ڪيچِيُن جي ڪا مَرِ ٿئي!§

وائي

مُون کي نيندا ساڻُ، ٻاروچا ٻاجهہ پئي، آلوا آلوا!

ڏينهدا مُون ڏُکيءَ کي، اَللهَ لَڳِ اُهڃاڻُ،[11]

لَا تَقْنَطُوا مِن رَّحْمَةِ اللّٰهِ، پِرِيَن ڇيو پاڻُ،[12]

اِنَّ اللّٰهَ يَغْفِرُالذُّنُوبَ جَمِيعاً،[13] سَچو اِيءُ پَرِياڻُ،[14]

اَدِيُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، اَهِڙو آهي اَڳواڻُ.

## سُر ڪوهياري - داستان ڇهين جو سار

جن جي اَندر ۾ عشق جي آگ ٻري، سي ٿي ڏُونگر ڏورين. سسئيءَ کي ڇپر ۾ سوين ڏک ڏسڻا پيا آهن. اِنهيءَ ڪري آرياڻيءَ کي سڏن ٿي سڏ ڪري، ليلائي ٻيٺي چوي تہ ”اي هوت! مون کي هيئن هيڪلو ڇڏي نہ وڃ. مون کي پنهنجي خوديءَ ئي بيراهہ ڪيو آهي؛ پر تنهنجي دلبري ۽ رهبريءَ سان ئي پار پونديس. هاڻ اَچي مونکي رس“:

”مُون کي ڇڏ م ڇپرين، پوءِ رهايس 'پاڻ'، جي پلايون پاڻ، تن کي رس رسيلا! راهہ ۾.“ سسئيءَ کي پنهونءَ جو لوهہ کان ئي تکو تير لڳو آهي. پاڻ هڪ خسيس ٻانهي آهي، جنهنجي چوٽي بہ ٻاروچي جي هٿ ۾ آهي. طالب کي بہ جڳائي تہ پاڻ کي نيست ۽ نابود ڪري ۽ سسئيءَ واڱون پنهنجي هاديءَ جي حوالي ڪري. پوءِ ”نيندا ساڻ، ٻاروچا ٻاجهہ پئي.“

١- ڪهڙي ٢- جهڙي ٣- ڪارڻ، جي لحاظ کان ٤- ٻڌڻ ۾ آئي ٥- زال، شرم ٦- ويڙي، ڇڏي ٧- ٻانهي، گولي ٨- خسيس ٻانهي ٩- ٻڌي چڳون ١٠- بي عزت، بي آبرو ١١- نشان، ڏس ١٢- ڌڻيءَ جي ٻاجهہ مان اُميد نہ لاهيو (قرآن شريف) ١٣- تحقيق، اَللهُ مڙيئي خطائون معاف ڪري ٿو (قرآن شريف) ١٤- نشان، ڏس.

*هُن (پنهونءَ) پنهنجي لڄ يا زال ڇڏي ڏني؛ هِن (سسئيءَ) جو پند پنهونءَ ڏانهن آهي.

§شل ڪا (ڪو طالب) ڪيچين (روحاني سردارن) جي اَڱڻ (ڪچهريءَ) ۾ اِي آبرو نہ ٿئي.

## داستان چوٿون

١

ڳالهه[١] نہ واڻو[٢]، اديون! آريچن جو،
لنگهي ڀب ڀري ٿيا، ڇڏي رڻ، راڻو؛
ڏيئي ڦوڙاڻو[٣]، ويا ويچاريءَ سورين.

٢

ڳالهه[٤]، نہ واڻي[٥]، اديون! آريچن جي،
ڪنهن ڀر ڪهي[٦] لنگهيان، جبل[٧] جهاجهائي؟*
جيڪس[٨] واجهائي، هاڻي مرنديس هوت لءِ!

٣

هلڻ سهان نہ هوت جو، وڃڻ آئون گهوريان،
هُون هميشہ هنئين، تہ ڏونگر ڪوهہ ڏوريان؟[٩]
اکين سان اوريان، پسان شال پنهونءَ کي!

٤

هلڻ سهان نہ هوت جو، وڃڻ مون نہ وس،
الله! آريچن جي، گولي ميڙائين گس،
ڀرين، پنهوارا! تو ڀيان، ڏونگريا! مون ڏس،
اکين جي آرس[١٠]، منڊ[١١] جيهائي[١٢] جوڙ ڪئي!§

٥

هلڻ سهان نہ هوت جو، وڃڻ[١٣] م واريو،
رهو رات ڀنڀور ۾، گهڙي هت گهاريو،
معذور م ماريو، سڪي جنهن سگ ڪيو.

٦

مون کي جنين ماريو، آن کي گڏيا[١٤] سي؟
تن ۾ طاقت ناهِ ڪا، ادا! انين ري،
سور[١٥] سلئم[١٦] تي، جيلان[١٧] ڳالهه ڳري ٿئي.‡

٧

مون کي جنين ماريو، سڄائم سيئي،
پنهونءَ پيڪان[١٨] پچنديا، پلن[١٩] تان[٢٠] پيئي،†
ويڄڻون[٢١] ويئي، تي وهيٽي سڄڻين.

٨

مون کي جنين ماريو، سڄائم پاڻا،

١- ڳالهه، ذڪر ٢- واڻي، بيان ٣- فراق، جدائي ٤ ۽ ٥- ڳالهه ٻولهه، خبر چار ٦- ڪهڙي طرح يا نموني ٧- جبلن جي جهجهي يا لنبي قطار ٨- شايد ٩- ڇو، ڪهڙي ڪارڻ ١٠- آلس، غفلت ١١- ههڙي، هيڏي ١٢- جٺ، تعدي ١٣- واڻي نہ ورايو ١٤- اوهانکي ١٥- سليم، اوريم ١٦- انهيءَ ڪري ١٧- جنهن صورت ۾ ١٨ تير، ڪان ١٩- وسايا ٢٠- اکين جي تارن ٢١- ويڄن يا طبيبن کان.
*مان جبلن جي هيڏي وڏي قطار ڪهڙيءَ طرح لنگهي پار پوان؟
§اکين جي غفلت (ننڊ) هن زال سان هيڏي جٺ ڪئي!
‡پنهنجا سور يا ڏک انهيءَ ڪري سليم، جو ڳالهه ڳري (نہ برداشت ڪرڻ جهڙي) ٿي ويئي.
†پنهونءَ پنهنجي ٻنهي چشمن مان مونتي ٻاڻ وسايا.

لوهُوءَ[١] لَڳَنِ ناهِ ڪي، سَندَ مُڙئي ساڻا،
ڏارونءَ[٢] جا ڏاڻا، ڏِنَمِ هوتَ هَٿَنِ سين.

٩

پَرتَوُو[٣] پُنهونءَ جو، ڪي چانڊين[٤]، ڪي اُسَ،
قَرِيباڻي[٥] ڪُسَ[٦]، آهي ڪَرَ[٧] ڪَرَڙي!*

١٠

پَرتَوُو پُنهونءَ جو، سَهائي[٨]، سِياهُ[٩]؛§
مُنهَن ڏِٺي مُون آئيو، رَنگارَنگي راهُ[١٠]،
ڦِرِين ڏِيندا پاهُ[١١]، پوءِ رَڱيندا رَڱَ ۾.

١١

پَرتَوُو پُنهونءَ جو، جهڙُ[١٢] جهَن جهالا ڏي،
آئُون لنهن آريءَ کي، وَنيو راهَ، رُڃان گهَٽو.

١٢

پَرتَوُو پُنهونءَ جو، رَڱيائي راحَتَ،
پانڌِيان ڏِينهَن پَوارَئون[١٣]، ساجَنَ لاءِ صِحَتَ،‡
مَنِي مُصِيبَتَ، آهي آريءَ جامَ جي.

وائي

باروچي ساڻُ، پَڙي! اي جيڏيُون!
هيڪَرَ تِيان هيڪاندي[١٤].
چَڙهي نه سَگهان چوٽِين، يارَ بِنا، دِلِ ماندي!
ڀَڄائي پُنهونءَ کي، هيءَ پيادَڙي، پاندي!
پيرَئُ! هن پَنڌَ ۾، آئُون اِرادي آندي،
پورِهيَتَ پُنهونءَ جامَ جي، باندِيُن[١٥] جي باندي،
ڪَرَمَ ساڻُ ڪَرِيمَ جي، ڪيچي ٿيندَمِ ڪاندي.

## سر ڪوهياري - داستان چوٿين جو سار

سسئيءَ کي سيج ۾ پُنهونءَ جو ڪو به پَرو نه ٿو پوي. پنهون ڪيس پنهنجي چشمن جي پيڪانن سان نسورو چيري ويو آهي. هوءَ هاڻ بنهه بيحال آهي ۽ ويڄن جي هٿن ڪان به وڃي پيئي آهي. سندس ڏارون دوست وس آهي، جنهن ڏاران ٽن ۾ طاقت نه آٿس.
"پنهونءَ پيڪان پڇند پا، ٻلن لـان ٻيٺي،
ويڄنئون ويٺي، ٿي وهيٺي سڄڻين."

پنهونءَ ڪيس ڀڪريءَ وانگر ڪٺو آهي. هو ڪيس پنهنجو حسن ۽ جمال ڏيکاري، پوءِ چپرن ۾ پاڻ ڇپائي ويو آهي. پنهونءَ ڀڄاڻا، سسئيءَ جو حال هي وڃي رهيو آهي:
"لوهُوءَ لڳن ناهه ڪي، سند مڙيئي ساڻا."
روحاني رهبر به طالب کي ڦرين ڪاڙهي ۽ ڀڄائي، پوءِ نوازيندو آهي.
"ڦرين ڏيندا پاهه، پوءِ رڱيندا رڱ ۾."

---

١- رت، خون ٢- علاج، ڦڪيءَ ٣- عڪس، تجلو ٤- چانڊو ٥- محبوباڻي ٦- قتلام، ڪوس ٧- جڙ ٨- چانڊني ٩- اونداهي ١٠- طريقت جي وات، طريقو ١١- تيزاب (ميل ڪڍڻ لاءِ)، لسو ١٢- تجلي، چمڪاٽ ١٣- ڀوائتو، خوفناڪ ١٤- واصل ١٥- قيدين.
*معشوقاڻو ڪوس جڙ ڪنهن ڀڪر تي هليو اچي. (جڙ ويچاري سسئي جا ڀڪري آهي!)
§ پنهونءَ جي عڪس ۾ ڪڏهن چمڪ آهي ته ڪڏهن اونداهي.
‡ محب جي صدقي، ڏکيو ڏينهن به صحت ڪري ٿي سمجهان.

## داستان پنجون

١

ڙِءِ قَرِيبَنِ[1] قوُتُ[2] ڪِيو، وينئي وِرِهَ[3] چَران،*
لَنِ عَذابان اَگهين، مادَرِ! جو نه مَران؟
اَديُونِ! جو نه اوهان، سو مان سوُرَ سَرِيُونِ!

٢

ڙِءِ قَرِيبَنِ قوُتُ ڪِيو، وِرِهَ چَران وينئي،
بانَيِڻِ[4] کي بَروچَ رِيءِ، ٿي ڏُکَنِ سين ڏينئي،
تو پُڄاڻا سُپرِيِنِ، آئوُن سوُرَنِ[5] سانيئي،
جا مَرضِنِ مَريئي[6]، سا، سَرِيُونِ! ڪيئن سگهي ٿئي؟

٣

سَرِيُونِ! ڪيئن سگهي ٿئي؟ وِيڙهي جا وِرِهَنِ،
چِٽُ جنهنجو چوُرُ ڪيو، ڏُکوِيو ڏُکَنِ،
پُڄاڻا پِرِيَنِ، اَديُونِ! اَگهي آهيان.

٤

اَديُونِ! اَگهي آهيان، پِرِيَنِ پُڄاڻا،
سي ڪوهيارا ڪيڻ وِيا، ساڄَن سِياڻا[7]؟
جي سَسُئيءِ سيباڻا[8]، سي وِچي ڪيچ قَرارِيا.§

٥

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪريان ذَرِي،
اَگِي مانَ مرِوُئَنِ کي، ڏُونگَرَ پُوَنِ[9] ڏَرِي،
وَڄَنِ وَڻَ ٻَرِي[10]، اوِيرَ اُڀِري ڪينَ ڪي.

٦‡

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪريان زَبانَ،
اَگِي مانَ مرِوُئَنِ کي، وَسي سوُرُ[11] شَبانَ،
ڻاڪرِ[12] ٽِڪي ڪانَ، جَبَلُ سَڀ جَلي وَڃي.

٧

جي حَبَ نه هَلَڻُ سگهيا، سي جُدا ميڙ[13]، جَليلَ[14]!
لَنگهائي، لَطيفُ چئي[15]، نِجَنِ ڪيچ قَليلَ[16]،
وِساري، وَسيلَ[17]! مَنان مارَڳ، ڇڏئين!

---

١- محبوبن، سڄڻن ٢- ٻره، درد ٣- عذاب کان، درد کان ٤- واقفيت، سڃاڻپ ٥- ويڙهجي يا وکوڙجي وڃڻ ٦- ڏهوڙي ٧- ڪيڏانهن ٨- وڻيا، پسند پيا (يعني محبوب) ٩- پسن، حيوانن ١٠- وڻڪار، ساوڪ ١١- ڏنار ١٢- ٽڪري ١٣- ملاء ١٤- اي شان وارا، اي جلال وارا (ڏڻي) ١٥- وٺي وڃڻ ١٦- ٿورا، اٿورا ١٧- وسيلا، آڌار.

*محبوبن کان سواءِ، مان درد کي ئي پنهنجي خوراڪ ڪري ويني آهيان.

§جي سسئيءِ کي وڻيا، سي وڃي ڪيچ ۾ آرامي يا ٺاٺيڪا ٿيا.

‡جي زبان سان هن حال (پنهنجي ٻره جي باه) جو سچو داستان ويهي ڪريان ته هوند مرن کي هميشه واري سن وٺي وڃي ۽ ڏنار کي درد نهوڙي ڇڏي. جبل جيڪر جلي خاڪ ٿي وڃن؛ پهاڙن جي ذات هوند قائم نه رهي.

٨

ساريان ٿي سڀيل[1]، ٻر[2] تقصيرون ٻانھن ڏي،
مَتان مون کي ڇڏئين[3]، آري ڄام اصيل!
ور، ولھن جا وسيل[4]! رس، رھبر! راھ ۾.

٩

اچيو اچيو چون: "وھ[5]، ويا ٽان. گھوريا،"
سرتيون سانگ سکن سين، مون جھڙن رت نه روُن،
اوُ مرُ وينيون ھون، مون ساگاڻو[6] سور ٿيا.

١٠

سرتيون سوراٽن[7] جي، کوھ ٿيون ٻٽر[8] ٻون؟*
گھاءُ نه لڳن گھٽ[9] جي، ريا مان ٿيون روُن،
چيتاريو[10] نه چون، ٻار منھنجي ٻرينءَ ٽان.

١١

اَڻ ڏڪوئيون ڏکن جي، کوھ ٿيون ٻٽر ٻون؟
ناھ اوراڻو[11] اُن کي، ٿيون لوڪ رياڻون[12] روُن،§
ٻنڌڻ ٻيڙيون[13] ھون[14]، ٻار ٽنين جا ٻڌرا.

وائي

ٽوٽي نين، نه نين؛ آئو! ميان! آئون انين جي آھيان،
زورو ھن ضعيف سين، ڪامل ڪوھ ڪرين؟
جت پنھنجي جوءِ ۾، جانب مان جٽين[15]!
ڪ ٻڌمنتان[16] اَگري، سُرڪي مان سڄين[17]!
ٻانھي ٻروچا ٻانھنجي، سگر[18] مان سڏين،
ٻيرين آئون نه ٻجھي، ڪرھل[19] ھوءِ نه جھلين،
اَديون! عبداللطيف چئي، نيمھن نڀاھيو نين.

## سر ڪوھياري - داستان پنجين جو سار

ٻڌھونءَ کان سواءِ، سسئيءَ لاءِ درد يا وره ئي قوت آھي. ٻرينءَ ٻڄاڻان، ھوءَ ڏکن ۾ ورتل آھي ۽ ڪيس وري صحت حاصل ٿيڻي ناھي. جا عشق جي اَگھي، سا ڪئن سگھي ٿئي؟ "جا مرض مريئي، سا، سرتيون! ڪئن سگھي ٿئي؟" سندس دل ۾ اھا ٻره جي باھ آھي، جنھنجي صرف ھڪ ئي چڻگ جيڪر سمورا جبل ۽ وڻ ٽڻ جلائي ڀسم ڪري ڇڏي. مرون جيڪر لھسجي مري وڃن ۽ ڏاارن کي جھوري ولـي وڃي. نه وري ٻوءِ جيڪر ڪا ٽاڪر ٽڪي، نه ڪا اوير اُبري. سندس سرتين کي وڇوڙي جو گھاءُ گھٽ ۾ نه لڳو آھي. جي ھوُ روئن ٿيون ته به مڪر ڪري. جنکي درد ناھي، تنکي روج کھڙو! جن جي دل گھايل آھي، تنجا ورلاپ ئي ٻڌرا.
"ٻنڌ ٻيڙيون ھون، ٻار ٽنين جا ٻڌرا."

١. گھٽيون ٢- اوٽايون، عيب ٣- اَصل خاندان وارا، اعليٰ نسل وارا ٤- مسڪين يا نماڻين اِسترين ٥- ويھ ٦- سنگي، ساٿي ٧- سوراٽنين، مالم ڪندڙ اِسترين ٨- مالم لاءِ وچاٽو يا ٽوُنري ٩- ڳچي، دولاب ١٠- ڏيان ڏيئي ١١- روج، رودن ١٢- ريا يا نڳيءَ مان ١٣- واريون ١٤- ورلاپ، اوسار ١٥- ترسن ١٦- ٻدمن کان ١٧- پياريں ١٨- ٻاسي، راھ ١٩- اُٺ (ڪرھا).
*سرتيون، سوراٽنين ← ٽوُنريءَ لي ڇو وھن؟ (جنکي درد ناھي، سي ڇو روج ڪن؟)
§ اُنھنکي مالم ناھي، پر جھان اَگيان ڪوڙو ٿيون روئن. جيڪي ٻنڌ واريون آھن، تنجا ورلاپ ئي ٻڌرا.

## داستان چهون

١

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ روئي نه جاڻان،
متي ڪيو پڳان، هنجڻ هاٿا هترا.

٢

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ اندر ناه اسات،
لوهوڪا لڪن ۾، ويري متي وات،
چيرڙ ۾ چوڻيات، ڏنم ڏکوين جا.

٣

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ ڀڄڻ ناه ڀچار،
اندر تي آهون ڪريان، ڪاٺي منجهه خمار،
گريي جي گفتار، ٻيءَ پت ٻاروچن ۾.

۴

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ پار نه جاڻان پنڌ،
ڪيچين ڪارڻ ڪنڌ، نايو تي، نعرو هڻان.

۵

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ پار نه جاڻان پيرُ،
پنڌڻ مون پيڙو ٿيو، سوزن لايو سيرُ،
آريءَ لاءِ اليرُ، رقص پاڳي رن جي.

٦

ڪنهن پر ڏٺان پرينءَ کي؟ رڳڻ مون رياءَ،
برن منجهه ٻڪاءَ، ٻيءَ پت ٻڌم جيڏيون!

٧

سج وسندي ان کي، جوش جلايا جي،
طالب جي تحقيق جا، نينهن تنين وت ني،*
ليڏي پسي ني، هو تان آهي هيڪڙو.

٨

ڀيون ڏيئي ٻن کي، هلج پاسي هيڪ،
ور نه سهي ويڪ، تون، ليڏي! لٽايون ڪرين.

٩

آجا تون اوات، واڻان پاسي ويسري،
سونهين تي سوات، نه منجهان دل ڏڳ لهين.

§١٠

پانهين، پسي ڀپ، متان ڪا، منڌا! ڏئين،
اڳيان ڪو م ڪپ، اي قالي آڏو ڪيچ کي.

١١

ڏاڍي لڪ لڪن جي، پتن پوءِ پڇاءَ،
چپر ڪوسو واءَ، هريا تو نيڻ ڪيا.

---

١- گهمان ٢- لڙڪن ٣- وارا ۴- اکير ۵- لوهيڙي جا وڻ، گهاٽو ۽ چيريندڙ گاه ٦- دشمن ٧- سوساٽ، سڏڪا ٨- سوز کي ٩- ظاهر ڪرڻ جو نوع ١٠- سڙيل ١١- رودن ١٢- نموني ١٣- نوائي، نمائي ١۴- ويجهو، حوالي ١۵- وات ١٦- چال ١٧- ناچ ١٨- قسمت ۾ ١٩- دولاب ٢٠- رودن ٢١- گولائو ٢٢- سچ ٢٣- وني وچ ٢۴- هڪ ٢۵- ويچو ٢٦- ليڻ جون وايون ٢٧- گمراه ٢٨- روحاني وات ڪان ٢٩- غافل ٣٠- واقف ٣١- سنئين وات ٣٢- پوئتي ٣٣- پب جبل ٣۴- ڪيباءَ ٣۵- ڪنب، ٻچ ٣٦- قالين، گلم ٣٧- پوي ٣٨- گرمي، پچڻ ٣٩- آلا، تر، ساوا.

*جي سچ جا گولائو آهن، تن وٽ محبت ڪٺي وڃ يا تن وٽان عشق پراءِ.

§پب جبل پسي، اي منڌ! متان پنتي ورين. تون نڪي ڪيباءَ نڪي ڪنب. هي ڀهاڙ، ڪيچ اڳيان ڄڻ هڪ قالين (گلم) وڇايل آهي.

وائي ١

ڙاري سا ڙاري، اَلو! پَلو! ڪوهياري ساڻ،
آئُون جا ڪنديس ڙاري.
ڪين جهُنديس، جيڏيُون! سوُر پرين جي آئُون ماري،
اُٺَ ڳنگائي هَليا، ٻوٽا[١] ڦُٽڙن باري،
ڪري ڪوهيارو هَليو، مُون سين قيامت ڪاري،
مانَ وِرمن[٢] وِچ ۾، اولاڻي[٣] آري؛*
هندوُئن[٤] جئن هولي ڪري، مُون ڏوُڙ مٿي تان واري،*
لالن لڳي، لطيفُ چئي، واجهائي ٿي ويچاري.

وائي ٢

جنهنجي آهيان ڏُونگر ڏوري،
تنهن ڪوهياري کي کهل پوي!
آئُون تنهن گهوري[٥] گهوٽ جي، ماڻهو ڇو نم پوري[٦]،
نيو نماڻي پاڻ سين، ڇَپر ڇَڏيو م ڇوري،
روئي رڳنديس رَڪ سين، ساڻ ڇُڻاڪن[٧] چوري[٨]،§
اَديُون! آريچن جو، لـڳ[٩] لڳو مون لوري[١٠]؛‡
ڪَشي ڪانُ ڪمانَ مان، لائي[١١] وِڙا لوري[١٢]،
نالائق ساڻ، لطيفُ چئي؛ قادر ڪرم ڪندو، ڙي!

## سر ڪوهياري - داستان ڇهين جو سار

سسئيءَ کي روئڻ جو فن اَچي ئي نہ ٿو، ڇو تہ هوءَ روئڻ کي "رياءُ" ٿي سمجهي. سچ تہ کيس ڪل ئي ڪانهي تہ کهڙيءَ پر رودن ڪبو آهي! سندس درد جي پڇاڻي ناهي؛ تہ بہ هوءَ اِئين ٿي ڄاڻي تہ پنهونءَ لاءِ اَڃا بہ کيس پورو سوز ناهي. حقيقت ۾ پر بہ ڪانئس وڏيڪ روڄ پيا ڪن. "ڪنهن پر رئان پرينءَ کي، رئڻ مُون رياءُ، پرن منجهہ پڪاءُ، پيءَ پٽ، پڏ م، جيڏيُون!"

نينهن وارن لاءِ محبوب پري ناهي؛ پر جيڪي عشق کان واقف ناهن، تن وٽ ويڇو آهي. جوش وارن لاءِ نسوري سڄ ۽ رڄ آهي. عاشق کي، اَڳيان مصيبتون پسي، پٺتي ورڻو ناهي. محبت اَڳيان پٺ بہ هڪ قالين (غاليچو) آهي. "پانهين، پسي پٺ، متان ڪا، منڌ! ڏئين، اَڳيان ڪؤم ڪٺ، اِئي قالي آڏو ڪيچ کي."

•

**"سر ڪوهياري"**- ڪوهياري لفظ جي معنيٰ آهي 'جابلو'. هي سر، سنڌ، پنجاب ۽ سرحد ۾ ڳائڻ ۾ ايندو آهي. هن سر ۾ سسئيءَ جي ڏکئي پهاڙي سفر جو ذڪر آيل آهي. اِنهيءَ ڪري ئي مٿس اهو نالو رکيو ويو آهي. منجهس ڏونگر جي ڏاڍاين جو گهڻو وستار آهي: "ڏونگر! تون ڏاڍو، ڏاڍا! ڏاڍايون ڪرين، مون تن اندر تيئن وهين، جئن وڻ وڍي واڍو."

---

٢- اُٺ ٢- ترسن ٣- اوراڻي، لولي ٤- هندن ٥- قربان ٦- نادان ٧- ڦڙن، ڳوڙهن ٨- چولي، ڪنجرو ٩- لنؤ، نينهن ١٠- باڻ، تير ١١- هڻي، چئي ١٢- باڻ، ڪان.

*شل منهنجي اوراڻي ڪري، آري سردار، سفر جي وچ ۾ ترسن. مون هندن وانگر هولي ملهائي، پنهنجي مٿي تي مٽي وسائي آهي.

§مان اکين مان رت جا ڳوڙها ڳاري، اُنهن سان پنهنجي چولي لال ڪنديس.

‡اَديُون! مونکي آريچن جي عشق جو تير لڳو آهي.

# سُر حُسيني

## داستان پهريون

١*

لُڙُ مَ[1]، لاڙائو ٿيو[2]؛ گهٽون گوهيون چڙِ،
لاهِ مَ لَڏو[3]، لَڏِ؛ تہ ڳاڙهي سِڄِ ڳالهِ مڙين.

٢

لُڙُ مَ، لاڙائو ٿيو، هَلي ڪَرِ همت،
سِڄُ سامهون مُنهَن ۾، مَتان ڪَرئين ڪٿ[4]،
سُپيرِيان جي سَمتَ[5]، ڳاڙهي سِڄِ ڳالهِ مڙين.

٣

لُڙُ مَ، لاڙائو ٿيو، وَرَ[6] چونڊ يندي وَڃُ،
آهي اِئي اهڃُ[7]، هاڙهي هَلنديُن جو.§

٤

اَلهي سِڄَ اويرَ ڪي، ڏِنائين ڏونگرُ،
سَسُئيءَ کي، سَيدُ چئي، سورَنِ جو سمرُ،
ڪُنَلِ رَکيو ڪَرُ[8]، وِڇاريءَ وَڪارَ لي.

٥

اَلهي، سِڄَ! اويرَ، مَ ڪَرِ معذورِنِ لي،
پَسي مَران پيرَ، ڏونگرَ ٻاروچَنِ جا!‡

٦

وِيو ٻاروچو نڪري، هاٿي ڪَريان ڪيئن؟
سِڄَ الٿي سيڻ[9]، سَتون ڏينديسِ سُڄَ ۾.

٧

وِيٺي مون وِيو، لَڙي سِڄُ لَڪَنِ تان،
آئون ڏوريندي ڪيترو، ڀَڃَنِ پيرُ پيو؟
سورَنِ سانڌُ[10] سِهو، اَچي ٿيمِ، جيڏيون!

٨

سَرِليون! سُڄي[11] سُڄَ، مَتان ڪا مون سين هَلي،

---

١- جهڪ، لڙس ٢- لهندڙ، پويون (سج) ٣- نہ لڙس، منزل نہ ڪر ٤- ڳٺ ڳوس، وڇار
٥- سانت، ڪڇهري ٦- ور چونڊڻ = ور ڪنجڻ ٧- نشان، اهڃاڻ ٨- ڪمڙ، ڳاٽ ٩- لائين
١٠- سنبنڌ، لاڳاپو ١١- سڄهي.

*سفر بند نہ ڪر، پر هلندي هل، جڏهن نما شام يا شفق مهل (ڳاڙهي سج) محبوب کي ملين.

§هاڙهي ڏانهن ويندڙ ين جو اهوئي اهڃاڻ آهي.

‡شل جبلن ۾ ٻاروچن جي پيرن جا نشان پسي، پوءِ دم ڏيان.

پاڻي ناهِ، پَندُ گهڻو، اُڃيان رائو رُڃي رڃ،
مَتان مَري اَڃَ، ڪا ڏئي پارالو پِرينءَ کي.

٩

وِيو سِڄُ وَڻَنِ تان، راسيوُن رَتائين،
مؤن کي ماريائين، آيَل! اونداهي ڪري.

١٠

وِيو سِڄُ وَڻَنِ تان، راسِيُن ڏيئي رَڱُ،
جنهن سان مُنهنجو سَڱُ، سو ڪوهيارو ڪيڏ ويو.

١١

پَٽيءَ نه پيرونِ، اوڏيءَ چِڪ نه چِميا،
پويون هيءُ پيرونِ، نينهُن نباهي هَليا.

١٢

مَري تيندِيَسِ مُڃ، جَتَنِ ڪارڻَ، جيڏيوُن!
ڪَري ڪوهيارو سُڄَ، وِيو چِلائي چِپرينِ.

*١٣

ڏِنَمِ ڏُونگَريا، گهوري هُيَس جن جي،
مؤن لوڏان ٿي لَکيا، اَهڙا بارو چا،
آيَل! ڪوهيارا، مؤن ڪَرلاهوُ آئيا.

١٤

سُيَء ڪا تَنوارَ، ڪي هُنئين تي هَٿَ ڪَٽِين،
سُوين رُليوُن سَٿيون، هوتاڻَنِ هزارَ،
باروچاڻا بارَ، لوڙان تَرسُ نه سِڪيا.

وائي

جي هوُندَ ڏِنائوُن، ووا! جيڏيوُن!

حالُ مُنهنجو هَڙو جهڙو!

چَڙهي نه سَگهان چوٽين، مارڳُ مَتاهوُن،
ڏُکيءَ، سَندي ڏيڄَ ۾، ڏُونگَرُ ڏِنائوُن،
ويندي ڪيئوُن وَڻَنِ سين، سَٿيءَ سُڪائوُن،
وَٺي پُنهون پاڻَ سين، اَچان جي آئوُن،§
ڏيندِيَسِ شاخَ سَبَ ڪنهن، وَڻَ وَڻَ واچائوُن،§
هِنئڙو ڏَندَڻَ پاڙَ جئن، چِڪي چِنائوُن،
هِنئڙو ڏاڙهوُنءَ گُلَ جئن، رِڃي رَتائوُن،
هوُء جي پهرڻَ پَبَ جا، مَٺيا مُڪائوُن،
هُونِ سَلامَتَ سُپرينِ، گهوري سا آئوُن!
سو جي سُئُومِ ڪَنَنِ سين، پَهُ جو ڪيائوُن،‡
بانهوُن بيلَ نه لاهِيان، پُنهَلَ کي آئوُن،‡
آيا، عَبدُاللّطيفُ چئي، پُنيوُن مَنَ مُدَعائوُن.

١- شاخون، ترورا ٢- ڳاڙهيون ڪيائين ٣- پٽ يا ميدان ۾ ٤- سندن پير ٥- پسگردائي ٦- ٿهريا، ترسيا ٧- سندن پيرو ٨- پائمال، فنا ٩- رلائي، ڊوڙائي ١٠- قربان، فدا ١١- لوڏ مان ١٢- پروڙيا، پرکيا ١٣- خبر لهندڙ، سنڀال لهندڙ ١٤- اَجايو ١٥- اَصل کان، بنياد کان ١٦- ڪهل، ڪهڪاءُ ١٧- وات، راه ١٨- ڏاج ١٩- وچن، سڪائون ٢٠- ٻئي ٢١- مرادون، آسون.

*تن ڪوهيارن جو ديدار ڪيم، جن تان فدا هيس. مون اُنهن ٻاروچن کي، سندن لوڏ مان ئي پرکي ورتو. اي جيجل! منهنجي سار لهندڙ ڪوهيارا اَچي سهڙيا آهن.

§مان جي پنهون هٿ ڪري آيس ته وڻ وڻ جي هر شاخ کي باسيل سڪائون ڏينديس.

‡جيڪا مصلحت پاڻ ڪيائون، سا جي ٻڌان ها، ته جيڪر پنهنجون ٻئي ٻانهون، پنهونءَ جي ڳلي مان نه لاهيان ها.

## سر حسيني - داستان پهرئين جو سار

شاهه سسئيءَ کي ٿو چوي ته ”هاڻي سڄ لهڻ تي آهي، تون لڪن مان ستون ڏينديءَ وڃ، جنهن ڳاڙهي سج ٿي هلي پنهنجي پنهونءَ سان ملين. ڪيچي وڃي پهاڙن کان پري نڪتا آهن. تون ور چونديندي، وڃي وٺن رس.“
سسئي، سورن جو سامان ساڻ کڻي، وڻڪار ڏانهن سڄ مان ستون ڏيندي پيئي وڃي.
”پاڻي ناهه، پنڌ گهڻو، اڳيان رائو رڳي رڃ.“
[illegible] ڪا منڌ جيڪر اڄ مري، پنهونءَ کي پاراتا ڏئي، پر سسئيءَ پرن ڪيو آهي ته:
”مري نيڻديس مڇ، جتن ڪارڻ جيڏيون!“
افسوس جو سڄ نيٺ لڪن لاءِ لهي، وڃي، وڻن پنيان راسيون رليون، ۽ سسئي ويچاري، بر ۾ ئي بيران رهجي ويئي. هيڏانهن سندس هي قياس جوڳو حال، هوڏانهن:
”بار وچاڻا بار، توڙان ٽرس نه سڪيا.“

•

## داستان ٻيو

١

ڪي ڏَرتِي[1]، ماءُ! ڪي جَرَ[2] سَندي سَڄڻين،
هَلي ۽ واجهاءِ[3]، پَنِين جيرَن وِچ ۾.

٢

مَتيان مَتِي[4] مَچُ، پِرِيَمَ پارو پَڻ جو،
مُون کي طَعنا[5] ٿي ڏَئين، جِنَ نه پَرُوڙئين سَچُ،
اَمڙ! اوري اَچُ، ته سَت سُتايَن[6] سُورَ جي.

٣

مَتِي مَنجهان مينهُن[7]، پسو! پاڻيءَ جِنَ وَهي،
مُون پاتيو نينهُن[8]، جيئُون[9] جيري سَنديُون.

٤

مَنجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَڃي ساجَنُ وِسري،
ته مَرُ[10] لَڳي لُوءَ[11]، تَرَ[12] پاٻِهو ٿي مَران!

٥

لَڳي مُون کي لُوءَ، وِرهَ[13] واڻُون[14] لائيُون،
راڙَ جنهن سين رُوحَ، سو ڪوهيارو ڪيچ وِيو.

٦

ڦَڻ نيڻَ، رَتُ وَهي، ڦُڙا[15] ڪيو،
مُون کي ڏنءِ[16] ڏِيو، اَئين[17] تا وَڃو، اوڙيا[18]!

٧

اَمڙ! وَڃي آڻِ، چَرخو آڱڻَ[19] وِچ مان،
ڪَنبيُر[20] جنهين ڪاڻِ، سو ڪوهيارو ڪيچ وِيو.

٨

ٻِهي[21] ڪامَ ٻِچاءِ، اَمڙ! مُنهنجي آسري،
ڏَٻِي لَتَ چَرخي کي، پُوڻيُون[22] پاڻيءَ[23] پاءِ،
ڪَنبيُر جنهين لاءِ، سو ڪوهيارو ڪيچ وِيو.

---

١- لتل ڌرتي ٢- باهه، ٻڄ ٣- واجهائي ٤- مٿي جي مٿان ٥- ٽنهنڪري ٦- حال ڏيانءِ ٧- ڳوڙهن جي برسات، ٻڳهر ٨- لاڻون ٩- عشق جهڙي باهه ١٠- پل ١١- گرم هوا ١٢- چاتڪ يا پاٻيهل پکي، جو مينهن لاءِ واجهائيندو آهي ۽ ٽر جيتري ٿبت بہ نہ سهي سگهندو آهي ١٣- برهه ١٤- فراق جا رستا ١٥- بوندون، قطرا ١٦- جدائيءَ جو داغ يا عذاب ١٧- اوهين ١٨- اي اٺن وارا ١٩- ڪتڻ جي جاءِ ٢٠- مون ڪتيو ٢١- ڪپهه جي پوڻي ٢٢- پوڻيءَ جو جمع ٢٣- پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏ.

٩

پهي ڪامِ پڇاءَ، امڙ! منهنجي آسري،
ڏيهي ڪي ڪتاءَ، مون کي نينهن نهوڙيو.

١٠

ڪوءِ ڪتڻ، پڻ ڪپاهَ! ڪوءِ آئڻ! پڻ جيڏيون!
ساڄن منهنجو ساھ، هاڃي منجھ[1] هٿي وِيو.

١١

آئڻ چونرِ ڪتڻ، ڏاٽيان، تندُ نه نڪري؛
پاٽا[2] روئي رتُ، چرخو مون چڪ ڪيو.

١٢

ڪوءِ هاڙهو[3]! پڻ هوتڻ! ڪوءِ پنهون، پڻ پريتڻو[4]!
مادر! مون موتُ، پسڻان پرائيو.

١٣

ڪوءِ ٻولي! پڻ ٻروچ! گهوري[5] ذات جتن جي!
مون کي ڇڏي "اوڇ[6]" پيهي[7] ويا ڇپرين[8].

١٤

جتن جتن ٿيا ڏينهن، تتن لتن تاٽي پنڌ ۾،
ڪو آڳاٽو[9] نينهن، بانڀڻ[10] باروچن سين.

١٥

جتن جتن پڇي رات، تتن تتن تاٽي[11] [12] پنڌ ۾،
پوريءَ[13] پي نه تاتَ[14]، جيڪا سا جتن جي.

١٦

نڪو ليکو[15] ٿيو، نڪو تتو ڏينهن،
ٿهان[16] اوري نينهن، جنو آئڻ وارين[17].

١٧

جان جتين[18] تان جلُ، ڪانهي جاءِ جلڻ ري،
لتيءَ لڏيءَ[19] هلُ، ڪانهي ويلَ وهڻ[20] جي.

١٨

لتيءَ لڏيءَ ڪاھ، ڪانهي ويلَ وهڻ جي،
متان لئي اوندا، پيرُ[21] نه لهين پرينءَ جو.

وائي

شاديءَ جو سينگار[22]، آيل! مرڪ[23] منهنجو مون پرين،
آهي ڳهُ[24] ڳچيءَ جو، ڏني هالورا[25] هار[26]،
آهي اکهاڙين کي، جانب جو جنسار،
آهيين ڪاڄ ٻکين جو، توُن تان طعامُ تيار،
اعليٰ آچو عيد ۾، دوستاڻو ديدارُ،
حسن هوتَ پنهونءَ جي، ڪڪوريو[27] ڪوهيار[28]،
سڄ ڪيائين سرهي[29]، واسيائين وٽڪار[30]،
ڇپر[31] چاڙون[32] مڪيون، عطرُ ٿيو آوار[33]،
ڪوڙين[34] ٿيا ڪيترا، نالي تان نثار[35]،
سدا صلابت[36] جي، ڳولي گرفتار[37]،
گهوريان[38] گهرُ گهٽيءَ تان، اچي جتان آذار[39]،
اديون! عبداللطيف چئي، ملبو مون منار.

---

١- مصيبت ٢- پسايو ٣- هاڙهو جبل ٤- نينهن ٥- قربان ٿي ٦- ڳول ٧- لڪي ٨- جبلن ۾ ٩- آڳاٽو ١٠- سسئي ١١- ٿري ١٢- ڪاهي ١٣- پورڙيءَ ١٤- پچار ١٥- حساب ١٦- ٿنهن کان اڳي ١٧- آئڻ وارين ١٨- جيڏيري ههجين ١٩- ٿيپت ٿوڙي لڏ ۾ ٢٠- مهل ٢١- پيرن جو نشان ٢٢- خوشيءَ جو ڳهڻو ٢٣- فخر ٢٤- ڳهڻو ٢٥- چمڪاٽ ٢٦- ڳچيءَ جو هار ٢٧- لال ڪيو ٢٨- ڪيچ ٢٩- خوشبودار ٣٠- جبلن، لتن ۽ مڪان جو نالو ٣١- جبل ٣٢- هيڪارون ٣٣- پکڙيل ٣٤- ڪروڙين ٣٥- قربان، ٣٦- شان شوڪت ٣٧- ٻانهي ٣٨- جتان ٣٩- منهنجو آذار.

## سر حسيني - داستان ٻئي جو سار

ڪي رڻ جي لهس، ڪي بره جي باھ. انهن ٻنهي ڄيرن جي وچ ۾ ويچاري سسئي پنڌ ۾ پيئي ڪري ۽ واجهائي ۾ پيئي نهاري. آڏو ۾، ويهي ڪانئس اُٺ ڪتڻ نہ تو پڇي. سندس اکين مان لڙڪ رت، جرخي ۽ پونئين ڪي ڇڪ ڪيو ڇڏي. هوءَ گهر ۽ آڙڻ پراڻ تان گهوري، اون ۽ پهاڙن ۾ ڪاهي پيئي آهي. هوءَ نتي تديءَ ڪي نہ ٿي ڏسي، پر پنهونءَ جي پرت ۾، وڃي ٿي سڄ مان سڙون ڏيندي. عاشق کي جڳائي نہ وهڻ جي نہ ڪري، پر اُڀ ٿي پهر ڪڙهي ۽ ڪاهي. پنهونءَ جي حسن، ساري ڪوهستان کي زيب ڏيئي ڇڏيو آهي، ۽ سندس وجود، سڄ کي سرهو ڪيو آهي. سسئي، پنهونءَ جي حسن ۽ خوشبوءِ تي حيران ٿي، وڃي ٿي رڻ ۽ روه جا مشڪل سفر طيءِ ڪندي.

•

## داستان ٽيون

۱

ڪو گهمندي گهورَ[1]، آئِم ٻاروچَنِ جو،
ڇڏِيندِيَسِ پَنهورَ، هِمَٿون هِمَت نہ وِنڌُرِي.

۲

پَنهورَجَنِ[2] سُکَنِ، مُون کي ساٿان[3] ڪارِيو[4]،
هاٺي ساڻُ ڏُکَنِ، تان کي ڏُونگَرَ ڏورِيان.

۳

پيرَ[5]! پَنهوران، پَڇو تان اَبهو،
اَڳِي اِنَ ماڳان[6]، سَرَتِيُنِ سُوَرَ پرائِيا.

۴

پيرُ! هِنَ پَنهورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهون،
سَوارُ[7] سُونهون[8]، پُڇِي پُورِجِ[9]، سَسُئِي!*

۵

پيرُ! هِنَ پَنهورَ ۾، گهايَلِ ٿِي گهارِيان،
سَجَڻَ جي سانگ[10] وِيا، سيئي ٿِي سارِيان[11]،
سي ڪيئن وِسارِيان[12]؟ جي وَٽان مُون واڻ ٿِيا.

۶§

پَنهوران اُجاڙِ[13]، سَرَتِيُون[14]! سَکَرُ[15] پائِئِيان،
مُون سين تنهن پَهاڙِ[16]، ڏُکان[17] هَڏِ نہ ڏورِيو.

۷

اُجاڙان پَنهورَ[18]، سَرَتِيُون! سَکَرُ پائِئِيان،

---

۱- پور ۲- پنهور جي ۳- ساٿ کان ۴- رهائي ڇڏيو ۵- چولڪارو پايو ۶- ماڳ، کان ۷- سوير پرو ۸- رهنما ۹- هلبج ۱۰- سفر ۱۱- ياد ڪريان ۱۲- اُسهيا ۱۳- پنهور کان ۱۴- سڄ ۱۵- بهتر ۱۶- ڏک کان ۱۷- هرگز ۱۸- سڄ کان.

*اي سسئي! سوير ٿي ڪو رهبر ڪٺي، هن راه ۾ هلبج. (روحاني راه ۾ مرشد بنا اونده آهي.)

§اي سرتيون! مان پنهور کان سڄ کي بهتر ٿي سمجهان، ڇو تہ پنهور ۾ ڏکن جي ڏر کان، مون کان جيڪر ڏُونگر ڏورڻ نہ ٿئي ها.

آرِياڻي[١] آئورُ[٢]، ڏُمِر جتِ اَکينِ سانِ.

لَڳي لاڳاپي[٣]، پوري[٤] مُندَ[٨] پَنهورَ جي،

پِرِين وِڃايو تِي، ڏُکي[٥] ڏوري ڏُونگرين[٦].

٩

ٻُليو[٧] سَڀُ پَنهورُ، جو ٻُنيءَ[٨] هوتَ نه هَليو،

شَهرَ سُڃاتو ڪِينَ ڪِي، آرِياڻي آئورُ،

ماڻيو تِنِين مورُ[٩]، ڏِٺِيو[١٠] جِنِين دِلِ سِين.

١٠

جِنِين ڏِٺِيو دِلِ سِين، ٻُنيءَ سي ٻيٺُون،

نه پرِ تي وِيٺُون، جي پُنهونءَ پارُ لِڪائِيو.

١١

ٻُرو هو پَنهورُ، جو آرِياڻيءَ[١١] اُجارِيو،

لاٿو سَڀَ لوڪَ تان، هاڙهي[١٢] ڏَٽيءَ[١٣] هورُ،

چوڙِيُون[١٤] چُرَڻَ سِڪيُون، پُنهون ڪَياڻُون پورِ[١٥]،

آيو سو آئورُ، جنهن ڏُکيُون[١٦] ڏِکَ وِهارِيُون.

وائي

لَڳو[١٧] مَنجهه لَڪَنِ، آيَل! تارو پِرِ پُنهونءَ جو.

نه ڪنهن واءُ[١٨] وڃائِيو[١٩]، جهورِيو تان نه جهڪَنِ[٢٠]،

ڪَهَ[٢١] ڪَٿُوريان[٢٢] اَگِري[٢٣]، هاڻي جا[٢٤] هوتَنِ،

بوراٿو[٢٥] ٻَرَنِ جو، رِڙِهيو مَنجهه وَندَنِ[٢٦]،

لُطفَ ساڻُ، لَطيفُ چَئي، ڪندو وَرِ[٢٧] وِلهَنِ[٢٨].

## سر حسيني - داستان ٿئين جو سار

پنهونءَ جي وڇڻ کان پوءِ، سسئيءَ جو من، پنهور ۾ نه ٿو ونڊري. پنهور جي سکن ۾ ڪيس پنهونءَ جي ساٿ کان سڪايو، لنهن ڪري، هوءَ سڀ کي پنهور کان بهتر ٿي سمجهي. البت، پنهور کي به هڪ لحاظ کان سڀ کان وڏيڪ شرف آهي، ڇو ته پنهونءَ جو ديدار پهرين اُت نصيب ٿيو هوس. دوست جو دائمي ديدار اُهي ٿا ماڻين، جي دل سان ٿا ڏسن. جن دل سان محبوب جو مشاهدو ماڻيو آهي، سي ئي ڪشالا ۾ سر ڪري، سندس پٺيءَ تا لڳن. ٻين جو همت هلڻ محال آهي. هي جهان پنهور مثل آهي. جو انسان انجي عيشن ۾ مبتلا آهي، سو وصل وڃائي ٿو. روحاني پند به سڀ جو پند آهي، جنهن ۾ ڪنهن ماهر رهبر جي درڪار آهي. بنا پورائي، ٻرن جو سفر ڪرڻ هڪ ناشدني آهي.

---

١- آري جام پنهون ٢- لاڏاڻي ٣- سنجيدگي کي ڇهڻي بيٺي ٤- اَبوجهه عورت ٥- ٺهڪري ٦- جبلن ۾ ٧- گمراهه ٿيو ٨- هوت پنهيان ٩- سهڻو سجڻ ١٠- ڏٺو ١١- اوجل ڪيو ١٢- هاڙهي جبل جي سائينءَ (پنهونءَ) ١٣- فڪر، خطرو ١٤- چوڪريون ١٥- ڪُمڙي تي گلڪاري ڇرڻ لاءِ ڪاٺ جو ٿنڀو ١٦- هار سينگار ١٧- زمين تي لڳي بيٺو ١٨- ميساري ڇڏيو ١٩- ڦٽايو ۽ بگاڙيو ٢٠- واڇوڙن ٢١- در ٢٢- ڪٿوريءَ يا مشڪ کان ٢٣- وڌيڪ ملهائتي ٢٤- جا محبوبن هاڻي آهي ٢٥- سونهون ٢٦- پيچرن ٢٧- واهر ٢٨- مسڪينن.

## داستان چوٿون

١

لَڄايا مُونهان، ساڄُهرِ تي سيڻَ وِيا،
پِيَنِ پَنِيوران، سُڌِ مُنهنجيءَ ذاتِ جي.

٢

هُيَسِ جي آئُون، بانهي ٻاروچَنِ جي،
هوُندَ نہ ڇَڏيائُون، ڏُکيءَ کي ڏُکَنِ ۾.

*٣

آئُون جي هُيَسِ هَڏُ، اَديُون! آريچَنِ جو،
ساٿَ لَڏيندي سَڏُ، هوُندَ ڪوهيارا ڪَرِنِ مُون.

٤

هُيَسِ جي سِياءِ، تہ ڪَيمِ ڏُکُ ڏيرَنِ تي،
اَدَبَ وچان اُنِ سين، ڳالهہ نہ ڪَيمِ ڪاءِ،
ذاتِ مُنهنجي، ماءُ! ڪَچو ٿي ڪيچِيُنِ کي.

٥

اونِيُنِ اُمارو، مُون جَهليندي نہ رَهِيا،
ساٿِيُنِ سَوارو، ڪَيو ڪيچُ اَکينِ ۾.

٦

ساٿي تُوءِ هَلَنِ، ٻَنَرِ جي وارَ ڪَرِيان،
جيڪُسِ ٻاروچَنِ، ڪو ڏُنو عَيبُ اَکينِ سين.

§٧

ساٿِيُن سَمِين نہ جاڳِينِ؛ ٻوءِ ڪُچاڙِيان روءِ؟
اِيَ ٻِرَ ڪُپَرِ هوءِ، جِتَن هوُ سانگِي، تُون سُمهِين.

٨

ساٿِي نہ پَسان سي، جي هُتِمِ هڏِئِين تُوٽِيوُن،
هاٺِي ڪنين جي، وَڃِيو اَگَرِ اُيِيان؟

٩

آن ڪي ساٿِي ڏِٺَ؟ جي مُون وِيڙهِہ وِڃائِيا،
رُئان رَتُ مَڇُتَ، هاٺِي تن ٻِرِيُنِ کي.

١٠

مُون سَڏِيندي سَڏڙا، ساٿِي سَڏُ نہ ڏِينِ،
وِلَهيءَ جي وَٿاڻَ تي، تُوڏُ نہ تنوارِينِ،
هيڏا هاڃا تِينِ، ٻُري ڀِھَنَ پَنِيوَرَ ۾!

١- لڄي ٿيا ٢- مونکان ٣- سويل ٤- ٻرين ٥- عزيز ٦- جبل جا رهاڪو ٧- سڳي ماٽنياٹي ٨- دانهن يا شڪايت ڪيم ٩- مهٽو، عيب ١٠- سانباهو ١١- ساڄهر ١٢- ڪيچ ڏانهن رخ رکيو ١٣- لنهن هوندي بہ ١٤- بسترو ١٥- اِها ريت ١٦- ڪريت ١٧- سفر لي ويندڙ ١٨- ٽنبا (دل جا آڌار) ١٩- ٻيهان ٢٠- ڏٺا ٢١- پنهنجي ويڙهي مان يا جهنگ ۾ ٢٢- لال (ٻوٽو جنهن مان ڳاڙهو رنگ نهندو آهي) ٢٣- مسڪين ٢٤- توڏا، اُٺ ٢٥- وٿل.

*مان جي آريچن جي رت مان هجان ها، تہ هوُند ڪوهيارا، ساٿ جي لڏڻ ويل، مونکي سڏين ها.

§تون ساٿين سمين نہ جاڳين؟ ٻوءِ ڇا جي لاءِ ٿي روئين؟ اِها ريت، ڪريت آهي، جو هو سفر ۾ اُسهندڙ آهن ۽ تون سنل ٿي رهين.

١١*

ڪَهان، تان ڪيچان ٻَري! وِڃان، تان وَتِ مُون!
ٻُلِي ڏورِيمِ ٻُون، عَبَثُ آريءَ جامَ کي.

١٢

ڪَهان، تان ڪيچان ٻَري! سُمهان تان سِرُ هيٺِ!
باروچِي سين ڏيٺِ، جيڏيُون! جيهيءَ ٻِرِ ٿِي.

وائي ١

هوتَ! هوتَ! اي هوتا! ڏيندِيَس ماهُ مِرِنِ کي،
آئُون جَرا جِيَّ ڪَري.
ڏيئي باهِ ڀَنڀورَ کي، آئُون آيَسِ لو ڳَري،
آرياڻِي ڀُنڀورءِ ري، مُون کي، سَرَتِيُون! تان نہ سَري،
جَندي پايو جانِ ۾، ڏُکي ڏُکَ ڏَري،
آءٌ اوراهُون، سُپِرِين! وَڃُ مَ، پِيَّ! ٻَري،
مُون ڏِٺي، مُون وِسَهو، وِرچِي تان نہ وَري،
ڏُکيءَ جي ڏيکارِئين، ڏاران مُنهن مَري،
پيالي پِرِيُن جِي، موهِمَسِ ميٺَ ڪَري،
آريءَ جي عِشقَ جي، مُون کي اَندَرِ آڳِ ٻَري،
لوکي لوءِ نہ ڇَڏِيان، جي وَڃان ٻُونءِ ٽَري،
ڏَڙَّ وِجهنديَس ڏوُڙَ ۾، مَتو ڏارَ ڏَري،
هَلَڪَ سُڻِي هوتَ جي، ڏُکي، پَسُ! ڏري،
پِرِين! ڪَڍِجِ پانهِنجِيُون، اَکِيُون ٻاجهہ ڀَري،
اَڏيُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مَنَ ڪا مَهرَ ڪَري.

وائي ٢

ڏُونگَرِ تہ ڏوري، وِندُرِ ٿِي ووڙِي،
جَتَنِ لَءِ، جيڏيُون! ڏُونگَرِ ٿِي ڏوري.
سوُرَ پائي ٿِيَسِ، سُڄَ ۾ جامَ ڀُنهَلَ کان اوري،
اَڪَ چاريِندِيَسِ اُنِ جا، ٽَڪَرَ پاسِ ٽوري،
مَهارُون تن مِينِ جون، خُوبُ خوشيءَ مان جوڙي،
ڪاهي ڪَڏَ ڪيچِيُنِ جي، ڪينَ پُڇِي، ٽَڙَ ٽوڙي؛
اَڏيُون! شاهُ لَطيفُ چئي، آءٌ، آري جامَ! اوري.

١- هلان ٢- ڪيچ کان دور ٣- گمراهہ ٿي ٤- زمين ٥- اَجايو، بي سود ٦- مٽي جي هينان (ڪنڌ جي رڳن کان ويجهو) ٧- سڃاڻپ، ملاقات ٨- ڪهڙيءَ ريت (اَلٽيءَ ريت) ٩- ماس ١٠- حيوانن ١١- ذرا، رليون ١٢- سرير ١٣- وت ١٤- جند ١٥- اوري ١٦- اي پرين! ١٧- ديدار ٻنا ١٨- موهت ڪيس ١٩- ميناج وارو ٿي ٢٠- لڏهن هوندي ٻہ ٢١- زمين جي لڙي ۾ پاتال ۾ ٢٢- جدا ڪري، ٽرار جي ڏار ٽي رکي ٢٣- جبل ۽ ٽڪن جو نالو ٢٤- ڳولي ٢٥- درد ۾ شريڪ ٢٦- جبل وت يا جبل جي دامن ۾ ٢٧- هڪلي ٢٨- اُٺن ٢٩- تيار ڪري ٣٠- ڪيچين پنهيان ٣١- پند جي ڪٿ نہ ڪري ٣٢- چشما يا درياهہ جا ٽڙ ٣٣- اُڪري، لتاڙي.
*پند ڪريان تہ هو ڪيچ کان ٻري آهي، جي هڪ هنڌ وهان تہ مون سان گڏ آهي. مون ناحق گمراهہ ٿي، ڀنڀورءَ کي ٻرپٽن ۾ ڳوليو. (ڏٺي اَندر ۾ ئي آهي. ڪيس ٻري ڏورڻ عبث آهي.)

## سر حسيني - داستان چوٿين جو سار

پنهونءَ ڀڄاڻا، سسئيءَ کي اهو خيال ٿو اچي ته ”جي پنهونءَ جي سچي ٻانهوٽي يا ٻانهي هجان ها يا سندس خاندان مان هجان ها ته وڃڻ ويل مونکي ضرور سڏ ڪري اُٿارين ها ۽ ساڻ نين ها. شايد منهنجي خسيس ڪل کي عيب ڄاتائين، جو مونکي هئن ڇڏي هليو ويو. مان ڪٺي پنهنجي وارن کي پکيڙي، پٽراٽي ڪريان ته ٻ هو جيڪر هيئر مون وٽ ڪين رهن.“

شاهه صاحب، طالب کي شرمائيندي فرمائي ٿو: ”اي ٻر ڪبر هوءِ،جئن هوُ سانگي، تون سمهين.“ جو پنيور (دنيا) کي ڇهنيو، تنهن پنهون (رب) وڃايو. روحاني سفر ۾ ٻين جو پند نه گهرجي. حقيقي محبوب، رلڻ سان نه ٿو ملي؛ پر هڪ هنڌ ويهي پاڻ پڃائڻ سان. ”ڪهان، تان ڪيڃان پري! وهان،تان ويجهڙو! پلي ڏوريم پؤن، عبث آريءَ جام سين.“

•

## داستان پنجون

١

ليڙن[1] لنگهي لَس[2]، مانباڻيان[3] مٿي وِيا،
وَنيِ وَرُ[4] واتَ ٿيا، پُنهون جامُ پهَس[5]،
هُئا وَڏي وَس[6]، باروچا پَنيورَ ۾.

٢

وَڏي وَسَ هُئا، باروچا پَنيورَ ۾،
وڃي ڏورِ پيا، سانگين[7] پُنيءَ سُپرين.

٣

سانڍي پنهنجي ساهِ[8]، ٻانهين[9] تي ٻُورا[10] ڪريان،
واڳيون جي وَرَنِ[11] سين، تن سَرتين سيڄ[12] سهاءِ*
مون کي طعنا تي ڏِئين، مون جئن مُنءِ[13] نه، ماءِ!
آريءَ جي آڪاهِ[14]، رُلايس روهن[15] ۾.

٤

ماءِ! وهاڻو وار[16]، ڪڻ پٽراٽي پانهنجي،
جيڪي ڏنءُ ڏيڄ[17] ۾، سو سيوڻي سارِ[18]،
وَڃان ٿي وَڻڪار، ڏُمُر پيرُ پُنهونءَ جو.

٥

ڇڄون[19] چِهر ڪتَ، ڀِرَط[20] پٽراٽيون پانئيان،
جتي رهان راتڙي، ڀِرون منهنجا مِتَ،
سيڻن جيءَ سهت[21]، ڏونگر ڏولي مون ٿيو.

٦

ڏني سڪ سسئيءَ کي، ٻياباڻي[22] ٻروچ،

---

١- اُنن ٢- لسو ميدان (لس ٻيلي ڏانهن اِشارو) ٣- مانباڻ کان (هڪ نئن جو نالو: مانباڻ يا ماباڙ) ٤- پنار ٥- ڀوريءَ ٦- وڏي وسندي ٧- سفر ڪندڙن ٨- زيورن جي ساهه ٩- عاج جا چوڙا ١٠- ڇيهون ڇهون ١١- بدل، ميلاپ ۾ ١٢- سونهي ١٣- تون نه منهنءَ ١٤- آڪه، خاندان ١٥- پهاڙن ١٦- مونائي يا ورائي وٺ ١٧- ڏاج ١٨- ساري وٺ ١٩- وڏا ڀرط ٢٠- چِهر ڪٽون (وڏيون ٻ ڪيل ڪٽون)، سيڄون ٢١- ڪشش، اُڪير ٢٢- ساٿياڻي (پنهونءَ کان ملڻ سڪ).
*جي پنهنجن پنارن سان مليون وينيون آهن، تنکي ٿي سيڄ سونهي.

لوڪ وِچان ٿي لوچَ، نيٺي پَهچائي پُنهونءَ ڪي.

٧

مُسافِرَنئون، ماءُ! وِرِهُ، وِهاڻِم وِڙُو،
اَچي ٿيم اوچتي، ڪَن سانگين سين ساڃاءُ،
ڄيڄان! جَهلَ مَ پاءُ، هِنئون هوت هَٽي وِيا!

٨

ڪيئن اَڙائيءَ پانڌُ، پلؤ پَرَڏيهين سين؟
مَنيون مُوڙهيءَ، سَسُئي! ڪَيءَ ڪوهيارو ڪانڌُ،
رُلي! پانڌيءَ راند، پانڌِيڙ! عشقُ پَروچَ جو!

٩

مُنهنجو پاڙيچَن، ڪَچو ڪونہ پَڪيو،
پاسي چَڙهي پُنهونءَ جي، ذات سلٽي جَن،
ليلان پاروچَن، نِڌرِ چِڏي نِنڊ ۾.

١٠

حُسينيءَ جيءَ هاڪَ، مادَر! ماري آهيان،
ڏيهان ڏورَڻ ڏُکَ سين، راليان چِڪَن چاڪَ،
ٻِجان پِرِ فراقَ، مَتان پوئِم پرينءَ سين.

١١

جيڪي فِراقان، سو وِصالان نہ ٿئي،
اَچي اوطاقان، مُون کي پرينءَ پَري ڪيو.

١٢

ڦِري آءُ، فِراقَ! مُون کي وِصالان وِچ پيو،
جي ٿي چِڪِيم چاڪَ، سي پرينءَ گَڏجي پُوريا.

وائي ١

پُنهون پَريشانُ، پَرا! پَرا! نڪو خانُ نہ مانُ،
هيءَ! هيءَ! حالُ مُنهنجو.
مُون کي پَڪَ بوتِن جي، ناقي پانئيان نانُ،
شَهرَ صحرا پانئيان، مُون ليکي مَيدانُ،
رُئان ٿي رُڃَن ۾، آريءَ لَءِ عُريانُ،
پِٽيان مُنهن پَسَڻَ لَءِ، هِتي ٿي حَيرانُ،
آهي آريءَ جامَ جو، مُون کي ڪاري ڪانُ،
ديوانيءَ کي دل ۾، سُوَرَن جو سامانُ،
وِجهج پَڪَ پينارِ تي، پرِيم! ڪاٿي پانُ،
ڪَڏهِن ٿيندو ڪيچ ۾، مُنيءَ جو مَڪانُ؟
آهين، عَبدُاللَّطيفَ کي، اَڳيان ٿُون اَڳوانُ.

وائي ٢

پاڙيچيئون! ڪا پَچارَ؟ مُنهنجا ڏيرَ ڏَمِر ڪنهن وِيا.
ويٺي گُوڙها ڳاڙيان، ڪَن جامَن لاءِ جَمارَ،
ڪَرِ ڪا ڪانگَ! اَچڻ جي، ڪَن جي ڪا ڪَنوارَ،
مُٺي ماري هَليا، ڪيچي ڪاهي قَطارَ،
سيڻَن لاءِ، سَيّدُ چَئي، جهڄيس سَڀَ جَمارَ.

---

١- ڳولا ٢- نيڌهن ٣- سوديم ٤- گهٽو ٥- سچاڻپ ٦- روڪ نہ وجهہ ٧- پلاند ٨- پينار ٩- اي پٽڪيل! ١٠- عيب ١١- طرف وٺي ١٢- سلي ١٣- لنهنڪري ١٤- نڌڪي ١٥- سر حسيني (جو درد ۽ ماتم جو سر آهي) ١٦- آلاپ ١٧- زخم ڪڙهن ١٨- جدائيءَ پر ١٩- پوءِ ٢٠- جدائيءَ مان ٢١- ميلاپ مان ٢٢- اوطاقن ٢٣- وڃوٽي ٢٤- اَفسوس، اَفسوس ٢٥- گهر نہ سامان سرو ٢٦- اُڪير ٢٧- اُٺن ٢٨- ڏاچي ٢٩- برپٽ ٣٠- ظاهر ظهور ٣١- قهري ٣٢- باڻ ٣٣- پينو فقير ٣٤- اي منهنجا پريتم! ٣٥- اي پاڙي واريون! ٣٦- ڳاراٽي يا جهوريءَ ۾ گريس.

## سر حسيني - داستان پنجين جو سار

پنهونءَ کي جت زوريءَ کڻي ويا آهن ۽ سندن قافلو ماناڻ کان پار وڃي نڪتو آهي. ٻاروچا پنيور ۾ هوا ته سسئيءَ لاءِ وڏي وسندي هوا. هينئر سندن سڪ ۾ هوءَ سڄي جا سفر پيئي ڪري. هوءَ ماءُ کي سارو ڏاج موٽائي ٿي ڏئي ۽ پوءِ رڻ ۾ رائي ۾ ڪاهي ٿي پوي. هاڻ مرون سندس مت آهن ۽ ڇپون، ڇپرڪت. شايد پنهون، سندس ذات کان شرمائجي، پنيور ڇڏي ويو. پنهونءَ جي جدائيءَ ۾ سسئيءَ لاءِ ”ڏينهان ڏورڻ ڏک سين، راتيان ڇڪن چاڪ.“ فراق ۾ فرحت آهي، وصال ۾ فرقت (ويڇو). جدائيءَ ۾ دلبر هردم دل ۾ آهي، ميلاپ ۾ رڳو اکين آڏو آهي. وڇوڙي ۾ جا اڪير آهي، سا گڏجاڻيءَ ۾ گم ٿيو وڃي. ماڻ سان محبت مرڻو وڃي: ”جي ٿي ڇڪيم چاڪ، سي پرينءَ گڏجي پورِيا.“

•

## داستان ڇهون

١

آيا، آسَ[1] تيامِ، ٻاروچا پنيورَ ۾،
ٻَسي ٻهرَ پُنهونءَ[2] جي، نَنهَن[3] سيڻن نيڻ نَريامِ،
گوندَرَ[4] وِسرِيامِ، سُکَنِ شاخُون[5] مُکيوُن.

٢

ڏيکارِيُس ڏُکَنِ، گوندَرَ گَسُ[6] پرينِ جو،
سوُنهائي[7] سوُرَنِ، کي هيڪاندي[8] هوتَ سين.

٣

کنين کنِين ماڙهين، گوندَرُ وڏي وَٽُ،
ٻَڌي گوڏِ[9] گَرَٽُ، سانُو[10] ڪجي سوُرَ جو.

سَؤُ سُکَنِ[11] ساٽي ڏيان، سَرُّ پڻ ڏيان سَٽ[12]،
جي مُون مَڙِي مَتَ، تہ وِرِهَ[13] وِهايان هيڪڙو.

٥

سَؤُ سُکَنِ ڏيئي، وِرِهَ وِهايُمِ هيڪڙو،
مُون کي لنهن نيئي، ٻيرُ ڏيکاريو پرينءَ جو.

٦

سوُرَ! مَ ڏي ڏوُڻَ[14]، آئُون آهيان اَکِهين[15] ڪاهِري،
جا ٻَرِ ٻاٽيءَ لوُڻَ، سا ٻَرِ مُنهنجي جندَڙي.§

٧

سوُرَا! مَ وڃيجاهُ[16]، سَڄڻَ جنِ سانگِ[17] وِيا،

---

١- اُميد، آسرو ٢- مت مائٽ ٣- ننهن سوڌو ٤- غم ٥- واڌايون ٦- پيچرو ٧- رهبري ڪري ٨- واصل، هڪ ٩- ناٽو ١٠- سؤدو ١١- سؤدي ۾ ١٢- سؤدي يا عيوض ۾ ١٣- بدلي ۾ ١٤- ڏوڏو ١٥- نبل ١٦- نہ وڃجو ١٧- سفر يا مسافريءَ لي.

*مان جيڪر سؤ سک، بلڪ پنهنجو سر ب، سؤدي ۾ ڏيئي ڇڏيان؛ جي مونکي عيوض ۾ رڳو ٻره (سچو عشق) ملي تہ هوند اُنجو ئي وڻج ڪريان.

§جا حالت، ٻاٽيءَ ۾ لوڻ جي ٿئي، سا سورن ۾، منهنجي جان جي ٿي.

پرينءَ پُڄاڻاءِ، آئون اُوهان سين اوريان.

٨

سُوَرَنِ سانگهارو، ڪَڏهن تان ڪونَ ڪيو[1]،
آيلِ! اوڀارو[2]، ٻاڙوڏو[3] ٻوڙَ[4] وَهي.

٩

سانگهارو سُوَرَنِ، ڪڏهن تان ڪونَ ڏنو،
ٻاڙَ[5] ٻوڙَ[6] وَهَنِ، ڪالهوڻيان[7] اَڄُ گهڻا.

١٠

سُوَرَ نہ ساڳاهين[8]، ڏِيَنِ اُدَما اوچتا[9]،
مُون کي مُون پِرِينِ جا، اَمِيا[10] آهين،
لَڇُون جي لاهينِ، سيئي تِيَمِ سامُهان.

١١

سُوَرَنِ لَدو سَنجُهہ[11]، پاڻهي پيهي آئيا،
ڪنهن کي ڏيان مَنجُهہ؟ مَرُ[12] تان چِڪِنِ[13] چِتَ ۾.

١٢

سُوَرَا! مَ مَتِيج[14] ساءِ[15]، آئون نہ وِڪَني آهيان،
وَڃِجِ[16] مَ وِيَلَ[17] ڪَنهين، وِرِهَ! مُون وَٽاءِ،
تُون پڻ لَڏهن[18] جاءِ، جڏهن ليان هيڪاندي هوتَ سين.*

١٣

سُوَرَ ٻہ[19] پِيَتون پَٽ، هِڪِ چِڪيو ڪي ٻيو،§
پِرِيَنَڙي[20] پِرِينُ جي، ماءَ! مُنجهايَمِ مَتَ،
پينڊَ! پَکيءَ[21] پَسِ، لَڳُمِ ٻاڻُ بِرَوچَ جو.

١٤

لَڳُمِ ٻاڻُ بِرَوچَ جو، ڪَرَها[22] تِيا قَضاڪَ[23]!
اُهڪي جا اُنَ[24] کي، سا مَينَ[25] پوءِ مَ ماڪَ!‡
اَکَڙيُن حوراڪَ، پَسڻُ پِرِڏيهِينِ جو.†

١٥

لَڳُمِ ٻاڻُ بِرَوچَ جو، اَمڙ! ٻَلِ مَ مُون،
سَڀِ رَڱيندِيَسِ رَتَ سين، ڪيچان اوري پُون[26]،
مادَرِ! مَتان مُون، لَڪَنِ لوڏون لائيون[27].

١٦

ڏُکَ لَڳو، ڏونگر ٻَرِيو، پينڊَ! ڪاٽِي[28] پُون،
مَتان لائو مُون، سَندو چِڪُ[29] آسرو.

---

١- گهٽتائي ٢- پاڻيءَ جو چاڙهہ ٣- ٻاڙ ٻڌو (ٻاڙ=نار جو سامان) ٤- تار ٥- نار ٦- تار وهن ٧- ڪالهہ کان ٨- گهٽجن، ساڃهہ ڪن ٩- پڙڪا ١٠- اُڻ ميا ١١- سنو وجهہ ١٢- ڀل ١٣- چمڪن، وسن ١٤- سواد، لطف ١٥- بيزار ١٦- ڪڏهن بہ وقت ١٧- وٽان ١٨- وڃ ١٩- طرحين طرحين، ڀانت ڀانت ٢٠- پريم، عشق ٢١- چڱيءَ طرح ٢٢- اٽ ٢٣- رهزن ٢٤- اُڻ ٢٥- شبنم (ماڪ جا قطرا) ٢٦- زمين ٢٧- اَمڙ ٢٨- جلي ٢٩- من يا چت تان.

*اي سور! تون پڻ لڏهن وڃ، جڏهن مان پنهنجي پرينءَ سان گڏجي هڪ ٿيان.

§سور بہ طرحين طرحين ويڙهي ويا آهن؛ هڪ اُها اندر اُيري ٿي ڪين تہ متان پيو اُڇيو نازل ٿئي.

‡شل اها ماڪ بہ آري جام جي اُن تي نہ پوي، جا اُنهنکي اوکي لڳي!

†پرڏيهين (پنهون ۽ سندس ساٿين) جو ديدار، منهنجي نيڻن لاءِ طعام آهي.

*١٧

ڏُکويُون ڏيهان، جيڪس لَڏي ويئيُون،

هاڻي ڪِنِ مُلان[١]، پُڇان پِرِيَنِ خَبَرُونِ؟

١٨

ڏُکيُون جان نہ مڙنِ، تان تان پَرَڪ نہ ٿئي،

پيُون هُنهَئين هَٽَ هَٽَنِ، رُنيديُون رُنَڪ واريُون.

١٩

نَڪي رُنَڪ واريُون، نَڪي اوسارِينِ[٢]،

مُنهين[٣] ڪي مارِينِ، مُنهين سَندا ڏُکڙا.

٢٠

سوَرَ وِراهيان، سَوَريُون! جي وِراهيا وَڃَنِ،

پيُون ڪوهُ پُڇهَنِ؟ جن سَندا، تن سامُهان.

§٢١

مُٽ مُٽ سوَرَنِ سَيَڪَنهين، موُن وَٽ وَٿاڻان[٤]،

پَريُون[٥] ڪَيو پِٽان[٦]، وِيا وهائو[٧] نَڪري.

٢٢

پيڙي پيڙي پَندُ، سوَرانتِي[٨]! سَندرو،‡

ڪيچ اَڳاهوُن[٩] پَندُ، مَتان لَڪِنِ سين لَڳي مَرين!

٢٣

پيڙي پَندُ پيهارَ[١٠]، سوَرانتِي! سَندرو،

ڏوُنگرُ لوهان ڏارَ[١١]، ڪانَ ڏورِيندي ڏُکَ سين.

٢٤

ڏُکَ سُکَنِ جي سوُنهَن، گهوريا سُکَ ڏُکَنِ ري!

جنين جيءَ وِروُنهَن[١٢]، سَچَڳُ آيو مان ڳري[١٣].

وائي

ڪوهياري جي ڪاءِ، مارِينديئَر، ماءِ!

جا مَنَ اَندَرِ ڳالهڙي.

چڙهان ڏوُنگرَ چوٽيين، سُپيريان جي ساءِ[١٤]،

نهارِينديَس نڪري، هاڙهو هوتَنِ لاءِ،

پانڌيڙا! پير پَري، پريان کي پُهچاءِ،

موُلا! موُن کي ميڙئين[١٥]، سَنديءَ جانبَ جاءِ،

هوتَ هَلَنِ، آئوُن وهان، نہ ڪا اِيئَن جُڳاءِ؟

سَسُئيءَ جيءَ سِريءَ[١٦] کي، اوڏانهين اُتاءِ[١٧]،

پيرانديءَ پُنهونءَ جي، مُنهنجو لوڙهُ[١٨] لَتاءِ[١٩]،

اَلا! عَبدُاللطيفُ چئي، ايها آسَ پُڄاءِ.

١- وٿان ٢- ماتم يا ورلاپ ڪن ٣- مونکي ٿي ٤- اُنهنجا وٿاڻ ٥- پوجا ٦- گهمان ٧- خريدار سوداگر ٨- اي درد واري ٩- اڳتي، دور ١٠- پيو دفعو، پيهر ١١- ٽوڪان سواء ١٢- وندر ١٣- وت ١٤- سڪ پر ١٥- ملائين ١٦- سسيءَ ١٧- ڪٽي هل ١٨- قبر ١٩- پوراء.

*عشق جا گهايل (سچا عاشق) شايد جهان مان لڏي ويا آهن. هاڻي محبوب حقيقيءَ جا ڏس ڪنهن کان پڇان؟

§هر ڪنهن وٽ ڏکن جي مٽ مٽ آهي، پر مون وٽ سورن جا وٿاڻ يا انبار آهن. مان درد جون پريون ڪيو پيئي گهمان، پر سوداگر الوپ ٿي ويا آهي. (هتي پر شاه صاحب اشارو ٿو ڪري تہ دنيا پر سچن عاشقن جو قحط لڳي ويو آهي.)

‡اي درد واري! توُن سورن جو سندرو ڪشي ڪشي ٻڌ.

## سر حسيني - داستان ڇهين جو سار

پنهور ۽ پنهونءَ جي اچڻ سان، سسئيءَ جا سڀ سور ميٽجي ويا ۽ ڪيس سکن منهن ڏيکاريو. پنهونءَ جي وڃڻ کان پوءِ ڪيس وري ۽ دردن ڏهوڙي ڇڏيو. سسئيءَ لاءِ ورهه وڏي وٿ آهي. هوءَ سمورن سکن کي عشق مٿان قربان ٿي ڪري. اهڙا ڪي ٿورا عاشق آهن، جن لاءِ گوندر هڪ وڏي نعمت آهي. سسئي سراپا سوز آهي. سندس سيني ۾ سور، تار وهندڙ پاڻيءَ وانگر پيا اٿلون کائين. پنهونءَ جي محبت ۾ هوءَ لڪ لتاڙيندي پيئي وڃي. ڪيس زخمن جي ڪا ڪاڻ ناهي. "سڀ رڱينديس رت سين، ڪيچان اوري پُون." اڄ اهڙين ڏکوين جو ڏڪار آهي يعني سچا طالب اڄ اڻ لڀ آهن. سواءِ درد جي، دلدار ملڻو ناهي. سچو عاشق، من تان جيئڻ جو آسرو ئي لاهي ٿو ڇڏي. ڏکن ۾ ڏورڻ ناهي.

## داستان ستون

١

پُڇن سي پسن، جڏهن تڏهن پرينءَ کي،
ڏوريندِيُون ڏسن، اڱڻ عجيبن جا.

*٢

پُڇيوئي، تان پُڇڻ ناهَ[1] پڇڙ هوءِ مَ پرينءَ کي،
ڏورڻ[2] وارِيُون ڏُورِ، هَڏِ[3] نہ آهين هوتَ کي.

٣

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندَر جا لوچ، مچڻ[4] ملڻ[5] سان ماٺي[6] ٿئي.

۴

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! ساٿي ڪالهوڻا[7]،
لاهي لاڏوڻا[8]، سَفَرِ ڪنهن سانگ وِيا.§

٥

آئُون ڏورِيَنءِ، شالَ ۾ لَهَنءِ! پرين! هُئين پَري!
هَڏِ نہ ساهَ سَري، تَنَ تَسَلّي[9] نہ ٿِئي!‡

٦

آئُون ڏورِيَنءِ، شالَ مَ لَهَنءِ! تَنَ مَ مِلين تُون!
لُنئِ لُنئِ مَنجهان مُون، لوچَ[10] تنهنجي نہ لَهي!

٧

آئُون ڏورِيَنءِ، شالَ مَ لَهَنءِ! ساجَنَ! مَڇُ سُوالُ،
سِڪَ تنهنجيءَ، سُپرِين! ٿئي جانِ زَوالُ[11]،

١- اڳتي هل ٢- ڳولڻ وارِيُون ٣- هرگز ۴- تڙڦڻا، تلاش ٥- مٿان ٦- گهٽ، غائب ٧- ڪالهوڪا ٨- سامان سرو، لڏون ٩- قرار، آٿت ١٠- وار وار، رڳ، رڳ، ١١- فنا، نابود.

*جي پرينءَ جي پڇا ڪئي آئيئي تہ اڳتي هل، نہ تہ ماڳهين محبوب جي طلب ئي نہ ڪجي. ڳولا يا جستجو ڪندڙ، دلبر کان هرگز دور ناهن.

§ڪنهن سبب سفر تي ويا آهن ۽ وڃي ڪنهن هنڌ سامان سرو لاٿو اٿن.

‡شل منهنجي جان کي تو سواءِ پٽيءَ نہ سري ۽ منهنجي جسم کي هرگز قرار نہ اچي.

وِهاڻيءَ وِصالُ، اُنيان آرامي ڪري.*

٨

ڇڏيمِ حُبَّ هَلَڻَ جي، ڇڪيمِ چاڙهيڪا،
اَديون! آڙيڪا، هنئڙي پيمِ هوتَ سين.§

٩

ڇڏيمِ حُبَّ هَلَڻَ جي، چاڙهيڪن چڙهي،
آڙيڪن اَڙي، پيئس هوتَ پنهونءَ سين.

١٠

ڇڏيمِ حُبَّ هَلَڻَ جي، چاڙهيڪا ڇِڪيام،
آرياڻيءَ جي آسري، ڏونگر ڏينهن لَنگهام،
پُڇيج پرين سَندام! وينيَس وڪَ نہ اَيڙي.

١١

وينيَس، وڪَ نہ اَيڙي، اَڄُ آرياڻي! اوُن آءٌ،
ڇُڪيءَ تو سين چاءُ، پاسي پَرَ پيئي رڙهي.

١٢

جيڪا ڪندي نينهن، مون جنَ باروچن سين،
سڪَڻَ سارو ڏينهن، چڙهڻ چاڙهيڪن لِي.

١٣

جيڪا ڪَندي سَنگُ، مون جنَ باروچن سين،
اَنگنِ چاڙهي اَنگُ، رُئندي سا رَتَ ڦڙا.‡

١٤

جيڪا ڏيندي مَنجهه، مون جنَ باروچن کي،
مَٿان ڳَلَنِ هَنجُ، ڪينَ لاهيندي ڪَڏهين.

وائي

مُنهنجي حُجَّتَ ناهي واتَ، ڪانهي واتَ،
جيجان! لَن جتَن سين.
ڪاڻيءَ کي ڪانئي ٿِيي، جيري جي جِراتَ،
ڪَنديَس ڪيچَ ڏَڻين لَءِ، لَکَنِ ۾ لوُلاتَ،
ناڙو پيرُ پُنهونءَ جو، ٽِڙيو مَنجهه لُڙاتَ،
آهيمِ آريءَ جامَ جي، اَندَرَ مَنجهه اُساتَ،
ماريو ڪيمِ مُنيءَ کي، ڪيچي! ڪاهي ڪنواتَ،
ڪَٽيو نيڻَ نهارِيان، ڳوڙهَنِ پَريو ڳاتَ،
سَبَب نَنهن سَتي ويا، جهوُني ڏنيمِ جهاتَ،
ڏنَمِ ڏُکوين جا، ڇِپَرَ ۾ ڇوُنجهاتَ،
اَديون! عَبدُاللّطيفُ چئي، لَعلَ ڏنائين لاتَ.†

١- صبح جو (قيامت ڏينهن) ٢- گڏجاڻي ٣- حجت، همت ۴- جبل جون چاڙهيون ٥- محبت جا پيچ ٦- ڪڇي، پڇي ٧- ٽڪل ٽٽل ٨- نيڊهن، چاه ٩- سوريءَ لي ١٠- جسم ١١- راز، گجهه ١٢- هنجوُن، لڙڪ ١٣- جليل، سڙيل ١۴- ساڙي ٿي ١٥- باه ١٦- تابش ١٧- ليلڙات، آريون نيزاريون ١٨- پياس، اُج ١٩- جوان اُٺ ٢٠- ڪنڌ ٢١- پڪيءَ (ننڊ) ٢٢- جهٽڪو، جهٽ ٢٣- سوسات ٢۴- محبوب يا لالن جو ٢٥- تجلو، شعاع، جهي.
*صبح جو (قيامت ڏينهن)، توسان گڏجاڻي حاصل ڪري، آرامي ٿي اُتان.
§اي اَديون! منهنجي دل کي محبوب جي نينهن جا پيچ پيا آهن.
‡اَها، پنهنجو سرير، سوريءَ تي چاڙهي، اَکين مان رت جا ڦڙا وهائيندي.
†پريان پنهنجي لالن جو تجلو نظر آيس يا سندس قافلي جي باه جي لاٽ ڏنائين.

## سر حسيني - داستان ستين جو سار

جو ڏوري ٿو، سو لهي ٿو. ڏورڻ واريون، عجيبن جي اڳڻ کان ڏور ناهن. فراق ۾ جو لطف آهي، سو وصال ۾ ناهي. محبوب کي ملڻ سان، عاشق جي اندر جي بيقراري غائب ٿيو وڃي. شاهہ صاحب هتي فراق جي جي مرحبا ٿو ڪري: "شل تون هميشه پري هجين ۽ مان توکي دائم ڳوليندو رهان. شل منهنجي جان کي توکان سواءِ آرام نہ اچي. شل توسان قيامت جي ڏينهن ئي ملان، نہ اڳ...." "وهاڻيءَ وصال، اتيان آرامي ڪري." محبت جي آڙيڪن ۾ آڙيلن لاءِ، سواءِ چاڙهيڪن لـي چڙهڻ، اڪين مان رت ڦڙا وهائڻ ۽ "آنگن ٿي آنگ" چاڙهڻ جي، ٻيو ڪو حيلو ناهي. عاشقي نسوري شهادت آهي. "جيڪا ڪنڊي سنگ، مون جمن ٻاروچن سين، آنگن چاڙهي آنگ، رئندي سا رت ڦڙا."

•

## داستان اٺون

١

آڻُ اورانگهي وِيا، آئُون ٿِي مَران، ماءُ!

پِٿون[1] ٿِيندِيَسِ ٻيرَ ٿي، 'هَيءَ! هَيءَ!' ڪَري 'هاءِ!'

جِتُڻَ مون نہ جُڳاءِ، پِرِيُن[2] تان پاسو ڪَيو.*

٢

آڻُ اورانگهي وِيا، اَڳِڻِ مون اَفسوسُ،

ديوانيءَ سين دوسُ[3]، ساٿِي آهي سُڃَ ۾.

٣§

آڻُ اورانگهي وِيا، پُٺيءَ[4] توڏَنِ تاڻِ[5]،

ويهُ مَ، مُندَ! پَنيورَ ۾، هُنِ ڇَڏيندينءَ هاڻِ،

رائي[6] مَنجهہ رِهاڻِ، هَلُ تہ ٿِيئِي هوتَ سين.

٤

آڻُ اورانگهي وِيا، ڪَري ڪَميڻِي ڪِيئَن؟

هاڻِ ڳُهرجي هيئَن، تہ ڏجي ٻاهِ پَنيورَ کي.

٥

آڻُ اورانگهي وِيا، ٻارِي[7] چِڏي ٻوءِ[8]،

آرِيچا اُنَ لي، هيءَ تان جَڏِي جوءِ[9]،

ڪِي هَلي، ڪِي هَٿُ ڪَٺي؛ ڪِي رِڙهي[10]، ڪِي روءِ؛

ڪو پُنهونءَ ڪي چوءِ[11]، تہ مُنيءَ ماتَمُ آئِيو.

---

١- پرزا پرزا ٢- منهن ڦيريو ٣- دوست ٤- اُنن جي پنيان ٥- ڪاهيندي هل ٦- جبل جي ريتيءَ (جبل) ٧- ٻانهي ٨- پٺتي ٩- نبل زال ١٠- روئي ١١- چوي.

*محبوبن مونکان منهن موڙيو آهي؛ هاڻ مون کي زنده رهڻ واجب ناهي.

§هو آڻ اورانگهي هليا ويا (تنهنجي گهران نڪري ويا)؛ تون اُنن پنيان ڪاهيندي هل. اي منڌ! تون پنيور ۾ ويهي نہ رهہ؛ هاڻ هلي هننکي ڀڇندينءَ. اڳتي هل تہ محبوب سان جبلن ۾ ملاقات ٿيئي.

٦

جاڳي سُڄاڳي، مُون کي ڇَڏي هَليا،

اَدِ يُون! آرِيچَنِ لَء، آئُون کُوري جِئَن ڪاٽي،

پاهَڻ[1] ۾ پاٽي[2]، هارِيُون[3]! هارَڻ[4] آئيو.

٧

جاڳي سُڄاڳي، مُون کي ڇَڏي هَليا،

آئُون ڪِئَن ڇَڏيان پانهنجو، اَديُون! آرِياڻي؟

پَريمِ جو پاٽي، سو ڪيچِيَنِ ڪَم نه آئيو.*

§٨

جاڳي جي جانومِ، نه پوندو فَلَڪُ[5] فِراقَ جو،

اَکَرُ اِرادَتَ[6] جو، ڏَرِيائين[7] ڏوتومِ[8]،

پوء ٿان ڪونَ ڪيومِ، هوُنَدَ ڪشالو ڪيچَ ڏي.

٩

وارو! وَڃَنِ ٿا، سِيرَ[9] تُنهنجا، سَسُئي!

هَهِڙا پارو چا، ڪِينَ لَهَندِينءَ ڪي پِيا.

١٠

واري، وَرائي[10] تو پهنجا نه ڪيا؟

پوري[11]! رَنجاني[12]، هوُنَدَ نه پيئينءَ هيتري.

١١

جِئان واري وَڳَ[13]، اوني تِيا ڇُلنگيُون[14]،

مَتي لنهن مارَڳَ، پَٺي پُرزا نه ٿئين؟

١٢

ڏُکائيندي ڏوُنهَڙا، مُنڌَا! سيڻاني[15] وَڄَ،

پرياڻون[16] ۾ پَڄُ[17]، ساٿُ چَڙهَندو[18] لَڪيين.

١٣

ڇَڄُ[19] ۾ قطارانِ[20]، ساٿُ چَڙهَندو لَڪيين،

مُڃَرِ[21] ٿئين پَٺانِ[22]، وَڳَ وات ٿي نه لَهين.

١٤

ڪا[23] جا ڪيائُون[24]، وائي واري وِنگڙي[25]،

---

١- پهڻ (پهاڙ) ٢- اَکين جو پاڻي (ڳوڙها) ٣- اي اَياڻيون! ٤- هارڻو پيو ٥- نياڳ ٦- ورڌاتا جو اَنگ ٧- اَصل کان ٨- ڌوئي ڇڏيان ها ٩- وارو ڪر ١٠- ورائي، ور يا وت ڏيئي ١١- پورڙي ١٢- ڏک ١٣- اُنن جي قطار ورائي ١٤- ننڍيون ٽوليون (ٽڙيل پکڙيل) ١٥- ساٿن ڏي ١٦- سندن (پيرن جو) نشان يا محبت جو نالو ١٧- پروچن جي جماعت ١٨- لڪن ڏي ١٩- جدا نه ٿيءُ ٢٠- اُنهنجي قطار کان ٢١- متان ٢٢- پوٺتي رهجي وڃين ٢٣- اَهڙي ڪا ٢٤- وت ڏيئي ٢٥- ڏنگي، پيچدار.

*جيڪو پاڻي پريم يا ڪشالو ڪيم، سو ڪيچين وت قبول نه پيو (ساٿ نه پيو).

§جي مونکي جاڳ هجي ها ته هڪ ڏينهن هئن جدائيءَ جو نياڳ، ڏسڻو پوندم ته جيڪر ازل ۾ ئي ورڌاتا جو اَنگ ڌوئي، ميساري ڇڏيان ها ۽ پوء ڪيچ جو ڪشالو ئي نه ڪيڻو پوم ها.

آيل! تنهن آئون، ٻوليءَ ٻاٽاڙي[1] ڪئي.*

١٥

وائي واري ونگڙي، ٻولي ٻي نه ڪن،
الا! ڪيچ ڏٺين، مون سين ٻوءِ م مامرو[2]!

١٦

ڪا جا آندي ڪيچين، وَٺڪاران[3] وائي،
سُٺي مون سائي، نيٺين نِنڊَ وِهُه ٿئي.

§١٧

پُڇيوئي[4] جان دوست، تان پاسي ڪر پرهيز[5] کي،
جنين ڏٺو هوت، تن دين[6] سيئي دور ڪيا.

١٨

هلو ۽ ملهو[7]، ڏک م پسو، ڏوٽيا[8]!
سونهون جو ساٿ جو، سو مون هوتُ سَلو[9]،
آن ته ٿئي پَلو[10]، آئون پڻ گڏجان پرينءَ کي.

وائي

مون کي ڇپر[11] م ڇڏيجا[12]، ٻاروچا! پلئه[13] لڳي آهيان.
ڇوري ڇني آهيان، نينهن نباهي نيجا[14]،
ڇوري ڇڏي ڇپرين، ڪيچي! ڪيم وڃيجا،
پنهون منهنجو آن سين، ساٿ سلامت نيجا،
مون تان وڙ[15] وڃائيو، اَئين پنهنجو وڙ ڪريجا،
جوڳيڪو[16] ويس ڪري، سگهڙي[17] سار لهيجا،
آريااڻي! عبداللطيف چئي، مون ٻي وهلو[18] ور[19] ڪريجا.

## سر حسيني - داستان اٺين جو سار

جت، آرڻ اورانگهي، سسئيءَ کي جڏو ڪري ڇڏي ويا. هاڻي سندس جيئڻ ڪونهي. هوءَ پنهونءَ جي فراق ۾ "هاءِ! هاءِ!" پيئي ڪري، ۽ پهڻن کي، اکين جي پاڻيءَ سان پسائيندي پيئي وڃي. جي اها ڄاڻ هجيس ها ته ڪنهن ڏينهن ڪيس پنهونءَ جو فراق سهڻو پوندو ته هوند لڪئي کي ئي ميساري ڇڏي ها! هينئر سندس حال اهو آهي جو: "آريچا اٿن لي، هي تان جڏي جوءِ." جتن جي وائي اهڙي ڪا ونگڙي هئي، جو هوءَ ويچاري ڳالهائڻ کان ئي عاجز ٿي ويئي. سسئيءَ جو ڪم آهي سڀ ناتا ٽوڙي، پنهونءَ پٺيان ٻر ۾ هلڻ. ساڳيءَ ريت طالب جو ڪم آهي ديني يا ڌرمي بندڻ ٽوڙي، حقيقي جستجو (آتمڪ ڳولا) ۾ لڳڻ.

"پڇيوئي جان دوست، تان ڪر پرهيز کي."

١- ٻالي ٢- معاملو، وهنوار ٣- وٺڪار کان ٤- پڇيو اٿيئي ٥- مذهبي بندن ٦- مذهب ٧- پاڻ ملهايو ٨- اي ڏوٽيو ٩- سليو، ٻڌايو ١٠- اوهانجو پڻ ١١- جبل ۾ ١٢- ڇڏجو ١٣- پلاندڻ سام ١٤- نڄو، وڃي هاڄو ١٥- لائقي ١٦- جوڳياڻو ١٧- جلد ١٨- جلد ١٩- پيرو، موت.

*اي امڙ! اُنهڄي (ٻروچن جي) ٻوليءَ مونکي ٻاٽو ڪري ڇڏيو. (مان ٻورو ڪڇي نه سگهيس.)

§جي محبوب (حق يا ايشور) جي پڇا ٿو ڪرين ته مذهبي بندن کان آجو ٿيءُ. جن محبوب جو مشاهدو ماڻيو، تن، سڀني مذهبن يا ڌرمن کان ڪنارو ڪيو. (حقيقي عاشق لامذهب آهن.)

## داستان نائون

١*

ڪاليءَ تان نہ ڪنهين، مَنَ وِڃهلڻ[1] وَڍِيو،

مارِيَس سوُرَ لَنهين، جو نہ ڄاڻي، جيڏيون!

٢

ڪاليءَ تان نہ ڪُنو، ماءُ! مُنهنجو ڇِنڊُڙو،[2]

جنين ماءُ! مُنو، سي ڄمَ نہ پَسان جُوءِ[3] ۾.

٣§

جي مُنهنجو جِنِ، اَنگُڙِيارو[4] وَڍِيو،

پُچاٽا پِرِينءِ سِبان، سَڄو نہ ٿئي!

٤

اَڄيو مَرُ اَڄَنِ، پاروچا پَنيورَ ۾،

پُنيءَ لَڳِي جَنِ، ڪَميٽِي ماڙهوُ ٿِئي.

٥

رو، وِسانئي راند،[5] پَہَ پَروُڙِج[6] ساٿَ جا،

هوتَن ٻين هيڪاند، هُئِم[7] ٻاٽِي[8] ڏينهڙا.

٦

رُنَڻُ ءِ راڙُو، مُون نماڻيءَ جي نِڇُهري[9]،

ڪُنَل ڪي قَلبَ[10] ۾، قُربَ جو ڪاڙهو،[11]

هوتَن لَءِ هاڙهو، وِڃائِيندِيَس وَتَ سِين.

٧

روئي ڪَندِينءَ ڪوهُ؟[12] هاڻي ڪو هوتُ وَري[13]؟

جيڏيون! جيڏو ٿِي ڪيو، ساٿَس[14] سيڻُ سِتوهُ[15]،

دوهي اَتِيان![16] دوهُ،[17] مَتان ڪا مُون سين ڪَري!‡

٨

رُنان، تان راندِ ڪِلان، تان ڪامي هِنئون،[18]†

اَڪَڙِيُون وِيسانِد، پِرِينءَ گَڏجي ڪَنديون.[19]

٩

اَڪينِ ڪِينَ ڪِيو، وَتَ نہ رُنائُون!

---

١- جهوريءَ ۾ جهڄڻ ٢- جهوريءَ ۾ وڌو ٣- ماڳ، مڪان ٤- آڏو اُبتو ٥- وندر ۽ رُونشي کي ڇڏي ٦- خيال، ارادا ٧- وصل ٨- بہ ٽي ٩- پونگيءَ ۾ ١٠- دل ١١- تابش ١٢- ڇا ١٣- موٽي ١٤- سڄڻ (پرهونءَ) ١٥- ظلم ١٦- قسم اٿو ١٧- دغا ١٨- جلي ١٩- آرام.

*اي سرتيون! منهنجي دل کي ڪنهن ڪاتيءَ نہ وڍيو آهي، پر وڇوڙي مونکي انهيءَ درد ماريو آهي، جو وري مونکي ڄاڻي نہ ٿو سگهي.

§جن پرين منهنجو جسم آڏو اُبتو وڍيو آهي، تنهجي وڇڙ کان پوءِ اُهو (بدن) وري سبڻ سان بہ سڄو نہ ٿيندو.

‡قسم اٿو، متان ڪا مونسان دغا ڪري!

†جي روئان ٿي تہ مون لاءِ وندر ٿي ٿئي، جي کلان ٿي تہ منهنجي جان ٿي جلي.

آيي ڏِناڻوُن[1]، ڦوڙائِبا[2] سُپرِين!

۱۰

ڪاٽيوُن، لوُليوُن[3] اَکيوُن، ڪُنيوُن ڪين ڪُپَن،
مُنيوُن ماٺ نہ ڪَن، هَميوُن[4] رَهَن نہ هوتَ ري.

۱۱

وَسي، وِساٽيوُن، رَکو[5] روئي پِرينءَ کي؛*
پيڻوُن کَڪَن پَبَ ڏي، نَظَرَ نِماٽيوُن،
سي ڪِئَن بيلياٽيوُن[6]؟ جن ويندو هوتُ نہ واريو.§

۱۲

وَسي، وَسي ميهَنَ[7]؛ جِئَن لَئي ويِسِ ڪيڻَ،
لوءَ پِريان جي ڏيڻَ، پيئي پُڇي خَبَروُن.

۱۳

ڪاٽيءَ مَ ڪاٽيو[8]، مُنيءَ[9] منگرُ[10] مَ ڏِيو،
هيڪَرَ اُجهايو، ڏيئي پُرُ[11] لُهارَ جِئَن.

۱۴

ڪاٽي ڪيرِ هيٺ، ويٺي روئي رَتَ ڦڙا[12]،
ڪا موُن ٿيندي ڏيٺ[13]، پِڇهَرَ پاروچَنِ سين؟

۱۵‡

پُنهونءَ پيرَڙيوُن[14]، گهرِ گهُمَندي جي ڏِنيوُن،
سي موُن سيرَڙيوُن[15]، نِتُ نِهارَڻُ پيئيوُن.

۱۶

مِيَس! مَرُ مَران! سُمَس[16] وِچِ سَرَتيين،†
پورهيَتِ تِي پَران[17]، پاڙي جامَ پُنهونءَ جي.

۱۷

ماريو جي مَعدوُرِ[18]، نہ هيڪاري[19] هورُ[20] لَهي،
ساجَنَ! اَهنجي سوُرِ[21]، ڪينَ جِئان ٿي، ڪيچيا!

۱۸

نَکي ٿِي جِئان! نَکي مَئِي آهيان!
ساجَنَ! ساهُ ڏِيان، تو کي سارِيو، سُپرِين!

---

۱- بيهي ۲- وِچڙندا ۳- نرلجيون ۴- اَياڻيون ۵- رت جا ڳوڙها ڳاري ٦- روڪيو ۷- خاڪ ۸- جليل ڪي ۹- جلايو ۱۰- منگل، باهه ۱۱- چمڊو، پاٽي ۱۲- جا بلو وٽن ۱۳- مڪاميلو، ملاقات ۱۴- پيرڙا (پير) ۱۵- پيچرا (سير) ۱٦- بدڪ ۾ آيس، مشهور ٿيس ۱۷- پلجان، نچڃان ۱۸- نبل ۱۹- ياط وڏيڪ ۲۰- ڳڻتي، چنتا ۲۱- اوهانجي درد ڪان.
*اَکيون، پرينءَ لاءِ رت روئي روئي (وسي) ساٽيون ٿي پيئون.
§اُهي اَکيون ڪيئن ساٽياٽيون چئبيون، جن ويندڙ سپرينءَ کي نہ روڪيو.
‡گهر ۾ گهمندي يا گهر ڏانهن ويندي، جن هنڌن يا لنگهن تان، پنهونءَ پنهنجا پيرڙا يا پير گهمايا هوا، سي ٿي مون کي هر روز نهاري ڏسڻ تا ...ون.
†مران نہ پل مران؛ ياط سرتين جي وچ ۾ مشهور ٿيندس. (مارگ ۾ موت، اَبدي حياتي آهي.)

١٩

ڏُون جي ڪالهه مُئي، تہ ڪالهه ٿي ڳَڏِيَن پِرِيَن کي،

ڪَڏهن ڪانَ سُئي[١]، تہ ڪا سَگهي[٢] ڳَڏي سَڄَڻين.

٢٠

اَڳي پوءِ مَران، مَرُ مَران مارَڳَ[٣] ۾!

مَٿي پوءِ پِرِيان، ڏُونُ مُنهنجو، جيڏِيُون!*

٢١

مَرُ، مَٿا ڏيئي، پُنهونءَ ڪارَڻِ پَٻَ[٤] ۾،

تہ سَرَڪِيُون[٥] سيڻئي، واڪاڻِينئي[٦] وِيڻِيُون.

٢٢

سُتيءَ[٧] ٿان نہ سِياءُ[٨]، جي ڪوهِيارا ڪيچَ جا،

اَڱڻِ[٩] چَڙهيو آءُ، جي نالو ڳِيڙَءِ نينهن جو.§

٢٣

مَٿان جيءُ جَتَنِ، گهورِيو، گهوري سَسُئي،

پارِي[١٠] جي پُنهونءَ جا، ڪارُون[١١] ڪري ٿَنِ،

ڪيچِ مَٿان ڪا ڪَنِ، بي شُڪرِي[١٢] پَنهِوَرَ جي.

وائي

هِتان ٿِي هَلَندِيَسِ، مِيان! ساڻُهين ساڙِيَهَ[١٣] ڏي.

وَڏا پينڊا پَنڌَ[١٤] جا، مَنْزَلَ[١٥] ماڻِيندِيَسِ، مِيان!

اَللهَ[١٦] عَجِيبَ کي، لَڪَنِ مان لَهَندِيَسِ[١٧]، مِيان!

جيڏِيُون! جوڙُ جَتَنِ جو، جڏهين آئُون ٿِيندِيَسِ[١٨]، مِيان!

حُجائتا[١٩] هوتَ کي، ڏورِاپا ڏِيندِيَسِ، مِيان!

فَرِيادِيُون فِراقَ جوُن، پُنهَلَ کي چَوندِيَسِ[٢٠]، مِيان!

اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، مَنهِن[٢١] آئُون مِلَندِيَسِ، مِيان!

## سر حسيني - داستان ٽائين جو سار

سسئيءَ جو قلب ڪڏهن ڪاٿيءَ نہ، پر وڃڻ وِيو آهي. محبوب، سندس جسم کي اَهڙو آڏو اُبتو چيريو آهي، جو وري اهو سبڻ سان بہ سڄو ٿيڻو ناهي. هينئر سندس نجهري پرسواءِ روئڻ ۽ راڙي جي ڪي ڪين رهيو آهي. پُنهونءَ جي فراق ۾ سندس اَکيون رت روئي ساڻيون ٿي پيئون آهن. اِنسان لاءِ مرڻ تہ اَڳي پوءِ آهي؛ لڏهنڪان ڇو نہ عشق جي مارگ ۾ فنا ٿجي! سسئيءَ بہ اِهوئي پرن ڪيو آهي. ڪوبہ عاشق ڪڏهن سُئين لڳين پرينءَ سان هڪ نہ ٿيو آهي. پهرين فنا آهي، پوءِ ديدار. جو عشق جو نالو وٺي، سو سوريءَ جي سواري قبولي. جو جفائون ڪڏي، جانب لاءِ جبلن ۾ ٿو مري، سو دنيا جي دفتر ۾ نالو ڇڏي ٿو وڃي. مارگ ۾ مرڻ آهي اَمر پد پائڻ.

١- ٻڌڻ ۾ آئي، مشهور ٿي ٢- تندرست، ٺوٺيي ٣- پيچري (پريم جي) ٤- ڪشالا ڪڍي، جفائون ڪري ٥- پٻ جبل ٦- ٿنهنجي ساراه ڪن ٧- ستل ڙال ٨- مت ماٺت ٩- سوريءَ تي ١٠- خسيس ٻانها ١١- نيزاريون ١٢- گلا ١٣- وطن ١٤- پنڌ، مفاصلا ١٥- منزل ١٦- اَلله جي آسري ١٧- حاصل ڪنديس ١٨- لائق، شريڪ ١٩- حجت ڀريا ٢٠- پڪارون ٢١- منهن ۾.
*اِنهيءَ حالت ۾، منهنجي خونبها وڃي پرينءَ تي پوندي. (هتي خونبها = ديدار).
§جي عشق جو نالو ڳڌو آهيئي تہ اَچي سوريءَ تي چڙه.

## داستان ڏهون

١

واڪيو واڪيو وِڪَ، پاٻوهيو پيرُ ڪڍي،
سي نه چڙهنديُون ڏِڪَ، موڙي پيرُ مَرَن جي.*

٢

وِجُهه وَڏندي وِڪَ، مَچُڻ لِڪُ لڪائيين،
ڏُکُ لنيين ڪي ڏِڪَ، حُبُ جنين کي هوتَ جو.

٣

واڪو هَڏ مَ لاهِ، سَڏَن مَٿي سَڏڙا،
مانَ ٽُنهنجي ڪاءِ، سَگُرَ ۾ سارَ ٿئي!§

٤

سَڏَن پُٺيءَ سَڏڙا، واڪو مَنجهه وڪين،
سَچَڻُ پَند گهٽي، مانَ ڪوهيارو ڪڙڪَ سُڻي!

٥

ڪوهيارو تِي ڪاڻ، مُيوُن مارڻَ آئيو!
هوءِ مَرُ هوتُ حَياتُ! آئوُن مُيائي گهورِئي!‡

٦

وِهِين ۽ ويلا ڪَرِين، پُڇين تِي پانڌي،
هاري! هيڪاندي، ڪڏهن پَرِ ٿيندينءَ هوتَ سين؟

٧

وِهِين ۽ ويلا ڪَرِين، اِيَ نه اُڪنڊِ آهِ،
سي لاڳاپا سَبِ لاهِ، اوريان اُپاريِن جي.†

٨

وِهِين ۽ ويلا ڪَرِين، سَڏئين ساڻائو،
هاري! آپاٺوُ، تو سين سوُنهَن نه سَڪُئي!

٩

پاڙي ناهِ پِروُڙِ، نه ڪا راتِ رَنجائي گُذري،
پانڌِڻ پَروچَن جي، گهائي وِڌي گهوُرَ،
هِڪَ سَڪُئي پيا سوُرَ، وِيا پُنيندا پانڌِ پرِ.

١٠

پاڙيچيءَ روئي، چاڪَ مُنهنجا چوريا،
پَگهُرُ وِجهنديس پِرينءَ جو، ڏَکَنِ ۾ ڏوئي،
ساجَنَ! سَيوئي، ساهُ اوهان تان صَدقو.

١١

اَڄُ نه موُن قَرارُ، ڏُنُرَ سَنڌُو سانتَ ۾،
نَهِي وينا بارُ، مَٿي ساٿيهَ سُپِرين.

١٢

ڪَيا ويڇاريءَ وسُ، ڪارڻِ ڪوهياري گهڻا،
گهڻو پُڇي پانڌيين، سَندا ڏيرَن ڏَسَ،

---

١- واڪو ڪيو ٢- مشڪيو ٣- سينگار ٤- پير پٺتي ورائي ٥- ذرو ٦- ظاهر ڪرين ٧- سينگار ٨- نينهن ٩- شال ١٠- ڪا ١١- راهه ١٢- هجي ١٣- پل ١٤- صدقي ٿيس ١٥- وقت وڃائين ١٦- قاصد ١٧- اي اياڻي! ١٨- ڪهڙيءَ ريت ١٩- سڪ ٢٠- ٻيهارين ٢١- مت مائٽ ٢٢- ڏاريا ٢٣- رنج ۾ ٢٤- پاڙيسريءَ ٢٥- زخم ٢٦- زهمن ٢٧- چمبڙي ٢٨- آرام ٢٩- سانباهو ٣٠- ٻڌي ٣١- وطن ڏانهن (ڪٽي وڃڻ لاءِ) ٣٢- حيلا وسيلا ٣٣- پانڌين (قاصدن) کان.

*اهي سرخروئي حاصل نه ڪنديون، جي پوئتي موٽي، وڃي ٿيون گهر مرن.

§من وات تي ٽنهنجي ڪا يادگيري پوين.

‡پرين پل حياتُ هجي، مان ميس نه صدقي ٿيس.

†اهي سڀ سنبند ٽوڙ، جي اوريان (پرينءَ کي گڏجڻ کان) توکي روڪي ٿا ٻيهارين.

لمؤن[1] ڏوري لس[2]، سٽي[3] سڳر[4] پٽيين.

١٣

تان ڪا ڪجاهه[5] ور[6]، ڪميڻيءَ تي، ڪيچيا!
آئؤن اوهانجي آهيان، ٻندي ٻي سمر[7]،
اچي، ڪوهيارا! ڪر، دلاسو دلگير[8] کي.

١۴

تان ڪا ور ڪجاهه، ڪميڻيءَ تي، ڪيچيا!
آئؤن اوهانجي آهيان، ٻانهي، ٻاروچاهه!
دلاسي، دوساهه[9]! مٺان مؤن کي ڇڏيو.

١۵

هوءِ جي سؤر سڄڻ، سي مؤن ٻينگهي ۾ پرائيا،
سانديياس[10] سڪن، سؤرن ڪارڻ، سرٻئون!

*١٦

سؤرن سانديياس، ڀؤرن پالي آهيان،
سڪن جي، سيد[11] چئي، پڪي نہ پيياس،
جيڪس آئؤن هياس، ڳري ڳونڌر ول جي.

١٧

سرجي[12]، تان سؤر؛ ساماڻي[13]، تان سڪ ويا؛
اهي ٻئي ڀؤر، نماڻيءَ نصيب ٿيا.

١٨

مؤنهان[14] مهند[15] ٿيا، سؤرن ٻندو سندرو،
هلو تہ ڏوريئون ان کي، وندر جي ويا،
ڪنديس ڪين پيا، هوت مٿائي اڳيان.

١٩

پڻ وهاڻيس رات، هلي هاڙهي سامهين،
پنهونءَ جا پرياڻ، آيي[16] ٻچي پهيڙا[17].

٢٠

نہ ڪا تاڻ، نہ تؤڻ[19] ڪا، نہ ڪا تاڻ[18] ڪنوار[20]،
ڪانهي پرت[21] پچار[22]، لنؤ ويچاريءَ لڏيو!

٢١

ڪينهي طالب[23] تاڻ جا، نہ تہ آهي تاڻ ٿيار،
ڏوريان، ٻيو ڏڪار، گهورندڙ[24] ڪٽي ويا.

§٢٢

جيڪي طالب تاڻ جا، تاڻ بہ تنين وٽ،
هڏهين ڪانهي[25] هٿ؛ گهور[26] تہ گهران[27] ٿي لهين.

٢٣

ڪنهن جنهن نينهن نندڙاهه[28]، جي مون واجها ٿيندي نورو،

---

١- لس ٻيلي جو هڪ جبل ٢- لس ٻيلو، لس ٿي لس ٣- سٽل (سسئي) ۴- وات وارن پٽن ۾ ۵- ڪجو ٦- مهر، مدد ٧- ٿوشي ڪان سواءِ، سچي ٨- غمگين ٩- اي دوسو (دوستو) ١٠- مونکي سانڍيو ١١- قسمت ١٢- پيدا ٿي ١٣- جوان ٿي ١۴- مونکان ١۵- اڳرا ١٦- بيٺي پير ١٧- قاصد ١٨ ۽ ١٩- طلب، پچار ٢٠- وائي ٢١- عشق جي پچار ٢٢- محبت ٢٣- طلب يا چاهه رکندڙ ٢۴- ڳولائو ٢۵- هرگز ٢٦- هٿ ٿي ٢٧- ڳول ٢٨- توهين پڌ جي ويا.

*مان سؤرن جي سانڍيل ۽ ڀؤرن (ڳٽنين) جي پاليل آهيان. سڪ، منهنجي قسمت ۾ ٿي ڪين آيا، جڻ مان ڏکن جي ول جي هڪ ڳري هيس.

§جيڪي سچي عشق جا طالب آهن، ٿن وٽ ٿي اهو موجود آهي. حقيقي محبت، ڪنهن هٿ ٿي نہ رکي آهي؛ تون ڳولا ڪر تہ اندر مان ٿي اُنکي لهين.

جيڪي مُنهنجي ڪنداهُ[۱] سو، جانب! ڪريو جڳري.

*۲۴

مَتان ٿئين ملولُ[۲]، ڪين اَڳاهوُن[۳] آهيان،
ڏِسَڻَ ۾ ڪَرِ ڏورُ[۴]، حَدَ پنهين جي هيڪڙي.

۲۵

آن جي ڏنا هُونِ[۵]، اَللهَ ڪارڻ ڳالهه ڪريو،
نيڻ مُنهنجا رُونِ، راتو ڏينهان اُن ڪي.

۲۶

آيا رات رتومِ[۶]، ڪوڙ[۷] ڪوهياري ڪنڌُرو[۸]،
پيئڙُا! پڇا[۹] پومِ، سُپاٽي سوُرَنِ سين.

§۲۷

سَرَڻين سهڄ[۱۰] مَنجهانءِ، تي ڪوڙ وراهيا ڪِچڙا،
تڏهن مُنهنجيءَ ماءُ، تي پهڙ آچيا پٻ جا.

۲۸

ڪَڏهن ڪَڏهن، جيڏيؤن! ڪو پهُه[۱۱] آچيو پوءِ،
سو پڻ ساڙو[۱۲] هوءِ، هيءُ جو ساهُ سريرَ ۾.

۲۹

ڪَجي[۱۳] جِنَ ڪيچَنَ لَءِ، سو تان ڪينَ ڪيوءِ،
ويڇهائي[۱۴] وِڌوءِ[۱۵]، وِکَ نه ڪنيءَ هيڪڙي.

## وائي ۱

هو اُرمانُ اُنَن، ميان! سَسُئيءَ جي سوُرَنِ لَءِ.
ڪَجاوا ڪَرهَنِ تي، جوڙيا[۱۶] جالَ جَتَنِ، ميان!
پيرُ نه لَکَنِ پوءِ تي، تا ڪاهُنِ[۱۷] سان ڪُتڪن، ميان!
مَهارُون ميَن جوُنِ، واڳوُن وَس ڏٺين، ميان!
نَکَرَ ۾ نُونڪارُ[۱۸] تي، صُبح ساڻيڙنِ[۱۹]، ميان!
سانگَ[۲۰] نه لَڌهنجو، سَسُئيءَ! اهاڻي هوت نه ڪن، ميان!
اَديؤن! عَبدُاللطيفُ چئي، سيءَ مُحَبَّ مَنَ، ميان!

## وائي ۲

وَڃي وَڃي وِرَي تتي، جت[۲۱]، پيرُ سُجها تا ٿئين پرينءَ جو.
پيرُ سُجها تا ٿئين پرينءَ جو، مَنجهان نينهن نرتي[۲۲]،
هوءِ ويا وٽڪار ڏي، هنَ پوريءَ پانئيا هتي،
جدهن چيڙي وِڌيس چُپرانِ، سو ڪوهيا رو ڪتي؟
آما[۲۳]، ليما[۲۴]، قُلَ[۲۵]، قاروُهان، ڳاڳا، راڳا جتي،
مَري رَهنديس ماڳهين[۲۶]، نه ته، هادي! آڇج هتي،
موُن ڪي ڇڏي هَليا[۲۷]، ڪا پين مَتي پتي؟
لَکِن[۲۸] مَنجهه، لَطيفُ چئي، ملي سان سرتي.

---

۱- اوهين ڪندا ۲- ملول، اُداس ۳- پري ۴- ڇڙ ۵- ڏنا هجن ۶- رڳيم، ڳاڙهو ڪيم ۷- ڪوهياري (پنهونءَ) جي اُڪير ۾ ۸- چولي ۹- پسايم ۱۰- خوشيءَ ۱۱- پور، خيال ۱۲- پڇ ۱۳- تو ڪيو ۱۴- اينگهائي ۱۵- تو وڌو ۱۶- جام، گهڻا ۱۷- لڪڻن ۱۸- ڪنگهڪار ۱۹- ساٿ وارن جي ۲۰- سانگو، ويچار ۲۱- گهڻو ۲۲- نهاري ۲۳- اُنب ۲۴- ڳاگيون ۲۵- جا بلو ميوو ۲۶- اي رهبر ۲۷- ڪا غيرت آئين يا ڪنهن سبب ناراض ٿيا ۲۸- دوست (پنهونءَ).

*متان اُداس ٿين ڇو ته مان توکان پري نه آهيان. جيتوڻيڪ ڏسڻ ۾ هڪ ٻئي کان پري آهيون، ته به اُسان ٻنهي جي منزل هڪ ئي آهي.

§جڏهن منهنجي سرڻين، خوشيءَ وچان، وڳا پٽي وراهيا، تڏهن منهنجي ماءُ، مونکي ڏاج ۾، پٻ جبل جا پٿر آچيا (جبل جو پڌ مونکي ڏاج ۾ مليو آهي.)

## سر حسيني - داستان ڏهين جو سار

سسئي، واڪن لي واڪا ۽ سڏن لي سڏ ڪندي، جهڙجهنگ جهاڳيندي پيئي وڃي. اي سالڪ! تون به ائين ڪر ته "مان لنهنجي ڪاڻ، سڪر ۾ سار ٿئي." وهڻ ۽ ويلا ڪرڻ، عاشقن جو ڪم ناهي. عاشق کي گهرجي ته اُهي لاڳاپا، جي سندس راهه ۾ رڪاوٽ وجهن، تنکي ترڪ ڪري. سسئي به پانڌين کان پنهونءَ جا ٿي ڏس پڇندي ٿي وڃي ۽ پنهونءَ لاءِ ٿي لمون پيئي ڏوري. پر ڪا پچار ڪانهيس. هوءَ سورن جي سانڍيل ۽ پورن جي پاليل آهي ۽ سڪ سندس پڪي ٿي نه پيا آهن. ڪيس ڏاج ۾ ئي "پب جا پهڻ" مليا آهن. اُفسوس جو اڄ سچا طالب اَڻ لڀ آهن ۽ ويچاري طلب خود طالبن جي طلب ۾ آهي. طلب موجود آهي، پر ڪو ونڻ وارو ڪونهي.

•

## داستان يارهون

١

سُپيرِيان[1] جي ڳالهڙي، رُڳو رَنجائو،
ڏونگرِ ڏولائو، ڏيندا مون ڏيرَ[2] وِيا.

٢

آريءَ اُٺِن[3] جيئَن، اُٺن تان اونيُن نه ڪيو،
ڪيچِ پهُچڻو ڪيئَن؟ اهڙَن اَباڃهن[4] سين.

٣

جڻن اُٺن آريءَ جامَ، اُٺن تان اونيُن نه ڪيو،
پڙڪي[5] باهَر نڪتي، گاڏ[6] رِ مَنجهان[7] گامَ،
ساهُ ڏِنائين سامَ، سُتي سَڳَر[8] پَٽيين.*

٤

لَڪيون! آن يَر[9] لڪَ[10]، ڪي ڪوهيارا[11] ورميا؟[12]
جنين سَنديءَ سِڪَ، رُنم رات رَتُ ڦُڙا.

§٥

لَڪيون! آن لَڳا[13]، ڪي پَلَءَ پانڌيڙَن جا؟
توهان گهٽيرو، ماءُ! رُوندا اوءَ رَتُ وِيا.

٦

ڪو جو لَڳُس[14] ڪانُ، ڪيچيُن جي قُربَ جو،
ٿِي نِماڻِي نِيشانُ، چَڏي سانگو ساهَ جو.

٧

ڏوٽيُن چَپُس[15] "ڏورِ، ڪيچ اَڳاهُون پَنڌُ ٿيو"،

---

١- ڏک ٢- ڏک ٣- چين ٤- بي درد اِنسانن ٥- پڙڪو ڏيئي ٦- ڏوبياٽي ٧- ڳوٺ ٨- صدقو ٩- جبل جا لنگهه ١٠- اُوهان جي پرسان ١١- ڏرو ١٢- ترسيا ١٣- اُوهانکي لڳا ١٤- باڻ ١٥- پري.

*پنهنجو ساهه پرينءَ تان صدقو ڪيائين ۽ سفر وارن پٽن ۾ هميشه لاءِ ستي.

§سسئي لڪين کان ٿي پڇي ته "اوهانکي پانڌين جا ڪي پلاند لڳا؟" لڪيون جواب ٿيون ڏين ته "اي اَمڙ! توکان وڌيڪ هو (تنهنجا پرين) رت روئندا ويا." (پنهون به فراق ۾ رت روئندو ويو.)

پاٹا چڙهي پوُر[1]، وِڪَ وِڌائين وِکَري[2].

٨

ڏوٽيا[3]! ڪو اونِين جو، مؤن کي اهڃ[4] ڏيو،

سَڄ کِ ساٿ نيو، پُنهون مُنهنجو ٻاڻَ سين؟

٩

ڪو جو اُنسِ[5] مِينهُن، آريءَ جي اَڪيرَ جو،

باروچاٹو نيڻهن، مَنان[6] مانو نہ لٿي.

١٠

جيڏيُون! ڏسو ڪيچُ، جو ڏيهُ باروچن جو،

پُنهونءَ وِڏمِ پيچُ[7]، نسوروئي نيڻهن جو.

١١

سُسُئيءَ جي سِريءَ[8] سان، ڪيچَ ڏٺي ڪانڌي[9]،*

پَسَڻَ ڪارَڻِ پرينءَ جي، مُنڌَ هُئي ماندي،

لَڪَنِ تان، لَطيفُ چئي، آرياٹيءَ آندي،

پُنهونءَ پيراندي[10]، نماٹيءَ نَصيب ٿي.§

١٢

گهوڙَنِ هَديُون[11] گهٽيُون، اُنَ هَنئي[12] آنءَ،

جا نيڻهَن گِنهَندي ناںءَ، سا مؤن جِئَن پوندي مامِري[13].

١٣

لَڪِڙيارِيُون[14] آڱرِيُون، باروچاٹو[15] پيرُ،

اَچي پَسو، جيڏيُون! تازو پُنهونءَ پيرُ،

وِيچاريءَ سين وِيرُ، جَنَ جيڏوئي ڪيو!

‡١٤

لُڇَڻَ نہ لاهين، گوُندَرَ[16] هَنَ غَرِيب تان،

پَرَ ۾[17] پَچائين، جيجان! جوشَ جَنَ جا.

١٥

هَيءَ! تو وِچي هوتُ، آئوُن کِ اَڳيَري ٿيان،

مَنان چوء[18] ٻلوچُ، "ڪَميڻيءَ مان ڪين ٿيو".

١٦

ڪَميڻِين هَتان، ليَن مُورائين[19] مَديُون[20]،

تون ڪَرِ ٻاڻَ وَڙان[21]، موتُ، سَباجها سُپرين!

١٧

نَکي لِيان سَڱَ[22] ۾، نَکي سَڱيٽي[23]،

آهيان ڪَميڻي، ذاتِ ٻروچيءَ نہ جُڙان[24].

١- محبت جي خيال ۾ ٢- لڪڙي ٣- اي ڏوٽيو (ڏٺ ڪائيندڙ) ٤- نشان ٥- وسيس ٦- من تان ٧- ور، وڪڙ ٨- سسيءَ (لاش) ٩- ڪلهو ڏيندڙ ١٠- پنهونءَ جي پيرن وارو پاسو ١١- مصيبت جون ماريل ١٢- اُن جي ماريل ١٣- معاملي يا مصيبت ۾ ١٤- لڪڙيءَ جهڙيون سنهيون، نازڪ ١٥- باروچاٹو ڍول ١٦- غم ١٧- ڳجهہ ۾ ١٨- چوي ١٩- رڳو، خدا هين ٢٠- برايون ٢١- لائقيون ٢٢- سڱي مائٽياٹي ٢٣ سڱ جي لائق، ٿاني ٢٤- لائق ٿيان.

*سسئيءَ جي مرڻ کان پوءِ، پنهون ٻاڻ اچي سندس ڪانڌي ٿيو.

§مئي کان پوءِ، هن نماٹيءَ (سسئيءَ) کي، پنهون جي پيرن کان، دفن ٿيڻ جو شرف مليو.

‡هن مسڪين تان، غم، بيقراري هرگز نہ ٿا لاهين؛ اي جيجل! مونکي ڳجهہ ئي ڳجهہ ۾، جتن جي عشق جا مچ جلائين پيا.

۱۸

ڪيچ ۾ خبر هوءِ، هن مُنهنجيءَ ذات جي!
مَنان پُنهونءَ ٻوءِ[۱]، لَڳَ مُنهنجي لوءِ[۲] ۾!*

۱۹

لَٽو ڪَمُ ڪيچِيُن جو، ڇَڏي هَليا مُون،
اَللهَ! آهيئين تُون، هوتَنِ تان هيڏي ڪئي.

وائي ۱

مُنهنجو ساهُ ويو سيٽانِ[۳]، آيَل! آيَل! وِهان ڪِئَن ڀنڀورَ ۾؟
مُون کي وِيا نه وِسري، نينهَن ڀَريا نيٽانِ[۴]،
سو ڪِئَن هنئڙو جهليان، جهڄي[۵] جو ڪيٽانِ[۶]،
مادَرِ! ٻايو[۷] مُنڍيُون، ڪوڪيان[۸] وَرُ[۹] ڪيٽانِ[۱۰]،§
اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، وَڃي مان مِڙانِ[۱۱].

وائي ۲

وَسان ٿي وِياسِ[۱۲]، آيَل! آيَل! لَڳِم ٻاڻ ٻروچ جو.
پُرزا ٻَبَ وَرَنِ[۱۳] ۾، پٽُون[۱۴] ٿي پيياس،
نه پِڙ ڪاڍو[۱۵] ڪيچ ڏي، ٽوٽي[۱۶]، ماءُ! مِياس،‡
ٻاڻُ وِڃايُم پيرَ ٿي، ڇُٽي آئُون ڇُٽياسِ[۱۷]!

۱۸

آيِمَ[۱۸] اَندي لوڪَ سين، مُٺي آئُون مُٺياسِ!
هيڏي شَهرَ ڀنڀورَ ۾، نَڪو[۱۹] پِيُّ نه ماس،
ڀيمِ وِڇُ[۲۰] وِصالَ ۾، سَنجهي آئُون سُنياس،
پيئمِ پُنهونءَ جامَ سين، ڪُٺي آئُون ڪُٺياسِ[۲۱]!
اَلا! اُنِ ۾ وِسران، ڏِني جِن جِياسِ،
پيئس وَرِ وصالَ جي، جان ڪي تان جِئنديَسِ،
اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، مُحِبّنِ کي مِلنديَسِ.

وائي ۳

نه ڪو هوتُ سَڄَڻُ نيندا، هوا! ڏيرا،
ڪَلَ نه ڀيمَ ڪاءِ مُون نه پَروُڙِيا، ماءُ!
کُهي ڪَميٽي هَليا، ٻانيڻَ ڪري ٻيرا[۲۲]،
پَسان شالَ اَکين سين، دوستَ سَندا ڏيرا[۲۳]،
نيڻن ساجهُرِ[۲۴] لَڏيو، ٻوءِ ٿي ٻُڇين ٻيرا[۲۵]،
ڏاڻَ[۲۶] وِجهي ڏاڳهنِ کي، وَنگيءَ[۲۷] نه ٽنهن ويرا[۲۸]،
ٻَرڪَنِ[۲۹] ٿا ٻانيڻَ جا، جِيَّ اَندَرِ جِيرا.

۱- ٻوي ۲- لوڪ، جهان ۳- ساٽن ۴- سندن نيڻ ۵- وجهلي ۶- هنن ڪاڻ ۷- اَدب جا هٿ ٻڌي ۸- ڪوڪون ڪريان ۹- پر ۱۰ هنن لاءِ ۱۱- اُنهن سان گڏجان ۱۲- منهنجي وس کان ٻاهر انهيءَ ڪري ويئي آهيان ۱۳- وراڪن ۱۴- پرزا پرزا ۱۵- ڪشش، لاڙو ۱۶- ٽوڙي ۱۷- آزاد ٿيس ۱۸- گذاريو پيم ۱۹- نڪو پٽس، نڪا ماٽس ۲۰- وڇوڙي ۲۱- ڪٽيءَ (مصيبت) ۾ پيس ۲۲- ڦاڪون، ٽڪر ۲۳- ڄاڻون، آستان ۲۴- سويل ۲۵- پيرن جا نشان ۲۶- ڏاوڻ، نوڙيون ۲۷- سوگهو ڪري نه ٻڌءِ ۲۸- ٽنهن ويل ۲۹- جلن، سڙن، اُپامن.

*مَنان منهنجي ڪري، لوڪ يا جهان ۾ پنهونءَ کي لڄي ٿيٺو ٻوي.

§اي اَمڙ! هٿ اَدب جا ٻڌي، پر نه هنن لاءِ پيئي رڙان يا ڪوڪون ڪريان.

‡اي جيجل! جي مري ويس ته به منهنجو لاڙو ڪيچ ڏانهن هوندو.

## سر حسيني - داستان يارهين جو سار

سسئي، جبلن کان پنهونءَ جا اهڃاڻ پڇندي پيئي وڃي. جبلن وٽان اهو دلاسي ڀريو جواب ٿو ملي‌س ته ”پنهون ويچارو ٿوڪان ئي وڏيڪ رت روئيندو، ڪيچ ڏانهن پئي ڪهي ويو.“ ڪيچ ڏور آهي، پر سسئي، محبت جي ٻور ۾، قاف ڪيپيندي پيئي وڃي. سندس هوت، ڪانئس گهڻو اڳي نڪري ويو آهي، ته به هوءَ اڳيري ٿيڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ٿي ڇڏي.

”متان چوءِ ٻلوچ، ڪميڻيءَ مان ڪين ٿيو.“ نيت جڏهن پنهنجو ساهه صدقو ڪيائين، تڏهن ”پنهونءَ پيراندي، نماڻيءَ نصيب ٿي.“ پنهون ٻاروچاڻي ذات جو آهي ۽ سسئي ڪميڻي ڪل جي. سسئي، واحد در اهائي وينتي پيئي ڪري ته ”شل ڪيچ ۾ منهنجي ذات ظاهر نه ٿئي، جتن پنهونءَ کي پنهنجن اڳيان شرمسار ٿيڻو نه پوي.“

•

## داستان ٻارهون

۱

ڏٿان[1] جي ٻروچ، مون جتن هوت اکين سين،
مون کي چيان ”لوچ[2]“، پاٽا پينيون[3] چڙين[4].*

۲

هوت نه ڏٺائون، ڏوهه نه ڏيان جيڏيين،
مون جتن ڏٺائون، متي ڪيو هتڙا.

۳

ٻاروچو ٻيءَ پت[5]، جيڪس ڏنو جيڏيين،
مون جتن موڙهين مت[6]، پسندي پنهونءَ کي.

۴

ٻاروچو ٻيءَ روءِ[7]، جيڪس[8] ڏنو جيڏيين،
سنجهي ۽ صبوح، هوند نه ويڙن وسري.

۵

آن جي ڏني، جيڏيون! پنهونءَ جي پاٻوهه[9]،
سنجهي ۽ صبوح، سوون تي سڪيون[10].

۶

جي هيان[11] هوت پنهونءَ سين، مون جتن ملاقات،
ٻانهن وجهي وات[12]، رڙهون[13] ڪيان رڃن ۾.§

۷

جي تو ڳالهائي[14]، ماءِ! ٻاروچا پڇيا،
انين[15] جي وائي، هوند نه ويان[16] وسري.

---

۱- اوهان ڏٺو، اوهين ڏسو ها ۲- ڳول ۳- پاڙ ۾ پيهي وڃو ها ۴- جبان ۾ ۵- ٻئي نموني ۶- سندن حوصلا خطا ٿين ها ۷- ٻيءَ طرح ۸- شايد ۹- مرڪ ۱۰- ويڙهجي يا پڙجي ويئون، ۱۱- اوهانجي هجي يا ٿئي ها ۱۲- ٻانهن کي ديوانن وانگر چڪ پائي ۱۳- دانهون ۱۴- ڳالهيون ڪري ۱۵- انهنجي ۱۶- اوهان کي وسري نه وڃي ها.

*مون کي چئو ها ته ”تلاش ڪر“ ۽ پاڙ ۾ جبلن ۾ پيهي وڃو ها.

§جيڪر ديوانن وانگر ٻانهن کي چڪ پائي، ٻرپٽن ۾ دانهون ڪريو ها.

٨

اَڄُ مَعذُورِ[1] ھُئان، اَلا! چَڱي مَ ٿيان!
رِڙھان ۽ رُئان، ٻَنْيءَ[2] سَڱَرِ ساٿَ جي!

٩

جي، ڏُونگَرَ! مُون مِڙْڪَ[3]، سي ڏَکَرِ ڀَونِ مَ ڀِرينءَ ري،
وِھُڻُ مُون وِھُ[4] ٿيو، ڪيرَ ساندِيندي سُڪَ؟
ھُيَمِ ھوتَنِ سين چُڪَ[5]، سَچو سَڱُ نہ سارِيان.*

١٠

پيوُن سَبِ سَڱيٽِيُون[6]، سَرَتيُون[7]! مُون چُڪَ سين چاءَ،
اَندَرِ[8] آھيمِ ڳالھَڙي، ڪوھيارِي جي ڪاءَ[9]،
لَڳُمِ ڏَرو[10] واءُ، سَچو سَڱُ نہ سارِيان.

١١

'ووءِ! ووءِ!'[11] ڪَندي وَتُ، مَڇُڻُ[12] 'ووءِ!' وِسارِيين!
ڀاٽِي ھارِ مَ ڀَڏِرو[13]، روءُ مَنجھان ٿِي رَتُ،
صَبُرُ وَڏو سَتُ[14]، سِگھا مِيڙِي سُپِرِين.

١٢

ووءِ! ووءِ! وِڏُوڙان[15]، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ[16] نِگِيا،
مُون سانگِياڻيءَ[17] جا سُپِرِين، سَڄُ ڪ سَنيوُڙا[18]؟
لائُمِ نہ لوڙان[19]، ماءُ! اوسيڙو اُنِ جو.

١٣

ووءِ! ووءِ! ٻِڻَ وِيئي، رُنَنِ[20] ڪارَڻِ جا ھُئي،
پُنھونءَ ڪِي پيئي، رُنِدي ڪيرَ رَتَ ڦُڙا؟

١٤

گھوڙا![21] گھِٽِيءَ[22] پِيُون، ووءِ! ووءِ! وَڃَنِ نِگِيا،
مَادَرِ! مَٿان[23] مُون، ڪانگَ لَوندا ڪَڏھين؟

١٥

ماتِ مارِيندِيءَ پِرينءَ جِي، مَچُڻُ، رُئين رَتُ!
چوري! چَڏِ[24] مَ سَتُ[25]، ھِمَتَ ھوتُ وِڃائيو.

١٦

جِڙُ[26] جھَري جِن سين، مَٿي پِڻُ سين تَنِ،
جي ھِتِ نہ ھوتُ پَسَنِ، سي ڪَنھن ڪِيچِ[27] پَسَندِيُون؟

١٧

جِنِ جِنِ[28] جَھلي جَڳُ، تِنِ تِنِ مُون تاڪِيدُ ٿِي،
ڳھِرِيو[29] تو ڳالھيُون ڪَري، وَھَسي[30] پُٺو وَڳُ[31]،
لوڪُ لَتاڙي[32] نِندَ[33] ۾، ٻَنْيءَ لالَنَ لَڳُ،
آريا ٽِيءَ[34] اوڙَڳُ، پَنيوران[35] ٻاھِرِ ٿي.§

---

١- ناتوان، بيمار ٢- پنھونءَ جي ساٿ واري پيچري تي ٣- ظاھر ٿين ٤- زھر ٥- محبت جي لغار ٦- سڱن يا لاڳاپن واريون ٧- چاھ ٨- ڪا ٩- محبت جي ھوا ١٠- پوري سڱ، جي دعوىٰ نہ ٿي ڪريان ١١- روڄ راڙو ١٢- مٿان ١٣- اندر ۾ ١٤- شڪتي، طاقت ١٥- ڏمريا ١٦- نڪري ١٧- سفر ڪندڙ، رليل ١٨- سنيريا ١٩- لوڙان، اَصل ڪان ٢٠- ڏھاڳڻين لاءِ ٢١- افسوس ٢٢- گھٽي پند تي ٢٣- مٿي لاٿ ڪندا ٢٤- ستيا ٢٥- مغروريءَ ٢٦- محبت جي ميخ ٢٧- ڪھڙي طرح ٢٨- ھوڏ ٢٩- ڳھر يا سستيءَ ۾ اچي ٣٠- خوش ٿيو ٿئي ٣١- مجموعو (دنيوي ماڻھو) ٣٢- اورانگھي ٣٣- محبوب جي پنيان ٣٤- جاچ ڪر ٣٥- پنيور ڪان ٻاھر.

*پرينءَ سان نينھن جي لغار لڳي ھيم؛ پنھونءَ سان سڱ جي برابري نہ ٿي ڪريان.

§ پنيور ڪان ٻاھر نڪري (دنيا کي ترڪ ڪري)، پنھونءَ (محبوب حقيقيءَ) جي پيچا يا جاچ ڪر.

۱۸

اَوجهڙ وَٽان آنءَ، ٻيئُون سَڀ سَگهر ساٿ جي،

جانيئنهَن ڳنهندي نانءُ، ساڻُون جٽن پوندي ماري.*

۱۹

ماڳهين جي مٿي، لَه هُوندَ نه پيئي مارِي،

ڇڏيو جي ڪُهي، لَه هيڪاري هور لهي.

§۲۰

ٻَڌو ڪنهن ٻَنڌاڻ، هنجڙو هوتاڻيءَ سين،

ڪا جا پيئَس ڪاڻ، نيريانس، نه نبري!

۲۱

ڪَه جاڻان؟ ڪه ٿيو؟ ڪيڏانهن ٿي وَڃان؟

هَنتَ، ڪرايُون، آڳريُون، موڙيو سَڀ پَڇان،

پُڻ گهر ڳَهڃان، مُون هاريءَ هوت وڃائيو!

۲۲

ڇان ڪِ آيَس اڳاهين، تان اُنهين اُپَنِي آهيان،

پرت پُراهين، هاڻي مَران! مَ جيان!

۲۳

سَرَليون! سوُرُ پرينءَ جو، سُڃن ۾ شامل،

ڪوهيارو ڪامل، مون کي ڏُکَ ڏيکاريو.

۲۴

ڏونگر ڏنا ڏونگر، مون پارڪو پيا،

هيڪليون هانَ جي، سي ٽاڪُن سَنديءَ ڏونگر،

ائي اُڪيي پُونگر، سُونهن رِءَ نه سُتري.

۲۵

لَکين لوڙائُون، سَهَسين آهن سُڄ ۾،

اُرَ ۾ ٻوراٿُون ڪَڻُ، پيادي! پاڻ سين.

۲۶

بارو چا بيا گهڻا، مُهنجو پُنهون سرُ سَين،

چانگي لي چَڙهي ڪري، ڪندو وَر ولهن،

مَٿي مَعذورِن، هوتَ ڏ ريندو هَنڙاءِ.

۲۷

بارو چا بيا گهڻا، مُهنجو اَجهو آرياڻي،

چوندي رکيم چتَ ۾، ساڄن سُڃاڻي،

جا ونڊر وڪاڻي، تنهنجو موڻا ڪو مَسَ لَئي.

۲۸

هوءَ جا گهوري گهوتَ جي، تنهن کي چري چون،

اگهاڙيون آڱڻ ۾، هوتَ پُڄاڻا هُون،

---

۱- گمراهه ۲- پنهونءَ جي ساٿ جي پيڇري لي ۳- مصيبت ۾ ۴- غم، فڪر ۵- بند ڪ ۶- دل ۷- سبرينءَ ۸- منجهيل وٽ يا پيچ ۹- چنڊ جي ڪريانس پر نه ڇڇي ۱۰- گهندي دهل دماما ۱۱- چوان ته ۱۲- پري ڪان ۱۳- اُتي ئي ۱۴- جهونو پيار يا نينهن ۱۵- متاهان پٽ، جبل ۱۶- هيناهان پٽ، ميدان ۱۷- جاڙو ۱۸- لڪيندڙن، رهزن ۱۹- ڪاچ ۲۰- ڏکي، مشڪل ۲۱- زمين، سفر ۲۲- رهبرن ڪان سواءِ ۲۳- ڦورو، لوٽو ۲۴- سونهان، نگهبان ۲۵- سردار ۲۶- احسان ۲۷ سڃين، ڪنگالڻين ۲۸- ضعيفڙين ۲۹- ونڊر ۾ قربان ٿي ۳۰- قربان ٿيل.

*جا محبت جو نالو وٺندي، سا مون وانگر مصيبت ۾ پوندي.

§منهنجو من، پرينءَ سان اهڙي ڪنهن ۾ سان ٻڌو پيو آهي، ۽ اُن ۾ اهڙو ڪو پيچ پيل آهي، جو چنڊ جي ڪريانس ته به نه ڇڇي.

ٻرا[1] لڌين ٻون، ڏنو جن اکين سين.

٢٩

ڏنم اڌ اکين سين، مان ٻاروچا ھون،
جنين ڏاران ٻون[2]، مور پسَر اکين ۾.

٣٠

سڄڻ ڏنو جن، مونڱ تن ميھڻو،
اي مرڪ[3] معذور، جن مرن ٻريان جي پير لي.

٣١

وڙ[4] لکن جي لوڏ، گھوريا سک پنيور جا!
امڙ[5]! جي ٽون آڇين، سي ڪم نه اچن ڪوڏ،
ھڏين منھنجي ھوڏ، ٻڌي ٻاروچن سين.*

٣٢

ڪو جو آھس ڪوڏ[6]، ٻاروچاڻيءَ ذات سين،
جي ھوچونس "ٻوڏ!" نه 'جيءَ' سڻائي جڳ ڪي.§

٣٣

پلي ڪري ٽيوم، ھيءُ سڱ، ٻاروچن سين،
وڃي ڪيچ ڏنوم، پنيءَ لڳي جن جي.

٣٤

اڏيون! ڪا ايندي؟ ڇنر مون سڱ ٽيو،
لائيندس لڱن ڪي، ملير[7] ميندي،
وندر آئون ويندي، آري ڄام اڄھو ڪري.

٣٥

وڃڻ تو واري، ٻرڻ[8] ٻنھونءَ ٻت ۾،
ڪره[9] ڪوھياري، سٽي تو سپ ويا.

٣٦

مون ڪي نتا نين، جت ملڪ ٻانھجي،
جي گھگھيرن[10] گڏين، نه ٻين کان ٻيٽو ڪريان.‡

٣٧†

اڳي ايئن ھياس، جيئن ٻنھونءَ ڌوتم ڪپڙا،
ھاڻي ايئن ٿياس، جيئن جت نه نينم ٻاڻ سين.

٣٨

ڪوھيارو ڪيٽان[11]، ڪيڻ وڃي[12]، ڪاڏي وڃان؟
مون پانيو سيٽان[13]، ڇپر[14] ڪنديس ٻڌڙا.

٣٩

ڪوھيارو ڪاري[15]، ٻڌ آڙانگا پٿيين[16]،
سي ڏيه ڏيکاري، جي اڳ نه ڏٺا ڪلھين.

٤٠

ڏکوين اھڃاڻ[17]، ڪلھي ٿانو ڪنجرو،

---

١- ڏس پتا، خبرون ٢- موليا، چاليون ٣- فخر ٤- مبارڪ، بھتر ٥- خوشيون، فرحتون ٦- نيڌھن
٧- ملير، ميندي‌ءَ کان مشھور ھو ٨- ھلڻ ٩- ڪرھا، اٺ ١٠- گھگھرا پھريندڙ ڇالون (ٻروچياڻيون)
١١- اُنھن سان ١٢- ڪيڏانھن ١٣- ساٿ ١٤- جبلن ۾ ١٥- ڪرائي ١٦- پٽن يا ميدانن ۾ ١٧- نشاني.
*منھنجي من، ٻاروچن سان ضد (محبت جي شدت) ٻڌو آھي.
§جي ھو (ٻاروچا) ڪيس چون "ٻوڏ" نه ھوءَ دنيا کي "جيءَ" پيئي ٻڌائي. (ٻوڏ ۽ جيءَ ٻئي پاڻ ۾ ضد آھن.)
‡جي مونکي ٻروچياڻين سان شامل ڪن نه مان جيڪر ٻين سڀني کان ٻيٽي چاڪري ڪريان.
†سسئي پنھنجي حال تي افسوس ڪائيندي، چوئي: "اڳي ائين ھيس، جو ٻنھونءَ منھنجا ڪپڙا ڌوتا. ھينئر منھنجو حال ھي آھي، جو جت مونکي پاڻسان نه ٿا وٺي ھلن."

وَيِنِ گوُنَدَرَ گَڏيُون، لوڪ نه آڇين پاڻُ.*
سوُرَنِ اَسان ساڻُ، نَنڍپڻ نيهُن ڪيو.

۴۱

ڳُالهي ڦاٿو ڪنجُرو، مَتو اُگهاڙو،
پيرُ! ڪُڄارو، مُنهنجو هِنَ پَنيورَ ۾؟

۴۲

ڪُٽيءَ لَءِ، ڪاٽي! رکيءِ پرت پُنهون سين،
سُهيو سُکيو جندڙو، وِڌءِ جيري ۾ جاٽي،
تو سين هاڃو هوتاٽي، صباح ڪندا، سَسُئي!

§۴۳

پَنيوران ٻَهَرِ ٿِي، اَمڙ! مون اماڻ،
مچِڻِ ڪا رِهاڻ، مون تي موٽي مَس ٿئي.

۴۴

پَنيوران ٻَهَر ٿِي، مون جي ڪيا سَڏَ!
باروچاٽيءَ لَڏَ، لَڪَ سَويلا لنگهيا.

۴۵

ڇِڻِ چِنا پيرَ، هَلي هَلي، ماءُ!
ڪوهياري جي ڪاءِ، ڳِنهيو ڦِٽان ڳالهڙي.

۴۶

نيهَن مَ نالو ڳِڻِ، پرِيتڙي پيرَ پيا.‡
سوُرَنِ ساڻُ مَ ڇِنِ، وِرهُ وِهائج وِترو.

۴۷

سَڄِڻُ ڏنو جِنِ، تن ڳجهيءَ سر ڳُهُ ڪيو،
ٻيون ڪوهُ ٻُجهِنِ، قَدُرُ ڪيميا اِنَ جو؟

۴۸

هاري! هنئون مَ لوڙِ، سُکَن ٻَوَنديءَ، سَسُئي!
ڪوهيارو تو ڪوڙِ، اَچي ڪَرِهُ قطارِ ۾.

۴۹

حُسيني حُسينَ لَءِ، بيبيءَ پاڻَ ڇِنئي،
لِهان پوءِ ٿئي، خَبَرَ پيءَ خَلقَ کي.

وائي

ڪارُون وَسِ ڪيامِ، ڙي! اَهيءَ اَهيءَ! ووا! لَڏي ڏوُرِ ويامِ!
مُنهنجو هوتُ نه موٽيو! ووا! ڪارُون وَسَ ڪيامِ.
ٻَنڌَڻِ بارو چَنِ جا، پيڳهي مَنجهه پيامِ،
ڪَٿِين قاصد ڪيچَ ڏي، مُحِبَنِ لاءِ مُڪامِ،
سَدا سُپيرِيَنِ جا، سانڍيِنُ سوُرَ پيامِ،
هوتَ هَلندي جي ڪيا، نه سي سَڏَ سيامِ،
اَديُون! عَبدُاللطيف چئي، آرياڻي ايندامِ.

۱- ڏک ۾ ورتل ۲- اي ڪاٽل، سڙيل ۳- سکيو ۴- آگ ۵- جاٽي ٻجهي ۶- وٺل، ظلم ۷- هوت (پنهونءَ) جي ٻهر ۸- وڏن ڀهڻن ۹- ونيو يا ڪنيو گهمان ۱۰- ڳنهه، وٺ ۱۱- محبت ۱۲- ڳجهيءَ جو ۱۳- ڍيور، مٺيو ۱۴- ڄاڻن، سمجهن ۱۵- دل نه لوڙ ۱۶- تو وٽ شوق مان ۱۷- ڪرها، اٺ ۱۸- قطار ۾ ڪيو ۱۹- پيغمبر صاحب جي نياڻي بيبي فاطمه، جنهن پنهنجي فرزند امام حسين جي شهادت جي پيشينگوئي ٻڌڻ تي ماتم ڪيو هو (حسيني=ماتم جو سر. ڀهرين ماتم، بيبي صاحبه ڪيو، پوءِ خلق.) ۲۰- دانهون، عاجزيون ۲۱- حيلا وسيلا ۲۲- پيوند ۲۳- ٻڌم.
*هو ڏک ۾ مبتلا ٿيو پيئون هلن ۽ عام کي پنهنجو انت نه ٿيون ڏين.
§اي امڙ! پنيور کان ٻاهر نڪري، مونکي اماڻ، متان موٽي توسان منهنجي رهاڻ وري نه ٿئي.
‡عشق جو نالو نه وٺ، عشق جون راهون ئي ٻيون آهن.

## سر حسيني - داستان ٻارهين جو سار

سسئيءَ جون سرليون، جي هڪواريءَ پنهونءَ جي ٻاٻوهه ۽ صورت پسن ها، ته هو ٻه ٻانهن واٽ ۾ وجهي، رڃن ۾ رلهون ڪن ها. سسئيءَ کي پنهونءَ کان سواءِ ٻنيور جا سک ٻه وڏا سور آهن. هوءَ رت روئندي، پنهونءَ پٺيان پيئي وڃي. ڳجهو رت روئڻ ۽ صبر ڌارڻ، سچن عاشقن جو ڳڻ آهي. ”صبر وڏو ست“ آهي. سسئي ”گهوٽ گهوري“ ۽ ”وِندر وڪاڻي“ آهي، ۽ هروقت مرڻ جي مرحبا پيئي ڪري. هوت پروچي سان اهڙو ڪو ازلي نينهن اٿس، جو هوءَ ٻنيور جا سک ترڪ ڪري، وٽي ڇٻر ڇالون ڏيندي. روحاني سفر ٻه نهايت اؤکو آهي ۽ ڪنهن کي ٻه مجال ناهي، جو رهبر ٻدا، اُنکي طئي ڪري سگهي. جي سواءِ سونهي جي سفر تا ڪن، سي وڃيو تاڪن جي ور چڙهن.

•

”سر حسيني“- هي سر، هڪ مشهور عربي ۽ فارسي سر آهي، جنهن ۾ مرثيا ڳايا ويندا هوا. سسئيءَ جا ورلاپ ٻه نهايت دردناڪ آهن، جنهنڪري اهو نالو مٿس موزون ٿو لڳي. داستان ٻارهين جي پوئين بيت ۾، هن سر ڏانهن جو خاص اشارو آيل آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته هي سر، نهايت درد ۽ سوز وارو آهي. هي سر ماتم جو آهي.

# سُر ليلا چَنيسَرُ

## داستان پهريون

١

داغُ[1] تنهنجو دائما[2]، ماري مَعذورين[3]،
سائينءَ كارڻ[4]، سُپرين! وَڃج مَ ڏورين[5]،
آئون تو حضورين[6]، مٺيو وِڃان مَڃَ ۾.

٢

مَٺيو[7] وِڃان مَڃَ ۾[8]، هائيءَ هٺان هارُ،
پِري جي[9] پَتارُ، نه ميريائي[10] مانُ لهان[11].

٣

مَٺيو وِڃان مَڃَ ۾، هائيءَ هٺي هارُ،
سوڀي![12] سُكُ[13]، سَيّدُ چئي، كرئين كوهُ قرارُ[14]؟
راجا رِيساٽو[15] گهٽو، سَناٽو[16] سَردارُ،
چوڙِسِ[17] چَنيسَرَ[18] جامَ جو، ڏيهان ڏيهِ[19] ڏهكارُ[20]،
ناكُرُ[21] اَكيين تارُ[22]، مَٺي لي ٽي مَٺين[23]!

٤

چَنيسَرُ چوڙَنگُ[24]، ٻرَنگو[25] لوڪ ٻيو،
تنهن سين چنيو سَنگُ[26]، وِڃيو هارَ هَٺ ڇهين!

٥

مَٺي لي موهجي، موڙهي![27] كيءَ مَرڪ[28]،
ڇٽي[29] چَنيسَرَ جامَ سين، وِڏو تو فرقُ[30]،
وَرئي وِيو وَرَقُ[31]، آئيءَ ڏنءَ[32] ڏهاڳ[33]، جو!

---

١- كانڪ ٢- هميشه ٣- ويچارين كي ٤- ڏٺيءَ جي واسطي ٥- پري ٦- تنهنجي حضور ۾ ٧- نڌ لكو هار ٨- آگ ۾ ٩- موٽي ملي ١٠- ميريءَ حالت ۾ ١١- عزت پايان ١٢- اي سوڀياوان ناري! ١٣- چو ١٤- آرام ١٥- ريس وارو ١٦- زوراور ١٧- چئني ڏسين ۾ ١٨- راجا چنيسر ١٩- ديسان ديس ٢٠- رعب ٢١- راڄن ٢٢- اكين جو آنند ٢٣- ٽي متائين ٢٤- چئن رنگن وارو، نهايت حرفتي ٢٥- ٻن رنگن وارو، مكار ٢٦- ناتو ٢٧- اي موڙهل! ٢٨- ناز نخرو ٢٩- زبان سان كچي ٣٠- نفاق ٣١- تقدير جي دفتر جو ورق ٣٢- ڏنب ٣٣- پتار كان جدائيءَ

٦

مَٽِي لي موهِجي، هارِي![١] ڳِيڙُءِ[٢] هارُ،
ڪوڙين ڪَيا ڪيتِرا، اِنهِين خَرُ[٣] خُوارُ،
پِري وِيو پَتارُ، آيءِ ڏَنءِ ڏُهاڳَ[٤] جو!

٧

مَٽِي[٥] مَٽي جي هُٺا، لَن[٦] چِتَن قيرِيُمِ[٧] چِٽُ،
هارُ ڪَنَدِيَسِ[٨] هوڏَ[٩] ۾، نِيبَهُ[١٠] نِڀندُمِ نِتُ،
ڪَوُنرُوءَ جو ڪِرِتُ[١١]، مُونهان[١٢] مَٺاهون[١٣] ٿيو.

٨

مَٽيو ناهِ مَٽيُون، جو تُون پَسي هارُ[١٤] هرڪَٿين[١٥]،
اَصُلِ آهي اَڳِهين، سَندِيُون ڪُوڙَ ڪَٽيُون[١٦]،
لَن گهوڙَنِ هَنٽي گَهٽيُون[١٧]، دوسَنِڪان[١٨] دورُ ڪيون.

٩

تو جو پانيو هارُ، سو سُوَرَنِ[١٩] جو سَڳُرو،
چَنيسَرُ چِٽُ ڪَٽي[٢٠]، ٿيو پورِهيَت جو پارُ[٢١]،
اَوِڪَتِ[٢٢] جو آچارُ[٢٣] ڪانڌُ ڪَنهِن سين مُ ڪَري!

١٠

نَه ڪِي هو پانهڙِين ۾، نَه ڪِي ڳُرِ[٢٤] هُئومِ،
نَه مُون، سيندِ نَه سُرمو، نَه سينگارُ ڪَيومِ،
ليلانَهَ ڪانڌُ سَمدومِ[٢٥]، رُڪوئِي[٢٦] رَءِ ڳُرِي[٢٧].

١١

سونا ڪُرُ ڪَنَنِ[٢٨] ۾، ڳِچِيءَ ڳاڙها[٢٩] هارَ،
پانهُوُتا پانهُن ۾، سيندِ سَٽِيا وارَ[٣٠]،
ليلانَهَ پِيُّ پَهارَ[٣١]، ڪانڌَ مُنهنجي چِڏِئِي.

١٢

چَنيسَرَ جي چِتَ ۾، ڪِي جو اَڳُ هُئو،
تِهان پوءِ ٿِيو، مَٽِي تي ٿي ماڻرو[٣٢].

١٣

جَرُ[٣٣] هارِيو ٿي جَڪري[٣٤]، جَڏهن رُنو ڏيرِيدارَ[٣٥]،
ڍولي تَڏهن ڍِلِييِن[٣٦]؛ سوپي! ٿِيءَ نَه سارَ[٣٧]،

١- اي بيعقل! ٢- ڳڏء ٣- گڏه (نفس) ٤- منهن ڦيري ويو ٥- هار جي هيرن لي ٦- جهلڪن ٧- منهنجو من بگيڙيو ٨- شرط، شدت ٩- ساڻ هوندم ١٠- هميشه ١١- حرفتبازي ١٢- مونکان ١٣- اڳرو ١٤- مڻ يا مٽيء جو جمع ١٥- هرڪنهن ويٺين ١٦- ڪچ جون ڪٽيون ١٧- مصيبت پئي ١٨- دوستن کان ١٩- سنگهر، ڳت ٢٠- دل ڪٽي، پيار هٽائي ٢١- داسيء (ڪؤنروء) جو طرفدار ٢٢- اَڻبڻت ٢٣- دستور، هلت ٢٤- ڳچيء ۾ ٢٥- لنهنڪري ٢٦- اَڻ سينگاريل ٿي ٢٧- بيشڪ قبولي ٢٨- پنڙا ٢٩- ڳچيء ۾ ڀهڪندڙ هار ٣٠- پانهن جا زيور ٣١- پرينءَ ٣٢- معاملو، رڳڙو ٣٣- اَکين مان جل وهايو ٣٤- چنيسر جو وزير، جنهنجو مگنو، ليلا جي عزيزن مان ٿيل هو. (هن ليلا جي طرفان ڳوڙها ڳاريا.) ٣٥- ديري دار، سردار (وزير جکري) ٣٦- محبوب تڏهن ڍکي ڪيو ٣٧- لنهنجي سار نه رهي (چنيسر کي).

چنيسر پنار، حيلو[1] ڪيو هار جو.

١٤

اوُ ڏمريو ڏس، حيلو هنهئين هار جو،
سٽو سپ سرتيون! ور[2] نه ڪنهين[3] وس،
دعوي ڀرئين[4] ڏس، پڇيو تو پورا[5] ڪري.

١٥

پوچا[6] ڏنم پير، پڪڙ[7] مٿي ڀول[8] جا،
مون پانئيو تڏهن[9] وير، ڪوجهي[10] ڪندو پريئڙي[11].

١٦

سوڙيين[12] سنڙياءِ[13]، پکو[14] سهؤ[15] ولاريو[16]،
چنيسر ڪانڌاءِ[17]! تان مون هئن نه پانئيو!

١٧

ڀولا! ڪچاڙيان[18]، ڀولائيو ڀوڳ چئين؟
آئون تو پيرانديان[19]، ڪر موڙيو، ورا! اٿيان!

١٨

نيو[20] بڏيو روءِ[21]؛ اگڙ[22] جهوڪيو[23] ڪرهو،
ڪو چنيسر چوءِ[24]: ته ليلا وڃي لڏيو.

وائي

آءٌ، پرين! گهر پيهي، ميان چنيسر،
هار هٿان مون ڇڏيو.
پڇن[25] ليلا، هوُ ڪن حيلا[26]، ڀهران[27] اچيو پيٺي[28]،
دوس[29] نيائون داسڙو، ويساهي[30] ور[31] ويهي،
اوگڻ، عيب، منائيون[32]، ڀولا! پڪ سيٺي،
تو در اچي، داسڙا[33]! آر ڪرينديس ڪيهي؟
آيس، عبداللطيف چئي، دوس! تو در پيهي.

## سر ليلا چنيسر - داستان ڀهرئين جو سار

ليلا، پڇتاءَ جا لڙڪ پيئي هاري. مٽي لي موهجي، پنهنجي ڪانڌ جو پيار وڃائي ويٺي آهي؛ هاڻي رت لي روئي. ڪوڙوءَ کان ملول هار، چنيسر جي حضوريءَ ۾، مڇ ۾ وجهڻ لاءِ تيار آهي. مٽي جي ڪري، سندس ۽ چنيسر جي وچ ۾ فرق پيو آهي؛ ۽ کيس "ڏنءَ ڏهاڳ" جو آيو آهي. راجا "گهٽو ويساٽو" آهي؛ جي پيو سارو لوڪ پرنگو آهي ته چنيسر چوُرنگ آهي؛ اکين جو تارو ۽ هڪ ئي آهي؛ سندس ڏهڪار ساري ڏيهه ۾ آهي؛ هو ڪنهن جي وس ناهي؛ ڀهرين ئي دعوي پڇيو، پورا ڪيو ڇڏي. ليلا جو هٿ هيٺئر پڇي پيو آهي ۽ هار سينگار جو ٻنهه ليباڳ ڪيو اٿس.
"پري جي پنار، ته ميريائي مان لهان."
نيٺ، سواءِ لڏڻ جي، ويچاريءَ جو ڪو وس نه ٿو هلي. جڪرو ۽ روئندوئي رهجي ويو.

١- بهانو ٢- پنار ٣- ڪنهن جي وس ٤- ڀهرئين پيري ٥- پرزا ٦- ڏنگا ٧- پڪڙ جي مٿان (شاديءَ راند) ٨- گهوٽ ٩- تڏهن مهل ١٠- بدزيبي ١١- پريءَ جهڙي ڪندوار ١٢- سوڙين ۾ ١٣- ڪوڙو توسان ستي ١٤- گهر (محلات) ١٥- عاليشان ١٦- والاريو ١٧- اي چنيسر پنار! ١٨- ڇا جي ڪري ١٩- تنهنجي پيرانديءَ کان ٢٠- نيٺي ٢١- روئي ٢٢- جهڪائي ٢٣- اٺ ٢٤- چنيسر کي چوي ٢٥- ليلا جي پڇا ڪن ٢٦- تجويزون ٢٧- محل ٻاهران ٢٨- ٻٺي (ڪوڙو ۽ ماٺس) ٢٩- دوست ٣٠- پنار کي پلائي ٣١- محلات ۾ ويهي ٣٢- مڃايون ٣٣- اڱڻ.

## داستان ٻيو

١

لُڙڪي، ٻَسي ٽوڪَ، ٻَرڪي، لَڪَتَرَ ۾ ٻَڌي؛
اَچيو اَچيو، "اَئِلي"، چَئي ليلا کي لوڪَ،
اَندَرُ اوڀايائُن سين، ساڙي ڪياءُنس سوڪَ،
بالاپَڻَ جو ٻوڪَ، وِيو وِيچاريءَ وِسِري.

٢

جيڪُس ڪَمَ سَندامِ، جوُنا ڏِنا جيڏِين،
ڪانَ سَڀِ مَٽائمِ، ساهيڙيُن ۽ سَرتيُن.

٣

هُئيِنءَ نہ ڳهڻو هوشِيار؟ ڪَلَ نہ هُئيءَ ڪانڌَ جي؟
تو پانهو موچاري ٿيان، ڳِهڻيءَ پائي هارَ؟
ڪانڌَ ڪوڙيءَ جو نہ وَڻي، سَٿين ٿِين سيڻگارَ،
وَهَمَ لَهي وِنڌهارَ، ڏِليون پَرڪي داسڙو.

٤

جان ڪِ چَڙهنديَس ڪُتَ ٿي، رِڃها نِيندِيَس راءِ،
اَهڙو پِي اَللهَ جو پورهيتُن پيش ڪَري.*

٥

ڏاهي ڏُٻَس ڏيهَ ۾، سَرتين مَنجهہ سُجاڻِ،
ڪا جا پيمر ڪاڻِ، جَنِ مُنهُن مَٽادون نہ ڪڻان.

٦

اَلا! ڏاهي مَ ٿيان! ڏاهيُن ڏُکَ ڏِسَنِ،
مُون سين مُون پِرِنِ، پورائيءَ ۾ پالَ ڪيا.

٧

وَڏيري هُياسِ، ميڙو مُون گهر سَرتيين،
هَٿَ ڇُهَڻَ هارَ جي، ڪَڙي ڪانڌَ ٿِياسِ،
ٻولي ٻِيليياس، آئِمِ ڏَنءَ ڏُهاڳ جو!

٨

وَڏيري هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄ ۾،
ڏُهلين دَمامين ڏَهرِن، ٿي پاڻَ ٿِيَياسِ،
ٻولي ٻِليياس، لَيَس ڏُهاڳڻِ ڏيهَ ۾!

٩

وَڏيري هُياسِ، چَنيسَرَ جي راڄ ۾،
دائيين، ٻانِيين، دَرٻانَنِ، پَرِ ۾ ٿي پَهچياسِ،

١- لُڙڪي، غلطي ڪيائين ٢- قيمتي وستو (هار) ٣- هٿ، خودي ٤- اڪلي، عيبدار ٥- طعنو ٦- بال يا معصوم اوستا ٧- چلولائي ٨- شايد ٩- منهنجا ڪم يا اعمال ١٠- ڪوڙا، عيبدار ١١- منهنجيون مٽايون ١٢- خبر، ٻروڙ ١٣- پتار ڪي ١٤- سوين قسمن جو سينگار ١٥- دل جا خيال پروڙي ١٦- هيرا وڻنديڙ، سڀ پارڪو ١٧- چوان ٿو ١٨- راضي ڪنديس ١٩- راجا ٢٠- داسيون ٢١- اڳرائون يا اڳيان ڪري ٢٢- سياڻي ٢٣- نقص، عيب ٢٤- منهن مٽي ڪرڻ جهڙي نہ ٿي آهيان ٢٥- عقل وارائون ٢٦- پورڙائي، معصوميت ٢٧- مهربانيون، نوازشون ٢٨- ميڙاڪو ٢٩- سرتين جو ٣٠- ڪوڙي ٣١- ڍهلن دمامن سان ٣٢- توتارن سان ٣٣- پهچي ٿي ويس ٣٤- محبوب مونکي ڏٺيو ٣٥- دائين ۽ ٻانين سان ٣٦- ڳجهہ ۾.

*خدا اهڙو آهي، جو داسين (نيازمندن يا ٻانهڪي داس جاڻندڙن) کي سرخرو ٿو ڪري.

ڏُهلين، ڏمامين، ڏُمرين، ٿي وچ ۾ وهارِ ڀاسِ، [١]
هُيَس دادُاي دوسَنِ جي، [٣] ڪُٽي هَاڪي [٢] هارَ ڪياسِ،
لِنهان ٻوءِ ٽِياسِ، [٤] ڪانياري ڪانڌَ جي.

١٠

هُيَس هندورَن ۾، ڀيمَ ڪانڌَ ڀُروڙِ،
مُٽِئي سَندي ماڻري، ڪوجهي [٥] وِڌيَس [٦] ڪُوڙِ، [٧]
سامُهان ٽيمَ سوڙَ، [٨] وِيو وِلُڙي [٩] وَاهوا!

١١

ڏُهاڳان سُهاڳِڻِيُون، [١٠] ڪهڙي ڏوهه [١١] ڪَنيَن؟
وَرُ وِڏوُٽو [١٤] لاهِين، [١٣] جِئن جِئن ٻاڻُ [١٢] ٻَسَنِ.

١٢

گهوريو سو سُهاڳُ، جنهن ۾ پَسين ٻاڻَ ڪي! [١٥]
ڏوري لَـهُ [١٨] ڏُهاڳُ، [١٧] جنهن ڪرلاهوُ [١٦] داسَڙو.

١٣

سارِج [١٩] سَيئِي، ليلا! [٢٠] لَکَڻَ ڀاهِڀجا،
وَرَ سين وِڙهيو اُٿين، ڏوراپا ڏيئي،

نه جاڻان [٢١] ڪِهڙي؟ چَنيسَرَ جي چِتَ ۾.

١٤

چَئِي چَنيسَرَ جامَ [٢٢] سين، ليلا! لَڪا ٻوءِ،
تو جو ڀانيو ڀانهِڀو، [٢٣] لَنهڀو ٻَرو ڪرنه ٻيوءِ،
ڪَوَنڙوءِ ڪانڌُ سَندوءِ، [٢٤] دَستِ ڪَيو داسَڙو.

١٥

ليلا! جِمَ لَڪا ئيين، [٢٥] چَئِي چَنيسَرَ ساڻُ،
وَرَ سين وِڙهيو اُٿين، [٢٦] مُوڙهي! [٢٧] مُٺُءِ ٻاڻُ،
ٻوري! [٢٨] ڪَيءِ ٻاڻُ، [٢٩] لي آيءِ [٣٠] ڏَنءِ [٣١] ڏُهاڳ جو.

١٦

ليلا! جِمَ لَڪا ئيين، [٣٢] سوڀِي! [٣٣] ساڻَ سُهاڳَ،
آهِئين گهڻو اَجاڻَ، [٣٤] مَهِڙ ٻوري [٣٥] نه پَڇين.

١٧

ليلا! ٻوري نه پَڇين، چَئِي چَنيسَرَ ساڻُ،
تو جو ڀانيو ڀانهِڀو، [٣٦] سو رِيساڻو [٣٧] راجاڻُ،
ٻاڻان [٣٨] ڏارَ [٣٩] ٻرياڻُ، [٤٠] ڪانڌَ ڪنهڀو نه وَٺي.

---

١- وچ ۾ وهاري ٿي ويس ٢- محبوبن جي پياري ٣- ٻي آبرو ۴- پتاز اُگيان عيبدار ٥- معاملي، وهنوار ٦- ڪني، خراب چيز ٧- مونکي ڪوڙ ۾ وڌو ٨- ڦري يا رسي ويو ٩- پتار ١٠- ڏهاڳڻ ڪان ١١- ڪهڙي ڏوهه جي ڪري ١٢- پتار ١٣- ڪاوڙيو ١۴- خودي ڪن، هٺ ۾ چڙن ١٥- ٻن پيو ١٦- ڳولي لهه ١٧- جنهن ۾، جنهن جي ڪري ١٨- سار لهندڙ ١٩- سنياڻج، دل ۾ آڻج ٢٠- لڇڻ ٢١- ڪهڙي ڳالهه ٢٢- ٻاڻ ڏيکاريءِ ٢٣- پتو، سماءُ ٢۴- هٺ ڪيو ٢٥- مٺان ٻاڻ ڏنو ڪرين ٢٦- اي موڙهل! ٢٧- ٻاڻکي جٺ ۾ وڌءِ يا شل لنهندڄو هٺ چٽ ٿئي ٢٨- اي ٻورڙي يا نادان! ٢٩- غرور يا هٺ ڪيءِ ٣٠- لنهنڪري ٣١- داغ، ڏنب ٣٢- اي سوڀيا واري! ٣٣- عقلمند (چنيسر) سان ٣۴- مٺان ٣٥- پڇي يا ڄڃي نه سگهين ٣٦- غيرت وارو، غيرتمند ٣٧- راجا ٣٨ ۽ ٣٩- ٻاڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ساڻ نيهن ۴٠- پتار ڪي.

۱۸

چَئي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! تُون مَ لَڪاءِ،
دوسُ[1] ڏُهڄو داسڙو، کاندِ[2] وَڏِياڻي[3] ڪاڻ،
ٿ پيولو[4] پَڪَ سَندياءِ[5]، عَيبَن کي آڏو پئي[6].

۱۹

چَئي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! لَڪاءِ مَ تُون،
لائِ ڪاندُ ڪنهنجو نه ٿِئي، نه ڪا مُون نه تُون[7]،
رُنَدِيُون ڏِٺِيُون مُون، اِنَ دَرَ مَٿي دادُليُون[8].

۲۰

لِيلا! حيلا ڇڏِ، جي تُون، سوڀِي! سِڪِئين،
پائي پانڌ ڳچيءَ ۾، پاڻُ غَرِيبِيءَ[9] ڳَڏِ،
هَڏِ[10] نه چوندءِ لَڏِ[11]، جي ڪارُون آٽِئين[12] ڪاندَ ڪي.

۲۱

جي ڪارُون آٽِئين ڪاندَ ڪي، ٿ رُوئي رِيجهائيجِ[13]،
لِيلا! لِيلائيجِ[14]، اَئيٺي ماڳُ[15]، مَنَٿَ جو.

۲۲

جي ليلائي نه لَهين، ٿ پڻ ليلائيجِ،
آسَرَ[16] مَ لاهيجِ، سَڄَڻُ باجهيندَڙُ[17] گهڻو.

وائي

مُون تي وَهَرَ[18] وَرِي، وارو[19] ڏِيندَمِ وَلَهو[20].
لوڪي ساري[21]، سُپرِين! آئُون پونديسِ ماڳِ[22]، مَرِي،
لوڪي سَرِي[23]، سُپرِين! اَسان تان نه سَرِي،
اَسان لو رِءَ ناه ڪا، ڳُجهاندَرَ[24] ڳري،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، مُحبَن مِهرَ ڏَرِي[25].

## سر ليلا چنيسر - داستان ٻئي جو سار

ليلا، هار جهڙي وستو حاصل ڪري، ٺڳڪي ۽ لڪبر ۾ پيئي. لوڪ ڪيس اوپالن سان ساڙي سوڪ ڪيو آهي. هوءَ پنهنجي بالاپڻ جو سياءُ وساري ويٺي آهي ۽ اڳي چلولي هئي ۽ سندس ساهيڙيون مٿس موهت هيون. هاڻ اهي ساڳيون سرتيون، سندس "جونو ڪم" ڏسي، مٿس کلن پيئون. اهڙي ڪا ڪاڻ پيئي اٿس، جو منهن مٿاهون نه ٿي ڪڍي. اڳي هندورن ۾ هئي ۽ سندس در تي دهلن دمامن جا واجٽ پئي پيا. اِنهيءَ حالت ۾، ڪيس چنيسر جي "ريساڻي سياءُ" جي پروڙ ئي ڪانه هئي. جڳ ۾ ڏاهيون ئي ڏک ٿيون ڏسن ۽ محبوب، پورائيءَ ۾ ئي پال ٿو ڪري. هي در، ليلائڻ ۽ غريبيءَ سان پانڌ پائڻ جو آهي. اِلي دادليون ٻه روئن ٿيون. "ليلا! ليلائيج، آئيٺي ماڳ، مٿت جو."

۱- محبوب ۲- وڏو صبر ۳- کائي ٿو، اختيار ڪري ٿو ۴- محبوب ۵- تنهنجي پناه يا پردو آهي ۶- پوڪي ڇڏي ۷- نه لنهنجو نه منهنجو ۸- لاڏليون ۹- پاڪي نهنائيءَ سان شامل ڪر ۱۰- هرگز ۱۱- هتان وڃ ۱۲- نيزاريون ڪرين ۱۳- تون ريجهائج ۱۴- تون ليلائج ۱۵- نيزاريءَ جي جاء ۱۶- آسرو، اُميد ۱۷- باجهه ڪندڙ ۱۸- وري واهر ٿي ۱۹- پيرو ڪندم ۲۰- پنار ۲۱- ياد ڪري ۲۲- مارگ ۾ مرنديس ۲۳- لوڪي مونکان سواء سري ۲۴- ڳجهه ڳرهڻ جي وات يا ڳلي ۲۵- مهر ڪئي.

# داستان ٽيون

١

چَنيسَرَ سين چاڳُ، مَتان ڪا مُندَ ڪري،
جان مؤن ٻوءِ ٻروڙيو، تہ هوءِ نہ ماڻي ماڳُ،
ڏَمِريو ڏُهاڳُ، سِڳهو ڏِٺي سُهاڳڻين.

٢

چَنيسَرَ سين چاءِ، مَتان ڪا مُندَ ڪري،
ڪانڌَ ڪنهين جو نہ وَٺي، گيرَبُ ۽ گاءِ،
جي ٽِڙي ٽورَڙِ ياءِ، تہ دوسَ ڏَسائي داسڙو.*

٣

سَيئِي سُهاڳڻيُون، سَڀئي ڳچيءَ هارَ،
ٻَسَڪَ ڪارَڻِ ٻرينءَ جي، سَهَسين ڪَنِ سينگارَ،
ڀُولُ تنين جي پارَ، هينانهيوُن هُلَنِ جي.

٤

سَيئِي سُهاڳڻيُون، سَڀئي ڳچيءَ هَسَ،
ٻَسَڪَ ڪارَڻِ ٻرينءَ جي، وَڏا ڪيائُون وَسَ،
ڀولُ تنين جي ڳَسَ، هينانهيوُن هَلَنِ جي.

٥

سَيئِي سُهاڳڻيُون، سَڀئي مُنهَن جڙاءِ،
سَيَڪَنهن پانيو ٻاڪَ ڪي، تہ ايندو مؤن ڳَرِ راءِ،
پيئو تن دَراءِ، جي ٻَسي ٻاڪُ لَڄائيوُن.§

٦

اُوڳُڻَ ڪَري اَپارَ، تو دَرِ آيَس، داسَڙا!
جِئَن تو رُسڪَ سَندِيوُن رؤحَ ۾، تِئَن مؤن پيٽي ناهِ، پَنارَ!
سائينءَ لَڳُ، سَنارَ! ميٽ مَدايُون مُنهِنجيوُن.

٧

جي مؤن مُوڙهي مَتِّ، تہ تون ٻاڪَ سُچاڻيج سُپرينِ!
اَصُلِ آوايِن جا، عَيبَ ٻَڪَئين لُون اَڻَتِّ،
اِيَ، ٻرَا! تُنهِنجي ٻَتِّ، جِئَن وِلهيوُن ٻَڪَئين، وَلَها!

٨

لَکَڻَ ڪيمَ لَڪيج، جِئَن مؤراهين ناهَ مؤن،
مؤن کي مَلهائيجِ، وارو ڏيئِي، وَلَها!

١- ناز نخرو ٢- ماڻي جو هدڙ ٣- ماڻو، چاوت، ڪدورت ٤- مغروري ۽ تڪبر ٥- ٽوريءَ ڳالهہ ٽان رسي يا مڙجي ٦- دوستن يا دادلن کي ليٽارائي يا مارائي ٧- تنجي ماڳ، تي، وات تي ٨- جي نهٺيون تي هلن ٩- ڳچيءَ جا ڳہ ١٠- تنجي وات تي ١١- جڙتہ ٿيل مڻيا ١٢- منهنجي گهر، مون وٽ ١٣- راجا ١٤- تنجي در ڪان (دران) ١٥- رسڪ جون ڳالهيون ١٦- پناه، حد ١٧- اي پردو رکندڙ! ١٨- منهنجو عقل خطا ٿيو ١٩- گمراه ٿيلين يا بيعقل عورتن ٢٠- ازحد ٢١- اي پرين! ٢٢- تنهنجو شان ٢٣- سڀيون ٢٤- اي پنار! ٢٥- لڪڻ ٢٦- ڏسج، پسج ٢٧- بلڪل، بنهہ ٢٨- نوازج، مان وارو يا سرفراز ڪج ٢٩- پيرو ڪري.
*جي هو ٽوري ڳالهہ ٽان رسي تہ پنهنجي دادلن کي بہ ڪيرائي فنا ڪيو ڇڏي.
§هو (محبوب) انهنجي در ۾ پيهي آيو، جي ٻاڪي (پنهنجا عيب) ڏسي، شرمسار ٿيون.

۹

تان ڪا وائي[1] وارِ، دلاسي جي داسَڙا!
تُون مُنهنجو وَلهو، آئُون تو ۾ طَمعدارِ[2]،
ڏَڪي، ڏولَ![3] گُذارِ، لَڄَ مُنهنجي لوڪ ۾.

۱۰

ڏولا! ڏيلِ ۾[4] مُون، ڪانڌَ! ڪَميڻي آهيان،
سِڪَ[5] تُنهنجيءَ، سُپرين! ڏيري وِڌِيَسِ ڏُون[6]،
مُون وَرُ[7] تُون ئي تُون؛ تو، وَرَ! وَهُون ڪيترڙُون.

۱۱

تو، وَرَ! وَهُون ڪيترڙُون، مُون وَرُ تُون وَرِيَجِ[8]،
سوڍي! لِن سُهاڳَ کي، ڏوري! ڏَرُ[9] م ڏِيَجِ،*
ڏِرڻان ڏيرَ ڏَرِيَجِ[10]، مَلهائِجِ مِسڪينِ کي.

۱۲

ڪوڙين تُنهنجُون ڪامڻيُون، تُون ڪوڙين سَندو ڪانڌُ[11]،
مُون کي ڇَڏِ[12] م داسَڙا! تہ وَڃان نہ وِٽوانڌُ،
مُون ڪِڇيءَ ۾ ڏانڌُ؛ تو، جَنيسَرَ! هَٿَ ۾.

۱۳

ڏولا! اولا[13] نہ سَهان، آڏا[14] اَڏِيءَ جي،§
تو وَرَ! وَهُون ڪيترڙُون؛ مُون وَرُ تُون وَري[15]،
ڏِرڻان ڏيرَ ڏَري، مَلهائِجِ مِسڪينِ کي.

۱۴

ليلا! لُڇُ[16] م ايترو، اُٿي اَڳَڻِ سورِ،
آبو، ڏاڏو گهورِ[17]، ڀاڳَ سُوڌو ڀرڻَ تان.

۱۵

ليلا! لُڇُ م ايترو، اُٿي سورِ ٻهارِ؛
ڏولو اَڳَڻِ[18] پارِ، ڪانڌُ ڪَميڻيءَ آئيو.

وائي

جيڏي زيارتَ[19]، جي مان هوءَ[20] ڀرڻَ سين!
سَدَرُ[21] مُنهنجا سُپرين! مُون تان لاهِ م هَٿَ!
مَوُلا! مُون کي ميڙئين[22]، سُپيريان جي سَٿَ[23]،
ڇَنڊيان کَہ[24] اَکين سين، ڀيرين وِجهان هَٿَ،
ڏُوران[25] ڏَنمِ[26] سُپرين سَڀِي جن صِفتَ،
مَلڪَ[27] ۾ مُشتاقِ سين، ڪانہ ڪياڻُون ڪَٿَ[28]،
اَڏيون[29]! عَبدُاللّطيف چئي، مَڃياڻُون مِنَتَ.

۱- ڳالهہ ڪر، سخن چئو ۲- آسائتي ۳- اي محب! ۴- مونکي ڏکي نہ ڪڍ ۵- ڦيرائي
۶- مونکي ڏرليءَ لي هنيو ۷- ور يا موٽ ڪج ۸- اِستريون ۹- ڀروسو يا بقاءُ نہ رکج
۱۰- ڀريت يا محبت وچان ۱۱- حسين ڳالهين ۱۲- مهڻي يا طعني جي لائق نہ ٿيان ۱۳- پردا،
اوٽون، جدايون ۱۴- جي منهنجي آڏو آڏيا اٿيئي ۱۵- ورئي ٻہ، سدائين، هميشہ ۱۶- ٻهار،
صاف ڪر ۱۷- قربان ڪر ۱۸- اڱڻ طرف ۱۹- مڪاميلو، ملاقات ۲۰- جي منهنجي ٿئي
۲۱- سبر، زورمند ۲۲- مونکي ملائين ۲۳- ساٿ يا ڪچهريءَ سان ۲۴- خاڪ، مٽي ۲۵- پريان
۲۶- ڳڻ ۲۷- عاشقياڻيءَ ۲۸- ڳڻ ڳوٺ، ويرم ۲۹- وينتي، نيزاري.
*وسوڙل سندري! اُنهيءَ سهاڳ لي بقاءُ نہ رکج. (چو تہ جنيسر کي سهاڳڻيون سهسين.)
§جانب! اهي حجاب ۽ پردا جي مون آڏو آڏيا اٿيئي، سي نہ ٿي سهي سگهان.

## سر ليلا چنيسر - داستان ٽئين جو سار

چنيسر سان ڪنهن به مدد ڪي چاهڻ نه ڪرڻ گهرجي. هي ماڻي جو ماڳ، ناهي؛ ڪانڌ ڪي گيرب ۽ گاهه هرگز نٿو وڻي. ڳچيءَ ۾ هار هجن يا هس ۽ منهن تي ٻل جڙاءُ هجي ته به ٻوليو موهجڻ جو ناهي. جي سهاڳڻيون پاڻ سينگارين ٿيون، تن تي هو مفتون ٿيڻ جو ناهي؛ هو اُنهن جو آهي، جي هيناهيون ٿي ٿيون هلن: "پيئو تن دراءِ، جي پسي پاڻ لڄائيون." هينئر ليلا به پنهنجو ناز نخرو ڇڏي، نماڻي ٿي آهي ۽ پاڻکي "ڪميڻي" ٿي ڪوٺي: "ٻولا! ٻيل م موُن، ڪانڌ! ڪميڻي آهيان." هوءَ راڻيءَ مان ٿري، "مسڪين" ٿي آهي: "پرٿان پير پري، ملهائج مسڪين ڪي." هاڻي سندس ڳچيءَ جو پاند، چنيسر جي هٿ ۾ آهي. هنجو ڪم آهي سندس عيب ڍڪڻ: "اَصل اَواين جا، عيب ڍڪئين لوُن اَسعِ."

•

"سر ليلا چنيسر":- هي سر، ليلا چنيسر جي قصي تي ٻڌل آهي. اِهو نالو، متس مضمون مطابق رکيو ويو آهي. هن سر ۾ ليلا جي پڇتاءَ ۽ عاجزيءَ ۽ چنيسر جي ڏمر ۽ غيرت جو ذڪر آيل آهي. سارو سر، ليلا جي نيزارين ۽ وينتين سان ڀريل آهي. ڏڻيءَ به "ريساڻو راجا" آهي. دنيا جي شين تي جي موهجي ويا، تن کيس هميشه لاءِ وڃايو.

---

# سُر مؤمل راڻو

## داستان پهريون

١

ڪالهہ گَڏِيوسوُن ڪاپڙي[1]، ٻاهوُ[2] ٻيڪاري[3]،
سامِيءَ سيلو[4] سِرَ لي، مالا[5] موچاري[6]،
ڏيئي ڏيکاري، ڦَٽي دِلِ فقيرُ ويو.

٢

ڪالهہ گَڏِيوسوُن ڪاپڙي، جَهڙو ماهُ[7] مُنيرُ[8]،
فَيضُ[9]، فِراقُ[10] فقيرُ، جوڳي جاڳائي وِيو.*

٣

ڪالهہ گَڏِيوسوُن ڪاپڙي، ٻَهرَ سِڄَ ڪان ٻوءِ،
ٻَسو سوُنهن سامِيءَ جي، رَتَ[11] وَرنو[12] روءِ،
جو مُنهِن[13] مؤمَلِ جي ٻوءِ[14]، موڙَ تَنهِن مَسَ ٿِئي.

٤

ڪالهہ گَڏِيوسوُن ڪاپڙي، ٻاهوُ ٻانَ[15] ٻَرِي[16]،
سائي سالَ[17] ڪُلهن ۾، سامِيءَ سونَ[18] سَري،
خَبَرَ ڏي ڪَري[19]، ڪا مؤمَلِ[20] جي مَجازَ[21] جي.

٥

ڪالهہ گَڏِيوسوُن ڪاپڙي، ٻاهوُ رَنگِ ٻهوُتُ[22]،
سَرِيوسوُن[23] سُڪوُتُ[24]، جوڳيءَ سنديءَ ذاتِ ڪان.

٦

ٻيڪاريءَ ڪي ٻَرَ ۾، وِيو ڪَيفُ[25] چَڙهي،
ڳالهِيوُن ڪَندي ڪاڪِ جوُن، ڳوڙها ٻِيَسِ ڳَڙي،
ڪا جا اَنگُ[26] اَڙي[27]، جِنَن چُنا ڦَٽَ چُڙي ٻيا.

---

١- سنياسي ٢- رمتو جوڳي ٣- ٻيک ٻنندڙ ٤- دشالو ٥- مالها ٦- سندر ٧- چنڊ ٨- چمڪندڙ ٩- عشق جي جنبش ١٠- جدائي ١١- رت ڳاڙهون آب ١٢- روڻي ١٣- منهن لي، روبرو ١٤- ٻوي ١٥- ورن، رنگ ١٦- ڌرتيءَ جو (خاڪ لڳل) ١٧- شال ١٨- سوني مالها ١٩- سچي، سند واري ٢٠- مومل لفظ جي معني آهي ٻوتر يا صاف ٢١- شوخيءَ، ناز ٢٢- رک، چار ٢٣- ٻراٻت ٿيوسون ٢٤- ماٺ ٢٥- خمار، نشو ٢٦- نوڪ ٢٧- آڏڪي، چٽي.
*سامي، آسانجي جيءَ ۾ (مومل لاءِ) عشق جو توڙي فراق جو آزار، ٻئي جاڳائي ويو.

سِجُ سُياٽي[1] جا[7] ڪَري، ساميءَ سائي رُوءِ[2]،
اَچي ٿي عَطُرَ[4] جي، مَنجهان مُکَتَ[3] ٻُوءِ،
سا ڏيکارِ ڀُهوُن جوءِ، جِتان[5] لاهُوتي لَعلُ ٿيو.

سِجُ سُياٽي جا[8] ڪَري، ساميءَ سائي وَنِگَ[6]،
سَهِي نہ سَگهان ساڪَسِنءَ[7]، لَدهن[8] جي راسِنِ جي رونَقَ،
ڪِ رُنائين لاکَ ۾؟ ڪِ[9] ڏنائين ٻانَنِ ٻِکَ؟
سَنديءَ سوڍَلِ[10] سِکَ، کَپِرَ[11] ڪَرِوُن جَهليوُن[12].
جوڳيءَ[9] لي جَڙاءَ[13]، نِسوروئي نينهن جو،
پَتَنگَ جِتَنِ پيدا ٿيو، سامِي سِجَ وَڙاءِ[14]،
آيو ڪاڪِ ٽَڙاءِ[15]، ڪُنوارِنِ[16] ڪَڪورِيو[17].

وائي

ٽان ٽوُن ويہ سَنجهي[18]، ساٿي! مِيان! ٻانَدي! مِيان!
ڪاڪِ[19] هَلِيو ڪَڏَهين؟
لَکين لُدوُڻيان[20] مَٽِي[21]، مَتي واتَ وِيا[22] ٿِي، مِيان!
جنهن کي پُڇان، سو چوي: ”آئيو ڪونہ اُتان[23] ٿي، مِيان!“
ڪوٺائوُ[24] ڪَريمَ[25] جو، آئيو ٻَهي ٻَريان[26] ٿِي، مِيان!
حُڪُمَ ڏِيندَءِ هَمَتَ ۾: ”هاٽي هَلُ هِتان[27] ٿي، مِيان!“
اَديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، پِرِيُنِ پاسِ[28] ٻُران[29] ٿي، مِيان!

## سر مُومل راڻو - داستان پهرئين جو سار

راڻي ۽ سندس يارن کي ٻہ ۾ هڪ ڪاپڙيءَ جو درشن ٿو ٿئي، جو مومل جي عشق ۾ رڱجي لال ٿيو آهي. سندس منهن ۾ سورج جي مٽيا آهي؛ ۽ سندس مستڪ مان عطر جي ٻوءِ پيئي اچي. مٿس نسوروئي نينهن جو جڙاءُ آهي. مومل جو ذڪر ڪندي، سندس اکين مان ڳوڙها ڳڙي ٿا پون. هو رمز ورنو ٿو روئي، ۽ سندس درد جو داستان، چِتا ڦٽ چوڙايو ڇڏي. هو ڪاڪ جي ٽڙ ٽان موٽيو آهي ۽ مومل جي گهور ڪان گهائجي، ٻہ ۾ ”ٻاٻوُ رنگ پيوُست“ ۽ ”ٻاٻوُ ٻان ٻري“ ٿي پيو گهمي. هنجو اِهو حال ڏسي، راڻي ۽ سندس يارن کي سن وٺي ٿي وڃي.
”سڀيوسوُن سڪوُت، جوڳيءَ سنديءَ ذات ڪان.“
هنن کي مومل جي جوءِ ڏسڻ جو شوق ٿو ٿئي:
”سا ڏيکاريهوُن جوءِ، جتان لاهوُتي لعل ٿيو.“

١- سياٽي صبح جي وقت ٢- شڪل ٣- مڪت، چمت (مستڪ) ٤- سرهاڻ ٥- جتان ٦- رنگ، رونق ٧- هت ساعت ٽائين ٨- ٽرورن، ڪرڻ ٩- يا ١٠- سوڍيءَ (مومل) ١١- ڪناري ١٢- ٽار وهيو ١٣- جڙت ١٤- رنگ وارو ١٥- ڪاڪ جي ٽڙ ڪان ١٦- ڪنوارين ١٧- لال ڪيو ١٨- سنهري، ليار ٿي ١٩- ڪاڪ جي نڻ، لدوڻي ٽڪر ٽان وهندڙ (هتي قبر ڏانهن اشارو) ٢٠- لدوڻي ٽڪر (هتي مراد آهي: هوءَ دنيا) ٢١- ڏانهن ٢٢- ويا آهيئي ٢٣- اُتان ٢٤- ڪونيندڙ (عزرائيل: موت جو فرشتو) ٢٥- ڏٺي ٢٦- قاصد ٢٧- هتان ٢٨- طرف ٢٩- هلان ٿي.

## داستان ٻيو

١

آءٌ، لانگوٽيا[1] لالَ! ڪنهن ٻَرِ[2] ڏٺيءِ ڳَجَرِيُون[3]؟

آب اَرتو اَکِيين، ٽُڙڪ[4] وَهائِيين[5] لالَ،

ڏِٺءِ جي جَمالَ[6]، سامِي! ڪُهُ[7] نہ سَلائِيين[8]؟

٢

”ڳَجَرِ کي ڳَجهيلَ[9] جوُن، تارَن ۾ ٽَبرَوُن[10]،

هَٿي حاڪمِنَ[11] کي، ڏورَ پريوُن ڏَبرُوُن[12]،

ڪاڪِ ڪَندِيءَ[13] ڦَبرُوُن، ٻَسو ٻَرڏيهِينِ جوُن.“*

٣

”ڳَجَرِ گاڙوڙيُنِ[14]، اَچِيو آڏي[15] اُڀِي[16]،§

مَٿان ٻيٺِي[17] تِنِ، ٻَدا ٻاڻَ هَڻَنِ جي.“

٤

”مُومَلِ کي مَجازَ[18] جا، اَکِينِ ۾ اَلماسَ[19]،‡

نہ ڪا عامَ نہ خاصَ؛ جي وِيا، سي وَڍِيا.“

٥

”مُومَلِ کي مَجازَ جا، اَکِينِ ۾ اَنبوُرَ[20]،‡

هَٿي حاڪمِنَ کي، ٻَت نِهاري[21] ٻوُرَ،

گهوٽ ڀَرِينءَ گهوُرَ[22]، جي وِيا سي وَڍِيا.“

٦

”مُومَلِ ماري مِيرَ، آهيڙِيُنِ[23] کي آڪرِي[24]،

سوڍِيءَ گهٽا سَڪائِيا[25]، پڙهِيا، پَٽِتَ[26]، پِيرَ،

هَٿي تن کي ليرَ[27]، مَٽِيو جن مَٿَنِ ۾.“

٧

جوڳِيءَ[28] جاڳائِي، ماري وِڌو مامِري،

لَٺؤ لُڏوُٽي ڪَندِيين[29]، اَمِيو[30] آهي،

وَڃو جي ڪاهي، تہ نِڪوُن[31] ٻَسو نِينهَن جوُن.

٨

هَلو، هَلو ڪاڪِ ڪَڙِين[32]، جِتي نِينهَن اُڇَلَّ،

نہ ڪا جهَلَ نہ پَلَّ، سَپُڪو ٻَسي پِرِينءَ کي.

٩

هَلو، هَلو ڪاڪِ ڪَڙِين، جِتي گهَڙَجي نينهُن،

نہ ڪا رابِعہ نہ ڏينهُن، سَپُڪو ٻَسي پِرِينءَ کي.

١٠

هَلو، هَلو ڪاڪِ ڪَڙِين، چَروُ[33] جِت چَڙهَنِ،

١- لانگوٽ ٻڌل جوڳي ٢- ڪهڙي طرح ٣- ڳجر قوم جون سُندريون ٤- رت جا ڳوڙها ٥- عشق ۾ رڱيل ٦- سُندرتا ۽ نزاڪتون ٧- ڇو نہ ٨- ٻڌائين ٩- رڪ ١٠- ڪهاڙيون ١١- حڪمران ١٢- ڏڪ، زخم ١٣- ڪاڪ نديءَ جي ڪناري تي ١٤- ناڻگ کي منڊيندڙ جوڳين، حرفت باز ١٥- سامهون ١٦- بيهي رهي ١٧- تن ١٨- عشق ١٩- هيرا ٢٠- اَنبوريون ٢١- اکيون ٻئي پوري نهاري ٢٢- نظر ٢٣- شڪارين ٢٤- شوخ ٢٥- ڪنبايا ٢٦- پنڊت ٢٧- تاج ٢٨- آپدا ٢٩- نينهن ٣٠- اَڻ ميو ٣١- نهرون ٣٢- ڪاڪ جي تڙن تي ٣٣- ديگيون (عشق جون).

*ڪاڪ جي ڪناري تي، مومل جي عشق ۾ فنا ٿيل، پرڏيهي عاشقن جون ٽربتون ڏسو.

§ڳجر (مومل)، ناڻگ منڊيندڙن جي سامهون بيهي اُنهن کي منڊي.

‡مومل جي اکين ۾ هيرا آهن (دل جي شيشي ڪپڻ لاءِ) ۽ اَنبوريون، دل کي قابو ڪري ڇڪڻ لاءِ.

ڪوڙين[1] رَنگَ[2] رَچَنِ، پانوڙيءَ[3] پِڪَ سين.

١١

ڪَرِهَا[4]! ڪارِڻُ[5] ڪاهَه، لوڪي ڏَٿِيُن داريِن،
ساري ڏيهِ، سَيّدُ چئي، لُڏاڻي[6] تان لاهَ،
مُڪابِلو[7] مَؤمَلِ سين، ٿيندو سَنجهه[8] صُباحَ[9]،
سوڍي جيءَ صَلاحَ[10]، ڪُوِنرَ چَرَندين ڪاڪِ جا.

١٢

آڪُون[11]، داڪُون، سِرِ ڪَنڌَ، شاخُون، جِتِ چوڪا[12] چَندَنَ[13]، ڪُوِنرَ،
مَيِي سيئي ماڻيا، جِتِ نه پِرَنِ پَوِنرَ[14]،
ڪُنواريُون ءِ ڪُوِنرَ، ڪاه نه پَسُون ڪاڪِ جا.

١٣

نَنديو، تان ڪوهُ[15]؟ پَرَ[16] وِڪين آهي وِتُرو[17]،
وَڃيو ڪاڪِ ڪَندَنِ[18] ۾، پَهِسُ[19] پَکِيءَ[20] جَمُن[21] پوءِ،
اِنَ ڪُرِ سَندو ڪوءِ، مَيو ماٺو[22] نه ٿئي.

١٤

ڪَرِهَا! ڪاڪِ چَڙهي، وَنِءِ[23] وَٽائُون[24] نِڪري،
لُڊوَٽيان[25]، لَطيفُ چئي، آيو ڪونه وَري،
گهٽا اِبِ گهڙي، وَڳِـ[26] وِساري هَليا.

١٥

چَڙهيا چارُئِي يارَ، سوڍا[27] شِڪاريِ،
فِڪُرَ[28] ساڻُ ڦِٽي ڪِي[29]، سوڍي سوپاري*،
ويا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي، جِتِ مؤمَلِ مرچاري،
مونِيا نه ماري، ڪُوِنرَ لَٽاڙي ڪاڪ جا.

وائي

راڻا جي رَجپوتَ[31]، مؤمَلِ سهِي پَسَندا.
پَڙهيا، پَٽَتَ، پِيرَ ءِ لوڻي ميرَ[32]، هَميرَ، مَرَندا،
مَهِي رَضا رَبَّ جي، هِمّان[33] سَبِ هَلَندا،
ڪَلمي ساڻُ لَڏائيين[34]، هادي[35]! هِنَ هَندا[36]،
سَهڪِي سَڪَرَاتِ[37] ڪَرِين، والِي! ويرِ[38] وِداعَ[39]،
اُهڪيءَ[40] ويرِ اَچيجِ تُون، اُني[41]، اَحمَدا!
مَتان چَڏِئين مُڳِٺو، مَهَدان[42]، مُرشِدا!
ڪُلُ نَفسٍ ذائِقَةُ[43] اَلمَوتِ، سَهِي اِيَ[44] صَدا،
اَصلِ[45] لِکيو اَنگَ ۾، ٿيندو[46] تان پ[47] اَدا،
اَديُون! عَبدُاللّطِيفُ چئي، فائِقَ[48] فَضُلَ[49] ڪَندا.

١- ڪروڙين ٢- عشق جي رنگ ۾ رڱجن ٣- پان جي، لال ٤- اي اٺ! ٥- سفر لاءِ ٦- سڌيالي ٧- مڪاميلو ٨- سانجهيءَ جو ٩- صبح جو ١٠- راضپي سان ١١- اڪڙوت ١٢- چندن ١٣- عمدا، قيمتي ١٤- گهمن ١٥- نه چا ٿيو ١٦- قدم يا پند ۾ ١٧- تمام ٽڪو ١٨- ڪنارن، ڪنڌين ١٩- چوهو ٢٠- پوي ٢١- نسل ٢٢- پلو ٢٣- وچ ٢٤- وٽن مان ٢٥- لڊوٽي ڪان ٢٦- ڪڙم قبيلا ٢٧- ماهر ٢٨- سوچ ٢٩- ڪئي ٣٠- شڪاري ٣١- راجپوت، شهزادا ٣٢- امير ٣٣- پاٽو ٣٤- هتان ٣٥- رهبر ٣٦- هندان ٣٧- موت جي بيهوشي ٣٨- مهل ٣٩- موڪلاڻيءَ (موت) ٤٠- ڏکئي ويلي ٤١- اي نبي سڳورا ٤٢- اڳيان ٤٣- هرڪو جيءُ موت جو ذائقو چکندو ٤٤- سخن ٤٥- قسمت ٤٦- ۾ ٤٧- ادا ٿيندو = پورو ٿيندو ٤٨- اوچا، اعليٰ (محبوب) ٤٩- مهر.
*طلسمي چشمي ۾، راڻي خيال هلائي، سوپاري اڇلي، جا پڌط بدران ترڪندي ويئي.

## سر مومل راڻو - داستان ٻئي جو سار

راڻو ۽ سنڌس يار، ڪاڪڙيءَ ڪان مومل جي حسن جي وارتا ٿا ٻڌن. هو چوي ٿو: "مومل جي اکين ۾ لنبوڻن (ڪهاڙيون) آهن، جن سان هوءَ حاڪمن کي ڪهيو ڇڏي؛ هوءَ پنهنجن پاڻن سان، ماهر تيراندازن کي بہ مات ڪيو ڇڏي؛ ۽ دلڪش نيڻن جي انبورين سان، اميرن جون دليون قابو ڪيون ٿي. سنڌس غمزن جي رمزن ڪان 'پڙهيا، پڙهت، پير' بہ ڇٽي نہ سگهيا آهن." راڻو پنهنجي ڪرهي لي اڏامندو، اچي ٿو ڪاڪ محل جي ٻستانن ۾ نڪري. ڪاڪ محل ۾ اهڙو ڪو ڦهو پيو وسي، جو انهن جيڪو گهڙي، سو وري نہ موٽي. راڻي سارو راز پروڙي، ڪاڪ محل جي طلسمي چشمي ۾ سوڀاري ڦٽي ڪئي. ٻوءِ "ويا ڪاهيندا ڪاڪ ڏي، جت مومل موچاري، موٽيا نہ ماري، ڪوڙ لتاڙي ڪاڪ جا."

•

## داستان ٽيون

١

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن[1] ويس[2]،
چوٽا ٽيل چنبيليا[3]، هاها[4]! هوا! هميش[5]؛
پسيو سونهن سيد چئي، نينهن اچن نيش[6]،
لالن[7] جي لبيس[8]، آلڙ[9] اڪر[10] نہ اچهي.

٢

جهڙا پاڻن پن، تهڙيون سالون[11] مٿن سائيون[12]،
عطر ۽ عنبر[13] سين، تارا ڪيائون تن،
مڙهيا[14] گهڻو مشڪ سين، چوٽا ساڻ چندن،
سنهن روپي سون سين، سندا[15] ڪامڻ ڪن،
ڪيائين، لال لطيف چئي، وڏا ويس ورن[16]،
منجهہ مرڪيس[17] منّ: "سوڍي سين سڳ ٿيو."

٣

سون ورنيون[18] سوڍيون، روپي[19] رانديون ڪن،
اگر اوطاقن ۾، ڪٿوريون[20] ڪٽن،
اوتيائون عنبر جا، مٿي طاق[21] ٽڙن،
پاڻن[22] بيلون[23] بڌيون، پسيو سونهن سڙن[24]،
تيا لاهوتي[25] لطيف چئي، پسڻ لءِ پرين،
اجهي تا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا[26] ڪاپڙي.

---

١- مومل ۽ سنڌس ساهيڙين لي ٢- پوشاڪون ٣- چنبيليءَ جي تيل سان واسيل ٤- واه! واه! ٥- هردم ٦- ڏنگ، پڙڪا ٧- نازنين دلبر ٨- ويس وڳن، هار سينگار ٩- ڪنڊ جي جاءِ لي ١٠- زبان مان لفظ نہ نڪري، مات يا حيراني وتيو وڃي ١١- شالون ١٢- ساڻون ١٣- عنبر ١٤- جهبيل ١٥- سندر إستريءَ ١٦- هار سينگار ١٧- خوش يا سرهي ٿي ١٨- سونهري ١٩- چانديءَ سان ٢٠- مشڪ جون سرهاڻيون ٢١- طس ٢٢- لائق عاشقن ٢٣- بيلهون، پن پن جون قطارون ٢٤- جلن ٢٥- سنياسي ٢٦- ڪاڪ جا رڳيل (مومل جا عاشق).

۴

جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي، تن لهي نہ لالي،
ڪڙي ڪيف[1] خمار[2]يا، مَيءِ[3] پي موالي،
ڪري حاصل[4] هليا، ڪيفيت[5] ڪمالي،
وَتن وصالي[6]، لُڏوڙيان[7] لوڏي ٿيا.*

۵

لُڏوڙيان لوڏي ٿيا، وَتن مَنجهہ وصالَ،
اَڄُ اُرتو[8] اڪيين، ڪاڪ پيتائون ڪالَ[9]،
ويٺي ويهارَن[10] وِسري، صُباح جي سَنڀالَ،
پَريءَ ڪان پاسي ٿيا، ماموئن[11] مثال[12]،
جانبَ جي جمالَ[13]، رَڱي، پَسُ! ريتو ڪيا.

۶

رَڇي[14] جي ريتو ٿيا، ڪين[15] اُبانجن[16] اوءِ،
ڪُميُ[17] نہ ڪاري لنهن ڪي، جو هالاري[18] هوءِ،
لوڏي[19] ڏوبي ڏوءِ، تہ لالي[20] تهين نہ لهي.

۷

جنهن[21] لَڙ ڏوڙُون[22] ڏُئن، جوڙا چَنڊَ چڪ[23] ڪيو،
اَچِن اُونڙ[24] اُنيولِيا، پاڻيءَ لنهين پُونَ،
راوَلَ رَتو رُتن، ڪو وَهُ لڳو واسُئين[25].

۸

جت رايائين[26] راڻن ڪي، چَندَنُ چڪ ڪري،
هاڻي اُنين[27] پيٺيين[28]، وِرهُ وَراهڪا ڏي،
سوڍو سُڄ ڪَري، مؤمِل ماري هَليو!

۹

گُجهر گهٽا گهائيا، پاڻا[29] لَڱُس گهاءُ،
ميندِري[30] مُلاءُ[31]، لَڱُسِ ڪانُ ڪپارَ[32] ٻر.

۱۰

رؤءِ[33] راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سوائي[34]،
لُڏوڙيان، لَطيفُ[35] چئي، لالي لنهن لائي[36]،
ڪانهي ٻي وائي، ٿيو ٻڙوئي[37] ميندِرو.

۱۱

رؤءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سِپين سؤنهَن[38]،
لاتائين، لَطيفُ چئي، مَتان دِلين دِوُنهَن[39]،
ڪانهي ٻي وِروُنهَن[40]، ٿيو ٻڙوئي ميندِرو.

۱۲

رؤءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍا ٻيا ٻِ سُڄان[41]،

---

۱- نشي، خمار ۲- مدهوش ڪيا ۳- شراب ۴- نشو، ڪيف ۵- پورو، مڪمل ۶- وصال يا ميلاپ جا خواهان ۷- سڪايل، شڪاري ۸- ڪاڪ جو پاڻي (عشق جو آب) ۹- ڪالهہ ۱۰- سيهان ۱۱- مردن، مٺلن ۱۲- وانگر ۱۳- لال، ڳاڙها ۱۴- رڱجي ۱۵- جهڪا ٿين ۱۶- اُهي ۱۷- هالار (ڪاٺياواڙ ۾ هڪ ضلعو) جو رڱيل، پڪو رڱيل ۱۸- هجي ۱۹- ڌوئي ۲۰- لالاڻ ۲۱- غسلخاني ۲۲- ساهيڙيون (مومل جون) ۲۳- جهڄي ۲۴- مست ٿي ۲۵- واس وٺندڙن ڪي (عاشقن کي) عشق لڳو ۲۶- موهيائين ۲۷- ماڻهن يا هندن تي ۲۸- فراق ۲۹- اُلئو ۳۰- ڪان، وٽان ۳۱- تير ۳۲- ڪاپار ۳۳- مهانڊي ۳۴- سرس ۳۵- ميندي‌ءَ جي لالاڻ (شاديءَ جي ميندي) ۳۶- لاتي ۳۷- ڳالهہ ۳۸- سيمي جو رب ۳۹- دونهون، ڪاراڻ ۴۰- ٻهار ۴۱- سڄان، سياڻا.
*لڏوڙي مان سڪايل بنجيو، وٽن سرگردان ٿي وصال لاءِ ڦرندا.

نسوريائي نينهن جي، ڪسيائين ڪمان،
ڇڏي ويا چوه ۾، دعوائون ديوان،
ٻي رهيائي ڪان، تيو مڙوئي مينڌرو.

۱۳

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي، پاٽا ويا پٽي،
لوبڙيُن لطيف چئي، سوڍو ڪيو سهي،
مومل ماڳ رهي، تيو مڙوئي مينڌرو.

۱۴

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي، پاٽا ويا پري،
تن کي ناتو ڪوه ڪري؟ جي لڏوٽيان لنگهي ويا.

۱۵

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا نه مڪان،
پاڻ ۾ پانهين جي، ٻنڌڻ ڪين ٻڌهن،
لڪين لاهوتين، اهڙيون اوريان ڇڏيون.

۱۶

اهڙيون اوريان ڇڏي، ويا لاهوتي لڪ،
پايو پتين وينيون، ڪاڪ ڏجاٽيون ڪک،
پيئي اي پرک: نه سوڍيون سڃهائي ويا.

۱۷

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا ڪنهن نه مال،
سوڍيون سڃهائي ويا، ڪهڙا جنين حال،
جي چورين ڏنا چال، تپ لاهوتي لنگهي ويا.

۱۸

لوٽي نه نصيب ۾، مومل مينڌرو،
پنڌ ۾ جم پاهين ورين، منجهان پرت پرو،
راڻي لئه مرو، وه طعني سين واڳجي.

۱۹

مومل ناهي مينڌرو، لوٽي منجهه نصيب،
مون کي، مون حبيب! طعنوئي ٽنهنجو.

۲۰

آئون طعني سوڌي ٽنهنجي، تون طعنوئي مون،
سو ڪي سرٻوسون، جو سرٽيون! ڪنهن نه سرٻو.

۲۱

سٽي طعنو ٽنهنجو، حال وڃائم حق!
لڪين لوڌي آئيا، سوڍي لاٿم شڪ،
ڏنم ڪاڪ ڪهڪ، سگهو مولٽج، سڄڻين!

۲۲

ڪڪوري ڪاڪ وهي، راڻا! پاڻ ۾ رس،
سوڍا! اي شربت، نسوروئي نينهن جو.

وائي

مينڌرا! مون کي، راڻا! جم وساري ڇڏئين!
مون کي طعنا ٽنهنجا، ڏيه مڙوئي ڏئي،
راڻي لي ريس ڪئي، ڪر سين ڪليم جي.

---

۱- رڳيائي ۲- ڪشيائين ۳- ليزيءَ ۴- حق واسطا ۵- وزير ۶- ٻي ڪا ڳالهه نه رهي ۷- هلي ۸- لڏاڻي جي رهاڪن (راجڪمارين) ۹- ميسارجي ويئي ۱۰- مومل جي چالباز ٻانهي ۱۱- بيگمن ۱۲- داسين ۱۳- بندڻ ۾ ۱۴- ٻڌجن ۱۵- اهڙا معشوق ۱۶- متي ۾ ڪک وجهيو ۱۷- مالڪياڻيون ۱۸- پڇائي ۱۹- چوڪرين ۲۰- ٽپا، نخرا ۲۱- نه ۾ ۲۲- پوندءِ ۲۳- متان ۲۴- پنتي ۲۵- مونٽين ۲۶- محبت ۲۷- پتو ۲۸- ويه ۲۹- راڻي جي مهڻي ۳۰- ٻڌجي ۳۱- محبوب! ۳۲- ٻڙٻيوسون ۳۳- اي پيار! ۳۴- زخم ۳۵- ڳاڙهي ۳۶- لنهدڪري ۳۷- غيرت ۳۸- رقيب (سومل) ۳۹- جڳن ته.

## سر مومل راڻو - داستان ٽئين جو سار

مومل ۽ سندس ساهيڙين کي گلاب جي گلن جهڙا ويس پهريل آهن. چوٽا، چنبيليءَ جي ٽيل سان واسيل ۽ تن، عطر ۽ عبير سان ٽارا ڪيل آٿن. سندن حسن بينظير آهي، جنهنکي ڏسڻ سان حيراني ۽ ماٺ وٺيو وڃي. مومل جا ڪن، سون ۽ رپي سان سينگاريل آهن. سوڀيون مڙيئي سون ورنيون آهن ۽ رپي سان رانديون پيئون ڪن. سندن اوطاقن ۾ اگر آهن ۽ ڪٽن ۾ ڪٿوريون. جنهن ٽڙ تي هو چندن ۾ چڪ ٽيل چوٽا ٽيون ڏوئن، تتي پؤنر ۽ مست ٿيو پيا ڦرن. مومل جا عاشق، سندس فراق ۾، "ماموين مثال" آهن. سوڀا گهٽيئي آهن، پر حسن ۽ عقل ۾ راڻو "سوائي" آهي. راڻي کان پوءِ، ڪاڪ محل جهڙي پرستان ۾، سڃ لڳي ويئي آهي. جنهن مومل، گهٽن کي گهور سان گهايو هو، سا اڄ پاڻ گهايل ۽ اشڪبار آهي.

•

## داستان چوٿون

١

شمعَ[1] بارِيندي شبَّ[2]، پرهَ[3] باکوُن[4] کَديوُن،
موٽُ، مَران[5] تي، ميندرا! راڻا! ڪارڻِ رَبَّ،
ٿُنهجيءَ ناتِ طَلَبَّ، ڪانگ اُڏايمِ ڪاڪِ جا.

٢

اُڀي[6] آيارِيامِ[7]، نکتَ[8] سَڀِ نمي[9] وِيا،
هڪَ[10] مهو، پيو ميندرو[11]، رات سچي سارِيامِ[12]،
ڳوڙها ڳَلِ ڳاڙيامِ[13]، سوُرجَ شاخوُن کَديوُن.

٣

ڏِيا ٻيلَ[14] قُليلَ[15] جا، بارِيمِ تائين بانگَ،
ٻولو[16] ٻَتِ[17] رَهائيو، ڪَنهن سَناڻي[18] سانگَ[19]،
چانگي[20] چڙهي آءُ تون، لالَ! وَرائي لانگَ،
ڪوڙين[21] پنين ڪانگَ، اَڏاياُمِ اَڇيجِ توُن.

٤

وَتِ[22] سورِ پندي، وَلَها! وِيو ٻيلُ ٻَري،
موٽُ، مُسافِرَ سُپرِين! چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رَڙي، ويٺي وِهامي راتڙي.

٥

ڪَتينِ[23] ڪَرَ[24] موڙِيا[25]، ٽيڙوُ[26] اُڀا ٽيٺي،
راڻو راتِ نہ آئيو، ويلَ ٽَري ويٺي،
ڪوءِ[27] سا ڪاٽي[28] راتڙي! پرينِ ري پيٺي،
موُن ڪي ڏَنءُ[29] ڏيٺي، وَڃي ٻولو ٻَت قَرارِيو[30].

---

١- بتي ٢- رات جو ٣- پرياٽ ۴- ڪرڻا ٥- اَللّٰه لڳ، ٦- بيٺي ٧- اُيرايم ٨- تارا ٩- لڙي، لهي ١٠- اُٿ ١١- راڻو ١٢- ياد ڪيم ١٣- ڳلن تان ڳاڙيم ١۴- گلن جي ٽيل ١٥- اُسر جي نماز جي بانگ ١٦- ٻوليو (محبوب) ١٧- ٻر جو وڇون ياڳو ١٨- ضروري ١٩- سانگي ٢٠- اُٿ تي ٢١- ڪروڙين نمونن ٢٢- ڏينهن جي وٽ مٿي ڪندي ٢٣- ڪتين (ڇهن تارن جو ميڙ) ٢۴- وچ آڪاس تان لڙي ويا ٢٥- ٽي چمڪندڙ تارا ٢٦- ٽيٺي بيٺا آهن ٢٧- ٻن ٻوي ٢٨- سڙيل ٢٩- ڏنهن سزا، ڏنپ ٣٠- آرامي ٿيو.

٦

سوڍي ڏاران، سرتيون! پيو پٽين[١] ۾ پنگ[٢]،
اباڻجي[٣] اچ وڃ، راڻا! تو رِء[٤] رنگ[٥]،
هئين سان هاڃو ٿيو، پيو اوسيڙي[٦] انگ[٧]،
تون توهيسين سنگ[٨]؛ ٻيا ٻيا، ٻچان ٻهي[٩].

٧

توکي معلوم[١٠] منهنجيون، سوڍا! سيڻيون،
آڳانڍو[١١] ارواح[١٢] کي، آهين اهوئي،
وِهَڪ مون ويئي؛ ٻيا ٻيا، ٻچان ٻهي.*

٨

ٻاڻي[١٣] گهٽا[١٤] اچن، من سوڍي ونگسيو،§
کا جا لائي ميندري[١٥]، ٿلي کي لڳن،
راڻو اڪثرين، وساريان، نه وسري.

٩

راڻو کا راتِ وڃ، ڳجهي[١٦] ڳالهه ڪري،
سوڍي رِء، سرتيون! ڪڏ[١٧] نه ساه سري،
وڃي، مان وري[١٨]! آسائتي آهيان.

١٠

سوڍي سٽي[١٩] لوء، کا جا مون سين ڳالهه ڪئي،
سا جي ٻڌرِ پوء[٢٠]، ته، سرتيون! کا نه سمهي.

١١

راڻا! تنهنجي راه تي[٢١]، ڏيهاڻي ڏيکان[٢٢]،
راڻي جيء رهاڻ[٢٣] جون، روح اندر ريکان[٢٤]،
محبت جون ميکان[٢٥]؛ تو سين[٢٦]، لال! لپيٽيون[٢٧].

١٢

آء، راڻا راحت[٢٨]! ڏاج ڏرتيء جا ڏڻي[٢٩]!
سڪن ٿيون سهاڳڻيون، سوڍا! تنهنجي سٿ[٣٠]،
مون تان لاهِ مَ هٿ، ڪامل ڏڻي ڪاڪ جا!

وائي

ميو ٿون موٽاء، مون رُنڌي[٣١] رات وهاء[٣٢]،
سائينء ڪارڻ، سُپرين! لا! ميو ٿون موٽاء.
گهر مهارا[٣٣] گهوريا، سرهو[٣٤] مون نه سهاء[٣٥]،
ڪاڪيان[٣٦] وڃڻ ڪڏهين، راڻا! تو نه رهاء[٣٧]،
سنم ساهيڙين جا، طعنا توهين[٣٨] لاء،
سوڍا! سڪياڻي[٣٩] ٿيان، پير پرچي پاء،
آسائتيء[٤٠] کي، عبداللطيف، چئي، مؤلا! محب[٤١] ملاء.

---

١- سواء ٢- ديوارن ۾ ڇنو پيو، هيٺو حال ٿيو ٣- جهڪو ٿي ٤- سواء ٥- منهن جو رنگ ٦- جنت ٧- سرير ٨- توسان ٿي ٩- واڃڙو ١٠- سيڻيون ڳالهيون ١١- آڏار ١٢- دل ١٣- ٻيٽ جا رهاڪو ١٤- سوگهو ٻڌو ١٥- ميندي ١٦- ڳجهو اشارو ١٧- هرگز ١٨- شل موٽي ١٩- لوڪ سٽي ٢٠- ظاهر ٿئي ٢١- ڏهاڙي ٢٢- ڏسان ٢٣- صحبت ٢٤- ٽندون ٢٥- ميخون ٢٦- اي پريتم ٢٧- جڪڙيون ٢٨- هردي جا آنند ٢٩- ان ۽ پرٿويء جا سائين ٣٠- صحبت ٣١- روئندي ٣٢- وهامي ويئي ٣٣- هندورا ٣٤- عطر ٣٥- سونهي ٣٦- ڪاڪ مان ٣٧- جڳائي ٣٨- تنهنجي ٿي ڪري ٣٩- سڪي ٤٠- آس پريء، آسروند ٤١- معشوق، محبوب.

*وهڻ يا آرام مونکان ڇيو ويو آهي ۽ وٽان ٿي واڃڙو يا قاصد پهچندي.

§ٻيٽ جا رهواسي گهڻيئي پيا اچن، پر منهنجو قلب راڻي قابو ڪيو آهي.

## سر مُومل راڻو - داستان چوٿين جو سار

مومل کي راڻي جي اِنتظار ۾ شمع ٻاريندي، رات وهامي ويئي آهي. ٻره اُڇي ٻاکون ڪيون آهن. نکٽ سڀ لٿي ويا آهن. مومل جي ڳلن تان ڳوڙهن جون ٻوندون بس نه ٿيون ڪن. سورج اُڀي شاخون ڪڍيون آهن، پر راڻو پيٽ کان واپس نه وريو آهي. سوڍي جي سڪ ۾، مومل جو رنگ اُباڻجي ويو آهي ۽ سندس هنئين سان تسورو هاڇو ٿي ويو آهي. وهڪ هلي ويئي اُتس ۽ سارو وقت اکين اڳيان ميندرو پيو ڦريس. راڻي جي محبت جون ميخون، سندس دل ۾ لپيٽيل آهن؛ ۽ سندس روح ۾، راڻي جي رهاڻ جون ريکون آهن. سوڍي سندس من ونگسي ڇڏيو آهي. مومل کي هاڻ رليءَ جيترو به وسرام ناهي؛ هوءَ ورلاپ ڪري پيئي چوي ته:
”مُون تان لاهه مَ هٿ، ڪامل ڏٺي ڪاڪ جا!“

•

## داستان پنجون

**١**

سَڱُ ڪَري سيِن سيڻهَنِ[1]، ڪَندُ مَ ڦيرِجِ ڪيڏَهِين،*
رَمِجِ[2] راڻي پُٺِ[3] ۾، نِرتُون[4] مَنجهان نيڻهَنِ،
لِنءِ مَ وِسِجِ عامَ لي، جِتَّنِ، مُومَلِ! وَسَنِ مينهَنِ،§
سَندي حَشَرَ[5] ڏِينهَنَ[6]، سوڍو سارِيندِينءِ گهڻو.

**٢**

وِنيو وَڃِجِ واٽَ، ڪَندُ مَ ڦيرِجِ ڪيڏَهِين،
لوڙي ڦيرَ لَپاٽَ[7]، لَڱَندِيءَ، لَطِيفُ چئي.

**٣**

ڪَندُ مَ ڦيرِجِ ڪيڏَهِين، وِنيو وَڃِجِ راهَ،
اَڄُ ڪِ سَنجهه[8] صُباحَ[9]، نيٺِ ڏَرِيندءِ ڏوُڙِ[10] ۾.

**٤**

جا پُوِن پيرين مُون[11]، سا پُوِن مَٿي سَڄڻين[12]،
ڏَڳَ[13] لَٿا ڏوُڙِ ۾، اَيِي ڏٺا سُون،
ڏِينهَن مِڙيئِي[14] ڏُونءِ[15]، اَٿِي لوڇِ، لَطِيفُ چئي.

**٥**

لَڏيو لَطِيفَنِ، پَلاڻي[16] پَنڌِ پِيا[17]،
هَتان حَبِيبَنِ[18]، ڪَڏَهِن ڪونَ ڏُکوئيو.

**٦**

راڻو پاڻيو رانِدِ[19]، وَڃيو ڪِٿَن وِڙُ[20] رائِيِنِ[21]؟

١- شيڻهن (شينهن مڙس) ٢- وڃج ٣- راڻي جي پٺيان ٤- نرت يا هيج مان ٥- قيامت جي ڏينهن ٦- ياد ڪندينءَ ٧- لڙندڙي ڦيريندڙ ٨ ۽ ٩- سانجهيءَ صبح ١٠- رڪنده ١١- زمين ١٢- منهنجي پيرن هيٺان ١٣- جڳ مڙس ١٤- ٻه ١٥- ڳول ١٦- سڄڻ ١٧- اُٺ پلاڻي ١٨- محبوبن ١٩- راڻي کي راند يا مسخري سمجهي ٢٠- ڪميڻو (جڙتو راڻو) ٢١- رڃهائين.
*راڻي جهڙي شير مرد سان ناتو ڳنڍي، ڪيڏانهن منهن نه ڦيرائج. (رهبر کان منهن نه موڙج.)
§اي مومل! تون عام لي پنهنجي حسن جي ورڪا لائين نه ڪج، جتن مينهن وسن.

وَرُ[1] وِڏوُ ڏٺو[2] اِيهين، جھَڙن ٻَرُ[3] ٻڇتوءَ[4] پانڊ[5]،
هَيءَ! ڀِڳَيءَ هيڪاندِ[6]، سويو سارِيندِينءَ گهڻو.

۷

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو؛ اَٺَ اوراهوُن[7] آڻ؛
ليڙي[8] جو، لَطِيفُ چئي، لَنگ[9] سَوارو تاڻِ[10]،
شَرِمَندِيوُن سَيين پرين[11]، ٻَنيءَ لائِج پاڻِ،*
اَچي مُشڪَ[12] ماڻِ، تَہ، سويا! سُکياڻي ٿيان.

۸

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو؛ اَٺَ اوراهوُن[13] چوڙ؛
تو رِءَ ڪاڪ ڪَڙي[14] ٿئي، ساڻُ[15] سِرڪَندَ سوڙ[16]،§
اَچي چَندَنُ[17] چوڙ، تَہ، سويا! سُکياڻي ٿيان.

۹

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو؛ ٻرچُ، مَ وانءُ[18] ٻَري؛
مارِيَس قُتَ فِراقَ جي، جهَٽَ[19] جي ڏَري؛
لالَنَ[20] جي، لَطِيفُ چئي، سوُنهان[21] ٿي سَري[22]،‡
آيِسِ تو ڳَري[23]، تَہ، سويا! سُکياڻي ٿيان.

۱۰

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو؛ راڻا! چَڏِ رِهاءُ[24]،
ميتِ مَدايوُن، موتُ توُن، ڪَري نِرتِ[25] نِياءُ[26]،
لالَنَ جو، لَطِيفُ چئي، ڪونهي سوُنهَن[27] سِياءُ؛‡
اَوڳُڻَ ٻَڪي آءُ، تَہ، سويا! سُکياڻي ٿيان.

۱۱

رُسُ مَ، رُسَڻُ گهورِيو؛ چَڏِ، راڻا! رِهائي[28]؛
مُنهنجي ميت، ميندِرا! عاقِلَ![29] اَگلائي[30]،
لِپيٽِج[31]، لَطِيفُ چئي، ڪامِلَ! ڪَچائي[32]،
ڪَرِ مَعافُ مَدائي، تَہ، سويا! سُکياڻي ٿيان.

۱۲

ڪاڪ ڪَڙهي[33]، وَڻَ وِيا، جَلي مُنهنجي جانِ؛
رَکي ڪامَ[34] ڪَٽڪيو[35]، مارِيَس تنهن گُمانِ،
هَڏ نہ جِئان هاڻ! سِگهو مولِج، سُپرين!

---

١- يتار ٢- ڏمريو ٣- ٻوائو يا ڏاريو شخص ۴- ٽوڪي پڙ پيو ۵- پلاند ۾ ٦- هيڪڙائي (محبوب سان سچائي) ٧- اوري ٨- اٺ ٩- سويل ٿي ١٠- لنگ لاڻ=سانباهو ڪر ١١- سيني نمونن يا پرڪارن ۾ ١٢- ڪاڪ جون خوشبويون ماڻ ١٣- اوري ١۴- زهر ١۵- چندن سان ١٦- سوڙ ١٧- ماڻ ١٨- نہ وڃ ١٩- محبت، نيڻهن جي ڪشش ٢٠- محبوب ٢١- سونهن ٿي ٢٢- حاصل ٿئي ٢٣- وٽ ٢۴- دولاب ٢۵- نظر ٢٦- اِنصاف ٢٧- سونهن ۾ ثاني ٢٨- ڏنگائي ٢٩- ميساري ڇڏ ٣٠- مدائي ٣١- ڍڪج ٣٢- قصور ٣٣- جلي ٣۴- لڪڻ ٣۵- ڪسڪي ويو.

*جي هرطرح شرمسار آهن، تن جي اَچي رهبري ڪر.

§ٽوڪان سواء ڪاڪ محل ۽ چندن سان واسيل سوڙيون مونکي زهر ٿي لڳيون آهن.

‡اَسانکي صرف محبوب جي جمال جو ديدار حاصل ٿئي. حسن ۾ معشوق جو ڪو مٽ ناهي.

١٣

ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، ٻريا محل ماڳ،
سوڍي جي، سرتيون! وڃي پس وه[2] ويراڳ[1]،*
سوڍن لائيا سانگ[3]، سگهو موٽج، سوڍين!§

١٤

ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، ٻريا رنگ[4] رتول؛
تو ٻجهاٽا[5]، سوڍين! هنئڙي[6] اڇن هول[7]،
جي مون سين ڪيءِ قول، سي سگها پار ج، سوڍين!

١٥

ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ويا، لڙ تو لڏاڻو[8]؛
تو ٻجهاٽا، سوڍين! آتڻ اجهاڻو،
ميڻ[9] سين ماڻو، مناسب نه، ميندرا!

١٦

حال قربان، مال قربان، گهوريان لڏاڻو؛
فدا[10] ٿيءِ فقير جو، شل رسي م راڻو!
ميڻ سين ماڻو، مناسب نه، ميندرا!

وائي

ڏور وڃيو، ڏينهن لائي، ڪا سوڍل کي سمجهائي،
جيڏيون! منهنجي راڻل کي، ڪا ڀاڄهه پئي!
چنا[11]، منهن، ماڙيون، اوڏانهين آڏائي،
ميڙ[12] مڃان ٿي، ميندرا! تو ڏر[13] ٽيلاهي،
منت منهنجي ميندرو، مان م موٽائي[14]،
قتيل ميهڻ فراق جا، ويڻي وسائي،
سوڍا! سڙ ٻڻ گهوريان، آءٌ ڪرهو ڪاڪ ورائي[15]،
لڏوٽيان، لطيف چئي، شل پيرُ مٽيءِ ڏي پائي!

## سر مومل راڻو - داستان پنجين جو سار

شاه صاحب، مومل کي هدايت ٿو ڪري ته "راڻي جهڙي شير مڙس سان سڱ ڪري، وري ڪانئس منهن نه موڙج." طالب کي واجب ناهي ته هڪواريءَ ڪنهن رهبر جي پٺ وٺي، پوءِ هن کان ڪنڌ ڦيري ڇڏي. دنيا فاني آهي. جا زمين اڄ اسانجي پيرن هيٺان آهي، سا ساڳي ڪن سڄڻن جي مٿان آهي. ڏڳ به اسانجي ايئي ڏوڙ ۾ دسجيو وڃن.

راڻي بنا، مومل کي ويراڳ وٺي ويو آهي؛ ڪاڪ محل جا عيش ڪيس زهر سمان آهن. هاڻ هوءَ پڇتاءُ پيئي ڪري ۽ "سيين پرين شرمندي" آهي. راڻي کي ميڙ پيئي منجهي: "ڪر معاف مدائي، نه سوڍا! سڪياڻي ٿيان." هوءَ راڻي تان "حال قربان، مال قربان" ڪيو ويٺي آهي ۽ ائين ئي پيئي چوي ته: "فدا ٿيءِ فقير جو، شل رسي م راڻو."

---

١- عشق جي جنبش ٢- سنياس، وڇوڙي ٣- طرحين طرحين جا روپ ورتا ٤- رنگين محل
٥- ٽوڪان پوءِ ٦- دل کي ٧- خطرا ٨- جلبو ٩- فنا ٿيل اٻلائن ١٠- صدقي ٿيل ١١- جايون
١٢- سخاوت، ويڻي ١٣- ٽنهنڪري، ٽيلانهين ١٤- شل نه موٽائي ١٥- ڪاڪ ڏانهن موٽائي.
*سوڍي جي عشق، مونکي ويراڳ ۾ وڌو آهي؛ يا سوڍي جي وڇوڙي، مونکي عشق جي جنبش ۾ آندو آهي.
§سوڍن طرحين طرحين جا روپ اختيار ڪيا آهن. اي محبوب! تون ترت موٽي اچ.

## داستان ڇهون

١

نہ وارث[١]، نہ ولهو[٢]، نہ سڱ[٣]، نہ سياڪو[۴]،
تو پڄاڻا، سڄڻ! آئم اولاڪو[۵].
پانڌيا[٦]! پارايو[٧] ڏجان پاڻيءَ[٨] پول ڪي.*

٢

ڏجان پاڻيءَ پول ڪي، سنيهو ساري،
مون کي ٿئڻ فراق جو، ميندڙا! ماري،
اڇين جي واري[٩]، ڪرهو ڪميڻيءَ لي!

٣

ڪرهو ڪميڻيءَ لي، سوڍا! وار، سڄاڻ!
ڪئہ ڪريان ڪاڪ[١٠] کي؟ تن توهين ڏي تاڻ؟§
لاهي غير گمان[١١]، اڱڻ آءُ اڪنديين[١٢].

۴

اڱڻ آءُ اڪنديين، پرچيءَ پيارا!
پلڪ پراهون[١٣] نہ سهڻي[١۴] جي جا جيارا!
نينهان نيزارا[١۵]، سڄي[١٦] نہ مان سوڙ لهي.‡

۵

سڄي نہ مان سوڙ لهي، اکيون پري پاڄهہ،
راڻي جي رهاڻ کي، ويئي وڃهان واڄهہ،
سوڍا! لهي ساڄهہ[١٧]، پس لوشڪون[١٨]، لڪيا[١٩].†

٦

پس لوشڪون، لڪيا، سيئي وهاڻا،
پسيو هنڌ، پڇي هنڌون، جي حبيبن[٢٠] هاڻا[٢١]،
هڪ ڏنگا ڏاڏاڻا[٢٢]، پيو مونيو تان نہ ميندرو.×

٧

ڪري موٽ ميندرو، جي لڏوڻيان لال[٢٣]،
گهر مڙو ئي گهوريان، هون نہ پهنجو حال[٢۴]،
راڻي ڏاران راڄ ۾[٢۵]، مون نہ گهرجي مال،

---

١- اولاد ٢- پيئار ٣- ساهرو عزيز ۴- سڱو مائٽ ۵- مڇي، پيچ ٦- اي قاصد! ٧- سنيهو ٨- ڏجانءِ ٩- وراڻي ١٠- ڪشش، ڇڪ ١١- گمان ١٢- سڪنديڻ جي ١٣- پري ١۴- سهاڻءِ ١۵- نينهن جا نيزا ١٦- لڳاءَ ١٧- سنو وڃهہ ١٨- پترڻيون ١٩- وهاڻا ٢٠- بسترا ٢١- محبوب جا وراڻيل ٢٢- ڏاب ڏڙڪا ٢٣- پرينءَ، دلبر ٢۴- في الحال، هينئر جو هينئر ٢۵- راڻي ڪانسواءِ.

*اي پانڌي! پرت جي سڄڻءَ (راڻي) کي وڃي سنيهو ڏج.

§مان ڪاڪ کي ڇا ڪريان؟ منهنجي تن جي ڪشش توڏانهن ئي آهي.

‡نينهن جا نيزا هڻ نہ من منهنجو درد دفع ٿئي.

†اي راڻا! ڪو سڻاڻو وڃهہ وٺي، اچي پترڻين ۽ وهاڻن جو درشن ڪر.

×هڪ مائٽاڻا ڏاب دڙڪا، پيو راڻو واپس نہ وريو.

سوڍي کي سُوالُ، ڪَريان ٿي قُربَ جو.

*٨

سوڍا! سوُرَ سُڪائيوُن، اَکيوُن آبَ[1] نہ ڪَنِ،
راڻي جيءَ رِهاڻ کي، وِرُوڻيوُن[2] وَڃَنِ،
سي ڪِئن، ميندرا! مَڃَنِ؟ جي لوسوُريءَ چاڙهيوُن.

٩

لوڏي لَکَ اَچَنِ، رُوءَ راڻي جي ناہ ڪَنِ،
هڪ اَکيوُن، ٻيا اَڱڙا[3]، پَرِ ۾[4] تا پَچَنِ،
سي ڪِئن، ميندرا! مَڃَنِ؟ جي لوسوُريءَ چاڙهيوُن.

١٠

موُمَلِ ويٺي ميندِرو، سَدائين سارِي[5]،
وَليوُن واسَ وَرَنِيوُن[6]، چانگي کي چارِي،
جَڏهِن کَڏهِن سُپِرِين، ايندُم اوتارِي[7]،
سوڍي سين سارِي، ڳالهيوُن ڪنديسِ ڳُجهہ جوُن.

١١

سوڍا! تُنهنجي سوُرَ، اَندَرِ آڳيوُن[8] لائيوُن،
راڻا! رِهاڻين[9] جا، مارِيمِ مَدڪوُرَ،
طَعنا ڏيئيمِ توُرَ[10]، آءٌ نہ پَرچوُن پاڻَ ۾.

١٢

راڻا! رِهاڻيوُن، سوڍا! ويٺي سارِيان،
سَهَسين سِڄَ اُلٿا[11]، راتيوُن وِهاڻيوُن[12]،
ڪوڙين موُن ڪاڻيوُن[13]، ڍولا[14]! ڍَڪي آءٌ توُن.

١٣

موُن گهرِ اَچي جي ٿئي، ميندِرو مهماڻُ[15]،
آڻي جهوڪِيان[16] آڳَ[17] ۾[18]، ڇيري وِجهان جاڻُ[19]§،
ٿاڻي ٿنوُرَنِ[20] ۾، پيري[21] ڪَٽان پاڻُ[22]§،
پيڪَنِ سوُڏو پاڻُ، گهرُ تَرُ گهورِيان پِرِ[23] تان.

١٤

اَڄُ نہ ڳالهائونِ[24]، هوُنِ ڏيهاڻي نِجهورِي[25]،

---

١- اکين جو پاڻي سڪي ويو آهي (جيري کي جر لڳڻ ڪري) ٢- خشڪ ٿيو وڃن
٣- آنگرا، عضوا ٤- ڳجهہ ۾ ٥- ياد ڪري ٦- سرهاڻ سان ڀريل ٧- گهر ۾ ٨- باهيون
٩- يادگيريون ١٠- سرليون ١١- لهي ويا ١٢- گذري ويئون ١٣- اوڻايون ١٤- اي پريتم!
١٥- مهمان ١٦- داخل ڪريان ١٧- آگ ١٨- باہ ۾ ١٩- آپو، خودي ٢٠- ڪوُرن، مڇن
٢١- ڦيري ٢٢- خودي، همت ٢٣- محبوب، پريںءَ ٢٤- سندن ڳالهائڻ ٢٥- گهر ۾.

*اي راڻا! تنهنجي وڇوڙي جي درد، منهنجي اکين جو آب ٿي سڪائي ڇڏيو آهي. آهي، تنهنجي صحبت لاءِ سڪندي، جر ڪان خشڪ ٿيو وڃن. اي ميندرا! آهي توانيون ڪئن ٿين، جنکي لوسڪ جي سوريءَ تي چاڙهيو آهي.

§منهنجي خودي جيڪر اگنيءَ ۾ اُڇليان ۽ منهنجو آپو ڪوُرن جي حوالي ڪريان.

پَسو! پَکهُ[1] پِرين، آئڻُ سُڄو اُنِ ري!

15

اَڄُ نه پَسان سي، آئڻ ڪَتيُرِ جن سين،

هاڻي لِنئن ڪي، ڪَنڌيءَ ڪاڪِ نِهاريان.

16

تُون ڀائين، ڀَتَ ڏَٺي، ڀ ولا! تُنهنجو ڀَتُ،

پائي ٽُراڙيءَ[2] ٽوريان، نه مُلڪُ نه تُنهنجو مَتُ،*

لاهي ڪَسَرَ[3] ڪَٽَ[4]، اَچي ڪوڙِ قناتُون[5] ڪاڪِ ۾.

17

ڪوڙِ قناتُون ڪاڪِ ۾، راڻا وِيهُ رَهي،

ماڙهوُ[6] جي مَحلاتَ جا، سوڍا! ڪَجِ سَهي،

ويندِيءَ ڳالِهه[7] وَهي، وِڪَرِ[8] پَوَنديِن، وَلَهَا[9]!§

وائي

نيٺي نيٺي ڏيڄِ، اي اَدا[10]! اَدا!

سائي! پِرِينءَ سَنيهو.

ڀيرين وِجهي هَتِڙا[11]، ڙارِيُون[12] ڙورِ ڪريڄِ،

ڪالهه ڪُوماڻا گُلڙا، سُڪا مَٿي سيڄَ،

ٽو لَءِ هَنجُون[13] هاريان، هي جي مَنجهان هيڄَ،‡

جِڻن ٽو ڀيرو نه ڪيو، لِئَن[14] ماءُ مُٺي[15] سُڻيڄِ،

نِماڻيءَ جي نِجهُري[16]، ڀِيهي ٽُون ٻُڌيڄِ،

اُهڪيءَ، عَبدُاللطيفُ چئي، اَچي آڏَرَ[17] ڏيڄِ.

## سر مومل راڻو - داستان ڇهين جو سار

راڻي ڀڄاڻا، مومل کي نه وارث رهيو آهي، نه ولوڙ، نه سڳ، نه سياڪو. هوءَ پاڻ ڏيءَ کي راڻي لاءِ اهوئي پاراڻو پيٺي ڏئي ته "تنهنجي فراق جي قمت مونکي ماري ڇڏيو آهي. هاڻ ڪا ڪهل ڪري، مون ڪميڻيءَ وٽ ڪرهي تي اچي رس، ۽ اوري اچي، پنهنجون لوشڪون ۽ لڪيا ماڻ." راڻي جي فراق ۾ مومل سنياس ورتو آهي.

سوڍي جي جدائيءَ ۾ سندس جگر کي اهڙي ته لهس رسي آهي، جو اکين جو آب ئي سڪي ويو اٿس. ڪيٺي سيڄ لهي ويا آهن ۽ راليون وهامي ڇڪيون آهن ته راڻي جو پتو به ڪونهي. جي راڻو سندس نجهري ۾ پيٺي اچي ته هوءَ جيڪر پنهنجو رهيو ڪهيو "جاڻ" به جيري ۾ وجهي ڇڏي.
"آڻي جهوڪيان آڳ ۾، جيري وجهان جاڻ."

۱- ڀُور ۲- ٽاراڙيءَ ۾ ۳- ڀ لائي ۴- بعض ۵- تنبو ۶- ماڻهو ۷- ڳالهه هٿن مان ويندي ۸- وياڪلتا، پشيماني، پريشاني ۹- اي يار! ۱۰- ڪٺي ۱۱- نيزاريون ۱۲- زور سان ۱۳- پريم ۱۴- لون نه آئين ۱۵- مونکي ۱۶- جهوپڙيءَ يا گهر ۾ ۱۷- آڌار.
*جي ٽاراڙيءَ ۾ هڪ پاسي ٽوڪي ۽ ٻئي پاسي ساري ملڪ کي وجهي ٽوريان ته ملڪ ٽو برابر نه ٿيندو.
§اي يار! ڳالهه هٿن مان نڪري ويندي ۽ پوءِ وڃي پشيمانيءَ ۾ پونديين.
‡هي ڳوڙها، جي حب وچان ٿي هاريان، سي سڀ تنهنجي لاءِ.

## داستان ستون

١

ٻَتِ مَ وَڃجِ ڀولَ[1]! ڪاٽِياري[2] ڪاڪِ ڪَري!
آئُون اَکِهِين[3] آهِيان، ٻَڌِي تُنهنجي ٻولَ،
لوکي ساري، سُڄِرِينَ! رُئَمِ مَنجهه رَتولَ[4]،
ٽِڪاڻا[5] ۽ ٽولَ[6]، وِسَهُه[7] مُون وِهُه ٿِيا.*

٢

جي هُئا ڪوڏِيا ڪاڪِ جا، سُتا سي سوُنهَنِ؛§
لُڏوُ ٽِيان، لَطِيفُ چئي، لَڏِيو لوڏيَڻَنِ[8]،
سي موٽي مَس اَچَنِ، جي آئِڻَ آرامي ٿِيا.

٣

لُڏوُ ٽِيان، لَطِيفُ چئي، ڪَٿُون ڪَنيائُون،
چَڏي[9] حِيلا هَلِيا، مُومَلِ مارِيائُون،
ٻيرو ٻَکائُون[10]، آسَڻِ آرامي ٿِيا.

٤

ٻيڙو ٻَنجُ مَ، ڪاڀَڙي! لاهي وِهُه[11] مَ لاڳَ[12]،
ٿان مُون هِنئَڙو ماڳَ[13]، جان تُون، جوڳي! جوءِ ۾.‡

٥

سوڍي سِرُ ڏِنو، هِتِ ڪَرَنگهَرُ[14] سَڪِڻو،†
راڻي جي رِهاڻِ کي، سِڪي ساهُه ڏِنو،
ڏِسان ڪِيئن ڏِنو، تو وِءُ اَکَڙِيُن سين.

×٦

سوڍي مُنهنجي ساهَ سين، جيڏِيُون! جِئَن[15] ڪِيو!
ڪَڙي مُون ڪاڪِ ٿئي، آئِڻَ وِسِرِيو،
ڏِسان ڪِيئن ڏِنو، تو وِءُ اَکَڙِيُن سين.

٧

جيڏِيُون! مُنهنجي جيءَ[16] سين، راڻي رِڻُ[17] ڪِيو،
قَلبُ ڪاڪِ ڪَنڌِنِ[18] ۾، پُرزا ٿي پيو،

---

١- اي محبوب! ٢- عيبدار ٣- اَصل کان ٤- محل ٥- عمارتون ٦- سامان سرو ٧- ويساهه ڪر ٨- محبوبن ٩- مومل جون نيزاريون اُڻ ٻڌيون ڪري ١٠- اُڇڻ ڇڏيائون ١١- ويهه ١٢- سنبند ١٣- جاءِ لي ١٤- هڏن جو ٻيڙو ١٥- اُهڙو ڪو هاڃو ڪيو ١٦- جان ١٧- اَنڌير ١٨- ڪنڌين.
*اَعتبار ڪر ته عمارتون ۽ اسباب مون لاءِ هيئنئر زهر آهن.
§جي ڪاڪ محل جا مشتاق هوا، تن ڪي هت (ڪاڪ محل جي استرن لي) سمهڻ ڏٺائي.
‡منهنجو قلب، ليسين پنهنجي جاءِ لي آهي، جيسين اي جوڳي! تون هن هنڌ آهين.
†سوڍو منهنجو ساهه پاڻسان کڻي ويو، باقي هتي صرف هڏن جو ٻيڙو وڃي رهيو آهي.
×راڻي منهنجي جان سان اُهڙو ڪو هاڃو ڪيو آهي، جو ڪاڪ محل ٻهر تي لڳو اٿم ۽ آڻڻ من تان ميسارجي ويو اٿم. اي راڻا! توکان سواءِ ٻيو ڪوبه نيڻن سان نه ڏسان.

ٻُجھان،[1] ٻَھَر[2] وِيو، ھِنئون ھَندِ نہ اَڳئين.*

٨

راڻي رِڻُ ڪيو، جيڏيون! مُنھنجي جيءَ سين.

مَنُ ميندِري وَڍِيو، ڏُٻي ڏَڙُ[3] پيو.§

ٻُجھان، ٻَھَر وِيو، ھِنئون ھَندِ نہ ھيڪِڙي.

٩

راڻا! نہ جاڻان، ڪِئن وِڌوُڙين[4]؟ وَلَها!

اَڇي ڪاڪ ڪَندِنِ ۾، پَرچي ڏي پاڻا،[5]

ميندِرا! ماڻا، تو رِءَ ڪَنديس ڪِن سين؟

١٠

ڙُڻان ٿي، راڻا! ھَندَ نِھارِيو حُجرا،[6]

پيھي ڪَهَ[7] ڪَٺُنِ ٿي، ٿِيا پَلَنگ پُراڻا،

ڏَرِيائي[8] ڏوُڙا[9] ٿِيا، وَرَ رِءَ وِھاڻا،[10]

جايُون، گُلَ، جَباسَ، وَٽَ،[11] تو رِءَ ڪوُماڻا،

ميندِرا! ماڻا، تو رِءَ ڪَنديس ڪِن سين.

١١

مِيان ميندِرا! موتُ، بَخشُ ڪَرِ ٻِچائيوُن،[12]

تُوُن گَھٽِنِ جو گھوٽُ، مُوُن وَرُ[13] تُوُن ئي ھيڪِڙو.

‡١٢

جِئن ايندي ئي مونِٺين، ميندِرا! وَڏي جاڙَ[14] ڪَياءِ،

وَرُ نہ ھُٿين؟ وَلَها! ھوُندَ[15] جَنِّي، مُوُن جاڳاءِ

نہ سُٿي جي ساڃاءِ،[16] سويا! سِگھِيائي ٿِيءَ.

†١٣

جَڳُ، جِئن ئي چوءِ، سوئي وِلِئن نہ سِکيو،

راڻو لِئن نہ رُوءِ، ڳوڙھو جِئن ڳَلِ ڳَڙي.

١٤

سَھَسين جِئان[17] سِڪَنِّ، لِئان[18] مُوُمَلِ موڙَ لِکيو،[19]

سي ھُنڌھين[20] جاڙَ[21] جِئنِ، جي ڪُوڙي ڪاغذَ[22] آئيوُن.

١٥

ويٺي نِتُ نِھارِيان، راڻا! تُنھنجو راھُ،

موٽائي ماڳِن ۾، آڻيندو اَللهُ.

١- سمجھان ٿو ٢- ٻاھر ٣- ڏڙ ڏکي ٤- ڪاوڙئين ٥- منزلون ٦- ڪمرا ٧- خاڪ ٨- ڏريل ٿي ٩- ڏوڙ سان لٿيل ١٠- پيتار کان سواءِ ١١- عطر، سرھاڻيون ١٢- ٻچڙايون ١٣- پيتار ١٤- غفلت ١٥- لوسي ١٦- پروڙ ١٧- جتان ١٨- لتان ١٩- قسمت ۾ لکيل ٢٠- اھيئين ٢١- اڄايو ٢٢- ڪوڙي نيا پي.

*سمجھان ٿو تہ منھنجو قلب ٻاھر نڪري ويو آھي ۽ اڳينءَ جاءِ تي ناھي.

§منھنجي دل سوڍي کپي ڇڏي ۽ منھنجو سرير ڏکي، ڪري پيو.

‡اي راڻا! تون جو اچي ۽ موٽي وئين، سا ھڪ وڏي ڀل ڪيءِ. اي پيتار! تون منھنجو پتي نہ ھئين؟ تون جي لوسي موٽي جاڳائين ھا تہ سٽل شخص جي پروڙ ٿوري پئجي وڃيئي ھا.

†جئن جھان جا ماڻھو چوندا آھن، تئن سوڍو چوڻ نہ سکيو آھي. راڻو اٿين نہ روئندو آھي، جئن ڳوڙھو ڳلي تان ڳري. (راڻو خاموشيءَ ۾ روئندو ۽ تدبير ڪندو آھي.)

سوڍا! تو ڳرِ[1] ساهُ، ناتَ راڻا ڳهڻا راڄَ ۾.

*١٦

راڻي سَندو رُوحَ ۾، ڀَسو! پَکَهُه[2] پيومِ،
پيڙيءَ جِنَ پَڌي ويو، سوڍو ساهُ سَندومِ،
وِهَڻُ وِهُ ٿيومِ، جاڳيو ٿي، جَرُ[3] هارِيان.

١٧

ڪِن باغنئُون[4] بَسِّ، جي ڪَنديءَ ڪاڪِ ڪَکوريا[5]،
سوڍي رِءَ، سَرَليوُن![6] ڪاڪِ نہ اَچي ڪَسِّ،
راڻي ڀائي رَسِّ[7]، ڪَنُ پيڙيءَ جِنَ ڪاڻيو.

١٨

لوُ نيَسِ[8] ڳُداڻي، ڀَسو! جو ڀِرِينِّ زي،
جيڏِيوُن![9] جيهائي ڪَٿِي، راتِ رُسي راڻي!
هَلِيو[10] هاڻي، ويراڳ ڪاڪِ وِهُ ٿِئي.

وائي

ڪٿَن ڪَرِيان؟ ڪاڏي وَڃان؟
موُن کي سوڍو سَجُهه[11] نہ ڏِئي.
راڻو راتِ رُسي ويو، کَرَ[12] ٿي کَلَّ[13] مَٿي،
اَڇيو آئَڻَ وارِيوُن، طَعنا ڏِيَنمِ ٿي،
ڀِتَرِ[14] وارَ وِڃائيان[15]، ريجهي راڻي کي،
ڪاراين ڪيرو ليوُن[16]، چارِيان چانگي کي،
اَديوُن! عَبدُاللَّطيفُ چئي، اِيندُمِ هوتُ[17] هِتي.

## سر موُمل راڻو - داستان سٽين جو سار

راڻي بنا، مومل کي ڪاڪا ۽ ٽول سڀ وه آهن. سوڍو سندس ساهه پاڻ سان کڻي ويو. مومل جو سڪيل ڪرنگهر ڪاڪ ۾ پيو آهي. سندس قلب (هٺون) پنهنجي جاءِ تي ناهي. ڪاڪ محل جا ڪمرا، پلنگ ۽ بسترا اڻين ٿي ڏريا پيا آهن ۽ مٿن ڏوڙ چڙهي ويٺي آهي. راڻو، جي ٿورو ٽرسي، جاچ ڪري ها تہ هڪدم پروڙ پويس ها تہ مومل سان گڏ ڪير سٽل آهي. پر هو غيرت ۽ صبر جو صاحب آهي. نہ زبان سان ڪڇي، نہ پڌرو روئي. هو ڳجهو روئي ۽ ڳجهو ڳالهائي. مومل سان نسورو هاڃو ڪري ويو آهي. هينئر مومل باغن کان بس ڪئي آهي؛ ڪاڪ محل سندس دل کي نہ ٿو وڻي:

”ڪن باغنئون بس، جي ڪنديءَ ڪاڪ ڪکوريا،
سوڍي رءَ، سرليون! ڪاڪ نہ اچي ڪس.“

---

١- تو وٽ ٢- رسو ٣- اکين جو آب ٤- باغن کان ٥- ٻهاريا ٦- پسند ٧- رسي، نوڙي ٨- جليس ٩- جيڏيائي، هيڏي ويڏن ١٠- هن وير ١١- سنو.وجهه ١٢- خبر، سماءُ ١٣- سيني ماڻهن کي ١٤- پٽڙي ١٥- خوشيءَ سان ١٦- ڪير جهڙي رس وارو ڳاهه ١٧- محبوب.

*منهنجي قلب کي راڻي جي نينهن جو رسو پيو آهي. راڻي منهنجي جان کي پاڻ سان پيڙيءَ جيان پڌي ڇڏيو آهي. هاڻي مون لاءِ وهڻ ٿي زهر آهي. مان جاڳندي، اکين مان جل پيئي وهايان. (مومل پنهنجي دل کي، لنگر سان ڦاٻو ڪيل پيڙيءَ سان ٿي ڀيٽي.)

## داستان اٺون

١

کِينَ ساڱاهيُمِ[1]، سُپرِينِ[2]! جاڙُون[3] کَيُم جالَ،
سوڍا! مُون کي ڪالَ[4]، مونِي مُنهَن ۾ آئِيُون.

٢

کِينَ ساڱاهيُمِ، سُپرِينِ! جاڙُون کَيُم جت،
سوڍا! مُون کي لِيت، مونِي مُنهَن ۾ آئِيُون.

٣

کِينَ ساڱاهيُمِ[5]، سُپرِينِ! جاڙُون[6] کَيُم جي،
سوڍا! مُون کي سي، مونِي آئِيُون مُنهَن ۾.

*٤

خاموشي خَبَرَ[7] جي، مُوَمَلِ تي مَٿَّ[8]،
صَبرُ ٿيو سُپَتَّ[9]، مُنهنجي حَقِّ[10]، مينڌرا!

٥

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، مُوَمَلِ مَتَّ ٿيو،
تو جو ڪالهَ ڪَيو، تُنهِن مَدِيُون ميٽي ڇَڏِيُون.

٦

تو ۾ ٻَڌِيَسِ[11] ٿي، جي مُنهَن ۾ مَدِيُون نه ڏِٺِيُن،
ٻولا! جي ڏِٺِيُن، سي مَتان عَيبَ اُپَٽِين[12].

٧

جي مُنهَن ۾ مَدِيُون نه ڏِٺِيُن، تو ۾ تي ٻَڌِياسِ،
سوڍا! لَنَ سُهاڳَ کي، وِيٺي واجهاياسِ،
ٻولي ڏِٺِياس، ڏِٺِي پانڌُ پَناهَ جو.

٨

راڻا! هُيَسِ رِيِّ[13]، تو سائينءَ مُون سونُ ڪَيو،
مُنهنجي مَدائِنَ جو، حالُ اَٿيئي هِتِّ،
ٻولِيا! ٻَڪَڙُ تِيِّ، ڪامِلَ! ڪَچائِنُ[14] جو.§

‡٩

ٻولي ٻَڪي آهِيان، هُيَسِ اَگهاڙِي،
ڏيٺي لِڪَ[15] لاڙِي[16]، ڪَڪَرُ[17] ڪيائِيمِ ڪاڪِ جو.

---

١- چيتيم ٢- غفلتون ٣- گهڻيئي ٤- ڪالهه ٥- چيتيم ٦- غفلتون ٧- خبر پوندي ته، جا تو خاموشي اختيار ڪئي ٨- نصيحت ٩- سنو مارڳ ١٠- منهنجي حق ۾ ١١- توسان اِنهيءَ ڪري پلؤ ٻڌو اٿم ١٢- ظاهر ڪرين ١٣- ڪچ ١٤- عيبن، اوڻاين ١٥- ٽلي ١٦- ٻراڻو ڪپڙو (يعني پردو) ١٧- رحمت جو بادل (ڪامل مرشد، طالب جا عيب ڏسي، ڪيس فيض تو ڏئي.)

*منهنجي غفلت (ٻئي سان همبستر ٿيڻ) جي خبر حاصل ڪندي ته، تو جيڪا خاموشي اختيار ڪئي، سا مومل لاءِ هدايت هئي. اي سوڍا! تنهنجو صبر منهنجي حق ۾ سمارڳ ثابت ٿيو.

§اي ڪامل محبوب! تون منهنجي عيبن جو پردو ٿيءُ.

‡مان اصل عيبدار هيس، پر ڀاڳي مونکي ڏسيو آهي. هن منهنجي مٿان اگريءَ ذرو (پردو) رکي، مونکي خود ڪاڪ لاءِ رحمت (فيض) جو بادل بنائي ڇڏيو.

١٠

ٻولي ٻَڪي آهيان، هُيَسِ اُگھاڙي اَڳَ،

جوڙي[1] وِچان جڳَ، ڪَڪَرُ ڪيائِيمِ ڪاڪِ جو.

١١

ٻولي ٻَڪي آهيان، هُيَسِ اُگھاڙي آنءُ،

وَڪي[2] پنهنجو نانءُ، ڪَڪَرُ ڪيائِيمِ ڪاڪِ جو.

١٢

ڪَڪَرُ ڪيائِيمِ ڪاڪِ جو، ڏيئي لاڙيءَ لِڪَ،

هاٺي مَٺي ڏِڪَ[3]، چَڙهيو ئِي، چاڳَ[4] ڪَرِيان.

١٣

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، مَرَڪُ[5] لَڄائِنّ[6]

چُپَ[7] سيِن جي چَوَنِّ، اَدَبُ کَجي اُنِ جو.*

١۴

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، لَڄائِنّ مَرَڪُ،

نہ کُڇَڻَ سين نَڪي، وِءَ[8] رُڪَ راڻي وَٽِيو.

١٥

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، سَيِنِ سيڪاري،

مؤمَلِ جي واري[9]، ڪُھ جاٺان[10]، ڪَھ ٿيو؟

١٦

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، سيڪاري سَهَسَ[11]،

پُڇي[12] لِڱان پَهَسَ[13]، مؤن کي نَصِيبَ نيئي جَهايو.

§ ١٧

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجي، ماڙهوءَ ڪي مؤمَلَّ،

ڪُمِرِ[14] مَنجهان ڪَلَّ[15]، پيمِ، پِرِينِ! تُنهنجي.

١٨

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، مؤن کي نَصِيحَتَّ،

رِيلا[16] ڪَندِيَسِ رَقَّ، ميندِرا! تو مَهَندان.

١٩

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، ٻي عَقُلَن عَقُلَ،

آهي اُنگَ[17] اُمُلَّ[18]، ماٺِ تُنهنجي، ميندِرا!

‡٢٠

سوڍا! صَبُرُ تُنهنجو، ٻي عَقُلَ آڻي ٻارِ[19]،

سَندي صَبُرَ[20] سارِ، توبَهَ ڪارِيمِ[21] ٽَڪَڙي.

١- ٺوڙي ٢- مونتي پنهنجو نالو ڏري (مون سان پرڻجي) ٣- شاديءَ جو سينگار ۴- ناز نخرا ٥- فخر ٦- حياءَ ۾ ٻڌلين ٧- ماٺ ٨- ڪاڻيءَ ٻنا ٩- حق ۾ ١٠- ڇا ١١- سهسين ماڻهن کي ١٢- پڇي ١٣- زور سان ١۴- خراب روش ١٥- خبر ١٦- تنهنجي اڳيان ١٧- خاموشي (اُنگهہ) ١٨- اَملهہ، ٻي بها ١٩- سمارڳ لي آڻي ٢٠- صبر جي هٿيار ٢١- ڪرايم.

*جيڪي خاموشيءَ ۾ ڳالهائين (ماٺ ۾ تنبيهہ ڪن)، تن جو اَدب ڪرڻ جڳائي.

§اي راڻا! تنهنجي خاموشيءَ مومل کي ماڻهو (سچو انسان) ڪيو. ڪمارڳ مان ٿي مونکي تنهنجي سچي پروڙ پيئي.

‡اي سوڍا! تنهنجي خاموشي، بيعقلن کي سمارڳ لي آڻيندڙ آهي. تنهنجي صبر جي هٿيار، مون کان ٽڪري توبهہ ڪرائي.

٢١

سوڍا! شرمايون، پسيو عيب اڳيان،

نڪ نرجايون[1]، هيون مونهجي حق ۾.

٢٢

مولي آيو منهن ۾، سوڍا! شرم جن،

سي لڄايون لڄن، پسيو عيب اڳيان.

*٢٣

اديون! آڻ واريون! نرجا[2] نڪ ٿيا،

وڍيا، تان نه وياءِ پاٽا موريا[3] منهن ۾.

*٢٤

موري منهن وڏا ٿيا، وڍيا، تان نه وڃن؛

اديون! اٽاسن[4]، ان ڪوجهن کي ڪئن ڪريان؟

*٢٥

جنين سندي منهن ۾، نهائيون[5] نڪن،

تان وڍيو هيڪڙو، نه کهڙو ٿورو تن؟

سي مر[6] سڄائي[7] سونهن، جن پلي پينگ[8] پرم جي.

آءُ، راڻا! رهُ رات، تنهنجي چانگل کي چندن چاريان.

واٺي[9]

راتيان ڏينهان روح ۾، تن ٿونهين[10] جي تات[11]،

ويني نت نهاريان، اچين جي پرڀات،

مون کي آهي، ميندرا! واٺي تنهنجي وات،

اديون! عبداللطيف چئي، ڏاتر[12] ڏيندم ڏات[13].

## سر مومل راڻو - داستان اٺين جو سار

مومل ور ور ڏيئي، پنهنجي غفلت تي پڇتاءُ پيئي ڪري. راڻي جي صبر مان ڪيس "سبق" مليو آهي. راڻي ۾ اِهو گڻ آهي، جو هو مومل کي "موٽائي منهن ۾" نه ٿو ڏئي، ۽ سندس عيبن کي ڍڪيو ويٺو آهي. جي "چپ سان چون"، تن جو ادب ڪرڻ واجب آهي. انهنجي مات به املهه آهي. "چپ سين جي چون، ادب ڪجي ان جو."

سوڍو، سواءِ رڪ جي، نڪ ڪپيو ڇڏي. راڻي جي صبر ئي مومل کان ٽڪڙي توبهه ڪرائي آهي. جي راڻو غيرت وارو آهي، ته مومل به حيا واري آهي. آهي اٽاسا پيا، جن جو نڪ وڍڻ سان به نه ٿو وڍجي. جنکي شرم ۽ مرم آهي، تن جي پينگ به پلي آهي. آهي سڄائي پيا سونهن:
"سي مر سڄائي سونهن، جن پلي پينگ پرم جي."

١- بي حيايون، بي شرمايون ٢- نرلڄا ٣- اپريا ٤- بي حيا اِنسان ٥- نهائين جو جمع ٦- پل ٧- مسڪين ئي ٨- عزت، آبرو ٩- آت ١٠- تن يا سرير کي ١١- تنهنجي ئي ١٢- ڏاتار، داتار ١٣- دان.

*لڌهي بيتن ۾، شاهه صاحب انهن ماڻهن ڏانهن اِشارو ڪيو آهي، جنکي حيا جو قطرو به ناهي. انهنجي منهن ۾ هڪ نڪ ناهي، پر نڪن جون نهائيون آهن. انهن اٽاسن ۽ ڪوجهن جو هڪ نڪ ڪٽي وڍ ته پيا نهه پهه اڻيڪ انهي جاءِ تي پينا آهن. اهڙن کي هزارين طعنا يا لعنتون ڪٽي هڻ ته به اي حيا جا بي حياء. پرم وارن جي پک به پلي، جي شان ته نه ٽا وڃائين.

## داستان ٽئون

١

راڻي جي رھاڻ مان، ڪو آديسي[1] آيو،
چوڏھينءَ[2] ماهَ چنڊَ جئن، ڪيو ساميءَ سھائو[3]،
لٿو اوندھاهو[4]، جوڳيءَ سنديءَ جوت سان.

٢

راڻي جي رھاڻ مان، ڪو آيو آديسي،
ڪٿوريءَ[5] خوشبوءِ سين، ولاتَ[6] سڀ واسي،
سوڌو[7] سناسي، اُتانھين[8] ئي آيو.

٣

راڻي ريبارو[9]، توڏانھن مُڪو لِڪڙو،
لَدوڻيان[10]، لطيفُ چئي، ماڻيج موچارو،
صُبحَ سوارو[11]، ڪاڪ گھڙندو ڪرهو.

٤

راڻو رَبُّ راضي ڪري، مانَ وَرائي واڳَ،
چندَنَ سين چڪ ڪري، مومل لنبي ماڳَ،
سوڍي جي سُھاڳَ، ڀَتِ مڙوئي ڀڪيو.

٥

نَعون نيائو آيو، راڻي مُلان[12] راتِ،
لَڏيسون، لطيفُ چئي، ڪَنان[13] ڏاڙَ ڏاتِ،
کھڙي ٻچين ذاتِ؟ جي آيا، سي اَگھيا.

٦

ڪيڏانھن ڪاھيان ڪرھو؟ چوڏس[14] چِتاڻو[15]،
منجھين ڪاڪ ڪڪوري، منجھين لُڏاڻو،
راڻو ۽ راڻو، رءِ راڻي ٻيو ناه ڪو.

٧

ڪيڏانھن ڪاھيان ڪرھو؟ چِتاڻو چوڌارَ،
منجھين ڪاڪ ڪڪوري، منجھين باغ بھارَ،
ڪانھي ٻي ڪنوارَ، ٻيو مڙوئي ميندرو.

وائي

ڪي جو ڪاڪ تڙاءِ[16]، چانگي چرھو[17] چکيو،
ڪرھو سرھو ڏيهَ ۾، نه لنھن ڏُپ نه ڏاءِ،
پاهُ[18] پرائي آيو، لالي[19] لُدوڻياءِ[20]،
ڪَرھي ڪانيتا[21] رتا[22]، نائي[23] ناڪيلاءِ[24]،
وَڳَ[25] واسيائين پانھنجو، سڀ ئي سُراھياءِ[26]،
توُن ڀائي، ڀَتَ ڏٺي، توُن راڻو، توُن راءِ[27]،
مومل مُحتاجيوُن[28] ڪري، عاجزيون[29] اَگياءِ[30]،
آءٌ تون، عبدُاللطيفُ چئي، مونئي هن محلاءِ[31].

---

١- جوڳي (روحاني قاصد) ٢- چوڏس جي چنڊ ٣- پرڪاش ٤- اَنڌڪار (من جو) ٥- مشڪ جي سرھاڻ ٦- سارو ڏيهه ٧- پورن جوڳي ٨- اُنھيءَ منزل کان (محبوب جي) ٩- اوٺي (قاصد) ١٠- سھڻو محبوب ١١- سويل ١٢- وٽان ١٣- کان ١٤- چوطرف ١٥- چٽائي، روشني ١٦- ڪاڪ جي تڙ تان ١٧- چارو، گاه ١٨- طاقت، سگهه ١٩- لالاڻ ٢٠- لڏاڻي يا لدوڻي کان ٢١- ڏند ٢٢- لال ٿيا ٢٣- نمي ٢٤- ڳاڙهن گلن واري ناڳيلي وڻ مان ٢٥- ولر ٢٦- سرھاڻين مان ٢٧- راجا ٢٨- آزيون ٢٩- نيزاريون ٣٠- اَڳيان ٣١- محل لئي.

## سر مؤمل راڻو - داستان ٽائين جو سار

مؤمل جي اندر مان سمورو غير نڪري ويو آهي ۽ سندس باطن ۾ هڪ عجيب اجالو اڀري ٿيو آهي. هوءَ ظاهر ٻوڙي باطن، هرجا راڻي جو نور ئي ٿي ڏسي. راڻي وٽان ڪيس هڪ ”ڳئون نياپو“ آيو آهي:

”کهڙي پڇين ذات، جي آيا، سي اڳهيا.“

هوءَ پاڻ ۾ ئي ڪاڪ ٿي پسي ۽ پاڻ ۾ ئي لڌا ڻو. هوءَ ”چوڏس چناڻو“ ٿي ڏسي. ڪرهو ڪاهي، سو ڪيڏانهن ڪاهي! طالب ٻه جڏهن پڇناءَ جي لڙڪن سان پنهنجو سينو صاف ٿو ڪري، تڏهن ڪيس هرجا محبوب (ايشور يا حق) جو ئي جلوو نظر ٿو اچي. روحاني ڪچهرين ۾ ذات جو پيد ناهي. جنهن محبوب سان نينهن اڙايو، سو اوس سندس در اڳهيو. جو پاڻ سڃاڻي ٿو، سو مؤمل وانگر اهوئي سر ٿو آلاپي ته:

”راڻو ۽ راڻو، رءَ راڻي ٻيو ڻاه ڪو.“

•

”سر مؤمل راڻو“- هن سر جو نالو ٻه انجي مضمون مطابق آهي. ”سر راڻو“ سنڌ ۾ ٻيتن ۽ لوڙائن جي صورت ۾ گهڻو ڳايو ٿو وڃي. هي فراقي سر آهي. هي نج سنڌي سر آهي ۽ انجي ڳائڻ جو ٻه ڪو خاص وقت ڪونهي. ”سر راڻو“ دلين کي ويران ڪندڙ آهي، چو ته مدجهس ويراڳ جون وايون آهن. ”سوڍي جي، سرتيون! وڌيس وه ويراڳ.“

# سُرُ مارُئي

## داستان ٻيون

١

’اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ‘[1]، جَڏهِن ڪَنِ پيوم،
’قَالُوْا بَلىٰ‘[2] قَلبَ[3] سين، تَڏهِن تِتَّ[4] چيوم،
تَنهين[5] وِيرَ ڪيوم، وَچَنُ وِيڙهيچَنِ[6] سين.

٢

جَڏهِن ’ڪُنْ فَيَڪُوْنُ‘[7]، مَنُ تَڏهانڪُون مارُئين،
تُون ڪِئن وِجهين تَن[8] کي، سُومِرا! سَڪُون[9]؟
هَمِيرَنِ[10] هَڪُون[11]، جاڙَ[12] جُسي کي پائيُون!

٣

چَئي ’ڪُنْ فَيَڪُوْنُ‘، جَڏهِن خَلقِيا رُوحَ خُداءِ،
ڳَڏُ جِتِ ڳُڏرانُ هُئو، جَڙُ[13] لڳي تنهن جاءِ،
مُون تُوهين سين آءِ[14]، اَها ساڃاءِ[15]، سُپِرِين!

٤

’فَيَڪُوْنُ‘[16] فِدا[17] ڪَري، ڪَهيائين[18] سين ’ڪُنْ‘[19]،
تَعْظيماً[20] تَمامُ[21] ڪَري، پُوءِ پَٽِويائين[22] پِنُ[23]،
مارُوُ لِتائين[24] مَن[25]، پينڙُ! پاڳي[26] آيو.

٥

نَڪا ’ڪُنْ فَيَڪُوْنُ‘ هُئي، نَڪا هُوُنگَ[27]، نَه هُونَ[28]؛
سَڄَڻُ اُنهيءَ ساعَتَ ۾، پِيئي[29] ڏِٺوسُون،
مُون تَنَ[30] تَڏهانڪُون، مِلي مُلاقاتَ ڪئي[31].

٦

نَڪا ’ڪُنْ فَيَڪُوْنُ‘ هُئي، نَڪو لڱُ[32]، لَحمُ[33]،
هَيو هو نَه هُتَ ۾، اَچا ڪي آدَمُ،
مُون تُوهين سين سَڱُ، اَها ساڃاءِ، سُپِرِين!

---

١- ”ڇا نه آهيان، مان اوهانجو رب؟“ (ڌڻيءَ روحن کان پڇيو) ٢- وراڻيائون ’هائو‘ (روحن) ٣- دل ٤- انهيءَ هنڌ ٥- انهيءَ مهل ٦- ڄهانگين ٧- ”ٿيءُ ۽ پوءِ اها ٿي پوي ٿي“ (ڌڻيءَ امر ڪيو ۽ ڪائنات پيدا ٿي) ٨- جسم ٩- زنجيرون ١٠- اَميرن ١١- زنجيرون ١٢- اَجايو ١٣- ميخ ١٤- توسان ٿي ١٥- سڃاڻپ ١٦- ٿئي ٿو يا ٿيندو ١٧- ويچار لاهي ١٨- فرمايائين ١٩- ٿيءُ ٢٠- تعظيم وچان ٢١- راس ڪري ٢٢- وڃايائين ٢٣- پُون، پرٿوي ٢٤- لتان ٿي ٢٥- مون ٢٦- نصيب ۾ مليو ٢٧- آواز ٢٨- هل ٢٩- ملي ٣٠- منهنجي جسم ٣١- ڪئي ٣٢- عضوو ٣٣- ماس.

٧

نڪا 'ڪُنْ فَيَڪُوْنُ'[1] هئي، نڪا مؤرت ماهه،

نڪا سڌ ثواب جي، نڪو غرض گناهه،

هيڪائي[2] هيڪ هئي، وحدانيت[3] واهه،

لکيائين، لطيف[4] چئي، اڳ ڳجهاندر[5] ڳاهه،

اکين ۽ ارواح[6][7]، اها ساڃاءِ سڄڻين!

٨

قسمت قيد قوي، نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾؟[8]

آٽي لکئي لوح[9] جي، هند ڏيکاريم هيءَ،

پرچي ڪين پنوهار ۽ جان، جسو ۽ جيءَ،

راجا! راضي ٿي، ته مارن ملي مارئي.

٩

قسمت قيد ڪياس، نات ڪير اچي هن ڪوٽ ۾؟

'وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ'[10]، وطن آن ويندياس،

مارن کي ملندياس، ڪونيون ڇڏي ڪڏهين؟

١٠

'قَيْدُالْماء'[11] ٿيوم، هت اڙانگي[12] گهاريان،

'هنا ڪجسمي والفواد لديڪم'[13]، هنئون هت سندوم،

قادر شال ڪندوم، ميڙائو[14] سين مارئين!

١١

'قَيْدُالْماء'[15] ڪنهن جو، سو مؤن پاند پيو،

'جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪَائِنٌ'[16]، وهي قلم ويو،

اي قضا ڪم ڪيو، جنهن ٿر مارو، آن ماڙئين!

١٢

جهڙو 'قَيْدُالْماء'، تهڙو بند نه ڪو پيو،

'جَفَّ الْقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪَائِنٌ'[17]، لهي نه لڙ لقاءُ،

عمر! تو هتاءِ[18]، آجائي[19] ٿئي آجڙين!

١٣

ره اعرابين[20] هت، گهنگهور[21] گهارڻ مؤن ٿيو،

'بَڪَتِ الْعَيْنَانِ فِيْ هَوَاڪَ دَماً'[22]، پهان ساڻ پرت!

من، اکيون، تن لت، جتي جنب[23] جيڏيين.

١٤

هي هند، پيٽيون[24] هاڻ، ساڙيان سپ ڏيهين ري،

'ڪُلُّ شَيْءٍ يَرْجِعُ اِلىٰ اَصْلِهٖ'[25]، تي جيهان جهانگين ڪاڻ،

پري[26] پنهنجي پاڻ، پسان[27] ملڪ ملير جو!

وائي

منهنجو هنئڙو[28] سنگهارن ساري،

هوءَ جي ويڄها رهن وس ڪي.

آءٌ هميرا! پيچ زنجير، هنئن نه سگهان گهاري،

قلب منهنجو ڪوٽ ۾، گهايل ٿو گهاري،

الاهي عنايت[29] سين، شال ڪينءَ[30] مران ڪنڪاري[31]!

وڃان شال وطن ڏي، پر پچاٽي[32] پاري!

مران شال ملير ۾، گولن[33] ساڻ گذاري!

---

١- چئو ٢ ۽ ٣- هيڪڙائي ۴- نسوري ٥- پروڙيائين ٦- پرولي ٧- قلب ٨- جبرو ٩- تقدير جي لکتيءَ ١٠- اسين هن (انسان) کي ڪنڌ جي رڳ کان به ويجها آهيون (ق-ش) ١١- اَن جل جو قيد ١٢- مشڪلات ۾ ١٣- منهنجو سرير هت ۽ هنئون اوهان وٽ آهي ١۴- ميلاپ ١٥- پڙپيو ١٦- جيڪي ٿيڻو هو، سو لکي، قلم سڪي ويو (حديث) ١٧- اَن مان رتي ١٨- چونڪارو ١٩- پڪارن ٢٠- جهانگين ٢١- ويا ڪلنا ٢٢- سنڌءَ اکيرن ۾ پڌي نيڻن رت رنو ٢٣- جنم ٢۴- آستان ٢٥- سڀڪا شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي ٢٦- موٽي ٢٧- ماڳ ٢٨- ڏنارن ٢٩- رحمت ٣٠- خوشيءَ مان ٣١- ڪيڪاري ٣٢- پڇيتي يا آباڻي رسم ٣٣- گولاڙن.

## سر مارئي - داستان پهرئين جو سار

جڏهن ڌڻي تعاليٰ روحن کان سوال ڪيو: ”نه آهيان مان اوهانجو رب“ ؟ روحن جواب ڏنو: ”هائو“، تڏهن ئي مارئيءَ پنهنجي مارن سان وفائيءَ جو وچن ڪيو هو. جڏهن مالڪ ”ڪن“ چئي، هيءَ ڪائنات (سرشٽي) رچي، تڏهن مارئيءَ جي مارن سان ملاقات ٿي هئي. اڃا آدم ئي خلقيو نه ويو هو ۽ نه سورج نه چنڊ، تڏهن کان سندس محبت مارن سان هئي. مارئيءَ جي ازلي محبت کي ڪوئيون ڪئن روڪي سگهنديون؟ عمر سومري سندس سرير کي جاڙ زنجيرن سان جڪڙيو آهي. مارن جي وڇوڙي ۾، مارئي پنهنجي نيڻن مان رت پيئي وهائي. سڀڪا شيءِ نيٺ وڃيو پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ٿئي. مارئيءَ کي به هروقت اِهائي آس آهي ته: ”پري پنهنجي پاڻ، پسان ملڪ مليرَ جو!“

•

## داستان پهريون

١

نَڪو ايڙُ[1]، نه پيرُ[2]، نَڪو اوٺي[3] آيو،
مون وَٽِ آيو ڪونَ ڪو، پاٺُران[4] پري پيرُ،
ڪِتا بَتوُن[5] ڪيرُ، آڻي ڏيندُمِ اِنِ جون؟

٢

نه خبرَ، نه خوابُ[6]، نَڪو اوٺي آيو،
هُٿي جو[7] هِتِ ڪَهِين، ڏِنو ڪونَ جَوابُ،
هَميرَنِ[8] حسابُ، ڪُهُ جاڻان، ڪئن ٿيو؟*

٣

اوٺي! ڳوٺي[9] آڻِين، ڪو هُتي جو هِتِ هيرَ[10]!
نه ڪِنا جي ڪوٺِنِ جا، لِيَنِ سُرَها سيرَ[11]،
آءُ نه اَکِيين اُگهان، جي پاڻُرِ[12] ڏِنَ ءَ پيرَ،
اَللهُ لَکِي، لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تون اَويرَ،
ڪوئِيين گهاري ڪيرَ؟ مَحَلِين مُنجهي مون هِنئون!§

٤

اَلا! اوٺي آڻِين، جي نِياپا نِينِ[13]!
آئون اُنين جي آهِيان، لوڪي[14] مون نه مڃِينِ[15]،
مَسُ مُنهنجي هَٿَ ۾، ڪاغَذُ کي آڻِينِ[16]!
لُڙِڪَ نه لِکَڻُ ڏِينِ، ڪِريو پَوَنِ قَلَمَ ئي.

٥

جي اُمرُ[17] هنيو اَڏَ ڪَري، سي ڪاغَذَ لِکان ڪيئن؟

١- سماءُ آڻيندڙ ٢- پاندي ٣- اُٺ تي سنيهو آڻيندڙ ٤- پاڙن وٽان ٥- خط پٽ، خبرون چارون ٦- نه سپني ۾ ئي ڏسان ٧- ملير جو ٨- اميرن (عمر سومري) جو امر ٩- ڳوٺائي ١٠- هينئر ١١- ڳس، رستا ١٢- ٽڙ (درحقيقت انجو ڏاڪڙو حصو) ١٣- ڪٽي وڃن ١٤- انهن يعني مارن ١٥- قبول نه ڪن ١٦- رت جا ڳوڙها ١٧- الاهي امر.
*مونکي ڪهڙي ڄاڻ ته همير سومري منهنجي حق ۾ ڪهڙو امر فرمايو آهي.
§هت ڪوٽين ۾ ڪير ڪاٽيندي؟ محلن ۾ منهنجو هيانءُ پيو منجهي.

واڳيئون[1] جي وصال سين، لنين[2] چاڙهي چيهن!
رُئان رالو ڏينهن، جِن[3] اُن جي وائي[4] ٻروڙ گهٽا.

٦
لن ونهين[5] ويڙ ٻڌن کي، رُئين نه رالو ڏينهن؟
ڪالهه پنوهارن لڏيو، مون کي چاڙهي چيهن،
آئون جيئندي ڪيئن؟ جُ[6] اُن ترُ وڃي، ٽاٽا[7] ڪيا.

٧
تَرَ تَرَ اَندر تاڪ[9]، عُمَرَ! مارُوئڙن جا،
لاٽائون، لطيف چئي، مٿان لوئيءَ لاڪ،
عُمرَ! ڪريو آڪ، ڀِرِيو[10] ٿي[11] پن[12] چران.

٨
تَرَ تَرَ اَندر تانءُ، وَنهين ويڙ ٻڌن جو،
سڀ[13] تنهنجو، سومرا! وينا ڳنهن تانءُ،
اُتي[14] ويڌيس آئون، لوئيءَ لڄ مٿي ڪري.

٩
سهسين[15] سيبا[16] ڪنڌري، لوئي ليڙ[17] ليار،
آباڻن[18] جي آسري، ڪتي[19] ڪان ڪيار،
جا ٻَت[20] ٻَڪيار[21]، تنهنجو، ٻروڙا! پنُ رهائين!

١٠
سهسين سيبا ڪنڌري، لوئي ليڙون ليڙ،
واسي وار نه ويڙهيان[22]، مرُ چڳون[23] وهن چيڙ،
مارُوءَ جي مُهاڙ[24] رءُ، اندر ناهه اڪيڙ،
هڙو[25] حالُ، همير! وَني شالَ ويڙهه وَجان!

١١
سهسين سيبا ڪنڌري، لوئي سين ليڙنِ،
هڙو حالُ وَني ڪري، وَجان منجهه ترن!
مارو مانَ چورن، ته هُئي اسانهين[26] آسري!

١٢
سڀي، سيبا ڏي، پوري[27] نپنهن نه ڪپڙوئي[28]،
ڪٿيءَ[29] ونيئون ڪٿيئون، سٽي[30] سيٽي سي،
مَٿر[31] چونرِ ڪي، ته لڄائيءَ[32] تر جائيون!

وائي

عُمرَ! آئون ويندڙو پهان ڪوءِ،

جِتي مارُوءَ، تِتي پاندي، آءُ!

مَتي ماڙيءَ مارُئي، رُئاري ء روءِ.
پَندان[33] ڪارِيو[34] ٻهڙا، ڪي جو[35] اُپِري[36] چوءِ،
سارِيو سانپيڙن[37] کي، روح[38] مُنهنجو روءِ،
پاندي[39] پنوهارن جو، ڪالهه نه آيو ڪوءِ،
راڄ پرلو رب کي، سومرا! سَندوءِ.

١- ٻدل ٢- چڪيا ٣- اُنهن، مارن ٤- ڳالهائڻ ۾ روت ٥- آسودن ٦- جڏهن ٧- نڪاٽا
٨- هرهڪ وسيءَ ۾ ٩- ٽاٽا ١٠- آگيا ١١- مال کي ڀريو ١٢- پن چاريان ١٣- ٻيهار ڪن
١٤- لوئيءَ جي لڄ رکي ١٥- ٽوپا ١٦- چوائي ١٧- ليڙون ١٨- اُن جي ڪٽنبل لوئي ١٩- ٻهريم
٢٠- ٿر ۾ ڏڪيم ٢١- پردو رکين ٢٢- سرهاڻيون مکي ٢٣- مڇهيل ٢٤- مهن ٢٥- جهنگ (وطن)
٢٦- اَسان جي ٿي ٢٧- معصومڙي ٢٨- گهٽائي ٢٩- ڪٽيءَ جون ڪناريون ٣٠- ٽوپا ڏئي ٣١- مٿان
٣٢- ٽاريليون ٣٣- پند ڪان روڪي ٣٤- وانهڙو ٣٥- ڪمند ڪٽي ٣٦- چوي ٣٧- مائٽن ٣٨- روئي ٣٩- قاصد.

## سر مارئي - داستان ٻئي جو سار

مارئي، عمر جي بند ۾، اباڻن جي اولڻ لاءِ پيئي واجهائي: "ڪو ايو، نه پير، ڪو اوليءَ آيو." سندس نظر ۾، ڪوٽ جا ڪس، اپرا آهن ۽ سندس ساڻيهه مان ڪو پاندي اچي، ان پر گهمائي، نه سرها ٿين. ڪونين ۾ سندس اکين مان ارلو آب پيو وهي. اهاڻي سندس مس آهي، پر ڪاغذ ڪٿان اچي! جي لکڻ جي ڪري ٿي نه قلم ٿي لڙڪ ڪريو ٿا پونس ۽ لکڻ نه ٿا ڏيس. وطن جي وڇوڙي ۾ هوءَ جڻ جيئري، چڪيا ٿي آهي. عمر کي ويهيئون ڪري پيئي چوي: "موڪل ڏينم نه وڃي ملير ۾ مارن سان گڏ مال چاريان." لوئي، چيرون چيرون ٿي ويئي آئس نه ته ان کي ٽوپا ڏيئي پيئي هلائي ۽ نئين نه ٿي اوڍي. وارن کي به نه ٿي ويڙهي يا واسي. چي: "هڙو حال، همير! وٺي شال ويڙهه وڃان!"

•

## داستان ٽيون

۱

پَٽولا پَٽوَهارِيُوَن[1]، مُوَرِ[2] نه مَٽي ڪَنِّ،
ڄَـ لاڪَ[3] رَڱاٽُون[4] لوئِيُوَن، نه سالُئشان سُونهَنِّ،
اَنِّ[5] ايلاچِيئُوَن[6] اَڳري[7]، بَخمَلَ بافتَنِّ،
سَڪَرَ[8] پانئيان، سُومرا! ڪَتي ڪان کُهنبَنِّ[9]،
جا ڏيهِ ڏاڏاڻَنِّ، سا لاهيندي لڄَ مَران.

۲

آرِمَ[10] هَڏِ[11] مَ اوڍِيان[12]، پَٽولا پَٽَ چِيرَ[13]؛
باندوَڻا[14] بَنِ ڏِيان[15]، اَرغَچَ[16] ۽ عَبِيرَ؛
مارُوءَ سِين شَلَ ماڻِيان، کَٿيُوَن جَهَڙيُوَن کيرَ[17]!
اَندَرِ اَڄَ اُڪَمِ، مُون کي پِرينءَ پَٽوَهارَ جي.

۳

سونَ بَرابَرِ[18] سَڱِڙا[19]، مارُوءَ سَندا مُون،
پَٽولا پَٽوَهارِ ڪي، عُمَرَ! آڄِ مَ ڏُون،
وَرُ[20] لوئيءَ جي لُونَ[21]، ڏاڏاڻَنِ ڏيهِ جا.

۴

سونَ بَرابَرِ سَڱِڙا، لُونُ لُونُ بَرابَرِ لَڪَ[22]،
رُپو[23] جنهن رَدِّ[24] ڪيو، ڪوڙ ڏنهين کي ڪَڪ،
مُون مارُوءَ جو مَڪَ[25]، ليلُ نه لائِيان ڏنهنجو.

۵

ليلُ نه لائِيان ڏنهنجو، مُون مارُوءَ جو مَنِّ[26]،

---

۱- ريشمي وستر يا ويس وڳا ۲- پهرين ۳- لاک ۾ رڱيائون ۴- شالن ڪان ۵- اُن جي اولي ۶- ايلاچون (ريشمي ڪپڙن) کان ۷- سرس و بالا ۸- بهتر ۹- کهمبن يا ڳاڙهن وسترن ۱۰- آرمڪ (ريشمي ڪپڙا) ۱۱- هرگز نه ۱۲- پهريان ۱۳- ريشمي ڪپڙا ۱۴- پوليون، چنيون ۱۵- بافتا ۱۶- آسماني رنگ جا ڪپڙا ۱۷- کير جهڙيون اڇيون ۽ اوجل ۱۸- سون جي برابر ۱۹- مگڻي جا ڌاڳا ۲۰- بهتر ۲۱- ڏند، ڌاڳو ۲۲- لک جي برابر ۲۳- چاندي ۲۴- ڪروڙ ۲۵- ساڻ سوڻ جو ٽڪڙ ۲۶- مڏهنجي دل کي به ماروءَ جو مک (محبت جو رنگ) لڳل آهي.

ڪَريان ٻِي نہ ڪَنِ، آھَرَ[1] اُنھِين آھيان.

۶

مُون ماروءَ سين لَڌِيُون، لوئِيءَ ۾ لائُون،
سونَ ٻَرابَرِ سَڳِڙا، مُون کي ٻانھُن ٻَڌائُون،
عُمَرَ جو آئُون، پَٽُ[2] ڪِئن پَرَھيان[3]؟ سُومِرا!

۷

پَٽُ نہ پَرَھيان، سُومِرا! جانڪِيتان[4] جِئان[5]،
آئُون ڪِئن لوئِي لاھيان، ڪارڻِ[6] ٻِنِ ڏِينھان؟
جانسِين[7] ٿِي جِئان، ڪانڌُ نہ ڪَنديَس ڪو ٻِيو.

۸

جن ڪَرائِنِ ڪَچَ[8] جا، وَرُ[9] ساھيڙِيُون سي!
اَمِ[10] اُڪَنديِ[11] آھيان، مَنھِن ماروءَ جي،
ٻَکَن[12] سين نہ ٻاڙيان[13]، ھَندَ ھتي جا ھي،
اَھَلَ[14] اَباڻِنِ[15] کي، مَرِي شال مَلھائِيان!

۹

ڪَرائِنِ ڪَڙُورِ[16] جا، چوڙا ڪوڙا جَنِ،
سو مَرڪُ[17] مارُوئَڙَنِ، جِئان[18] لوڪ لَڄَ[19] ٿي.*

۱۰

ڪارا ڪَرائِنِ ۾، سونَ[20] آسان کي سوءِ،
وَرُ جيڏيُنِ سين جوءِ[21]، فاقو[22] فَرحَتَ پائِيان!

۱۱

لِئِي نہ مارُنِ ريت، جَنِ سيڻ[23] مَتائِنِ[24] سونَ لئي،
اَچِي اُمَرڪوٽ ۾، ڪَنديَس ڪانَ ڪُرِيت[25]،
ٻَکَن جي پِريت، ماڙِيءَ سين نہ مَٽيان.

۱۲

عُمَرَ! اَچا ڪَپِڙا، ڪاڻيارِيُون[26] ڪِئن ڪَنِ؟
جنين جا تَرَن ۾، وَرَ تا[27] وِڻَ[28] سَھَنِ،
ھوءَ جي حَقَ پِھَنِ[29]، سي ڪِئن سَٽيُون؟ سُومِرا!

۱۳

آئُون ڪِئن سَوَڙِيِن[30] سُمھان؟ مُون وَرُ گھاري وِلَّ[31]!
ڪَٽيريءَ[32] تان ڪَلِّ، عُمَرَ! ڪَچِ ۾ اَھڙِي!

۱۴

آئُون ڪِئن سَوَڙِيِن سُمھان؟ مُون وَرُ گھاري سَڄَ[33]!
وَرُ اَباڻِنِ سين اَڄَ، ڪوءِ شَربَتُ تُنھنجو، سُومِرا!

۱۵

وَرُ سي وَطَنَ جائِيُون، صَحرا[34] سَتُرُ[35] جَنِ!
گولاڙا ۽ گُگرِيُون[36]، اوچِڻَ[37] اَباڻَنِ،
وِيڙھيا گُھمَن وَليِن[38]، جھانگِي[39] مَنجھ جَھنگَنِ،

۱- آسري ۲- ريشم ۳- ڦِهريان، اوڍيان ۴- جيستائين ڪ ۵- جيئري رهان ۶- ٻن ڏينهن جي جيئڻ ڪاڻ ۷- جيسين ۸- شيشي يا ڪانچ جا چوڙا ۹- مبارڪ ۱۰- نهايت سڪايل ۱۱- جهوڙي ۱۲- جهوڙين ۱۳- برابر ڪريان ۱۴- اباڻي قوم ۱۵- سرخرو ڪريان، منهن مٿي ڪريان ۱۶- ڪچ ڪوڙ ۱۷- فخر ۱۸- جن (شين) کان ۱۹- ماڻهن کي شرم اچي ۲۰- ماڻهو ۲۱- ٻڪ، لنگهڻ ۲۲- لنگهڻ، غربت ۲۳- عزيز، سنبنڌي ۲۴- متائين، بدلائين ۲۵- خراب روش ۲۶- ڪاڻ يا عيب واريون ۲۷- ڪانڌ ۲۸- طعنا ۲۹- پنار سان بيوفا ٿين ۳۰- سوڙين ۾ ۳۱- ولهه، ٿڌ ۳۲- ڪٿو ڦهريندڙ زال (مارئي) ۳۳- ٻرپت ۾ ۳۴- جهنگ، بيابان ۳۵- پناهه، اجهو ۳۶- ڪوئر جا وڻ ۳۷- ٻڪ، پردو ۳۸- ولين ۾ ۳۹- جهنگ جا رهاڪو (مارو لوڪ).
*جن وستن کان ماڻهن کي جيڪر لڄ اچي، سي مارن لاءِ نعمت يا فخر آهن.

مون کي مارو ٽڙن، سڄ[۱] ڳڻائي[۲] سيڄ ۾!

۱۶

ٻلر[۳] پيڻ، اوڇڻ اڻ، جن جا پير مٿي پٽ[۴] پاڪ،
وهڻ وراڪن[۵] ۾، اِن جي اجوڪي[۶] اوطاق،
پاڻ نه ٻسن[۷] پاڻ کي، ويچارا بي باڪ،
عمر! اوء[۸] نه عاق[۹]، ڏکيا جم ڏکوئيين!

۱۷

ڪارا[۱۰]، کٻڙ ڏيهه ۾، ٻيا واريءَ منجهه وٿاڻ،
ساٿين[۱۱] کي، سيد چئي، پريو ڏين پاڻ،
عمر! اي اماڻ[۱۲]، ثابت رکج، سومرا!

۱۸

جا، عمر! لومل[۱۳] عيد، سا ساڻ[۱۴] سوءَ[۱۵] ورلي، سومرا!
وئي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد[۱۶]،
سڪڻ ڪيا[۱۷] شهيد، مارو جي ملير جا.

۱۹

منهنجو لور[۱۸] ڪلين[۱۹] ۾، ڇهڻا[۲۰] تو چاري،
ٻاني[۲۱] ٻٽ[۲۲] ڌاري، آهم اني ميهنڙي[۲۳].

۲۰

منهنجو لور ڪلين ۾، آئون هٿ ٻنڌياڻي،
مون ڏاڏاڻي ڏيهه ۾، ڦره[۲۴] ۽ لاڻي[۲۵]،
ڪنديس رهاڻي، ماروءَ پاس ملير ۾.

۲۱

ڪڻاٽو هٿ ٿيو، آئون هٿ ٻنڌياڻي!
ساري[۲۶] سانڍوهين[۲۷] کي، ڪونين ڪوماڻي[۲۸]،
لڳين لوهه[۲۹]، لطيف چئي، وينيس وساڻي[۳۰]،
منڊ ماروءَ جي نه لهي، ڪمت[۳۱] ڪجهاڻي[۳۲]،
سمن[۳۳] سچاڻي، الي آهم ان سين.

وائي

لونيءَ ۾ لائون، مون ماروءَ سين لڏيون.
سون برابر سڳڙا، ٻانهن ٻڌائون،
مون ماروءَ سين لڏيون.
سوڪين پٽ پڙهيان[۳۴]، سومرا! گهوريو[۳۵] عمر جو! آئون؟
ڪاڄ ڪٽيرين[۳۶] سفرو[۳۷]، سگر[۳۸] ۽ ساٿون[۳۹]،
ساڪين ڪائي ڪارڪون، جنهن کي ڏوٿرا ڏيج[۴۰] ڏنائون؟
ڪهه[۴۱]، ماندائو[۴۲]، مڪٽي[۴۳]، ڦوٽ جنين جو ساٿون،
عمر کي[۴۴] جور ڪري[۴۵]، جيلانه[۴۶] راڄ[۴۷] اڳاهون[۴۸].

---

۱- ڳڻي ڏني (وڳن جي ٻدران) ۲- ڏاج ۳- ميهن جو پاڻي ۴- صاف ميدان ۵- وٿن جي جهڳٽن ۶- جوکي ڪان سواء ۷- بي فڪر، بي خوف ۸- اهي ۹- بي ڇپا ۱۰- ڪارا ڪاڄ، کٻڙ جو قسم ۱۱- وٿاڻ، تسريون ۱۲- امانت (مارئي) ۱۳- وت ۱۴- آسان ۱۵- ماڻ ۱۶- عيد جي خريداري ۱۷- ڪنل ۱۸- محبوب ۱۹- هيناڻهن پٽن ۲۰- گاه ۲۱- واعدو ۲۲- ٿر جو وڇون ٻاگو (هتي ٿر) ۲۳- برسات وسندي ۲۴- جهنگلي اناج جو ٻوٽو ۲۵- نڊيو ٻوٽو (ڪارو اڪ ڪائين ۽ مٺو ماٺو) ۲۶- ياد ڪري ۲۷- چار يا پيرن جي وٿن ۲۸- ڪوماڻل ۲۹- زنجير ۳۰- وساڻل ۳۱- جهوري ۳۲- وجهاڻ ۳۳- وڇن جي سچائي ۳۴- اوبيان ۳۵- ٻن پيو ۳۶- ڪٽي وارين ۳۷- سفرو ۳۸- سگريون ۳۹- جهنگلي اناج ۴۰- ڏاج ۴۱- گاه جو قسم ۴۲ ۽ ۴۳- جهنگلي اناج ۴۴- لڏهڪري ۴۵- ڏياريون ۴۶- جنهن صورت ۾ ۴۷- ماروئيءَ جو ڪٽنب قبيلو ۴۸- ٻري.

## سر مارئي - داستان ٽئين جو سار

مارئي ٿي چوي: ”ڀنوهاريون، پٽ، پٽيءَ نہ ٿيون ڀورين. هتي جون لاک رتايون لوئيون، شالون، بخملن ۽ ايلاچين کان اڳريون آهن. اُسين ارغج ۽ عبير کي ٻن ڏيون. جي مارن سڳڙا ٻڌا اٿم، سي سون برابر ٿي سمجهان. عمر! تنهنجو تيل، وارن کي نہ لائينديس، ڇو تہ مون کي مارُوءَ جو مک لڳل آهي. سرڻين جي صحبت ۾ مون لاءِ فاقو بہ فرحت آهي.

آباڻن سان اڄ، تنهنجي شربت کان مٺي اٿم. ويچارا ويڙهيچا، ولين ۾ ويڙهيا، جهنگ پيا گهمن. مان سوڙهن ۾ ڪيئن سمهان، جڏهن منهنجو مارو ولهہ ۾ پيو گهاري. عمر! تو وٽ جا عيد آهي، سا مارن لاءِ ماتم آهي؛ هنڪي منهنجي سار، شهيد ڪري ڇڏيو آهي. ميهن جي مند ۾، ماروءَ سان ملڻ جو وچن ڪيو اٿم: ”ڪنديس رهاڻي، ماروءَ پاس ملير ۾.“

•

## داستان چوٿون

١

ميندا[1] ڏوءِ[2] نہ مارئي، ڀيس ڀنوهاريون چِٽ[3]،
راڄ رُناري، هنجون هاري، هيءَ هنيهجي هِتِ،
اِهِس ڀاڙُو[4] ڀاڙَ جو، ڪَجهڻُ[5] ۽ ڳَهَتِ،
وِينگس وِڙهڇن رءِ، مس سُٽي ڪا مَتِ،
سومرا![6] سُپتِ، ڪَرِ[7]؛ نہ ڪوٽيان نِڪري.

٢

ميندا ڏوءِ نہ مارئي، آهس مَنِ مَلير،
ڪَڏي لہ ڪاڻِ لَهي، هِتان هيءَ هَمير،
ڪاٽُو پِينِ ڪيرُ، جي اَمانَتَ اُس وَڃي.*

٣

ميندا ڏوءِ نہ مارئي، نہ ڪِلي، نہ ڪاءِ[8]؛
عُمَر جي اِنصافَ جا، وِيٺي واساما[9] ڳاءِ؛
هيءَ جا ڪَيءَ هاءِ[10]، سا، مَهَندا[11]! ايندِيءَ مُنهن[12] ۾!§

٤

ميندا ڏوءِ نہ مارئي، ٿيس ڪُرنوُن[13] وارَ،
سَتيءَ سيٺي سارِيا، جي ڀاڙُ[14] جا ڀنوهارَ،
عُمَرَ! اُنهوُن[15] ڏارَ، مُوِر نہ وهي ماڙيين.

٥

ميندا ڏوءِ نہ مارئي، مَٽلين مارُئان[16] ڏارَ،

---

١- وارن جون چڳون ٢- ڏوئي ٣- من ۾ ياد پيس ٤- تر جي طرف جو ٥- وجهڻ ۽ ڳاراٽو ٦- سنڌڙي (مارئي) ٧- ڪوٽ يا قلعي کان ٨- ڪائي ٩- واساما ڳائي، پور پچائي ١٠- هاڃو ١١- اي سردار ١٢- حساب ڏيڻو پوندءِ ١٣- ڳنڍيون ڳوڙها ١٤- تر ١٥- اُنهن کان اَلڳ ١٦- مارن کان.

*جيستائين هيءَ امانت (مارئي) تو ۾ سلامتيءَ سان موٽي وڃي تہ ساري تر ۾ خوشيءَ مان ڪير پيئن. (ساري تر ۾ جيڪر جشن لڳي وڃن ۽ واڌايون ورن.)

§اي مهندار! هي ظلم جو تو ڪيو آهي، تنهن جو اڳيان حساب ڏيڻو پوندءِ.

پايو ميٺ مَليرَ ري، مُندَ نہ ويڙهي وارَ،
جا هُتيجَنِ[1] هارَ، سا ڪِينَ وِهَندي ڪوٽ ۾.

٦

ميندا ڏوءِ نہ مارُئي، ڪونهي اَنَ اوجاهُ[2]،
عُمَرَ جي اِنصافَ جو، پيُسِ ڪَنّ[3] پڙاءُ،
وينِي چوءِ[4] اَللهُ، ”مُون لي مِٽَ[5] نہ موٽِيا!“

٧

مَٺلين ماندي مارُئي، ڏِنِيَمِ مُنهَن مَلوُرَ[6]،
اَٽيا سَٽيا نہ ڪَري، سوُنهَن وِڃايَسِ سوُرَ،
پيُسِ لوهَ، لَطيفُ چئي، لَٿَسِ ڪوڏَ[7]، ڪوُرَ[8]،
چِتَ جنين جا چوُرَ[9]، سي مَکي[10]، مَرڪَ[11] نہ ڪَندِيوُن.*

٨

ڪَريو مُهاڙِ[12] مَليرَ ڏي، روءِ[13] اُپي چوءِ:
”سُهَجَ[14] سوُري پانئيان، سوُمِرا! سَندوءِ،
مِلڪَ[15] ماروُءَ جي آهِيان، جورِ[16] نہ ٿيان جوءِ،
سو قَلبُ ڪوٽ نہ هوءِ، جو هُتيجَنِ هَٿِ ڪيو.“§

٩

ڪَريو مُهاڙِ مَليرَ ڏي، اُيائي آهي،
جا مَٿي ڏِنِيَسِ مارُئين، سا لوئي نہ لاهي،
سوُمِرا! ساهي[17]، سَٿيءَ وِجهہ مَ سَنگهروُن[18].

١٠

ڪَيمِ مُهاڙِ مَليرَ ڏي، مَٿي ڪوٽَ چڙهي،
نتُ نهاري ڏيهَہ ڏي، ڳوڙها ڳيمِ ڳڙي،
نِگي[19] ڪوُڪَ قَلبَ مان، مَنجهان روُحَ رَڙي،
ويڙهيچَنِ وَري، ڪَرَ نہ لَڏي ڪَڏهين!

١١

جي ڪَرَ لَڏائوُن، تہ بَنديءَ بَنڌُ نہ سارِيو،
ماروُئڙَنِ آئوُن، جيڪُسِ[20] وِيَسِ وِسري!

١٢‡

بَندي[21] بِيا قَرارِ[22]، اَسين لوچوُن[23] لوهَ ۾،
مَٿي لَنَ ٿَرارِ[24]، سَدا سانيڙَنِ[25] جي.

١- هتيجي (ٿر جي) ماڻهن سنڌي يا آڌار ٢- اُجهڙ ٣- سماءُ، پروڙ ٤- چوي ٥- مائٽ ٦- ملول، اُداس ٧- خوشيون ٨- سرهاڻيون ٩- پرزا پرزا ١٠- ٿيل لائي، ١١- لاڏ ڪوڏ، ناز نخرو ١٢- مُنهن ١٣- رُئيو، ٻيئي چوي ١٤- فرحت، سک ١٥- ملڪيت ١٦- زوريءَ ١٧- چڪي ١٨- زنجيرون ١٩- نڪتي ٢٠- شايد ٢١- باندي، قيدي ٢٢- آرام ۾ ٢٣- بي آرام يا وياڪل رهون ٢٤- سڪ جي ٿرار ٢٥- سڏيا ليندڙن (مارن).

*جن جا قلب درد کان ڇڄي پيا آهن، سي ٿيل مکي، سينگار يا ناز نہ ڪنديون.

§اُها دل، قلعي ۾ قابو نہ رهندي، جا هُتي وارن (مارن) قابو ڪئي آهي.

‡پيا قيدي آرام يا قرار ۾ آهن، پر اَسين زنجيرن ۾ ماندا آهيون. مونهنجي جسم مٿان هميشہ مارن جي سڪ جي ٿرار سوار آهي.

١٣*

لِنگَرِيارِي[1] لوءِ[2] ۾، جنين لَءِ تِياس،
لنين تَر جيترو، پَلَڪُ نہ پُڇياس،
جُهروڪَن[3] جهوريو هنئون، ڪوٽيُن آئُون ڪُنياس،
مارُن مُنجهه[4] مُياس، نات ماڙِيُن ماريَس ڪين ڪي.

١٤

ماڙِيُن ماريُس ڪينَ ڪي، مُيَس مارُن لاءِ،
ڪَرَ[5] لَهَندا ڪَڏهين؟ مُنهِنجي اَچِي، ماءِ!
سانيڙَن[6] سَداءِ، وينو واجهہ وِجهي هِنئون.

١٥

وينو واجهَہ وِجهي هِنئون، ٻَرِ ۾ پَنوَهارَن[7]،
آءٌ اُڪَنڊي[8] آهيان[9]، پاڻُ ۽ پِرِينَ،
ڪَرِيان ٻِي نہ ڪَنِ، ويديَس وَطَنَ سامُهين.

١٦

ويديَس وَطَنَ سامُهين، مَلِيرُ مُنهنجو ماڳُ،
ڏُکُ[10] چوُنديديَس ڏيهَ[11] ۾، ساڻُ سَرَتيُن ساڳُ،
تہ مون سَنئون سَياڳُ[12]، جي ويڄهي تِيان وَرَڪي[13].

١٧

جي ويڄهي تِيان وَرَڪي، تہ سَياڳوم[14] سَنئون،
نِتُ نِتُ آهِ نئون، مون کي پَسَڻُ پَنوَهارَن جو.§

١٨

آئُون ڪئن چَڏيان، سوُمرا! تِن پَنوَهارَن پَچارَ؟
جَڙَ[15] جنين جي جانِ ۾، لَڳي رِءِ لُهارَ،
ميڏوُن مُحَبَّتَ سَندِيوُن، هِنئڙي مَنجِهہ هزارَ،
پَکا ۽ پَنوَهارَ، ڏِني مون ڏِيِنهَن تِيا!

وائي

مون مَرڪسيڄاهُ[16]، مون مَرڪَٽيڄاهُ[17] لوئي، مِيان عُمَرَ!
ساڻُ[18] پُلاهَ نہ پاڙِيان، سَندي ڏُونرَنِ ڏوئي،
ڪانڌُ نہ ڪَندِيَس ڪو ٻيو، مون وَرُ مارُوُ سوئي،
ڪوءِ سي طعامَ لِيَنِ[19] جا! وَرُ سا ڏُونرَنِ ڏوئي!
جهانگي[20] جو جهنگَنِ جو، سيڻُ ڪَميٽِيءَ[21] سوئي.

١- ليگهون لوڏيندڙ ٢- جهانِ، ملڪ ٣- ماڙين ٤- مونجهاري، فڪر ٥- سار ٦- سانيڙن لاء سداڻين ٧- ڳجهه ۾ ٨- نهايت سڪايل ٩- تر لاء ١٠- جهنگلي اَن ١١- ياڄي ١٢- نيڪبختي ١٣- پتار ١٤- منهنجو ڀاڳ ١٥- مبخ ١٦- ڪسجاڻ ١٧- ڪٽجاڻ ١٨- ڪاٺ جي ڪيوي ١٩- لين ۾ لڙيل طعام ٢٠- جهنگ ۾ گهاريندڙ (مارو، ڪيت سين) ٢١- سوئي ڪميٽيءَ جو پرين آهي.

*جن لاءِ هن جهان ۾ ليگهون لوڏي، پنهنجو حال فقيراڻو ڪيو اٿم، تن هڪ ساعت بہ مونکي اَچي نہ پڇيو آهي. محل جي ماڙين منهنجي دل کي جهوري وڌو آهي ۽ ڪوٽين مونکي کهي فنا ڪري ڇڏيو آهي. مان مارن جي مونجهاري ۾ مئي آهيان، نہ تہ ماڙين مونکي ڪين ماريو آهي.

§پنوهارن کي روز روز پسان، تہ بہ اُهو پسڻ مون لاءِ نئون نئون آهي.

## سر مارئي - داستان چوٿين جو سار

مارئي پنهنجا وار نہ ٿي ڌوئي يا سينگاري. هيءَ وينگس، ويڙهين کي ساري، سارو وقت هنجون ٻيٺي هاري ۽ عمر جي اِنصاف تي اَرمان ٻيٺي ڪائي. هوءَ محلن ۾ ماندي آهي ۽ منهن ملول اٿس. سندس چت، مارن جي اَڪير ۾ چور ٿيو پيو آهي. ڪوٺين ڪيس کهي ڇڏيو آهي؛ مارن جي محبت جون ميخون، سندس هنئين ۾ هزار آهن. هوءَ وطن ڏانهن منهن ڪري، ڳچ ٻيٺي ڳاري؛ ۽ وقت بہ وقت سندس قلب مان ڪوڪ نڪريو ٿي وڃي. سندس قلب، ڪوٺن ۾ قابو ٿي نہ ٿو سگهي. عمر سومري، هن ستيءَ کي اَجايو سنگهرون وڌيون آهن. هوءَ اَميراڻن سهڻن کي سُوري ٿي سمجهي. عمر کي چوي ٿي تہ ”مان ماروءَ جي آهيان، زوريءَ تنهنجي نہ ٿينديس.“ ”مِلڪ ماروءَ جي آهيان، جور نہ ٿيان جوءِ.“

•

## داستان پنجون

١

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! ماروُ مَس[1] مَڃِيِنِ[2]،
ڏُنگا[3] ڏاڏي[4] ٻوليِنِ، ڪِن ڏِنا، ڪي ڏِينِ؛
جي مان لوهَ[5] لاهِينِ، تہ ڪوٺَنِ ۾ ڪِينَ هُئان.

٢

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! ميرو مُنهُن ٿِيوم،
وَڃَڻُ لِمت ٻِيوم، جت هَلَڪُ ناہ حُسنَ ري.*

٣

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! سِڪَرِ[6] جهَڙي سوُنهَن،
دِلِ ۾ ڏُکي دوُنهَن[7]، مُنهنجو مُنهُن ميرو ٿِيو.

٤

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! هِتي اَچِي هاڻِ،
ڪِٿَن لَهِندِيَم ڪاڻِ[8]؟ حُسنُ مؤن هِت وِيو!

٥

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! ڪيڏانهن وِيُمِ ڪَمالُ[9]!
وَچان ڪِٿَن وَطَن ڏي، هَهڙو وَٺي حالُ؟
جي مان ڏِينِ جَمالُ[10]، تہ ٻَسان مُنهُن ٻَنوهارَ جو.

٦

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! وَطَنِ وَچان ڪيِٿَن؟
حُسنَ[11] ڏاران هيِٿَن، ٻَسان ڪِٿَن ٻَنوهارَ کي؟

٧

سوُنهَن وِچايَم، سوُمرا! ٻَسان ڪِٿَن ٻَنوهارَ؟
ڏُٽي[12] جا ڏَڙارَ[13]، لَدهن[14] رِءَ[15] رُوءِ[16] رُچَڻُ ناہ ڪو.

---

١- مشڪل ٢- قبول يا سوڀڪار ڪن ٣- طعنا ٤- سؤٽين ٥- منهنجا زنجير ٦- لعل (ڄام تماچيءَ جي ٻاءَ ڄام اوڍي جي ڌيءَ، جا حسن ۾ لاثاني هئي.) ٧- دونهي، ٻنيت ٨- عيب ٩- ڪماليت (سوڀيا ۽ سونهن جي) ١٠- سندرتا ١١- سونهن کان سواءِ (هتي اشارو سيرت ڏانهن آهي) ١٢- پسند ڪٿي ١٣- ڏنار (ڪيت سين) ١٤- لڏهڪي (مارئيءَ کي) ١٥- مدهن يعني سوڀيا بنا ١٦- فرحت.

*اشارو هي آهي تہ نوراني ولايت ۾، حقيقي جمال وارن کي ٿي جاءِ ٿي ملي.

٨

سُونهَن وِڃايِمِ، سُومِرا! عُمَرَ[1]! ٿِيَسِ اَسِيرَ،
ماروُ مَنجِهه مَلِيرَ، مُون سين هِيتِ هِتِّن ٿِيو!

٩

سُونهَن وِڃايِمِ، سُومِرا! ٿِيندِيَسِ ڪِئَن قَبُولُ؟
ڪونهي سُهڳُ[2]، نه سُولُ[3]، ٻُوڇِي[4] مُنهن پنهوارَ سين!

١٠

سُونهَن وِڃايِمِ، سُومِرا! ڪوٺِئين[5] اَچِي ڪالَ[6]،
ڪِينَ پَسَندِيَسِ پالَ[7]، حُسنُ مُون هِيتِ وِڃو.

١١

تن مُنهَن[8] موچارا مارُئِين[9]، مَلِيرُ جنين ماڳُ،
ناقِصَ[10] نَوازي[11] گهڻا، سَندو تن سَياڳُ[12]،
اَڳِ مُون اَياڳُ، حُسنُ لي[13] هِيئَن ٿِيو!

١٢

ڪونهي قادِرُ[14] کو پِرو، اُنين جو اَياڳُ[15]!
قُلْ لَنْ يُصِيبَنَا إِلَّا[16] مَا كَتَبَ اللَّهُ، اِيءُ مَعذِرَتَ[17] ماڳُ،
سَيوئِي سَياڳُ[18]، مارُئِيءَ مُساوي[19] ٿِيو.

وائي

مَنجِهه رَهِي مَلِيرَ، هاري[20]! مُون ڪِرهُ[21] ڪِيو؟
مُون هَٿان، مُنهنجا ڏَڪِي! سَهَسين ٿِيا صَغِيرَ[22]،
ٻِکِي مَنجِهه پَنوهارَ جي، ڪوڙين ڪِيَمِ ڪَبِيرَ[23]،
ٿُون ڏِنين، ٿُون ڏَڪِي! دِلاسو دِلگِيرَ[24]،
پَڙُو[25] لاهِ مَ پاڄهه جو، مُون تان، مُنهنجا پيرَ!
ٿَڏيُون وَلِيُون ٿَرَنِ ۾، ڪوڙين ڪِرڙَ ڪَرِيرَ[26].

## سر مارئي - داستان پنجين جو سار

مارئي، محل ۾ اچي، پنهنجي سڪر جهڙي سونهن وڃائي آهي. منهن ميرو ٿيو اٿس ۽ دل ۾ درد جي دونهي پيئي دکيس. کيس موٽي وڃڻو آهي، "جت هلڻ ناهي حسن ري." هن پنهنجو جمال ۽ ڪمال ٻئي وڃايا آهن. انهيءَ ڪاڻ سان، هوءَ پنهنجي ڪانڌ وٽ ڪئن ويندي! پنهوارن وٽ ٻوڇي منهن سان وڃڻ ڪونهي. مارن جي ملڪ ۾ حسن جي درڪار آهي. مارو ماڻهئي منهن موچارا آهن، جنهنجي جمال ۾ ڪا ڪاڻ آهي، سي ونءَ قبول ناهن. خدا جا پيارا ته نسورو نور آهن. سندن حضوريءَ ۾ اهڙو ڪو به نه ٿو اَڳهي، جنهن جا ڪم ڪچا آهن. جيسين انسان پاڻ اُجاري، پاڪي سوڀياوان نه ڪيو آهي، تيسين هو دنيا جي قيد ۾ قابو آهي، ۽ روحاني ملير کان محروم.

١- قيدياڻي ٢- سهاڳ ٣- فرحت ٤- ڪرجهي، بدنما ٥- ڪوٺين ۾ ٦- ڪالهه ٧- پلايون، نوازشون ٨- نوراني چهرا ٩- مارن جا ١٠- عيبدار ١١- نوازش ڪري ١٢- نيڪبختي ١٣- لهڻڪري ١٤- شڪتيوان ١٥- بدبختي سندس طرفان آهي ١٦- چئو ته ڪا به مصيبت اسان کي نه رسندي، سواءِ انهيءَ جي، جا الله اسان جي حق ۾ لکي آهي ١٧- عذر جي وات ١٨- سموري تقدير (ڀاڳ، لوڙي اياڳ) ١٩- هڪجهڙو ٢٠- اي نادان، اي وسوڙي! ٢١- ڇا ٢٢- ننڍا گناه ٢٣- وڏا گناه ٢٤- دلگير کي ٢٥- مدد جو پڙو (همت) ٢٦- هڪ قسم جو ڪرڙ.

## داستان ڇهون

١

جهڙي آيس جيئن، جي لهڙي وڃان لن ڏي،*

نہ لالائيءَ جا، لطيف چئي، ڪرمُدن[١] اُنا ميهَن،*

ماڙيءَ لڳم مهڙو، سڀ جماندر[٢] سيئن[٣]،

ليس ڪاڻياري ڪاند جي، هتي اڇي هيئن،

ڪندُ ڪٽنديس ڪيئن، مهن مارُوئڙن جي؟

٢

جهڙي آيس جيئن، جي لهڙي ملان لن کي،

قران قر چاريان، هيئون ڇيم هيئن،

وڃان ڪئن وطن ڏي؟ ڪاڻ لهنديم ڪيئن؟

مُدائتي[٤] ميهن، سُونهان سرلين وچ مرا!

٣

جيڪر ڪين جيان، جاڙ[٥] جيان تي، جيڏيئون!

اکيون، مُهن مليرَ ڏي، ڪهڙو نڪ[٦] نيان؟

ڪنهن کي ڏوهُ ڏيان؟ اکڙين[٧] مُهنجي انگ[٨] ۾.

٤

هيڪ جڻن نہ جاياس، پيو جاپندي جي مران!

گهنگهرُ[٩] گهٽو ليَاس، جاڻي[١٠]، مارُوئڙن کي!

٥

هيءَ مُهن ڏيٺي اِن[١١]، تون وهُ[١٢] ڪاڻي نہ مرين؟

ٽان[١٣] جي مليرَ جائيون، تو سين سنگ[١٤] نہ ڪن،

تون ڪئن مُنجهان لن، پاڻ ڪونائين؟ مارُئي!

٦

سيل[١٥] پيهٽا جي، سُومرا! مون کي مت[١٦] م آڇ، ميرَا!

تورين گهٽين ڏيهڙين، ويدنيس هُت، همير[١٧]!

مچري[١٨] منجهه، مليرَ، ڪندُ مٽانهون نہ ڪٽان.

٧

عُمرَ! اِن جيو[١٩]! کوء مُهنجو! سُومرا!

جا پر نہ پنوهارن[٢٠] جي، مون سين لڳن ليوا!

وڃي مُهن[٢١] کهو، وڃان وطن سامُهين؟

٨

م سهپي[٢٢] مارُئي! مئي! م جائي!

جنهن اڇي امرڪوٽ ۾، لوئي لڄائي!

جا سانگين[٢٣] سيڏائي[٢٤]، سا ڪين مرڪي ماڙيين!

٩

ياالله[٢٦] آهيان بند[٢٥] ۾، ڏنان تي ڏيڙ،

ويڙ[٢٧] وراٽي ناهه ڪا، سُومرو سبر[٢٨]،

ميان[٢٩]! مهربانُ ڪريين، الاهي[٣٠]! عُمرَ؟§

---

١- ڳاڙهاڻ، سرخي (سرخروئي) ٢- ساري ڄمار ٣- ٽائين ٤- برسالي موسم ٥- اُجايو ٦- ڪٿي وڃان ٧- اُصل ڪان ٨- قسمت، تقدير ٩- مونجهارو، پريشاني ١٠- ڄمي ١١- ڪڏ ۾ وجهي ١٢- زهر ١٣- نہ جيڪر ١٤- ناتو، سنبند ١٥- ست، پاڪدامني ١٦- نصيحت، صلاح ١٧- اي اَمير، اي حاڪم! ١٨- متان ١٩- جيوت ٢٠- ريت ٢١- ڪهڙو ٢٢- نہ پيدا ٿي ٢٣- مارن ٢٤- موهت يا مفتون ڪئي ٢٥- خدا جو قسم ٢٦- لوئي، ڪٿي ٢٧- ڪچھ پڇڻ، سوال جواب ٢٨- جبرو، زبردست ٢٩- اي مالڪ (خدا) ٣٠- يا اَلله!

*جهڙي پاڪدامن هتي آئي هيس، تهڙي جي مارن وٽ موٽي وڃان نہ اُتي جڻ لالاڻ (منهن جي لالاڻ يا خوشيءَ) جا مدائتا ميهن وسي وڃن. (مارن جا منهن ٻهڪي پون).

§ ياالله! تون شل عمر سومري جي من ۾ مهر پيدا ڪرين.

ويڙهِ پسان سو وَرُ، جيڏانهن عالَمُ آسرو!*

١٠

اَلا! اِئَن مَ هوءِ، جِئَن آنْ مَران بَندَ ۾!
جُسو زَنجيرَنِ ۾، رائو ڏينهان روءِ،
ٻَهرِين وَڃان لوءِ، پوءِ مَرُ ٻَجَنمِ ڏينهَڙا!

§١١

آئُون ٻَندِياڻي ٻَندَ ۾، ڪِ ڪي پِيَس ٻَندِ؟
مُدهِين لَڳو مِهڻو، ڪِ مُدهِين ڪَڙو ڪَندِ؟
مَران جي هِن هَندِ، تہ نِجانءِ مَٽُ مَلِيرَ ڏي.

١٢

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ڏِيان ساهُ،
ٻَٽُ مُنهنجو ٻَندَ ۾، قيدِ مَ ڪَريجاهُ،
پَرڏيهِياڻي پِرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏَريجاهُ،
ٽَڏي وَسائِجانءِ ٽَرَنِ جي، مِٽي مُٺيءَ مَٽاهُ،
جي پويون ٿِئي پَساهُ، تہ نِجانءِ مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

١٣

واجهائي وَطَنَ کي، ساري، ڏِيان ساهُ،
هِيءُ سِرُ ساڙيہَ سامُهون، مُنهنجو نِجِ، مِيانَ!
مُقامِياڻي مارُئِين، وَڃِي تَرِ تِيانَ!
مُيائي جِيان، جي وَڃِي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

١٤

واجهائي وَطَنَ کي، آئُون جي هِتِ مُياس،
گورَ مُنهنجي، سُومِرا! ڪَجِ پَنوَهارَنِ پاس،
ڏِجِ ڏاڏاڻي ڏيہَ جي، مَنجهان وَلَڙِيَنِ واسِ،
مُيائي جِياسِ، جي وَڃي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

١٥

ڳِچيءَ ڳانا لوهَ جا، زِيرِيُون ۽ زَنجِيرَ،
پَيڪَڙا پيرَنِ ۾، ڪونِيُن اَندَرِ ڪِيرَ،
چارِي چَوڪانَنِ ۾، واهِيَتَ ڪَنِ وَزِيرَ،
چَنِ نہ چِڪي آهيان، اَهڙِيءَ سَتَ سَرِيرَ،
مارُو جامَ مَلِيرَ! پُڇِجِ ڪي پَنوَهارِ ڪي.

١٦

چَنِ نہ چِڪي هيٺِ، ڪُڇَنِ آهيان ڪوٽَ ۾،

---

١- ويڙهين ۾ ٢- پٽار ٣- جهان جو آڌار ۴- وطن، ساڙيہ ٥- مون کي ئي ٦- زنجير ٧- لاش، مرلڪ سرير ٨- ڪجانءِ ٩- ڏرجانءِ، رکجانءِ ١٠- مٽان ١١- وطن ١٢- مقام ۾ دفن ٿيل ١٣- قبر، تربت ١۴- وٽ ١٥- ولين ١٦- سرهاڻ، واس ڏوب ١٧- جڏهن مري چڪي ٿيس ١٨- لاش ١٩- ڳچي ٢٠- ڪڙا ٢١- بيڙيون ٢٢- ڪلا ٢٣- جاسوس، چوڪيدار ٢۴- ايوانن ٢٥- چوڪسي ٢٦- خوشيءَ سان ٢٧- ڪونيءَ ۾ ٢٨- اَهڙي نموني ٢٩- مرضيءَ خلاف.

*مان ويڙهين ۾ وڃي پنهنجو پٽي پسان، جو ئي هن جهان ۾ منهنجو آڌار آهي.

§مارئي چوي ٿي تہ "مان ڪنهن قصور ڪري هن بند ۾ قيدياڻي ٿي آهيان يا مونکي زوريءَ بند ۾ وڌو ويو آهي؟ مان ٿي آهيان ڇا، جنهنڪي اهو طعنو لڳو آهي؛ ۽ مان ٿي آهيان ڇا، جنهنکي ڳچيءَ ۾ ڳٽ پيو آهي؟ اي عمر! مان جي هتي مري پوان تہ مدهنجو لاش ملير ڏانهن ڪڻي هلج."

اوٺيءَ سين، لَطيفُ چئي، پيڙيو پَڌان پيٽ،
سَرَهيوُن سي سَرَليوُن، وَطن جنين ويٺ،
اُٺ سَڀَجي اَن سَسَنِ جي، هٿ رَچائين ريٺ،
ماڙيان شالَ مَليرَ ۾، مُدائتي ميٺ!
ڏيهيا! ڪَجانءِ ڏيٺ، ڪا مَدَدَ مون سين ماڙيين!

١٧

چِن نه چَجي آهيان، ڪُچِن ۾ ڪونَنّ،*
ايندي پيم اُبَتا، پَڪَڙا پيرَنّ،*
هَٿڙيوُن هَٿَنّ، ڄَڳهوُن ٻانهوُن ڪاٺَ ۾!

١٨

هَٿين هَٿَڪَڙولَ، هنٿڙي پيم هُنَ جا،
سانگي سارِيَمِ، سوُمرا! ڀاٽي پاسي ٻولَ،
ٻاٻاڻَنِ سين ٻولَ، ڪَيَمِ نه ڪوٽَ وِهَڻَ جا.

١٩

زنجيرين پيڙيين لوهَ ۾، ڳَچَنِ ڪَيَس ڳاهُ،
سَڪي سَندي سوُمري، هَڏ نه چاڙهيم ماهُ،§
سَرَليوُن! دُعا ڪَجاهُ، ته پُرَمُ پاروڙيءَ رَهي!

٢٠

پُرَمُ پاروڙيءَ رَهي، جنهن ۾ اَچي اَنّ!
نه پِڻُ ويني وِنَديان، لوڙي پُونَرِس لَنّ،
غافِلِ رَکُ غريبِ کي، عُمَرَ! مَنجهه اُمَنّ،
سَرَلِيُنِ ساڻُ سَمُنّ، آهِمِ اَني ميهَڙي.

٢١

آهِمِ اَني ميهَڙي، سَمُنّءِ سَرَلِيُنِ ساڻِ،
ڪَنهن پَرِ لاهيان ڪاڻِ، وَڃي وِڙيڇَنِ سين!

وائي

عُمَرَ! آئوُن مَري تان نه ڇَڏِيندي، لوا!
مَٿي مارُوُئَڙَنِ جي.
ميهين اَني مارُئين، لالَ ساڻُ لَڏِيندي،
سري مُهنجي، سوُمرا! تَرَنِ ڪين تَڪيندي،
هَميراڻا هَٿڙا، مَٿي ڪين مَچِيندي.

---

١- چڪيو ٢- ڪمر، چيلهه ٣- وهڪ، منزل ٤- پيدا ٿئي ٥- گهيٽن ٦- ريڍائين ٧- وڏا وار ٨- مٺا ميوا ٩- اي ڏيهي! ١٠- درشن ڪرائج ١١- مدد ١٢- هٿڪڙيون ١٣- هٿڪڙيون، ميخون ١٤- مارن ١٥- ڀت جا رهاڪو ١٦- محبوب جي طرف ١٧- وچن ١٨- زيرين ۽ ٻيڙين ۾ ١٩- زنجيرن ٢٠- ڳچيءَ ۾ ٢١- فڪر، ڳڻتيءَ ٢٢- ماس ٢٣- ڪجو ٢٤- ڪٽيءَ جو ٢٥- رفو ڪريان ٢٦- سوراخ ٢٧- وعدو ٢٨- ٻرسالي مند ۾ ٢٩- مائٽن، خاڪ ٣٠- ٻرسالي مند ۾ ٣١- سسي، لاش ٣٢- نه ٽڪائيندي، ٻار نه ٿيندي ٣٣- اميراڻا (عمر جا) ٣٤- استري (مارئي).

*ٻنهيجي خوشيءَ نه، پر رنجيدگيءَ سان ڪوٽ ۾ آهيان، جتي اڇو سان پيرن ۾ آڏيون اُبتيون زنجيرون پيئون اٿم.

§عمر سومري جي فڪر ۾ مون ٻنهيجي سرير تي هرگز ماس نه چاڙهيو آهي.

## سر مارئي - داستان ڇهين جو سار

مارئيءَ جي ڏٺيءَ در اِهائي آراڌنا آهي ته "جهڙي ملير مان اَمرڪوٽ ۾ آئي هيس، تهڙي شل اُتي موٽي وڃان." ته ته:
"ڪيڏ ڪٽنديس ڪيٽن، مٿهن مارُوڙن جي."

مندائتي مينهن ۾، هوءَ جا جيڪر سرلين جي وچ ۾ سونهي، سا ڪوٽ ۾ ڪئن گهاريندي. هوءَ جمي، مارن لاءِ گهڻگهر ثابت ٿي آهي. اِنهيءَ ڪان ته وه ڪائي مري ها ته چڱو. جمندي ئي مري وڃي ها ته پنهنجي اَباڻي لوئي نه لڄائي ها. هينئر اِهائي آس اَٿس ته:
"پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا."

عمر کي چوي ٿي ته "جي وطن لاءِ واجهائيندي، آءٌ بند ۾ مران ته منهنجو مڙه ملير ۾ موڪلج ۽ اَنڪي ٿر جي ولين جو واس ڏيئي، اُتي جي ٿڌي مٽيءَ ۾ لتائج."
"ٿڌي وسائجانءِ ٿرن جي، مٽي مٽيءَ متاه."

•

## داستان ستون

١

پَنوَهارَنِ پاٻوهيو[1]، وَرِيا[2] واهندا[3]،
سارِيَم سيڪ، سَيّدَ چئي، گاڏيليون[4] گندا[5]،
پٽَنِ پَرِ هُندا، پڳا[6] پڙ[7] پتارَ جا.

٢

پَنوَهارَنِ پاٻوهيو، ڪي وَسَ[8] واهندَنِ[9]،
لٿو سيّ[10]، لَطيفُ چئي، بَدو[11] ڦَڪا ڦَرَنِ[12]،
اوءُ ٿا ڪورِنِ[13] ڪُنئري[14]، سَرَڪيوُن! مٿان سَنسَنِ[15]،
عُمَرَ! انّ اَڳُندَري[16]، ٻاسي[17] ڪاندَ ڪَتنِ[18]،
ٻاڙِ[19] ڏنيون پَنيوُن[20]، نَنڍَنِ نوراڻَنِ[21]،
ڪاڙِ[22] ڪَنيون خاصيوُن، اوچيوُن اُٺ اَڄَنِ[23]،
ڪَڍيو پيڄ[24] ڪَهَنِ[25]: "مَلير گُهرجي مارُئي!"

٣

پَنوَهارَنِ پاٻوهيو، ڪي واهندَنِ وَسّ،
عُمَرَ! انهيءَ ڏيهَ جا، ڏوٿيُنِ[26] ڏنمِ ڏَسّ،
وَليوُن، وَڻَ[27] ڦُلاريا[28]، لُڙ[29] نڳيو لَسّ،
آٽيو وڄهن آهرِين[30]، سَندا ٿوهَنِ ٿَسّ[31]،
ميوا، مَهَرَ[32]، ماکيوُن، سَڀَ ڪا چَکَنِ چَسّ[33]،
مارُيءَ وِهي مَسّ، مَليرِ ويندي مارُئي.

---

١- مشڪيو ٢- مولي آيون ٣- بهاري هيرون ۴- چوپائي مال جا گس ٥- سعدن ڦرن لاءِ جايون ٦- جهوپڙا ٧- موچاري ٨- ڪٿي ٩- وسڪارو ١٠- سيءُ، فڪر ١١- پير پختا ڪيا (مضبوط ٿيا) ١٢- چوپائي مال جي ٻچن ١٣- ڪورين ١۴- نرم اُن ١٥- گهيڻ ٿان ١٦- گوندر ٻنا ١٧- ٻتارن جي ٻر ۾ ١٨- ڪتين ١٩- ٻاڙ ۾ ٢٠- پنيءَ جي اُن ٢١- ڏائيندڙ ڦرن ٢٢- ڪاڙ ۾ ٢٣- اُٺڻ ٢۴- پيڄي ٢٥- چون ٢٦- ڏٺ ٿي گذاريندڙن ٢٧- ٻور جهليو ٢٨- ٻاڄيءَ جو قسم ٢٩- لس ٿي لس اُڀريو ٣٠- ڪونڊين ۾ ٣١- ٿوهن جا ٽوڪرا ٣٢- ڪنڊيءَ جو ٻور ۽ سگريون ٣٣- سواد.

٤

آئين ڪي چاڙهين، ڏٺ ڏيهاڙي، سومرا!
سَتا[1] ڪيو، سيد چئي، ساڻون[2] سڪائين،
منجهان لنب، لطيف چئي، چاڻر[3] ڪيو[4] چاڙهين،
پڙلاءِ نه پاڙ ين، عمر! آراڙيءَ[5] سين.

٥

تن ونهين ويڙهيچن ۾، سدائين سڪار[6]،
چنڊيو[7]، آئيو چاڙهيون، سندو ڏوٿرن[8] ڏار،
جن جو ويڙن[9] سين واپار[10]، سي ڏوٿي هون نه ڏيرا[11].

٦

توري[12] قوت[13] قراريا، وهن سبر[14] ست[15]،
ڪٿيءَ[16] ۾ ڪه ڪليا، پوٺن[17] آهڙيءَ[18] پت،
پنوهار ڪي پت[19]، پيهي پڄ ملير ۾.

٧

نڪا جهل نه پل، نڪو راڻر[20] ڏيه ۾،
آئيو وجهن آهرين، روڙيو[21] رتا[22] گل،
مارو ماڻ[23] امل[24]، ماروئن مرڪڻو[25].

٨

مٿن لُبڪ لُبڪڙا[26]، چڪندڙا[27] اچن[28]،
ڪُڙيون ڪيه ڪُليون، پگهر[29] سر پيرن،
اي وڙ[30] ويڙهيچن[31]، مون لوڏان[32] ئي لکيا.

٩

تن ساڏوهين سد[33] مران، ڏنگا جنين ڏار[34]،
پٽي ساڻ پتار[35]، پاڻر پيرون چوندبان!

١٠

پاٺين پيئي پيهون[36]، رهءِ واهيت، رهءِ واڙ[37]،
جوءِ[38] ڪشادي جيڏيين[39]، ملير موڪ مهاڙ[40]،
اب اباڻا جنهن جا، سا ماڙيءَ مون م چاڙهه،
جي اڪنديون[41] آراڙ[42]، لوه تنين کي لاهيين!

١١*

در دروازا، دريون، هاٺي هتي هو،
ڪوڙيين اڏيان ڪيترا، تنبو متان تو،

١- ٻيڻ، ڪيو ٢- گاهه جو قسم (اُن مان اَن ۾ پيدا ٿئي) ٣- اَن جو قسم ٤- چانور ٥- اڇن گلن سان هڪ قسم جو گاهه ٦- شاهوڪارن، سکين ٧- چونڊيو ٨- ڏوٿرن سان پريل ٿاري ٩- گهاٽن جهنگن ١٠- واهپو ١١- مسڪين ١٢- توري ڪاچ ئي ١٣- راضي ٿيا ١٤- پلا ١٥- ست ۽ سيل ۾ ١٦- ڊز سان پريل ١٧- گهمن ١٨- آهڙيءَ ريت ١٩- پنوهارن جي آبرو ٢٠- محصول ٢١- ٿارين ٿان پٽيو ٢٢- ڳاڙها گل ٢٣- املهه، بي بها ٢٤- سندن ملير ٢٥- مرڪندڙ، ٻهڪندڙ ٢٦- ڪارا ٢٧- نمدا ڪارا ٢٨- پگهر چڪائيندا ٢٩- پيرن تي ٣٠- نشان، پتا ٣١- لوڏ مان ئي ٣٢- سهي ڪيا ٣٣- ڄار جي وڻن ٣٤- ٿاريون ٣٥- گهمي ٣٦- سواءِ نگهبانيءَ جي ٣٧- سواءِ لوڙهي جي ٣٨- کليو ميدان ٣٩- ڪشادو ٤٠- آڳند ٤١- سڪندڙ ٤٢- آراڙيءَ لاءِ.
*(هي لفظ عمر، ماروئءَ کي ٿو چوي.)

جي مُلِ [1] نه آيا، مارُئي! لنبين وَڙُ مَ رو،
ڪُوڪٽُ [2] آهي ڪو، پُسيءَ [3] پَنوهارَنِ ۾.

*١٢

سَنهيءَ سُٺيءَ [4] سِبيو، مُون ماروءَ سين ساهُ،
وِئي ساريان، سُومِرا! گولاڙا ۽ گاهُ،
هِنئون مُنهنجو هُتِ ٿيو، هِتِ مِٽيءَ [5] ۽ ماهُ [6]،
پَڪَنِ مَنجهه پساهُ، قالِبُ [7] آهي ڪوٽ ۾.

*١٣

سَنهيءَ سُٺيءَ سِبيو، مُون ماروءَ سين مَنُ،
هَٽي ڪَٽا [8] حِلمَ [9] جا، تَهَ [10] وِڌائين تَنُ [11]،
ڪِٿ نُوپايان ڪَنُ، اَباڻي اِبرَ [12] ري؟

١٤

پاڇاهي [13] نه پاڙيان، سَرَتيُون! سُٺيءَ ساڻُ،
پَڪي اُگهاڙَنِ ڪي، ڪِينَ پَڪيائين پاڻُ!
ٻِهُرَ [14] جاڻي جاڻُ، اِبرَ جي اوصافَ [15] ڪي!§

وائي

رُنَدي [16] راتِ وِهاءِ [17]، مُون ڪي رويو راتِ وِهاءِ،
عُمَرَ! مِيان سُومِرا!
آئُون بَندِياڻي بَندَ ۾، ڪِ ڪي بَندِ پِيا؟
مُون ڪي ڏيهان [18] نڪري، ٻه ٿوڪَ [19] ٿِيا،
هِڪَ عُمَرَ مَنديا [20] مامِرا، ٻيو ماروُ ٿَرِ ٿِيا،
عُمَرَ! بَندياڻِينِ سين، جورُ [21] تو نه جڳاءِ [22].

## سر مارئي - داستان ستين جو سار

مارئيءَ جي اکين ٿر جو نظارو پيو ڦري. واهونڊا وريا آهن ۽ هينئر سندس پيتار جا پيڳا، پٽن پر هوندا. پنوهار جي ڇپن تي مرڪ هوندي. ٿاريليون پنهنجن ڪانڌن جي پاسي ۾ ”آن اڱندي“ ڪتينديون هونديون. وليون ۽ وڻ ڦولاريا هوندا ۽ مارو سيڪا چش وٺندا هوندا. سندن قوت آرڙي ۽ سائون آهي، جنهن سان هو پلاءُ به نه ٿا پاڙين.

”ونهين ويڙهيچن“ وٽ سدائين سڪار آهي.
”نڪا ڇهل نه ڇل، نڪو راڙ ڏيهه ۾.“

سٽ ۽ سيل ۾ امت آهن. جهڙو آهي سندن ”مليڙ مرڪڻو“ تهڙا آهن ”پاڻ اَمل“. هو آهن ”ڪيهه پڪليا“، پر سندن لوڏ لڪن جي آهي. ساڻن، مارئيءَ جو ساهه، سنهي سٺيءَ سان سبيل آهي. قالب ڪوٽ ۾ اٿس، پساهه پڪن ۾:
”پڪن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾.“

---

١- مور نه، ڪڏهن به نه ٢- هل هنگامو، ويڌن ٣- پسيءَ لي گذران ڪندڙن ٤- سنهي سٺيءَ سان (پختو) ٥- مٽيءَ جو بت ٦- ماس ٧- بدن ٨- نوپا ٩- حليمائي ١٠- تهن ۾ ويڙهيائين (ماروءَ) ١١- جسم ١٢- سٺيءَ ١٣- پادشاهي ١٤- ٻيو دفعو جمي ١٥- ڳڻن ١٦- روئندي ١٧- وهامي ويئي ١٨- ڏيهه مان ١٩- مندون، وٿون (ڳالهيون) ٢٠- حرفتون رٿيون ٢١- جور، ظلم ٢٢- جڳائي.
*(مارئي، عمر کي جواب ٿي ڏئي.)
§ ٻيو دفعو جنم وٺي، سٺيءَ جي ڳڻن کي سڃاڻ. (جا ٻين کي ڍڪي ٿي، پر پاڻ نه ٿي ڍڪي.)

## داستان اٺون

۱

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَري!
'ڪنان عَهَدَ اَلَسْتَ' جي، ڪِ ڀِهائِين ڀَري،
'لَمْ يَلِدْ وَ لَمْ يُولَدْ'، مارُئِي ڪوهُ ڪَري؟
اَڄُ ڪِ ڪالهه مَري، ساري سانيڙَنِ کي!

۲

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَري!
جن تي ڀِيَّ پِيارِيو، مَڇِهان سَڪَ سَري،
وَنهِين ويڙِهَنِ جي، سَٿائُنِ سَري،
تَرَنِ تُوڪَ ڌَري، اَنِي وِيڙا اُڪِري.

۳

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، وِسارِيان، ڪِينَ وَرَنِّ!
'لَيْسَ ڪَمِثْلِهٖ شَيْءٌ'، پَسَڻُ ناهِ پِرِيَنِّ!
پَکا پَنوَهارَنِّ، نِيٺِي اَڏِيا ناهِ ۾.

۴

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، گهارِنِ مَٿي گهَٽَّ،
ڪَهَ ماندائُون مَڪِٽي، ٻوئِنِ پاسي ٻَٽَّ،
پَنوَهارَڪي پَکَڙِين، وَڇِي ڪَرِيانَ وَٽَ!
ساڙِيهَ سامُهِين سَٽَ، ڪَندِيَسِ ڀِڇِي ڪَڙَنِ کي.

۵

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، هُرَنِ مَنجهه هِنئِين،
لُطْفُ تِنِهو، لَطِيفُ چئي، مُهْرَ ڪي مِينِ،
ڏُکِيءَ کي ڏِئِين، سَرَهايُون ساڙِيهَ جُون!

۶

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، سَدا مَنجهه سَرِيرَ،
لَڏي ڪَنهن لوءِ وِيا، مارُو مَنجهه مَلِيرَ،
وِيٺِي ٻُوڇِيان پِيرَ، مانَ مِلَمِ ڪَڏهِين!

۷

ڇُرَنِ، ڇُڪَنِ چِتَ ۾، رَهِيا اَندَرِ رُوحَ،
اَنِي وِيڙا اُڪِري، مارُو مَٿي مُوهَ،
وِيرُون وِلوڙَ جُون، سارِيان گهَڻو صُبُوحَ.

۱- ياد پون ۲- چمڪن، وسن ۳- من ۴- نہ وري، نہ سري ۵- ڪان وٺي ۶- الست جي انجام ۷- يا اُن ڪان بہ اڳ، ۸- خدا نڪي ڄڻي ٿو، نڪي ڄائو آهي (ق-ش) ۹- اڄ يا سڀان ۱۰- اوڄل جل، ڪپر، لسي ۱۱- سڪ جي چشمي مان ۱۲- ماندائُن، پکن تي ۱۳- لڳي ۱۴- آستانن تي ۱۵- سامان سرو ۱۶- ميئهن جي منڊ ۾ ۱۷- ٻاهر نڪري ۱۸- ور (پيتار) جو جمع (عزت وچان) ۱۹- ڪابہ شيءِ هن (خدا) جهڙي ناهي (ق-ش). (مارئيءَ لاءِ سندس پرين لاثاني آهي.) ۲۰- سڄ (عاشقن جا آستان نابوديءَ ۾ آهن) ۲۱- گهارين ۲۲- گس ۲۳، ۲۴ ۽ ۲۵- ٿر جا گاهه ۲۶- ٻوئين ۲۷- ٿر ۾ ۲۸- پنوهارن جي پکن ۾ ۲۹- نون ميون ۽ اناجن جي منڊ ۳۰- وطن ڏانهن ۳۱- ڪاهه ۳۲- زنجيرن ۳۳- ياد پون ۳۴- ڪٺي ۳۵- مالڪ ۳۶- خوشبون ۳۷- ملڪ ۳۸- مهاڙ، ميدان ۳۹- مهلون ۴۰- ڏڌ ولوڙڻ.

وَرُ سي ڪارا ڪوهَ، سِنجهيمَر جي ساڙيهَ جا!

٨

وَرُ اُهاڻي وِيرَ، جِتَنِ ڏَکُ نَسِي تِڙَ آيو!
سَرَليُنِ ڏُٻُ مَبِيلَ ڪَيو، اَڳَهُ ٻوڙي ٻيرَ،
هنئون اُنِ جي هيرَ، تو جهجهي جهوڪُنِ ۾!

٩

ٻيرُ کَنياڻوُن ٻَرَ ۾، ٻيارِين ڀَهوُن،
سِنجهن سانيڪُنِ لي، وَڏيءَ ويرَ وَهوُن،
پايو جَرُ جَندَرِ ۾، ڪوڏان ڪَنِ ڪهوُن،
ڏِينهان ڏِينهن نَئوُن، موُن کي وِرَهُ وِيڙِهنِ جو.

١٠

آڏيءَ اُنَنِ ٿِي، جيلان ٻاڻِي پاتارَ ۾،
وارو وِسِرِيُن کي، ڏِينهان ڪونه ڏِٺي،
موُن ڪميڻيءَ کي، مَتان ڪوهَ کَڻي وِيا!

١١

سَرَليُنِ سِنڌَڪُ ڇِڏيو، سَنبِيُن ڳالهه سُئي،
مارِيجي ماڙيُن ۾، کَلَهن ڪانَ هُئي،
عُمَرَ! آنْ نه مُئي، لَنَ اوٻاڻِيان آڳهين!

١٢

ٻيِءَ جي ٻوُٽَنِ، پيچ پُٽَڪو نه سُڻان،*
سِنجَهَ وارِيوُن سُنهوُن، وَجي وِيڙه وَرَنِ،*
ٻيا سيٽ سَڙَنِ، تَرَهي ٻنين ڪنديِين.

١٣

سَپ نه وَجي سُنهوُن، اَچا ڪي سِنجَنِ،
پيو، سي ٻَهرَنِ، جي اَچانجي آيوُن.

١٤

ٻُري نه ٻَکَر دانهن، ٻوُڙَ پُٽَڪو نه سُڻان،
ميان! مارُوڙَنِ جا، اوٽا ڏسان آنهن،
جِنِ سانيڪا سِنجهيا، سي، ڏَٽي! ڪيڏَهه ڪانهنَ؟
ٻَکا کَڻي ٻَرانهنَ، جيڪُس لَڏيو لوڙيارِيين.

١٥

سِنجهي سِنجهي ڪوُهَڙا، وِيڙهي وِيا وَرَسَ،

---

١- ٻاڻي ڪڍيم ٢- مهل ٣- اچانجي ۴- تڙ تي ٥- جهجهون، مڙو ٦- روزمره جي ورتڻ ٧- محلن ٨- کوه ٩- ٻڪريون ١٠- ٻاڻي ڪڍن ١١- سٽ پره (ٽي سؤ فوٽ) اونها کوه ١٢- اسر جو ١٣- زالون ١۴- جل، ٻاڻي ١٥- ڏولن، ٻوڪن ١٦- کوڏ مان ١٧- ڪيهون، آواز ١٨- فراق ١٩- جتن نه ٢٠- پاتال ٢١- غافل استرين ٢٢- ٻڌي ٢٣- مان ٢۴- اوٻالن يا مهڻن ڪان ٢٥- اڳيئي ٢٦- اسر جو ٢٧- ٻره ڦٽيءَ جو ٢٨- ويڙه ۾ ٢٩- ورن يا گهوٽن وٽ ٣٠- رسا ٣١- کوه ٣٢- ٻڌي ڪندين ٽي ٣٣- ٻاڻي پيئو ٣۴- مال سان ڀرن ٣٥- ٻڌجي، وجي ٣٦- ٻوُٽيءَ جي ڦرڻ جو آواز ٣٧- خالي ٣٨- حوض ٣٩- ڪيڏانهن ۴٠- ٻري ۴١- شايد ۴٢- لوٽي ٻڪيندڙن (مارن) ۴٣- نوڙيون، رسيون.

*جي اسر جو ٻاڻي ٻريندڙيون هيون، تنهجو ٻٽڪو نه ٿي سڻان. اهي وجي ٻتارن وٽ سنهيون آهن.

مِيان! مارُوئڙَنِ جي، مُون کي هنئڙي ۾ حيرت،
چُڻڪَنِ اَندَرِ چِتَ، سانيڙا[1] ساڏوهِيُون[2].

١٦

کُوھَرَ[3]، ٿُوھَرَ[4]، ٿَرَ، جِتِ سانيڪا[5] ۽ سَٽيُون[6]،
چارِنِ[7] اُتِ چاهه مَنجھان، پاسي[8] قوڳن[9] قَرَ،
ڪِئن لَهندَمِ ڪَرَ[10]؟ جِئن مارو پاڻ آباريا[11].

١٧

عُمَرَ! تيمِ آبارَ[12]، وِرِهه[13] وَٽيان ڪِن سين؟
ڏوٿيڙا ڏُورِ ٿِيا، لَڳان جِن لَنوارَ[14]،
سِنائُون[15] سَنگھارَ[16]، کُوھَنِ تان ڪَٽي وِيا.

١٨

مُون مارُيءَ جو، سُومِرا! پَنهين پارِن[17] ڏُکُ!
هِتِ عُمَرَ جو اُھُڪُ[18]، هُتِ مارُو ڏِينمِ مَهڻا!

١٩

ڪَنڌِ لَنگھيندي[19] ڪاڻِ[20]، پِيمِ پَنُوھارَن سين،
الي عَبدُاللطيفُ چئي، رُنو سَڀَ رِهاڻِ[21]،
هِنَ[22] هيڻائيءَ هاڻِ، مُنهن مَٿانهون[23] نه ڪَڍان.

وائي

پَرچَنِ شالَ پَنُوھارَ، ٻولا! مارُو مُون سان، لا!
مُون[24] مُورائين مَدِيُون، آهِنِ سيڻ[25] سَتارَ[26]،
عَيبَنِ ڀَري آهِيان، سَتُرُ[27] ڪَجِ، سَتارَ!
اَنا مينهَن مَليرَ ۾، تَڙِ تَڙِ ٻوءِ[28] لَدوارَ،
پائي آيسِ پاندَ ۾، اَوَگُڻَ[29] عَيبَ اَپارَ.

## سر مارئي - داستان اٺين جو سار

مارئيءَ جي چت ۾ پل پل ماروئڙا پيا چڻڪن ۽ اهي وسارڻ سان به نه ٿا وسرنس. مارن جي صحبت ۾ ڪئن نه سڪ منجهان پلر جا پيالا پيتا هوائين! سندس دل ۾ هيئنر اهائي آس آهي ته:
”پنوهارڪي پکڙين، وڃي ڪريان وٿ!“
اَسر جو اَباڻي گهر ۾ ڪئن نه ڏڌ ولوڙيندي هئي ۽ ٿر جا ڪارا ڪوه سنڄڻ ويندي هئي! ڪئن نه تسيل ڏڻ کي ٿڙ تي پاڻي پياريندي هئي! سندس ساهيڙيون، جدبن ۾ جر پائي، ڪئن نه ڪوڏ مان ڪيهون ڪنديون هيون. هيئنر ٿر جي سٽين، عمر جي ندوري هلت کان پوءِ، سڃڻ ڇڏي ڏنو آهي ۽ کوهن جي ٻنهي طرفن لي سندن سيت پيا سڙن.
”سنائون سنگهار، کوهن تان ڪٽي ويا.“

١- مارو ٢- چار جا وڻ ٣- ننڍا کوه ٤- وڻ جو قسم ٥- سٽ پرهن جا کوه ٦- رسيون ٧- چارين ٨- ننڍن ٻوٽن ٩- مال جا قر ١٠- سڌ سماءُ ١١- مشغول، رڌل ١٢- مشغول ١٣- محبت ونڊيان ١٤- جنجي لنوار لي ١٥- مانداڻا ١٦- مارو ١٧- ٻنهي پاسي ١٨- اُهنج ١٩- ڇھوڪريءَ جو ٻنگر يا لوڙهو اورانگهيندي، وطن جي ڪنڌ يعني وطن جا وڻ اورانگهيندي ٢٠- عيب، گهٽتائي ٢١- ساري رات ٢٢- هن عيب يا گهٽتائيءَ سان ٢٣- مٿي ٢٤- مون ۾ اَصل کان ٢٥- پرين ٢٦- پردو ڍڪيندڙ ٢٧- پردو ڍڪ ٢٨- ٻوي ٢٩- اَوگڻ.

## داستان ٽيون

١

جُهڙ ڦُڙ جت ٿيان، اُت آڏياٽون پکڙان،
هَن مُنهنجي حالَ جو، قَدُرُ نہ ڪيڻانِ،
جيڪُسِ آنءَ وِسريانِ، مارُوءَ قوُت قَرارِيا.

٢

جُهڙ ڦُڙ مَٿي مارُئين، جت ڇپها، ڇاڙُن، چِڪَ،
اَندرُ تو اُڄَ مَري، ساهُ اُنهِن جي سِڪَ،
پيهوُن شالَ ٻَهوُن پري، لَتان ڏيئي لِڪَ!
وڙ پرِيان سين ڀِڪَ، ڀيا پاڻَ پريائي گهوريا!

٣

ٻَرِئين پَٽين ٻيڙ، مُهين، مارُوُئڙَنِ جا،
پاڻُرُ سَڀ ٻَهِي پيو، گهر گهار ڀندي ڪيرَ؟
ڪوئين لَکَنِ ڪيرَ، مَلين مُنهجي مؤن هنڌون.

٤

هَن مُندَ مارُوُ سَنَرا، ويڙهين وِڳَ وارِينِ،
ڇپيا ڇيڪاريو چيلڙا، پَٽين ٻهرائينِ،
نيڻَ مُنهنجا اُنِ ڪي، جهڄهو جر هارِينِ،
ٽاڙا ٽنوارِينِ؛ ميڻهَن وَسَندا، موتُ ٿؤن.

٥

هِنَ مُندَ مارُوُ سَنَرا، ڪاٺُرَ ۾ خوُشهالَ،
ساٿوُن، سِيارِچ، مَکِڙي، جيڏيوُن! آٽِن جالَ،
سَٿيءَ جي، سَيّدُ چئي، ڪا ماڙيءَ مَنجهہ سَنيالَ؟
لَڳَنِ تان، لَطيفُ چئي، لوئي لاهِ مَ، لالَ!
پَلو ڪَندو پالَ؛ ميڻهَن وَسَندا، موتُ ٿؤن.

٦

هَن مُندَ مارُوُ سَنَرا، پَنگُرَ پارَ رَهَنِ،
پاٽِي ٻوُج پَٽَنِ ۾، پَکي پاند پيَنِ،
هَن ڪي لوهَ، لَطيفُ چئي، هوُءَ ڪاٺُرَ مَنجهہ ڪَنِ،
ڪاٽُونبا ڪاڇَنِ؛ ميڻهَن وَسَندا، موتُ ٿؤن.

٧

هَن مُندَ مارُوُ سَنَرا، ساڙيءَ مَنجهہ سُڌيرَ،
هَن ڪي لوهَ، لَطيفُ چئي، ڪوئينُ اَندَر ڪيرَ،
ميها مَنجهہ مَليرَ؛ ميڻهَن وَسَندا، موتُ ٿؤن.

---

١- ميڻهن، وسڪارو ٢- هئڻ لاءِ ٿيو ٣- ڪين ٤- مان ڪين وسري وڃان ٥- گاهه ٦- گپ
٧- پيئوُن ٨- وڃون، پيالبون ٩- لتان ١٠- ڳيت ١١- نعمت ١٢- هڪ سرڪي ١٣- پيالا، وٽا
١٤- پريل ٿي ١٥- ٻڌن ۽ پٽن ٿي ١٦- سکين، آسودن ١٧- تر ١٨- آباد ٿيو ١٩- زنجير
٢٠- سرها، خوش ٢١- ويڙهين ۾ ٢٢- ڏڍ ٢٣- ورائين ٢٤- هيناهن پٽن ٢٥- ڪاهيو
٢٦- پٽن ٿي ٢٧- ـن لاءِ ٢٨- پاٽي، ڳوڙها ٢٩- ٽاڙا پکي (ٽاڙي کي سارنگ، چاتڪ، ٻاٻيهو ۽ ميهڻ به چون) ٣٠- آسودا ٣١- ول جو قسم ٣٢- آٽين ٣٣- گهٽيئي ٣٤- سنڀار
٣٥- ڏٽي ڪندو نوازشون ٣٦- ڪنڊن واريون ٽاريون (جن مان لوڙها ٺاهيندا آهن) ٣٧- پر ۾
٣٨- جام ٣٩- پکن وٽ ٿي ٤٠- پلر (ميڻهن جو پاٽي) پين ٤١- ڪاٽونبو يا ڪاٽونبڙو هڪ ٻوٽي ۽ اُنجي ميوي کي چون ٤٢- آسودا، آنند ۾.

هِنَ مُندَ مارُوءَ سنَرا، جِيائي جالِينِ،
چاريو لَنبَ، لَطيفُ چئي، واڳيين وِهارِينِ،
ڪيئائي ڪاهِينِ؛ مِينهَن وَسَندا، موٽ ٿِيُن.

٩

ڪاروڙيان ڪَٽي، وِيڙِهِجهپ وِيا،
سيڻَ مُنهِنجا، سَيَدُ چئي، هاٺي هِتِ هُيا،
پَسي پُٻَ اُنِين جا، لَڙي لُڙِڪَ پِيا،
ڏِيهي ڏُورِ وِيا، ڏِيان ڏوراپو ڪِن کي!

١٠

سَدا جِن پِرياڻُ، پانڌي پَکي لَڌَ سين،
مارُوءَ ڳُڻَنِ ساڻُ، وِيڙا ٿَرِ اُڪِري!

١١

مَٿي ٿَرَ رَهِي، وِيا گُذاري ڏِيهڙا،
ڪَڏهِن ڪون آيو، ڪن پَنوهارَن پَهي،
وِيڙا سي وَهي، جَنبُ گُذارِيمِ جن سين!

١٢

پاسا پولڙِيَن ۾، بانهُوُن سِرِ بيٺِيُ،
اَکِيوُن، نَڪُ، اَريجَ ري، نِمايمِ ليٺِي،
ڏُورِ تِيا ڏيهي، پِرِين پاٺُرَ وَٽِ ۾!

١٣

ٿاجا ٿَرَ بَرَ جهَلَّ، پِهُوُن پاٺُرَ وَٽِ ۾،
سيٺِي ساريو، سوُمرا! اَڇي آبَ اُڇَلَّ،
سانِيين ڏَنَمِ سَلَّ، ڏِني جِن ڏِينهَن تِيا!

١٤

جُهرانِ، جهِجهان لَي، جِنّن پَسَّان پُري تِيا،
اَلا! اوتِي آٺِيين، جو ڪينِءَ جِي خَبَرَ ڏي!
مَنَ مُنهِنجي کي، واڪو لَهي وِيڙه جو!

وائي

وِيڙِهِجَنِ ڏي ويندي، عُمَرَا! آئُون مارُوئَڙَنِ ڏي ويندي،
ڏِيهَ ڏاڏاڻين پَکَڙِين.

سِگَرَ ساهيڙِيُن سين، ساڙِيهَ مَنجهه سَٽيندي،
اُنا مِينهَن مَلِيرَ ۾، ڏاڳا ڏَبَرَ ڏوُندي،
عُمَرَا! اُنهِين ڏِيهَ جا، ڪوڏَرَ قوُتُ ڪَريندي،
گولوُن گولاڙَن جوُن، جهِڄي ساڻُ جهَتيندي،
ڪوڪَڙ ڪَنڊيرِن ۾، ڦوُڪِيو، ڦَڪَ پَريندي،
عيدُنِ ٻَرادَنِ لَي، ڪَهَ ماندائو ڪيندي،
پُسي ڪائي پيتَ ۾، ڏُونرا ڏَنَ آنَ ڏيندي.

١- هڪ ٿڙ جو نالو ٢- گذارين ٣- واڳيون يا واڳهيون ٿڙ لي (ٿڙ جو نالو) ٤- ڪيٺائي ٿڙ لي ٥- ڪاروڙي ڳوٺ کان ٦- هڪ ڳوٺ ٧- پٽ ٨- اُنهنجا ٩- نشان، اهڃاڻ ١٠- پند ڪندڙ ١١- پکن ۽ لڏن سان ١٢- ڳڻوان ١٣- ٻاهر نڪري ١٤- پنوهارن جو قاصد ١٥- پند پئي ١٦- جنم، جمار ١٧- ڦولڙين ١٨- مٿي هيٺان پئي ٻانهون ١٩- بنا رليج يعني ٢٠- ڪڇهريون، رهاٽيون ٢١- ٿرن ۽ برن ٢٢- منجهه ٢٣- جهنگلي ميوو ٢٤- ٿر ٢٥- ڍوڙهن جي اڇل ٢٦- سوراخ (فراق جا) ٢٧- وڇالان ٢٨- ڏنهنڪري ٢٩- پسڻ کان ٣٠- خير، سک ٣١- رڙ، راڙو ٣٢- ويڙهي (وطن) جو ٣٣- سگريون ٣٤- ڪپڙا ٣٥- رليون ٣٦- ڏونئدي ٣٧- جهنگلي اَنُ ٣٨- گول داڻا ٣٩- سڪل پيرون ٤٠- گُندين ٤١- ٿري ۽ لي ڦوڪ ڏيئي ٤٢- جشن ٤٣- ڪائيندي ٤٤- محصول.

## سر مارئيءَ - داستان ٽائين جو سار

ملار جي مند ۾، ٻاڻ سڀ ڀڄي پوندو آهي ۽ مارو سڀ سنرا ۽ خوشحال هوندا آهن. وٿن سائون، سيارچ ۽ مکڻيءَ جا انبار هوندا آهن ۽ سندن پکن اڳيان پٽن ۾ پلر جو پاڻي جام هوندو آهي. جتي جهڙڦڙ، لٿي سندن پکڙا. هوڏانهن ڪاڙا پيا لنوارين، هيڏانهن مارئيءَ جا نيڻ، مارن لاءِ جهجهو جر پيا هارين. هوڏانهن هن موسم ۾ مارو ڪاڻ مدجهہ ڪلن ۽ ڪونڌبا ڪائين، هيڏانهن مارئي ويچاري سارو وقت ساڙيہ جي سڪ ۾ اکين مان نير پيئي وهائي:

”اکيون، نڪ، اريج ري، ٽمايم ٽيئي.“

انهيءَ ٿي پيئي چوي تہ اباڻن جو ڪو اوٺي اچي ڪا خير جي خبر ڏئي:

”الا! اوٺي آڻين، جو ڪينءَ جي خبر ڏي!
من مدهنجي ڪي، واڪو لهي ويڙه جو!“

•

## داستان ڏهون

١*

اَٺي ٿي وَاڻِ[1]، ڪينءَ واڍايون آيون،
لَٿي لوٺڙيارِيين، مِڙني مُنهن ڪاڻِ،
صُلحَ وارِيو سُومري، ڇَڪي پَنوهارَن پاڻِ،
هَميرَنِئُون[2] هاڻِ، مُهتَ[3] لَهَندينءَ، مارُئي!

٢

ڏُرِيائين[4] ڏارَ، جي وَڍي وَڻَ جُدا ڪيا،
تِنِ سُڪَنِ ڪَهڙي سارَ، تہ ڪِ اُنا مينهَن مَلير ۾؟

٣

آيو ڪيرُ ڏيهان[5]، جنهن[6] کَرَ پُڇان خَبرَون؟
وِڃُون لِنَ وَٽان[7]، رابِ[8] مارُوءَ ٿي وُنيُون.

٤

اُتان اوٺي آيو، خَبرَ اِيَ ڪَري[9]،
وِساريجِ مَ وَرَ ڪي، ٻَڌج مَ، مُندَ! مَري،
ويندينءَ اُبِ وَري، ڪر ڏينهُن آهِيين ڪوٽَ ۾.

٥

ڪو ڏينهُن آهِئين ڪوٽَ ۾، لوئي هَڏِ مَ لاهِ،
ڪامڻِ[10]! اَهڃي[11] ڪُرَ[12] جي، آڏ وَڏائي[13] آهِ،
هتِ مَ ٻاڙِج هيڪڙو، ٻاڻِ جي ٻَساهِ،
سَتي! سِيلُ[14] نباهِ، مَلير ويندينءَ، مارُئي!

٦

سي ساهيڙيُون سارِينِ ٿو، سِيلُ[15] جنين جو سَچُّ،

ا- سرهاڻي، سڪار ۲- اميرن کان ۳- عزت ۴- پاڙن کان ۵- ڏيہ مان ٦- جنهن کان جيڪر ۷- (وڙٽان) ورن يا رنگ واريون ۸- وسيون ۹- سچي، درست ۱۰- اي سندري! ۱۱- اوهانجي ۱۲- خاندان ۱۳- خاص وڏائي ۱۴- ست قائم رک ۱۵- نيڪ گڻ.

*سانوڻ ۾، ٿر ۾ سرهائي آئي آهي ۽ خير جون مبارڪون وريون آهن. مارن جي اداسائي لٿي آهي ۽ عمر سومري بہ ساڻن صلح جي وائي واري آهي. اي مارئي! هاڻ تون اميرن (عمر) کان عزت ۽ مان حاصل ڪندينءَ.

مارُوءَ رِءَ مَ مَچُّ، سِيھو پانئِج سونَ کي.*

٧

ساھيڙيُون سارِين تو، سَچ جنين جو سيلُ،
نَڪو قالُ نہ قيلُ، اُنِين جي اَدَبَ ۾.§

٨

جو ڏِيہَ ڏاڏاڻِيان آيو، پيرين تنھن پُٺان،
سانگائتوءَ سَيّدُ چئي، سَنديُون چِٽَ چُٺان،
هِتي تان نہ هُئان، حَرفَ لَئِي هيڪِڙي!‡

٩

جو ڏِيہَ ڏاڏاڻِيان آيو، ڏِنُم تنھن طَعنو:
”پائي وِيہُ مَ پَلنگين، ڳَڀيءَ سِرِ ڳانو،
مَٺان لَڪَ، لَطِيفُ چئي، ڪانءَ مَ خَزانو،
سَرَتيُن سيلُ چَوايو، جورِ هَٺِي جانو،
تِيو سَڏُ سَمانو، حَرَفَ لَئِي هيڪِڙي.“

١٠

مُون سين مارُوئَڙيُون، کَھڙيءَ ريت رُسنديُون؟
چوٽيءَ ۾ چِيڙ پيو، پِيَن رَتَ جيُون،
نيڻين نِنڊَ وِهُ ٿِي، ساري ساڏوهيُون،
هتي جي هُيُون، تہ سُدَ پيَنَ سيلَ جي.

١١

”سَتِي! تُنھنجي سَتَ ۾، ڳالھہ گھرجي ڳَجھہ،
وَيا يو، چيريو، چڙريو، پَرِ ۾ اَپِي پَجُّ،
ساڻُ اَمانَتَ اَڄُّ، تہ تِئِين سَماني ساڙِيہَ ۾.“

١٢

جا نَڪِين سَنئِين سِيرُ، تان ڪِينَ وهنديس ڪوٽَ ۾،
سَبَ سَمَندِين سَوجِهي، نَديءَ پِيي نہ نِيرُ،
جِنَ هوءَ اَبِرَ آسري، تِنَ مُون مَنِ مَلِيرُ،
ڪاڻُر پِيَنِ ڪِيرُ، جي اَمانَتَ اُت وَجي!†

١٣

جَرَ ۾ سِپُون جيئن، آهِين اَبِرَ آسري،
جِنَ ڪُنجُون سارِين رُوہَ کي، مُون تَنَّ اَنڌَر ليئَن،
هُت وَعدا وَچَڻَ جا، هت نہ پانئِم هيئَن،
ڪونئِين وهان ڪيئن، جي نَظَرَ بَنديائِي نہ هُئان؟

---

١- متاري نہ ٿيج ٢- شيھو ٣- ٻحث مباحثو، شڪ شبھو ٤- سانگيءَ يا مسافر کي ٥- چِٽ ۾ سمايل ڳالھيون ٦- هڪ حرف ڳالهائڻ جي عرصي جيترو (هڪ پل) ٧- چيلھہ، ڪمر ٨- نہ جلاءِ خزانو= لوئي ٩- زور سان ١٠- مانائتو ١١- هڪ لحظي ۾ ١٢- جوُن ١٣- ساڏوهين کي ياد ڪري ١٤- اندر يا ڳجھہ ۾ ١٥- جيسين ١٦- سيل ١٧- اُلھن ٿئي ١٨- جل ١٩- بادل ٢٠- ڪونجون (جبل ۾ رهندڙ ۽ وڳر ڪري اڏامندڙ پکي) ٢١- جبل ٢٢- قيدياڻي.

*ماروءَ کان سواءِ پنھنجي سرير لي سُڌي نہ چاڙهيج، سون کي تون شيھي سمان سمجھج.

§ اُنھن (ساھيڙين) جي سٽ سيل ۾ ڪو بہ گمان يا شڪ نہ آهي.

‡ مان جيڪر هڪ لحظو (هڪ حرف ڳالهائڻ جيترو وقت) بہ هتي نہ هجان.

† جي هيءَ امانت (مارئي)، تو ۾ موٽي وڃي تہ اُتي هوند مارو خوشيءَ مان کير پين.

۱۴

سِپَ سَمُنڊَنِ سَپَجِي، اُبَرُ آساروسِ[1]،
باڙو[2] ٻِپِي نه ٻِپڙِي[3]، مِنو[4] مُنهن لڳوسِ[5]،
ماڻڪَ[6] لي[7] مڙيوسِ[8]، جِئَن تَنگُ[9] ڪَڍيائين تار[10] ۾.

*۱۵

سکو سَپ، سَرِيوُن! سِپُنِ مُلان[11] سيرُ[12]،
ٻيو مَٽائي[13] نيرُ[14]، اُپِوُن اُبَرَ آسري.

*۱۶

سکو سپُن کان، سَرِيوُن! ريت سِڪَڻَ جي،
مَگَنِ جَرُ[15] مَٿان[16]، اوري ڪَنِ نه آسرو.

۱۷

پُهرِينءَ راتِ پَسي، مؤن ماڙيءَ مَنُ ڦَڪو ڪَيو،
موهَڙِ[17] مارُوئَڙَنِ ڪي، واحِدَ[18]! ڏيجِ وَسي!
آهَرَ[19] جڏهن اَسي[20]، سو مِلَندو شالَ مَليرَ ۾!

۱۸

وَطَنَ رِءَ ويهي، جي هِٿ گهارِيَمِ ڏِينهَڙا،
اُوءِ مارُوُ ڏِيندَمِ مُنهَن ۾، ڏاڏاڻا ڏيهي،
پَکَنِ ۾ پيهي، شَلَ مَحَلَنِ جي مَرُ ڏئان!

وائي

مُنهنجو مَنُ، مِيان! واڳيو[21] وِيڙيچَنِ سين.
پاهي[22] پاکي[23] پَٽڙي، پِرِيَن ساڻُ پيان!
پيرُ نه ڇَڏِيان پِرِينءَ جو، جان[24] سين تَنِ جِيان،
حَرفَ لَٿي هيڪَڙِي[25]، هِتِي تان نه هُتان[26]!
ڪيرُوُن[27] ڪَنيرِئَنِ ڪي، وَڃي ڏِيه ڏِيان!
آئُون ڪِئَن لوئي لاهِيان، ڪارَڻِ[28] پِرِ ڏينهان؟

## سر مارئي - داستان ڏهين جو سار

سارنگ آيو آهي ۽ مارن جي منهن ڪاڻ لٿي آهي. عمر سومري ساڻن صلح جي وائي واري آهي. هاڻ مارئي مهت لهي، پنهنجي سانگيه ۾ وڃي مارن کي ملندي. سندس اباڻن وٽان هڪ اوٺي به اها خبر کڻي آيو آهي. ساهيڙيون به گهڻوئي سارينس پيئون. هُدن وٽان به اهائي وينتي آئي اٿس ته "ماروءَ ۾ مچ، سيهو پانئج سون کي." جئن ڪونجون روه کي سارين ۽ سپون اُبر کي، تئن مارئيءَ جو من ملير کي پيو ساري. مارئيءَ سانگيه وارو سيل هتان نه ڇڏيو اٿس. اهڙو سيل سپن کان ئي سکجي. جيسين سٽين ۾ سيل آهي، تيسين هيءَ مارئڙي ماڙين ۾ نه گهاريندي. هوءَ اِئين ئي پيئي چوي ته:

"پکن ۾ پيهي، محلن جي مر ڏئان."

۱- سندس آسرو ۲- کارو پاڻي (سمنڊ جو) ۳- بن پڙن واري (سپ) ۴- نديءَ جو منو پاڻي ۵- وٺيس ۶- موتي ۷- لهنڪري ۸- حاصل ٿيس ۹- ڪشالو، فاقو ۱۰- اونهي پاڻيءَ (سمنڊ) ۱۱- کان ۱۲- ست سيل ۱۳- ترڪ ڪري ۱۴- پاڻي ۱۵- جل گهرن ۱۶- آڪاس کان ۱۷- مهاڙ، منهن ۱۸- وسيع، ڪشادو ۱۹- آسري ۲۰- اَسين ۲۱- ٻڌو ۲۲- پيالي ۾ ۲۳- پاڪري جهڙ ۲۴- جيسين ۲۵- هڪ پل به ۲۶- هتان ۲۷- واڏايون ۲۸- بن ڏينهن ڪاڻ.
*سپن کان ئي سيل سکڻ گهرجي، جي ساگر ۾ رهندي به، آڪاس کان جل ٿيون مگن.

# داستان يارهون

١

مَلِيران[1] مارُو، پَکِي[2] پِهي آئِيو،
وَرِيا[3] واهارُو[4]، هاڻُ[5] سَڀ هيٺا[6] ٿِيا.

٢

پِهي[7] سُکَ[8]! پيرَنِ[9] کيهَ! کو نيڻهَن[10] نياپو مارُئين؟
اَتِ[11] اَکنِدي آهِيان، تَنهن آنڱ، تَنهن ڏيهَ؛
سَندي جا سارِيهَ، کَهَ کَتُوري پانڻِيان.

٣

کَنهن[12] ٿَرِ ڏيهائِي؟ کِٿِي[13] اُتَنِ[14] مينهڙا؟
مُون وَتِ[15] مُون پِرِيَنِ جِي، ويهي کَرِ وائِي،
آئُون اَگَ پائِي، سَديهو سُڻِي جِنَ!

٤

جيڪُسِ[16] اُنا مِينهَن، مُنهان[17] پوءِ مَلِيرَ مِ؟
کالَهه[18] سَچونِي ڏِينهَن، مُنهِنجي اَکڙِين اکيرِيو.

٥

سَچُ کِ اُنا مِينهَن، مُنهان پوءِ مَلِيرَ مِ؟
ڏُوتِيُنِ لائِيا[19] ڏِينهَن، پَهرِيا جي پُسيءَ[20] کي.

٦

اُتَنِ مِينهَن گهَڻا، تِينِ موکِ[21] مَلِيرَ مِ؟
اَکيُون آبَ پِريو[22]، اُنهِين کُوڻ[23] کَڻان،
مارُنِ شالَ مِڙان، کونيُون ڇَڏِي کَڏهين!

٧

"تنهن پَرِ[24] اُتَنِ مينهڙا، جنهن پَرِ گهُرِيائُون،
رَضا جا رَحمانَ[25] جي، پيچِي[26] پارِيائُون،
مَلِيرُ ماڻِيائُون، حُڪمَ[27] سانڍ حَبِيبَ جي."

٨

سُکَرِ[28] سيئي ڏِينهَن، جي مُون گهارِيا بَندَ مِ،
وَسايمِ وَڏُ ڦُڙا[29]، مَتي[30] مارُئِنِ مينهن،
واجهائِيس[31] وِصالَ[32] کي، تِيَسِ تهوارُون[33] لِيڻَ،
نِيرُ[34] مُنهِنجي نيڻهَن، اَجاري اَچو ڪيو.

٩

عُمَرَ! اَجُ گَڏيامِ، ڏُوٽي اُنهِين ڏيهَ جا،
پارايا[35] پِرِيَنِ جا، اَپِي اُنِ چِيامِ،
لَهي لوهَ پِيامِ، لُطفَ سانڍ، لَطيفُ چئي.

وائي

ڪَتِيءَ مَنجِهه ڪَتيائين، مارُو جامُ مَلِيرَ جو.
پَرچِي پَنوهارَنِ سين، لونِي[36] ڏيجَ لَڏائين،
سيلُ[37] نِباهي، سومرا! پَنهِنجو نِيِ[38] پُڄيائين،
جهوپو[39] جهانگيڙَنِ جو، ماڙيءَ سان نه مَٽيائين،
سکَرَ ساهيڙِين سين، ڪانُو نبا کاڌائين،
مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ مِ، چِسا[40] سَڀ چَکيائين،
اَلي، عَبدُاللطيفُ چئي، شَرمَ رکين رَبَّ سائين!

---

١- مليرَ کان ٢- ڪوٽ ۾ ٣- وارد ٿيا ٤- واهرو ٥- ضر بيمندڙ ٦- بيحال ٧- قاصد! ٨- سکي هجين ٩- شل پيرن تي وطني خاڪ هميشه لڳل هجيئي ١٠- نينهن جو ١١- نهايت ١٢- کهڙي ٿڙ تي ١٣- هموطني ١٤- وسين ١٥- ڳالهه ١٦- شايد ١٧- مونکان پوءِ ١٨- سڪيون ١٩- پکڙجي ويا ٢٠- پسيءَ لاءِ ٢١- جهجهو پاڻي ٢٢- ڳوڙهن سان پري ٢٣- طرف ٢٤- لڏهن نموني ٢٥- ڌڻيءَ ٢٦- ليلائي ٢٧- محبوب (ڌڻيءَ) ٢٨- موچارا ٢٩- وڏا لڙڪ ٣٠- ڳوڙها ٣١- واجهايم ٣٢- ميلاپ لاءِ ٣٣- ٿهبارون ٣٤- زنجير ٣٥- سنيها ٣٦- ڏاج ٣٧- سٽ رکي ٣٨- پريتم ٣٩- جهوپڙو ٤٠- لڏيون.

## سر مارئي - داستان يارهين جو سار

مارئيءَ لي نيٺ رب جو فضل ٿيو آهي. ملير مان هڪ پهي، مارن وٽان ونس آيو آهي. هوءَ رڳ، رڳ، سان سندس آجيان ٿي ڪري. سندس نظر ۾، سندس ساڙيه جي دز، مشڪ ۽ عطر سمان آهي. ڪالهه جو سندس اکڙين اڪيريو هو، تنهن مان ٿي لائين ٿي لڳو ته ملير ۾ ميهن اُنا آهن ۽ مارن وٽ پاڻي موڪ ٿيو آهي. مارئيءَ جا نيڻ ۽ هينئڙو آب سان آلا آهن. وڇوڙي ڪان پوءِ وصال جو وقت آيو آهي. آهي ڏينهن سڳورا هوا، جي هن بند ۾ گهاريا، ڇو ته سچي آزمايش مان پار پوڻ جو شرف ڪيس اُنهيءَ نظربنديءَ ۾ مليو. سندس ستيا، نيٺ لوه کي پگهاريو، پاڻي ڪيو ۽ سندس نيرن کي اُجاري اڇو ڪري ڇڏيو:

"نير منهنجي نيڻهن، اجاري اڇو ڪيو."

•

## ابيات متفرقه

١

جڏهه[1] سي لوڙائو[2] ٿيا، جنهن[3] ڀر رهن،
مارو منجهه ٿرن، رهي رهندا ڪيترو؟

٢

جڏهه سي لوڙائو ٿيا، جنهن سنديءَ ڏير[4]،
ماروڙا فقير، ڪنهن[5] در ڏيندا دانهڙي؟

٣

وطن مون ملير، قضا[6] آنديس ڪوٽ ۾،
چانڪ[7] ڇنديس پرينءَ سين، پاڙر جو پنير[8]،
هاڃو ڪيو همير[9]، بالله[10] نئي[11] تو[12] بند ۾!

۴

سهم[13] پسان ٿي، سومرا! پرين ره پيٺي،
مل رساڻي[14] مارئين، مون کي ڪو نيٺي،
ته ساڻن سيٺي، ڳجهه ڳرهيان[15] ڳالهيون.

٥

جي گهر گهاريم ڏينهڙا، هيڪانديءَ حضور[16]،
سيٺي سڪان، سارئان، پچان پاڙر[17] پور؛
همراڻا[18] هنڙا، ڪين مڃيندس مور،
سنجهي[19] ست[20] گذاريان، اچين شال اسور![21]*
ڏران ڏيان م ڏور، مارو‌ءَ جام ملير جي!

٦

اڀ[22] اڪنديون آهيان، عمر! آئون اڪاج[23]،

---

١- جڏهن ٢- لوئو ٣- جن جي آڌار لي ۴- آڌار، پروسي ٥- ڪنهن جي در لي ٦- تقدير ٧- چوان ته ٨- ٿر جو پاڻي ٩- ظلم، ستم ١٠- اَمير (عمر) ١١- خدا جو قسم ١٢- وٺي تو وڃي ١٣- طعنا ۽ ڏاب ١۴- مارن وٽ رسائي يا پهچائي ١٥- ڳجهيون ڳالهيون اوريان ١٦- پرينءَ جي حاضريءَ ۾ ١٧- پاڙر (ٿر) جي خيال ۾ ١٨- اَميراڻا (عمر جا) هٿ ١٩- رات جو ٢٠- ست ۽ سيل ۾ گهاريان ٢١- اُسر جو ٢٢- نهايت سڪايل ٢٣- اڻ لائق.

*شل رات جو مان سيل ۽ ست ۾ گهاريان. اي پرين! تون شل مونسان پرڀات جو اچي هيڪاندو ٿين.

سوُمرا، سَڪاڄ![1] جَهلِ مَ بَندِ جهڄنديوُن[2]۔

٧

اَڄُ اَڍَنگا[3] ويڙَ،[4] مؤن کي مُڪا جيڏِيين:

”هاري![5] هَميرَنِ[6] جا، جيڪُسِ ڪاڏَء ڪيڻَ،[7]

سانيڙا[8] ۽ سيڻَ، ڪِ تو وِيا وِسري؟“

٨

ويٺي ڪوٽَ[9] وَٽِن[10] ۾، ڪامَڻِ ڪُواري،[11]

مَلِيرُ سارِيو مارُئي، رويو رُئاري؛

اَلا! اوتاري، مُندَ مارُوءَ جي ميڙيين!*

٩

جيها جي ٿيها،[12] مؤن مارُوُ مَڃِيا،[13]

مؤن جيڏِيوُن مَلِيرَ ۾، چوُنڊِنِ[14] موڪَ مِها،[15]

مُنهنجي آهَ اِها، ڪَڏهن ڪيرائيندي ڪوٽَ کي!

١٠

مارُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، ڏوئي[16] مَرُ مَران!

پاڻي واري پانهنجو، ويندِيائي وَران![17]

ٿورو[18] مَنجهِ ٿَران،[19] هُند لڳي لوڙيارِيين![20]

١١

مارُوءَ[21] پاسِ مَلِيرَ ۾، هَميشهَ هُئان!

پيرين ڪَنهن پُئان،[22] نَيَ[23] وِهاڻِيءَ[24] نوُرَ سين۔

١٢

مائٽَ مُنهنجا، سوُمِرا! مارُوُ نه ميرا،

اٿيو ڏينَ اَسوُرَ[25] جو، پٿَنِ پَرِ پيرا،[26]

پَنوَهارَنِ پيرا، وِڙهه[27] مَ ويڙيهَنِ سين۔

١٣

ڪِٿَن ڏُٿاريان ڏَيڙا؟[28] وينديَس ڪَنهن نه وِهاءِ،[29]

مؤن مُلِ[30] مارُوُ ناهِ، اَچا[31] اوڍِيان ڪِن[32] کي؟

§١٤

اَکڙِيوُن مَلِيرَ ڏي، جِنين رالو ڏيهَنِ،

هاڻي ڪَندين ڪيئن، عُمَرَ![33] آسائُنِ سين؟

١٥

ڪانڌُ نه ڪَنديَس ڪو ٻيو، ڪَتيرو[34] ئي خوُبُ،[35]

ميروئي محبوُبُ، اَسان مارُوُ مَنَ ۾۔

١٦

مُنهن مُنهنجو، سوُمِرا! مَرُ ميروئي هوءِ!

مَتان مارُوُ چوءِ،[36] ته ڏولوءِ[37] ڏوراٽَنِ[38] ۾۔

١- لائق ٢- سڪ ۾ جهڄندڙ ٣- اَڻ سهائيندڙ طعنا ٤- سرڻين ٥- نادان! ٦- اَميرن ٧- طعام ٨- مائٽ ۽ پيارا ٩- ڪوٽ جي ڪنڊن ڪڙڇن ۾ ١٠- سندري ١١- ڪوارتا يا نندا ڪري ١٢- جهڙا جي تهڙا ١٣- قبول ڪيا ١٤- جام ١٥- ميها ١٦- سماڻ ڪري ١٧- سرير ئي وطن جو پاڻي وجهي ١٨- اَحسان ١٩- ٿرن ۾ ٢٠- لوئي ڍڪيندڙن کي ٢١- ماروءَ وٽ ٢٢- پوان ٢٣- راند وهاڻ کان پوءِ ٢٤- نيڻن سان ٢٥- اَسر جو ٢٦- چڪر ٢٧- مارن جي پيرن جا نشان ٢٨- ڪٿا، لوڻون ٢٩- وهانءِ ٣٠- مون وٽ ٣١- اَڇا ڪپڙا ٣٢- ڪن جي لاءِ ٣٣- آسائنين ٣٤- ڪتو پهريندڙ ٣٥- سٺو، موچارو ٣٦- مارو چوي ٣٧- تو ڏولو ٣٨- محلاتن۔

*اي ڏڻي! تون شل هن ناريءَ کي ماروءَ سان سڀڊس ڀکي ۾ ملائين۔

§(هي شاه ڪريم جو بيت ٿوري تبديل سان آيل آهي۔)

۱۷

جي اوڙ لڱن لائين، چيري چيري چم،
مون ڪُرَ اڳي نه ڪيو، اهڙو ڪوجهو ڪم،
جان جان دعوئي دم، تان تان پرت پنوهار سين.

۱۸

ٿڌهن ڪوٽ ٿي ڪواءِ، جا ڏس ڏاڏاڻن جي،
سارِيو سانيڙن کي، روئو راتِ وهاءِ،
سوٽا ڪيم سهاءِ، عمر! بنديائن کي.

۱۹

جت ڦُنگا، ڦڙون، ڦيٽيون، ٿڌهن ڪوٽ ڪرن،
ٻاٽُر سَبِ ڦسائيو، وَسي وِڄڙن،
مارو ءِ ري مَرن، الله! هي آسائتيون!

۲۰

جتِ ڦنگا، ڦڙون، ڦيٽيون، ٿڌهن ڪوٽ ٿي ڪواءِ،
سا وِڄ ڦَسيو وِندران، مون رُندي رات وِهاءِ،
سيليتين سُهاءِ، مارو جو ملير جو.

۲۱

ڦهري ڪيا ڦَٽَنِ ۾، وِڄڙن واڏاڻا،
سور اُنين جا، سومرا! مون کي اَندر اُڌاڻا،
اُتي وِيڙا اُڪري، عمر! آباڻا،
ٻڪر باباڻا، ڦسان شال ڦرِ ڪنهين!

۲۲

وِڄڙن ويس ڪيا، مولي آئي مُند،
اَکيون اباڻن ڏي، ٻس نه ڪرن ٻُند،
هيئن نه ٿيس هُند، جي ڪَر لڏائون ڪڏهين.

۲۳

جتِ ڪَرڙَ، ڪَنا ۽ ڪاهيون؛ ڦال، ٻڪا ۽ ٻڪ،
سَرهيون سي سَرليون، حاضر ڦاسي حق،
ماروئن سين ماڻيان، شال مُدائتي مڪ!
ڪنڪاريان خلق، جا تَرَ جائي ۾ توهَرين.

۲۴

ٻڪا ڦدوهارَن ڏي، ميوا، مڇَر، مڪ،
عمر! آب اُڪنديو، حالُ هماري حق،
لوئي ۽ لڪ، سمن سُهيرين سين.

---

۱- منهنجي سنڌن تي لوٽ ٻرڪين ۲- منهنجو ماس ڪٽي ۳- منهنجي قبيلي يا راڄ ۴- جيسين جيٽري هٽ جي دعوئي تي ڪريان ۵- محبت ۶- ڪنوي ۷- طرف ۸- طعما، سهما ۹- ٻندياڻين ۱۰- ٻونگا ۱۱- آستان ۱۲- ٿڌهن طرف ۱۳- ٿر ۱۴- روئندي ۱۵- وهامي ۱۶- ستياوان استرين کي سونهي ۱۷- ٻڪڙجي ۱۸- وڏ ندڙ چمڪات ۱۹- جاڳيا ۲۰- برسات جي مند ۾ ۲۱- ٻاهر نڪري ويا ۲۲- ٻوند، ڳوڙها ۲۳- هوند ۲۴- حبر ۲۵- اوني فراسيون ۲۶- ڏاس جا ٻورا يا خرزينون ۲۷- جهوپڙا ۲۸- ڪرڙ جا لال ڏونرا ۲۹- ٻڪل ٻپ ۳۰- ڪانڌ ۳۱- ڪبڙ جو لال ميوو ۳۲- ڪيڪاريان ۳۳- توهرن يعني ڪنڌن وارن وڻن ۾ ۳۴- ڪنبڙيءَ جو ڦر ۳۵- نهايت سڪايل ۳۶- منهنجو حال ۳۷- منهنجي ٻتار لاءِ ۳۸- لوئي ۽ چيلهه يا سنڌرو ۳۹- وچن.

۲۵

پانڌي![1] پرينءَ پنوهار کي، چئجِ لَڳن چِٺيجَ:

”سَندا سَنگَت ڏيهڙا، وَرَ![2] مَ وِساريجِ،

ڪونئِن ڪُنئي آهيان، سگهي سارَ لهيجِ،

مُٽ[3] مانڌاڻي[4] منجهيجِ[5]، نه نيرَنِ[6] ۾ نئون ڪريان.“

۲٦

پانڌي! پرينءَ پنوهار سين، روئي ڪَجِ رهاڻ:

”جنِ تِر وجون اُنيون، تِن آن سوُرَنِ ساڻ،

ڪَجاهُ[7] ڪا وَراڻِ[8]، ڏُکن[9] ڏيلُ[10] ڏهيوُن ڪيو.“

۲۷

پانڌي پرينءَ پنوهار جا! جان تو وڃين وَسّ،[11]

ساري ڏيجِ سَرَليين، سَلامَن سَهَسّ[12]:

”آئون اوهانجي آهيان، گولي مٽي گَسّ،

وينِي ڪَريان وَسّ[13]، ايڏي جي اَچڻَ جا.“

۲۸

پانڌي! چئج پرينءَ کي، جور[14] هٽي جانا:

”پيڪڙا پيرن ۾، ڪرائِنِ[15] ڪانا،

آن رِءَ[16] اَمانا[17]، گهنگهر گهاريان ڏينهڙا[18].“

۲۹

پانڌي پرينءَ پنوهار جا! نياپا[19] ني ڪي،

ساري ڏيجِ سَرَليين، ياد پُنئي[20] جيڪي،

وَليون، وَڻَ ڦُلاريا، ڪرڙ پڪا ڪي ڪي،

سگريون[21] سَرَليون، سيئُنِ[22] جئن سيڪي،

زيريوُن پِڇي جي ڪي، ملان مارُوئڙن کي!

*۳۰

مارُئي ناهِ مَلير ۾، نَڪا وَتِ هَمير،

پُنهوُن ڪونهي ڪيچ ۾، نَڪي سَنڌُ اَمير،

مؤمل ڪانهي ماڙيين[23]، گنجي[24] ناهِ فقير،

وَرَ چڙيو، واهڙ[25] لڙي[26]، ساهڙ منجهه سرير،

قُبن ڪيندَهن پير، مُرشد مساڻن ۾.

§۳۱

جي هت هُئي مارُئي، نه لَڌيم[27] ڪَرَ ڪيڻاس،

اَرداسيم عُمَرَ کي، ويجهو تي وَڻانس[28]،

---

۱- اي قاصد! ۲- اي پيار ۳- مانڌاڻي (جهنگلي گاه) جي مٽ ۴- منجهه ۵- زنجيرن ۶- مدد جي وٽ ڪريان ۷- ڪجاڻ ۸- موٽ ۹- سرير ۱۰- ذرا ذرا (اَصل معني: سٽ جا ٻچيل چتر) ۱۱- برسات کان پوءِ سبز ٿيل تر جي زمين ۱۲- سهسين سلام ۱۳- حيلا ۱۴- زور سان ۱۵- ڪراين ۾ ڪڙا ۱٦- اوهان کان سواءِ ۱۷- بي مانا ۱۸- پريشانيءَ ۾ ۱۹- ڪي نياپا ڪٺي وڃ ۲۰- پونئي ۲۱- سگريون ۲۲- سيئن وانگر سيڪ ڏيئي ۲۳- ماڙين ۾ ۲۴- گنجي ٽڪر تي (حيدرآباد سنڌ جي ڏکڻ طرف. شاه صاحب جوڳين جي سنگ ۾ هنگلاج جو سفر هتان شروع ڪيو هو.) ۲۵- پيار ۲٦- درياءَ ۲۷- سنڌيس سار لڌيم ۲۸- وينتي ڪيم.

*هن بيت ۾ اِشارو آهي ته سنڌ ۾ سچن حاڪمن، عاشقن ۽ فقيرن جو قحط لڳي ويو آهي.

§شاه چوي ٿو: ”جي مارئي هت هجي ته عمر وٽ ضمانت طور پاڻ اچي، ڪيس ملير نيان.“

جي نہ چَڏيا ئين، ڪِجهليا ئين، تہ پنهنجوا اَنگُ[1] آچيانس،
لاهي لوهَ، لَطِيفُ چَئِي، هِنان هُند هَلانسِ،
موڪي مَلِيرَ ساهُيِنِ، وَنِي پانهَن وَڃانسِ،
رَهبَرُ[2] ٿِي رِيڙهيانس، سُنهاري[3] ساٿيهَ ڏي.

٣٢

نَنگا آهِيُون نِگِيا[4]، اَسِين مارُو لوڪَ،
تَرَ[5] کي پانيُون ٿوڪَ[6]، جو ڊِڪَ[7] ڀانئيڙن جي.

٣٣

اوڏا جانُ[8] هُئا، تان نِتُ[9] نِياپا آئِيا،
مارُوئڙا مَلِيرَ ڏي، واري وَڳَ[10] وِيا،
لَئِين[11] ڏُونهَ[12] ڪِها، ڏِيئِي ڏورابا، چائِيان[13]؟

٣٤

کَنِيا ئُون کاٽُرَ ڏي، ساري هاجَ[14] هِيا،
لاهي لَڏَ، لَطِيفُ چئي، پِرِئِين[15] تَرِ تِيا؛
چَڏي ڳُرَا وِيا، مارُوئڙا مَلِيرَ ۾.

٣٥

جِتَن ڳَنڍيُون[16] مَنجهه ڳَنڍيرَ، تِتَن مُون مَنُ مارُوئڙَن سين؛
سي مارُوئڙا تَرِ تِيا، جي ڳُڻَن[17] جا ڳَهيرَ،
لَئِين رِءِ، هَمِيرَ! گهنگهر گهارِيان ڏِينهَڙا.

٣٦*

جِتَن ڳَنڍيُون مَنجهه ڳَنڍيرَ، تِتَن مُون مَنُ مارُوئڙَن جوُن،
ڏِنيُون لَسَ[18]، لَطِيفُ چَئِي، هِنئڙي کي هَمِيرَ،
وڃِي مَنجهه مَلِيرَ، سَڀ ڇوڙِيندِيَس، سُومرا!

٣٧

سي تارِيلا تَرَنِ[19] ۾، جي مان گهتُ[20] گهُري،
وَطَنُ وَسَ، وَسَندِيُون، هِنئڙي نِتُ[21] هُري،
اَندَرِ چِتَ چُري، وِرهُ ويڙهِيچَنِ جو.

٣٨

وَنهِيا ٿِيَنِ[22] وَٿاڪَ، ڏوکاهي[23] هُئانِ جي!
اوءِ پيٽِيُون ۽ پاڪَ[24]، موٽِي مارُن اَڏِيا.

٣٩

تورا[25] مَنجهه تَرَنِّ، مُون سِين مارُوءَ جي ڪِيا،
عُمَرَ! اُنِ ڳُڻَنِّ[26]، آئُون ڪِئَن لوئِي لاهِيان؟

٤٠

تورا[27] نہ تورا، مُون لِي مارُوئڙَن جا،

١- سرير ٢- آزاد ڪرائي ٣- سونهاري، سهڻي ٤- خلقيل ٥- بي بها نعمت ٦- پناه ٧- ترين
٨- جي ويجها هجن ها ٩- هر روز نوان سنيها اَچن ها ١٠- ڌڻ ١١- تن ڏانهن ١٢- ڪهڙا
١٣- چوائيان ١٤- هنتان ١٥- سامان سرو لاهي، منزل هٽي ١٦- ڳنڍيدار ڪانين وارو ڳاه
١٧- ڳوڙا، نمتار ١٨- لسيون ڳنڍيون ١٩- منهنجو اَندر ٢٠- چاهي يا طلبي ٿو ٢١- دل ۾
هر وقت پيا ياد پون ٢٢- مشڪلات يا تڪليف ۾ ٢٣- جي سندن هوا ٢٤- هند ۽ آستان
٢٥- اَحسان ٢٦- اُنهن گڻن جي لحاظ کان ٢٧- اَحسان.

*جتن ڳنڍير ۾ ڳنڍيون ٿينديون آهن، تتن مارن جي يادگيرين جون ڳنڍيون منهنجي دل
کي آهن. عمر سومري جيڪي مونکي ڳنڍيون (قيد جون) ڏنيون آهن، سي لسيون (آسانيءَ
سان ڇڙڻ جهڙيون) آهن. اُهي مڙيئي ملير ۾ وڃي ڇوڙينديس.

يَلاڻيءَ پيرل ڳَٺي ڳَٺيان ڪيترا؟

٤١

هَڏ نہ پَڙان هيڪڙي، توري تُرَ جاين،
مون کي مارُوئڙن، ميري ڪري نہ مَٽيو.

٤٢

نِيرُ نہ لهي نينهن جو، لُڪَ جا وِيا لهي،
ڪُنجيون جي قُفلن جون، سيڻن هَٿ سَهي،
وِيڙا راڄَ رَهي، ڏيان ڏوراپا ڪِن کي؟

٤٣

نِيرُ نہ لَهي نينهن جو، لُڪَ جا لَهي وِيا،
مارُن ڏاران ماڙيين، ڏُهلا ڏينهن ٿيا،
ڏيهي ڏُور وِيا، ڏيان ڏوراپا ڪِن کي؟

٤٤

مَنڻان مارُوئڙن، هَڏ نہ ويٺي وِسري،
قيد ڪَيس ڪوٽَ ۾، ڏاڍَ سين ڏاڍَن،
لوءِ پَليو پَدوَهارَن، سوسُ مُنهنجو، سوُمرا!

٤٥

سُٽي ساٽيہَ ڳالهڙي، وِهُسي ويڙهيچي،
سَبِ سُڌ پيئَم، سوُمرا! هِتي هُتي جي،
پِينرُ ۽ پيچي، سُوايا سارِين مون.

٤٦

سُٽي ساٽيہَ ڳالهڙي، لهي وِيا لوهَ،
اَندَرَ جا اندوهَ، لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿيا.

*٤٧

توکي توڙائين لِکي، عُمَرَ! اَڇائي،
جنهن تو ساماڻي، مامَ نہ ڀڳي مارُئين.

٤٨

وِيا ڳُٽَنِ ساڻَ، مارُوئڙا ٿَرِ اُڪري،
تن پُڄاڻا هاڻِ، آئُون جاڙَ جِمان ٿي، جيڏيون!

٤٩

ڇڏ سَبَرايُون، سوُمرا! عُمَرَ! لِڳِ اَللهَ،
ٿيَم نہ تورا ڏينهڙا، ماڙيين ڳارِيَم ماهَ،
سِڪَ مُنهنجي ساهَ، مارُوءَ جي مَسَ لَهي!

٥٠

مَرِ ڪِي روءِ، مَرِ رُڳُ ڪِي، هَنجُون هَڏَ مَ هارِ،
تو تان بَندُ ڀِڃا ٿيو، پيڙِيُون نيٺي پارِ،

---

١- احسانن جو انداز ٢- هرگز لائق نہ ٿيان ٣- ٿر جاين جي احسان جي ٤- عيبدار جاڻي ٥- ڇڏي ڏنو ٦- زنجير ٧- لوهہ، زنجيرون ٨- مارن جي من مان ٩- ڏاڍائيءَ سان ١٠- وطن ۾ ١١- پلي ڇڏيو ١٢- سانگو، چنتا، فڪر ١٣- وطن جي وارتا ١٤- سرهي ٿئي ١٥- مارئي ١٦- همراه ١٧- منو ڳالهائيندڙ ١٨- غم ١٩- ازل يا توڙ کان ٢٠- پاڪائي، پاڪدامني ٢١- مارن جي ساماڻل يا جوان نياڻي (مارئي) ٢٢- شرم، لڄ ٢٣- اڄايو، عذاب ۾ ٢٤- ڏاڍايون ٢٥- خدا جي واسطي ٢٦- ماڙين ۾ ڪي مهنا وڃايم يا پنهنجو ماس ڳاريم ٢٧- وداع، معاف، خلاص ٢٨- زنجيرون ٢٩- ڪٽي جلائي ڇڏ (ٻار جي معنيٰ باهر بہ آهي).

*اي عمر! تنهنجي تقدير ۾ ازل کان پاڪدامني لکيل هئي، جو تو مارن جي ساماڻل نياڻيءَ جو شرم زائل نہ ڪيو.

ڀڄندين[1]، پنوهار! سگهي سنگهارن کي.

۵۱

مَ ڪي روءُ، مَ رڙ ڪي، مَ ڪي هنجون هار؛
جهڙا اَڇن ڏينهڙا، تهڙا وينئي گهار،
ڏکن پُنيان سُکڙا، سگها ٿين، سنگهار[2]!
لُڌا لوڪ، لطيف چئي، پَروڙج، پنوهار!
پيڙيون نيٺي پار، تو تان ٻَندُ بدا ٿيو.

۵۲

مَ ڪي روءُ، مَ رڙ ڪي، مَ ڪي ڪر داهُون؛
سُتي[3] لوڪ، لطيف چئي، ٻيٺي ڪٺِج ٻانهون[4]،
لَڏيءَ جِت[5] لائون، سو ڏيهُ ڀَسنديِنءَ، مارُئي!

۵۳

مَ ڪي روءُ، مَ رڙ ڪي، مَ ڪي ڪر ڪيهُون[6]؛
اُنئي[7] اَڇن اُنهين، وانڍن[8] جون ويهون[9]،
ميڙ پيندوء[10] ميون[11]، مينهين اُنين[12]، مارُئي!

۵۴

لوڙِيارِي[13] آهيان، واريان[14] تان نہ ورق،
ساندِيمَ سُپيرين لَءِ، لوئيءَ[15] اندر لَڪُ،
ڪَند[16] ڪاسو[17]، پَٽ[18] پاسو، ڏنمَ[19] تن ترڪُ،
سَندو مارُوءَ حَقُ، جان جِئان، تان پاريان.

۵۵

اَڄُ پڻ چِڪيمَ[20] چاڪ، وَنهين وِيڙهين[21] جا،
سوُرَنِ[22] اَچي، سومرا! اَندر ڪي اوطاق،
مارُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ مُنهنجا ڪپيا.

۵۶

چِڪي، چِڪيمَ چاڪ، وَنهين ويڙهين جا،
واجهيندي[23] وِصالَ کي، ڦَٽا ڪيس فِراق،
سيٺي سارِيمَ[24]، سومرا! تو جنين جا تاڪَ،
مارُوءَ جي اوطاق[25]، گهڻو اُڪنديِ آهيان.

وائي

موُن مَنُ مارُوءَ جو، مارُوءَ جو مُنهنجو، ميان!
مُنهن مُنهنجو، سومرا! مَرُ ميروئي هوءِ،
ڏونوءَ[26] ڏوراَرن[27] ۾، مَتان مارُو[28] چوءِ،
لاڙون جي[29] لُڙڪن[30] جون، ڳَٽي[31] وڃان توءِ[32].

۱- ڀرمت ۲- اي پنوهار (مارئي)! ۳- جنهن وقت خلق ستل هجي (رات جو) ۴- ٻئي ٻانهون کڻي دعا پنج ۵- جت تنهنجو ماروءَ سان پرٽي جو سنبند ٿيو ۶- دانهون ۷- مينهن جي منڊ ۾ ۸- نوجوانن (اصلي معنيٰ: ڪنوارن) ۹- ويهن ويهن جون ٽوليون (گهڻو انداز) ۱۰- ملائيندءِ ۱۱- مالڪ ۱۲- برسات جي منڊ ۾ ۱۳- لوئي پهريندڙ ۱۴- نئون ورق نہ ورائيندس (اصلي ريت نہ مٽائيندس) ۱۵- لوئيءَ اندر پنهنجي ڪمر يا چيلهہ ۱۶- ڪنڌ هيٺان ۱۷- ڪکائون ٽوڪرو ۱۸- پٽ تي ۱۹- جيءَ کي لسو ڏنم ۲۰- زخم ڪڙهيم ۲۱- آسودن ۲۲- منزل، اوتارو ۲۳- ميلاپ لاءِ واجهائيندي ۲۴- جايون، آستان يا پکي لاءِ ۲۵- آستان ۲۶- ٿو ڏوٿو ۲۷- محلن (ڏوراٽن) ۲۸- چوي ۲۹- ڏارائون ۳۰- ڳوڙهن، هنجن ۳۱- کڻي وڃان ۳۲- تنهن هوندي بہ.

## سر مارئي - ابيات متفرقہ جو سار

مارئي ٿي چوي تہ ”جي حاڪم (عمر) ٿي ”لوڙائو“ ٿيو تہ مسڪين مارو ٽرن منجهہ ڪٿن گهاري سگهندا.“ قضا ڪيس ڪوٽ ۾ آندو آهي. هوءَ ”هميراڻا هنڌڙا“ مور ڪين مڃيندي. ڪيس جهڙا جي لهڙا پنهنجا مارو منا ۽ ملهائتا آهن. هوءَ پنهنجي وطن جي آب لاءِ ٿي سڪي. عمر کي ويڻتي ڪري ٿي چوي تہ ”ڳڻو ايتري مهلت ڏينم، جو پاڻ جو پاڻي پنهنجي سرير لي واري، انهيءَ دم لو وت وايس وران.“ مارئيءَ جي من جو محبوب ”ميرو مارو“ ٿي آهي. مارن جي فراق سندس هڏ ڪپي ڇڏيا آهن. ساڻيهہ جو نالو سڻندي ٿي سندس اندوه غائب ٿيو وڃن. ڏکن پٺيان نيٺ سک اَچڻا آهن. مارئيءَ تان بہ نيٺ ”بند ڀڳا“ ٿيندو ۽ هوءَ ڌڻيءَ جي فضل سان وڃي پنهنجن مارن سان ملندي.

•

”**سر مارئي**“- هن سر ۾ سندس مضمون مطابق نالو رکيو ويو آهي. منجهس مارئيءَ جي ورلاپن، پورن، اُمنگن ۽ وطني اُڪير جو ورڻن آهي. هن سر ۾ شاه صاحب وطن پرستيءَ جا اعليٰ ۽ بي نظير خيال آندا آهن. ساڳئي وقت، مسڪينن ۾ جو اِخلاص ڏنو اٿس، لنهنکي پورو داد ڏنو اٿس. هي سر، عمر جهڙن ”لوڙائو“ اميرن لاءِ هڪ اَبدي سبق آهي.

# سُر ڪامودُ

## داستان پهريون

١

تون سمو، آئون گندري[1]، مون ۾ عيبن[2] جوءِ،

پسي راڻين[3] روءِ، متان ماڳر[4] منٿين!

٢

تون سمو، آئون گندري، مون ۾ عيب اپار،

پسي ليءَ[5] لغار، متان ماڳر منٿين!

٣

تون سمو، آئون گندري، مون ۾ عيبن ڪوڙ[6]،

پسي ڪکيءَ[7] ڪوڙ، متان ماڳر منٿين!

٤

تون سمو، آئون گندري، مون ۾ عيبن ويڙهه،

پسي مڇڪي[8] ڏيهه، متان ماڳر منٿين!

٥

تون سمو، آئون گندري، مون ۾ عيبن لڪ،

هن منهنجي حال جي، لوڪي سڀ پرک،

ڪارڻ رب الڪ، متان ماڳر منٿين!

٦

تون تماچي، تڙ[9] ڌڻي، آئون مهاڻي[10] مي،

مون ڪي ڏهاڳ، مڙدي، آئون جا نالي سيس تنهنجي.*

٧

تون تماچي، تڙ ڌڻي، آئون گندري غريب،

تو سين جام! قريب[11]، ڪي ڏن چڏالي ڏيهه[12] مون.§

٨

ڪاڄ جنين جو ڪکيون، مال جنين جا مڏ[13]،

١- گندري ذات جي ٢- آستان ٣- شڪل ٤- ماڳر ذات جي (نوري) ٥- مڇيءَ متان ڳگ ٦- ڪروڙ ٧- داغ ٨- مهاڻن جي (مي=مهاڻي. ماڳر=هڪ مهاڻن جي ذات) ٩- بندر جو خاوند يعني جام تماچي ١٠- مهاڻي ١١- مئياڻي ١٢- محصول ١٣- مڇين جو ڍيڳ، مياڻي، ترهو.

*آءٌ جا تنهنجي نالي سان سڏجان ٿي اڇان (چو ته تنهنجي ڏال آهيان)، تنهنڪي ڏهاڳ نه ڏج.

§اي جام تماچي! مان، جا تنهنجي ويجهي مئياڻي آهيان، تنهنجي محالي، تون منهنجي ماڻهن تان محصول معاف ڪري ڇڏ.

سَمي سيٺي سيڙَ ڪيا، هيڙَ جنين جا هَڏَ،
جامَرا[1] پِرِيَء لَڏَ، سانگيُن[2] جي، سَيّد چئي.

٩

جارا ۽ ڪارا[3]، مالُ جنين جو مَڪُڙيُون[4]،
تماچيءَ جي ٽَڪِي[5]، اچن سَوارا،
مِي مَڇيءَ مارا، سَمي سي سيڙَ ڪيا.*

١٠

ڪڪيءَ هاٺيُون ڪاريُون، ڇڇيءَ هاٺا ڇَڇَ،
پانڌُ جنين جي پاندَ سين، لڳو تڻي لَڇَ،§
سَمو جامُ سُهَڇَ[6]، ايو ڪري اُن سين.

١١

ڪاريُون، ڪوجهيُون، ڪُوڙيُون[7]، مُورنه موچاريُون،
وَٽِي وينيُون واتَ تي، ڪڪيءَ جُون ڪاريُون،
اُنين جُون آريُون[8]، سَمي ري ڪيرُ سَهي؟

١٢

جاريُون، ڪاريُون، ڇَڇَ ڇپريُون[9]؛
جن جي مُحَبَتَ مَڇيءَ ساڻُ،
رَهَن، وِهَن سِر پاندين[10]، سَپيئي[11] پَدبوءِ[12] هاڻُ،
لُڌڙن جنّن، لطيفُ چئي، پاٺيءَ وجهن پاڻُ،
تن مَلاحَن جو ماڻُ[13]، سَمي سِر ڪيو پانهنجي.‡

١٣

ڳَندَ[14] جن جيءَ گوڏ[15] ۾، پابوڙا پوشاڪَ،
اُنين جيءَ اوطاق، راجا رِجهي آئيو.

١۴

ڳَندَ جن جيءَ گوڏ ۾، پابوڙا پيدامُ[16]،
اُنين کي اِنعامُ، مَهُرَ مِڙوئي ڏيو.

١۵

ڳَندَ جن جيءَ گوڏ ۾، مَٽَن[17] تي موڙيُون،
اَڇن سَنيوُڙيُون[18]، سَمي جي سَلامَ تي.

١٦†

ٽيا[19] تَماچيءَ جامَ سين، مُهاڻا مَحرُومَ،
نَنڍيءَ وَڏيءَ ڳَندِريءَ، مَٿي ماڙيءَ دُوم[20]،

---

١- سامگري ٢- پي اَجهي مهاڻن ٣- وڏا جار ۴- ننڍيُون بيڙيُون ۵- سويل ٦- سهڻو، نوازشون ٧- ڪميڻيون ٨- ناز نخرا ٩- ڪکن ۽ ڪانن جا اوجا ١٠- مٿان ١١- پاندين تي (ٽانگهي پاٺيءَ مٿان اُڏيل پيهن تي) ١٢- بدبوءِ سان پريل ١٣- ماڻو، ناز ١۴- پيڙ جون پاڙون ١۵- پيڙ جون لٺيون ۽ پن ١٦- پهران ١٧- سينهيون ١٨- سنيريل ١٩- رازدار، گهاٽل مائل ٢٠- ڪاه.

*جيڪي مڇي ماريندڙ مهاڻا آهن، سي تماچيءَ پنهنجا سيڙ ڪيا.

§جنهن پلاند سان جيڪڏهن اتفاق سان پلاند لڳي وڃي ته هوند لڇ اچي وڃي.

‡اُنهن مهاڻن جا ماڻا، سمي برداشت ڪيا.

†مڙيئي مهاڻا، جام تماچيءَ سان اينري قدر گهاٽل مائل ٿيا، جو ننڍيءَ وڏيءَ مهاڻيءَ جي، سندس محل جي ماڙيءَ تي دوڙ پئي پيئي. اوري پري جا ملاح، انعامن سان مالا مال ٿيا.

جي ڪنڌن[1]، جي رُومَ ۾ سي سَڀِ اِنعامي ٿيا.

١٧

نه وَڏي، نه وِڪڙي، نه ماري، نه ڌاري،
ڪارو وِڌائين ڪوهَ ۾، نِرتُون[2] نهاري،
سائي ٻَرِ[3] ٻاري، جا گهرِ سَمي جي سَهَچي[4].

١٨

نه وَڏي، نه وِڪڙي؛ نه ڪَٽي ۾ ڪاري،
اِهَڙِ[5] سُهڻِ ساهيُون، ڏِرِيان[6] نه ڌاري،
سائي ٻَرِ ٻاري، جا گهرِ سَمي جي سَهَچي.

١٩

ٻاٻوڙو پيش ڪيو، نِڪون[7] نُوريءَ نيئي،
حاضُرُ[8] هُيون هَڪيُون، سَميُون سيئي،
نَواري نيئي، گاڏيءَ چاڙهي گڏري.*

٢٠

مُهاڻيءَ جي مَنَ ۾، نه گيرَبُ[9] نه گاءُ،
نيڻَن سين نازُ ڪَري، رِجهايائين راءُ،
سَمو سين مُلاءُ[10]، هيرِيائين حِرفَتَ[11] سين.§

٢١

نُوريءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ[12] هوءِ،‡
سَمو سَرُ[13] سَيِن ۾، مي مُوڙِچيو[14] سوءِ،
اَچيو اِيَنِ[15] ٻوءِ، حُجَتَ[16] پَڳي راڻين.†

٢٢

مي مَڇيءَ ۾ هَٿَڙا، وِيني ڪري وَرَنّ[17]،
راءِ[18] اَکين رَکي، مُهاڻي مَنجهه مَنّ،×
تَماچيءَ جي تَنّ، ڳالهيُون ڇِپِيُس ڳجهيُون.

٢٣

هَٿين، پيرين، آرَڪين[19]، مُنهن نه مُهاڻي،
جِنَ سَڳو وِچِ سُرندڙي[20]، تِنَ راڻين ۾ راڻي،
اَصُلُ هُئي اَنَ ڪي، اَهَلَ[21] جاماڻي[22]،
سَمي سُڄاڻي، ٻيڙو[23] ٻَڌُس ٻانهن ۾.

٢٤

ڀَڙو ڪِنڌن ۾ ڪِين ٻيو، جهڙي سونهن سَندِياس،

---

١- روم ولايت يعني ڏورانهان ملڪ ٢- چاڙهي، نرت سان ٣- هلت چلت ٤- ورڇي ٥- لوڙ لڪڻ ٦- اَصل ڪان ٧- نڪين وٽ ٨- حاضر ٩- همت ١٠- وچان ١١- چترائي ١٢- نهايت ١٣- سردار ١٤- موهيو ١٥- ٻيهن ١٦- دعويٰ ١٧- رنگ روپ ١٨- راجا ١٩- روپ ۽ روش ۾ ٢٠- سرنديءَ جي تارن وچ ڏاڍو (تارن ۾ مول) ٢١- روش ٢٢- شاهاڻي ٢٣- نڪاح جو ڳاڙهو سڳڙو.

*جام تماچيءَ سيني راڻين کي چيو، نوريءَ کي نواريءَ کيس پاڻ سان گڏ گاڏيءَ ۾ چاڙهيو.

§سيني راڻين وچان، نوريءَ ئي سمي کي پنهنجي چترائي سان موهيو.

‡نوريءَ جي نماڻائي، بيحد حيرت جو ڪارڻ آهي.

†راڻين جي دعويٰ پڄي پيئي ۽ هو اَچيو سندس (نوريءَ جي) پنيان بيهن.

×راجا هنگي (نوريءَ کي) ازل کان ئي پنهنجي هردي ۾ جاءِ ڏني هئي.

مَڏَ[1]، مِياڻيوُن، مَڪُڙا[2]، مِڙُئي مَعافُ ٿِياسِ،
مورِچَلَ[3] مَٿانسِ، اَيو ٽَماچِي ٽي هَٽِي.

٢٥

ٽڙُ ٽَماچِي جامَ جو، ٽَماچِي ٽَڙَ راءِ،
ٽَماچِيءَ جِي ٽَڪِيءِ[4]، ٽوُن ٽَماچِي ڳاءِ[5]،
تہ ٽوُن ٽَماچِياءِ[6]، ٽَماچِي ٽَڙَ لَهِين[7].

٢٦

ڪوءِ سَميوُن[8]! سُومرِيوُن! جي اَچِنِ اوُچي ڳاٽِ،
وَرُ سي ڪِنجَهرَ جائيوُن! جِن ٽَماچِيءَ جِي ٽاسِ،
راڻيُن مُلان راسِ[9]، ماڻڪُ مي ٻرائيو.

وائي

هيِري هَٽُ وِڌائين، وِڪهي سائيُن وِچَ ۾،

نَوازِشِ نُوريءَ جِي، آهي ٽَماچِيءَ ٽائين،*
گَمَدَگِيءَ گوشو ڪيو[10]، عَطُرَ[11] اوسَ اوٽِيائين،
اَنڌا، مَندا آئِيا، سَخا[12] سَڌُ وِڌائين،
ٻِسو جوُڏُ جُوانَ جو، ڪو هَمَڏُ ڪونَ مَٽيائين،[13]
قيمَتَ[14] ڪَميڻَن سين، جَهڙي وَٽَ وَٽيائين،§
مولِي مَڇِيءَ هَٽَ ٽي، ڪوڏَنِ جڻَن ڪڍيائين،
ماڻڪَ مياڻَن ۾، چِلُرَن جڻَن چِٽيائين،
ڏيٺي سوُنَ سُوالَ[15] ۾، رُپي رانِد ڪيائين،
پاڻيڪَ[16] آڻي پاڻَ سين، لعلوُن سَپِ لُٽيائين،
ڦيروزا[17] فَقيرَن ٽان، گهوري سَپ گهوريائين،
اَلي، عَبدُاللَطيفُ چئي، اَچِلي[18] اَمُلَ ڏِنائين.

## سر ڪاموڏ ـ داستان پهرئين جو سار

جام ٽماچيءَ، نوريءَ جي حسن ۽ حلم تي موهجي، کيس پهنجي پٽ راڻي ڪيو آهي. راڻين جي راڻي هوندي بہ نوري نياز ۽ عجز کي هٿان نہ ٿي ڇڏي ۽ راءِ کي ور ور ڏيئي اِئين ٿي پيئي چوي تہ ”مهنجي ذات خسيس آهي؛ توُن اُنکي ڏسي، مونکان مٺهن نہ مٽج، پر پاڻ سڃاڻج.“ سمي، سگ، اُنهن سان ڪيو آهي، جنهجو واهپو ڪکيءَ سان آهي. ٽماچي سردار ساڻن ڏاڍا سهڄ ٽوڪري ۽ سندن دامن، رُپي، سون، لعل، فيروزن ۽ پاڻيڪن سان ڀري ٿو ڇڏي. نوريءَ جو جنم، مهاڻن ۾ ٿيو آهي، تہ بہ سندس هلت چلت جائي جم ڪان شاهاڻي آهي: ”اَصل هئي اُن کي، اَهل جاماڻي.“ ٽماچي سردار اَيو ٿي، مٿانس مورچل پيو هٽي. مڙني راڻين جي دعوي ماٺ پيجي پورا ٿي پيئي آهي.

١- سامان ٢- مڇي گڏ ڪرڻ جون جايون ٣- مور جي کنڀن مان ٺهيل پکا ٤- مڪان يا آستان تي ٥- ٽماچيءَ جي ساراه ٦- ٽماچيءَ کان ٧- ٽڙ تي ٽماچيءَ جو ديدار ڪرين ٨- مغروريءَ سان ٩- جام ٽماچيءَ جهڙو اَملهہ ماڻڪ ١٠- ڪم تي ويٺي ١١- ٻالوت ١٢- هوڪو ڏياريائين ١٣- سخا ١٤- قيمتي وستو ١٥- خيرات لاءِ سوال ١٦- آبدار موتي ١٧- نيلي رنگ جا هيرا ١٨- بي بها ماڻڪ.
*نوريءَ تي فيض ٿيسين آهي، جيسين جام ٽماچي حيات آهي.
§خسيس مهاڻن ۾ قيمتي سوغاتون اِئين ورهايائين، جڻ ڪا وٽ ورهجي.

## داستان ٻيو

١

سرُ سلامت[1]، سُهڻين! مرڪڻا![2] توُن مَ مرئج!

آهيين نارُ اکين جو، وٽان موُن مَ وڃيج،

تماچي! لکيج[3]، ڪو ڏينهن ڪنجهر ڪنديين.

٢

ڪو ڏينهن ڪنجهر ڪنديين، توُن تماچي! لکُ[4]،

اوُچو تيوم اڳُ[5]، موُن ڪُرُ ملاحن ۾.

٣

هيٺ جرُ[6]، مٿي مجرُ[7]، پاسي ۾ وٽڪار[8]،

اچي وچي وچ ۾، تماچيءَ جي ساءَ[9]،

لڳي اُڙ واءَ[10]، ڪنجهرُ هندورو ٿئي.

٤

هيٺ جرُ، مٿي مجرُ، پاسي ڀرين سندامِ،

ڪوڙيين[11] ڪاج[12] سڌامِ[13]، اڻ سڌو[14] ڪون رهيو.

٥

هيٺ جرُ، مٿي مجرُ، ڪنديءَ ڪونر[15] ترنِ،

ورني[16] واهوندن، ڪنجهرُ ڪٿوري[17] ٿئي.

٦

سميوُن ڪري سينگارُ، راءَ ريجهائڻ آئيوُن،

جامُ هٿ ۾ جامُ[18]، جُلي[19] جُهيرن وچ ۾.

٧

ميءَ هٿ ۾ مڪُڙي، جامُ هٿ ۾ جامُ،

سچو ڏينهن شڪارُ، ڪنجهرُ ۾ ڪالهه هو.

٨

نوُريءَ جي نوازيو، تيو تماچي لئي،*

گاڏيءَ چاڙهي گڏري، ماڙهوُ ڪيو مي،

ڪنجهرِ چوُندا ڪي، تہ سچُ سياڻي ڳالهڙي.

§٩

جامان اڳي جي جانيوُن، تن جي نِرت[20] نوُريءَ کي ناهه،

نہ متهن، نہ مارڪي، نہ وڃن ڪنهن وهانءَ[21]،[22]

سي ڪنجهرَ ڪنديوُن ڪانهه[23]، جن تماچي ٽڪيو.

١٠

نہ ڪنهن جائو جامَ[24] کي، نڪو جامَ وياءَ[25]،

نديءَ ونيءَ گڏريءَ[26]، سين آهه سياءَ،

"لَمْ يَلِدْ وَ لَمْ يُوْلَدْ"، اِيءُ نجابت[27] نياءَ[28][29]،

ڪبرُ[30] ڪبرياءَ[31]، تختُ تماچيءَ جامَ جو.

---

١- سلامت ٢- اي مرڪندڙ سهڻين! ٣- لکيج ٤- مدهن ٥- ڳاٽ ٦- اوجل پاڻي ٧- ٻڏيل ٨- وٽڪار ٩- لطف ١٠- پينگهو ١١- ڪروڙين، سهسين ١٢- ڪارج ١٣- منهدجا سِڌ ٿيا ١٤- سڌ نہ ٿيل ١٥- ڪنول گل ١٦- بهار جي اچڻ سان ١٧- مشڪ، عطر ١٨- هلي چلي ١٩- جهيڙ ذات جي مهاڻين ٢٠- نگاهه، جاڻ ٢١- وهانءَ جو منڊپ ٢٢- غميءَ جو ميڙ ٢٣- ڪيڏانهن ٢٤- ڄڻيو ٢٥- اولاد ٢٦- ڏورانهون عزيز ٢٧- نہ ڪنهن ڪيس ڄڻيو، نہ ڪنهن کي ڄڻيائين ٢٨- شرافت ٢٩- اِنصاف ٣٠- شان ٣١- دٻدٻو.

*تماچيءَ جو نالو انهيءَ ڪري ٻيو ڳائجي، جو هن نوريءَ کي نوازيو.

§ جيڪي زالون، جام کان اڳي جايون (يعني جام جي گهر جون وڏيون)، تنجي جاڻ نوريءَ کي ناهي. اُهي شاديءَ غميءَ لي ڪٿي وڃن. جن جو آڌار تماچي، سي ڪنجهر کي چا ڪن.

11

پکن پوء[1] پچار[2]: "اڄ لماچي آئيو"،
مرڪن ملاحن جا، متي باندين بار،
وڏي جام جمار! جنهن مياڻيون موڪيون[3].*

12

پکا پکاريو[4]، جام لماچي آئيو،
گوندر[5] لاهيو، گندريون[6]! آلڻ اجاريو[7]،
ڪنجهر قراريو[8]، سمي سام[9] بخشي.

13

ڪو جو ڪامڻ[10] ۾، آهي اکڙين ۾،§
تن لماچيءَ جام جو، نايون[11] پايو[12] ني،
عشق ائن ڪري، جئن جارو جام ڪلهي ڪيو.‡

وائي

ڪنهن ڪي ڪيرُ چوندو مي؟ اڙي! ائي سمي جا سمنگي[13]،
سمي جي سُهاڳ جو، ميندي[14] و ڳنتو[15] مي،
جارو جام ڪلهي ڪيو، عشق ائن ڪري،
جن وهڻ نه ڏني وت ۾، تيا سلامي سي،
عالم[16] انعامي[17] ڪيو، نوريءَ ناز ڪري.

## سر ڪاموڏ - داستان ٻئي جو سار

ٻهار جي مند موٽي آهي ۽ ساري ڪنجهر عطر سان واسجي ويئي آهي. مٿي هير پيئي لڳي، ۽ ڪنجهر جو اوجل جل، هندوري وانگر پيو لڏي. پاسن کان وڻڪار آٿس ۽ ڪنڌين تي ڪنول. اهڙي جانفزا فضا ۾ جام لماچي ۽ نوري، ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، سارو ڏينهن شيل شڪار پيا ڪن. نوريءَ جي صدقي، سردار، سيني مهاڻن کي سام بخشي آهي ۽ سندن مياڻيون موڪيون آهن. نوريءَ جي نيڻن ۾ اهڙو ڪو جادو آهي، جو لماچيءَ جي تن کي جڻ نيزي جي نؤڪ تي ڪٽي ورتو آٿس. اها عشق جي ڪرامت آهي، جو شاه ۽ ٻانهي سان هڪ ٿيو وڃي. نوريءَ جي محبت ۾ مٺڻ جي، لماچيءَ جهڙو شاندار حاڪم به، جار ڪلهي تي ڪري، مهاڻن جي وچ ۾ وينو شڪار جو شغل ڪري!

•

"سر ڪاموڏ"- ڪاموڏ "ڪامودا" جي بگڙيل صورت آهي. "ڪامودا" جي معنيٰ آهي "ڪام يا پريم وهيٽي". هندستان جي گائڻ وديا موجب، ڪاموڏ هڪ راڳڻي آهي، جا ديپڪ راڳ جي پنجن استرين مان هڪ آهي. هيءَ راڳڻي "سمپورڻ" سڏي ٿي وڃي ۽ ٻپهريءَ جو ڳائبي آهي. رسالي ۾ هيءَ ٿي سر آهي، جنهن ۾ محض وصل جي وائي آهي.

---

۱- پوي ۲- هل ۳- ڀلون معاف ڪيون ۴- اوجل ڪريو ۵- چنتائون، غم ۶- مهاڻيون! ۷- صاف ڪريو ۸- بي فڪر ٿيو ۹- پناه، اجهو ۱۰- جادو ۱۱- نيزا، نؤڪون ۱۲- چڪي، ڪنيو وٺي ۱۳- نوازي ۱۴- وارن جون چڳون ۱۵- وڙهيو ۱۶- سارو جهان (سڀ مهاڻا) ۱۷- نوازيل.

*شل جام وڏي آورجا ماڻي، جنهن مياڻين تان محصول معاف ڪيو.

§مهاڻيءَ جي نيڻن ۾ اهڙو ڪو جادو آهي!

‡عشق جا رنگ اهي آهن، جو لماچيءَ جهڙي حاڪم به مهاڻن جي جار ڪلهي تي کنئي آهي.

# سُر گھاتو

## داستان پھريون

١

گھنگھوريا[1] گھڻ جاڙ[2]، موڙھي مت مھائين[3]،

ويا گڏجي وارن ۾، پيا مُنھن مھراڻ،

اُڀيان ٻويان ٽاڻ[4]، ويا ويچارن وسري۔

٢

ماڪ پچائين مولھيا[5]، ھتان راھ ٿئي،

اوليون[6] اُڇھڻ[7] لڳيون، ويا ونجھ وھي،

ڪلاچيان[8] ڪھي، ڪڏھن ڪون آئيو۔

٣

ڪو جو ڦھُر ڪلاچ ۾، گھڙي سو نه ٿئي،*

خبر ڪون ڏئي، نه رڃ[9] ڪھاڙي رَنديا[10]؟

۴

ڪالھ ڪلاچيءَ ويا، چڻيون[11] ڪٺي چڳير[12]،

پاڙون پيرو[13] نه ڪيو، اَدن ڪي اوير،

اھڙي خاصي ڪير[14]، ڪن ورائي جھلي۔

۵

تريون[15] پسان نه تار[16] ۾، جھڳا[17] جاءِ نه ڪن،

مادر! ملاحن[18]، ماڳ نه ڏويا مڪڙا۔

٦

ڏھاٽي[19] ڏنم ڪيترا، جنين مارين موڪ،

---

١- منجھي پيا ٢- گھڻو جاٺندڙ (ماھو) ٣- ورياھن جي ۴- وقت ۵- ٻگون ٦- ٻيڙي ھلائڻ جا ڳڻ ٧- لڙھڻ ٨- ڪلاچيءَ (ڪراچيءَ) جي ڪن مان (ڪلفٽن ۽ منھوڙي جي وچ ۾) (ڪلاچي ذات جا بلوچ، اُنجي نزديڪ ڳوٺ ٻڌي وينا ھوا) ٩- چار ١٠- روڪيا ١١- ميچ مارڻ جا وڏا پالا ١٢- طرن وارا ١٣- پيرو ڪرڻ=موٽي اچڻ ١۴- ٽولي ١۵- ترھا، مڇيا ١٦- درياھ ١٧- وڏا چار ١٨- ٻيڙيون ١٩- گھٽي انداز ۾ (مڇيون)۔

*ڪلاچيءَ جي ڪن ۾ اھڙو ڪو ڦھر ٻيو وسي، جو جيڪو تو اندر گھڙي، تنھن کي تو ڪٽي۔

گهرَ ۾ گهاٽوُ ٽڙَنِ[1] جا، تا ماريندمِ[2] ٽوڪَ،
لَڏي وِچان لوڪَ[3]، اوُنهي وِيا اوهِري[4].*

7

كالهہ كَلاچيءَ[5] وِيا، گهاٽوُ كَري گهوُرَ،
ماڏرِ![6] مَلاحَنِ جا، ويٺي سَهان سوُرَ،
مون كي كري مَلوُرَ[7]، اوُنهي وِيا اوهِري.

8

اُيي[8] اوسڙان اسَ ۾، جَهليو[9] كُنَّ كِنارَ[10]،
گهاٽوُ گهرِ نہ آئِيا، وَڏي لڳِينَ وارَ[11]،
هُيَسِ جنين هارَ[12]، سي موڙي چڙهيا مَكُڙا.

§9

كِلي جان كِنكارِيان[13]، تان سائي سَگُّ نہ كَنِّ،
واريو وَهتَ وَڄنّ، كِنِ سِياڳِنِ ساڃهان.

10

جتي گهورِيو گهاٽوئين[14]، لتي واريءَ بُتَّ[15]،
سَهسين سائِي مُتَّ[16]، سَرُسُكو[17]، سوُنگهي[18] ڳيا[19].

11

نَكا ٻوءِ بازارِ[20] ۾، نَكا چِلُرَ[21] چَتَّ،
جتي ڏنيرِنِ[22] جي، اڳي هُئي اَكَتَّ[23]،
سي پڙ پَسيو پَتَّ، ماڙهوُ وَڃنِ موٽيا.

12

مون اَڏاريا[24] مَڇَڙا[25]، اَللهَ! گهاٽوُ آڻِ،
ميان! مُداڙنِ[26] سين، مون كي، قادرَ! وِجهہ مَ كاڻِ،
هَٿَ[27] مُنهنجي هاڻِ، قَدُرُ لَڌو جن رَي.‡

13

اوري هُئا نہ آئِيا، جيكَسِ وِيا پَري،
سائِي سَڏَ كَري، ماڳ نِهاري موٽيا.

14

اَئِين جا لَڏو لوڏَ، اِيَ پَرِ[28] گهاٽوُ ٽڙَنِ جي،

---

١- مڇي ماريندڙن ٢- سامان ٣- سمنڊ ۴- گم ٿي ٥- ٻوڙهي جاچ ٦- اَمڙ! ٧- ملول ٨- اُس ۾ رلان ٩- ونيو ١٠- كنارو ١١- دير ١٢- پروسي ١٣- وهنوار ١۴- ٻولا كئي (درياه ۾ مڇيءَ لاءِ) ١٥- ٻيڙ- ١٦- منا ١٧- درياه ١٨- محصول اوڳاڙيندڙ ١٩- ويا ٢٠- مڇيءَ جي بانس ٢١- چلرن جي وسكار ٢٢- مڇيءَ جو قسم (ڏنيرو) ٢٣- اَكت تعداد ٢۴- اَڏارا وڙتا ٢٥- مڇيون ٢٦- كوني دارن ٢٧- سرير ٢٨- دستور.
*لوك پا سنسار مان لڏي، وڃي عميق ۾ غرق ٿيا.
§مهاڻي ٿي چوي تہ "هينئر سائين كي كلي كيكاريان ٿي تہ هو پوري خوش خيرعافيت ۾ نہ ٿا كن. هو پنهنجا وهت وراهي، وڃيو سهاڳڻين جي سامهون پيهن."
‡جن كان سواءِ منهنجي سرير كي اُنهنجو قدر پيو آهي.

ڪُنَّ ڪَلاچيءَ ڪوڙ[1]، سُڪ نہ سُتا ڪَڏهين.*

گهورِ يندي[2] گهورِ[3] پيا[15]، اَگهورِ[4] گهوريائون،

مَيڪُرُ[5] ماريائون، مَلاحَنِ مُنهَن سَنرا[6].

جان گهڙندا گهاتوئا[16]، تان رَڇَنِ ڏيو رَڱُ[7]،

سَڳايُون[8] ۽ سَڱُ[9]، ڪَلاچيءَ ڪيرُ ڪَري؟

جِتِ جُهڳا[10] پائيين جهولَ[11][17] ۾، اِتِن نہ مَرن مَڇَّ،

سَبُرَ[12] دارِ سَمَنبِ جا، ڪي رائون رَکيئون[13] رَڇَّ،

هي چارُون ۽ چَڇَّ[14]، آڃا[15] اوڙاهَ[16] اَڳاهون[17] ٿيو.§

وائي

جيڪُس جَهليا[18] مَڇَّ، گهاتوُ گهر نہ آئيا،

ڪاهي وَڃِ، ناکُئا[19]! ڪَريو بُري[20] ٿي بَڇَّ،

ڪاٿي سَندَنِ ڪُنديُون؟ ڪاٿي سَندَنِ رَڇَّ؟

ڪُنَّ ڪَڙڪو ڏايو، اَنُو[21] اَکِيان اَڇَّ،

اَدِيُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، سَڀ لَنگهيندا ڇَڇَّ.

## سر گهاتوُ - داستان پهرئين جو سار

ڪلاچيءَ جي ڪن ۾ ماهر ملاحن جا به اوسان خطا ٿيو وڃن. گرداب جي گردانين ۾ سندن اوليون ۽ ونجهه لڙهيو وڃن. هن قهري ڪن مان ڪو به سلامت بچي نہ ٿو نڪري. جي اڙيا، سي ويا. ويچارا ملاح (ڇهه پائر) ميڪر جا شڪار ٿي، وڃي عميق جي تري ۾ پيا ۽ پنهنجين وهن کي وره ۾ وجهي ويا. هدن ڪان سواءِ بازاريون ۽ بندر سڃا آهن. هو اهڙي هند وڃي پيا آهن، جتي ڪو ڪنهنجو سڏ نہ ٿو سڻي. ڪلاچيءَ جي ڪن کي ڪنهن لاءِ درد ناهي؛ اُن کي ”نہ سڳايون، نہ سڱ.“ سچاڻ ملاح نيٺ مانگرمڇ کي ماري فنا ٿا ڪن. هي سنسار به هڪ ڀيانڪ مهاساگر آهي ۽ نفس يا من هڪ قهري مانگرمڇ. ڪي ٿورا سالڪ ئي اُن کي اِئين نگهوسار ٿا ڪن، جيئن مورڙي، ڪلاچيءَ جي ميڪر کي ماريو.

•

”سر گهاتوُ“- گهاتوُ لفظ جي معنيٰ آهي شڪاري يا ماري. هن سر کي اِهو نالو اِنهيءَ ڪري ڏنو ويو آهي، جو منجهس مڇي مارينڊڙن جو ذڪر آهي. مورڙي جي پائرن کي ڪئن هڪ مڇ ڳڙڪائي ويو، ۽ وري مورڙي ڪئن مڇ کي ماريو، تنهن ڏانهن همت اِشارو آهي. اِنسان جو من به هڪ مردود مڇ آهي، جنهنکي مارڻ لاءِ ڪو مورڙي جهڙو مرد کپي.

١- شوق ٢- ڇولينديون ٣- ڪن ۾ ٤- اونهو سمنڊ ٥- مانگرمڇ ٦- سرها ٧- رنگ ٨- عزازئون ٩- مائٽيون ١٠- جار ١١- درياهه جي جهول (گوشي ۾ بيٺل پاڻي) ١٢- پڪتا ١٣- رگيل ڏورا ١٤- سمنڊ جون ٿانگهيون ڪاريون ١٥- ٻوراڙ ترايون ١٦- سمنڊ ١٧- اڳتي ١٨- شايد ١٩- ملاح ٢٠- ٻچڙي جيو (مانگرمڇ) ٢١- آب جي اڇ.

*ڪلاچيءَ جي ڪن گهوري جي شوق ۾، گهاتو ڪڏهن به آرامي نہ ٿا ٿين.

§هي سمنڊ جا ٿانگها هند آهن، اوڙاهه آڃا اڳتي آهي.

# سُر سورَٺِ

## داستان پهريون

١

اَللهَ جي آسَ ڪَري، هَليو هِٺائِين[1]،
چارڻُ[2] ٻَڌا چَنگَ[3] کي، جهوڙا[4] ۽ جهائِين[5]،
ڏولي[6] راءِ ڏِياچَ جي، ڏُوران[7] ڏِنائِين،
وِينتي واحِدَ دَرِ، تنهن وِيرَ ڪَيائِين:
”سَباجها سائِين! راءُ رِيجهائِين راڳَ سين[8].“

٢

پَرديسان پَنڌُ ڪَري، هَلي آيو هيتِ،
جاچڪُ[9] آيو جيتِ، سِرَ جوُن صَدائُون[10] هَٺي.

٣

پَرديسان پَنڌُ ڪَري، هَلي آيو هيءُ،
مالُ نَہ مَنگي مَنگڻو، جاچڪُ گهُري جيءُ[11]،
”وَيِ، وَهِلو[12] ٿِيءُ، ساعَتَ صَبرُ نہ سَهان.“

٤

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، هَلي آيو هوُن[13]،
اوُنچو توُن عَرشَ تي، آنءُ پورو[14] مٿي پوُن[15]،*
ڪيئَن ٽُسَندين[16] توُن؟ هيءُ سِرَ سُوالي[17] مَنگڻو.“

٥

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، آيُس آڳاهين[18] ماءِ[19]،
جي وِهاڻيءَ[20] وِيرَ مَ ٿِئي، تہ موُن هيرَ[21] ئي هَلاءِ،
سوُنهارا سورَٺِ وَرَ[22]! ڳالهہ هِنئين سين لاءِ،
سو مَنگڻهارُ مَلهاءِ[23]، جو وِچان وِيرِيَن[24] آئيو.“

٦

”پَرديسان پَنڌُ ڪَري، سُٽي آيُس شانُ،

---

١- هٺائين (انيراءِ جي ڏيڻ ۾) ٢- ساز وڄائيندڙ منگڻهار ٣- سرندي يا تنبوري ٤- ٽوٽر، جهابا ٥- گهنگهرا ٦- هٺي محل ٧- پريان ٨- راڄا ٩- منگڻهار ١٠- پڪارون، سوال ١١- جان ١٢- جلد، سگهو ١٣- مان ١٤- پورڙو، نادان ١٥- پرٿوي ١٦- راضي ٿيندين ١٧- سر جو سوالي (گهرندڙ) ١٨- بنه هيٺڙ ١٩- مان ٢٠- پرڀات جو ٢١- هيڏهن ٢٢- سورٺ جا پتار! ٢٣- مرڪاءِ، نواز، سرخرو ڪر ٢٤- دشمن (انيراءِ ڏانهن اشارو).

*تنهنجي پدوي اوچ آهي (تون آڪاس تي آهين)؛ مان نادان پرٿويءَ تي آهيان.

مڱڻ ڪھڙيءَ مَتِ[1] سين؟ نِسورو نادانُ!
سو ڪوڏيا وِئين ڏانُ، جو طَمَعَ[2] کي تَرڪُ[3] ڪري."

٧

"سَرديءَ سالمُ نہ رَهان، گرميءَ تيان گُدازُ،*
اَمُن ڏيج اَمانَ توُن، سائلُ هٿي سازُ،
رَباڀيءَ کي رازُ، خالصُ ڏيج خَليلَ جو."§

٨

"سَرديءَ سالمُ نہ رَهان، ڪوسي سُهان ڪانَ،
اَمُن ڏيج اَمانَ توُن، دوُر ڪري بيا دانَ،
پانڌَپ! ڪاٿي پانَ، وِجهج پِڪ پينارَ تي."

٩

"تو دَرِ آيُس، راجيا! جاچڪُ وَني جيَّ،
ڪنان[4] "نارُ حاميَہ"[5]، هاڻ بچائج هيَّ،
والي ڏيارِيئي[6] وِيَّ[7]، جت آهي "جَنَّاتُ عَدنِ[8]."‡

١٠

"تو دَرِ آيُس، راجيا![9] هَهڙو وَني حالُ،
اونائيج عَليلَ[10] جو، سَباجها! سُوالُ،
اَگَهَ مَتي آنهجي[11]، ڪَهي ڪي قَوالُ[12]،
پَلا![13] ڪري پالُ، اَمُن ڏيو اُنَ کي."

١١

"تو دَرِ آيُس، راجيا! بيا دَرَ ڪري دوُرِ،
سائلُ[14] تو سَين هَٿي، هَردَمُ آن[15] حُضوُرِ،
پيو نہ مڱي موُرِ[16]، اَمُن ڏيو اُنَ کي."

١٢

"تو دَرِ آيُس، راجيا! بيا دَرَ ڏيئي پِنَّ[17]،
ڪَهان جو ڪُماچ[18] سين، سو سُڻُ[19] سَباجهي ڪَنَّ[20]،
جا مَڱَ[21]، مُنهنجي مَنَّ[22]، سا توکي مَعلوُمُ سَيَڪا."

١٣

"بيا دَرَ ڏيئي پَنَ کي، آيُس تُنهنجي دَرِ،
سوُنهارا سورَت وَرَا! ڪا مُنهنجي[23] ڪَرِ،
پَلا! پيري[24] پَرِ، پالهو[25] پانڌ[26] پينارَ جو."

## وائي

ڏِٺو راءِ ڏِياچَ، هيُ سِرُ صاحبَ تانِ صَدقو،
چَڙي هَليو هِتهين، راڻيُوَن پَنهنجا راجَ،
اَگهيو دَرِ اَللّهَ جي، ڪوڙين پُنَس ڪاجَ،
مَڱي وَرتو مَڱڻي، ڪَهي سازُ ڪُماچَ،
اَدِيُوَن، عَبدُاللطيفُ چئي، تِيَس ڪَمَ سُڪاجَ.

١- هوش، سمجھ ٢- لمعا ٣- دفع ڪري ٤- ڪان ٥- جلائيندڙ باھ (اَنيراءِ جا عذاب) ٦- ڏٺي ٧- گلشن، باغ ٨- عدن جو بهشت (باغ عدن) ٩- اي راجا ١٠- نبل، ضعيف ١١- اُوهانجي ١٢- راڳيندڙ ١٣- اي پال ڪندڙ ١٤- سوالي، مڱڻهار ١٥- اُوهانجي حضور ۾ ١٦- دل جي تسڪين ١٧- ترڪ ڪري ١٨- چوان ١٩- ساز، رباب ٢٠- سباجهي ڪن سان ٢١- خيرات ٢٢- منهنجي دل ۾ ٢٣- ڪا منهنجي اون ڪر ٢٤- قيري، وري ٢٥- خالي جهولي ٢٦- مڱڻهار.
*مونکي سهڻ شڪتي ڪانهي. سرديءَ ۾ سريو سالم نہ رهيم ۽ گرميءَ ۾ ڳريو ويان.
§هن راڳيءَ کي پاڻ وٽ سڏي، گهري دوست (خليل) جهڙو ڪو نج (خالص) ڳجھ سڻائج.
‡شل ڏٺي توکي اهو بهشت عطا ڪري، جتي عدن جو باغ آهي.

## سر سورٺ - داستان پهرئين جو سار

ٻيجل، چنگ کي جهوڙڻ سان سينگاري، الله ۾ آس رکي، راءِ ڏياچ جي محل طرف اچي نڪتو آهي ۽ واحد کي وينتيون ڪري پيو چوي تہ:
”سباجها سائين! راءِ ريجهائين راڳ سين.“
محل اڳيان اچي تو سر جي صدا هڻي. راجا کي ريجهائڻ لاءِ چنگ چوري، سندس اُستتي تو ڳائي: ”ٿنهنجو شان سٺي، ٻيا در سڀ ٻن ڏٺي، هٿ آيو آهيان. هاڻ اُتي مڱڻهار ملهاءِ ۽ اهڙو ڪو ڏان ڏيار، جو طمع کي ترڪ ڪري. تون اوچو مٿي عرش آهين، مان ٻورو مٿي ٻون آهيان. اي سورٺ ور! جيڪي ڪماچ سان چوان، سو سباجهي ڪن سان سڻج. منهنجي مڱ، جي توکي سڌ آهي؛ هاڻ اُتي ڪا منهنجي ڪر:
”يلا! ٻيري ٻر، پالهو پاند پيمار جو.“

•

## داستان ٻيو

١

جاجڪ[1] جهوناڳڙهَ[2] ۾، ڪو عَطائي آيو،
تَنهن ڪامِلَ[3] ڪَلِي ڪِينَرو[4]، ويهي وَڄايو،
شَهرُ سَڄوئي سُرَ سين، نَندُن نِپايو،
دايُون[5] دَرِماندِيُون[6] ٿيوُن، ٻايِنِ[7] ٻاڏايو،
چارَڻَ ٿي چايو[8]، تہ ماري[9] آهي مَڱڻو.

٢

ساري راتِ صاحبَ کي، ڳڙهَ ۾[10] ڳايائين،
اُنِس[11] ماڻڪ مينهَن جئن، هَٿ نہ ڇنائين،
ٿي[12] لائِقُ[13] لَڌائين[14]، جِئن هو ميرائي[15] مَڱڻو.

٣

نِرلي[16] تَندُ نِيازَ سين، ٻيجَلَ ٻُرائي[17]،
راجا رَنولَن[18] ۾، وَرنائي[19] وائي،
ڪوناياڻين ڪوٽَ ۾، ٻارِتُ[20] ٻاجهائي[21]،
راجا راڳائي، هَردوئي[22] هيڪ ٿيا.

٤

نِرلي تَندُ نِيازَ سين، ٻُرائي ٻيجَلَّ،
راجا رَنولَن ۾، اونائي اَمُلَّ[23]،
رازُ ڪَيائين[24] راءِ سين، ڪَنهن موچاريءَ مَهَلِ[25]،
”اَنَا اَحْمَدُ بِلاَمِيمٍ“[26]، سَينَ هَنئي سائِلِ[27]،

١- مڱڻهار ٢- ذات عطا ٿيل ٣- ماهر ٤- سرندو ٥- هتي ٻانهيون ٦- وياڪل ٧- راڻيون ٨- چوايو (سرندي ڪان) ٩- شڪاري (ماريندڙ) ١٠- قلعي ۾ ١١- وسيس ١٢- تنهنڪري ١٣- لائق إنعام ١٤- پاتائين ١٥- ورثي ۾ مليل ذات وارو ١٦- ڇناٽي ١٧- وڄائي ١٨- رنگ محل ١٩- قبولي ٢٠- ماهر راڳيندڙ ٢١- ٻاجهه ڪري ٢٢- ٻئي ٢٣- املهه يعني بي بها شخصيت واري راجا ٢٤- ڳجهه سليائين ٢٥- سڳوري ساعت ٢٦- ”آءٌ احمد آهيان بنا ميم جي“ (حضرت محمد جو پاڻ ڏانهن إشارو، صوفين جي ويساه موجب) (احمد، بنا ميم=احد=ذاتي) ٢٧- سواليءَ.

کَنهن کَنهن پيئي کَلَّ[1]، نہ هَرِدوئي هيڪُ ٿيا.

۵

کِهِين کِهِين ماڙهين[2]، پيئي کَلَ ڪائي،
رَسِيا جي رَمزَ[3] کي، تن پارِسي[4] پائي،
”اِلاّ اِنسانُ[5] سِرّي وَ اَنا سِرّہ[6]“، وَرٽي اِيَ وائي،
راجا راڳائي، هَرِدوئي هيڪُ ٿيا.

۶

راجا رَنگِ مَحَلَ ۾، جاڄڪُ[7] سِرِ زَمينَ،
جا هَمِيائين هَٿَن سين، سا سُٺي[8] بالا[9] بِين[10]،
جت اَچِن نہ اُردا بيگيوُن[11]، اُت ڪوٺايو اَمينَ،
”تازي[12] ڏيوسِ ٽِڪِڙا، جَوهَرَ[13] پائي زِينَ؛“
پِيو مَڱي ڪِينَ، ڏاران سِرَ، سَيّدُ چئي.

۷

راجا جو راضي ٿِيو، کَدِهن ڏِنا وَڏا ڏانَ،
موٽي ڪارِيا[14] مَڱڻي، طَرحَ[15] ٽُنبي[16] کي تانَ[17]،
”مُون وَٽِ مالَ مَتاعَ جي، ڪَمي آهي ڪانَ،
ڪارڻِ رَبَّ رِحمانَ[18]، سِرُ وَڍِي، سُلطانَ! ڏي.“

۸

سِرَ جي هُئائين هَلِيو، چارَڻُ چِتائي،
سو مُوڙا جَهلي نہ مالَ جا، تو ماڻڪَ موٽائي،
”تو دَرِ آيُس تي، جِنَ لو ناهِ نہ سِکيو.“

۹

پائي پَٽَ[19] کَٽا[20]، مُون تان مُورِ نہ[21] مَگيو،
تازي[22] طَبيلَن ۾، گهوڙا گَهرِ گَهڻا،
هاٿيءَ ڪارڻ هيڪِڙي، آنْ ڪا ٿَندُ هَڻان؟
جا مَٿي لو[23] مَٽِيا[24]، کَنهن سِرَ جو آهِيان سيڪِڙو[25].

۱۰

”جي ميراثي مَڱڻا[26]، آئُون پَڻِ مَنجهان تَن؛“
”ڪي ڪَهُ[27] مُنهنجي ڪَن[28]، اِرثَ[29] مَنجهاران اَنِ جي[30].“

۱۱

”ڪا جا ڳالهہ ڳري[31]، ٻيجَليا! ٻُڌاءِ مُون،
پيئين[32] جِنَ گِرنارَ ۾، ٿَندُن[33] تانُ ڪَري،
ڪِ تو پَندُ[34] پَري؟ ڪِ مَگُ، جهلِيندين؟ مَڱڻا!“

---

۱- پوڙ ۲- ماڻهن کي ۳- ڳجهارت ۴- هتي پارسي معنيٰ آهي ٻولي ۵- اِنسان منهنجو ڳجهہ آهي ۽ مان هن جو ڳجهہ آهيان (حديث) ٦- اِها ڳالهہ پيئي يا ٻولي هلي ۷- مڱڻهار ۸- ٻڌي ۹- مٿي (يعني محلات ۾) يا اوچ راجا ۱۰- ساز ۱۱- مرداني ويس ۾ ٻانهيون (حويليءَ تي پهرو ڏيندڙ) ۱۲- عربي گهوڙا ۱۳- زين کي جواهرن سان جڙي ۱۴- ڪرايا ۱۵- طرحين ۱٦- سرندي ۱۷- آلاپ ۱۸- ذاتي ٻاجهاري جي واسطي ۱۹- پٽ يا ڪشتي ۾ وجهي ۲۰- اُن جا داڻا ۲۱- هرگز پڻ نہ ڪٿي ۲۲- عربي گهوڙا ۲۳- تنهنجي مٿان ۲۴- زيور (يعني سر) ۲۵- سڪندڙ، لمدا رکندڙ ۲٦- آهي مڱڻا، جنکي ورثي ۾ ڳائڻ مليو آهي ۲۷- ٻڌاءِ چؤ ۲۸- منهنجي ڪن ۾ ۲۹- ورثي ۳۰- اُنهنجي ورثي مان ۳۱- چئي ۳۲- داخل يا وارد ٿئين ۳۳- سرندي جي تندن تي تان هڻي ۳۴- خيرات وٺندين.

١٢

"مڱڻ، نه جهليان مُورِ هيئن، نه مُون پَنڌُ پَري،
ڳِٽي آيُسِ ڳالهڙي، ڳُجهي تو ڳَري،
سا سَمجهج، سورٺِ وَرَ! ويندُسِ ڪين وَري،
پَريان پيرَ پَري، تو لَءِ آئيو آهيان."

١٣

مَڱَڻ، نه تُسي مَڱڻو، نه مِلڪَ، نه مالِ،
ڏانَئِڻُون ڏُورِ ٿئي، ڪا جا ڳُڻسِ ڳالِ!
آهي اِنَ خيالِ، نه ڏيئي تيان ڏاتارَ سين.

١۴

سِرُ مَڱي، سِرُ گُهري، سِرَ رِءِ ٿئي نه صَلاحَ،
غَريبَنِئُون نه گُذِري، تو ماري ميرَ مَلاحَ.*
نايو نَوابَنِ جا، سورِيو ڪَيئي ساهَ،
خالِقُ سَنجهه صُباحَ، ڪونه ڇڏِيندو ڪِٿهِين.

١۵

موٽِي، مَڱڻهارَ! شالَ مَ اَچِين ڪَڏهِين!
اَنئي پَهَرَ اَجَلَ جو، ڪُنديو مَنجهه ڪَهارَ،
جَنهِن لو سَبِ جَمارَ، هَنيا ڇَٽَ پَٽَنِ سين.

وائي

تُنهنجيءَ لَنڊُ لَنوارَ، يارَ! مُون مَنُ موهِيو.
مَلهي آئين، مَڱڻا! ڳَجي ۾ گِرِنارَ،
سِرَ جي صَدا ڇَڏِ تُون، ڏِيانءِ ڏيج اَپارَ،
دانَ ڏِيانءِ ڏِهرا، هَزارين هَزارَ،
اَلا! عَبدُاللطيفُ چئي، پَسان پِرين پارَ!

## سر سورٺ - داستان ٻئي جو سار

جاجڪ، جهوناڳڙهه ۾ اَچي، سارو شهر لندن سان لهايو آهي. ڪينرو وڄائي، سر جي صدا ٿو هڻي. دايون درمانديون ٿيون آهن ۽ ٻاين ٻاڪاريو آهي. ساري رات ڳڙهه پاسي ڳايو اٿس؛ ۽ صبح جو مٿس محل مان ماڻڪن جي ورڪا ٿي آهي. ميراثي، ماڻڪن کي ڇهي به نه ٿو. نيٺ راجا، ٻارت کي ڪوٺ ۾ ٿو ڪوٺائي. ٻيجل جي راڳ ۾ ڏياچ فدا ڪاڏي آهي. جاجڪ کي اُلي ٿو گهرائي، جتي "اَچن نه اُردا بيگيُون". مڱڻو چويس ٿو ته "مون ماڻڪن، هاٿين ۽ گهوڙن لاءِ لنڊ نه هڻي آهي. مون وٽ انهن جي ڪمي ڪانهي": "جا مٿي تو مٿيا، تنهن سر جو آهيان سيڪڙُو."

راجا، سندس رمز کي راضي ٿيو آهي ۽ ٻوءِ ٻئي خلوت ۾ گڏ ويهي هڪ ٿي ٿا وڃن: "راجا راڳائي، هردوئي هيڪ ٿيا."

---

١- اَصل، ٻمه ٢- ڪٽي ٣- ٿو وٽ ۴- ورائي، موٽي، واپس ۵- راضي ٿئي ٦- ملڪيت يا خزاني لئي ٧- ڏاتڻ يا دانن کان ٨- ونس ڳالهه ٩- ملاقي ١٠- سر کان سواءِ ١١- راضپو، چڱائي ١٢- غريبن مان ١٣- نه ٿو ٽري ١۴- مليح جو جمع (مليح=سهڻو، حسين) ١۵- نمايو ١٦- ڇڪيو ١٧- سرجڻهار، ڏٽي ١٨- سنجهي ٿوڙي صبوح ١٩- موت ٢٠- مرڪي، سرخرو ٿي ٢١- غلغلو مچائي ٢٢- ڏاج، اِنعام اِڪرام ٢٣- ٻيڻا يعني گهڻا ٢۴- محبوب جا پاسا يعني ماڳ.

*مسڪينن مان ته نه ٿو گسي، پر حاڪمن ٿوڙي حسينن کي به ماريو فنا ڪيو ڇڏي.

## داستان ٽيون

۱

ڪي جو پيچل[1] پوليو، پني ۽ ويهي پانَ،

راجا رُلُن[2] ۾، سيباٽو[3] سُلطانَ،

”آءُ مَتاهون، مڱڻا! مُقابل[4] ميدانَ،

گهوريان لکَ لطيفُ چئي، تُنهنجي قدمن تان قربانَ،

مَتو هيءُ مِزمانَ! هلي آءُ نه هت ڏِيَنءِ.“

۲

”آءُ مَتاهون، مڱڻا! چڙهي ۾ ڇوڏولَ[5]،

لوڪي گهوٽ گهرائيو، راجا مَنجهه رَنولَ[6]،

پيچل تو سين پولَ، وهاٽيءِ وَيَڻ جي.“

۳

مَڱڻ آيو مڱڻو، سازُ ڪَڇي سُرَندو،

سِرَ جي صَدا سُرَ ۾، گهوَرَ[7] هَٿي گهرندو،

مَٿي رِءِ مَلوڪ[8] جي، چارَڻ نه چُرندو،

جهونا[9]ڳَڙهه جُهَرَندو[10]، پُوندي جهانءِ[11] جَهروڪ ۾.

۴

مَڱڻ آيو مڱڻو، ڪَڇي سازُ سِري[12]،

لڳي لَندَ[13] لُنبيرَ[14] جي، پيا ڪوٽ ڪِري،

هَندين ماڳين هوءِ ٿي، تُنهنجي، پيچل! دانهن پري[15]،*

سِڀي تنهن سُلطانَ ڪان، اچي گهوٽ گُهري،

جهوناڳَڙهه جُهري، پُوندي جهانءِ جَهروڪ ۾.

۵

ڏاتارَ ۽ مڱڻي، ڪونه وَسيلو وچ،

سائي تالَ تندن جي، سائي چارڻ چت،

جي هتي جي هُت، ته ڳالهه مڙيائي هيڪڙي.§

۶

”جاچڪ[16]! تو جُهارُ[17]، ڏهه پيرا ڏِياچُ ڇڏي،

جنهن ۾ مالُ نه مِريءِ جيترو[18]، تنهن لُون طمعدارُ[19]،

جي اچيئي ڪم ڪِپارُ[20]، ته ويهه پيرا ويي ڏِيَنءِ.“

۷

”بيلي[21] ٻئي پارَ، جان مون نيڻ[22] هٽي نهاريا،‡

---

۱- مڱڻهار ۲- محلاتن ۳- وڻيو ۴- پڌري پٽ ۵- ڏوليءِ ۾ ۶- رنگ محل ۷- ليزيءِ سان وڄائي (ڳائي جو اصطلاح) ۸- بادشاه ۹- ماتم ۾ پوندو ۱۰- واويلا ۱۱- محلات ۱۲- ڳجهه پريو، حيرت انگيز ۱۳- لنبي يا سرندي وڄائيندڙ ۱۴- هل هلاچو ۱۵- وڃي ۱۶- اي مڱڻهار! ۱۷- نمسڪار ۱۸- هڪ ڪاري مرچ جيترو (لپ) ۱۹- طلبگار، طالب ۲۰- متو، سر ۲۱- ٻر ٻيلي جا ٻئي طرف ۲۲- نيڻن سان جاچي ڏٺا.

*اي پيچل! تنهنجي صدائن جي ڪري چوڌاري هاهاڪار مچي ويئي ۽ سڀني ڪان تنهنجي دانهن نڪري ويئي.

§هيٺ پڌر لي لوڙي رنگ محل ۾ هڪڙيائي ڳالهه (سر جي طلب) پئي ڪيائين.

‡ٻر ٻيلي جي ٻنهي طرفن ڏانهن مون نظر ڪري (چتائي) نهاريو.

چوري[1] رکيمِ[2] چت ۾، ڏسڻ[3] جا ڏاتارَ،*
هيءُ سِرُ[4] لوهان ڏارَ، ٻيجي[5] کنهن نه ٻوليو.”*

٨

”سو جيءُ، مڱڻهارا! م هوءِ، جنهن لومٽي سِرُ[6] سٽو ڪيو،
جو مون مُل[7] موُرِ نه سمجهي[8]، تان جي سو گهرِيو[9]،§
نه جُڳان[10] جُڳ[11]، ڏنوءِ[12] ڏنگو[13] ڏاتارَنِ کي.”§

٩

”مٿو مَٽائين گهوريان، مٿو لو مٽان،
سو مون ٿئي نه هٽان، جنهن ٿون لائقُ، مڱڻا!”

١٠

”مٿو مَٽائين گهوريان، مٿو ٿو مٽاءِ،
هَڏو[14] هيءُ هَٽِ ڪري، جاچڪ! وَهِلو[15] جاءِ،
ٿون سين اَنيراءِ[16]، جم[17] واچا ۾ وِلهو[18] وَهين.”

١١

”مٿو موُرِ نه پاڙيان[19]، تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ،
سِرَ ۾ سَڃڻُ[20] ناهِ ڪي، موٽ مَ، مڱڻهارَ!
ڪينهي مَنجهه کپارَ[21]، لڳيندو ٿو لاهيان.”

١٢

”سؤ سِرَنِ پائي[22]، جي تَندُ بَرابرَ تورِيان،
اَڏَل[23] اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن ٻيجَل[24] ٻرائي،
سَکِڻو[25] هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَڃڻُ[26] ناهِ ڪي.”

١٣

”مَٿي اُلي مُنهنجي، جي هُوا سِرَنِ سَو هَزارَ،
نه تُنهنجيءَ تَندُ تَنوارَ، هَرَ هَرَ وَڍيمِ هيڪڙو.”

١٤

”مَٿي[27] اُلي مُنهنجي، جي ڪوڙين[28] هُون کپارَ،
نه وارِيو وارِيو وَڍِيان[29]، سڀيءَ کي سو وارَ[30]،
نه ٻڙ تَندُ تَنوارَ[31]، موُهان مَٽائون، مڱڻا!”

١٥

”جو تو ڏِٺڙ، ڏياچَ! لاهيو اي سِرُ سَڀِڪو ڏي،
کي ناڻِ[32] جهڙو ڏي، جو سَنَدَ[33] لِئي سُوالِيين[34].”

١٦

”ڏِبڻُ[35] گهٽو ڏُهلو، سڀي ڏِبڻُ سُکُ،

---

١- ساري ٢- دل ۾ ٣- ملڪن جا سخي ٤- لوڪان سواءِ ٥- ٻئي ٦- سودو ٧- مون وٽ ٨- پيدا ٿئي يا ميسر هجي ٩- گهرين ها ١٠- جڳن جا جڳ، (هميشه) ١١- ڏين ها ١٢- عيب ١٣- سخي مڙسن ١٤- سڪڻو مٿو ١٥- جلد وڃ ١٦- مٽان ١٧- وچن ١٨- قاصر ٿين (نه پارڻ ڪري ڪاٽيارو ٿين) ١٩- هرگز برابر نه ڪريان ٢٠- پيٽا آچڻ ٢١- ڪاپار يا مٿي ۾ ٢٢- ساهميءَ جي ٻڙ ۾ وجهي ٢٣- لاڙو (ٻڙ جو) ٢٤- وڄائي ٢٥- خالي هڏو ٢٦- پيٽا آچڻ ٢٧- مٿي تي ٢٨- ڪروڙين ٢٩- وري وري ٣٠- سوين ڀيرا ٣١- مونکان اُلم يا اوچ ٣٢- آهڙو، جهڙو ٻئي کنهن نه ڏنو هجي ٣٣- اختيارنامو ٣٤- سوالين لاءِ ٣٥- ڏک.

*مڙني طرفن جا سخي خيال ۾ رکيمءِ پر لوڪان سواءِ ٻئي کنهن به سر ڏيڻ نه قبوليو.

§جي ڪي آهڙو گهڙين ها، جو مون وٽ مور نه هجي ها ته جيڪر هميشه لاءِ سخين کي داغ ڏيئي ڇڏين ها.

سو ٿان، ڏِياچَ! ڏُکُ[1]، جو تَعَلُقُ[2] رکي تَندُ سين."

١٧

"جو تَعَلُقُ رکي تَندُ سين، سو ڪي پَلَئِ پاءِ،
مؤن کي مَر موٽاءِ، آئون اَڳاهُون[3] آئيو."

١٨

پَسي پاٽُ[4] پُرِ[5] ٿيو، سَندو جادَمَ[6] جوڙُ[7]،
مَگَڻُ[8] وِهاڻيءَ، مَڱڻا! مَٿو هيرَ[9] موجوڙُ،
ٻَلِڪِ[10] آهي ٻُوڙُ[11]، ناڪَسيءَ[12]، ناٻُوڙَ[13] ۾.

١٩

چارَڻُ چَنگُ ڪُلهي ڪَري[14]، رَمي رَهيو[15] راتِ،
صَدا جي، سَيّدُ چئي، وائي ڪَيائين واتِ،
ڏيَهَ[16] ڏِنا تَنهن ڏاتِ[17]، ميين مَڱڻهارَ کي.

٢٠

چارَڻُ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پيرَ ٻُري[18] ٻاٽا،
صَدا جي، سَيّدُ چئي، وائي ڪَيائين واٽا[19]،
تَنهن تي راءُ[20] راضي ٿيو، دِل وَڏيءَ[21] داتا[22]،
مَرڪي[23] مَرُ[24] ماتا[25]، روڙي[26] راءِ ڏياچ جي.

وائي

مَٿو مِ ڪَنڪارَ[27]، ڀارَ! ڏارڻ[28] ڏيندو سَنءِ، مَڱڻا!
جاجِڪَ! جهوڙناڳڙهَ ۾، هَلُ تَ تيڻون[29] ڀارَ،
مَتان ڪا مُنهنجي ڪَرِين، ڳالا جي ڳُفتارَ[30]،
مَٿي اُني مُنهنجي، جي هُونِ سَرَ هزارَ،
هَرَ هَرَ وَڍِيان هيڪڙو، تُنهنجيءَ تَندُ تنوارَ،
لَهِيندي[31] تو لاهِيان[32]، ڪِينهي[33] مُنجهه ڪَپارَ،
آڍِئُون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، لَڳِيَس لَنؤ لغارَ.

## سر سورٺ - داستان ٽئين جو سار

ٻيجل، پنهنجيءَ جو اُهو ڪي ٻوليو، جو راجا وجد ۾ اچي ٿو وڃي ۽ چويس ٿو: "مٿو هي، مزمان! هلي آءُ ته هٿ ڏينءَ." مڱڻو "سار سري" ڪٽي محل ۾ گهريو آهي؛ سندس صدا تي هندين ماڳين "هوءِ" ٿي ويئي آهي. جهوناڳڙه سارو ماتم ۾ آهي. راجا، راڳ، تي اهڙو ته مست ٿيو آهي، جو چارڻ کي هر هر پيو نمسڪار ڪري:

"جاجڪ! تو جهار، ڏه ڀيرا ڏياچ چئي."

نه رڳو ايترو، پر اِئين به ٿو چويس ته:

"مٿي اُني منهنجي، جي ڪوڙين هون ڪپار، ته واريو واريو وڍيان، سسيءَ کي سؤ وار."

"اي ٻيجل! سچ پچ ته مونکي هي خسيس دان ڏيندي، لڄ پيئي اچي." ٻيجل به ڪيس سندس لاثاني سخا تي داد ٿو ڏئي:

"هي سر توهان ڏار، ٻيجي ڪنهن نه ٻوليو."

---

١- مشڪل ٢- لاڳاپو ٣- ٿورو اڳي ٤- راڳيندڙ ٥- راضي، خوش ٦- يادو ڪل جو راجا (راءِ ڏياچ) ٧- سخاوت ٨- دان ٩- هينئر ١٠- پر ١١- سچي هستي ١٢- پاڻ وڃائڻ ١٣- فنا، نيستي ١٤- ڪلهي تي رکي ١٥- ويندو رهيو ١٦- ملڪن جا ملڪ (جاگيرون) ١٧- ڏاتار (يعني راءِ ڏياچ) ١٨- هلي ١٩- واٽان ٢٠- راجا ٢١- وڏيءَ دل وارو، فراخدل ٢٢- سخي ٢٣- فخر ڪري ٢٤- ڀلي ٢٥- ماءُ (راءِ ڏياچ جي) ٢٦- ڳڙوان، سشيل ٢٧- ڪيڪار، خوش خيرعافيت ٢٨- دان ٢٩- ٿيون ٣٠- وائي، ڳالهه ٣١- لهي ٿي ٣٢- تو وڍيان ٣٣- ڪجهه ڪينهي.

## داستان چوٿون

۱

۾ مُصلحت مڱڻا، قَصرِ ڪِين اَچنِ،
نُوَرَ تَجلّو نُوَرَ سين، ٿيو نيڻَ ڀَسَنِ،
خيمي ۾ ڪنگهارَ جي، چانڊوڻا چمڪنِ،
لَڌائين، لَطيفُ چئي، سَندا ڏاڻَ ڏِسينِ،
ٽيلان مُلڪَ ڏَٺينِ، مڃيو مڱڻهارَ کي.

۲

”مڙُ نه آئين، مڱڻا! مامَ ڀَروَڙي ٿيون،
جيڪا ڳاهَ ڳالهائِيين، سا سَڀِ سَمجهِيسُون،
تَنهن ۾ تَنسِ نُون، جيڪي پوئي پَٽَ ۾.“

۳

”چارڻ! تُنهنجي چنگَ جو، عَجبُ آهِ اثَرُ،
هَٽي آيو هَٿَنِ سين، جِئَرو رکيو جيُّ،
راتِ مُنهنجو رِيُّ، ڪاٽيو تو ڪُماچَ سين.“

۴

”تانُ نه آهي تَندُ جو، رُوُنِ رُوُنِ ڪَري رازُ،
هَٽندَڙ سَندا هَٿڙا، سيڪو چئي سازُ،
سَتَ ڏيئي شَهبازُ، ٿِيُ، نه تو ڪُ پرائِيين.“

۵

”تَندُ تُماريءَ تانُ، ڪَهِيو سو قبُولُ ٿيو،
سِرُ نه آهي سَت ۾، پَرَ ٿيو ڪِي مَڱج دانُ،
خاڪِ مِٽي ڪا بانُ، ڪاٽيا ٻوءِ ڪُجهُه نَهِينِ.“

۶

”چارڻ! ٻولج ڪي ٻيو، گُهرِيءَ سو گهورِيان،
گُهرُ سورَٺ نه پَڙِي، جان تَندُنِ بَرابَر تورِيان،
ڳُجهي آهِ ڳالهڙِي، آءُ اوري، تان اورِيان،
ڪِ ڪُلهنئُون ڪورِيان؟ ڪِ جاجڪ! جُسي سين ڏِيانءِ؟“

۷

”چارڻ چنگُ، ٻنگُ لهي، وَڄايو وَڏاڻُ،
سِرَ جو هَڏِ آسانُ، پَرَ مڱڻهارُ مَٿي وَهي.“

۸

”ڳُجهُه پَنهنجي ڳُجهَه سين، رِندَ! رَساڻي لاءِ،
اَجلُ آيو آهِ، پُنِيءَ تو پَلاڻيو.“

۹

”وَڍِ سِرُ، ٿِيُ سَرهو، ۽ ڪي آءُ، م ڳاءِ،
جاجڪ! تو مَتاءُ، مُلڪُ مڙيوئي گهورِيان.“

۱- پلائيءَ يا فيض ڪان سواءِ ۲- محلات ۾ ۳- اِلاهي نور يا ايشوري جوت جو جلوو ۴- مرشد يا گروءَ جي روشنيءَ يا جوت سان ۵- دان ۶- ملڪن، سيٺي ڏسين يا پاسن ۷- تنهنڪري ۸- راجائن ۹- پلي ۱۰- پرولي، ڳجهارت ۱۱- ڳجهارت ۱۲- ڪشتي ۾ ۱۳ هردو ۱۴- رباب، سرندي ۱۵- آلاپ ۱۶- اِلاهي راز يا ڳجهه ۱۷- تيز رفتار رکي ۱۸- شاهي يا وڏو باز (اوچ پرواز وارو) ۱۹- قيمتي وستو ۲۰- حاصل ڪرين ۲۱- تنهنجيءَ ۲۲- چيو ۲۳- عيوض ۲۴- مٽيءَ جو ۲۵- ٻولو، ٻاوت ۲۶- ڪجهي ويو ۲۷- برابر تئي ۲۸- سليان ۲۹- ڪلهن ڪان ۳۰- وڍيان ۳۱- اي مڱڻهار! ۳۲- ڏڄ سوڌو ۳۳- ڪمان جو ٻورو پيچ سچاٽي ۳۴- ساز، واڄو ۳۵- اَحسان ۳۶- وهي ۳۷- اي فقير ۳۸- رساءِ پهچاءِ ۳۹- موت ۴۰- پنيءَ تي ۴۱- سنڀرايو ۴۲- نه ڪي اَچ ۴۳- نه ڪي ڳاءِ.

١٠

تيئي پرچيا پاڻ ۾، تند[1] ڪتارون ڪندي؛
"تنهن جهوني[2] ناهه ڪي، جو تون، چارڻ! ڪيو پندي،
اي شڪر[3] الحمد، جنهن مٿو گهريو، مڱڻا!"

١١

ڪنجهي[4] ڪيرت[5] ڪينرو[6]، واڄو[7] ولائتي،
هنئي تند حضور[8] ۾، تنهن پارس[9] پيرائتي[10]،
ڏسنديئي ڏياچ کي، ظاهر[11] ٿيو ذاتي،
ڪڍي تنهن ڪاتي، وڍو ڪرت[12] ڪپار ۾.

١٢

گل[13] چمو گرنار جو، پڙ[14] ٿيون پٽين،
سهسين[15] سورٺ جهڙيون، اپيون اوسارين[16]،
چوڻا[17] چارڻ هٿ[18] ۾، سر سينگاريو ڏين،
ناريون[19] ناڏ[20] ڪرين[21]: "راجا راب رڱيو."

١٣

پاسنگ[22] جنهن پيش ڪيو، تنهن ڏنو ڪين ڏياچ،
مٿو نيئي ماڃ[23]، وڃي ڏور، ڏک ٿيو.

١٤

ڏنو ڪين ڏياچ، ٿو سائل سڪائي،
منهن لي مونائي، مٿو هنئيس مڱڻي.

١٥

سورٺ[24] مٺي، سک[25] ٿيو، خيما[26] کنيا ڪنگهار[27]،
نڪو راڳ، نه روپ ڪو، نڪا تند تنوار،
تهان پوءِ مڱڻهار[28]، ڏنو سر ڏياچ کي.

١٦

سورٺ مٺي، سک ٿيو، خيما[29] هنيا ڪنگهار،
ٿيو راڳ، روپ سو، لڳي تند تنوار،
سو ڏئين پٽين[30] پار[31]، پسو! راجا راضي ٿيو.

وائي

الوداع[32]، وو! الوداع[33]، جاني ڪيوءِ جدا،
هيءَ! هيءَ! سورٺ تي ساري.
هڻ ٿون تند طريق[34] جي، وو! واجت سپ[35] واري،
سورٺ سرتين وچ ۾، وو! اپي اوساري،
"ڏيندوساهءَ"، ڏياچ چئي: "هي سر سينگاري"،
هي جو آيو مڱڻو، سو مٿارا ماري،
دوس[36] دوستان[37] دور ڪيو، تو ڏيا[38] ڏيڪاري،
ڪند منهنجو ڪاڻيو، نينهن سندي نعري.

---

١- خنجر، ڪاتي ٢- جهڙوني ٣- ڌڻيءَ جو شڪر ۽ واکاڻ هجي ٤- روُن روُن ڪري، وڃي ٥- راڳ، ٦- سرندو ٧- ولائتي (افضل) ساز ٨- راجا جي حضور ۾ ٩- پارس جهڙي پرش ١٠- پيرائتي، سربستي ١١- ذاتي نور يا جوهر ١٢- خنجر ١٣- يعني راءِ ڏياچ ١٤- شهر، نگر ١٥- انيڪ استريون ١٦- رودن يا روڄ ڪن ١٧- وار (راءِ ڏياچ جي مٿي جا) ١٨- مڱڻهار جي هٿ ۾ ١٩- استريون ٢٠- ورلاپ ٢١- ويو هليو، گذاري ويو ٢٢- ڪاڻ لاهڻ لاءِ ڪوڏيون يا پٽريون ٢٣- مطرب يعني راڳيندڙ ٢٤- چڪيا لي چڙهي ٢٥- شانتي ٿي ٢٦- لنبو کنيا، لڏيو ٢٧- راءِ ڏياچ (هتي سورٺ مان مراد آهي نفس) ٢٨- گجهه، راز ٢٩- لنبو کوڙيا (روحاني ديس ۾) ٣٠- ٻنهي پٽن ۾ ٣١- طرف ٣٢- خدا حافظ! ٣٣- محبوب يا جانب ٣٤- طريقت ٣٥- ترڪ ڪري ٣٦- دوست ٣٧- دوستن کان ٣٨- حشمت.

## سر سورٺ - داستان چوٿين جو سار

ملڪ ڏٽيءَ (ڏياچ)، منگڻهار جي مام پروڙي آهي. ڪامل مرشد جي ڳاهه (ڳجهارت)، سعادتمند مريد سمجهي آهي. راجا، سر ڏيڻ نہ قبولي ٿو، پر سواليءَ کي اهوئي پيو سوال ڪري تہ:

”لنهن پر لسج لوُن، جيڪي پوئي پٽ پر.“

”اي چارڻ! شل مهنجو سر قبولين. مونکي تہ عجب آهي تہ چنگ وڄائيندي، تو ڪئن پنهنجو جيءُ جيئرو رکيو آهي! تو راڳ جو مهنجي هردي کي ڪماچ سان ڪانيو آهي. هي مهنجو خاڪ جو جسم، جي تو ورتو تہ ڇا ٿيو:“

”خاڪ مٽي کا بان، ڪانيا پوءِ ڪڇهہ نهين.“

نيٺ ٽند، ڪنارو ۽ ڪنڌ پاڻيہ پرتا. راڻين ۽ نارين پر روڄ مچي ويو:

”سهسين سورٺ جهڙيون، اُپيون اوسارين، نارييون ناڏ ڪرين: ’راجا راڳ رمگيو!‘“

•

**”سر سورٺ“**- سورٺ، سنسڪرت شبد ”سؤراشٽر“ جي بگڙيل صورت آهي. هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، هيءَ راڳڻي، راڳ ڀيرو جي ٽئين پٽ جي استري آهي. شايد سؤراشٽر ۾ هيءَ راڳڻي گهڻو ڳائڻ ۾ ايندي هئي، جنهنڪري اُنس اهو نالو پيو آهي. هيءَ راڳڻي رات جي پوئين پهر ۾ ڳائبي آهي. هنٽي، راڳ جو عاشق شاهہ صاحب، پاڻ ٿي ڏياچ آهي.

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

١

ڏنو مُحَرَّمُ[١] ماهَ[٢]، سَنگو[٣] شَهزادَنِ ٿيو،*
جاڻي هيڪ اَللهَ، پاڻ وَڻنديون[٤] جو ڪري.

٢

ڏنو مُحَرَّمُ ماهَ، سَنگو شَهزادَنِ ٿيو،
مَڪي، مَديني ماڙهين[٥]، رُنو مَٿي راهَ،
لَنهن[٦] واحِدَ کي واهَ، جو حُڪمُ هِڙائي ڪري.

٣

مُحَرَّمَ موٽي آئيو، آئيا ٿان نه اِمامَ[٧]،
مَديني جا جامَ[٨]، مؤلا! مؤن کي ميڙئين!

٤

مُحَرَّمُ موٽي آئيو، موٽيا ٿان نه اَميرَ،
مَديني جا ميرَ، ڏاتَرَ! مؤن ڏيکارئين.

٥

ميرَ مَدينئان[٩] نِڪري، ڏيرا ڏِنائون[١٠]،
ڪانيءَ، پاٽيءَ، گاهَ کي، ماڙهؤ مُڪائون،
چڙهندي چيائون، ته تيندي ويڙهِ[١١] وَڏاندري[١٢].

٦

ميرَ مَدينئان نِڪري، رِڙهيا مَٿي رَنڌ[١٣]،
گهوڙا ٿنِ گهوٽَنِ جا، پِڙيا[١٤] مَٿي پَنڌ،
جِتي رَهيا راتڙي، سي سؤنهارا[١٥] هَنڌ،
ڪُلها، ڪَرنگهَرَ[١٦]، ڪَنڌَ، جُهرَنِ جهؤنجهارَنِ[١٧] جا.§

---

١- اسلامي سال جو پهريون سڳورو مهنو ٢- مهنو ٣- فڪر، جهوري ٤- ڪيس وڻندڙ ڳالهيون ٥- ماڻهن ٦- لنهن ڌڻيءَ کي واڪاڻ يا جس ٧- مذهبي پيشوا يا اڳوان ٨- سردار ٩- مديني کان ١٠- ڇانوڻيون هنيائون ١١- جنگ ١٢- وڏي، زبردست ١٣- وات، رستي ١٤- هليا ١٥- سهڻا، سياڻا، سڳورا ١٦- پٺيءَ جا هڏا ١٧- بهادرن، سورمن.

*محرم جو مهنو ڏنو ۽ امامن سڳورن جي جهوري لڳي.

§سورمن جا ڪلها، پٺيون ۽ ڪنڌ (مڙيئي سنڌ) سور کان ڪڙهن پيا.

٧

ميرَ مَدينيان نِڪري، آئيا نہ موٽي،
ڪارا رَڳِج ڪپڙا[1]، اَدا نيروٽي!
آنْ تنين لَءِ لوٽي، جي ميرَ[2] مُسافِرَ[3] راڻيا.

٨

سَختي شَهادَتَ جي، سُرُ! شاديءَ جو ڏينهُن،*
ذَرو ناهِ يَزيدَ کي، نِسوروئي نينهُن،
مَرڳُ[4] آهي مينهُن، عَليءَ[5] جي اولادَ کي.

٩

سَختي شَهادَتَ جي، مِڙوئي مَلارُ،
ذَرو ناهِ يَزيدَ کي، اي عِشقَ جو آثارُ،§
ڪُسَڻَ جو قَرارُ، اَصُلُ اِمامَنِ سين.§

١٠

سَختي شَهادَتَ جي، مَلارُ[6] مِڙوئي،
ذَرو ناهِ يَزِيدَ[7] کي، آثارُ[8] اُهوئي،
ڪُسَڻَ هو ڪوئي، اَصُلُ اِمامَنِ سين.

١١

سَختي شَهادَتَ جي، نِسوروئي نازُ،
رِندَ[9] ٻَرُوُڙِينِ[10] رازُ، قَضيي ڪَربَلا جو.‡

وائي

اَڄُ ميرَ مومَنِ جا، مَدينو ڇَڏي هَليا،
مَدينو ڇَڏي هَليا، سي مَدينئُون لَڏي هَليا،
هَيءَ! هَيءَ! مَدينو ڇَڏي هَليا!
سِڄُ، چَنڊُ، مُصْطَفيٰ[11] ڏي، يَڪدِلِ گَڏي هَليا!
هَيءَ! هَيءَ! اَنڌارُ ٿيو، اُنِ ريءِ تارا لَڏي هَليا!

## سر ڪيڏارو - داستان پهرئين جو سار

محرم جو مهنو ڏنو آهي ۽ من ۾ شهزادن جوانمرد سنڌڪو آئيو آهي. محرم موٽي آيو، پر اِمام نہ موٽيا. مڪي ۽ مديني جي ماڻهن، اِمامن کي راهن مٿي رنو آهي. جيڪي ڪربلا ۾ ٿي گذريو، سو اِلاهي اَمر موجب هو. شهادت جي سختي، درحقيقت، اِمامن لاءِ "مڙوئي ملار" هئي. هنن اَصل کان "ڪسڻ جو قرار" ڪيو هو. سندن شهادت جي سختي، نسورو نينهن جو ناز هو؛ اِهو راز رند ئي ٻروڙين. جو عشق اِمامن کي هو، تنهنجو ذرو بہ يزيد کي نہ هو. سندن شهادت تي ساري ڪائنات ماتم ڪيو ۽ چوطرف اَنڌارو ڇانئجي ويو: "هيءَ! هيءَ! اَنڌار ٿيو، اُن ريءِ تارا لڏي هليا."

مديني جي ميرن جي ديدار لاءِ شاهه صاحب جو هنئون ٽڙقي ٿو:
"مديني جا مير، ڏاڍ! مون ڏيکارئين."

١- ڪپڙا رڱيندڙ ٢- منيس، جليس ٣- گذر ڪري ويا، رڳجي ويا ٤- موت ٥- اِمام حسين جو والد ٦- مينهن (محبت جو) ٧- اِمام حسين جو دشمن (معاويہ جو پٽ) ٨- اُهڃاڻ ٩- ڪامل عارف ١٠- معاملي ١١- حضرت محمد صلعم (مصطفيٰ=ڏٺيءَ جو چونڊيل يا پسند پيل).

*اِمامن لاءِ شهادت جي سختي درحقيقت هڪ جشن هو.

§يزيد کي اِنهيءَ اِلاهي عشق جي رتيءَ ماتر بہ خبر نہ هئي. اِمامن لاءِ شهادت، ازلي وعدي موجب هئي.

‡ڪربلا جي واقعي جو راز، ڪي ڪامل عارف سمجهن.

## داستان ٻيو

١

چنڊ وهاڻيءَ[1] چڙهيا، ملهه[2] مدينءان[3] ميرَ،
اُن سين طبلَ[4]، بازَ[5]، تبرون[6]؛ ڪندَ[7]، ڪتارا[8]، ڪيرَ[9]؛
عليءَ پٽ اميرَ، ڪندا راڙو[10] رُڪَ[11] سين.

٢

چنڊ وهاڻيءَ چڙهيا، ملهه مدينءان گهوٽ،
اُن سين طبلَ، بازَ، تبرون؛ ڪندَ، ڪتارا، ڪوتَ[12]؛
عليءَ پٽ اموتَ، ڪندا راڙو رُڪَ سين.*

٣

چنڊ وهاڻيءَ چڙهيا، ملهه مدينءان جامَ،
اُن سين طبلَ، بازَ، تبرون، نيزا ۽ نشانَ؛
عليءَ پٽ آيامَ[13]، ڪندا راڙو رُڪَ سين.

٤

ڪربلا جي پڙ ۾، خيما[14] کوڙياءُون،
جهيڙو يزيدَ سامهون، جُنبي[15] جوڙياءُون،
مُنهن نه موڙياءُون، پسي تاءُ[16] ترار جو.

٥

ڪامِلَ ڪربلا ۾، اهلِ بيتَ[17] آئيا،
ماري مصرين[18] سين، تن ڪافر ڪنبايا،
سَچُ[19] ڪ بيبيءَ[20] جايا، ههڙا سورهه سُپرين.§

٦

ڪامِلَ ڪربلا ۾ آيا سيّدَ شيرَ،
ماري مصرين سين، ٻونئيَ[21] ڪياءُون ٻيرَ،
ڏهليا[22] اُٺ دليرَ، پسي حملو ميرَ حُسينَ جو.

٧

ڪامِلَ ڪربلا ۾ آيا جُنگ جُوانَ،
ڏرِيي ڏُبي[24]، لرزي[23]، ترٽيا آسمانَ،
ڪره[25] هُئي ڪانَ، هو نظارو نيڻهن جو.‡

٨

ڪامِلَ ڪربلا ۾ پاڻ آيا پيهي،

---

١- چنڊ لٿي ٢- سوره ٣- مديني کان ٤- دهل، نغارا ٥- باز پکي (شڪار ڪندڙ) ٦- کهاڙيون ٧- پالا ٨- خنجر ٩- برڇيون ١٠- جنگ ١١- رڪ جا هٿيار ١٢- گز ١٣- آئهم ١٤- تنبو ١٥- جوش ۾ اچي ١٦- تاب ١٧- پيغمبر صلعم جي گهر جا ماڻهو يعني اِمام حسين ۽ سندس ڪٽنب ١٨- مصر ملڪ ۾ ٺهيل ترارين سان ١٩- بيشڪ ٢٠- بيبي فاطمہ، پيغمبر صلعم جي نياڻي ٢١- لاش ٢٢- ڪنبيا ٢٣- ڏڪي ٢٤- ڏڏيا ٢٥- جنگ.

*حضرت عليءَ جا فرزند موٽڻ وارا نه آهن؛ هو رڪ جي هٿيارن سان جنگ (راڙو) ڪندا.

§ بيشڪ بيبي فاطمہ (پيغمبر صلعم جي نياڻيءَ) ههڙا پيارا سورهيه جڻيا.

‡هيءَ ڪا معمولي ويڙهه نه هئي؛ هي اِلاهي محبت جو مظاهرو هو. (هن جنگ ۾ اِلاهي عشق ۾ رڱيل اِمامن، شهادت جو جام پيتو.)

پَهُ[1] ڪَيائُون پاڻَ ۾، مُقابِلِ[2] ويهي،
قَضا هيءَ ڪيهي، هَيءَ! هَيءَ! تي[3] حُسينَ سين؟

۹

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا اَڄُ اَمِيرَ،
ويهي ويرِيُن سامُهان، لِڪا هَمياڻُون تِيرَ،
هُئي لِاءِ[4] تَقديرَ، اِمامَن سين اَڳِهين.

۱۰

دوسِتَ ڪُهائي دادُلا[5]، مُحِبَّ[6] مارائي،*
خاصَن حَلِيان[7] کي، سَخِتيُون سَهائي،*
اَللّٰهُ[8] اَلصَّمَدُ بي نيازُ[9]، سا ڪَري، جا چاهي،
اِنَهِين مَنجِهِ آهي، ڪا اوُنهي ڳالهِه اِسرارَ جي.

وائي

واويلا! واويلا! ڪَيو مَلَڪَن[10] رِڻِ ماتَمُ!
هَيءَ! هَيءَ! شاهَ حُسينَ سِڌارِيو[11]!
ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، خيما کوڙِيائُون[12]،
جيڪا رَضا رَبَّ جي، لِکيو لوڙِيائُون؛
ڪَربَلا جي پِڙَ ۾، آيا اَڄُ اَمِيرَ،
جُهڙَ وَرائي جهُوريءَ جَهلِيا، طَرَفَ سَندي تَقدِيرَ،§
پَسي سَختي مِيرَ حُسينَ جي، رُنو نَبِيَنِ زارون زارِ،
مَلَڪَ، فَلَڪَ[13]، ڌَرتِي ڌُبِي، آئي عَرشَ مَٿان اوچِنگارَ.‡

## سر ڪيڏارو - داستان ٻئي جو سار

مير، مديني کان، چند وهاڻيءَ چڙهيا آهن؛ ۽ پاڻ سان طبل، ٻاڙ، ٽبرون، ڪند، ڪٽارا، نيزا ۽ ڪير کنيا آئن.
"عليءَ پٽ اَمير، ڪندا راڙو رڪ سين."

ڪربلا جي پڙ ۾ اچي خيما کوڙيائون ۽ يزيد جي سامهون جنبي جهيڙو جوڙيائون. ترار جو ڌاڪ ڏسي منهن نه موڙيائون، بلڪ ترار سان ڪيٽي ڪيرايائون ۽ ڪنبايائون. وڏا دلير ۽ مير حسين جو حملو پسي دهلجي ويا. ڌرتي پٽ ڌبي ۽ آسمان ٿرٿليو. هيءَ جنگ نه هئي پر نيڌهن جو نظارو هو. اِها شهادت اَصل کان اِمامن لاءِ لکيل هئي. ڌڻي پنهنجن پيارن کي سختيون ٿو سهائي ۽ دادلا ٿو کهائي. هُو جو پنهنجن محبن کي ٿو مارائي، تنهن ۾ ڪا ڳوڙهي رمز رکيل آهي.
"اِنهين منجهه آهي، ڪا اوُنهي ڳالهه اِسرار جي."

---

۱- صلاح، مصلحت ۲- هڪ ٻئي جي سامهون ۳- کهڙي ۴- اَڳي ئي اَصل ئي ۵- پيارا ۶- محبوبن، دوستن ۷- دوستن ۸- اَللّٰه بي پرواه آهي ۹- بي پرواه ۱۰- فرشتن ۱۱- لاڏاڻو ڪيو ۱۲- ٽنبو ۱۳- آسمان.
*ڌڻي پنهنجن دوستن ۽ دادلن کي شهيد ٿو ڪرائي؛ ۽ خاص پيارن کي عذاب ٿو سهائي.
§تقدير يا قضا جي طرفان ڪين جهوريءَ جي ڪارن ڪڪرن اَچي ورايو.
‡اِمام حسين جي شهادت تي ملڪن (فرشتن) رنو ۽ آسمان ۽ زمين لرزيا.

## داستان ٽيون

١

ڏٺو ڪالهه ڪنهين، جهونجهار[1] ڪو جهڳڙو،*
هاٿين هڏ ڀڃائيا[2]، رِياو[3] رَتَ نئين،
پانڌين سا سَنئين، جتان[4] جيءَ جوکو ٿئي.§

٢

ڪاري ڪَڪَر هيٺ، مون جهيڙيندا[5] ڇڏيا،
ڪارا ڪُند هٿن[6] ۾، اڙل وَڇيڙا هيٺ،
ٿي لنئين سين ڏيٺ، موٽڻ[7] جنين مهڻو.‡

٣

آيا، اَجارين؛ ٽَنڪَ[8]، ٽَراريون ٽُڙا[9]،
سانگيون[10] سائُن[11] هٿ ۾، ڪُلهنئون[12] نه لاهين،
اَيائي آهين، مُهائي[13] مَرڻ لي.

٤

هَٽڻُ، هَڪلڻُ، بيلي سارڻُ، مانجهيان[14] لاءِ مَرڪَ،
وِڃهن تان نه فَرَقُ، رُڪَ وَهنديءَ رانِد[15] ۾.†

٥

بَهادُرَ ڳَڏيا بَهادُرين، ڪَڙڪَ[16]، ڪَلول[17] ڪَنِ،
وِڃهن ڏَڙ ڏَڙَنِ لي، هاڪارين[18]، هَٽَنِ،
ڪِرَنِ، ڪَند نَچَنِ، رِڻُ ڳَجيو، راڙو ٿيو.

٦

هوڏانهن هُنِ هاڪاريو، هيڏانهن هي هَٽَنِ،
سُرنايون ۽ سُندڙا[19]، ٻنهين پارِ[20] ٻُرَنِ[21]،
گهوٽَنِ ۽ گهوڙَنِ، رِڻَ ۾ لاٿون لَڏيون.×

٧

گهوڙَنِ ۽ گهوٽَنِ، جڏهن تورا ڏيکَهڙا،
ڪَڏهن مَنجهه ڪوٽَنِ[22]، ڪَڏهن واهي رِڻَ جا.

٨

گهوڙو گهوٽ[23] پَلاڻيو، مَٿس زينَ ڌَري،
عَلي شيرُ پٽَنَ ڪي، اَيو سَڏُ ڪَري،
قضا ڪيئن ٽَري، جِتي اَمُرُ اِلاهي آئيو.

---

١- بهادرن جو ٢- ڀڃايا ٣- هاري ٤- جتان ٥- وڙهندي ٦- ڪڏڻا گهوڙا ٧- مڪاميلو
٨- ڪهاڙيون ٩- هٿيار صاف ۽ تيز ڪندڙ ١٠- نيزا ١١- بهادرن ١٢- ڪلهن تان ١٣- ڪنل
١٤- بهادرن جون ١٥- جنگ (جڏهن ۾ هٿيارن جي باري ٿي هلي) ١٦- ٽراريون ١٧- ڪڙڪو
١٨- هڪلون ڪن ١٩- ٽوتارا ٢٠- ٻنهي طرفن ٢١- وڄن ٢٢- محلن ٢٣- امام حسين.
*اهڙو ڪو آهي، جنهن پنهنجن اکين سان ڏٺو هجي سورمن جي جنگ ڏٺي؟
§جتان جان جو جوکو آهي، سا منزل هو آسان ٿا سمجهن.
‡مون انهن جو ديدار ڪيو، جن لاءِ جنگ جي ميدان مان موٽڻ، هڪ عيب هو.
†رڪ جي هٿيارن واري راند (جنگ) ۾ ڪو جيترو به ويجهو نه ٿا وڃن.
×سورمن ۽ سندن گهوڙن، جنگ جي ميدان ۾ ڪري، هڪ ٻئي سان ڪند ملايا.

٩

جهمنديون اَچن، جهوليون جهونجهارن جون،*
پايو ٻُڪ ٻُهارَ جا، اُن جون وهون واڪا ڪن،
پٽين، پارَ ڪَڍَن؛ رِڻ گجيو، راڙو ٿيو.

١٠

"ڪانڌَ! ڪَلارين ڪپڙين، وَرَا! وَناهيو آءٌ،
جت سانگين جي سَت وَهي، اُت وڪَ وَڌندي پاءُ،
ٿان ٿان پُڄُو مَ پاءُ، جان جان نُوڌين نه چڙهين."§

١١

'پڳو' آئون نه چوان؛ 'مارئو'، ته وِسهان؛
ڪانڌَ مُنهَن ۾ ڏَڪڙا، سيڪيندي سُونهان،
نه پڻ لَڄَ مَران، جي هُوَنس پُٺ ۾.

١٢

"پَڇي آئين پَڇتا، لَڄايءِ مُون، يارَ!
وينيُون ڪَنِ ڪُوارَ، مُنهَن مَتاهان جن جا."

١٣

"پَڇي آئين پَڇتا! لَڄايءِ مُون، سيڻا!
وينيُون وِجهَن ويڻَ، مُنهَن مَتاهان جن جا."

١٤

مُنهَن مَتاهان جن جا، سي پٽيو، ڪَڍَن پارَ:
"جيڏيُون! هِنَ جهُنجهارَ، اُجاري سَپ اَڇا ڪيا."‡

١٥

مَرُ مَرِين، آئُون رُنءِ! مونئي آءٌ مَرَ، ڪانڌَ!
ڪَڇن وَڏا پانڌَ، جَنَڻ نورا ڏيهُنڙا.

١٦

مَرُ مَرِين، آئُون رُنءِ! مونئي، ڪانڌَ! مَرَ آءٌ،
مَڇڻ تو پُٺاءُ، ڪَچا ڪَنر جيڏيُون.

وائي

يا عَلي! عَلي! سِر يَتيمَنِ جي آئي!
آيو حُڪُمُ اَللهَ جو، يا اِمامَ!

بَن وڇوڙو مَوت جو، هِيءَ! ووا! چارَئي ڀُهَرَ جُدائي،
آڱرَ پُٽڙَ ميڙي، سائين! اَللا! ٻيبيءَ ڏيگ چڙهائي،
جنين ڪارَڻِ چاڙهيائين، سي ٿان ڪَرِن لَڙائي.

١- لڏنديون ٢- جهوليون، جنهن ۾ زخميل سورما ڪڍي پٽي آيا ٣- ڏوڙ ٤- ڙالون ٥- اي گهوٽ! (امام قاسم، امام حسين جو ڀائٽيو، جو جنگ جي ميدان لي پرڻيو هو) ٦- گلن قلن سان پريل ڪپڙن ۾ ٧- اي گهوٽ ٨- شاديءَ لاءِ سينگاريل ٩- نيزن ١٠- نونڌ=وڻ جي ٽاري، جا شاديءَ وقت گهر ٻاهران ٽنگيندا آهن. نونڌ چڙهڻ=شادي ڪرڻ ١١- گلا ١٢- مان تو لاءِ رئان ١٣- طعنا ١٤- پلاند ١٥- متان ١٦- تو پڇاڙا ١٧- طعنا هڻنم ١٨- ڀهڻ پٽڙ (چلهه لاءِ).

*جنگ جي ميدان مان سورما جهولين ۾ ڪڍي پيا اچن (جنن اڳئين زماني ۾ هو) ۽ سندن زالون پار ڪڍيو، پنهنجن مٿن تي ڏوڙ جا ٻڪ پيئون وجهن.

§جيسين شهادت جي شادي نه ڪئي اٿيئي، ليسين دل ۾ ڪو به خطرو نه رک.

‡اي سرٽيون! هن ڀاوان، جنگ جي ميدان ۾ سر ڏيئي، پنهنجن سيني وڏن کي سرخرو ڪيو.

## سر ڪيڏارو - داستان ٽئين جو سار

ڪربلا جي جنگ، ”جهونجهارڪو جهيڙو“ هئي. ڪلهن تي سانگيون ۽ اڙلن تي سوار: ”اُپائي آهين، مهائي مرڻ تي.“ بهادر، ٻهادرن کي گڏيا آهن؛ ڪرڳن (ترارين) جا ڪرڪا پيا پون. ڏڙ، ڏڙن تي پيا پون ۽ ڪند ڏرليءَ تي ڪريو پيا ٿين. ”گهوڙن ۽ گهوڙن، رڻ ۾ لاٿون لڏيون.“ هيڏانهن جهونجهارن جون جهوليون جهمنديون اچن، هوڏانهن سندن وهون واڪا ڪيو مٿي تي ”ٻهار جا ٻڪ“ پيئون وجهن. سورمن جون استريون به سورميون آهن. هڪ سورمي پنهنجي پٽ کي چوي ٿي: ”جي ڄاڻون ته جنگ مان ڀڳو آهين ته مان نه وسهنديس؛ ٻر جي ڄاڻون ته جنگ ۾ مئو آهين ته وسهنديس. جي منهن ۾ ڌڪ هوندءِ ته سرلين وچ سونهنديس؛ جي پٺ ۾ هوندءِ ته لڄ ۾ مرنديس.“

٥

## داستان چوٿون

١

ڪا جا ڏُري[1] ڏُنگري[2]، ڪو جو وَريو واءُ،
عَليءَ شيرَ وِياءُ[3]، رِڻَ ۾ پَيَنِ راڙِي.

٢

جهيڙو لاهِ، يَزيدَ! عَليءَ جي اولادَ سين،
سا نه پَسَندين عيدَ، جا هُوندي مِيرَ حُسينَ سين.*

٣

جنين جهيڙيو ڪالَ، عَليءَ جي اولادَ سين،
هَيءَ! تنين جي حالَ، جي جَماتِي[4] يَزيدَ جا.

٤

جنين جهيڙيو اَڄُ، عَليءَ جي اولادَ سين،
ڀَيءَ! تنين ڪان ڀَڄُ، جي جَماتِي يَزيدَ جا.§

٥

ڪُوفِيُنِ قَهرُ ڪيو، تيا جَماتِي يَزيدَ سين،
ٻَليتَنِ کي ٻڙ ۾، وَرِنُهُ[5] وَرِ پيو،‡
سَڌَ[6] هُونِ سِهوِ[7]، شيرُ شَهادَتَ رَسيو.‡

٦

ڪُوفِيُنِ ڪاغَذُ لِکيو، وِچِ وِجهي اَللهَ[8]،
”اَسين تابِعَ تُنهنجا، تُون اَسانجو شاهُ،
هيڪَرَ هيڏي آءُ[9]، ته تَختُ تابِيِي تُنهنجي.“

---

١- مٿان پيئي ٢- ماڪ (صحيح لفظ ڊُونگر) ٣- علي شير جو اولاد ٤- جماعتي، ساٿي ٥- جوان مرد (امام حسين) ٦- مضبوط ٧- ارادو، مقصد ٨- الله جو قسم کڻي ٩- حوالي.

*اي يزيد! جا خوشي اَبد تائين امام حسين کي حاصل هوندي، سا تون نه ماڻيندين.

§اي ڀائو يا اَدا! جي يزيد جا ساٿي آهن، تن کان ڀڄ.

‡جنگ جي ميدان ۾، خبيثن (ڪوفين) جي پيچ ۾ هي جوان اچي ويو. سندن جو ارادو پختو هو، انهيءَ ڪري امام حسين جهڙو شيرمرد سندن هٿان شهيد ٿيو.

٧

ڪوفي ڪربلا ۾، پاڻي نہ پيارين،
آلِ عَليءَ شاهَ کي، شهزادا سارين؛*
نِڪريو، نهارين، چَڙهُ، ميرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!*

٨

پِرهَ پکي آئيو، ڪربلا مان ڪهي،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، تنهن هَلي هاڪَ هَڻي،
"ڏَنيمِ رُڪَ رَئي، چَڙهُ، ميرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!"

٩

پِرهَ پکي آئيو، صُبحَ سَوارو،
روضي پاسِ رَسُولَ جي، هَنيائين هاڪارو:
"مانجهين ڪيو مارو، چَڙهُ، ميرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!"

١٠

پِرهَ پکي آئيو، ڪربلا مان ڪالَ:
"آهِ آلُودو رَتَ ۾، حيرَتَ گڏيو حالَ،
گهوٽَ وِڃاهيا ڪالَ، ٻيلي ميرَ حُسينَ جا."

١١

ڪَربَلا ۾ ڪُوڪَ، ساجهُر شَهزادَنِ جي،
عالَمَ جا مَلُوڪَ، رُڪَ روهي جهليا.

وائي

سارو ڏينهُن رِڻَ ۾، رَهيا سي اِمامَ،
رِڻَ ۾ رَهيا سارو ڏينهُن، رِڻَ ۾ رَهيا،
هَيءَ! هَيءَ! رِڻَ ۾ رَهيا!
"تَوَن جا وَڃين ڪُونجڙي! هَيءَ! هَيءَ! نانيءَ ڏيج سَلامَ،
مُون کي ويڙِن ويڙهيو، مَوْلا! مينهُن وَساءِ."

## سر ڪيڏارو - داستان چوٿين جو سار

عليءَ جي اولاد کي رڻ ۾ راتڙي پيئي آهي. يزيدءَ سندس سائين ساڻن نسورو ناحق ڪيو آهي. ڪوفين، مير حسين سان وڏو ڏهر ڪيو، جو ڪيس ويساهي، وڃي يزيد سان مليا. الله جو قسم کڻي چيو هوائون ته "تون اسانجو شاه آهين ۽ اسين تنهنجا تابعدار. هيڪر هيڏانهن اچ ته تخت تنهنجو آهي." پوءِ واعدي کان ڦري ويا. ڪربلا جي ميدان ۾ ڪوفي امامن کي پاڻي به نه پيا پيارين. شهزادا، آلِ عليءَ شاه کي پيا سارين. پکي (ڪبوتر)، "رت سين آلودو" ٿي، رسول اڪرم جي روضي طرف، پرهه جو آيو آهي، ۽ اچي امام حسين جي شهادت جي خبر سڻائي اٿس. شهزادن به جنگ جي ميدان ۾ رسول اڪرم کي پئي سڏ ڪيا:
"نڪريو، نهارين، چڙهه، مير محمد عربي!"

١- ياد ڪن ٢- اسر جو ٣- ڪبوتر، جو رت ۾ ٻسي، پيغمبر صلعم جي روضي مبارڪ طرف آيو ۴- روضي جي معنيٰ آهي باغ. نبين ۽ ولين جي مقبرن کي "روضو" چئبو آهي ٥- پاسي ٦- نعرو هنيو ٧- چمڪات ٨- نعرو ٩- ڪالهه ١٠- رڱيل، ٻڏل ١١- فنا يا شهيد ٿيا ١٢- دنيا جا سردار ١٣- روڪي ١۴- اي ڪونج ١٥- يعني پيغمبر صلعم (امام حسين توچوي).
*آلِ شهزادا حضرت عليءَ کي پيا ياد ڪن ۽ تنهن کان ٻاهر نڪري سوال پيا ڪن ته "اي رسول اڪرم! اچي اسان سان حامي ٿيءُ."

## داستان پنجون

۱

حَسَنُ ناهِ حُسينَ وَٽِ، ٻيلي نه ٻاهوُنِ،*
ساڙيه شَهزادَنِ جو، آهي اَڳاهوُنِ،
يَزِيدَ! جُلاهوُنِ، تيلان ڪَرِئين تِکَڙِيُون؟§

۲

ڪِلي ويرَ ڪَٽَڪَ ۾، ڪهيءَ! جي حَسَنُ هو،‡
پيڙو پيڙو پنهنجي پاءَ سين، پَتَنگ جِئن پيو،‡
آهي ڪيرُ ٻيو، جو ڪَري هَلَڻ مير حُسينَ ڏانِ؟

۳

ڪلي ويرَ ڪَٽَڪَ ۾، ساٿُوُ سَڀِ نه هُوَنِ،
پِڙَ ۾ سيڱي ٻُوَنِ، مونَڻُ جنين ميهڙو.

۴

ڪِلي ويرَ ڪَٽَڪَ ۾، پاکَرُ جو پائي،
اَچا اَنَ کي جِهَڙَ جو، آسانگو آهي،
سوُرِهُ سو چائي، جو رُگوئي رِڻَ گهڙي.

۵

سوُرِهَ! مَرِينِ سوڀَ کي، نه دِلِ جا وَهمَ وِسارِ،
هَڻُ ڀالا، وِڙهُ پاکُرِينِ، آڏي ڀالَ مَ ڀارِ،
مَٿان تيغَ تَرارِ، مارِ نه مَٿارو ٿِئين.

۶

حُرُّ هَلِي آئيو، مانجهي مَردانو:
"آهيان عاشِقُ آڳَ جو، پَتَنگُ پروانو،
مانَ راضي ٿِئي رَسوُلُ رَبَّ جو، نَبِي تو نانو،
هيُ سرُ سَمانو، گهوٽَ! مَٿان ٿِي گهورِيان."

۷

هُئِي هِدايَتَ حُرَّ کي، اَزَلَ ۾ اَصْلا،
چڙهي آئيو جَنگ تي، هَلِي هُنَ پارا،
ايندي چيائين اِمامَ کي: "گهورِيُس آن مَٿاءِ"،
"لَايُكَلِّفُ اَللّٰهُ نَفْسًا اِلَّا وُسْعَهَا"، جيڪا پُڄندي مِرسا.

۱- همراه ۲- وطن ۳- ٻري ۴- جلهون، حملا ۵- جنگ جي وقت ۶- لشڪر ۷- ساٿي ۸- سورهه بهادر ۹- جنگ جي ميدان تي ۱۰- زره ۱۱- آسرو، محبت ۱۲- چوائي ۱۳- جنگ جي ميدان ۾ داخل ٿئي ۱۴- ترار (دشمن جي) ۱۵- حر، يزيد جي طرف کان ڦري، امام جي طرف ٿيو ۱۶- باهه، آگ ۱۷- ماڻائتو ۱۸- اَصل کان ۱۹- الله ڪنهن به انسان کان، سندس وسعت کان ٻاهر تڪليف نه ٿو سهائي (ق-ش).

*امام حسن، جنگ جي ميدان ۾ امام حسين جو واهرو ڪونهي. (ڇو ته هو يزيد جي ڏوهه سان ٻارهن سال اڳ، شهيد ٿيو هو.)

§اي يزيد! تون اِنهيءَ ڪري ٿي مٿس تيز حملا ٿو ڪرين.

‡جنگ جي وقت جي امام حسن هجي ها ته پاءَ سان ٻيلي ٿي، پرواني جيان پاڻ فدا ڪري ها.

گھوٽ نہ لڳا گھاءَ، سو ڀڄ شيرُ شهيدُ ٿيو.

٨

ڀاونگ[١] آيو ڀڙ[٢] ۾، هٽي هزاري[٣] هولَ،
جوھر ۽ جڙاءَ[٤] سين، ڪامل[٥] سر[٦] ڪنگولَ[٧]،
رتو[٨] رت[٩] رتولَ[١٠]، مولهيو مير حسين جو.

٩

ڏاڙهي رت رتياس[١١]، ڏندَ نہ ڏاڙهون ۽ گل جئن[١٢]،
چوڏهين ۽ ماهَ چنڊ جئن، ڀڙ ۾ پاڳڙياس[١٣]،
ميڙي[١٤] ۾ محمد جي، مرُ مرڪي ماس[١٥]،*
لڌهن سورهَ کي شاباس، جو مٿي ڀڙ ڀرزا ٿئي.

١٠

ڏاڙهي رت رتياس، ڏندَ نہ موتين ڳتيا،
چوڏهين ۽ ماهَ چنڊ جئن، ڀڙ ۾ پيشانياس[١٦]،
"اَللّٰهُ نُورُ السَّمٰوٰاتِ وَالْاَرْضِ"[١٧]، جلوو زمينياس[١٨]،
"سِيمَاهُمْ فِي وُجُوهِهِمْ"[١٩]، منهن ۾ مڪ[٢٠] ڳتياس[٢١]،
ڪڪرا ڪربلا جا، مادر[٢٢] تي ميڙياس،
قتن تان رت قڙا، علي ۽[٢٣] تي اگهياس،
مڙئي معاف ڪياس، خالق بدلي خون جي.

١١

ڪربلا ڪڪوري، دلدل رتا پير،
سٽون ڏيندي شير، متان سڀ مرڪيو.

١٢

چار تراريون چمڪن سين، ٻڌي ۾ پاڳون،
اڳين[٢٤] جون آڳون[٢٥]، ڪونر[٢٦] ڪلي ۾ موڪيون.

وائي

اڄ نہ آيو امام، واويلا! مومدا! ماتم! واويلا!
اَنُ نہ پاڻي اَن کي، اکو وڻن ميهن،
هُتا ستاڻي ۽ جنگ[٢٧] ۾، نو واليون ڏهہ ڏينهن،
دلدل[٢٨] گهوڙو شاهَ جو، متس[٢٩] لال پلاڻي،
شير شهزادي لڏيو[٣٠]، سيد سيج نہ ماڻي.

١- پانڌيپ، سورمو ٢- هزارن جي ملهه وارو ٣- لوهه يا رڪ جو ٽوپ ٤- هيرن ۽ ماڻڪن جي جڙت سان ٥- ڪامل کي ٦- مٿي تي ٧- ڪلنگي ٨- رڱيو ٩- رت جهڙو ڳاڙهو ١٠- دستار ١١- رڱيس ١٢- ڏاڙهون ۽ گل وانگر ڳاڙها (رت ۾ رڱيل) ١٣- سندس پڳ، يا دستار ١٤- قيامت ڏينهن، اُمت جي ميڙ ۾ ١٥- سندس ماءُ ١٦- سندس پيشاني ١٧- الله آسمان ۽ زمين جو نور يا روشني آهي (ق-ش) ١٨- هنجو زمين تي ١٩- سندس چهري ۾ سجدي جي نشاني آهي (ق-ش) ٢٠- مٽيون، موتي ٢١- ڪيس ڳتل ٢٢- ماءُ ٢٣- حضرت علي (امام حسين جو والد) ٢٤- آبن ڏاڏن جون جانبازيون ٢٥- شهزادي ٢٦- جنگ ۾ ٢٧- زبردست ٢٨- امام حسين جي گهوڙي "ذوالجناح" ڏانهن اشارو ٢٩- ڳاڙهي زين ٣٠- يعني امام قاسم.
*قيامت ڏينهن، اُمت جي ميڙي ۾، سندس والده (بيبي فاطمه) مرڪندي.

## سر ڪيڏارو - داستان پنجين جو سار

اَفسوس جو ڪربلا جي جنگ ۾ امام حسين اَڪيلو آهي ۽ ساٿس سندس ڀاءُ امام حسن شامل ناهي. جي هو هجي ها تہ پنهنجي ڀاءُ مٿان پتنگ جيان پيو پيرا ڏئي ها. سچو سورهُ اهو آهي، جنهن لاءِ موٽڻ مِٺو آهي. جو ويڙهہ جي وقت، ڀاڪر (ڀڄ) تو پائي، سو سورهُ ناهي، ڇو تہ هنجي اَڃا جيئڻ سان محبت آهي. سورهُ اهو، جو رڱيو رڻ گهڙي: "سورهُ سو چائي، جو رڱولي رڻ گهڙي."

سچي سورهُ کي دل جا سڀ وهم وسارڻ گهرجن. حر کي آفرين هجي، جو يزيد جو طرف ڇڏي، اچي امام حسين سان شامل ٿيو ۽ گهائجي شهيد ٿيو. امام حسين جي دستار چوڌرينءَ جي چنڊ وانگر پئي چمڪي ۽ سندس پيشانيءَ مان الاهي نور پئي ٻَکيو. مطلب تہ: "اَڳين جوُن اَڳوُن، ڪونر ڪلي ۾ موڪيڙن."

•

## داستان ڇهون

١

ڪُونيَ[1] ڪِلي[2] جا ڪوڏيا! جانڪي تائين[3] جيءُ،
مَتان آڙِنِ[4] اِسري، رُڪَ[5] پيالو پيءُ،
ڳاهُ[6] ڳجهُنِ جو ٿيءُ، ويٺي جن وَرِهَ ٿيا.

٢

پاڪَ[7] جنين جا پيرَ، ڪَتان هيٺ نہ ڪوڙيا،
تَنگ[8] تَرارِنِ ٽِپيا[9]، ڇَٽِيو ٻُوَنِ ڇِڳيرَ[10]،
ٻوُندَ لنئين جا ٻيرَ، ڳجهڙِنِ ڳرَ[11] لائيا.

٣

ڇپرِ[12] جهن ٻهُون[13]، لئن رِڻُ ڳجهن رانئيو[14]،
وَنڪا[15] وَنڪَنِ گَڏيا، ٻوڙيو ڏيَنِ ڌهُون[16]،
مُهاينِ وَهُون[17]، نيرُ[18] مَهانگو ڪَنديُون.*

٤

ڳجهوُن ڳوٺ نہ هُوَنِ، وَنِ ڪلي ڪوڏيُون[19]،
حَسَن، ميرَ حُسينَ کي، لَمِيو[20] لائون[21] ڏينِ،
ڳُتا[22] اڪوڙينِ، چوٽا چوڙيَنِ[23] جا.

٥

ڳجهڙِنِ ڳارو[24]، راتو ڏيهان رِڻَ ۾،
پُٽِيو پُڇَنِ پاڪَ ۾: "ڪَنهن مُنهن[25] ڪيڏارو[26]"،

---

١- اي شهزادا ٢- جنگ ٣- جيستائين توکي سرير ۾ ساهہ آهي ٤- نؤڪن ٥- هٿيارن جو جوهر ٦- ڳاڄ ٧- ڪٽ ڪان ٨- گهوڙن جا پٽا ٩- ڪپيا ١٠- ڪلنگين وارا ١١- گلي لڳايا ١٢- جبل لي ١٣- ٻڪريون ١٤- پريو ١٥- بهادر ١٦- هلائون ١٧- شهيد ٿيان جون ڳالهون ١٨- ڪمڙن رڱڻ جو نير ١٩- جنگ جون شائق ٢٠- لامارا ڏيو ٢١- پنهنجا مٿا سندن مٿن سان پيئون لائين ٢٢- ڳنڍيل وار ٢٣- ڪلنگيءَ وارن ٢٤- ڪاڄ ٢٥- ڪهڙي طرف ٢٦- جنگ جو ميدان.
*شهيدن جون عورتون نير جو ملهہ وڌائي ڇڏينديون (ڇوجو ماتم جا ڪپڙا ڪنديون) (نازڪ خيالي).

کائنِ[1] ڪڳمارو، ڪانڊ ٻيو ڪنو ٿئي.

٦

ڳائو[2] ڳجهه نه ڪاءِ، مهڙي ماس[3] نه هيرئين[4]،
لنبين لاءِ واجهاءِ، ڪلنگيئن جن ڪپار ۾.*

٧

اکيون ڪَڪُ م، ڳجهڙي! تارا تون م ڪاءِ،
ٻيو نه ٻسين ٻنڌ[5] ۾، ڏڪڙ بارو واءِ،
جمري جنهن جوان جي، ٽڪا تو ٽو سڙ تو ڪهاءِ[6]؟
واس جنهنجي ماڻ، روئي، ارڙهو[7] رَبَ کي.

٨

ڪنب ڪسنڌي، ڳجهڙي! لڳين ٻوٽي[8] واءِ،
امير مناءِ جهن ٿو قلين[9] چانئون نه ڪيون.

٩

ڳجهون وٺي ڳاڙها، ڏجها ڏڪ[10] ڪهڙا،
ٽڪي لکين ٽوڪ جي، سوره[11] ساماڻا،
ڪندا راماڻا[12]، ڪوڙ ڪلي جا ڪوڙيا.

١٠

ڪوڙيا[13] ڪلي ڪوڙيا، راوت[14] ڪين رهن،
سائن سر فدا ڪيا، اڳيان امام[15]،
"يجاهدون في سبيل الله"[16]، ڪر اهوئي ڪن،
حورون[17] هار[18] ٻڌن، سهرا شهيدن کي.

١١

ڪوڙيا[19] ڪلي ڪوڙيا، سائو سلحدار،
هڪ[20] پاڙن، ٻيا پاٽيا، ٽيان جاني جگر پار،
ارڙن[21] ۾ احسان[22] سين، سويا ٽيا سردار،
حورن ٻڌا هار، سهرا شهيدن کي.

١٢

جنت[23] سندن جوءِ، فائق[24] ڪليا[25] فردوس[26] ڏي،
فاني[27] ٿيا "في الله"[28] ۾، هوءِ[29] سين ٿيا هوءِ[30]،‡
رب! ڏيڪارئين[31] روءِ، انهن جي احسان[32] سين!

---

١- ڪرار هنڌمنڌ ٢- ڳائو ماس ٣- مهڙي جو ماس ٤- هوڙل ٥- واري ۾ ويڙهيل راڄا ٦- زخم
٧- آرٿيو، سهڙ ڪيو ٨- سنڌن جو سور ٻوٽي ٩- قلن جي وڙڪا ١٠- ڏڪ، ١١- قوت گذران
١٢- لڙائيون ١٣- پهلوان ١٤- بهادر ١٥- پهلوان ١٦- الله جي واٽ ۾ وڙهن ٿا ١٧- اپڇرائون
١٨- موڙ، هار ١٩- هٿيار بند ٢٠- جاني يا جگري دوست ٢١- جيرن دشمن ٢٢- سويارا
٢٣- بهشت ٢٤- آستان، مڪان ٢٥- اوچ انسان، بالا ٢٦- بهشت ٢٧- حل ٿي ويا ٢٨- الله ۾
٢٩- ذاتي ء سان ٣٠- هو هڪ ٿي ويا ٣١- منهن ڏيکار ٣٢- انهيءَ.
*اهي (ڳجهون) انهن لاءِ ليون پاڃهه وجهون، جن کي مٿي تي چٽ آهن.
§هتي مبالغو نهايت سهڻي طرح ڪم آندل آهي. مبالغو رزمي شعر جو سينگار آهي.
‡هتي الله ۾ مڪمل فنا ڪاڏي ۽ الله سان هڪ ٿي ويا.

١٣

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جي، سُڻي جَنگ جَهانَ،
اَڏاڻا اوڙَ[1] ڪَري، ڪارڻ[2] پکين ڪانَ[3]،*
پِيءِ، ڏاڏاڻا، پاڻَ، سَيّدَ سَڀِ مَلهائِيا.

١٤

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ کي، رُنو رِنِ ٽولَنِ[4]،
گهورِ[5] ماڙهين، جهنگ[6] مرُوئين، آيِنِ ۾ مَلَڪَنِ[7]؛
پکين پاڻُ پڇاڙيو، تہ لَڏيو هوتَ وَڃنِ،
اَلا! شَهزادَنِ[8]، سوئِرُون ڏئين، سَچا ڏَڻي!

§١٥

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جن نہ هِنئڙي[9] جارُ[10]،
خالِقُ، رَبُّ جَبّارَ[11]، ڪِينَ مَرهيندو[12] تن کي.

وائي

ماتامُ اِمامَنِ جو ڪَرِيو، ماتامُ شَهيدَنِ جو ڪَرِيو،
روئي روئي اَکيوُن، رَتَ سين ڇو نہ ڀَرِيو؟
جيڪي اِمامَنِ سين ٿِيو، سو پاڻَ ڏَڻيءَ پيدا ڪيو.‡

## سر ڪيڏارو - داستان ڇهين جو سار

اِمام حسين جو مثال، سورهن کي هميشه لاءِ همٿائيندڙ آهي. سوره اهو آهي، جو اڙن مٿان اسري، رڪ جو پيالو ٿو پيئي. جنگ جي پوري تيزيءَ کان پوءِ، سارو ميدان ڳجهن سان ڇانئجي ٿو وڃي. ڳجهون بہ سورمن جي ماس جون ڪوڏيون آهن. هو هر وقت رڻ جي تاڙ ۾ آهن ۽ ڳوڙهه ۾ نہ ٿيون گهارين. ڪين پيو ڪوبہ ماس نہ گهرجي ۽ پر انهيءَ، "جن ڪلنگيون ڪپار ۾". ڳجهون بہ گهٽا ڏينهن ڏکيا گذاريا هوا؛ سوره ساماڻا تہ سندن بہ لوڙ لٿي. جي شهيد ٿيا، تن کي مٿي کان پوءِ وڏو مان مليو:

"حورون هار پٽن، سهرا شهيدن کي."

اِمام سڳورا تہ الله ۾ فنا ڪاڏل هوا، سندن جوءِ جنت هئي. اِمامن سڳورن جي شهادت تي گهور ۾ ماڙهون، جهنگ ۾ مرون ۽ آيِن ۾ فرشتن رنو.

•

"سر ڪيڏارو"- هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، "ڪيداري"، ديپڪ راڳ جي پنجن اِسترين مان هڪ آهي. هيءَ راڳڻي اڌ رات جو ڳائبي آهي ۽ "سمپورڻ" ڪري سڏي ويندي آهي. ڪيڏارو سنسڪرت شبد "ڪيدار" جي بگڙيل صورت آهي. ڪيدار جي معنيٰ آهي جنگ جو ميدان. هي سر، مرثيہ ۽ رزمي شعر جو هڪ لاثاني مثال آهي.

---

١- قطارون ٢- ڪارڻ لکن يا ڪنهين سان ٣- پاڻ، تير ۴- ٽولين ٥- گهور ۾ ماڙهن ٦- جهنگ ۾ پسن ٧- عرش ۾ فرشتن ٨- شهزادن ٩- هنئين ۾ ١٠- درد ١١- طاقت وارو ١٢- بخشيندو.
*ڪارڻ ڪنهين وارا تير، قطارون ڪري اَڏاڻا.
§جن کي اِمامن سڳورن جو درد دل ۾ ناهي، تن کي ڏڻي تعاليٰ ڪين بخشيندو.
‡جيڪي اِمامن سڳورن سان ٿي گذريو، تنهنجو امر (ازل کان) الله پاڻ ڪري ڇڏيو هو. (ڏڻي پنهنجن پيارن جي حق ۾ سور ۽ سختيون لکي ٿو ڇڏي.)

# سُر سارَنگ

## داستان پهريون

١

آڳميو[1] آهي، لَڳَ[2] پس! لطيف چئي،
وُٺو[3] ميگهن وَڏَ[4] ڦڙو، ڪيو ڏَڻَ ڪاهي،
ڇَنَ[5] ڇڏي ڀِٽ[6] ڀئو، سَمَرُ[7] سَنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسرو اَللهَ مان.

٢

آڳَم[8] ڪيا اَللهَ، لَڳَ پس! لطيفُ چئي،
ٻَلَڙَ[9] جي پالوٽَ[10] سين، ٻَڻَن جَهليا پاهَ[11]،
واحدَ وَڌائي[12] ڪيا، مَٿي ڳَسَن گاهَ[13]،
سانگين[14] وَريا ساهَ[15]، اُٺن[16] آبُ اَڳوندرو[17].

٣

آڳَم اِيَ نہ اَنگ، جَهڙو[18] پَسَڻُ پرينءَ جو،
سيڻَن[19] رِءَ سَيّدُ چئي، روح نہ رَچن رَنگ[20]،
سَهَسين ٿِيا سارَنگ[21]، جاني آيو جوءِ[22] ۾.

٤

جاني آيو جوءِ ۾، ٿيو قَلبَ[23] قَرارُ[24]،
وَهلو[25] وِڃائين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ[26]،
نِظارو نِروارُ[27]، پِيَّ[28] پَسايو پاڻهِجو.

٥

اَبرُن[29] ڪَڪَرَ ڪَڙَڪِيُون، اُتَرَ ڏي آهين،
ڪَري آڳَمَ آئيُون، مُندَ نہ مَٽائين،

---

١- جهڙ لائو ٢- گهاٽا بادل ٣- وسيو ٤- وڏين ڦڙين وارو، زوردار ٥- هيٺاهان ميدان ٦- مٿاهان پٽ ٧- سامان سرو ٨- جهڙ ٩- مينهن جي پاڻيءَ ١٠- پلٽ، اٿل ١١- ريج، رنگ ١٢- ڏٺيءَ ١٣- ٻيڙن، گذر گاهن ١٤- مالدارن، جهانگيئن ١٥- نئون ساهه پيو ١٦- وسين ١٧- غم لاهيندڙ يا آجهل پاڻي ١٨- رنگ روپ ١٩- محبوبن ٢٠- وٽن، راحت ڏين ٢١- سر سارنگ جا آلاپ، وسڪارا ٢٢- ماڳ، مڪان ٢٣- دل کي ٢٤- آرام، راحت ٢٥- ترت، فوراً ٢٦- گذر ڪري، ماٺ ٿي ٢٧- ظاهر ظهور ٢٨- پرينءَ ٢٩- ٻاڦون، گهاٽا جهڙ.

مَتان لوڪ لَطِيفُ[1] چئي، ڏُونَدَ[2] ڳَنوائين[3]،
پَلَرَ پِيارِين، اَچِين[4] آبُ اَڳُونَدِرو[5].

٦

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ڪَڪَرَ تو ڪَري،
وَسايو واڙِين[6] لي، تو خالِقُ ڪَندَ[7] پَري،
پاسارِيان[8] پَري، سانگ مَ وَڃِن سُپرِين.

٧

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ٽاڙي[9] ڪي ٽنوارَ،
هارِين هَرَ سَنباهِيا[10]، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ[11]،
اَڄُ پڻ مُنهنجي يارَ، وَسڻ جا ويسَ ڪِيا.*

٨

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ڪَڪَرِيُون[12] ڪارِيُون،
وَسي تو وَڏَ ڦڙو، ٺَهَڪَن[13] ٽِيُون[14] ٽارِيُون،
لَتِين لُکَّ لَطِيفُ[15] چئي، ٻايُون ٽاسارِيُون[16]،
پِچَندِيُون پَتارِيُون، وَري وَٺاڻِ آئِيُون.

٩

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪي ڇولِي[17]،
مَندائتي مينهن جي، ڪنوڻِ نَ ڪولِي[18]،
آءُ، لالَنَ! موٽِي، گهورِيا رُسَڻَ ڏِينهڙا[19].

١٠

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ[20]،
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَري لَعلُ لِبيسَ[21]،
پِرِين جي پَرديسَ، مُون کي مِينهُن مِٺڙا[22] §

١١

اَڄُ پڻ اُتَرَ بارَ ڏي، ڪَڪَرَ ڪِيائين،
مَندائتَن مِينهَن جي، رُتِ[23] نَ روڪِيائين،
پارَ پَلٽِيائين، گهڻا سانگِين سُکَ ٿِيا.

١٢

اَڄُ پڻ اُميدُون، آڳَمَ سَندِيُون اَپِ مِ،
ساوڻُ بَسِي، سَرَتِيُون! سَڄڻ سارِيو مُون،
آئُون آسائِتي آهِيان، مانَ[24] پِڃائي[25] پُون‡

١- خلق ٢- غم ٣- لاهين ٤- اَچايلن کي ٥- غم ميسارينڌڙ پاڻي ٦- سرڄڻهار ٧- ديس، ولايتون ٨- پاسي ڪان، پر مان ٩- چاتڪ پکي (ڏسو مارئي) ١٠- تيار ڪيا ١١- مالدار ١٢- ڪارا بادل ١٣- وڏن ڦڙن وارو مينهن ١٤- ڀهڪن ٽيون ١٥- چنتا، اُساٽ ١٦- اُڃايل مينهون، ڳايون ١٧- ڪٺي ١٨- ڪوڙي، دولاب ڪندڙ ١٩- محبوب! ٢٠- وار، زلف ٢١- ويس وڳا ٢٢- ملايا ٢٣- موسم ٢٤- پسائي ٢٥- پرٿوي.

*شاهه صاحب سارنگ ۾ محبوب حقيقي ڏو ٻسي، چوي ٿو: ”اَڄ منهنجي جانب سارنگ جو جامو پهريو آهي.“ (ڏٺيءَ جي فضل جيان مينهن جي مهر به عالمگير آهي.)

§منهنجا محبوب، جي پرانهين پنڌ تي آهن، تن سان مينهن مونکي مکاميلو ڪرايو.

‡مان آرزو مند آهيان، شل وسي، اُچي پرٿويءَ کي پسائي.

ڏٺر نہ گهرجين تون، مُند مڙئي ميهن جي.

۱۳

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪَر تو ڪَري،
روضي پاڪ[1] رَسول[2] جي، پلٽيو[3] پَٽ پَري،
وڄِن[4] ساڻ وَري، نہ سنگهارن سُک ٿئي.

۱۴

اَڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪَر تو ڪَري،
وَسيو سي پَري، جي ڏَر[5] ڏيهن[6] ڪاڻيا.

۱۵

اُترَان[7] تي آئيون، ڪَري هَڪَل[8] هوءِ،
پَري[9] ٿَل[10] ترائيون، جوڙي هَليون جوءِ[11]،
پَسو جا پَٽن پر، ڪَٿوري[12] خوشبوءِ،
اَچي رُوبروءِ، اَنيون روضي تان رَسول جي.

۱٦

روضي تان رَسول جي، ڪيو وڄڙن[13][14] وارو،
پَرياڻون[15] پيرَ پٿي[16]، نظر سين نارو،
هادي! پر حُڪُم سين، هي تڙ[17] تاسيارو.*

نرمل[18] نظارو، پِي[19] پَسايو پانهنجو.

۱۷

پِي پَسايو پانهنجو، نظارو ناگاهَ[20]،
اُتو ڪَٽَ قُلوب تان، ٿي[21] وِرُوهَڻ[22] واهَ،
اُميدون اَرواحَ، پِي پَسندي پُنيون[23].§

۱۸

وِڄون وَسَڻ آئيون، سارنگ سينگاري،
اَڇيا لَڪَ[24]، لطيف چئي، ڪَرَ پياري،
وڄڙن واري، ڪَٽي ڪعبي تي ڪَر[25] نائيا.

۱۹

وَسي ڪَڏهن وَس، مُند مڙوئي ميهن جي،
ڪَتِرن[26] ڪيتا[27] چَڏيا، جي مِڙيون تي مَس[28]،
ڪاڄا مَتي ڪَس، ڏُک نہ ڪندا ڏيرا.

‡۲۰

وَسڻ اَڪيڙن جَن، جي هونَدَ سڪئين، ميهن!
نہ هونَدَ راڻو ڏيهن، اَس پونَدَ[29] پَٽيون نہ ڪَرين.

۲۱

ڪَڪَر مَنجهہ ڪَپار[30]، جُهڙ نيڻيون[31] نہ لَهي،

---

۱- مقبري ۲- نبي سڳوري ۳- ميدان ۴- ڪنوڻين ۵- ڪال (زمين ۽ پهاڙن پر) ٦- ساڙي سڙڪ ڪيا ۷- اُتر کان ۸- هل هنگامو ۹- للاءِ ۱۰- هيٺاهان پٽ ۱۱- نهر، ندي ۱۲- مشڪ جي سرهاڻ ۱۳- وسيون ۱۴- ڪنوڻين ۱۵- پيرو يا شعاع ڪري ۱٦- نهر ۱۷- سڪل يا اُجايل تڙ ۱۸- اوجل، پوتر ۱۹- محبوب ۲۰- اوچتو، اَچانڪ ۲۱- دلين ۲۲- وَنڊر، فرحت ۲۳- دلين جون مرادون ۲۴- لکين اُجايل ۲۵- ڪند نوايو، پالوت ڪئي ۲٦- ڪيترو ڪندڙ يا ڪير نہ ڏيندڙ ميهن يا گابن ۲۷- تيسا، ضد ۲۸- ڪير ڏنو ۲۹- پوندن کان ۳۰- ڪاپار ۳۱- نيڻن مان.
*اي جڳ جا رهبر! پنهنجي حڪم سان هي اُجايل يا سڪل تڙ پري آباد ڪر.
§محبوب جي ديدار ڪندي، دلين جون مرادون پوريون ٿيون.
‡اي ميهن! جي تون اَڪين وانگر وسڻ سکين تہ راتب ڏيهن پوندن وهائڻ کان نہ رهين.

جَھڙا مُنھنجا سُپرين، تھڙا ميگھه ملار،
ڪَٿ اَڪيوُن، ڪِلُ يارَ! وَڃِن سوُرَ سَندا ڪيو.

٢٢

جُھڙُ نيٽنئوُن نه لهي، ڪَڪَرَ هُوَن نه هُوَن،
سارِيو سُپرين ڪي، لُڙڪ ڳلن تي پُوَن،
سي مُرُ رويو رُوَن، جن مُسافر سُپرين.

٢٣

گامَ گُنديءَ گَنجَ، اَبرَ ۾ اُڀاءَ ٿيو،*
پَسي پَرَ پرين جي، ڏوُرِ ٿيا سَڀ ڏَنجَ،
شالَ وَسندو سَنجَ، عاشقَ تي اوهيڙا ڪَري.

٢٤

اُنو اوهيڙا ڪري، عاشقَ مٿي اَڄُ،
ڏوُرِ، ڏُڪاريا! ڀَڄُ، مينهن مُنهن ڏيکاريو.

٢٥

اَڱڻِ تازي، ٻاهر ڪُنڊيوُن، ڀِڪا پَٽ سُنهن،§
سُرهي سيجَ، پاسي پرين، مُرُ پيا مينهن وَسن،
آسان ۾ پرين، شالَ هُون برابر ڏينهڙا.

٢٦

ٻَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺيوُن تَرايوُن،
ٻِره جو پَٽَن تي، ڪَن وِلوڙا وايوُن،
مَڪَڻ پَرين هِتڙا، سَنگهاريوُن سايوُن،
ساري ڏُهن سامُهيوُن، ٻولايوُن رانيوُن،
ٻانهيوُن ۽ ٻايوُن، پڪي سُڌهن پانهنجي.

٢٧

ٻَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺو جيسرَ ميرَ،
آگَرَ ڪري آئيون، پاٿُو پَري پيرَ،
لاٿائوُن لَطيفُ چئي، وانڍيُن مٿان ويرَ،
سَرها ڪيائوُن سيرَ، سُرهيوُن سَنگهاريوُن ٿيوُن.

٢٨

ٻَرَ وَٺا، ٿَرَ وَٺا، وَٺي ڪَڇ ڪنارَ،
پونياڙيءَ پَٽَن تي، ڏَسُ! نايائوُن نارَ،
سَباجهي سَنارَ، لاٿا ڏُڪَ ڏيهَ تان.

٢٩

سارَنگ! سارَ لَهيجِ، اَللهَ لَڳ، اَڄينَ جي،

١- سارنگ ٢- ڪنارو ڪري ٣- پل ۴- ڳوٺ جي گنديءَ (اَن رکڻ جي جاءِ) ۾ ٥- خزانا (اَن جا اَنبار) ٦- بادل ٧- شعاع، چمڪات ٨- روش ٩- درد، دک ١٠- سنجهي ١١- وسڪارا ١٢- وسيو ١٣- اي ڏڪاري! ١۴- تازي يا عربي گهوڙا ١٥- مينهون ١٦- مڪان ١٧- سونهن ١٨- پر ۾ سپرين ١٩- وسيا ٢٠- هيناهان پٽ ٢١- اَسر جو ٢٢- ڏڌ ۾ ولوڙا ٢٣- پوريون مينهون ٢۴- خوش ٿيون ٢٥- نوڪرياڻيون ۽ ٻيگمون ٢٦- گهر ۾ ٢٧- جيسلمير ٢٨- ٿر ۾ ٢٩- اَڪيلين زالن ٣٠- چيتا، ڏولائو ٣١- گس، پيچرا ٣٢- ڪڇ جو پاسو ٣٣- شام جو ٣۴- تار يا وهڪرا هلايائون ٣٥- ڏک ٣٦- اي مينهن! ٣٧- سڌيار لهج ٣٨- اَلله جي واسطي.
*ڪڪرن ۾ شعاع ٿيو آهي، اِجهي ته ڳوٺ جي گنديءَ ۾ اَن جا اَنبار جمع ٿين.
§پڌر ۾ تازي گهوڙا، ٻاهر مينهون ۽ مڪان ڪليل ميدان ۾ سونهن (آسودگيءَ جي نشاني).

پاڻي پوءِ پَٽَن ۾، اُرڙان اَنَّ ڪَريج،
وَطَنُ وَسائيج، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿئي.

٣٠

سارَنگ ڪي سارِين، ماڙهوُ، مِرگهَہ، مينهوُن،
آڙيوُن اَبَرَ آسري، تاڙا تَنوارِين،
سپوُن جي سَموُنڊَ ۾، نَئين سِڄَ نِهارِين،
پَلَرُ پيارِين، تہ سَنگهارَنِ سُکُ ٿئي.

٣١

ڪانڌَ! مَ وِڪڙُ ڪَنديوُن، ڏَڪُ سَيوُني ڏارِ،
اَيِريوُن، سَيِريوُن پانهجوُن، سَيِوُن سَڀ سَنڀارِ،
بَنَّ ڇَڏي، ڇَنَ ٿئي، وَڃي وَلهارَنِ وارِ،
تہ اَچي اَڱڻا ٻهارِ، سَرِلا ڪَندي سَنڌُرا.

٣٢

سارَنگ ڪي سعيو، توکي سعيو نہ ٿئي،
ڳَڙي تو گُمانَ ۾، آيو ڪي آيو،
هارِيِن لَءِ هَرُ هَرِجاءِ ۾، هاديءَ هَلايو،
مَتان لائي پانيو، تہ بادَلَ آہِ بَس ڪي.

٣٣

سارَنگ سيگاري، وِڄوُن وَسَڻَ آئيوُن،
بَرسي پَتاري، پَرِيا پَٽَ پَرانَ جا.

٣٤

سارَنگ سيگاري، وِڄوُن وَسَڻَ آئيوُن،
موُن ڪي ڪنوڻ خوش ڪيو، جا ڪَڪَرَ ۾ ڪاري،
جهُڙِن جهوُنگاري، لاٿُم ڪَٽُ قُلوُبَ تان.

وائي*

مُنهنجي سَيِّدُ سارَ لَهندو، موُن ڪي آہِ اُميدَ اللهَ ۾.
سَجدي پَئي سُپرينءَ، زاريوُن زورِ ڪَريندو،
اُمتَ ڪارڻِ اَحمَدُ اُٿِ، پَرمَلُ پاڪُ پَسَندو،
صوُرَ ذَڪاءُ ٿيندو، اَکيوُن سَڀ سِڄُ ڪَيِندو،
مِيڙو ٿيندو مومنين، اُٿِ مُحَمَّدُ ميرُ مَلَهندو،
نَفسًا نفسي سَڀڪو ڪَري، داتا دَرِ دوڙَندو،
مُهتُ ڏيندسِ مَوُلو، اُٿِ بَديوُن بَخشائيندو.

---

١- جام ٢- سستو ٣- ياد ڪن ٤- هرڻ ٥- هرروز ٦- مينهون ٧- نپل توڙي سگهاريون ٨- ريون ٩- متاهان پٽ ١٠- هيناهان پٽ ١١- سبز ميدانن ۾ ١٢- وراء ١٣- اَڱڻ ۾ ١٤- چٽا، صاف ١٥- گهڻي تو ١٦- ڏٺيءَ ١٧- ڪٿي ١٨- وسي ١٩- پراڻي درياہ وارا (ٿر ۾) ٢٠- ڪاري ڪڪر ۾ ٢١- دل ٢٢- پيغمبر صلعم ٢٣- نمسڪار ڪري ٢٤- وينتيون ٢٥- پوئلگن ٢٦- پيغمبر صلعم ٢٧- پاڪ ٢٨- شفاعت ڪندو ٢٩- اسرافيل جو توتارو (اسرافيل فرشتو قيامت ڏينهن توتارو وڄائيندو) ٣٠- آواز ٣١- مومنن جو ٣٢- سرخرو ٿيندو ٣٣- پنهنجي پنهنجي جان ٣٤- ڏاتار ٣٥- عزت، مان ٣٦- مؤلا، ڏٺي.

*هن وائيءَ ۾ اشارو آهي تہ قيامت جي ڏينهن هرڪنهن کي پنهنجي جند جي اچي لڳندي؛ ۽ انهيءَ اوکي وقت حضرت محمد صلعم ڏٺيءَ در مومنن جي شفاعت ڪندو.

## سر سارنگ - داستان پهرئين جو سار

آڳم جو سعيو ٿيو آهي ۽ وڏ ڦڙو مينهن وسيو آهي. ڏنار، ڇن ڇڏي، پٽ پيا آهن. آب اڳونڌري سڱهارن ۾ نئون ساه وڌو آهي. پٽن ۽ گسن مٿي گاه ۽ گلڪاريون لڳي ويئون آهن. سڀرين، سارنگ جي روپ ۾ اچي نروار ٿيو آهي. ڪڪرن کي پرينءَ جهڙا ڪارا زلف آهن ۽ وڄن کي محبوب جهڙا لعل لبيس. پٽن ۾ سرهاڻيون ڇٽجي ويئون آهن. سارنگ، ماڻهن جي قلبن تان ڪٽ لاٿي آهي ۽ سندن اميدون پيئون آهن. ملار لاءِ سڀ ساهوارا ماندا آهن. ماڻهو، مرڳه، مينهون، آڙيون، ٽارا ۽ سڀون سڀ آڪاس ۾ اکيون اڙائي ٿا وهن. ملر جي پالوٽ سان سارو وطن آباد ٿو ٿئي. اَن ارزان (سستو) ۽ خلق شادان (خوش) ٿي ٿئي. ملار جي مدد، هر دل ۾ خوشي ۽ هرجاءِ رونق پيدا ڪيو ڇڏي. ٿر ۾ گلزار ٿيو پون.

•

## داستان پهريون

١

سارَنگ سائِي سَٽَ[1]، جهڙي[2] لالي لاڪَ جي،

لِڳَن سي اُڀِن[3] اُنگيا[4]، جئن سي ڇُنڀيءَ[5] ڇِٽَ،

پُوسيو[6] پاسي پِٽَ، پَرِيائين[7] ڪَنَ ڪِراڙَ جا.

٢

پِرِي[8] پِٽَ تي آئيو، سارَنگ[9] سُهِجَ مَنجهان،

ڪِڙيُون[10] ڪَنَڪَ هارَ جئن، وِڄُون اُتُرَ واءِ،

سُرَها سَبزا[11] ٿيا، دامَنَ[12] دَٻَ[13] ڪَيا،

ڀُوري[14] پَٽَنَنِ[15]، پَرِيائين ڪَنَ ڪِراڙَ جا.

٣

پَرِيائين ڪَنَ ڪِراڙَ جا، وَنُو[16] وارِياسو[17]،

ڪُٽَيٽيءَ[18] ڪَنوَرِ ڪَيو، ڇَڳو ڇَوماسو،

ماڪاٽيءَ[19] ٽان موٽيو، ڏيٺي ڍَٻَ[20] پاسو،

خالِقَ ڪَيو خاصو، ڇِيهو[21] ڇُڪيءَ[22] ڪَنڌِيِن[23].

٤

ڇِيهو ڇُڪيءَ ڪَنڌِيِن، ڪَيائين ڪَڙنگَ[24] تي ڪُلَ،

هَڏاڪَتيان[25] هَليو، پَرِي تَرايُون تَلَ،

آنڌائين آبَ اُڇَلَ[26]، مَٿي باغَ بَهارَ ٿِي.

---

١- سينگار، جهسار ٢- لالاڻ ٣- ٻاڦن (بادلن) ٤- ڇٽ يا رنگ ڪيا ٥- رنگين ٻوليءَ جون گلڪاريون ٦- وسيو ٧- پٽ جي پرسان هڪ ٻني ٨- موٽي ٩- خوشيءَ ١٠- روشن ٿيون ١١- سبز ميدان ١٢- گاه جو قسم، جو ڏٽ تي ڪم ايندو آهي ١٣- انبار، ڍيڳ ١٤- ڀڪڙجي ١٥- پٽن تان ١٦- وسيو ١٧- وارياسو ملڪ (ٿر) ١٨- پوري مدد تي ايندڙ ١٩- مڪان، جبل ۽ ٽي جو نالو ٢٠- ڍب جبل ٢١- هڪ قسم جو گاه ٢٢- نديءَ يا ٽڪريءَ جي ٢٣- ڪنارن تي ٢٤- پٽ ڪان اڌ ميل ٻري هڪ قتل واه ٢٥- پٽ جي پرسان هڪ ڳوٺ ٢٦- اٿل.

٥

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪيا[1] ٻرجن[2] سين،
ساز سارنگيون سرندا، وڄائي ٻر چنگ،*[3]
صراحيون[4] سارنگ، ٻلٽيون راڳ ٻدام[5] لي.

٦

ميهان[6] ۽ نيهان[7]، ٻئي اکر هيڪڙي،
جي وسڻ[8] جا ويس ڪري، ته ڪڪرڪن ڪيهان،
بادل تي ٻيهان، جي آگم اچڻ جا ڪرين.

٧

ڪُٽڪن[9] ڪانڌ[10] چِٽ[11] ڪيو، جهڙ ٻسيو جهڄن،
وڙ ۽ وانڍين[12] اڏيا، ٻڪا[13] سي م ٻسن،
اڙ داهي[14] اِن جا، ته ڪنهن کي ڪاروڻ ڪن،
وارث[15] وري تن، اچي شال[16] اولو ڪري.

٨

ڪٽڪن[17] ڪانڌ چِٽ ڪيو، جهڙ ٻسيو جهٽڪن،
سٽيو رڙ رعد[18] جي، ڪليون[19] ٽيون ڪمن،
ڪليون ڪين ڪين، ويچاريون[20] ورن ري.

وائي

ڪرم ڪامي[21] ٻڄي، آئون ويندي در دوستن[22] جي.
جيا ٿين[23] ڏجن[24] لڪيو، سڄڻ[25] ليا ٿين[26] اچي،
نوُرا پايو نيمهن جا[27]، در ٻلي جي نهي.[28]

## سر سارنگ - داستان ٻئي جو سار

سارنگ، ٻٽ لي وري سهڄ منجهان آيو آهي. ڪدوٽيون ڪنٽهار جڻن ٽيون ٻهڪن؛ ٻٽ سرهاڻ سان واسجي ويا آهن؛ ڪراڙ جي ٻڍڻ ڪناڪن تي ويٺي آهي. آب جي اڇل، باغن ۾ بهاري لائي ڇڏي آهي. سارنگ، آسمان مان صراحيون اوٽيون آهن؛ ۽ فضا ۾ هرهنڌ سازن جا مڌر آلاپ ٻيا ٻڌجن. مينهن ۽ نينهن هڪ ئي اکر آهن. عاشق ۾ اِئين تو وسي، جئن آگم وسي. اُڙ جي لکي وسڪار ۾، ويچاريون وانڍيون ئي ويڳاڻيون ۽ هراس ۾ آهن، جي سندن ٻونگا ڪري ٻون ته سندن وسيلو ڪير آهي! شل هننجي ٻڪن کي ڪو ضرر نه رسي! هو ويچاريون ڪانڌ کي ساري، ڪنجهن ۽ روئن پيٽون. شل وارث اچي سندن اولو ٿئي:
”وارث وري تن، اچي شال اولو ڪري.“

١- وٽندڙ ٢- چوٽين (ٽلهن) تارن جي جهڳٽن (هتي وڄ جي شعاعن) ٣- هڪ ساز ٤- گهگهيون ٥- ٻت ٻرسان هڪ هنڌ ٦- مينهن ٧- نيمهن ٨- دانهون ٩- ڪرڪن ١٠- ٻنار ١١- دل ۾ ساري ١٢- ٻنار کان سواءِ ١٣- ٻيوه ڙالن ١٤- دانهون ١٥- ٻنار ١٦- ٻردو ١٧- ڪرڪن ١٨- گجگوڙ ١٩- ڪليجو ٽوڙڪي ٢٠- معصوم جوان اِستريون ٢١- دشمن ٢٢- ٻل ٢٣- جتائين ٢٤- مدخواهن ٢٥- اَکيون ڪوڙيون ٢٦- تناٿين ٢٧- ٻيرن جا زيور ٢٨- ٻلي مرشد جي در تي.
*ساروٽر، خوشيءَ ۾ سارنگيون، سرندا، چنگ ۽ ٻيا ساز ٿو وڄائي.

## داستان ٿيون

١*

ڪَنيَرُ[1] ڪَتِ سِڪَنِ[2]، چِلَڪَ جي چاهَ پَٽِيءِ،
هِندوا[3] کيرَتَ ۾ پيا، لالي کي لَبَنِ،
چمڪنِ چوڏَس[4] چَندَ جئن، وِڄَڙِيُون وَهسَنِ،
لوچَنِ تا، لَطيفُ چئي، پَسَڻَ لَهه پرين،
ڪيسَرَ[5] قُرِبَنِ[6]، سَنباهي ساڻُ ڪَيا.

٢

مُندَ ٿي مَندَلَ[7] مَندِيا، کي اوهيڙن[8] اوکَ[9]،
چاچِرِ[10] تي چِتَنِ[11] ۾، ميهيئون[12] چرن موکَ،
سَرَهيئون[13] ٿيئون سَنگهارِيُون، پُوِيو پائِن طوقَ[14]،
ميها، چيڙَ[15]، ڦُنگيون، جت ٿِيَنِ سَيِيئي[16] ٿوکَ،
لاهِئين مَتان لوکَ، ڏولائي[17] جا ڏيهڙا.

٣

مُندَ ٿي مَندَلَ مَندِيا، تاڙي[18] کي تَنوارَ[19]،
هارِيُنِ هَرَ سَنباهيا[20]، سَرَها ٿيا سَنگهارَ،
اَڄُ مُنهِنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪَيا.

٤

مُندَ ٿي مَندَلَ مَندِيا، آيو[21] جُهڙُ جهاڻي،
هڪ اُرِزان[22] اَنَّ ٿيو، ٻيو مَڪَڻُ[23] مَڌهِ ماڻي،
ڪَلمِي سين ڪاڻي[24]، لاٿُم ڪَسُ[25] قَلُوبَ تان.

٥

ڏيئي ريجَ[26] راڙَڪَ کي، کَياڻِين[27] لوڙِيءِ[28] ٿي لَکَ،
ڏَلهي چڌيائين[29] ڏرَ[30] کي، پاٽيءِ[31] پَرِيائين پَکَ،
آنڌائين آبَ[32] اَچَلَ، موکَلَ ٿي ميهَنِ کي.

٦

مون جُهڙُ ڏِٺو اَبَ ۾، ٻوليا! لَڌَمِ[33] لاهِ[34]،
اَچِنِ آبَ اَکِئين کَيو، وِچُون اُتَرَ واءِ،
چَنَ[35] چڌي پَتِ[36] پاءِ، اَڌِ اُتاهين[37] پَکڙا.

٧

مُحِبَّ مُنهِنجا سُهرين! آٽيئي اَللهُ،
توکي سارِيو ساهُ[38]، اَڪَندِيو آهون ڪَري.

---

١- هاٿي ٢- طرز ٣- ميٺهن وسارا ٤- ٽڙن ٥- زعفران ٦- محبوبن ٧- ساز ٨- وسڪارن ٩- پالوٽ ١٠- گاهه ١١- هيٺاهن پٽن ١٢- چام ١٣- سانگين يا مالدارن جون استريون ١٤- هار ١٥- ڪنيئون ١٦- مال، ڪاچ ١٧- ڏک، غم ١٨- تاڙي پکيءَ ١٩- ڪٿي ٢٠- تيار ڪيا ٢١- جهٽ گڏ ٿي ٢٢- سستو ٢٣- مت ٢٤- ڪاراڻ ٢٥- دل ٢٦- پٽ جي پرسان مڪان ٢٧- هڪ مڪان ٢٨- پلاڻون ٢٩- پر ڪري چڌيائين ٣٠- ڏرڙ، زمين ۾ خال ٣١- تلاءُ ٣٢- پاٽيءَ جي وهڪ ٣٣- اي ٻول! ٣٤- سامان سرو لاهي ن. رک، يعني هلڻ جو سعيو هتان ن. چڏ ٣٥ -هيٺاهان پٽ ٣٦- مٿاهون پٽ ٣٧- جهوپڙا ٣٨- سڪايل.

*هاٿي ۽ جيڪر چاهه پٽي، اِها هلڻ جي طرز سکن. خود ميٺهن وسارا، لبن جي لالاڻ ڏسي، اَچرج ۾ پيا آهن. محبوبن پاڻ سان زعفران ڪنيا آهن (وڄن جا ڪينسري چمڪاٽ).

٨

پاڇاڙيان پٺي، ٿيو آڳاڙيان اڳرو،
ڪُڪس سڀ ڇڻي، ڪڏهن مؤلا مينهن وسائيا.

٩

اگر ڪيو اڇن، سڄڻ سانوڻ مينهن جڻن،
پاسي ٿن وسن، جي سڀ جماندر سڪيا.

١٠

اوچڙ گهرجي آجڪو، جهڙيو سهي نه سيءُ،
سٽائيج سُرڙ کي، حال مُهنجو هيءُ،
اڳڙ آيو ٿيءُ، ته پرولِيا! ڪڏهن پرنگ ٿيان.

١١*

ڪاڻاڻ! ٿنهنجي پاند ري، سڄهي سيءُ مران،
ڪامل! ڪپاهن پر، پيئي تار تران،
تاريءَ تو تران، جنن ور وهاڻيءَ وارئين.

١٢*

ڪاڻاڻ! ٿنهنجي پاند ري، سيءُ مران سڀ رات،
ڪامل! ڪپاهن پر، جهپ نه اچي جهات،
اچين جي پرڀات، ته آئون سيءَ نه ساريان.

١٣

ميندو مينهن پُسايو، سِري ٿيو سيلو،
پڪي پيهي آيو، رحمت جو ريلو،
ساڃن سويلو، پيچ پيئي گهر آيو.

وائي

اکيون ميگهه ملار، صورت ٿنهجي سڀ جڳ موهيون،
سعدو فيل في الحال ڪيو، پسي مطلب نور نزار،
جاچڙ وقت جام جي، ڪريا ڪوت ڪفار،
آڳي سڀ اين جو، توکي ڪاريو سير ستار،
ولسوف يعطيڪ ربڪ، توسين قادر ڪيا قرار،
قادر پاڙ قسم ڪيا، خاڪ قدمن جا ڪلتار،
آهين ڪرم ڪريم جا، احمد ساڻ اپار،
اکنديا جي آهر کي، سرها ٿيا سنگهار،
موڪل ٿي مينهن کي، دوس هتان دلدار.

١- مند جي پڇاڙيءَ ۾ ٢- مند جي اڳياڙي ٣- سرس ٤- ساري حياتي ٥- پڪ، پناه ٦- سمر ٧- جهوپڙو ٨- ڳڻوان ٩- ڪڏهن حال ۾ ١٠- پلاند، پناه ١١- هٿڏن، بسترن ١٢- سرديءَ ۾ ١٣- آسري ١٤- پتار ١٥- پرڀات ١٦- ورايو ١٧- جهوٽو ١٨- ذات، بدن ١٩- وار ٢٠- سيلهو، ويڙهو ٢١- مهر ٢٢- وهڪرو ٢٣- پرڀات جو ٢٤- هاٿي ٢٥- عبدالمطلب، پيغمبر صاحب جو ڏاڏو ٢٦- سردار (حضرت محمد صلعم) ٢٧- ڪرايو ٢٨- ٿنهنجو رب توکي ترت عطا ڪندو ٢٩- ڪرتار، ڌڻيءَ ٣٠- پلايون ٣١- ٻاجهاري ڌڻيءَ ٣٢- حضرت محمد صلعم ٣٣- بيحد ٣٤- سڪيا ٣٥- ڪڪر لاءِ ٣٦- دوست (ڌڻيءَ).

*ويچارين وانڍين کي، مسڪينيءَ سبب، نه آهي ڪو اوڇڻ نه بسترو. جهوپڙن ۾ سيءُ ڪاهي پيو آهي. هو ورن ۽ تار ۾ پيئون ترن ۽ رات جو پل به ننڊ نه ٿي اچين.

## سر سارنگ - داستان ٽئين جو سار

ملار جي مدد آئي آهي ۽ چوطرف سرهائي ٿي ويئي آهي. ٿرن ۾ گاهه موڪ ٿيو آهي؛ مينهون خوب پيئون چرن؛ سڱهاريون طوق ٻوڙو گهمي ۽ ٻيڻون ٻائين. طرحين طرحين جا لوڪ پيدا ٿيا آهن؛ ساري عالم تان ڏولائي جا ڏينهن لٿا آهن. ڪاڙي جي تلوار ڀيڙي ٿوي ۽ هارين هر سنڀاهيا آهن. اَن آرڙان (سستو) ٿيو آهي ۽ مڪڙ مٺو. ٿرين ۾ ساوڪ جي مينهن وانگر اُنهن تي اچي ٿو وسي، جي ساري جهار سنڌ سک ۾ سڪيا آهن. ويڇاڙيون واڍيون، ورن کان سواءِ نه ٿيون گهاري سگهن. ڪانڌ جي پاند پلار هو سيءُ ۾ پيئون مرن، ور وري نه واڍيءَ جو سيءُ لهي؛ ور رءِ ڪپاهن ۾ نار پيئي تري:
”ڪامل! ڪپاهن ۾ جهپ نه اچي جهات،
اچين جي ٻرپاڻ، ته آئون سيءُ نه ساريان.“

•

## داستان چوٿون

١

سَڄَڙا ساوَڻَ[1] مينهَن ڄمُّن، جُهِڪڪن[1] پاسي جهوڪَ[2]،
ڏِيندا پاهَ[3] پَٽن کي، مَنجهان مينهَن موڪَ[4]،
لَسُّ[5] پيارِين لوڪَ[6]، آگُرَ[7] ڪيو اَکين سين.

٢

واهُندان[8] وِجوُن ٿيوُن، کِڙِيوُن ڏَنهن ڪَنياڻَ[9]،
کُنڊيوُن[10] کاهي کَس ڪَريو، وِڄوُن[11] ڪَريو واتَ،
سَنگهارَن سُکُ ٿيو، لَٿي اَڄُ اساتَ،
جُهڙُ ڦُڙُ[12] ڏِنئي جهاتَ، پُسائيندِيوُن پَٽيوُن[13].

٣

سَڄو صافُ نه اُڀري، سِرِلي[14] وِچان سِجُ،
مُنهَن چَڙهيو مارُهن کي، ڏِٺي واڌايُون وِڄُ،
هنئڙا[15]! ڪُبُ[16] ۾ ڪِڄُ، سِگها مِلندءِ سُپرين.

٥

ٻَٽ ٻَڌِي پَٽ پيئوُن[17]، پاسي[18] پارِڪَرَ[19]،
سَيئِي پَرِيا سَرَ[20]، پَلَرَ جي پالوُٽَ سين.

٦

ٻَٽ ٻَڌِي پَٽ پيئوُن، آيوُن اَمرڪوٽَ،
پُسايوُن پَلَرَ سين، سُڪا[21] پَٽَ جي سوٽَ،
چَنڊِڙَل[22] ڏِنئي چوٽَ، سَپُ[23] سامارو[24] سَر[25] ڪيو.

٧

ٻَٽ ٻَڌِي پَٽ پيئوُن، آيوُن ڪاهي ڪاماري[26]،
وَنا پَٽَ پُراڻَ[27] جا، وَنيوُن ساماري[28]،
ڪڪَرَ ۾ ڪاري[29]، وِڄُڙِين پَسو! ويسَ ڪِيا.

---

١- پٽڪار ڪن ٢- جهوڪ طرف ٣- رنگ ٤- جام پاڻي ٥- پاڻيءَ جي اُڃ ٦- ماڻهن کي ٧- جهڙ ٨- اولهه جي هوا کان ٩- ڪنياٽ طرف ١٠ ۽ ١١- مينهون ١٢- جهڙڪو ڏنئي ١٣- پٽ ١٤- جهڙ ١٥- اي دل! ١٦- ڳنڍڻيءَ ۾ نه ڳر ١٧- ٿر (ڏسو سر مارئي) ١٨- مائل ٿي ١٩- ٿرپارڪر ٢٠- چشما ٢١- خشڪ ٢٢- هٿي جيڏِل = تيز پرسادي ٢٣- جام وسي ٢٤- ٿر ۾ شهر ٢٥- سرشار ڪيو ٢٦- شهر جو نالو ٢٧- پراڻو درياهه (جو ٿر مان وهندڙ هو) ٢٨- ٿر ۾ شهر ٢٩- ڪاري بادل ۾.

درستي: بيت ٣ کان پوءِ سلسلي موجب ٤، ٥ وغيره پڙهڻ گهرجي.

٨

ڏِٺ ڏُٺري پَٽ پيئيون، ٿيا وَلهارَن[١] وِيَ[٢]،
سَنجَ[٣]، چِمڪُ نہ ڀاڙيان[٤]، سيڻَن جي شَبيهَ[٥]،
جي جاني اَندر جيءَ، سي پرين پيهي گهر آئيا.

٩

ڏِٺ ڏُٺري پَٽ پيئيون، وِڄُن ڪيو واجو[٦]،
پَکو پنهنجي پرينءَ لَءِ، سڀي ڪَرِ ساڄو،
سَڄَڻُ سَباجهو، پيچ[٧] پَديءَ گهر آئيو.

١٠

ڏِٺ ڏُٺري پَٽ پيئيون، وِڄُن ڪيا ڌَرمَ[٨]،
واحدَ وَڏائي ڪَيا، ڪُنين[٩] ساڃُ ڪَرمَ،
سَنگهارَن شَرمَ، رَکُ مُنهنجان سُپرين.

١١

وَسي ساري راتِ، صُبح جو ساهُ ڪَٽي،
مَنجهيئي ميهُن پرينَ جو، جي تَن مُهَوليئي لاتِ،*
نہ وِهاڻيءَ پرڀاتِ، هوُ نَہ پادَلُ اُس ٿي نہ ڪَري.

§١٢

موٽي مانداڻ[١٠] جي، واري ڪياٽين وار[١١]،
وِڄُون وَسَڻَ آئيون، چوڏِسِ ۽ چوڌارِ،
ڪي اُتي ويئيون اِستَمبولَ ڏي، ڪي مَٽيون مَغربَ بارَ[١٢]،
ڪي چمڪَن چينَ تي، ڪي لهَن سَمرقندين سارَ،
ڪي رُمي وِيئيون رومَ تي، ڪي ڪابُلَ، ڪي قَنڌارَ،
ڪي دَهليءَ، ڪي ڏکَن، ڪي ڳُڙَن[١٣] مَٿي گرنارَ،
ڪَنهين جُنبي[١٤] جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير ڪارَ[١٥]،
ڪَنهين پُڄُ پڄائيو، ڪَنهين ڏِٺ مَٿي ٻارَ[١٦]،
ڪَنهين اَچي اَمرڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ[١٧]،
سائيمَ[١٨]! سَدائين ڪَرين، مَٿي سِندُ سُڪارَ،
دوسَ[١٩]! مِنا دِلدارَ! عالمُ سَڀ آبادِ ڪَرين.

١٣

موٽي مانداڻ جي، پَري ڪياٽين پيچ[٢٠]،
وِڄُون وَسَڻَ آئيون، سارَنگُ چَڙهيو سيچ،
لَدهن نَوِريون[٢١] نَوازيون، ڏيئي ڏُوٽا[٢٢] ڏيچ[٢٣]،
پِچ ڪَٽي پَٽ هَليا، هاري[٢٤] مَنجهان هيچ[٢٥]،
راضي مَنجهان ريچ[٢٦]، عالمُ سڀ[٢٧] آبادُ ٿيو.

---

١- ميدانن ۾ ٢- سبز گاه ٣- سنج ۾ ٤- برابر نہ ڪريان ٥- محبوبن جي شڪل سان ٦- آلاپيو ٧- پرڀات جو ٨- ڪرپائون ٩- ميهن ١٠- جهڙ ڦڙ ١١- پيرو ١٢- اولهہ جا پاسا ١٣- آواز ڪن ١٤- هلي، جنبش ڪري اَچي ١٥- وسڪار، ساوڪون ١٦- لاڙ ١٧- سبز ميدان ١٨- اي منهنجا سائين! ١٩- اي جانب! ٢٠- رنج ٢١- مسڪين ڳالهون (نوري، مهاٽي هئي) ٢٢- جهجها ٢٣- ڏاج، سوغاتون ٢٤- ڪڙمي ٢٥- خوشيءَ وچان ٢٦- ميهن جي پاٽيءَ ٢٧- سارو جهان.

*جي اَندر ۾ سڪ هجيئي تہ تو منجهہ ئي محبوب جو ميهن وسي.

§هتي شاه صاحب پنهنجي عالمگير محبت جو اظهار ڪيو آهي. ملار جي مهر، ڌڻيءَ جي فضل وانگر، هر ولايت تي ٿي وسي. شاه صاحب ساري عالم، خاص ڪري سنڌ جي آسودگيءَ لاءِ دعا گهري آهي.

١٤

موٽي مانداڻ جي، جُڙي ڪيائين جوڙ،
وڄون وَسَڻَ آئيون، ٻَهِ ٻَهِ ٻڌائون ٻوڙ،
اُنن جا عالم ۾، لکين ٿيا ڪوڙ،
سارنگ لاٿي سوڙ، سانده سُهائو ٿيو.

١٥

موٽي مانداڻ جا، پَري ڪيائين پِرُ،
وڄون وسڻ آئيون، ڪوڏان ڪَٿي ڪَرُ،
ميهون ٻاڻ مُراديون، ٿدا ڇَوَن ٿَرُ،
وڏي اوه آئيون، ٻَنيءَ لاٿي ڦَرُ،
ساري اُڇيو سامهيون، ڏين سنجهي ڪير سڄر،
ساڻُ وانڍِن وَر، پَريون پرچڻ جون ڪيون.

١٦

حُڪم ٿيو ٻادل کي، ته سارنگ سانت ڪَجن،
وڄون وَسَڻَ آئيون، لَهَ لَهَ ميهن لَمن،
جن مهانگو لهي ميڙيو، سي ٿا هَٿ هَڻن،*
پنجن منجهان پندرهن ٿيا، اُنن ٿا ورق ورن،*
ڏڪاريا ڏيئي مان، شالَ موڏي سَڀ مَرن،*
وَري وڏي وَسَ جون، ڪيون ڳالهيون ڳَدوارن،
سَيّد چوي سَيَن، آهه لوه تُنهنجي آسرو.

١٧

اَندرِ جهڙُ جهوُرِ وَهي، ٻهر ڪڪُر نه ڪوء،
وَسائيندي وِڄُڙي، حُبَّ جنين کي هوء،
لاڻَن جنين لوء، تن اوڪاڻين نه اکيون.

١٨

اَندرِ جهڙُ جهورِ وَهي، ٻهر ٻرسي ٻوندَ اَپارَ،
وَٽِ جنين جي يارُ، سي اوڪاڻين نه اکيون.

١٩

آڳمجي آئيون، اُتران ڪري اوُرِ،
جي پرين هُتڙا ڏوُرِ، سي مون کي ميهن ميڙيا.

وائي

آئي مُند ملار، آئون ڳُهنبا ڪندي سِ ڪيڙا،
وَسَڻَ جا ويس ڪيا، اَڄُ مُهنجي يارَ،
لارَ لائيندي وڄڙا، پِنڙس پَديا وارَ،§
پَکي آءٌ پرين لوُن، لَهُ مُنهنجي سَيّدَ سارَ.

١- واه! واه! ٢- ٻوڙ ٻوڙان، پاڻيءَ جي اُٿل ٣- تنگي ٤- روشني، سرهائي ٥- پرٻور وسڪارا ٦- ڪوڏ يا شوق وچان ٧- ڳاٽ ٨- ميدان ٩- وڏن ٽڻن سان ١٠- وڄڙا ١١- سنا، صحت بخش ١٢- زالن، استرين ١٣- پيار ١٤- روشون ١٥- برسات جا سانباها ١٦- مهر ١٧- زور ١٨- محبت ١٩- محبوب ٢٠- جنهجي مڪان ۾ ٢١- موڳائي ڪن ٢٢- وسي ٢٣- اُتر ڪان ٢٤- ميڙ، پرواز ٢٥- ملا يا ٢٦- ملار يا ميهن جي مند ٢٧- ڳاڙها ٢٨- گهنڊ ٢٩- لڳائيندي، ٻڌندي ٣٠- ڳنڍيل وار.

*هتي شاه صاحب اُنهن ڏڪارين ڏانهن اِشارو ڪيو آهي، جي اَناج سانڍيو ٿا رکن ۽ ٻوءِ سوڪر جي حالت ۾ اُهو مهانگو ڪري ٿا وڪڻن. هو پنجن مان پندرهن واري ڪار لڳايو وهن ۽ ٻندين ۾ ڪوڙا اَنگ اَٽڪايو ڇڏين. شل اُهڙا موذي مري ٻورا ٿي وڃن.

§وڄڙن کي گهنڊ ٻڌندي، ڳنڍيل وار پسي پيس.

## سر سارنگ - داستان چوٿين جو سار

مينهن موڪ پيو آهي. ساري عالم ٽان ”اُڃ اُسات“ لٿي آهي؛ سنگهارن لاءِ خاص سک ٿيو آهي. ڪنڊيون ڪاهي ٻاهر ڪيون آٿن؛ ٿر سڄو سائو ٿيو آهي؛ ولهارن ۾ گلزاريون لڳي ويئون آهن. رڳو موذين ۽ ڏڪارين جي گهرن ۾ ٿي ماتم آهي. شل ڏٺي اُچي مسڪين مالدارن جو ٻردو رکي:
”سنگهارن شرم، رک منهنجا سهرين.“

وڄون، محبوب جي نوازش جو روپ آهن. اُنهن استنبول، چين، روم، ڪابل ۽ قندار کان وٺي، جيسلمير، بيڪانير، ڀڄ، دکن ۽ سنڌ تائين، سيني ولايتن تي پنهنجي مهر جي ورکا ڪئي آهي. شاهه صاحب، ساري عالم، خاص ڪري سنڌ لاءِ، دعا گهُري ٿو:
”سائين! سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار، دوس! مٺا دلدار! عالم سڀ آباد ڪرين.“

•

”سر سارنگ“- هي سر، هندستان جي گائن وديا موجب، ميگهه راڳ جي اُٺن پٽن مان هڪ آهي. ميگهه جي پنجن استرين مان هڪ ملهار آهي. ميگهه، ملهار ۽ سارنگ کي باترتيب گاٺڙ سان، آسمان ۾ جهڙ لڳڻ وڄي ۽ برسات اُچڻ وسي. ڪن صاحبن جو رايو آهي ته ”سارنگ“ هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جنهنجي آلاپن مان هي سرورتو ويو آهي.

# سُر آسا

## داستان پهريون

١

لوچان[1] ٿي لاحَدَ[2] ۾، هاديءَ[3] لهان نہ حَدَّ،

سُپيرِيان جي سوُنهَن جو، نَڪو قَدُ[4] نہ مَدُّ،

هِتِ سِڪَڻُ بي عَدَدُّ[5]، هُتِ پِرينءَ پُروا ناهِ ڪو.

٢

"آئوُن"[6] سين اَنَ[7] پارِ، ڪَڏهِن تان ڪونَ پيو،

"اِنَّ اَللّهَ وِتْرٌيُحِبُّ اَلْوِتْرَ"[8] نيٺي ٻيائي ٻارِ،

هيڪِڙائيءَ وَتِ هارِ، هَنجوُن[9] جي هُئَڻَ[10] جوُن.

٣

ٻِنِ![11] ٻيائي[12]، سُپرِينِ! پاڻان[13] موُن کي پَلِ،

"آئوُن" اوِريان جَهلِ، توکي رَسي "تو" ڏَٺي.

٤

توکي رَسي "تو" ڏَٺي! سَيوئي جَمالُ[14]،

ڪونهي ٻيو خيالُ، جي شارِڪَ[15]! شَڪُ وڃائيين.

٥

"آئوُن" اوراهين جَهلِ تون، ڇَڏيمِ پاڻ[16] پَچارَ،

شِرڪَ ساڻُ سَتّارَ! گهڻا گهارِيَمِ ڏيهڙا.

٦

عينُ[17] شِرڪُ ائي، جِئَن ٻي شِرڪُ پائيين پاڻَ کي،

وڃائي وُجوُدَ کي، پاڻان پاسي ٿِيُ،

هَڏِهِن[18] ڪونهي هِيُ[19]، هوُ[20] پڻُ ڪونهي هِنَ ري[21].

٧

هوُ پڻُ ڪونهي هِنَ ري، هِيُ نہ هُنهان[22] ڌارَ،

"اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَاَنَا سِرُّهُ"[23] پَروُڙِج[24] پَچارَ،

ڪَندا وِيا تَنوارَ[25]، عالِمَ[26] عارِفَ[27] اَهڙي.

---

١- ڳوليان ٢- لامڪان ٣- حقيقي رهبر ٤- نہ ٻيگهہ نہ ويڪر ٥- اَپار ٦- خودي ٧- هُن طرف ٨- اَللہ هڪ آهي ۽ ڪيس هيڪڙائي وڻندڙ آهي ٩- ڳوڙها ١٠- خوديءَ ١١- ڪہ ١٢- دوئي ١٣- پاڻ يا خوديءَ کان ١٤- حسن ١٥- اي شرڪ ڪندڙ (شرڪ=ٻئي کي ڌڻيءَ جو شريڪ سمجهڻ) ١٦- خوديءَ جي وائي ١٧- نج ١٨- ٻنهي ١٩- يعني وجود يا هستي ٢٠- يعني خدا ٢١- يعني وجود يا هستيءَ ٢٢- هن يعني ڌڻيءَ ٢٣- اِنسان منهنجو (خدا جو) ڳجهہ آهي ۽ مان سندس ڳجهہ آهيان (حديث) ٢٤- وائي ٢٥- لات ٢٦- علم وارا ٢٧- گياني.

٨

نَڪا اِبْتدا[1] عَبدَ[2] جي، نَڪا اِنتَها[3]،
سي وَڃَڻَ کي وِيا، جن سُڃاتو سُپرِين.

٩

تَعظيمان[4] تَرڪُ[5] ٿيا، واجهائيان وِيا،
وَڃي لِٿ[6] لِيا، جِت نِهايت ناهِ ڪا.

١٠

"اَنْ عَبْدَ"[7]، مَعبُودُ[8] تون، اِت نَه ڪو شِرڪُ نَه شَڪُ،
پَچارُون پِرِين جُون، مُحبتين مَرَڪُ،
سو سَيوئِي حَقُّ[9]، جنهن ۾ بَسَطُ پِرِينءَ کي.

*١١

جان جان پَسِين پاڻَ کي، تان تان ناهِ نِمازَ،
سَڀِ وڃائي سازَ[10]، تِهان[11] پوءِ تَڪبيرَ چؤ[12].

*١٢

جان جان پَسين پاڻَ کي، تان تان ناهِ سُجُودُ[13]،
وڃائي وُجُودُ[14]، تِهان پوءِ تَڪبيرَ چؤ.

١٣

نابُودِيءَ[15] نيئي، عَبدَ[16] کي اَعليٰ[17] ڪيو،
مُورَت ۾ مَخفِي[18] ٿيا، صُورَت پِڻُ سيئي،
ڪَبي اِت ڪيهي؟ ڳالهه پِريان جي ڳُجهَه جي.

١٤

ڳالهه پِريان جي ڳُجهَه جي، ڳالهه مَڙيائي ڳُجهه،
هِنڙا[19]! اُجهه[20] مَ مُنجهه، تَه پِرينئُون پِرِين ٿِئين[21].

١٥

صُورَت سوجهه مَ تَنهنجي، پِيُ پِڇين[22] ٿو جو،
سخُن آهي سو، جو مُنهن مقابِل[23] نَه ٿِئي.

١٦

سڄاڻي[24] نَه صُورَت ري، صُورَت هَٿِ مَ سوجهه،
تِني پاراٺيءَ[25] بوجهه، وِڃائي وُجوُدَ کي.

١٧

جن وڃايو وُجوُد کي، سي فاني ٿيا[26] "في اللّه"[27] ۾،
نَه تن قيامُ[28]، نَه قُعوُدُ[29] ۾، نَه ڪو ڪَنِ سُجوُدُ،
جيلان[30] ٿيا نابوُدُ[31]، تيلان گَڏيا[32] بوُدَ کي.

وائي

پِرينئُون پوءِ[33]، مُون تي نَه وِهامي[34] راتِ رَمَنديئي[35]،
ڦوڙائو[36] فَقِيرَ[37] کي، قادِرَ! ڪوهُ ڏنوءِ[38]؟
چَڙهيا ڏاڍين[39] ڏُونگرين[40]، سيڻَن سانگ[41] نَه ڪوءِ،
اَچي اوراهُون[42] ٿئي، سَيّدَ! سات[43] سَندوءِ،
وِيئي واتَ نِهارِيان، مَنَ پِرِينَ پاجهه پوءِ،
اَدِ پُون! عبدُاللّطيفُ چئي، مُحِبّ سِگهو مِلَندوءِ.

---

١- شروعات ٢- پانهي (انسان) ٣- پڇاڙي ٤- وڏائيءَ کان ٥- ڇڪڻ کان ٦- حد ٧- مان
پانهو يا بندو آهيان ٨- عبادت جو لائق ٩- سچ ١٠- حيلا وسيلا ١١- تنهن کان پوءِ
١٢- اَللهُ اَڪبر چؤ ١٣- سجدو ١٤- هستي ١٥- پاڻ فنا ڪرڻ ١٦- ٻانهي ١٧- اوچ، عالم
١٨- لڪل، سمايل ١٩- اي دل! ٢٠- حيران نه ٿيءُ ٢١- پرينءَ طرفان پيارو ٢٢- محبوب
٢٣- روبرو ٢٤- سڃاڻڻ ۾ اچي ٢٥- پارائي پڌيءَ وارو يعني معصوم ٢٦- محو، گم ٢٧- الله ۾
٢٨- نماز ۾ بيهڻ ٢٩- نماز ۾ ويهڻ ٣٠- جنهن صورت ۾ ٣١- تنهن صورت ۾ ٣٢- سچي هستيءَ
٣٣- پرين جي اچڻ کان پوءِ ٣٤- گذري ٣٥- رمڻ يا راند ۾ ٣٦- جدائي ٣٧- اي سگهارا ڏڻي!
٣٨- ڇو ٣٩- اٽانگن جبلن لي ٤٠- محبوبن ٤١- پرواهه ٤٢- اوريان ٤٣- تنهنجو قافلو يا صحبت.
*جيسين پنهنجي خودي فنا نه ڪئي آهي، تيسين تنهنجي عبادت بحال ناهي.

## سر آسا ـ داستان پهرئين جو سار

حقيقي پرينءَ جي سونهن جو نه آهي قد نه مد. هيڏانهن طالب کي سڪ ٻي عدد، هوڏانهن محبوب کي ڪا پرواه ناهه. انسان عبد (ٻانهو) آهي، ڏٺي معبود (عبادت جو لائق). هنکي نه ڪا ابتدا (شروعات) آهي، نه انتها (پڇاڙي)؛ عالم ۽ عارف اهائي تنوار ڪندا ويا ته "اِنسان، ڏٺيءَ جو ڳجهه آهي ۽ ڏٺي، اِنسان جو." "آئون" يعني خوديءَ سان ڪو به حقيقي وصل نه ٿو ماڻي سگهي. "آئون" ۽ "تون" صرف ڏٺيءَ کي ڄڳائي. سندس جمال به ڪيس ئي ٿو رسي. جن سندس حسن سڃاتو آهي، سي منجهس هميشه لاءِ ليءِ ٿي ويا آهن. جي "فنا في الله" آهن، تن لاءِ نه نماز آهي، نه سجود. سجدو ۽ نماز به اُنهن کي ڄڳائي، جن سڀ ساز وڃايا آهن. وجود وڃائي، سجود ڪر.

•

## داستان ٻيو

١

اَيَرنڊي[1] ٿي سڄ، پرين جي نه پَسَنديوُن،
ڪَڏي ٻيٺي[2] ڏِجِ، اَڪَڙيوُن ڪانگن کي.

٢

اَيَرنڊي سَڄَ سان، پرين جي نه پَسَنديوُن،
ڪَڏي کي ڪانگان، نِوالا[3] نيرَ ڏِيان.

٣*

موُن کي اَکَڙين، وَڏا[4] ٿورا لاٿيا،
ته پِڻُ پرين پَسَن، ڪَٽان جي ڪُرَ[5] سامُهيوُن.

٤

اَڪَڙيوُن پرينِ ري، جي کي ٻيو پَسَن،
ته ڪَڏي کي ڪانگَن، نِوالا نيرَ ڏِيان.

٥

نيرانائي[6] نيرَ، نيٺي آڇ پرين کي،
سَتَرِ ڪاڏا ڪيرَ[7]، جُهه[8] ڏِنو مُنهن مَحبوُبَ جو.

٦

تن نيڻَن کي نيران[9]، جن ساجهُر[10] سيرَ[11] سانيڻيا[12][13]،
جيءَ، جُسي ۽ جانِ، ڪَرِ[14] حُضوُري حَجَّ[15] ڪيو.

٧

اَکيوُن عَلَي اَلصَّباحِ[16]، دوستُ ديکَڻَ[17] آئيوُن،
اُپيِنديوُن[18] اَرداسَ[19] پِر، ٻي نه ڪَنديوُن ڪاءِ،
رَڃَنديوُن[20] رِءَ پاهَ[21]، پَرچَنديوُن پرينءَ سين.

٨

کي[22] جو ڪيڏانهين[23]، اَکيوُن پَسي آئيوُن،

---

١- سڄ اُيرڻ سان (صبح جو) ٢- ٻٺي ٣- طعام ٤- اَحسان ٥- بد اِنسان ٦- نيراني ٿي (نيرن کان اَڳ) ٧- طعام ٨- جڏهن ٩- ڪٿي ١٠- نيرن ١١- سويل ٿي (صبح جو) ١٢- محبوب ١٣- درشن ڪيو ١٤- چڙهي ١٥- وڏو حج (حج اَڪبر) ١٦- اَسر جو ١٧- ڏسڻ ١٨- ٻيهنديون ١٩- بندگي، پرارٿنا ٢٠- رڳيون ٢١- رنگ کان سواءِ ٢٢- اَهڙو ڪي ٢٣- ڪنهن هنڌ.

*مونتي اَکين وڏا اَحسان ڪيا آهن، جو ته اُنهنجي وسيلي مان هرهنڌ پرين پيو پسان، توڙي اُهي ڪٿي ڪنهن ٻڇڙي يا بدڪار ڏانهن ڪٽان. (هر صورت ۾ هو آهي.)

تيون تاڻ[1] تيڏانهين، پيئون پاڻ مهاڙيون[2].

٩

ڪي جو ڪنهين پار[3]، اکيون پسي آئيون،
تيون ديوانيون[4] دل ۾، اُبِر[5] لڳين آر[6]،
تهان پوء قرار[7]، سُتيون[8] ڪين، سيد چئي.

١٠

ڪي جو وڃي اُڃ، اکيون پسي آئيون،
سيڪِن[9] ڪيو سهڄ[10]، لائون[11] تيون، لطيف چئي.

١١

ڪي جو وڃي ڪال[12]، اکيون پسي آئيون،
لائون ڪيون، لطيف چئي، جانب جي جمال،
ٿيا نيڻ نهال، جنين دلبر[13] ديکيو.

١٢

وسن ۽ وهسن[15]، ڏيهاڙي ڏسڻ[14] لءِ،
جڻن جڻن پرين پسن، لڻن لڻن نشا[16] نينهن جا.

١٣

وسن ۽ وهسن، ڏيهاڙي ڏسڻ لءِ،
ڏسي ڏسي آئيون، توء تلاشون[17] ڪن،
ڀاپيو نه ڀاپن، پسڻ منجهان پرين جي.

١٤

ڏسن ڏيهاڙي، تب[18] ترسن[19] اوڏهين،
آيا سُڄاڻي، نيڻ نهاري پرين کي.

١٥

اکڙيون اکڙين لي، ڏمر ڏوس ڪرين،
جيلاءِ[20] سڪڻ سکيون، تيلاءِ[21] دعوي[22] منجهه دڙين[23]،
کلن ۽ ڪرين، رسن[24] پرچن پاڻ ۾.

١٦

اکين کي آهين، عجب[25] جهڙيون عادتون،
سؤر پرائي ساٿ جا، وڃيو وهائين[26]،
اٿي لنؤ لائين، جت حاجت[27] ناه هٿيار جي.*

١٧

اکين کي آهين، وڏا وجهه وڙهڻ جا،
منڍي[28] بيٺيون مامرو، جهيڙو[29] نه لاهين،
جڻن سي ڪڪر[30] اڀ ۾، ٿڻن آگميون آهين،
جهڙ ڦڙ نه لاهين، وسن سانوڻ ميهن جئن.

١- چڪجي وڃن ٢- پڌهنجي منهن ٣- ڪنهن پاسي ٤- مستانيون ٥- بيحد ٦- نينهن ٧- ڪنهن کان پوء ٨- آرام ۾ ٩- محبوبن ١٠- قرب ١١- لالن جيان ڳاڙهيون ٿيون ١٢- ڪالهه جي حسن ١٣- پرسن ١٤- جل هارين ١٥- سرهيون ٿين ١٦- خمار ١٧- ڪ ٻ ١٨- ڪ ٻ ١٩- منتظر رهن ٢٠- جڏهن صورت ۾ ٢١- تڏهن ڪري ٢٢- معاملي ۾ ٢٣- تيز ڳالهائين ٢٤- بگڙجن ٢٥- جهڙيون ٢٦- ڳنهن ٢٧- محبت آڙائين ٢٨- سڻي ٢٩- جهيڙو ٣٠- جهڙ لاڳو آئن.
(مٿين بيتن ۾ اکين جي عجيب عادتن جو بيان آيل آهي. اکيون کلن ٻه پاڻ ۾، بگڙجن ٻه پاڻ ۾؛ رسن ٻه پاڻ ۾، پرچن ٻه پاڻ ۾. جڻن جڻن پسن، لڻن لڻن مخمور ٿين. سانوڻ جي ميهن جئن آگم لايو ٿيون وسن.)
*اٿي وڃي ٿيون محبت آڙائين، جتي ڪنهن هٿيار جي ضرورت ناهي. (معشوقاڻا نيڻ قاتل آهن.)

١٨

اَکِيُنِ کي آئُون، جان کي جهلوُن پائيان،
لوڪ لَتاڙي نِنڊَ ۾، ساڄنُ سونا[١] ئُون،
مُون کي مارِيا ئُون، پاڻَ پُرچي آئيُون.

١٩

اَکِيُن پَنهنجي مَتِ،[٢] پاڻَ سين پاڙهين ڪئي،
اُلي وَڃي لَڳِيُون، جتي جانِ کَپَتِ،[٣]
نہ ڪا ڳالهہ نہ ڳتِ،[٤] جيَّ ڏني رِءِ نہ جُڙي.*

٢٠

اَکِڙيُن آرِ[٥]، مُونهان[٦] پُڇي نہ ڪيو،
اُلي وَڃي اَڙِيُون، جتي چوڻَ نہ چارو،
هِنڙو ويچارو، وائُون[٧] جهليو[٨] وِڄهلي.

٢١

اَکِ اُلٽي[٩] ڏارِ، وَنءِ[١٠] اُلٽو عامَ[١١] سين،
جي لِهوارو لوڪ وَهي، تُون اوچو وَهُ اويارِ[١٢]،
مَنجهان[١٣] نُوڃ نِهارِ، ۾ پَنيرو پرينءِ ڏي.

٢٢

تان جي تَيَنِ ساڻُهان، پَنيرا سوُنهَنِ،
سَنئُون[١٥] وَرائي سُپرِين، مُنهَن جي مانڊي ڪَنِ،§
رَڳُوُن سَبِ رَچِنِ[١٦]، تَنَ ۾ تازائي[١٧] ٿئي.§

٢٣

اَکيُون سيئي ڏارِ، جنِ سان پَسين پرينءِ کي،
پِڇي ڏانهن ڪيمَ نهارِ، گهڻو رِيسارا[١٨] سُپرين.

وائي [١٩]

جيڏيُون! آئُون ڪا پاڻَ وَهيڻي آهيان؟
ڪا مُون سارَ لَهيجا.
جيڏانهن وارِ ۾ سُپرين، پيرَ[٢٠] اوڏانهين پايان،
قَلَمَ ڪا[٢١] لَبَ هَٿَ ۾، [٢٢]ڪَنهن لِکيي مان لِکَ[٢٣] لاهيان؟
واڳَ ڏَٺين هَٿَ ۾، ڪيڏانهن ڪَرَهَلُ[٢٤] ڪاهيان؟
سَدا سُپرين لَءِ، آئُون ويٺي ڪانگَ اُڏايان،
ايندا، عَبدُاللَّطيفُ چئي، آسَ اُميدَ نہ لاهيان.

وائي ٢

اي مِيان سَجَڻَ! ڪَنهن رَهندا نيڻَ مُنهنجا؟
تو ري تو ري.[٢٥]
جن جو آڌارُ تُون، آئُون تِيَسِ لائِقُ[٢٦] پُون،
ڪَنهن رَهندا تو ري.
جيانئين اُلهي[٢٧] اُيري، توڻي تِهان[٢٨] ٿي پُري،‡
توءِ وَڃي تن ڏي، اَکِڙيُون[٢٩] پيرَ ڪَري.‡

١- لڏائون ٢- مصلحت ٣- جان جو جوکو ٤- سڌ سماءُ ٥- محبت ٦- مونکان ٧- پرينءِ جا پيڙا جهليو ٨- ڳري ٩- اُبتي اختيار ڪر ١٠- وڃ ١١- عام ماڻهن ١٢- تون اوڀارو وه ١٣- کُتل نظر ١٤- اَڳتي وڌ ١٥- ڦيرائي ١٦- لال ٿين ١٧- تازگي ١٨- غيور، غيرت وارا ١٩- پنهنجي وس ٢٠- ورائيمر ٢١- لکندڙ ٢٢- تقدير ٢٣- ذرو ٢٤- اُٺ ٢٥- توکان سواءِ ٢٦- زمين ۾ دفن ٿيڻ جي لائق ٢٧- جتان سج لهي ۽ اُڀري ٢٨- تنهن کان ٢٩- تنهن هوندي بہ.

*اُني بي ڪا ڳالهہ ٻولهہ يا سڌ سماءُ ناهي؛ جان ڏيڻ کان سواءِ هي سؤدو بحال ناهي.

§جي محبوب منهن ورائي سڌو مون ڏانهن نظر ڪن تہ جيڪر منهنجون سڀ رڳون رچي لال ٿين ۽ ساري سرير ۾ تازگي اَچي وڃيم.

‡جتان سج اُيري ۽ لهي ٿو، تنهن کان ٿي پري هجي، تہ بہ اکيون پير ڪري اُتي وڃجي.

## سر آسا - داستان ٻئي جو سار

اُهي اَکيون، جي سڄ اُڀرڻ سان، پرين نہ ٿيون پسن، سي ڪانگن جي حوالي ڪجن. نيراني ئي محبوب جو درشن ڪرڻ آهي ستر طعام کائڻ ۽ حضوري حج ڪرڻ. اَکيون، اَسر جو پرينءَ جو درشن ڪندي، اُرداس ۾ ويهو رهن. اُنهن اُهو ڪي ڏنو آهي، جو هرگز قرار ۾ نہ ٿيون رهن. ڏسيو ٿيون ڏسن تہ بہ ڍاپجن نہ ٿيون. جڏهن جڏهن پرين پسن، تڏهن تڏهن مٿن نيڻهن جا نشا چڙهن. اَکين کي عجيب عادتون آهن: وسن بہ پيئون، وهسن بہ پيئون؛ پرچن بہ پاڻهي، رسن بہ پاڻهي؛ اُلي وڃي ٿيون نيڻهن اڙائين، جتي جان ڏيڻ کان سواءِ ڇٽڻ ناهي. اَکيون سيٺي ڌار، جن سان پرين پسجن؛ ٻئي ڏانهن ڪين نهار، ڇو تہ سڀرين گهڻو پيارو آهي. اَک اُلٽي ڌار؛ جي لوڪ لهوارو وهي، تہ تون اوڀارو وهہ. ڇنائي، پرينءَ پٺيان هل.

•

## داستان ٽيون

١

ديکُ[1] مَرڻُون سين ٽَن، هي جي مَجازِيا[2] ٽيوُن مُنهَن ۾،
ڪِينَ نہ سُڃاتو سُپرين، نهاري نيڻَن،
پِرين سي پَسَن، ٻئي[3] جنين ٻُوٽيوُن[4].

٢

مَجازِي موهي[5]، ڪَڌِهِن ويندَء نِڪرِي،*
اَکِڙيوُن تو هي[6]، جِم وِهين[7] وِسَهِي[8].*

§٣

اي مَجازِي، ماء! جي تو سَڄَڻَ پاتئيا،
ڪَڄو[9] ڪوهُ لِياء[10]، هاري[11]! حَقِيقي پِرين؟

§٤

مَجازِي مَ مَٽَ[12] ڪَرِ، پَنهِيوُن[13] اِئَن نہ پيرِ[14]،
پُڇي ٿيين نہ پيرِ[15]، هاري! حَقِيقيءَ[16] جي.

٥

مُون[17] ڪي ماء! مَجازَ، پيڃاري جِئَن پڃيو،
هَٿَن ڇَڏي هاجَ[18]، ويٺي سارَ[19] سَندَنِ[20] مان.

٦

حَقيقَتَ هَٽِي، مُنهنجي جانِ جُدا ڪَئي،
هيڪو[21] پَساهُ پِرينءَ ري، سگهان تان نہ ڪَٽِي،
ڏَٺي ٿي ڏَٺي، رَهيو آهي رُوح ۾.

١- ڏس ٢- مجاز ڪمائيندڙ اَکيون ٣- ٻئي اَکيون ٤- بند ڪيون ٥- موهت ڪري ٦- مٿان ٧- ويهين ٨- اعتبار ڪري ٩- عار، ننگ ١٠- اي ڪم عقل! ١١- حقيقي محبوب يعني ڏٺي ١٢- سڄڻ ١٣- مورک اَکيون ١٤- قيراء ١٥- پيد ۾ ١٦- حقيقي محبوب ١٧- ڪپهہ پڃڻ وارو ١٨- ڪم ڪار ١٩- سگهہ ٢٠- سرير جي سندن ٢١- هڪڙو.

*هي جي لنهجون اَکيون آهن، تن تي مٿان اعتبار ڪري ويهين، ڇو تہ اُهي موهي، نڪينديون.

§هي بہ بيت، شاه ڪريم جي ٻن بيتن جو بدليل روپ آهن (ڏسو شاه ڪريم بيت ٣٢ ۽ ٣٣).

٧

سَنئين سُونهائي سَيَڪا، ڪا مُون مُنجهائي،
طَلَبَ ۽ تَحصِيلَ، اورِيان ئي آهي،
مان تُنُ لِت لائي، جت آهِ نه ناهِ ڪا.*

٨

جت آهِ نه ناهِ ڪا، اِيءَ خاڪيءَ جو خيالُ،
جانِبَ جو جمالُ، پَسَّڻان ئي پَري پِيو.

٩

جت آهِ نه ناهِ ڪا، اِيءَ خيالُ خاڪيءَ،
پِرينءَ جي پاڪيءَ، پَسَّڻان ئي پَري ٿي.

١٠

نيڻين نَظَرَ نيمَهن، جَڙُون جت جَڙَنِ،
ساهُ اُنين تان صَدقو، اَندَرُ سين عُضبَنِ،
لاهي تَنُ، لَطيفُ چئي، اَنگ پِڻ آڇَنِ،
قَلبُ قُرباني ڪَريان، مَٿان دِل دوسَنِ،
هنئين ۽ اَکيُنِ، ڦاهي ڪاڏي پِرينءَ لَءِ.

١١

پِرِين نه اَکڙِيُنِ ۾، هيئون نه حاضُر جَنِ،
سي هُنڊِهين جاڙ جَڻ، تَلها تانا سَڪتا.

١٢

موڙڪ مامَ نه ٻُجهيا، هيڏانهن هوڏانهن ڪَنِ،
سي ڪِئن پِرين پَسَنِ، ڪُتَر جن اَکيُن ۾؟

١٣

جان تُنُ ڪيوءَ نه ليڪِن، سوئيريان ئي سَنهڙو،
پِرين پائيندا ڪيئن، تُوکي اَکڙِيُنِ ۾؟

١٤

اَکيُنِ ۾ ئي ويهُه، ته آئون واري ڍَڪيان،
تُوکي ڏِسي نه ڏِيهُه، آئون نه پَسان ڪي پِيو.

١٥

تارَنِ ۾ ڪَر تَڪيو، وَنِين ۾ ئي ويهُه،
اَکيُنِ ۾ ئي پيهُه، ته آئون آڇارو ٿيان.

§١٦

ڪَران وِجهه مَ واتِ، ڍولَ! مُنهنجي ڳالهڙي،
مِچڻ رَنيءَ راتِ، اورڻ ۾ اوُنهي ٿئي.

١٧

سِڪَ سِڪائي سِڪُ، سِڪَ نه آهي سُٿري،
لَڪَ لِڪُوئيءَ لِڪُ، ته ڪَرَنِ خَبَرَ نه ٿئي.

١- سنئين وات ئي رهبري ڪري ٢- ڳولا سڪ ٣- حاصلات (ديدار جي) ٤- خاڪ مان ٺهيل انسان ٥- انساني، محدود ٦- پاڪائي ٧- ميڙون ٨- ڪپن ٩- دل عضون سميت ١٠- عضوا ١١- دوستن ١٢- دل ١٣- خواهمخواه ١٤- آجايو ١٥- خالي، سڪڻو وڃنڊڙ ١٦- پروڙي ١٧- سمجهندڙ ١٨- موليا، بغض ١٩- سُئيءَ کان ٢٠- آستان ٢١- ماڪين ٢٢- داخل ٿيءُ ٢٣- چم جي ڳوٺري ٢٤- ڪرن يعني شرير انسانن ٢٥- اي محبوب! ٢٦- مٿان ٢٧- رات جي گهڙي ٢٨- سور سان ٢٩- وڏي پوي ٣٠- ڳجهيءَ طرح.

*مهنجو جيءُ اُتي جڙيو آهي، جتي نه "آه" آهي نه "ناه". (جتي هن دنيا وارا ضد نه آهن.)

§اي مهنجا محبوب! مهنجي ڳالهه شرير انسانن جي زبان تائين نه آڻ، مٿان رات جون ٻوريون گهڙيون ڏکن اورڻ ۾ ئي وڏي پون.

١٨
خبر ٿي ڪرن کي، ته مون کي ڪندا ڪوهه؟
صورت سپيريان جي، ڏٺي ڪونهي ڏوهه،
لوريءَ لڳم[١] لوهه، جنهين رت رتاريو.

١٩
ڪر جا ڪڏ ڪنڌي، ٻوڙا ڪارڻ پرينءَ جي،
تنهن ۾ پاڻ پئي[٢]، غيبتي[٣] غار ٿيو.

٢٠
آلا! ڪر جهڻ، مدي[٤] جنين جي من ۾،
آسان ءِ پرين جون، اميدون پسن،
تهان[٥] پوءِ مرن، سڙي اُنهيءَ سور ۾.

*٢١
ڪرُ ڪاريندو سي، ماٺو[٦] جن پريتڙو[٧]،
جوش جلايا جي، ماري تن ماٺ ڪيو.

§٢٢
ڪر ڪي ڪهُر[٨] ڪاءِ[٩]، نانگ مٽيارو نڪري،
آيو[١٠] جو اوناءِ[١١]، سرِ[١٢] ۾ سندي سچڻين.

٢٣
ڪرا! خراب ٿئين، هيا[١٣]! هچارا!
پوڙايءِ[١٤] پرين جا، چوڏاري چارا،
مرين، منهن ڪارا! سڙي، اُنهيءَ سور ۾.

‡٢٤
سچڻ سنئيون[١٥] ڪن، لوڪان ليکي[١٦] ونگيون[١٧]،
سندي سپرين، ٻر ٻروڙڻ[١٨] ڏاکڙو.

٢٥
ڪا جا ٻر پرين، نه سا سُڻي نه ٻڌي،
متيون[١٩] سڀ منجهن، اهڙي ڏني قضئي.

†٢٦
نڪو ڏيگهه نه ويلَ[٢٠]، نڪو منهن نه مهاڙ ڪا،
اي اِهوئي ڪيل[٢١]، ڪوُر ٻروڙي ڪين ڪي.

†٢٧
حوصلو حيرت[٢٢] ۾، ڪري ڪين ڏرڪ[٢٣]،
جو حسن سندو حق[٢٤]، سو ڪوُر ٻروڙي ڪين ڪي!

†٢٨
حوصلو[٢٥] حيرت ۾، وڃي ٿيو ويچون،
محبت جون ميچون[٢٦]، ڪوُر ٻروڙي ڪين ڪي.

٢٩
حوصلو حيرت ۾، وڃي لڄاٽو[٢٧]،

---

١- عشق جو تير لڳم ٢- ڪلا ڪندڙ ٣- فنا ٿيو ٤- ٻرائي ٥- تنهن کان پوءِ ٦- سرد ٧- عشق ٨- زبردست زهري نانگ ٩- مڻ وارو، واسينگ ١٠- ٻيئي ١١- ٻڌي ١٢- جهيڻي گفتگو ١٣- لعنتي ١٤- واڪون ١٥- سڏيون ١٦- ماٺهن ليکي ١٧- ڏنگيون ١٨- ڳجهارت ١٩- واقعي ٢٠- ويڪر ٢١- اَندو ٢٢- هوش ٢٣- سمجهه ٢٤- سچو ملهه ٢٥- حيران ٢٦- اِشارا ٢٧- شرمسار ٿيو.

*شيطان اُنهيءَ کي ڪاريندو، جنهجو عشق سرد آهي. جنهن کي عشق جي جوش جلايو آهي، تن هنن کي ماري فنا ڪيو آهي.

§ڪر ڪي شل واسينگ کاڻي، جو لڪيو ٻينو محبوب جي جهيڻي گفتگو ٻڌي.

‡محبوب سهڻا يون پيو ڪري، ماٺهن ليکي ڏنگايون آهن. دلبر جي رمز سمجهڻ مشڪل آهي.

†هتي اِنساني عقل کي اَندو سڏيو ويو آهي. حقيقي حسن جو مشاهدو اُنهيءَ وٽ کان ٻاهر آهي.

وڃارو ڪاٺو، ڏِسي ٻيو ڏِسَڻَ ڪي.

٣٠

حوصلو حيرَتَ جو، آهي نہ مٿي عامَ،
سَندي مُحَبَتَ مامَ، ڪوُرُ پرُوڙي ڪِيَنَ ڪي.

٣١

مُٿي هاٿيءَ تي مامرو، اَچي ڪيو اَنڌَنِ،
مَٿاڙِين هَٿَنِ سين، اَکِين ڪِينَ ڏِٺَنِ،
”في اَلحَقِيقَتَ“ فيلَ ڪي، سَچا سُڃاڻَنِ،
سَندي سَرْدارَنِ، بَصيرَتَ بينا ڪَري.

وائي ١

مُنهن مَنجهہ خَليلُ، اَندَر آذَرُ آهِين.*
سَدَ مَ ڪَر صحّتَ جي، اَڃا تُون عَليلُ،
نالو ناهِ نِفاقَ جو، جِتي رَبَّ جَليلُ،
مُنهن ۾ مُسَلمانُ تُون، قَلبُ تان قَابِيلُ،
واليءَ جي وِصالَ ۾، دوئي ناهِ دَليلُ،
اَلا! عَبدُاللَّطِيفُ چئي، سَچو رَکائِجُ سِيلُ.

وائي ٢

مؤتَ مُنڌَ نہ آهي، ٽائِبَ ٿِيو ٽَڪِڙا.
”عَجّلُوا بِالتَوبَةِ قَبْلَ اَلمَوْتِ“، ويهُ تُون ويرَ مَ لائي،
ٻِيان ڪارَڻِ ٻاڻَ ڪي، سگهو ويهُ سَنباهي،
اَجَلُ اَسارَنِ ڪي، ڪامَ وَتِي ٿو ڪاهي،
وِڌائِين وَيَڻَ لَءِ، ڳُنُ ڳُهاڙيءَ ٻاهي،
عمارَتُون اَنڌَنِ جُون، ڍاهيو ٿو ڍاهي،
نِبا گهوتَ گهَرَنِ ڏي، ڪَنهن وَڏيءَ ويرَ وَناهي،
اَئي، عَبْدُاللَّطِيفُ چئي، بِنا ڪَفَنَ ٻَراهي.

وائي ٣

اَللَّهَ سائِين! پُٽان پِرِيتُون مَ ٻانهِين،
مُون ٽان آسِرو آهي اوڏانهِين.
جِتي ديرو دوستَ جو، سا ڪِئَن جُوءِ اَڳاهِين؟
پَنِيئُون ٻِري آئيُون، آيَلِ! مُون اُتانهِين،
قَلَمُ جن جي هَٿَ ۾، سي سيڻَ سَباجها سائِين،
ٻَنديءَ جي ٻابَ ۾، شالَ مَ لِکَنِ لائِين.

١- عام ماڻهن ٢- گهڻو هارت ٣- مهٽين، ڇهن ٤- درحقيقت ٥- هاٿيءَ ٦- روحاني اَميرن ٧- نظر ٨- ڏسندڙ ٩- صورت ١٠- حضرت اِبراهيم ١١- حضرت اِبراهيم جو پيءُ ١٢- بيمار ١٣- ناسازي ١٤- جلال وارو خدا ١٥- دل ١٦- تنگ ١٧- ڌڻيءَ ١٨- ميلاپ ١٩- ٻيائي ٢٠- رهبر ٢١- اخلاق ٢٢- موت جي وقت جي سد نہ آهي ٢٣- پڇتاءُ ڪندڙ ٢٤- موت کان اڳ، توبہ جي تڪڙ ڪريو ٢٥- دير نہ ڪري ٢٦- تيار ٿي ٢٧- موت ٢٨- ويسرن ٢٩- لڪڻ ٣٠- قبر جي چوُر ٣١- نيا ويندا ٣٢- سهڻا يا سچا اِنسان ٣٣- وڏو ٻروهاري ٣٤- ٻهرائي ٣٥- ٻوان ٣٦- پرينءَ کان ٣٧- پري ٣٨- منزل ٣٩- اَڳيرو، پري ٤٠- اَکيون ٤١- قبري ٤٢- حق ۾ ٤٣- ڪسي ڳالهہ.

*صورت ۾ حضرت اِبراهيم جهڙو پاڪ پيو لڳين، پر اَندر ۾ آذر (بت پوڄيندڙ) آهين. (حضرت اِبراهيم کي خليل الله يعني خدا جو دوست چوندا آهن. آذر، بت گهڙيندڙ هو.)

## سر آسا ـ داستان ٽئين جو سار

هي مجازي اکيون نگين ٿيون. حقيقي پرين اهي پسن، جي ٻئي اکيون ٻوٽين. مجاز جي پڄر ڇڏي، حقيقت جو پير پڄ. جت جانب جو جمال آهي، لت نه "آه" آهي، نه "ناه". اِهو به هڪ اِنساني خيال يا اندازو آهي؛ درحقيقت "پرينءَ جي پاڪي" ڏسڻ کان ٿي پري آهي. اي عاشق! جيسين جسم کي ڳاري، سڀيءَ کان ٿي سدهو نه ڪيو اٿيئي، تيسين پرين ٽوڪي اکين ۾ ڪيئن پائيندا؟ ڪر (شيطان) اُنهنکي ڪاريندو، جنجي محبت ماٺي آهي. سچا عاشق، اِنهيءَ لعنتيءَ کي مات ڪيو وينا آهن. محبوب جي جمال جي ڪٿ، اِنساني عقل جي وت کان ٻاهر آهي. عام اِنسان انڌا آهن. اهي حقيقت کي اهڙو سڃاڻن، جهڙو نابينا هاٿيءَ کي.

"في الحقيقت فيل کي، سچا سڃاڻن."

•

## داستان چوٿون

*۱

دېکيندي[1] ديدارَ[2] کي، ڪِينَ سُڃاتو[3] ڪُلَّ،
تازي[4] طويلَن[5] ۾، آهي إحاطو[6] جهُلَ[7]،
هُنا جي أمُلَ[8]، سي حِسابان[9] هَڃي وِيا[10].

*۲

دېکيندي ديدارَ کي، ڪُلُ سُڃاڻي ڪيئن؟
جانِبَ مَنجهان جيئن، مَحرُومُ[11] ٿِي مَري وِيا.

*۳

مَحرُومَ ٿِي مري وِيا، ماهِرَ[12] ٿي نه مُنا،
چِڙيءَ[13] جِئن چُهنبَ[14] هَڻي، لَڏِياٽُون[15] لُنا،
حُبابَ[16] أي هُمّا، إنهيءَ واديءَ[17] وِچَ ۾.

۴

ترڪُ ڪَرِ ترڪَ کي، وَڃَڻَ[18] ڪنان وَڃُ،
آهي اِيءُ أهڃُ[19]، سُڃي سُڃاڻيج تُون.

۵

وَڃي رَسُ وَڃَڻَ کي، وَڃڻُ پڻ وِڃاءِ،
لوڪان[20] ٻاڙُ لِڪاءِ، لِڪان[21] پڻ لِڪيج تُون.

٦

لوڪان لِڪي سَيڪو، لِڪان لِڪي ڪونَ،
أٿي ويني اونَ[22]، اِنَ اِلتيءَ ڳالهه جي.

---

۱- ڏسندي ۲- دنيوي لقاءَ ۳- ساري ڪائنات ۴- تازي گهوڙا ۵- طبيلن ٦- حد، حاطو ۷- گهوڙي جي ٻوري، ٻڪ ۸- أملهه ۹- حساب کان ۱۰- فنا ٿي ويا ۱۱- نااُميد ۱۲- ڪامل ۱۳- جهرڪيءَ ۱۴- چهنب ۱۵- گاه جي گڏي مان ۱٦- ٻُد ٻُدا ۱۷- ماٽري ۱۸- نابوديءَ کان اڳتي ۱۹- نشان، أهڃاڻ ۲۰- لوڪ کان ۲۱- لڪڻ کان ۲۲- فڪر.

*ظاهري لقاءَ مان حقيقي راز ڪنهن نه پروڙيو. ڪامل به اُنت نه لهي سگهيا. اِنسان لاءِ مجازي کيل اهڙي حد آهي، جهڙي تازين لاءِ طبيلي ۾ جهل. ماهر به چڙيءَ ۽ حباب مثل آهن.

٧

هَتِ سين هاڃ ڪَري نيڻَنِ سين نِهارِ،
اَيا اَڳا پارِ، پَسُ پَنهنجا سُپِرِين.

٨

اَسين سِڪُون جن کي، سي تان اَسين پاڻَ،
هاڻي وَڃُ، گُمانَ! صَحِي سُڃاتا سُپِرِين.

٩

اَسين سِڪُون جن کي، اَسين پڻ سيئي،
"لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ"، وِنءُ اوڏانهين پيهي،
تهان مَنجهيئي، پارَکَ! پَرکِجِ حَقَ کي.

١٠

ڏِسَڻُ ڏِسِڻ جي، نَہ هُمَہَ کي حَقُ چَئِڻ،
شارِڪَ! شَڪُ مَ ني، اَندا! اِنهيءَ ڳالهہِ ۾.

١١

مُنهُن کَرِ مَنجهارَان، ٻَهَرَان، ٻِ وَڃِ مَ ٻيو وَرَ جَئَن،
جي اَکَڙيِن آران، نَہ ڪَندي ءِ اَڃَڻ ڏاکڙو.

١٢

آڏو جو اِلْبابَ کي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ،
هُئي جدهن ۾ حَقُ، لَنهن نَفِيءَ جهو ناهِ ڪو.

١٣

وَڏي تان اِنَ واٽَ ۾، ٻيلَپَ ٻِياڻِي،
آهي اوُنداهِيءَ جو، شِرڪُ سَهاڻِي،
چِٽِي چِتائي، اَلِفَ جي عَيْنَڪَ ۾.

*١٤

اِنَ پَرِ نَہ ايمانُ، جِنَ ڪَلِمي کو ڪوتاٽيين،
دَغا ڏُنهنجي دِلِ ۾، شِرڪُ ۽ شَيطانُ،
مُنهَن ۾ مُسلمانُ، اَندَرِ آذَرُ آهئين.

*١٥

ڪُوڙو تُون ڪُفْرَ سين، ڪافُرُ مَ ڪوتاءِ،
هِندوُ هَڏِ نَہ آهئين، جَٽيو تو نَہ جُڳاءِ،
تِلَڪُ تِنين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

١٦

مُنهُن نَہ مُوسَيٰ جهڙو، عادَتَ ۾ اِبْلِيسُ،
اَهڙو خامُ خَبِيثُ، ڪَيئي ڪوهُ نَہ ڇَڏئين؟

١٧

مُنهُن نَہ مُوسَيٰ جهڙو، سِيرَتَ شَيطاني،
بازي ٻيراني، ڪَيئي ڪوهُ نَہ ڇَڏئين؟

١- ٻيئل ٢- اَڳڻ طرف، گهر ۾ ٣- اي وهم! ٤- ڇگي طرح پروڙجي ويا ٥- نڪي هو (ڌڻي) ڄڻيو ٿو، نڪي پاڻ ڄائو آهي ٦- وڃ ٧- اي پرکيندڙ! ٨- سچو ڏسڻ ٩- سڀئي ١٠- خدا ١١- اي شرڪ ڪندڙ! ١٢- شڪ نہ آڻ ١٣- اَندران ١٤- نہ ڳول ١٥- ڄانور ١٦- محبت ١٧- ڌڻيءَ جي هستيءَ جو اقرار ١٨- ڪفر (ٻئي ڪنهن کي ڌڻيءَ سان شريڪ ڪرڻ) ١٩- هجي ٢٠- ڌڻي، سچ ٢١- اِنڪار (ٻي ڪنهن بہ هستيءَ کان) ٢٢- جهڙو ٢٣- همراهي ٢٤- ڪفر جي اونده ٢٥- روشني ٢٦- اَهڙي ريت ٢٧- ڪلمو چوندڙ ٢٨- حضرت اِبراهيم جو پيءُ، جو بت پرست هو (هتي نفس جو پوڄاري) ٢٩- هرگز نہ ٣٠- جڳائي ٣١- حضرت موسيٰ، جو پيغمبر هو ٣٢- شيطان ٣٣- پليد ٣٤- حرفت ٣٥- چال ٣٦- ويراني، بيسود.

*نہ مسلماني ڪلمي چوڻ ۾ آهي، نہ هندو ڌرم تلڪ يا جٽيي ۾، مذهب يا ڌرم جي سچي معنيٰ پروڙ.

۱۸

مُنهَن نہ آهيرِيان ٿي[1] اُجرو[2]، قَلبُ ۾ ڪارو[3]،
ٻهَران[4] زيبُ زبانَ[5] سين، دِلِ ۾ هَڇارو،
لَنَ پَرِ ويچارو، ويجهو ناهِ وِصالَ سين.

۱۹

ٿوُن ڪا ڪاني[6] پاءِ، وَٽِنِ[7] ۾ وِصالَ جي،
دو بينائي[8] دوُرِ ڪَري، مَعرِفَتَ[9] مَلهاءِ،
سُپيرِيان جي سوُنهَن ۾، رُخنو[10] ڪونَ رِهاءِ[11]،
اَکِ اَشهَد[12] چاءِ[13]، تہ مُسَلِماني ماڻين.

*۲۰

سُرمون سِياهيءَ جو، رَتُنِ ڪي رِهاءِ،
ڪاني ڪارائيءَ جي، مُرَسُ ٿي م پاءِ،
اَکِيُنِ ۾ اَڪاءِ[14]، لالائي الَنَ جي.

*۲۱

سُرمون سُرخيءَ[15] جو، جَڏهن پاتو جن،
ڪَڏهن ڏِٺي تن، رَوْنَقَ ريٽي جهڙي[16].

*۲۲

سُرمون سُفيديءَ[17] جو، جَڏهن وِڌو جن،
ڪَڏهن ڏِٺي تن، اَڇائي عالَمَ[18] ۾.

۲۳

جي فارِسي[19] سکيو، گولو[20]، ٿوءِ[21] غُلامُ،
جو ٻَدو ٻِنِ ڳالهين، سو ڪِٿِن چائي[22] جامُ[23]؟
اِجيو تان آبُ گهُوري، بُکيو تان طعامُ،
اِيءُ عامَنِ[24] سَندو عامُ، خاصَنِ[25] مَنجهان نہ ٿِئي.

۲۴

اَوڳُڻَ[26] رُسي سيڪو، ڳُڻين[27] پرين رُنامِ[28]،
ليکيمِ[29] جي لِسانَ[30] سين، سي ڪَرَ ڪيِنَ[31] ڪيامِ،
پاڻُ وِڃائي[32] پانهنجا، ٿورا[33] ٽُڪَ[34] هَنيامِ،
بَندَگي شَرمندَگي، اِها مِيٽُ[35] مُڪيامِ[36]،
پِرين ٽَب[37] پُڇيامِ[38]، "آئون"[39] جَبَ[40] اُٿِ گئي[41].

۲۵

اَوَڳُڻَ رُسي سيڪو، ڳُڻين پرين رُنامِ،
ٻهوُن[42] ٻاروِٽَن[43] ۾، ڪوڙين ڪوڙَ ڪيامِ،
ٽيلانهين[44] سَرِيامِ[45]، سُکَنِئون[46] سوُرَ گهڻا.

---

۱- آرسيءَ ڪان ۲- صاف ۳- دل ۾ ڪارو ۴- ٻاهران ۵- سهڻي گفتار ٦- سرائي (سرمي جي)
۷- اکين ۸- بيائي، دوئي ۹- معرفت يا سچي گيان جي منزل ماڻي، سرخرو ٿيءُ ۱۰- عيب
۱۱- جڳائي ۱۲- شاهدي ڏيندڙ (ذاتيءَ جي جلوي جي) ۱۳- ڪر ۱۴- پاءِ ۱۵- لالاڻ
۱٦- کهنبي ڪپڙي جهڙي ۱۷- اڇاڻ ۱۸- جهان ۱۹- پارسي ۲۰- ٻانهو ۲۱- ننهن هوندي به
۲۲- چوائي ۲۳- سردار ۲۴- عام ماڻهن ۲۵- خاص ماڻهن ۲٦- عيبن ڪري ۲۷- ڪٺن سان
۲۸- مونسان رنا ۲۹- شمار ڪيم ۳۰- زبان ۳۱- جڙ ۳۲- خودي ڪيدي ۳۳- احسان ۳۴- تڇ
سمجهيم ۳۵- ممت ۳٦- موڪليم ۳۷- ٽڏهن ۳۸- مونسان پرتا ۳۹- خودي ۴۰- جڏهن
۴۱- هلي ويٺي ۴۲- گهڻيئي ۴۳- ٻاهوڻ ۴۴- ننهڪري ۴۵- حاصل ٿيم ۴٦- سکن ڪان.
*ڪارو سرمون نہ پاءِ، پر عشق جي لالاڻ ۽ وحدت جي اڇاڻ جو سرمون پاءِ.

٢٦

اَلتيمِ[1] جا هيئان[2]، سا نہ سَلتيمِ[3] ساهَ کي،
سُپيريان جي ڳالهڙي، لِڪايَرِ[4] لوڪان،
ويٺي مُون وَسان، پَدُرِ[5] پيئي پرينءَ ري.

٢٧

مُون تان لِڪائي گهڻو، روئَڻَ ڪيو[6] روشَنُ،
وَسيو ريزالَن[7] کي، مَنجهان زرديءَ[8] ظَنُّ[9]،
ويري[10] مُون وَرَنُ[11]، ڳالهه ڪيائين ڳُجهه جي.

٢٨

عاشِقُ پاڻ ئي ايُن، نہ آئُون سِڪ ڪَنهنکي نہ سَلان،
وِچِ رَهندي ڪِئن؟ وَهَن اَکيُون، وِرچي هيٺون.

٢٩

اَندَرِ رَهي نہ گهُٽ[13]، سُپيريان جي ڳالهڙي،
ڇاڳَر[14] سَهي نہ سَٽَ[15]، جُہ[16] مُهراڻَ مَوجَ ڪي.

٣٠

لَکين[17] سَٽين مُهراڻَ[18]، آئي سَپ[19] اُڌميا،
سَڙان[20] مَنجهين مانَ[21]، ٻَهَر باڪَ نہ نِڪري.

٣١

"پاڻُ" پَردو پاڻَ کي، سُٽي ڪَرِ[22] سَنيالَ،
وِچان[23] جو وِصالَ، سو تان هُئَڻُ[24] هِنَ[25] جو.

٣٢

"پاڻُ" پَردو پاڻَ کي، طالِبَ! سُڻِج تُون،
نَڪا هان نہ هُون[26]، پَردا سَپ پاسي ٿيا.

٣٣

"مُون"[27] "مُون" نهين[28] پر سَڀجي[29]، مُون کي "مُون"[30] جڳاءِ،
مُونهين جي ساڃاءِ[31]، مُونهين مَنجهان "مُون" ٿئي.
اَنهين[32] اِئَن[33] جڳاءِ، آن کي اِئَن[32] نہ چوڻو.

٣٤

پِرِ[35] جنهن جي ذاتَ جو، آئي آهِ اَللهُ،
تُہَ[36] نہ پُچي[37] ماهُ[38]، ڳَنديءَ[39] نيڻهُن نہ سَهجي[40].

٣٥

ڳُنديءَ نيڻهُن نہ سَهجي، تُہَ نہ پُچي ماهُ،
ڪِهيءَ پَر[41] ڪِناءِ[42]، ٿئي سَماجوڻُ[43]، سَڄڻين؟

٣٦

نَظَرُ نزديڪون[44]، سَهي نہ سَگهان ساعَتَ سيڻَن[45]،
پَسَڻُ[46] پَري سَندونِ[47]، آئُون نالي ڳيڙي نِجهران.

٣٧

عِلّتيءَ[48] آرامُ[49]، پَسي عِلّتَ آئيو،

---

١- نہ سليم ٢- دل کي ٣- سليم ٤- لوڪ کان ٥- منهنجي وس کان ٦- ڪئي ٧- ڪميڻن ٨- پيلاڻ (منهن جي)، جا عشق جي نشاني آهي ٩- گمان ١٠- دشمن ١١- رنگ (زردو) ١٢- ڳري ١٣- اندر ١٤- سانڍارو ١٥- زور ١٦- جڏهن ١٧- سوين ١٨- رجائي ١٩- جوش ۾ آندا ٢٠- اندر ئي ٢١- شل ٢٢- خودي ٢٣- جو وصال جي وچ ۾ رنڊڪ آهي ٢٤- وجود ٢٥- يعني خودي ٢٦- ڪابہ گفتار ٢٧- سچي خودي ٢٨- مون ۾ ٢٩- پيدا ٿئي ٣٠- سچي "مان" يعني پنهنجي شناس ٣١- سڃاڻپ ٣٢- اُنهيءَ يعني اندر ۾ وياپڪ هستيءَ (ذاتيءَ) ٣٣- جڳائي ٣٤- اُوهانکي ٣٥- بنياد، اصل ٣٦- ٿهن ۾ ٣٧- ماس ٣٨- اُن رڳن جي جاءِ ۾ ٣٩- عشق ٤٠- پيدا نہ ٿئي ٤١- ڪهڙي طرح ٤٢- ڪئن ٤٣- وصال ٤٤- سندن ويجهو ديدار ٤٥- هڪ پلڪ تائين ٤٦- ڳنهندي ٤٧- ڳران ٤٨- عادليءَ ٤٩- علت واري چيز.

حُسنُ جو حَقّ جو، سو خامي! پانئِين خامُ،
اَچي ٿِيا اِسلامُ، ڪُفرُ ڪافِرُ پاڻَ ۾.

٣٨

مُون کي مُون پرِينَ، ڏِنو وِڌو پارِ ۾،
اَيا اِيئن چَوَنِ، مَڃُڻِ پاندُ پُسائِين.

٣٩

پِيو جو پاتارِ، سو ڪِئن پُسَڻَ کان پالهو رَهي؟
سالڪَ! مُون سيکارِ، کو پَهُ اِنهِين پاندَ جو.

٤٠

ڪَرِ طَرِيقَت ٽَڪيو، شَرِيعَت سُڃاڻُ،
هنئون حَقِيقَتَ هيرِ ٽوُن، ماڳُ مَعرِفَتَ ڄاڻُ،
هوءِ ثابُوتيءَ ساڻُ، تہ پُسَڻان پالهو رَهِين.

٤١

ڪُوڙي ڪِج مَ ڪَذَهِين، ڏِکي پانئِج ڦانگَ،
ساري سَناسِيُن جِئن، لائِقَ! رَکِج لانگَ،*
تہ چارِئي چُنيءَ پاندَ، اوسا پُڄهي اُڪرِين.

٤٢

تَعظِيمان تَرڪُ ٿِيو، واڪاڻان وِيو،
جِتي سَدُّ صاحِبَ جو، اُتِ آهي ڪونہ پِيو،
پاٽِيءَ ٽَڌهِين پِيو، جَنهِين ناهِ نِهايَتَ نينهَن جي.

٤٣

سُتوئِي سيڄَ گُهرِين، جَڦا ڏِئين نہ جانِ،
صُلحَ رِءِ سيٽانِ، مَتان ٽوُنڌين نہ چَڙهين.

٤٤

سُتوئِي سيڄَ گُهرِين، جَڦا ڏِئين نہ جِيَّ،
پَهَري ڏاران پِيَّ، مَڃُڻِ ٽوُنڌين نہ چَڙهين.

٤٥

صُلحُ جِنِ سَڄَڻَ سين، سيڄَ ماڻِيندا سي،
”اَلَّذِيۡنَ آمَنُوۡا وَكَانُوۡا يَتَّقُوۡنَ“، لِنَ پُرِ آيا جي،
نيڻي ٽوُنڌين ٽي، ڏِکي ڇِني ڇاڙهِيا.

٤٦

جي ٿِيا حُلُّ حَبِيبَ سين، سُمهڻُ تن ثَوابُ،
نيڻَ هيرائي نِندَ سين، خوش ڪَياٽُون خَوابُ،
اوسيڙو عَذابُ، ڏِليان ٽَڪين دوُرِ ٿيو.

٤٧

تَنُ تَسبِيحَ، مَنُ مَڻِيو، دِلِ دَنبوُرو جَنِ،

١- اي آلِ ٢- ڪچو ٣- خدا کي تسليم ڪندڙ ٤- اونهي پاٽيءَ ٥- متان ٦- پلاند ٧- ٽون پسائين ٨- اونهي پاٽهيءَ ۾ ٩- آجو ١٠- اي سالڪ! ١١- ڪا رمز ١٢- پلاند ١٣- آڌار ١٤- ٽون هيراءِ ١٥- منزل ١٦- هيج ١٧- ثابت قدمي ١٨- پسڻ کان ١٩- سڪل ٽاري ٢٠- هوشيار رهي ٢١- اي لائق شخص! ٢٢- لانگوٽي ٢٣- پوليءَ جا پلاند ٢٤- سڪل ٢٥- جهلي ٢٦- پار پوين ٢٧- تعظيم کان ٢٨- واڪاڻ کان ٢٩- حد ٣٠- راضپي کان سواءِ ٣١- سندن (محبوبن جي) ٣٢- ليکي، شمار ۾ ٣٣- راضپي ٣٤- محبوب ٣٥- ساز ٣٦- جن ايمان آندو ۽ جي متقي يا پرهيزگار آهن ٣٧- اُهڙي ٣٨- شاديءَ ٣٩- سينگاري ٤٠- هڪ ٤١- پرينءَ ٤٢- نيڪ ڪم ٤٣- ننڊ ٤٤- اِنتظار ٤٥- درد ٤٦- دل ٤٧- مالها ٤٨- مالها جو داڻو ٤٩- تنبورو.

*اي لائق طالب! ٽون سنياسين وانگر هوشيار رهي، پنهنجي نفس تي قابض رهج.

ڪندؤن جي طلب جوُن، وحدت[1] سرِ وڄنِ،
"وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ"، اِهو راڳ[2] رڳنِ،
سي سُتائي جاڳنِ، نِنڊ عبادت اُنِ جي.

٤٩

رُني[3] جا رِهاڻِ[4]، سا پِيَّ[5] پُهچي نه ٿئي،
ڪنهن ڪَرِوڙي[6] ڪاڻِ[7]، پاٽا نينهُن نڪاليو[8].

٥٠

رُسَڻُ نه آهي ريتِ، پهچيءَ پاهڻُ[9] ناهِ ڪو،
پسو مَنجهه پريت، جيهائي[10] جوڙَ[11] وَهي.*

وائي

ڪي اُنهين منجهه آهي، هوُ جي جهوُنا پَسڻ جهوُپڙا،
اِنَ دَرِ سيئي[12] اُگهيا، جن ڪي ڪونَ چتائي،
ڏاريا پانئن ڏاريو، پاڻ پريان سين ڪائي،
"اِنَّ اَوْلِيَائِي تَحْتَ قَبَائِيْ"[13]، پنهنجا پاڻ پرائي،
"لَايَعْرِفُهُمْ غَيْرِيْ"[14]، پَرَ ڪي ڪينَ پسائي[15]،
پنهنجي[16] چڏي پتَ پرِ، رزهٗ اُنين جي رائي[17]،
خدمت ڪر خُلق سين، پاندُ ڳچيءَ[18] پر پائي،
اَڊيوُن! عبداللطيفُ چئي، اِنَاهين ڪي آهي.

## سر آسا - داستان چوٿين جو سار

حقيقي محبوب جي بي پايان حسن جي ڪل ڪاملن کي به ناهي. اُهي به صرف چڙيءَ جيان چهنج هڻي، هتان هليا ويا: "محروُم ٿي مري ويا، ماهر ٿي نه مٺا." جي سچو عاشق آهين ته ترڪ کي ترڪ ڪر ۽ خود لڪڻ کان لڪ. جن لاءِ اَسين سڪون ٿا، سي اَسين پاڻ آهيون. سياهيءَ جو سرمون، مردن کي نه جڳائي. عاشقن جي عينن ۾ سرخيءَ يا سفيديءَ جو سرمون اُڪيل آهي. مسلماني، صرف ڪلمي چوڻ ۾ ناهي؛ نڪي هندو ڏرم، رڳو تلڪ لڳائڻ ۽ جڻيي پائڻ ۾ آهي. جن پنهنجو وجود وڃايو، سي حق ۾ حل ٿيا. هنن جون رڳون هر وقت "وحدت سر" پيئون وڄن. سندن ننڊ به عبادت آهي. هن دنيا روپي درياهه ۾ پسڻ کان پالهو رهڻ چاهين ته ساوڪ جون مڙيئي منزلون طيءِ ڪر.

•

**"سر آسا"**- هيءَ مٺي راڳڻي اُسر جي وقت ڳائبي آهي، جڏهن ساري ڪائنات، سرجڻهار جي اُستتي ڳائيندي آهي. ڪن صاحبن جو رايو آهي ته آسا هڪ راجڪماريءَ جو نالو آهي، جا پرڀات جو اُٿي، ايشور جي اُستتيءَ جا گيت ڳائيندي هئي. جنهن سر ۾ هوءَ ڳائيندي هئي، تنهن تي "آسا" نالو پئجي ويو.

---

١- وحدت يا هيڪڙائي جي راز سان ٢- هو (ڌڻي) هڪ آهي ۽ سندس ڪو شريڪ يا ثاني ناهي ٣- رسي ويٺي ٤- رهاڻ ۾ ٥- محبوب سان ساز ۾ ٦- شرير شخص ٧- نفاق ٨- ڪڍيو ٩- لائق ١٠- جئن ١١- سرشتي ١٢- جاچي ١٣- منهنجا اوليا منهنجي قبا يا چوغي هيٺ آهن (حديث) ١٤- مونکان سواءِ اوليائن کي ٻيو ڪوئي سڃاڻي ١٥- ڏارئي ١٦- پنهنجي مرضي ١٧- رائي موجب ١٨- سلچڻائيءَ سان ١٩- انهيءَ هنڌان ئي حاصل ٿيڻو آهي.
*ڏسو ته ساري سرشٽي ڪئن نه پيار يا محبت تي بيٺي هلي.

# سُر رِپَ

## داستان پهريون

١

گوندرَ[1] ڪيو غرقُ، ماءُ! مُنهنجو جِندڙو،
ڏکوئِنِ[2] مَرڪَ[3]، مَٿي سَگر[4] پَندڙو.

٢

گوندرَ گڏياس، صحتَ نيڙيم[5] سڄڻين،
مادَرِ[6]! مارِياس، قوڙائي[7] پرينءَ جي.

٣

گوندرَ هَٽ نہ پيرَ، ورهُ[8] مڇهين[9] وَهٽو،
ڪُڙه[10] ۾ قطارُون ڪري، سوُرنِ لايا سيرَ[11]،
مُون جنِ گهاري[12] ڪيرَ هيڪلائي رءِ[13] سڄڻين؟

٤*

اُنئي[14] جنِ مورنِ[15]، اويرَ[16] ولهارنِ[17] ۾،
سا پرِ[18] گوندرَ ڪنِ، جُه[19] قوڙائو[20] سڄڻين.

٥

لائي جو وِيا، سو مڇهين تو مَچُ پري،
سو اُجهامي ڪِنان[21]، جنهن سورِيندڙُ[22] سُرِين؟

٦

ڪَهَڙُ[23] نہ ڪِچائي، سوُرَ نہ ساندَڙُ سُٿرا[24]،
اَچا نہ آئي[25]، ڏيلَ[26] مُنهنجي ڏُکَ سين.

٧

جِيئن سو لَئيءَ لَرو[27]، ڪامي[28] ڪوُري وِچ ۾،
مُون کي ڏنو سڄڻين، مَنجهان سِڪَ سَرو[29]،
وَرُ[30] جهيڙو لايُ يَرو[31]، مَ قوڙائو سڄڻين.

---

١- غم ٢- ڏکويلين ٣- فخر ٤- واٽ ٥- ڪٽي ويم ٦- اي اَمڙ! ٧- جدائي ٨- عشق ٩- اَندر ١٠- ڪک يا سرير ۾ ١١- واڙون ١٢- گذاري ١٣- پرينءَ بنا ١٤- مينهن وسڻ ١٥- اَيرون ١٦- ساوڪون ١٧- سڪن پٽن ١٨- اها ڪار ١٩- جڏهن ٢٠- وڇوڙو ٢١- ڪٿان ٢٢- مڃائيندڙ ٢٣- چوڪ ڪري ٢٤- آسان ٢٥- آپدا ٢٦- سرير ٢٧- ٿيءَ جو ترو ٢٨- جلي ٢٩- شراب جي سرڪي ٣٠- مبارڪ ٣١- لب.

*جنِ برسات ۾ ٻولن تي ساوڪون اَچيو اَيرن، تن پرينءَ جي وڇوڙي ۾، غم، مونسان ساڳي ڪار اَچيو ڪن. (اَچيو مون ۾ ٻي انداز اَيرن.)

٨

اُپِرِيلمِ[1] اَنگوُرَ، سُتي سُپيرِيَن جا،

ڪاڍو ڪاڍو سوُرَ،[2] لُڇيو لوڇيو اُليان.

٩

[3] گُرَنِ ۾ گُرَهيجِ،[4] روئي ڪَج مَ پَڌرا،

[5] تان سوُراٽِي سَهيجِ،[6] جان لاهِيندَڙَ[7] ڪو لَهين.

١٠

[8] گُرَ ۾، گُجهو روءُ، پَڌَرِ وِجهُه مَ پرينءَ ري،

[9] سوُرَنِ[10] سِيرُ[11] هوءُ،[12] هِنئڙا![13] ڪُرَ[14] ڪَنَنِ جِئَن.*

١١

لاهه مَ [15] پَچارانِ، سُڪ مَ سُمهُه، جِندڙا!

[16] ڪَرَ[17] جهوري ڪِيٽانِ،[18] ڪالهوٽيان[19] اَڄُ گهٽي.

١٢

جهجي، جهانءِ[20] ڪري، ماٺ نه اَچي مُون هِنئين،

[22] سَجَڻَ سي ساري،[21] هو جنين جو هيرُوُن.

١٣

جهوري، جهجَڻُ[23] جهانءِ، مُون جنين جي نه لَهي،

آيَلِ! لاءِ مَ يانءِ، ڪِ[24] آئون جِئندي اُن ري.

١٤

[25] جاءِ نه، سَڄو ڏينهَن، هِنئڙو[26] اوني وَڳَ، جِئن،§

[27] مُون پريان سين نينهَن، چِنَڻَ ڪارڻِ نه ڪيو.

١٥

[28] پَلَ پَلَ ۾ پَليانَس، پَلُ نه رَهي پرينءَ ري،

جِئن جهوريءَ ڪان جهَليانس، جهجهولِئن جهوريءَ پوي.

١٦

ڪَڪَرَ[29] مَنجهه ڪپارَ، جهُڙ[30] نيٽڻوُن نه لَهي،

[31] اَڄ مُنهنجي چِتَ ۾، اَنا[32] پرين اَبارَ،

[33] آءِ، سَڄَڻ! لَهُه سارَ، وِرهَه ويڙهي آهيان.

١٧

[34] مُون منجهيئي مينهُن، ڪوهُه ڪَرِيندِيَس ڪَڪَرانِ؟‡

[35] سَرَلو سارو ڏينهُن، مُون پريان جو نه لَهي.

١٨

[36] سُتي سَنيرِيوم، ڪو گُڻُ پاروچَنِ جو،

[37] [38] ڪَندَ وِهاٽو پيو، هَريو هَٿَ تيوم،

[39] سَڄَڻُ ياد پيوم، جاڙَ جِئان تِي، جيڏيوُن!

١- غم ٢- للاشون ڪيو ٣- گجهن ۴- سلج ٥- ليسين ٦- سوُر سهج ٧- جيسين ٨- گجهه ۾ ٩- سورن ۾ ١٠- مضبوط ١١- تيءَ ١٢- اي هنئان ١٣- پيڻ ١۴- ڪنارين ١٥- سندن پچار ١٦- جڻ ١٧- ڳاراٽو ١٨- سندن ١٩- ڪالهه ڪان ٢٠- روج ڪري ٢١- ياد ڪري ٢٢- هريل ٢٣- روج ٢۴- ته ٢٥- هڪ هنڌ، قرار ۾ ٢٦- اُٺن جي ولر ٢٧- چنڻ لاءِ ٢٨- روڪيانس ٢٩- مٿي ۾ ٣٠- نيٽڻ مان ٣١- وسيا ٣٢- بيحد ٣٣- برهه ۾ وڪوڙيل ٣۴- ڇا ٣٥- جهڙ (غم جو غبار) ٣٦- ياد پيم ٣٧- آلو تيو ٣٨- آلو ٣٩- اُڀايو.

*اي دل! سورن ۾ پيڻ جي ڪنارين جيان مضبوط رهه.

§منهنجو قلب، اُٺن جي ولر وانگر، سارو ڏينهن هڪ جاءِ تي ناهي (بي قرار آهي).

‡منهنجي اندر ۾ ئي مينهن آهي. مان ڪڪرن کي ڇا ڪريان؟ (عاشق جون اکيون دائم وسندڙ آهن.)

١٩

سَڄڻَ سَنڀرِيامِ[1]، ڀيمَ ڪَرَ ڪَپارَ ڀِ،
جُهڙي ٿِهڙي حالَ سين، پرين نه وِسرِيامِ،
هَرِيا هَٿَ ٿِيامِ، نيڻَنئُون نيرُ[2] وَهي.

٢٠

سَنڀرِيو جيان، ڳالهيوُن، پِرِيمِ[3]! ٿُنهنجوُن،
ڳُڻَ[4] ڪيترا ڳَٽيان[5]، ٿورَنِ مَٿو ناهِ ڪو.

٢١

جُه سي سَنڀرجنِ[6]، سه[7] تنين سين اورِيان[8]،
لُنءُ لُنءُ[9] هيٺ وَڄنِ، رڳُون رَبابَ جِئن.

٢٢

چِتُ[10] رَهي نه چِتَ[11]، ويڙهين[12] واڳيو[13] نه رَهي،
رَئيءَ[14] لِڳي نِتَ، هنئڙو واتَ[15] وِرِڪ جِئن.

٢٣

چِتُ رَهي نه چِتَ، سوُران[16] صَبرُ نه ڪَري،
سَڄڻ ساري نِتَ، ويڳاڻو[17] ٿيو وِڄهلي.

٢٤

چوري چوري چِتَ، جان نِڻينءَ[18] وِهاڻيءَ[19] نِڪِران،
نيڻهُن گُهرائي نِتَ، پِريان[20] سَندي پيرَ ڀِ.

٢٥

چيتاريان[21] چُڪَنِ[22]، سَنڀاريان[23] سَهي[24]،
اَندرِ روُحَ رَهي، موُن کي صوُرَتَ سُپيرينِ جي.

٢٦

چيتاريان چُڪنِ، وساريان نه وِسري،
ويرُوٿارَ[25] ڏُکنِ[26]، سَڄڻَ ٻيڳي[27] هَڏَ جِئن.*

٢٧

چيتاري چَوَندِياسِ، ڳالهيوُن سَپوَئِي سَڄڻين،
جُه مُقابِلِ ٿِياسِ، ته سَڀ وَڃَنِ وِسري.

وائي

جو نِوازي ڏَٿَ، آسَرُ[28] لاهِ مَ اُن جي.
ويهُ داتا جي دَرَ تي، لَڱها! لاهي[29] لَڏَ،
اوڏايان[30] اوڏو گَهڻو، کَهڙا ڪَرئين سَڏَ،
اَگِلنِ[31] کي اوڏو وهي، گَندا ڪَري گُڏَ[32]،
کَهڙا جَڏَ[33] جَڏوئيين[34]، جوُڏَ[35] مَهندان[36]، جُڏَ[37]!
اَڳيان عَجيبنِ جي، اُهڪا[38] بَڏڻُ[39] مَڏَ،
آدَمُ ٿِيائين[40] آپيو[41]، هوءَ جا کَڇي مَنجهان کَڏَ§،
اَوَليءَ[42] ڀِ عَبدُاللطيفُ چئي، سَڄڻُ ڏيندو سَڏَ.

١- ياد پيم ٢- ڳوڙها ٣- منهنجا پرين ٤- احسانن ٥- ڳاٽانو ٦- ياد پون ٧- اَندر جو نيڻهن ٨- سليمان
٩- بدن جي هرهڪ وار ١٠- سڄاڳ، ١١- دل ١٢- ويڙهن يا طعنن سان ١٣- بدل ١٤- مٿيءَ
١٥- وات تي ٻيڻل وڻ ١٦- سورن کان ١٧- پريشان ٿئي ١٨- پرڀاتي ١٩- نڻين پرڀات
(نڻين سج) ٢٠- پيچري تي ٢١- ساريان ٢٢- ياد پون ٢٣- ياد ڪريان ٢٤- ضرور ٢٥- هميشه
٢٦- درد ڏين ٢٧- ٻيگل هڏي جيان ٢٨- آسرو ٢٩- مڏي لاهي ٣٠- ويجهي کان ويجهو
٣١- گندن ٣٢- گوڏي وٽ، صاف ٣٣- عيب ٣٤- ناس ڪندڙ ٣٥- سخيءَ ٣٦- اَڳيان
٣٧- اي جڏا! ٣٨- ڏکيا ٣٩- ٿرها بڏڻ (اَجايا آسرا وٺڻ) ٤٠- ٿنان ٿي ٤١- خلقيو ٤٢- اوڪيءَ.
*ٻيگل هڏي جيان پرين مونکي هميشه درد پيا ڏين. (ڏسو تشبيه جي اصليت ۽ نزاڪت.)
§ هوءَ جا کڏ مان ٿي کڇي، تنهن مان ٿي اِنسان خلقيو ويو. (يعني مٽيءَ مان.)

## سر رپ - داستان پھرئين جو سار

عاشق جو ھنئون گوندر ۾ غرق ٿيو پيو آھي ۽ پرينءَ جي ڦورائي کيس ماري وڌو آھي. جنھن ملار جي منڊ ۾ پٽن لي اَنيڪ سلا ۽ ٻوٽا اُڇيو پرگھٽ ٿين، لئن عاشق جي اَندر ۾ بہ فراق جي حالت ۾ اَپار غم اُڇيو اُڀرن ٿين. عاشق جي ھنئين کي ماٺ ئي ڪانھ ناھي ۽ اُنکي ھروقت پرينءَ جي جھوري ۽ جھاڻ لڳل آھي. عاشق جي ڪپار ۾ ڪُکر ۽ نيڻن ۾ جھڙ لينائي آھن. پرينءَ جي سڪ ۾ سندس اَکين مان آب وھيو پيو وھي ۽ ھمت ھريا ٿيو پونس. سندس رڳون رباب جيان پيئون وڄن. پڳل ھڏي وانگر، محبوب جي ياد کيس دم دم ڏکوئي پيئي. جنھن مچ جو سوريندڙ سپرين، سو مچ ڪٿان وسامي! عاشق جي اَندر ۾ پل پل نوان سور پيا اُڀرن. "ڪر جھوري ڪيٽان، ڪالھوٽيان اَڄ گھڻي."

•

## داستان پھريو

۱

سَڄَڻَ سان نہ پيٽَ،[1] ڳُجھہ ڳُرھيان ڪِن سين،

ڳالھيون[3] لاھيءِ ريتَ،[2] سَلا ٻَڌي موريُون.

۲

ڳالھيون پيٽَ وَرِن ۾،[3] وَڏي وَڻَ ٽيُون،[4]

ڀِرِ[5] سين موُن نہ ڪيُون، گوشي[6] پِرين نہ گَڏيا.

۳

وِيو ٻاروچو نِڪري، اَنگَن[7] چاڙھي اَنگَ،[8]

روئي ڏِنُمِ رَنگَ، ويچارَنِ وَڻَنِ کي.*

۴

موُن ٽان لاھِ مَ،[9] سُپرين! اَکيُنِ جا آگَمَ،

ڪَري مَلارُ[10] مِينھَن جِتَن، وَسي لاھِ وَھَمَ،

تو ڏِني موُن غَمَ، ڏِينھَنِ جا ڏوُرِ ٿِيا.

۵

نيڻَ نہ نِنڊُون ڪَنِ، ڍَگو[11] آرِسُ اکيين،

اُڃھاميو ٻَرَنِ، توکي سارِيو، سُپرين!

۶

سَنئين[12] نہ سيٽانِ،[13] ناہ اُڀتي[14] اَنِ سين،§

وَنءِ[15] سَھي ويڻانِ،[16] تو نہ سَرَندي تَنِ ري.

۷

گَوَنِي[17] ۽ گوَنِي، پِرين[18] پَٽائين[19] گَنجَ[20] جِتَن،

جي مَن مُجوَنِي،[21] سي ڪَتَنِ وَڃَنِ وِسري؟

۸

آنَدَرِ آنَدَريُون،[22] جِتَن سي وانجھيءِ[23] لَٽَ ۾،

---

۱- ملاقات ۲- درياہ جي پر ۾ ڪچي زمين ۳- اُپريون ۴- وڪڙن ۵- ڏارئي ۶- نوڪلائيءَ ۾ ۷- ڦاسيءَ ۸- عضوا ۹- جھڙ ۱۰- سانوڻ ۱۱- سستي ۱۲- سنئين ھلت ۱۳- ساٽن ۱۴- اُبتي روش ۱۵- وچ ۱٦- سندن ويڻ يا طعنا ۱۷- رگيل يا چريل ۱۸- رنگين ۱۹- پٽ يا ريشم جي ۲۰- چوليءَ ۲۱ من مست ڪندڙ ۲۲- اندريون گردشون ۲۳- ونجھ جي ڪاٺي.

* يعني مدھنجي رودن ڪري، ويچارا وڻ بہ غم وچان ساوا ٿي ويا آھن (حسن التعليل).

§ ظاھر ۾ سڄڻن جي سنئين ھلت ناھي، پر حقيقت ۾ ھدن وٽ اُبتي روش آھي ئي ڪانہ.

مون تن ليئڙيون، ته ”ڪٿن ماڻهو سڄڻين؟“
جتن سي کوهيءَ نار، وهن واريءَ ڳاڙهان،
هيٺڙو ٻريان ڏار، نبيريانس نه نبري.

*١٠

سبر سي پيو، نه مون سوڙ، نه گبرو،
نه مون ڪاند، نه قوت ڪي، جوين وهي ويو،
تنين حال ڪهو، ندر جنين نجهرا؟

*١١

اُڀر اوڀون ڏي، نه مون سوڙ، نه گبرو،
سي سارينديون سي، جنين ندر نجهرا.

*١٢

اُڀر ڏني اوت، نه مون سوڙ، نه گبرو،
چارئي چٽيءَ پوت، مون ريڙهيندي راتِ گئي.

١٣

نيڻهن نهائينءَ جان، ٻڪيو ڪوهه نه ٻڪئين؟
جر جيري چڏي، ته ڪٿن ٻچندا ٽانءَ؟
سندي ڪنڀاران، ڪن ڪريجا ڳالهڙي.

١٤

نيڻهن نهائينءَ جئن، ٻڪيو ڪوهه نه ٻڪئين؟
جر جيري چڏي، ته رج ٻچندا ڪٿن؟
لون لڳا ڪريج لٿن، جئن ڪنڀار ڪرن ڪرسين.

١٥

نهائينءَ کان نيڻهن، سک مڙهڻا سپرين!
سڙي سارو ڏيهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.

١٦

نيڻ نهائينءَ جان، سُتي لوڪ ٻڪيان،
اُجهاميو ٻران، لوڪي سارين، سپرين!

§١٧

ڪي جو ڪنڀارن، متيءَ پائي منيو،
تنهن مان تر جيتري، جي ٿئي خبر ڪرن،
هي تان هوند مرن، هن اڳڻ اورالو ٿئي!

وائي ١

سرتيون! سڱيڻيون سارين ٻير پرينءَ جو.
مون پنهنجي پرينءَ سين، ڳجهيون ڳالهڙيون،

---

١- منهنجي سرير ۾ ٢- ليئڙيون چيتائون ٣- کوهه تي چڙهيل نار ٤- واريءَ سان گڏ ٥- ٻرين کان ٻري ٦- جدا ڪريانس ٧- زبردست سيءَ ٨- رلي ٩- پٿار ١٠- خورش ١١- زبون ٿي ويو ١٢- کهڙو ١٣- ندڙڪا ١٤- جهوپڙا ١٥- ڇوهه مان لڳي ١٦- محسوس ڪنديون ١٧- پوليءَ ١٨- پلو ١٩- گدڙي ٢٠- لڙ ٢١- باهه ٢٢- خيال سان سٽج ٢٣- ڇونه ٢٤- ٽانڊو ٢٥- ڪچ ٢٦- ماڻهن جي سمهڻ مهل ٢٧- ڳوهيو ٢٨- ڪميٽڻ ٢٩- يعني ڪنير ٣٠- هنبجي (ڪرن جي) اڳڻ ۾ ٣١- ماتم ٣٢- ماڻتياڻيون ٣٣- ياد ڪريان ٣٤- پيهرو.

*هتي شاه صاحب اُنهن مسڪين عاجزاڻن جو ذڪر ڪيو آهي، جنهنجو حال هيٺو آهي. نه ڪين سولو چڱو آهي، نه پورو اُنگ پيٽ. شاه صاحب جي دل، اهڙن غريبن لاءِ روئي ٿي.
§انسان، نيٺ مٽي ٿي، وڃيو ڪنيرن جي ور چڙهي. (اِنهيءَ لي جيڪر ڪير نه رت روئي؟)

ڳالھيون، پرينءَ![1] ڪُنهنجون، وڏي وڻ ٿيون،
گوشي[2] پرين نہ گڏيا، ڪَرَ[3] سين مون نہ ڪيون،
لالائيءَ جي لوءِ[4] ۾، ساري رات[5] سيون،*
ڏوهہ آهي تن ڪان، جي هتان مون ٿيون،§
مون کي ڏئين نہ مُدهَن ۾، جي مون ڪالهہ ڪيون،
اَرلو[6] اونڻ[7] سکيون، عادت اَڪڙيون،‡
مُنهنجا ڪم ڪريم[8] لي، پيا ڪن پيون،
اَلا! عَبدُاللطيفُ چئي، صاحبَ! ڪَج سَنيون.[9]

## وائي ٢

جڙي زيارت،[10] جي مان هوءِ پرينءَ[11] سين.
سَدَر[12] مُنهنجا سُپرين، مون تان لاھ مَ هَٿ،
مولا! مون کي ميڙئين،[13] سُپيريان جي سَٿ،[14]
جُنديان ڪهَ اَکينِ[15] سين، پيرين وِجهان هَٿ،
ڏوران ڏنم سُپرين،[16] هُيم جنين جي سِڪ،
اَديون! عَبدُاللطيفُ چئي، مڃيائون منٿ.

## سر رپ - داستان ٻئي جو سار

عاشق جي نيڻن ۾ ننڊ ناهي. هو پرينءَ کي ساريو، پيو ٻري ۽ اُجهامي. سندس هنڌون پرينءَ سان لائين هڪ ٿيو پيو آهي، جڏن نار مان نڪرندڙ پاڻي، مٽيءَ سان. پرين، پٽ جي رنگين چوليءَ وانگر نزاڪت ۽ حسن وارو آهي. هو جو من مست ڪندڙ آهي، سو عاشق کي ڪٿي وسرندو! وانجهيءَ لٺ وانگر عاشق جي اَندر ۾ بہ اهوئي فڪر پيو ڦري لہ نيٺ معشوق سان مڪامياو ڪٿي ٿيندو؟ ويچاري نوجوان بيوہ ناري، جنهنکي نہ سوڙ آهي، نہ گبرو سا پنهنجي نماڻي نجهري ۾، اُتر جي اوت سامهون، پنهنجي چنيءَ جا چارئي پلاند ريڙهيندي، رات ٿي گذاري. نينهن، نهائينءَ کان سڪ، جا سارو ڏينهن سڙندي بہ ٻاڦ ٻاهر نہ ٿي ڪڍي:
”نينهن نهائينءَ جان، ٻيڪيو ڪوہ نہ ٻڪٿين؟“

•

”سر رپ“- ”رپ“ جي لفظي معنيٰ آهي آفت يا آپدا يا ڪا ڀيانڪ چيز يا جاندار. هن سر ۾ ڦوڙائي يا فراق جو ذڪر آهي. جدائيءَ جي حالت ۾ عاشق جي اَندر مان جهوري ۽ جهانءِ وڃن ٿي نہ ٿا؛ عاشق جو قلب هر وقت بي قرار آهي:
”جهجي، جهانءِ ڪري، ماٺ نہ اَچي مون هنئين.“
عاشق لاءِ فراق ئي ”رپ“ آهي.

---

١- منهنجا پرين! ٢- نويڪلائيءَ ۾ ٣- خراب شخص ٤- روحاني ولايت ۾ ٥- ڪاڻ جون منيون سيئون ٦- رت جا ڳوڙها ٧- وهاڻ ٨- ڏٺيءَ ٩- سولايون ١٠- سڳوري ملاقات ١١- ٽئي ١٢- طاقتور ١٣- ملائين ١٤- ٽوليءَ، صحبت ١٥- دز، مٽي ١٦- پريان.
*عاشقن جي نوراني ولايت ۾ ساري رات مني موج آهي.
§جي خطائون مونکان ٿيون، تن کان منهنجي ڏوهہ آهي.
‡منهنجون اکيون، رت جي ڳوڙهن ڳاڙڻ جي عادت سکيون آهن.

# سُر ڪاهوڙي

## داستان پهريون

۱

ڪاهوڙين[1] خفيءَ[2] سين، سوجهي[3] لڌو[4] سُبحان،
عاشق اهڙي اکرين[5]، لنگهيا لامڪان[6]،
هوءِ[7] ۾ گڏجي هوءِ ٿيا، ٻاٻوءَ جي ٻريان[8]،
سيوئي سُبحان، آيو نظر اُنِ[9] جي.

۲

مون سي ڏٺا، ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪاٿ، اُنين سندي ڳالهڙي.

۳

مون سي ڏٺا، ماءِ! جنين ڏٺو پرينءَ کي،
رهي اڇي واڙي، تن جُنگن[10] سنديءَ جاءِ،
لنين جي ساڃاءِ[11]، تُرهو[12] ٿئي ٿار ۾.

۴

ويٺون پٻ پٻي[13]، ڪيرون[14] ڪاهوڙين جون،
آئون تن ڏوٿين جو، پڇان پيرُ، ٻهي[15]!
رُڃنِ راس رهي، ڏونگر[16] جنين ڏوريا.

۵

پاران[17] پڇي آءُ، خبر ڪاهوڙين جي،
نه ڏوٿين[18] ڏونگراءِ[19]، ڪنهن ٻر[20] ڏوريو ڏُک ڪي.

۶

تون هَڏ[21] ڪُڄاڙيا[22]، سنجهي[23] سعيو نه ڪرين؟
سوارا[24] سنڌ[25] ڪٽي، ڪاهوڙي وِيا،
آٽيندين ڪيا[26]، ڏُک ڏوراٽي[27] ڏيهه جو؟

۷

هو ڏوٿي، هو ڏيهه، هو ڏونگر، هو لڪيون،

---

۱- سڄڻ فقيرن (لفظي معنيٰ: جبلن ۾ ڏک ڏوريندڙن) ۲- ڳجهو ذڪر (ڏٺيءَ جو نالو ڳجهو اُچارڻ) ۳- ڳولي ۴- ڏٺي ۵- اهڙن اکرن سان ۶- اها ولايت جتي مڪان ۽ زمان جا بندڻ ناهن ۷- ڏٺيءَ ۸- جليل، ٻڪل (عشق جي آتش ۾) ۹- اُنهن ۱۰- ڪاملن ۱۱- سڃاڻپ ۱۲- اونهي پاڻيءَ ۱۳- پٻ جبل ۾ ۱۴- ٽوليون ۱۵- قاصد يا پانڌيڙا! ۱۶- جبل ۱۷- هن پار کان ۱۸- ڏک ڳوليندڙن ۱۹- ڏونگر مان ۲۰- کهڙيءَ ريت ۲۱- ماڳهين ۲۲- ڇو ۲۳- سويل ٿي ۲۴- سويل ۲۵- سانداريون ۲۶- ڪتان ۲۷- ڏورانهين.

ڪنهن جنهن لڌا نيڻهن، پٽا لوسن لڪ ۾.

٨

ڏونئي سا ڏورين، جا جوءِ سُڃي، نه ٻُڌي،
پاسا مٿي پاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
وڃا اُس ووڙين، جت نهايت ناهه ڪا.

٩

ڪاهوڙي ڪجن، پسيو پورهيت ويسرا،
ڏونئيڙا ڏور ويا، رُڃن منجهه رهن،
ڪا مُل آهي تن، مون پريان جي ڳالهڙي.

١٠

يڪليا پوڻن، ڏڄ کي گڏيو ڏوڙ ۾،
ڳالهيون، ڳهلي لوڪ سين، پڌر پئي نه ڪن،
ڪا مُل آهي تن، مون پريان جي ڳالهڙي.

١١

تان ونڃن ويهي آءُ، اڳڻ ڪاهوڙين جي،
جوش ڏناڻون جيءَ کي، لڪائي لوڪاءُ،
ڏونئين ڪنهن ڏُڪاءُ، سُمهي سک نه ماڻيو.

١٢

ڪي ڪو، ڪاهوڙي! ڇپر ۾ سڌ ٿيو؟
اڳي ئي سُڃي، انين سندي ڳالهڙي.

١٣*

ڏٺ گهٽائي ڪن، لن اورانهين ڏيهه جو،
سندا ڪاهوڙين، پري سُجهن پيچرا.

١٤

ڏٺ نه ڪنو ڏونئين، جيڪي ڏٺ ڪرين،
اهڃاڻيون عالم جون، اوريائين آڻين،
تهان پوءِ ڏسين، پريان سندي ڳالهڙي.

١٥

جي ڪو ڏُٺ ڪري، ته ڏونگر ڏورڻ ڏاڪڙو،
ڇپر ڪين ڏئي، سوڪڙيون سٽن کي!§

١٦

مون ڪاهوڙي لکيا، گهرين نه گهارين،
واحد لڳ، ولهن ۾ رويو جر هارين،
گونڌر گذارين، جه ڏونئي ڏٺ گڏ ٿيا.

١٧

مون ڪاهوڙي لکيا، آئن نه آرام،
ڪيائون تن تمام، جه ڏونئي ڏٺ گڏ ٿيا.

١٨

مون ڪاهوڙي لکيا، ويهي نه ويرم ڪن،

---

١- آهڙي ڪنهن ٢- لکيا (تقدير موجب) ٣- گهمندا ٤- جلن ٥- گرم هوا ۾ ٦- ڳولين ٧- منزل ٨- ٻڌي ٩- پهڻن ١٠- سڄي وديا ١١- ڳولين ١٢- حد ١٣- ڪاوڙجن ١٤- غافل ١٥- وت ١٦- منهنجي پرينءَ جي ١٧- مٽيءَ سان پريل ١٨- گهمندا وتن ١٩- سرير ٢٠- ڳهيلي ٢١- ظاهر ٿي ٢٢- وڃ ٢٣- لوڪ کان ٢٤- ڪنهن ڏک کان ٢٥- پهاڙ ٢٦- ٻڌي ٢٧- انهن ٢٨- سجهن ٢٩- نشانيون ٣٠- روحاني ولايت ٣١- ڏنا ٣٢- گهرن ۾ ٣٣- گذارين ٣٤- ڏٺيءَ ڪارڻ ٣٥- سرد هوائن ٣٦- آڪين مان آب وهائين ٣٧- غم ۾ گهارين ٣٨- دير نه ڪن.

*هن جهان جو قوت گهٽيئي پيا گڏ ڪن، پر جي سچا فقير آهن، تنهنجا گس پري ٿا سجهن. (اهي ٻئي جهان جو قوت ٿا ڪنو ڪن.)

§جبل، غافلن کي سوغاتون نه ٿو ڏئي. (قدرت وٽان سرجوش انسان ٿي اِنعام ٿا حاصل ڪن.)

ڏينهن تتي ۾ ڏونگرين، ڪارڻ قوت[1] ڪهن،
جهنگل ۾ جهڻڪن[2]، جي ڏوتي ڏت گڏ تيا.

١٩

مون ڪاهوڙي لکيا، سمهن ڪين پئي،
سمر ڪيائون سج ۾، ڏوري ڏت لهي،
ويا اُت وهي[3]، جت نهايت ناه ڪا.

٢٠

رائو[4]، رڃ، رهون[5]، جتي نينهان نڪٽي[6]،
لڳيو پير لڪن سين، چڇيو تين چهون[7]،
تان ڪا سار[8] لهون، هوت! ڪميڻيءَ، سپرين!

٢١

ڪاهوڙين ڪٽي، ساجهر[9] بدا سندرا،
ڏوريندي ۾ ڏونگرين، ڪيائون پاڻ پٽي[10]،
ڏکن ڏيل[11] هٽي، چيهه[12] لڏائون چپرين.*

٢٢

ماءُ! ڪاهوڙي هليا، ڏکائي ڏونهان،
چپر جا سونهان، ڏوتين[13] ڏت چيناريو[14].

٢٣

ڪٽن نه ڪيڪان[15]، پند[16] پراهين هليا،
ڏوتيڙا ڪنهن ڏت ڪي، جنبيا[17] ڏنهن جا بان[18]،
ڪاهوڙين اُهڃاڻ[19]، اَنگ[20] نه سڃي اَڳڙي[21].

٢٤

ڪرڪڻ[22] لاهي، سک نه سُتا ڪڏهين،
اوسيڙو آهي، ڪاهوڙين کي پند جو.

٢٥

سڪا منهن سندن، پيرين پراٽا ڪيڙا،§
سا جوءِ[23] ڏوري آئيا، سونهان[24] جت منجهن،§
ڳجها[25] ڳجهيون[26] ڪن، تهان پراهين پند جون.

٢٦

سڪا منهن سندن، ڪرڪٽا پيرين،
وهاٽيءَ ويرين[27]، اُڻ تڻ[28] هين اَڳ[29] جي.

٢٧

سڪا سنڌ[30] ڪڇن ۾، ڪرڪٽا پيرين،
نمندي نيڻين[31]، آن ڪي[32] ڪاهوڙي گڏيا؟

وائي

وسائيندي مينهن[33]، مان ملان ڪي سڄڻين.
آئون ملنديس پرينءَ کي، راتيون ڏوري ڏينهن،
مون پرين ميڙئين[34]، روجهڙيون[35] ميڙئين مينهن،
اَکين آڳم[36] لائيا، ڪر[37] مُدائتا مينهن،
مادر[38]! مونئي نه وهان، مون پريان سين نينهن،
اَديون! عبداللطيف چئي، ويندس ساجن سين[39].

١- پند ڪن ٢- تنوارون ڪن ٣- نڪري ٤- ڪڪري ٥- جبل ٦- رڃو ٧- چيهون چيهون ٨- سڌ لهو ٩- سويل ئي ١٠- خاڪ ١١- سرير ١٢- آخرين حد ١٣- رهبر ١٤- چٽ لي رکيو ١٥- گهوڙا، اُٺ ١٦- ڏورانهين سفر ١٧- هليا ١٨- برپٽ ١٩- ڪاهوڙين جا نشان ٢٠- سرير تي ٢١- سچو ڪپڙو ٢٢- نوڙين جا پادر ٢٣- اها منزل ٢٤- رهبر ٢٥- هي ڳجها فقير ٢٦- ڳجهيون ڳالهيون ٢٧- اُسر ويلي ٢٨- چنتا هين ٢٩- آخرت ٣٠- پڃالون ٣١- نمندڙ نيڻن سان ٣٢- اوهانکي ٣٣- مينهن وسائيندي، هنجون هاريندي ٣٤- ملائين ٣٥- مذڪر=روجهه (سفيد پيرن وارا هرڻ) ٣٦- جهڙ ٣٧- جڻ ٣٨- اي امڙ ٣٩- سڄڻ وٽ.

*پنهنجو سرير ڪشٽن ۾ وجهي، وڃي جبلن جي آخرين حد لڏائون (منزل مقصود ماڻيائون).

§منهن سڪل ۽ پيرن ۾ پراٽا ڪلٽر آئن. منزل اُها ماري آئن، جت رهبر به منجهي پون.

## سر ڪاهوڙي - داستان پهرئين جو سار

هتي ڪاهوڙين مان مراد آهي: سچا سالڪ يا فقير. ڪاهوڙيءَ ڏونگرن ۽ رڃن ۾، رات ڏينهن ڏٽ پيا ڏورين. هو اهڙي ڪنهن درد جا نهوڙيل آهن، جو لڪن لوڙي ولهن ۾، ولن ڇپر ڇلندا. دنيا کان گوشو ڪري، هنن وچي ويرانيون وسايون آهن. ڏڙ، ڏوڙ پڪليا اٿن، ۽ پيرن ۾ ڪلٽر پيا اٿن. سندن اهڃاڻ اهو آهي جو بت تي پوري اگڙي به ڪانهين. سندن منهن به سڪا پيا آهن ۽ سارو وقت اکين مان جر جاري اٿن. ظاهر ۾ ميرا آهن پر اندر ۾ نوُراني. هو اهي جُنگ آهن، جنجو قدم لامڪان ۾ آهي؛ هو اها جوءِ جهاڳيو اچن، جتي جيڪر روحاني رهبر به منجهي پون. ڏيل ڏکن ۾ هٽي، وڃيو ڏونگر جو ڇيڪ لهن. غافلن کي ڇپر کان ڪجهه نه ٿو پڙاڇي:
”ڇپر ڪين ڏئي، سوڪڙيون سڻن ڪي.“

•

## داستان پهريون

١*

پيو جن پَروَ[1]، گَنجي[2] ڏُونگَرَ[3] گامَ جو،
ڇَڏي کيتُ[4] کَرو، لوچي لاهوتي ٿِيا.

٢

پيٺي جن پَرکَ[5]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
واري سَبُ[6] وَرقَ[7]، لوچي لاهوتي ٿِيا.

٣

پيٺي جن پَٽِي[8]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڇَڏي نِندَ کَهٽِي، لوچي لاهوتي ٿِيا.

٤

پيٺي جنين اوُءِ[9]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڏوري سا[10] جوءِ، لوچي لاهوتي ٿيا.

٥

پيٺي جن پَروُڙ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي،
ڇَڏي سَبِ ضَروُرَ[11]، لوچي لاهوتي ٿِيا.

٦

پيٺي جنين باسَ[12]، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي.
ڇَڏي سَبِ لِباسَ[13]، لوچي لاهوتي ٿِيا.

٧

گَنجو ڏُونگَرَ گامَ، پيهي جن پَروُڙيو،
ڪَري تَنُ[14] تَمامُ[15]، لوچي لاهوتي ٿيا.

---

١- سماءُ ٢- گنجي ٽڪر ٣- ڇوٽ ٤- پلو فصل (دنيوي اسباب) ٥- سڄي سڌ ٦- سڀ پوئيون پنا بند ڪري ٧- لاهوتي فقير ٨- خاڪ ٩- سگند ١٠- اها منزل ١١- ضرورتون ١٢- هٻڪاءُ ١٣- دنيوي ويس يا رنگ ڍنگ ١٤- جسم ١٥- نابود.

*شاه صاحب، جوڳين جي صحبت ۾، هنگلاج ڏانهن، گنجي ٽڪر واري وات ويو هو. سندن صحبت ۾ جيڪي پرايائين، تنهن ڏانهن اشارو هنن بيتن ۾ ڪيو اٿس. فرمائي ٿو ته ”جن کي گنجي (روحاني راه) جي پروڙ پيئي، تن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو.“

٨

ڪَهڙو آئيڙي ڪامُ[1]، ڳنڍي ڏُونگَر ڳامَ ۾؟
پَسي تنهن ٻاهڻَ[2] کي، اَچي نہ آرامُ،
مَنان ڏُونگَر ڏورِئين، اُجهين[3] ڪُڪهُ[4] عَوامُ[5]؟*
هَرا[6] ڪَري حَرامُ، ڪامُ[7] تہ ڪاهوڙي ٿئين.*

٩

ٻيرُ ٻروُڙي ڀاءِ، ڳنڍي ۾ ڳُنَ[8] ڳهٽا،
ڪاهوڙي ڪَرا[9] وِيا، نَڪا اوڏي ماءِ[10]،
جنين ڏِٺي جاءِ، تنين موڙَ ميهَڙو.

١٠

ڏيهُ[11] ڏيهاڻي[12] ناهِ، جتي ٻيرُ نہ پکيان[13]،
لِتي ڪاهوڙِيان، وَرَ ڏيئي[14] وَڻَ چوُنڊِيا[15].

§١١

جِتِ نہ پکيءَ ٻيرُ، ٻَرِ[16] ٻِمڪي ٻاهِڙي[17]،
ٻيو ٻارِيندو ڪيرُ، ڪاهوڙِڪيءَ[18] ڪيرَ ري؟

وائي

آئوُن جيهاڻي ذاتِ، توُن ٻاڻُ سُچاڻَ سُهرِين!
اوِئيوُن[19] آديسيُن جوُن، پَرِيان ساري راتِ،
جي ٻانهي ڪونِئين ٻاجهہ سين، تہ ڪَرَ لَڏِيمِ ذاتِ،
تان ڪي ڏوُنگَر ڏورِيان، جان نہ وِهامي[20] راتِ،
ڪَنديس عَرضُ اَللهَ کي، وِهاڻيءَ پرڀاتِ،
آديوُن! عَبدُاللّطيفُ چئي، مُنهنجي سڄڻِ سان مَصلاتِ[21].

## سر ڪاهوڙي - داستان ٻئي جو سار

جنکي ڳنڍي ٽڪر جي سمڪ پيئي يا ٻوءِ آئي، تن دنيوي لباس ۽ احتياج ڇڏي، فقيري اختيار ڪئي. (شاه صاحب جوڳين جي صحبت ۾ هنگلاج ڏانهن ڳنڍي ٽڪر جي طرف ڪان ويو هو.) هنن سڀ ڳرنٿ ويڙهي رکيا آهن ۽ دنيوي ڳالهين سان سندن ڪو سنبند ڪونهي. هنن پنهنجو تن، حقيقي جستجو ۾، تمام ڪري ڇڏيو آهي. هنجو ڏيهہ جهاني رنگ جو ناهي؛ هنجي منزل اُتي آهي، جتي "ٻير نہ پکيان" (جتي پکين جو ٻير ناهي)؛ هنجي دونهين بہ اُتي پيئي دکي، جتي ڪنهن پکيءَ جو ٻير بہ ناهي. جي ڪاهوڙي تيڻ جي طلب تو رکين تہ سنساري لاڳاپا لاهي، ڳنڍي ۾ ٻير ٻروڙي کڻ. ڳنڍي ۾ اَهنج ڳهٽا آهن، پر لاهوتي فقير اُنهن تي پوري اطمينان سان غالب پئجيو وڃن.

١- ڪم ٢- ٻهاڙ ٣- ڳهمين ٤- چو ٥- جهان ٦- هرچيز ٧- سڙ ۽ ٻچ ٨- ڳڙ ٩- سچا، ثابت ١٠- ٻاڻي، جيجل ١١- ديس ١٢- جهاني ديس ١٣- پکين جهڙو ١٤- ڦيرا پائي ١٥- وڻن مان جهنگلي قوت ڳڏ ڪيو ١٦- ٻري ١٧- ٻاھ ١٨- ڪاهوڙين جي ٽوليءَ کان سواءِ ١٩- پڇاڙون ٢٠- جيسين رات نہ وهامي آهي ٢١- مصلحت، رهاڻ.

*مٿان جبل ڳولين ۽ جهان رلين. هرچيز ترڪ ڪر ۽ ٻاڻ پچاءِ تہ لاهوتي ٿين.

§جتي پکيءَ ٻير ناهي، لتي بہ ٻاھ پيئي ٻمڪي. ڪاهوڙين ري، اُت ڪير اُڳهي دکائيندو؟

## داستان ٿيون

١

اَڇي پِيا آتَ[1] ۾، واتَ وِڇائي جَنِ،

اوءِ[2] بَصيرَ[3] ٻَرَنِ ۾، آنڌا[4] ٿيو اُيَنِ،

ڪَنَنِ آڏِيُون تاڙِيُون، ڳُنگَنِ جَنِ ڳُھَمَنِ،

فراقيءَ[5] فَرمانَ جو[6]، آهي ٻُرُ[7] ٻوڙَنِ،

لَنگھا[8] ٿيا لاھوتَ[9] کي، سُنا پيا سِڪَنِ،

کَپَتِ[10] ڪاھوڙِيَنِ، آهَ اَلٿي پٿي نَہ لَهي.

٢

ڏِسي ڏوري ڏُونگَرَينِ، واتَ وِڇائي جَنِ،

ڪُرَندان[11] کي پَرُوڙِيو، رَنُدَ[12] سي نَہ رِڙهَنِ،

ٻيئي[13] دارَ[14] دَيُون[15] ڪَيو، پيرِڪَ لان نَہ پِڇَنِ،

ڏوڙِ ٻِرِيان لَءِ دارِ[16] ڪَيو، ويچارا وِڃَنِ،

کَبَرَ ڪاھوڙِيَنِ، آهي اِکَ[17] لاھوتَ جي.

٣

ويڄهو وَنُّنِ مَ واتَ کي، کَهِڄِ[18] ڏَنهنُ[19] ڪُواتَ،

اُجھي[20] مَنجھان آتَ[21]، اَوِيسي[22] ٿي آءُ لوُن.

٤

ڪُمِريءَ[23] ۾ پيرُ[24]، ڪَنهين پاتو پيرِيئن،

جِيان[25] مُنجھِرَ[26] ماڙِهئين، سَڄَڻَ[27] لِيان ٿِي سِيرُ،

اَنَ پُوُن سَندو پيرُ[28]، ڪوڙِنِ[29] مَنجھان ڪو لَهي[30].

٥

ڪُمِرِيان[31] ٻَري ٿِيا، اَٻُڏي[32] ٻُڏائُوُن،

اَئين ڪي آئُوُن، هُنَرَ ڏِسي آئيو.

٦

سؤنهَين[33] ۾ سَبَ[34] گَهِٽا، مُنجھِرَ[35] ماڪي هوءِ،*

پَرو[36] تَنهين[37] پوءِ، جو اُجهي پوءِ[38] اَن تان.

٧

ڏوري ڏوري ڏِيَہَ، ماءُ! ڪاھوڙِي آئِيا،

مَنَ[39] پيرين ڪيہَ، ڪُہَ[40] جاڻان ڪنهن پارَ جي.

٨

جهَنگَلِ هَلِيا، سي نَہ پُلِيا، راهَ هَلِيا ڦُرِجَنِ،

اَوَجھَڙِ[41] سي نَہ ٻَوَنِ[42]، پيئي جنين جِڏِيُون.

---

١- سوز ٢- آهي ٣- ڏسندڙ، بصيرت وارا ۴- ٻهون ۵- فراق جو امر ٦- افسوس ٧- ٻوڙن کي ٨- تياڳي ٩- لاهوت لاءِ ١٠- ٻاراٽو، جهوري ١١- الٽي وات کان ١٢- وات ١٣- ٻئي دنيائون ١۴- ماٺ ڪيو ١۵- ٻيڙو ١٦- ڌارا، وسڪار ١٧- توري ١٨- هلڄ ١٩- الٽي وات (ماڻهن جي نظر ۾) ٢٠- اورانگهي ٢١- سوز ٢٢- اويسي فقير، جنهنکي مرشد جي هرو پرو درڪار ناهي ٢٣- گمراهي ٢۴- پيريءَ جو جمع ٢۵- جتان ٢٦- تنان ٢٧- ٻيڙو ٢٨- انهيءَ زمين (روحاني ديس) ٢٩- آنت ٣٠- ڪروڙن ٣١- خراب وات کان ٣٢- نہ ٻڏي ٣٣- رهبري ٣۴- نانگ، مصيبتون ٣۵- گمراهي، غلط راهه ٣٦- پتو ٣٧- پار پئي ٣٨- انهن (رهبري توڙي گمراهي) ٣٩- جنگن جي پيرن تي ۴٠- متي ۴١- گمراهيءَ ۾ ۴٢- پئي جهان.
*درست راهه ۾ گهڻيون آفتون آهن؛ غلط راهه تي هلڻ ماڻهن کي مٺو ٿو لڳي.

٩

جهنگ ڪامي پٽ ٿيو، پڳي چوران[1] لڪ،
سيڪڙو ۽ سڪ[2]، ٻئي گڏيا پاڻ ۾.

١٠

جهنگل آهيڙين[3] کي، پنڌ[4] ڪيو روءِ[5]،
نه ڪتا، نه ڪوڙڪون[6]، چڙهيو آيو چوءِ[7]،
هاٺي هيهان[8] پوءِ، لڳي لونو[9] نه ٿئي.

١١

جهنگل آهيڙين کي، پنڌ ڪيو رونده،
نه ڪتا، نه ڪوڙڪون، چڙهيو آيو چونده[10]،
هڏهين[11] نه هونده، انهان[12] پوءِ عالم ۾.

١٢

نه ڪتا، نه ڪوڪار[13]، نه سي سڌ شڪارين،
پٽيو ڪٽي پار، جهنگل آهيڙين کي.

١٣

ورُ[14] سا سڄي ويڙهه، جنهن ۾ سڄڻ[15] هيڪڙو،
سو ماڳ[16] ئي قيد[17]، جتي ڪوڙ[18] ڪماڙهئين[19].

١٤

ورُ سا ڪاري رات، جنهن ۾ راهه گم ٿئي،
نه ڪاهين جي تات، هيءَ پڻ وڃي وسري.

١٥

ڪاري رات، اچو ڏينهن، ائي[20] صفتان نور[21]،
جتي پرينءَ حضور، لتي رنگ نه روپ ڪو.

١٦

تحقيق[22] جي پري نون، متي رءِ ڪٽيج،
هڪل حقيقت[23] جي، پوڙو ٿي پڌيج،*
اندر ٿي پسيج، مشاهدو[24] محبوب جو.*

١٧

ڏونگرين ڏسجن[25]، اڄ پڻ ريون[26] ان جون،
ڏوتيڙا ڏت[27] کي، آراڙان[28] اچن،
خيما[29] ڪاهوڙين، اڄ نه انهين[30] پيٽين.

١٨

ڏونگر نه ڏوتي، ڏونگر[31] سڄو ڏوتن[32] ري،
پڇان پرو تي، ڪي ڏوتي ڏت[33] اچا؟

---

١- چورن (نفساني خواهشن) جي لڪ ٢- سڪندڙ، عاشق ٣- نفس، جنهن ۾ جهنگلي وصفون آهن ٤- شڪارين ٥- رودن ٦- ڪوڙڪا (پکين کي قاسائڻ جا) ٧- چوي ٨- هن ڪان پوءِ ٩- سڙيل، ڪاٺو ١٠- چوندو ١١- هرگز ١٢- جهان ١٣- پوڪار ١٤- پلي، چڱي ١٥- جاءِ، آستان ١٦- هند ١٧- بدلاءِ ١٨- ڪروڙ ١٩- بد انسانن جو ٢٠- هيءَ ٢١- صفتن واري روشني (جنهن ۾ جهاني گڻ آهي) ٢٢- حقيقت ٢٣- سڏ ٢٤- ديدار ٢٥- جبلن ۾ ٢٦- رئي=قافلي جي اُتارپل ڏڏڙ ٢٧- ڏت لاءِ ٢٨- آراڙ (جهنگلي اَن) ڪاڻ ٢٩- تنبو ٣٠- انهن ماڳن تي ٣١- جبل ۾ ٣٢- ڏوتين ٣٣- سڌ سماءُ.

*حقيقت جي راهه ۾ ظاهري حواسن کي ترڪ ڪر. نه اکين سان ڏس، نه ڪنن سان ٻڌ. باهريون اکيون پوري، اندر جي ديد سان محبوب جو ديدار ماڻ.

١٩*

كاهوڙي ڪرا، سوڌي[1] خبر پکيا[2]،
سوجهي[3] جن ڪيا، مٿي اڳڻ آهرا[4].

وائي ١

سياکو[5] سيٽان[6]، پوري! تو پاڻ سڃاڻي نہ ڪيو.
موٽيو ماڳ، نهارئين، کهڙي منهن[7] ڪيٽان[8]؟
هوند نہ پيئينءَ هيتري[9]، ويئينءَ جي سيٽان[10]،
مَڃ پسي ڪين موٽيئن، سڙيئن نہ لءِ سيٽان[11]،
واريءَ جڻن وجري[12] هنئون، ڪرڪي[13] لءِ ڪيٽان[14]،
آڻن[15] منهنجا انگڙا[16]، ڪالهوڻ[17] پوءِ ڪيٽان،
ڇپر ڪنديس پنڌڙا، مون[18] پانيو سيٽان[19].

وائي ٢

جاڳي اڪڙين، اوان[20] اوجاڳو نہ ڪيو.
اڪڙيون پرين لءِ، ڳه ڳه[21] ڪيو ٽمن،
جي سنجهيئي[22] ستيئون[23]، سي مر سوڙ سهن،
تون اٽاسي! اوجهرين[24]، هوءَ تا هوت هلن،
اديون! عبداللطيف چئي، ملان[25] سين محبن.

## سر ڪاهوڙي - داستان ٽئين جو سار

سچا فقير (ڪاهوڙي) سولي جهاني وات ڇڏي، ڏکي راه تا وٺن. خلق جي نظر ۾ هو گمراه آهن، پر هدن انهيءَ "گمراهيءَ" مان سچي وات ڳولي لڌي آهي. هنجو "ڪرند،" جهان جي ماڻهن جي "ڪرند" کان نرالو آهي. هو ناپاڪائيءَ کان پري آهن ۽ سندن مارڳ سچ جو آهي. ڪاهوڙين جو گذر جهنگلن، ٻنن، برپٽن ۽ پهاڙن ۾ آهي. درويش، نفساني جهنگ کي ساڙي پٽ ڪيو ڇڏين. پوءِ اُنهن نہ رهيو ڪوڙڪو، نہ ڪتو، نہ شڪاري. لاهوتي فقير هن جهان ۾ انڌا، گنگا ۽ ٻوڙا ٿي پيا گهمن:
"هڪل حقيقت جي، ٻوڙو ٿي ٻڌيج."
افسوس جو اڄ ڏوٽي پنهنجي ماڳن تي ناهن. هو پنهنجا خيما کڻي خبر ناهي ڪيڏانهن هليا ويا آهن. سندن خبر اُنهنکي، جي پرواز ڪري، سندن اڳڻ پهتا آهن.

•

"سر ڪاهوڙي"- هن سر جو نالو اُنجي مضمون مطابق آهي، ڇو تہ اُنهن ڪاهوڙين جو ذڪر تو اچي. وڏو جهنگ ۽ جبل تہ انسان جي اندر ۾ ئي آهي، جتي آهيڙين، ڪتن ۽ ڪوڙڪن جي ڪمي ڪانهي. هتي شاه صاحب گنجي ٽڪر جي اُستتي انهيءَ ڪري ڪئي آهي، جو اُتان ئي ڪيس جوڳين جي صحبت حاصل ٿي هئي. گنجي مان مراد آهي: روحاني راه.

١- سچا ٢- پکين کي (يعني روحاني پرواز ڪندڙن کي) ٣- ڳولي ٤- آکيڙا ٥- سنبت ٦- ساڻن ٧- کهڙي منهن سان ٨- سندن لاءِ ٩- هيتري ڪشالي ۾ ١٠- ساڻن ١١- سندن لاءِ ١٢- بي قرار ٿئي (تابش جي ڪري) ١٣- ٽڙکي ١٤- سندن لاءِ ١٥- سڙن ١٦- عضوا ١٧- ڪالهه کان ونئي ١٨- مون سمجهيو ١٩- ساڻن ٢٠- اوهان ٢١- وسڪارا ڪيو ٢٢- سويل ٿي ٢٣- سمهي پيئون ٢٤- جهوٽا کائين ٢٥- محبوبن سان واصل ٿيان.

*سچن ڏوٽين جي پرواز روحاني اڏامندڙن کي، جن ڏوري وڃي سندن اڳڻ ۾ آشيانا اڏيا.

# سُر بَروو سِنڌي

## داستان پهريون

١

چا ڪي وَڄيو چِڙو[1]، پيلي ٿِيَين پِرِ جو؟
وَڳُ[2] ڪَڇَڪَ[3] ڪَرِيمَ جي، جَڳَ جو والي[4] جو،
سَوکو[5] هُوندو سو، جنهن جو عِشْقُ اَللهَ سين.

٢

جِتي ڪا ڪاني ڪانهَن[6]، لُسَندي[7] لائِيون[8] ڪَري،
اَڇِي پَٽَي اوچتي، دَرِدَ پِريان جي داڻهَن،
ويڄَ![9] ڏَنِهِيَين ڪُهُه ڀانهَن؟ سُورَ هِنئين[10] کي ساڻهان.

٣

ساهُ وَٺي وِيئين، سُپرين! ڪَري قَضاڪي[11]،
دِلبَرَ! دِلِ ڪَسي وِئين، يارَ! ٿِيئين پُوءِ ياڪي[12]،
جاڙَ[13] مُون ضَعيفِ سين، تو جُانِبَ! ڏِسُ جاڪي[14]،
هِتِ ٻُٽُ رَهِيو ٻاقي، ساهُ وَٺي وِئين، سُپرين!

٤

پَرَ وَسِ[15] ٿِيمَ پراڻُ[16]، پِرِينِ وَسِ نَ ٻانهڙي،
لَڳو ڪيئن، لَطِيفُ چئي، ڀَرُ[17] ڇاتيءَ ساڻُ!
پِرِين ڏيکاري ٻاڻُ، خوش ڪَري ويا خوابَ ۾.

٥*

ڏَرَ لي[18] دُونڪ[19] جِتي، سَرَ پُرِ سُپيرِيَن ڏي،
لَڳو آهِ، لَطِيفُ چئي، تَنُ پِريان ڏي ٽِڻي،
حاصِلُ ٿِئي هِتي، قَرِينو[20] قَرِيبَ[21] جو.

---

١- چاڪر ٢- گهوڙي جي واڳ، جهل (چاڪري ڪر) ٣- ٻاجهاري ڏِٺيءَ ٤- مالڪ ٥- سکيو ٦- گاه
٧- ڪچڙو وقت ٨- ڳالهيون، داڻهون ٩- اي طبيب! ١٠- دل ١١- قولت ١٢- باغي، بي وفا
١٣- تعدي، جفا ١٤- جا ڪٿي ١٥- ٻئي جي وس ١٦- ساه ١٧- جبل جيڏو درد
١٨- ڏرليءَ لي (ڏر=ڏرلي) ١٩- سونڊ ٢٠- سنبدق، محبت ٢١- محبوب.

*جتي هاٿيءَ جي سونڊ ڏرليءَ لي نمنڊڙ هوندي آهي، تتي آسان جو سرير ۽ سر پُر پرينءَ ڏانهن رجوع آهي. اهڙي طرح سان (نيازسان) ٿي پرينءَ جي محبت حاصل ٿي سگهندي.

٦

آچين جي هيڪار[1]، مون سارِيندي[2]، سُپرِين!
پيرين ڏِيان پِيٽيون[3]، هَندَ وِچايان وارَ،
ساجَنَ! سَڀُ جَمارَ، هونَدَ گولي ٿِي گُذارِيان.

٧

مون سارِيندي، سُپرِين! آچين جي تون هاڻِ،
ڪَريان روح رِهاڻِ، لَڪَنَ مَنجهه[4]، لطيفُ چئي.

٨

لَڳِيءَ جو، لطيفُ چئي، ڪو قال[5] نه قِيلُ*
لڳي لامون[6] ڪوڙيون[7]، ليڪين[8] وَهي نيرُ[9]،
هنئڙا[10]! ٿِي سُدِيرُ[11]، ڪاله قريبَنِ لَڌِيو.

٩

پَلِي ڪَيءِ[12]، پَلا پِرِينِ[13]! مون نه جاتو ايئن،
هِئڙون هيرائي[14]، هَٿِ ڪري، لوڪي ڏِيان ڪِيئن؟
سا سِڪَ سَلان[15] ڪِيئن، جنهن اَندرِ[16] آهيرا ڪيا؟

§١٠

پَلِي ڪَيءِ، پَلا پِرِينِ! هِيئن نه مُناسبُ[17] هوءِ،
لائي چِٽُ[18]، چِريو ڪري، پاڻُ ڪَيِي وِئين پوءِ،
تو ٿِي حُبَّ[19] نه هوءِ، تَپ، هوتَا[20]! نه ڪَڄِن هيڏيون.

١١

اَڄُ پڻ اَکَڙيِنِ، سَڄَڻُ پَنهنجا سارِيا[21]،
ڳَلَنِ تان ڳوڙهَنِ جون، پُونَدون[22] پَسِ نه ڪَنِ،
سَندي سِڪَ پِرِيَنِ، لوڪَ ڏُنِيئي[23] نه لَهِي.

١٢

ڪي اوڏائي ڏُورِ، ڪي ڏُورِ بِه اوڏا سُپرِين،
ڪي سَمِيرِجَن[24] نه ڪَڏهين، ڪي نه وِسرَن مُورِ[25]،
جِنَ ميهَن کُنڍيءَ پُورِ[26]، تِنَ دوستَ وَراڪو[27] دلِ سين.

١٣

ڪوني ڪُنائون، اَڄُ پڻ اَکَڙيِن سين،
ماسُ وِراهي هَليا، ڪَرَنگَلُ[28] ڇِڏِيائون.

١- هيڪر ٢- ياد ڪندي ٣- لنهجي پيرن هيٺ ۴- جبلن جي لنگهن ۵- لفظي بيان، گفتگو ٦- لقدير ٧- ٽاريون (لامون ڪوڙيون = تاثير ڏيکاريون) ٨- نيڻن مان ٩- پاڻي، ڳوڙها ١٠- اي دل ١١- ڏيرجوان ١٢- چڱي ڪيءِ ١٣- اي پاڃهارا محبوب! ١۴- دل کي هيرائي ١۵- سليان ١٦- آکيڙا ١٧- واجب ١٨- دل لڳائي ١٩- محبت ٢٠- دلبر! ٢١- ياد ڪيا ٢٢- قطرا ٢٣- ماڻهن کي ڏسندي ٢۴- ياد پون ٢۵- هرگز ٢٦- ورِيل سگهن واري ميهن جي سڳ جو پيچ ٢٧- پيچ ٢٨- سڪٽو پڃرو (هڏن جو).

*دل لڳيءَ جو ڪو بيان ٿي نه ٿو سگهي. (عشق بي زبان آهي.)

§اي نيڪ محبوب! تو آسان سان چڱي ڪئي! پهرين دل ڏيئي چريو ڪيءِ ۽ پوءِ ڪسڪي وئين. ائين توکي واجب نه هو. محبت نه هجي، ته به هيڏيون ڏاڍايون نه ڪجن.

"وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ[1] وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ" اِئين آنا ٿون[2]،

مُٺي مارِيائون، کِلي گهائيو سَڄڻين.

١٤

ماڙهو[3] گهرَن مالُ، آئون سَپ ڏينهَن گهران سُپرين،

دُنيا تَنهن دوستَ تان، فِدا[4] ڪَريان في الحالُ،

ڪيَسِ نامَ نهالُ[5]، پَسَڻُ[6] تان پَري ٿيو.

١٥

هيرائي هَٿ ڪيو، هِنڙو حَبيبَن[7]،

بَدي[8] ڪچيءَ تَندَ ۾، سَلِهاڙيو سيڻَن[9]،*

جُه وِڏا[10] پيچَ پِرينَ، تہ هنڙو هَٽيڪو[11] ٿيو.

١٦

جَڏهانڪُرَ جاني! سَڃَڻَ سانگ[12] سِڌارِيا[13]،

رِاليان راحَتَ ناهِ ڪا، ڏينهان حيراني،

آئون پَنهنجي پِرينءَ تان، ڪوڙين[14] قُرباني!

رَضا[15] رَبّاني، نا تہ ڪَريان وَسَ وِصالَ[16] جا.

١٧

جَڏهانڪُرَ[17] تيامِ، ساڃاهِ سُهيڻِنِ سين،

تَڏهانڪُرَ تَرَ جيترو، وِيرَ[18] نہ وِسرِيامِ،

اَندرِ روح رَهيامِ، سَڄَڻَ اوطاقون[19] ڪَري.

١٨§

ڪَڏهن طاقيون[20] ڏينِ، ڪَڏهن کُلَنِ دَرَ دوستَنِ جا،

ڪَڏهن اَچان، اَچَڻُ[21] نہ لَهان، ڪَڏهن ڪوليو[22] نينِ[23]،

ڪَڏهن سِڪان سَڏَ[24] کي، ڪَڏهن ڳُجها[25] ندرَ ڳَرَهينِ،

اَهڙائي آهينِ، صاحِبَ مُنهنجا سُپرينِ.

١٩

تون صاحِبزادو سُپرين، آئون نِسورو نوڪَرُ،

بيحَد ڪَريان بَندگي، هَٿَ بَدي حاضِرُ،

چِنَ[26] چَڏينديَس ڪينَ ڪي، دوستَ! اوهانجو دَرُ،

١- حق يا ڏٽيءَ سان ۽ پاڻ ۾ صلاح ڪندا رهو صبر سان (قران شريف) ٢- فرمايائون ٣- ماڻهو ٤- قربان ڪريان ٥- نالي ٦- خوش ٧- محبوبن ٨- بڌو ٩- محبوبن ١٠- جڏهن ١١- وراڪا ١٢- سفر ١٣- اُسهيا ١٤- ڪروڙين دفعا ١٥- ڏٽيءَ جي مرضي ١٦- حيلا وسيلا ١٧- سڄاڻپ ١٨- هڪ ساعت بہ نہ ١٩- جايون جوڙي ٢٠- در بند ڪيو ڇڏين ٢١- حاصل ڪريان ٢٢- سڏيو ٢٣- وٺيو وڃن ٢٤- ڳوڙهو راز ٢٥- سلين ٢٦- ڪن، ساعت.

*محبوبن مونکي پاٽسان ڪچيءَ تند سان بڌو آهي. (محبت جي تار نهايت نازڪ آهي.)

§ڪڏهن محبوب در بند ٿا ڪن، ڪڏهن کولين ٿا. ڪڏهن وٽن وڃان تہ اَندر وڃڻ جي اجازت نہ ملي ۽ ڪڏهن پاٽيهي دعوت ڏيو گهرائين. ڪڏهن سندن سڏ لاءِ سڪان، ڪڏهن مونسان ڳجهہ سلين. اَهڙائي منهنجا سپرين آهن. (قبض ۽ بسط ڏانهن اشارو.)

موُن تان مِهرَ نَظَرُ[1]، پِرِينِ! لاهِ مَ پانهِنجو.

۲۰
صوُرَتَ گهڻو سُهڻا، تاڻا[2] سَندَنِ توَهَ[3]،
ڏيلو ڏِئي روحَ[4]، جو ڪائي، سو ڪامي مَري.

۲۱
صوُرَتَ سَندِيَنِ سالَ[5]، پاڻَ مُصاحِبَ[6]، سُپرِين!،
موُلا ڏِنَنِ مُنهَن ۾، نوُري[7] نيڻَ[8] نهالَ،
سَندي خوابَ خيالَ، موُن مَنُ مَستانو ڪيو.

۲۲*
ڪَڏهِن ڪونہ ڏيوم، آثارو[9] تَنهِن عِشقَ جو،
مَحبوُبَنِ مِنٿوُن ڪري، سِڪَڻُ سيکاريوم،
تِهان پوءِ ڏيوم، پَسَڻُ[10] سُپيرِيَنِ جو.

۲۳
هوڏَ[11] ڇَڏي[12] هوڏي، جي مان گهرِ[13] اَچِين، سُپرِين!
ڳالهيوُن ڳُجهَه، اَندَرَ جوُن، تَنَ گُهرِيوُن تو ڏي،
جي وِهين گَڏُ گوڏي، تہ دَوُرَ[14] سُڻايَنءِ دِلِ جا.

وائي

هوتُ[15] نَينان جو دِلبَندُ[16]! پَلو جيڏِيوُن[17]!
هيڏي هوڏي سُپرِين[18]، ڪاڏي واريان ڪَندُ،
ڇَڙهي ڏاڍين ڏوُنگرين[19]، راهَ پُڇايان رَندُ[20]،
ساڄَنُ سَينِڻان[21] سُهڻو، سائينءَ جو سوڳَندُ[22]،
آديُون! عَبدُاللطيفُ چئي، ميڙيندُم[23] صَمَدُ[24].

## سر بروو سنڌي - داستان پهرئين جو سار

ٻئي ڪنهن جي چاڪري نہ ڪرڻ مالڪ جي اوٽ وٺڻ. جو ڌڻيءَ جو آسرو نہ وٺي، سو هميشہ سکي نہ گذاري. محبوب جي نوازش هٿ ڪرڻ لاءِ، نياز جي درڪار آهي. دل کي لڳل عشق جو ڪو بيان ٿي نہ ٿو سگهي. محبوب، صورت ۾ حسن ڪمال آهي. پيارو بہ هڪ ئي آهي. پهرين حرفت سان عاشق جو هنئڙو هٿ ڪري ۽ کيس سڪ جا سبق ٿو سيکاري. پوءِ اوچتو آلوپ ٿيو وڃي. ڪڏهن ظاهر ٿي عاشق کي پنهنجو ديدار ٿو ڏئي، ڪڏهن لڪيو غائب ٿيو وڃي. ڪڏهن سندس در بند آهن، ڪڏهن کليل ٿا. ڪڏهن عاشق سندس در تان نراس ٿيو موٽي، ڪڏهن هو پاڻ پنهنجا قرب ڪري، کيس سڏي ٿو ۽ ساڻس ڳجهاندڙ ٿو ڳرهي. ماڻهن کي پدارٿ ڪين، پر عاشق کي سهرين.

۱- مهر يا نوازش جي نظر ۲- هٿتي لڳڻ، اطوار ۳- نوه جهڙا (ڪوڙا) ۴- ڪشش ۵- سالم، سهڻي ۶- صحبتي ۷- نوراني اکيون ۸- دل خوش ڪندڙ ۹- نشان ۱۰- ڏسڻ کان پوءِ ۱۱- ضد ڇڏي ۱۲- هن طرف ۱۳- منهنجي گهر ۱۴- دل جا داستان ۱۵- محبوب ۱۶- نيڻن ۱۷- دلبر ۱۸- وريان ۱۹- ڏکين جبلن تي ۲۰- واٽ ۲۱- سيني کان ۲۲- قسم ۲۳- ملائيندم ۲۴- بي نياز (ڌڻي).

*هتي محبوب مان مراد آهي مرشد ڪامل، جو طالب کي پرپائي، عشق جو سبق ٿو سيکاري. ان کان اڳ، طالب ۾ محبت جو ڪوبہ آثار نہ ٿو ڏسجي.

## داستان ٻيو

١

جانِبَ! تُون جيڏو، آهين شانَ شَعوُرَ[1] سين،
مُون تي ڪَرِ، مُهنجا پِرين! تَوهُ[2] تُسي[3] ايڏو،
اِي ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو؟ جِنَ نَوازِيمِ نِگاهَ سين.*

٢

جانِبَ! مُهنجي جيءَ ۾، تُنهنجي طَمَعَ[4] پوءِ،
وَتُ ڪالي، وَڃِ اَنگَڙا[5]، اَدَبُ[6] ڪَرِ مَ ڪوءِ،
پانيان[7] پالُ[8] سَندوءِ، جي ساجَنَ! سَنئون نِهارِين.

٣

جانِبَ! اِئين نه جُڳاءِ، جِئن مارِيو، مونئيو نه پُڇين،
وَلِيءَ وَتُ نه سِنڌُري[9]، سِڪَ تُنهنجي ساءِ،
آسان تونئي لاءِ[10]، ٿي اَڙِ[11] ۾ اوُجاڻون ڪيُون.

٤

جَڏهن پوي ياد، صُحبَتَ سُپيرِينَ جي،
فَريادُون فَريادِ[12]، ناڳَهَ[13] وَڃِنِ نِڳيو[14].

§٥

ڪَڙو مَنجهه ڪَڙي، جِئن لُهارَ لَپيٽيو،
مُنهنجو جِيءُ جَڙي، سُپيرِيان سوگهو ڪيو.

٦

نازَ مَنجهاران[15] نڪري، جَڏهن پِرين ڪَري ٿو پَنڌُ،
پوُن[16] پڻ "بِسمِ اَللهَ"[17] چئي، راهَ چُمي ٿي رَندُ[18]،‡
اِيئون گهڻي اَدَبَ سين، حوُرُون حيرَتَ هَندُ[19]،‡
سائينءَ جو سَوگَندُ[20]، ساجَنُ سَيَپنان[21] سُهڻو.

٧

ساجَنَ! سِپاهي[22]، آئُون اوهانجو آهِيان،
اَچان وِيلَ سَپَڪَنهِين، وَچان واجهائي،
لالَنَ![23] تو لائي[24]، ڪيڪارِيُمِ[25] ڪَنَ ڪي.

٨

فانِي ني فاني، دُنيا[26] دَمُ نه هيڪِڙو،
لَڻي لوڙهُ[27] لَڻي سين، جوڙِيندءِ، جاني!

---

١- فهم ۽ فضيلت ٢- نوازش، مهر ٣- راضي ٿي ٤- تمنا ٥- عضوا ٦- لحاظ ٧- سمجهان ٨- نوازش ٩- وهي، پنڌا ٿئي ١٠- تنهنجي ئي لاءِ ١١- اندر يا ڳجهه ۾ ١٢- دانهن تي دانهون ١٣- اوچتو ١٤- نڪريو ١٥- منجهان ١٦- ترلي ١٧- الله جي اسم سان ١٨- رستو ١٩- حيرت جو مڪان ٢٠- قسم ٢١- سڀني کان ٢٢- خادم ٢٣- اي پرين! ٢٤- تو لاءِ ٢٥- شرير انسان ٢٦- ناسوت ٢٧- مٽيءَ سان پڪي.

*اي ڪامل! تنهنجي لاءِ هي ڪو وڏو ڪم آهي ڇا، جو پنهنجي نظر سان مونکي نوازين!

§جئن لهار، زنجير جو هڪ ڪڙو، ٻئي سان جڪڙيندو آهي، تئن پرينءَ منهنجي جان ۽ پاڻ سان جڪڙي ڇڏي آهي. (شاه جون تشبيهون ديسي رنگ جون ۽ نهايت دلپذير آهن.)

‡زمين، "بسم الله" چئي، پرينءَ جو گس ٿي چمي ۽ حورون حيرت ۽ ادب ۾ بيهي ٿيون رهن.

كوڏِر ۽ كانِي[1]، آهي سِرِ سَيَڪَنهِين[2].

نيڻَ سَقِيلا[3] سُپِرِين، پَئُورَ[4][9] پِروُن پالا[5]،
چِڪيا قَتَ فِراقَ جا، اَندَرَ ۾ آلا،
سوپا رُميڙِنِين[6] پالا[7]! جَنهِجِي ءِ صُحبَتَ كاڻِ سڪي هِئون.

١٠

ويئو ڏِسان واهَ[8]، اَڄُ پڻ آيا ڪِينَ ڪِي،
ساڄَنَ لَء سِڪي گهڻو، سارِيو مُنهنجو ساهُ،
آڻِين شالَ اَللهُ! تہ اَگڻ ٿِيئم اُجِرا.

١١

اَڄُ پڻُ اَنگِيم[10] اَنگَ[11]، هَتان حَبِيبَنِ[12] جي،
جا پِرِ[13] سَوْنٽيءَ[14] سَنگَ[15]، سا پِرِ سوُرَنِ سان ٿئي.

١٢

اَڄُ پڻُ جُڙِيم[16] جوڙَ، دوستُ پَهِي دَرِ آئيو،
سُکَنِ اَچِي ڏُکَنِ کي، مُحڪَمُ[17] ڏِني موڙَ[18]،
جا پِرِ کَتِيءَ[19] کوڙَ[20]، سا پِرِ سوُرَنِ سان ٿئي.

وائي ١

مَولو[21] کَندو ماڙَ[22]، مُنهنجِي اَللهُ کَندو ماڙِ.
هادِي[23]! ڏيئي هَٿڙا[24]، اَچِي چِکُڻ مَنجهان چاڙهِ،
کِشتِي[25] کَميڻَنِ جِي، اَللهَ[26] لَگِ اُڪارِ[27]،
هوُ جو وِيري[28] واتَ جو، سو سائِينِ! نيئي ساڙِ[29]،
کَرَمُ[30] ساڻُ کَرِيمَ جِي، سَبِ لَنگهِيندا پارِ،
اَلا! عَبدُاللَّطِيفَ کِي، ڏاڙَ[31]! ڏِيهُ[32] ڏيکارِ.

وائي ٢

هاڻِ ايندو، اَلا! مُنهنجو سَڄَڻُ شالَ ايندو.
آگُرِ[33] لائِي اَنديوُن[34]، وَچِي وَسَنئُن ۾ وِجهَندو،
نِماڻيءَ جو نِجهَرو[35]، پاسِي[36] پاڻَ اَڏِيندو،
مَٿان لَکَنِ ساٿُرو[37]، صَحِيح سَلامَتَ نيندو،
مَهَندِ[38] ٿِيندو مُصطَفيٰ[39]، پِنيءَ لوکُ لَنگهِيندو،
اَچِي عَبدُاللَّطِيفَ کِي، دوسُ[40] دِلاسا ڏِيندو.

١- مرلڪ سرپر كي ماپڻ لاءِ كانو ٢- سيڪنهن جي سر مٿان ٣- چمڪندڙ (صقيل) ترارين ٤- پونر جهڙيون كاريون پروُن ٥- نيزا ٦- ملائين ٧- يا اَلله ٨- وات ٩- چمڪندڙ، اَڇا ١٠- چيرون ٿيم ١١- عضوا ١٢- محبوبن ١٣- جا كار ١٤- سونٽيءَ جي سنگ سان ١٥- سا كار ١٦- پاڳ، سٺائو ٿيم، مراد پنيم ١٧- پختي ١٨- ڦيرو، مهت ١٩- ڏوبيءَ ٢٠- ڪپڙن جي كيپ كي ڌوئي ۽ سڪائي سونٽيءَ سان لسو ڪرڻ ٢١- موليٰ ٢٢- مدد ٢٣- اي مرشد ٢٤- دنيا جي ڏيڻ ٢٥- ٻيڙي ٢٦- خدا جي واسطي، اَلله كارڻ ٢٧- پار لنگهاءِ ٢٨- دشمن ٢٩- جلائي رک كر ٣٠- مهر ٣١- اي ڏٽي! ٣٢- روحاني ولايت ٣٣- آگر كان وٺي ٣٤- آباد بستيءَ ٣٥- جهوپڙو ٣٦- پنهنجي پاسي ٣٧- ساٿ، قافلو ٣٨- اَڳيان، مهدار ٣٩- حضرت محمد صلعم ٤٠- دوست. (هتي پيغمبر صلعم جي شفاعت ڏانهن اشارو آهي.)

## سر ٻروو سنڌي - داستان ٻئي جو سار

جيڏو ڏٺيءَ جو شان ۽ شعور آهي، ليڏو ئي شل ٻانهي لي سندس لوه ٿئي. نگاه سان نوازڻ، مالڪ لاءِ وڏي ڳالهه ناهي. جانب، جيڪڏهن عاشق ڏانهن سنئون نهاري ته سندس وڏو ڀال ڇئبو. عاشق جي معشوق کي هيءَ ئي دعوت آهي: "وت ڪالي، وِي اَنگڙا، اَدب ڪر م ڪوء." جئن لهار، ڪڙو مڊجهه ڪڙي لوپٽيندو آهي، لئن محبوب، عاشق جي جان کي ٻاڻ سان ٿو جڪڙي. پرينءَ جي حسن لي حوروں ۽ حيران آهن. هو جڏهن پند ڪرڻ ٿو نڪري، لڏهن پوَن پڻ سندس رند تي چمي ۽ "بسم اَلله" ٿي چوي. سندس نيڻ سڻيلا آهن ۽ پرون ڀالا. اَهڙي معشوق جي صحبت کي ساريندي، عاشق جي زبان مان:

"فريادوَن فرياد، ناگه وِچن نگيو."

•

## داستان ٽيون

١

عِشقُ اَهڙي ذاتِ، جو مانجهي[1] مُنجهائي[2] مَيَنِ[3] کي،

ڏِيهان[4] ڏورَڻُ[5] ڏونگرين[6]، روئڻُ سَڄيائي راتِ،

اَئي وينئي ٿاتِ، مِيان! مَحبُوبَنِ[7] جي.

٢

جَنهِنجي ڏَٺِيان ڏارَ[8]، پيٺي[9] ناهِ پَنيورَ ۾،

ڪَميٺيءَ جي ڪانَ ڪَيَ، سانگ لَڏيندي[10] سارَ[11]،

آءٌ، عالَمَ جا سَردارَ[12]! واري واڳَ[13]، وِلَهيءَ[14] لي.

٣

ياڙُ سَڏائي سَڀُڪو، جاني زِباني،

آهي آساني، ڪَمَ پِئي تي ڪَلَ پَوي[15].

٤

آدمِيُنِ اِخلاصُ[16]، مَٺائي[17] مانُو ڪيو،

هاڻ ڪائي سَڀُڪو، سَندو ماڙهوءَ ماسُ،

دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃي وَهندو واسُ[18]،

ٻئي[19] سَڀُ لوڪَ لِباسُ[20]، ڪوهَ ڪَدلِ[21] هوُندو هيڪڙو.

٥

شُڪُرُ ڪَڏِياسوُن، سُپرين! جِئَري، جاني يارَ!

وانئي جن جي وَٽِ ۾[22]، ڪوڙين[23] لِيا قرارَ[24]،

ڏَٺيَمِ[25]! ڪَرِ مَ ڏارَ[26]، پاڙو لِنِ پِرِيَنِ ڪان.

٦

ڪوڙي[27]، ڪَڻُ مَ سُپرين! ڪَنيڻي ٿان ڪوڙِ[28]،

---

١- پهلوان ٢- حيران ڪري ٣- مين منارن، سورمن ٤- ڏيهن جو ٥- ڳولڻ ٦- جبلن ۾ ٧- پيار ٨- ڏٺيءَ کان سواء ٩- جاء ١٠- قافلي الڏيندي ١١- يادگيري ١٢- ساري جهان جا والي! ١٣- واڳ ورائي ١٤- مسڪين، سڃيءَ ١٥- سڌ پوي ١٦- سچائي ١٧- هيٺو، جهڪو ١٨- سرهاڻ (نيڪيءَ جي) ١٩- ٻين سڀني ماڻهن کي ٢٠- ظاهري ڏيک ٢١- دل جو سچو ٢٢- جنجي ويجهڙائيءَ ۾ ٢٣- ڪروڙين ٢٤- آرامي ٢٥- اي مهڏجا ڏٺي! ٢٦- جدا ٢٧- ڪهائي ٢٨- جي مون کان نظر ڪشي اَئيشي ته وري ڪوڙ.

عادت جا اَکين جي، سا نيئي نباهج لوڙ،
مون ۾ عيبن ڪوڙ، تون پاڙُ سُڃاڻج، سُپرين!

دل جو دلبرُ هيڪڙو، گهڻا تان نه ڪڇن،
دل ڏجي تنهن هڪ کي، ٿوڙي سَو سِکن،
سي چلولا چئجن، جي دَرِ دَرِ لائين دوستي.

*٨
مُنهنجي مَدائن جي، ڪلَ پرين پيئي،
ڪڏهن ڪوسا نه ٿيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساڄن سيئي، ڍَڪيم ڍولَ ڍِلائيون.

٩
ڏاڙَا! مون ڏيکاريو، هوتن جو حضورُ،
پرين پرچو جو ڪيو، موتائي مذڪورُ،
اِيءُ دوستن جو دستورُ، جئن ڇڃي ڇڏن ڪين ڪي.

١٠
ڪٿان سکئين سُپرين، ڪاسائڪي ڪار؟
لکي ڪاتي هٿ ڪري، مُنيءَ سين مَارِ،
چوري چاڪ نهار، سورن سانگهيڙا ڪيا.

وائي ١

سڄڻ! باروچي جي ذات، دلبر ڪوهياري جي ذات.
اک ڳنڍائي هليا، وائي ڪن نه وات،
جاني جت وٺي ويا، روهه ۾ پيم رات،
ڳُهي ڪميڻي هليا، اَدِيون! آڌيءَ رات،
ملان محبوبن کي، وهاڻيءَ پرڀات،
اَديون! عَبدُاللطيف چئي، ڏاڙُ ڏيندو ڏات.

وائي ٢

وِٺان وڃ ۾ مون، مُنهنجو تون ئي تون،
ڪوه سُٽي ڪو پيو.
تون لڏها نڪرُ مَنجهه ئي، جڏهن ڪن فيڪون،
اَڪيءَ رسج، اَحمدا! اڳيان سوڙهي پون،
رسج، محمد ڪارڻي! جتي هونگ نه هون،
آڳُهِ هن اُمت جو، آهين تون ئي تون،
ڏج ڪا لَت، لطيف کي، طهورُ مَنجهان تون.

١- پچاڙيءَ تائين ٢- ڪروڙين ٣- بي بقا، هلڪي دل وارا ٤- پرائين ٥- نه ڏمريا ٦- محبوب ٧- عيب، ڪچايون ٨- محبوبن جي دربار يا شاهاڻي موجودگي ٩- ذڪر ١٠- ڪٿان ١١- مڏي (ڪاتي) ١٢- اٿلائي ١٣- زخم ١٤- سورائو ١٥- سانت ڪرائي ١٦- جبل ١٧- اُسر جو ١٨- اَندر ۾ ئي ١٩- "ٿيءُ ۽ ٿئين ٿي پيو" يعني ڪائنات جي رچڻ ڪان وٺي ٢٠- مشڪلات ۾ ٢١- رسول اڪرم ٢٢- سوڙهي زمين (قبر) ٢٣- نه هل نه هلاچو ٢٤- پروسو ٢٥- پوئلڳن يعني مومن ٢٦- ڏرد (شراب جي گهاٽي تر) ٢٧- روحاني شراب.

*محبوبن کي منهنجي عيبن جي جاڻ پيئي، تڏهين به مونتي ڪڏهن به نه ڏمريا ۽ نه ڏوراپو ڏنائون. منهنجي سپرينءَ منهنجون سڀ ڪچايون ڍڪي ڇڏيون. (ڏٺي پرده پوش آهي ۽ ڀلائيءَ جو پيدار.)

§لطيف کي جنت جي شراب (حقيقي شراب) جي ڪا گهاٽي سُرڪي ڏج.

## سر ٻروو سنڌي - داستان ٽئين جو سار

عشق اَهڙي شيء آهي، جا ماڻهن مڙسن کي ٻه مڃهايو ڇڏي. عاشق لاء ڏينهن جو ڏونگرن ڏورڻ ۽ ساري رات روئڻ ٿي آهي. اَفسوس جو اَڄ ماڻهن پنهنجو اِخلاص ماٺو ڪيو آهي. ماڻهو، ماڻهوء جو ماس پيو کائي. سارو جهان، دولاب ۾ گرفتار آهي. اِنسان، هن جهان ۾ رڳو نيڪيء جو واس ڇڏيندو. دل جو دلبر هڪ هئڻ گهرجي. زبان سان هرڪو پاڻکي جاني دوست پيو سڏائي، پر جڏ ن ڪم ٿو پوي، تڏهن دوستيء جي ڪل ٿي پوي. دوستن جو دستور اِهو آهي، جو ڪڏهن ٻه هو هڪ ٻئي سان نالو ڇني نہ ٿا ڇڏين. ڏٺي اَهڙو محبوب آهي، جو پنهنجي ٻانهي جا سڀ عيب ڍڪيو ڇڏي، ۽ ڪڏهن ٻه ڪوسو ٿي، ڪيس ڏوراپو نہ ٿو ڏئي. ٻوليو سڀ ٻلايون ٻڪيو ڇڏي.

•

**"سر ٻروو سنڌي"**- هندستان جي گائڻ وديا موجب، "ٻروو" هڪ راڳڻيء جو نالو آهي. اِنهيء راڳڻيء کي ڪجهہ سنڌي رنگ ڏيئي، هي سر رچيو ويو آهي. هن سر مان حسن ۽ عشق جي هڪار پيئي اَچي. دلبر جي ناز ۽ بيپرواهيء ۽ عاشق جي نياز ۽ وفائيء جي مضمون کي نهايت نزاڪت ۽ رقت سان هن سر ۾ آندو ويو آهي.

# سُر رامڪلي

## داستان پهريون

١

نوري[1] ۽ ناري[2]، جوڳيڙا جهانَ ۾،
ٻري[3] جن ٻاري[4]، آئون نہ جيئندي اِن ري.*

٢

جوڳيڙا جهانَ ۾، هُما[5] منجهہ حمامَ،
آرامان[6] اَرڳ[7] ٿيا، اوڏا نہ آرامَ،
ڪياٺون قيامَ[8]، آئون نہ جيئندي اِن ري.

٣

لڪين ڪيا لسانَ[9] سين، لاهوتين[10] لوڙا[11]،
گهوڙا! ڙي، گهوڙا! آئون نہ جيئندي اِن ري.

٤

ڳوليان ۽ ڳنڍيان[12]، ويا ويراڳي نڪري،
صحبت جا سنڌيان[13]، آئون نہ جيئندي اِن ري.

٥

مران، مٿو پٽيان، نهاريان نيڻان،
سُڏن جي سنڌان، آئون نہ جيئندي اِن ري.

٦

وارو! ويراڳين[14] کي، ويلَ م وساريجِ،
قدمَ ڪاپڙين جا[15]، ليلائي لهيجِ،
پيرڙ[16] پسيو پٽ[17] جي، وڃڻ کي وڃيجِ؟§
رالو ڏيهن رڙهيج، آئون نہ جيئندي اِن ري.

٧

قدمَ ڪاپڙين جا، لڳا[18] ۾ لاهوتَ،

---

١- نوراني (سچي جوت وارا) ٢- باه وارا (دوزخي) ٣- چمڪي (عشق جي باه ۾) ٤- جماعت ٥- تابش (عشق جي) ٦- آرام ڪان ٧- اَلڳ، پري ٨- قيامت، قهر ٩- زبان ١٠- سچن فقيرن ١١- آلاپ ١٢- سنڌن سڳنڊ وٺان ١٣- سنڌن ١٤- اي مدد ڪريو! ١٥- جوڳين ١٦- پيرَ يا گروءَ ڏانهن گس ١٧- پنڌ، ٽولي ١٨- لاهوت يعني جوڳين وڏي جي منزل.
*جنهن جماعت نينهن جي نور سان پيئي چمڪي، تن کان سواءِ مان نہ جيئنديس.
§جوڳين جي ٽوليءَ جو گس پسي، هتان پنيان هميشہ لاءِ وڃج.

جنين سين ياقوت[1]، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۸

واجَتَ[2] ويراڳينِ جا، مون وَٽ وَڏي[3] وَٽَ،
سونُ سَيوئي سِڱيون، پَسي ڪِينَ[4] مَ ڪَٽَ[5]،*
ويساهي[6] ويلَ ڪَنهِين، پُورَبِ[7] ويندو[8] پَٽُ[9]،
هَلُ! ڪَنياٿون هَٽُ، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۹

واجَتَ ويراڳينِ جا، مون وَٽ وَڏو مالُ،
مَقالان[10] مَهَند[11] ٿيا، ڪونهي وَٽِنِ قالُ[12]،
حاصُلُ جنين حالُ[13]، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۰

سُتي سيجَ هُياس، مون کي آهَ[14] اُٿاريو،
جنين جاڳاياسِ، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۱

جانِ ڪي[15] مون کي نِي[16]، پَڳَہَ[17] پائي پاڻَ ڏي،
پَہَ[18] پَروڙَ[19] يَمِ پَٽَ جا، مَنجهان ڪِينَرَ[20] کي،
هاڻي جي هِنِئي[21]، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۲

جانِ ڪي مون کي تاڻِ[22]، پَڳَہَ پائي پاڻَ ڏي،
هوُ جي هَنيَءَ هاڻِ، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۳

جانِ ڪي مون کي نيو[23]، پَڳَہَ پائي پاڻَ ڏي،
ڦوَٽُ مُهنجو، ڪاپَڙي! سِڱين مَنجهہ سهو[24]،
ڪا ڦري ڦوَٽَ ڏيو، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۴

سُوَڊَ[25] و سڱڙين سين، ڪي جو ڪَهياٿون[26]،
هوُ جي هَنياٿون، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۵

سَتر[27] سڱڙين[28] سين، لَڪڻي لاٿاٿون،§
ڪينَرَ ڪُنيي آهيان، اُنهن جي آئون،
مون کي مارِياٿون، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.

۱۶

صُبُحَ سڱڙيون ڪَڇي، وِيا ڏُکائي دُورِ[29]،
ٿيا ڏينارِيان[30] ڏُورِ[31]، آئون نہ جِئندي اَنِ ري.‡

۱۷

صُبُحَ سڱڙيون ڪَڇي، وِيا وَجائي وِيرِ[32]،

۱- قيمتي خزانا (روحاني) ۲- سڱين جا آواز ۳- ملهائتي چيز ۴- سڀ ۵- ڪٽ نہ ڪر ۶- اعتبار جمارائي ۷- اُچاتڪ ۸- منزل مقصود ۹- اُولي (جوڳين جي) ۱۰- گفتگو يا بيان ڪان ۱۱- اڳتي ۱۲- بحث مباحثو ۱۳- روحاني مستي ۱۴- عشق جي آه ۱۵- يا تہ ۱۶- ڇڪي ۱۷- نوڙيون وجهي ۱۸- راز ۱۹- جوڳين جي جماعت ۲۰- سرندي، ساز ۲۱- هنئين يا دل ۾ ۲۲- ڇڪ ۲۳- وٺي هلو ۲۴- اُميد، آسرو ۲۵- عمدو ۲۶- ڇپيائون ۲۷- پردو (اندر جو) ۲۸- وڇائي جي سڱين سان ۲۹- دڪ ڏيئي ۳۰- درشن ڪان ۳۱- پري ۳۲- جنگ.

*هنجون سڱيون سمورو سون آهن. سندن اُڻ هوند پسي، سندن پدارٿن جي ڪٽ نہ ڪر.

§هڪ ساعت ۾ اندر جو پردو يا حجاب هٽائي ڇڏيائون.

‡هو جي هيٺئر درشن ڪان پري آهن، تن ڪان سواءِ مان نہ جيئنديس.

ڏوريان ڏوريان، نه لهان، لڌ ڀيراڳين[1] ڀير،
جن آسڻ[2] مڙهه، عنبير[3]، آئون نه جيئندي اُن ري.

١٨

ميڙيو پاڻ[4] پريون ڪيو، جوڳي جلائين،
سامي سڱڙين سين، خوديءَ کي ڪائين،
هو جي تار تڳائين[5]، آئون نه جيئندي اُن ري.

١٩

پسيو آسڻ اُن جا، اچي نه آرام،
ڪينر[6] ڪُني[7] آهيان، لنئين جي تمام،
ڏوُن کي ڏيو مالام، آئون نه جيئندي اُن ري.

٢٠

پسيو آسڻ اُن جا، اڌوُها[8] اچن،
ڪينر[9] ڪاپڙين[10] جا، ڪُڇُ تان نه سچن،
جي راتي مڙهه رهن[11]، آئون نه جيئندي اُن ري.

٢١

پسيو آسڻ اُن جا، اوچنگارون اچن،
پاٽا وڌيس پٽ[12] تي، لاهي لاهوُتين،
جي راتي مڙهه رهن، آئون نه جيئندي اُن ري.

٢٢

آسڻ وٽ آهون ڪريان، وس[13] نه منهنجي واه،
لڳم[14] لاهوُتين جو، ڪينر منجهان ڪاه،
هاڻ ڪي هيهاه[15]! آئون نه جيئندي اُن ري.*

٢٣

پسيو آسڻ اُن جا، ٻانهن وڃهان واه[16]،
هو جي ڪهيا[17] ڏنهن قلاه[18]، آئون نه جيئندي اُن ري.

٢٤

وَنِ وينئي آهيان، ڏسيو ڪين ڏسان،
جنهن جهوُنئي[19] ناه ڪي، سا ڪا سوُنهن سنديان،§
پسيو ڪين پسان، آئون نه جيئندي اُن ري.

٢٥

ٻاٻو ٻيڪاري ٿيا، اَڄ نه آسڻ ويٽ،
خودي ڪانئي هليا[20]، پير[21] نه لائي پٽ،‡
"هيءِ! هيءِ!" جنين هٿ[22]، آئون نه جيئندي اُن ري.‡

٢٦

ٻاٻو ٻيڪاري ٿيا، پڇي ڇڏيائون پاڻ[23]،

١- قطار ٢- جنجي آسڻ ۾ ٣- عطر ٤- خودي ٥- وچ سير مان ٻار اُڪارڻ ٦- تنبوري جي ڪنل ٧- ٻنهه ٨- اُمنگ، اُڌما (سوز جا) ٩- ساز ١٠- ٻڌجن ١١- پاٽي، رضا ١٢- مورڳو ١٣- قبضي ۾ ١٤- ڪاني ١٥- اَفسوس ١٦- واه کي ٻانهن ۾ وجهان (پاڻ کي رونڻ کان ٻلڻ لاءِ) ١٧- اُسهيا ١٨- قلاه (منزل مقصود) ١٩- جهڙو ٢٠- جلائي ٢١- پٽ تي پير نه رکي ٢٢- جنجي هٿ يا آستان تي ٢٣- خودي.

*اَفسوس جو هاڻ ڪان عاجز يا حيران آهيان. آءٌ اُنهن ڪان سواءِ نه جيئنديس.

§سندين سونهن اَهڙي ڪا آهي، جو اُن جو ڪو ثاني ڪونهي. (هو لاثاني آهن.)

‡هو خوديءَ کي جلائي نابود ڪري، ڇوه مان هليا ويا. جنجي آستان تي "هيءِ! هيءِ!" (عشق جي سوزش) آهي، تن ڪان سواءِ مان نه جيئنديس.

نِسورَوئي نِيمهَن جو، نانگَنِ وَتِ نِڌانڙُ[1]،
سِرِ[2]کَنبُ جنين ساڻُ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٢٧

باہُوَ بيکارِي ٿيا، آسَڻَ وَتِ نہ اَچُ،
نِسورَوئي نِيمهَن جو، سامِي کَنِ سَهَجُ[3]،
هنئڙا[4]لنين سين هَڄُ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٢٨

نانگا نانيءَ[5] هَلِيا[6]، سامِي سِيئِي،
وِهَڪَ مؤن وِيئي، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٢٩

نانگا نانيءَ هَلِيا، وِيچارا وِيا،
کِينَرَ[7] ڪاپِڙِيُنِ جا، صُبُحَ ٿان نہ سُٺا،
هوُ جي هِتِ هُئا، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٠

نانگا نانيءَ هَلِيا، چيلهيا چيلهہ بَڌَنِ[8]،
هوُ جي هُتِ هَلَنِ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣١

نانگا نانيءَ هَلِيا، هِنگِلاجان[9] هَلِي،
ديکِي[10] لَن[11] دُوارِڪا[12]، مَهيسين[13] مَلهي،*
آڳهُ[14] جن عَلي، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٢

نانگا نانيءَ هَلِيا، هاءِ! مُنهنجي حالَ،
هوُ جي ڪِهيا[15] ڪالَ[16]، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٣

نانگا نانيءَ هَلِيا، لوڪان ڪَري لِڪَ[17]،
وِيئي مؤن وِهَڪَ[18]، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٤

جُسِي[19] سَندو[20]، جوڳَ رِي، مؤن نہ گُهرجي ماہُ[21]،§
ساميءَ مُنهنجو ساہُ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

٣٥

ڪالهوڪو ڪاڏي گيو[22]، سَندو جوڳِيُنِ جوشُ؟
پَسي لَنهين پَٽَ ڪي، هَڏِ نہ رَهِيو هوشُ،
آسَڻَ مَدِجهہ اَفسوسُ، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

‡٣٦

نہ ڪي[23] ڪَٽَنِ پاڻَ سين، نَڪو ساٿُنِ پاڻُ[24]،
اَهڙو جن اُهڃاڻُ[25]، آئُون نہ جِئندي اُنِ ري.

١- نڌان، گهر ٢- چمڙن ٣- سهج (سُکو)، آدب ٤- هڪ ٿيءُ ٥- جوڳي ٦- هنگلاج ڏانهن (آلي جي ديويءَ کي مسلمان ناني سڏيندا آهن) ٧- بُڌا ٨- پَٽا ٩- هنگلاج کان ١٠- درشن ڪيو ١١- دوارڪا جو تيرٿ ١٢- شوَ جي پوڄارين ١٣- چوڄ پيئي ١٤- سونهون ١٥- ويا ١٦- ڪالهہ ١٧- جهان کان ١٨- بيٺڪ ١٩- سرير جو ٢٠- جوڳ، کان سواءِ ٢١- ماس ٢٢- ويو ٢٣- ڪي ڪين ٢٤- خودي ٢٥- نشان.

*اُنهن مهيش (شوَ) جي پوڄارين، چوڄ پئي، دوارڪا جي تيرٿ جو درشن ڪيو.

§جوڳ، بنا، مونکي هي سرير جو ماس نہ گهرجي. (جوڳ، بنا هيءَ ڪايا اَجائي آهي.)

‡هو نہ ڪي ڪو پدارٿ پاڻ سان کڻن، نہ خودي. جنجو اهڙو نشان آهي، تن کان سواءِ مان نہ جيئنديس.

٣٧

پاڻهين ويندا پاڻ[1] سين، پِرِ[2] ۾ ڪَنِ پَرياڻَ،
اُهڙا جن اُهڃاڻَ، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

٣٨

پاڻهين ويندا پاڻ سين، پِرِ ۾ پَرياڻين[3]،
سامِي سَفَرِ هَليا، آسَڻَ[4] اُجهائين،
رُخصَتَ[5] رُئاڙين، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

٣٩

پاڻهين ويندا پاڻ ۾، پِرِ ۾ پَرياڻين،
هوءِ جي هَلَڻَ سَنديون، ڳالهيون ڳالهائين،
وَڃَڻُ[6] وِڃائين، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

٤٠

ويراڳين وَرَنَ[7]، ڏِسَڻُ گهڻو ڏُهلو[8]،
هِڪُ بولَڻُ بوزَنِ[9] سين، بيو سَندا فانِيُن[10] فَنَ،
ڪي گُهرجَنِ ڪَنَ، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

٤١

جِزو[11] وِڃايو جوڳيين، ڪُلَّ[12] سين آهين ڪَمُ[13]،
آسَڻُ جِنِ عَدَمُ[14]، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

٤٢

وَڃائي واٽ ٿيا، جوڳِي جُڳاڻي[15]،
هُتا جي هاڻي، آئُون نہ جِيئندي اَنِ ري.

وائي*

سَندڙيانِ[16] سگَڙي، ڳالهہ گُجهڙي،
مؤن مارِيندي ڪَڏَهين.
جا وَڃائين جَتڙا[17]، نہ تَنهن تَڙَ جَهڙي،
مُرليءَ ڪي جَنهن ماٺَ[18] ڪَيو[19]، نہ تَنهن تُلِ تُنبڙي،
تاريو جَنهن تونڊيءَ[20] ڪي، نہ سو گهمبُ نہ گهمبڙي،
ڏاريو جَنهن ڏباچَ ڪي، تَندُنانِ[21] تَنهن تَڪَڙي،
نہ سِري[22] نہ سِنڌُ[23] ڪا، اُڪا هِندُ[24] هِهڙي،
مناٿيان[25] مِنِي گهڻو، چوندا جن چِڪڙي[26]،
وَتَن[27] اوناڻي اَنَ ڪي، ويہُ[28] مَ، ڪَڻُ وِڪڙي،
بيخود[29] باوُ[30] سي ٿيا، ٻُرندي[31]، جن ٻُڌڙي[32]،
جا ساراهيل سُبحانَ[33] جي، تَنهن واڪاڻَ ڪَهڙي؟
سَهسين سُرودَنِ[34] ڪي، پاڻان پوءِ وجهَندڙي[35]،
گهاندارَ[36] مِروَن[37] موهيا[38]، هيءَ ماڙهو[39] مُهندڙي[40]،
اَديون! عَبدُاللَّطيفُ چئي، هيءَ مُنا جِيارِيندڙي[41].

---

١- ڳجهہ ۾، اَندر ۾ ٢- صلاحون، رهاڻيون ٣- حال اورين ٤- سميٽين ٥- موڪلاڻيءَ ويل
٦- ترڪ کي ترڪ ڪن ٧- رنگ روپ، ويس، رمزون ٨- ڏکيو ٩- بي بقا اِنسانن ١٠- حرفتون
١١- ذرو (هستي اَلڳ، يا اِنفرادي هستي) ١٢- ڪُلي ١٣- آتن ١٤- نيستي، نابودي ١٥- جوڳ
ٻجائڻ لاءِ ١٦- سنڌن ١٧- جت (سنڌ جا جت تڙ وڃائيندا آهن) ١٨- مٿ، ٿاني ١٩- تنبو
(سرندو) ٢٠- سهٽيءَ ٢١- تندن کان ٢٢- اُتر ۾ (سنڌ جي) ٢٣- سنڌ ۾ ٢٤- هندستان ۾
٢٥- مناين کان ٢٦- چکي ٢٧- وچ ٢٨- اُنهو سڌ اوناڻي ٢٩- بي سرت ٣٠- سنياسي
٣١- وڄندي ٣٢- ٻڌي ٣٣- ڌڻيءَ ٣٤- اَنيڪ سازن ٣٥- پنهنجي پنيان (پاڻکان گهٽ)
٣٦- وڏن گهمبن ٣٧- پور ٣٨- مست ڪيا ٣٩- ماڻهو ٤٠- موهيندڙ ٤١- جياريندڙ.
*هتي شاهہ صاحب جوڳين جي سگڙيءَ کي ساراهيو آهي. اُها سڀني سرودن کان مٿي آهي.

## سر رامڪلي - داستان پهرئين جو سار

جوڳيڙا، آرم ڪان اَرڳ، آهن ۽ سارو وقت عشق جي آگ ۾ پيا پچن. سندن صحبت، سرڪنڊ مثل آهي ۽ سندن اوطاقن ۾ ياقوت ۽ آسڻ منجهه عنبير آهن. هننجو هاڻ پورب ڏانهن آهن. سندن سڱين ۾ آنمڪ خزانا آهن. اهي سيوئي سون آهن. سندن قدم لاهوت لامڪان ۾ آهن. وٽن حال آهي، نه قال. هو سارو وقت پنهنجي خوديءَ کي پيا ڪاٽين. سندن ڪيڙو دليون کهنڊ آهي. سندن سونهن جي مٽ ڪو نه ناهي. پنهنجو وجود وڃائي، رام سان رليا پيا آهن ۽ جزو وڃائي، ڪل سان حل آهن: "جزو وڃايو جوڳئن، ڪل سين آهين ڪم."

سندن سڱين ۾ اهو سوز آهي، جو نه ٻيجل جي چنگ ۾ هو، نه ٻئي ڪنهن ساز ۾ آهي. سندن صحبت ۽ سڱين کي ساري، شاهه صاحب هنجون ٻيو هاري ۽ سنياسين تي نسورو فدا آهي.

•

## داستان ٻيو

۱

ڪَيَمِ ڪاپَڙِيُنِ جي، پَهرئين ڏِينهن پَرُوڙَ[1]،
سَگها[2] ساعَتَ نه هيڪِڙِي، چارَئِي[3] پَهَرَ چوُرَ[4]،*
سَدائين، سَيّدُ چئي، هونِ سَناسي ۾ سوُرَ،
جوڳِي ساڻُ[5] ضَروُرَ[6]، لِڪا پُٽَنِ لوڪ ۾.

۲

ويهي ويراڳِينِ جو، ٻئي ڏِينهن ٻُڌُمِ حالُ،
آنِ[7] جا ڏاڍا[8] ڏوُرِ[9] يَڪُلِيا[10]، جاڳوُنا[11] زَوالُ،
تن جاٽِي جَٽائوُن[12] جَڏِيوُن[13]، چوٽا چَڳيءَ چالِ،
وِچارا وُجوُدَ[14] جي، ڪَنهن سان ڪَنِ نه ڳالِ،
نانگا تيا نهالُ[15]، لِڪا پُٽَنِ لوڪ ۾.

۳

نِتين ڏِينهن نِمڪائِينِ[16]، دوُنهيُوُن دائرَنِ[17] ۾،
ميڙيو ڪَرِڙَ[18] ڪانيُوُن، جوڳي جَلائِينِ،
سَندِيُوُن ڪامَڻَ[19] کَبَروُن، آديسِيُن آهِينِ،
ڳُجهه نه ڳالهائِينِ، لِڪا پُٽَنِ لوڪ ۾.

۴

چوئين ڏِينهن چوڳانَ[20] ۾، ڪَنهن جَنهن[21] پَڻ پِيا،

---

۱- سمڪ ۲- تندرست ۳- سارو ڏينهن ۴- چڪناچور ۵- ضرورت يا مصلحت جي ڪري ۶- گهمن ۷- انهن جا ۸- گيڙورنا ڪپڙا ۹- مٽيءَ ۾ ميرا ٿيل ۱۰- وارن ۾ ٻڌل جا رسا (جوڳين جا) ۱۱- چمل، ڙبون ۱۲- جٽائون ۱۳- وار ۱۴- اندر، باطن ۱۵- سرها، سرخرو ۱۶- روشن ڪن ۱۷- آستانن ۱۸- ڪک ڪانا ۱۹- جوڳين ۲۰- جوڳين جي لٽ، جنهن تي هو ڪنڌ نمائي ڌيان ۾ وهندا آهن ۲۱- ڪنهن اهڙي خيال ۾.

*سنياسي هڪ ساعت به تندرست ناهن، هو سمورو وقت عشق ۾ فنا ٿيا پيا آهن.

وَهمَ[1] ٻرِيان جي وَڳيا[2]، تن ۾ ڪوُڙ ڪِها ؟*
اَندَرِ آديسِنُ کي، اَڇَنِ[3] هوشَ جِها،
سامِيَ سون ٿيا، اِڪا پُڳَن لوڪَ ۾.

٥

ڪَنهن جَنهن ڏوُرَ نهاٽِيا، پَنجين ڏِينهن پٺي،
اَندَرِ آديسِنُ کي، سوُزَنِ[4] شاخَ ڪٺي،
ڪَڪَمَتَ جي مَيدان ۾، اَشڪَ پِيا لَهي،
تن کي ساري راتِ، سَنڌَ جَهي، گوُندَ[5] رَساڻُ[6] گهٽي،
ڪَريو سيرَ سَهي[7]، اِڪا پُڳَن لوڪَ ۾.

٦

پِيا ڪَنهن ٻرِياڻَ[8] ۾، جَهِين ڏِينهن چَٽي،
اَندَرِ آديسِنُ کي، ڏُرِيان[9] ٿي ڏَٽي،
ٻَري ٻاجهارا ڪَبا، ڪانٺي خاڪ[10] گَٺي،
پِيو پَنجَ[11] ڪَٺي، اِڪا پُڳَن لوڪَ ۾.

٧

سَتين ڏِينهن، سَنڌَ چَهي، ڏاڍا ڏولاڻوَن،
آيِي، اَلکَ[12] سامُهون[13]، ٻانهوُن ٻَڌائوُن،
وَڏيءَ ڪَنهن وِلايتَ[14] جا، اَهُنجَ[15] آنداڻوَن،
رُوحُ پَنهنجو رامَ سين، ٻَرِ ۾[16] ٻڌائوَن،
ڪَٽيو ڪِداڻوَن[17]، اِڪا پُڳَن لوڪَ ۾.

٨

اَنين ڏِينهن اَيِي وِيا[18]، جوڳِي جاءِ ٿِهاءِ،
سا[19] ٻَرِ سامِي سِکِيا[20]، جا ٻَرِ جوڳَ جڳاءِ[21]‡
وِيروڌارَ[22] وُجوُدَ ۾، اُنِ کي رامُ رَهيوئِي[23] آهِ،‡
ڪَنهن جَنهن ڪَمائِيءَ[24] لاءِ، اِڪا پُڳَن لوڪَ ۾.‡

٩

ناٿين ڏِينهن نيٺانِ، اوجاڳِي اجارِيا،
سَباجهي[25] ٻاجهه ڪَٺي، سُجاڻِي[26] سيٺانِ،

ا- ٻرانءَ جي ٻور ٢- ڪوڙا ٣- اَهڙا ڪي جيوا ٤- جاڳيا ٥- غم ٦- گدڙي ٧- سوزن، سچو ٨- خيال، ملاقات ٩- اَصل ڪان ١٠- رَک، ڀڀوت ١١- پنج داتا يعني ايڪ، اُن جي صفت ١٢- سامهون ١٣- اَيشور ١٤- افضل ولايت، نوڪنڊ ١٥- نشان پتا ١٦- ڳجهه ۾ ١٧- گودڙيون ١٨- آئي ويا ١٩- اُها ريت ٢٠- سيکيا ريت ٢١- جوڳ کي سونهي ٢٢- هميشه ٢٣- اَندر ۾ ٢٤- اُنڌي ڪنهن يا وڏي (ڪمائيءَ) ٢٥- دياوان ايشور ٢٦- کيون ساٿين.

*هنن کي جو ٻرانءَ جي ٻور ڪهي وڌو آهي، سو منجهن ڪوڙيون طلسم بازيون ڪٿان آيون؟
§هنن افضل رياست يا نوڪنڊ جا نشان پتا آندا. (هو نوراني ديس جا واقف آهن.)
‡سامي اُها ئي ريت سکيا، جا جوڳ جي شان لي آهي. هنن جي اَندر ۾ سدائين رام ٿي پيو وسي. هو ڪنهن وڏي ڪمائيءَ لاءِ جهان ۾ اڪا گهمندا وتن.

جتي نَظَرُ[2] ناٿَ[1] جو، اُتي اوتارَ،
اِهي اُهڃاڻَ[3]، لِڪا پُڄَنِ لوڪَ ۾.

١٠

ڏهين ڏيهن ڏِکَ لِيا، پِرينءَ[4] پاٻوهيا[5]، پَسُ،
وَرقَ[6] جي وِصالَ[7] جا، سي واري[8] کَياٿون وَسُ[9]،
لَڏاٿون، لَطيفُ چئي، سَندو گُروءَ کَسُ،
جوڳِيُنِ ڪَئيو جَسُ، لِڪا پُڄَنِ لوڪَ ۾.

١١

وَرِيو ويراڳِيُنِ[10] جو، ڪارِهين[11] ڏيهن ڪَرمُ،
جوڳِيُن جاڻاٿون[12] پُنيوُن[13]، هَلي وِيا حَرمُ[14]،
دائِمُ جهليو دَمُ[15]، لِڪا پُڄَنِ لوڪَ ۾.

١٢

مَنَ مُرادوُن پُنيوُن، ٻارِهين ڏيهن ٻَئي،
جوڳِي اِنَ جاڻا[16] کي، ٿي سِڪيا سَيئي،
سَماڻا[17] سيئي، جي گُرَ گَڏجي آئيا.

وائي

ڪُلَهِتي[18] آئيا، هو ماءُ! آئون هَلندي اُنِ سين.
حِرصَ[19] هَوائي[20] جِنِ جا، سُکين[21] تان نَه سَڏائيا[22]،
تِنِ تَڪيا ناڪي[23] ڇَڏيا[24]، جي اهڙيءَ[25] وِروُ[26] نهن وَڏائيا،
ٽوشڪوُن ۽ تَڪيا[27]، وهاڻا[28] جن وِراهيا،
هَلو! نه پَسوُن تِن کي، جن لُنگ[29] لاهوتِيُنِ لائيا[30]،
اَديوُن! عَبدُاللطيفُ چئي، اَڱَڻِ مُون آئيا.

## سر رامڪلي - داستان ٻئي جو سار

ڪاپڙي، چارئي پهر جُور آهن ۽ هڪ ساعت به سگها نه ٿا گهارين. هنجون ڪفنيون ڌوڙ ۾ لتيل ۽ جاڳوٽا ڏبون ٿيل آهن. جوڳين جاڻي جڻاٿون ڏاريون آهن ۽ چوٽا ٻڌا آهن. هو دونهيون دکايو ٻاهڙيون پيا ٻارين ۽ اهڙيءَ طرح ٻين کي ڪامڻ سنديون خبرون پيا سڻائين. زبان سان ڪڇن ڪين ٿا:
"ويچارا وجود جي، ڪنهن سان ڪن نه ڳال."

هنن کي پرينءَ جي وهم ويڌي ڇڏيو آهي ۽ ساري رات گوندر ۾ ٿي گذرين. هنن پنهنجو روح ٻر ۾ رام سان پوئي ڇڏيو آهي ۽ لوڪ ۾ لڪا پيا پڄن. سندن اوتارو اُتي آهي، جتي ناٿ جي نظر آهي. هنن گروءَ جي کس تان هلي، هميشه وارو جس ڪئيو آهي. سندن سارو وقت سن ۽ سماڌيءَ ۾ ئي گذري:
"دائم جهليو دم، لڪا پڄن لوڪ ۾."

---

١- ايشور جي درشٽي ٢- سندن اوتارا يا آستان ٣- سندن اُهڃاڻ يا نشان ٤- سينگاريا، پرگهٽ ٿيا ٥- خوش يا سرخرو ڪيا ٦- پنا، ڪاغذ ٧- ميڙائي يا ميلاپ ٨- ورائي ٩- وس يا قبضي ۾ ڪياٿون ١٠- ٻارهين ١١- ٻاڳ، ١٢- ٻاڙائون ١٣- قلدائڪ ٿيون ١٤- پاڪ آستان ١٥- ماٺ ڪيو ١٦- ٻاڙا، زيارت ١٧- ماڻائتا ١٨- مهايوگي، مهاآچاريه ١٩- سڌون، ترشنائون ٢٠- نابود ٢١- سُکن ٢٢- هرڪايا، لاڇا يا ٢٣- آستان، دنيوي ڀروسا ٢٤- بند ڪري ٢٥- اُهڙيءَ ٢٦- رهاڻ ٢٧- بسترا ٢٨- وهاڻا ٢٩- لانگوٽ ٣٠- ٻهريا.

## داستان ٽيون

**۱**

ڪنهن[1] جنهن سناسي[2] سور، جي وهلور[3] وتن،*
اَنَئي ڀَهَر اَلَکَ جو، کو وَڍُ[4] ويراڳين،
سدائين صاحب پَر، تا ڪاپڙي ڪنبن،
جي راتو ڏينهن رُمن[5]، هلو! تڪيا پسون تن جا.

**۲**

ڪنهن جنهن سناسي سور، جي وتن پر وهلور،
ڀَهَر ٻولي ٻي ڦري[6]، گهٽ پر گهايل گهور،
چت جنين جا چور، هلو! تڪيا پسون تن جا.

**۳**

سدائين سفر پر، رمن متي راهه،
ٻرن[7] ٻورب[8] پند ڏي، منجهه[9] مُوالي[10] ماهه،
جن اَلَکَ سين آگاهه[11]، هلو! تڪيا پسون تن جا.

**§۴**

نڪُر[12] ناه ڪُلهي ڪري، هوندن[13] جيئن مرهو،
لوڪي ويس وڃائيو، ويس وڃايو تو،
سامي آهي سو، جنهن پاڻ[14] وڃائي پوءِ[15] ڪيو.

**۵**

نڪُر ناه ڪُلهي ڪري، هو مرهوندن جيئن،
لاهوتي، لطيف چئي، هون نه آديسي[16] ايئن،
سي ڪاپڙي ڪيئن، جي ڌارين تعلق[17] تر جيترو؟‡

**۶**

ڪنڪت[18]، ڪاپت[19]، ڪاپڙي، ڪنوٽيا[20]، ڪنچير[21]،
سدا وهن سامهان، عاشق اُتر[22] هير،
تسا ڏيئي تن کي، ساڙيائون سرير،
جي فنا ٿيا فقير، هلو! تڪيا پسون تن جا.

---

۱- اُهڙي ڪنهن ۲- سنياسي ۳- پريشان ۴- زخم (درد جو) ۵- هلن ۶- گهور يا نظر جا گهايل ۷- هلن ۸- آلمڪ سفر ۹- مست ۱۰- ديسان ديس (پارسي: ماهه=ملڪ) ۱۱- سڃاڻپ ۱۲- نيستي (پاڻ وڃائڻ) ۱۳- هئڻ وارن (خوديءَ وارن) ۱۴- خودي ۱۵- پنتي يعني ماڻ ڪيو ۱۶- سنياسي ۱۷- سنساري سنبند رکن ۱۸- کن چيرائيندڙ ۱۹- جوڳين جو فرقو ۲۰- کن ويڙهل (کنڊل پيل) ۲۱- کن چيريل ۲۲- اتر جي سرد هوا (ولهه).

*جوڳي ڪنهن اهڙي درد پر مبتلا آهن، جو هميشه پريشان ٿيو پيا گهمن.

§ تون نيستي ساڻ ڪلهي هن پنڌ پر پئو ۽ خوديءَ وارن وانگر نه ٿيءُ. لوڪي ٻاهرئين لباس وڃايو آهي ۽ تو لباس کي وڃايو يا لڪايو آهي. جوڳي اهو آهي، جنهن پنهنجي خوديءَ کي فنا ڪيو آهي.

‡ اهي جوڳي ڪئن چئجن، جي تر جيترو به سنساري سنبند رکن؟

٧

ڪَنَ ڪَتَ، ڪاپَتَ، ڪاپڙِي، ڪَنَ جي ڪنائين[1]،
لاهوُتِي، لَطيفُ چئي، ماڳُ نہ مَٽائين،
جي خودي ۽ کي کائين[2]، هَلو! لَڪيا پسڻ لِن جاءِ.

٨

ڪَنَ ڪَتَ، ڪاپَتَ، ڪاپڙِي، ڪَنو ڻيا، ڪَنَ ڪَتَ،
دوُنهان جن ڊُڪائيا، هَلي مَٽِي هَٽَ[3]،
خاڪ جنين جي کَٽَ، هَلو! لَڪيا پسڻ لِن جاءِ.

٩

ڪَنَ ڪَتَ، ڪاپَتَ، ڪاپڙِي، لانگوُٽيا[4] لالَ،
لاهوُتِي، لَطيفُ چئي، موهيا ڪَنهن نہ مالَ،
هَڙا جنين حالَ، هَلو! لَڪيا پسڻ لِن جاءِ.

١٠

ڪَنَ ڪَتَ، ڪاپَتَ، ڪاپڙِي، ڪَنو ڻيا، ڪَنَ ٻارَ[5]،
هَلَنِ جي هِنگلاجَ ڏي، ٻاهوَ چڏي ٻارَ،*
جي ڪينَ قبولڻهارَ[6]، هَلو! لَڪيا پسڻ لِن جاءِ.

١١

لَڪيا پَسڻ لِن جا، هَلي مَنجهان حالَ[7]،
ڪوڙين ڪنوڻين جا، پيمُوُ! پانيان پالَ[8]،§
سامِين جي سَنيالَ[9]، مُنهنجو چِتُ چڱو ڪيو.

١٢

اَڪيا لاڪياڻون[10]، ويا وَمندا رامَ ڏي،
ڪِهان، خَبَرَ نہ لَهان، لِن آديسِين آڻون![11]
ڪَنهن ڪوڻ ڪَنياڻون[12]؟ ڪاڏي وِيا ڪاپڙِي؟‡

١٣

سامي ڪامي پرين ۽ لَءِ، ڪُسي ليا ڪبابُ،
جَهڙو ڏَسن ڏوهَ کي، تَهڙو لِن ثوابُ،†
اورِين[13] اَرِلي ڪاڏئون[14]، مَنجهان اَکين آبُ،
سَندو ذاتِ[15] جوابُ، توُن ڪَين پڇين لِن کي؟

١- چيرائين ٢- آپي کي جلائين ٣- آڏمڪ دڪان (منزل) ٤- لانگوٽ ٻڌل فقير ٥- جنجا ڪن ڪنڊلن جي ٻار ڪري ٻرڪيل آهن ٦- ڪين يا نيستي قبول ڪندڙ ٧- روحاني مستي يا وجد واري حالت ٨- نوازشون، ٻلايون ٩- سنڀار يا سار ١٠- هلندا ١١- ڳران يا سڙان ١٢- طرف ١٣- وهائين ١٤- رت گڏيل ڳوڙها ١٥- ذات جو حساب ڪتاب.
*جيڪي دنيوي اسباب ترڪ ڪري، هنگلاج ڏانهن ٿا هلن.
§مان جوڳين جا سهسين اَحسان ٿو ڳڻيان. (ڪانئن روحاني فيض حاصل ڪرڻ ڪري.)
‡هو پنهنجي منزل ڪٿي ڪهڙي طرف يا ڪيڏانهن غائب ٿي ويا؟
†هو سمدرشت آهن ۽ گناهه ۽ ثواب کي هڪ نظر سان ٿا ڏسن. (هو پاپين ۽ پڃين کي هڪ درشٽيءَ سان ٿا ڏسن).

۱۴

سامِيُن سِگِ[1]، ڪُلَهَنِ[2] لي، سَنگُ مِڙوئي سوُر،
کَهَندا وِيا ڪابُلَ[3] ڏي، ڪو جو ٻيڙُنِ ٻوُر،
مَڙهيءَ جو مَذڪوُر، ڪالهه ڪَندا وِيا ڪاپڙي.

۱۵

سامِيُن سَمَرُ[4] سوُرَ، گوُندَرَ[5] گَبَرِيُنِ[6] ۾،
جَڙي ٻَڌائوُن جانِ ۾، پيغامَنِ[7] جا پوُرَ،
آديسي اَسوُرَ[8]، وَڃائي واٽَ وِيا.

*۱۶

سامي! مَڙهي سَندِياءِ[9]، سامُهِين موُن سِيلهَ[10] ٿِي،
سا تان ڪُڪَه اَڏِياءِ[11]، جان ناٿگا وَڃِين نِڪِري؟

وائي ۱

جوڳي سوئي، جَنهنجي مَنَ ۾ مالا،
سامي سوئي، جَنهنجي مُنهَن ۾ مُنڊا[12]،
ٻيناسوُن مَڙهيءَ ۾، اِلّا اَللّهُ[13] سَنگرُوءَ[14] جي سَنگا.

وائي ۲

آسِرو آهي، موٽي اِيندا، موُن نه ڇڏِيندا، پاڻ پُسَندا.
اِيندا آديسي وَري، دوُنهِيوُن دُکائي،
پَٽَرِ[15] وارَ ٻِرَ لَءِ[16]، وِيهُ ڏوُن وِڃائي،
ڏُکَ لاهيِندا ڏيلَ[17] جا، گُجهو ڳالهائي،
موُن کي نِيِندا پاڻَ سين، هي سَگِ، ساڳاهي[18]،
اَدِيوُن! عَبدُاللّطيفُ چئي، اوُ اَهڙوئي آهي.

## سر رامڪلي - داستان ٽئين جو سار

سنياسي ڪنهن اهڙي سور ۾ مبتلا آهن، جو سارو وقت ويچارا وهلور (وياڪل) پيا وتن. اُنهن ٽي ٻهر، هنڌين ۾ اَلک جو ويڙ اُٿن ۽ هو سدائين صاحب ٻر پيا ڪنبن. هنن ٽن کي لسا ڏئي، پنهنجو سر ٻر سارِي سڪائي ڇڏيو آهي. ڪن ڇيرائي ۽ لانگوٽ ٻهري، درد جو دود دکايو پيا هلن. لاهوتين کي ڪنهن به مال نه موهيو آهي؛ هو ساري جڳ کي تياڳ ڪري، راه مٿي پيا رمن. هو "ڪين قبولڻهار" آهن. هو پرينءَ لاءِ ڪسي ڪباب ٿيا آهن ۽ سارو وقت اَکين مان اُرلو آب پيا وهائين. سندن گبرين ۾ سواءِ گوندر جي ٻيو ڪي ڪينهي؛ جان ۾ پيغامن جا پور جڙي پيا هلن. وٽن ذات جو حساب ناهي. اهڙن سامين جي سار، شاه صاحب جي چت کي چڱو ڪيو آهي:
"سامين جي سنڀال، منهنجو چت چڱو ڪيو."

۱- سگڙي ۲- صحبت ۳- يعني روحاني مقصد ۴- سامين جو سامان ۵- غم ۶- گودڙين ۷- روحاني نياپن ۸- سور ڪان سواءِ ۹- تنهنجي مڙهي ۱۰- ڪندا ۱۱- چو اَڏيءَ ۱۲- منڊ (سن)، چلا (ٻائڻ جا) ۱۳- ناهي ڪو اَلله، سواءِ اَلله جي (ڪلمي شريف جو جزو) ۱۴- گروءَ جي سنگ ۾ ۱۵- پٽراٽي يا بستري لي ۱۶- ٻرينءَ ۱۷- سرير يا جسم ۱۸- سڄاڻي، ساڃه رکي.
*اي سامي! توکان سواءِ تنهنجي مڙهي مون لاءِ ڪنڊن مثل آهي. اهڙي مڙهي اَڏيءَ چو، جو پوءِ تون اُن مان نڪريو وڃين؟

## داستان چوٿون

١

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ سَگَ[1]، سيئي ڇِنُ،
وَڃي ڏِرِ دوسِتنِ جي، نانگا! ڪيمَ[2] نِنُ،
پَتِ[3] لئين جي پِنُ، جِنِ[4] پُڄهي نہ پُڄهيو.*

٢

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ سَگَ، سيئي ٽوڙِ،
جي جاوا نہ ڄاپَندا، جِيَّ لئين سي جوڙِ،
تہ ٽوُن پُهچين ٽوڙِ، مُحَبَّت جي مَيدانَ ۾.

٣

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ پِرِ[5] گُروءَ جي پارِ،
هَوائُون[6] هِنگلاجَ ڏي، ويندي سَڀِ وِسارِ،
نانگا! ناٿُ[7] نِهارِ، سامي! وَڏيءَ سِڪَ سين.

٤

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ طَمَعَ[8] ڇَڏِ تَمامُ[9]،
گولا جي گولَنِ جا، تِنِ جو ٿِيُّ غُلامُ،
صَبُرَ جي شَمشيرَ[10] سين، ڪَرِ ڪيهي کي قَتلامُ[11]،
تہ نانگا! تُنهنجو نامُ، لِکجي لاهوُتينَ ۾.

٥

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ ٿِيءُ گُروءَ جي گَسِ[12]،
ڏُکَ پاڙڻَ کي ڏَسِ، سامي! وَڏيءَ سِڪَ سين.

٦

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ مَنُ ٻوُري[13]، مَنجهہ مارِ[14]،
دائِمَ دوُنهين[15] دِلِ ۾، مَنَ سين مالها وارِ،
سَہُ سَيَڪا[16] آرِ، آڳي جي اَدَبَ سين.§

٧

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ ڪِينَ[17] پِيالو پِيُّ،
ناهِ[18] نِهاري هَٿ ڪَري، "آئوُن" سين اُٿِ[19] نہ پِيُّ،
تہ سَندو وَحدَتَ[20] وِيُّ، طالِبَ! توڙان[21] ماڻئين.

٨

جي پاڻين جوڳي ٿيان، تہ مُنهَن ۾ مُندا[22] پاءِ،
ڪَنين[23] ڪينَ وِڃائِيو، جِنِ ۾ ڪوڙين ڪَکَرَ[24] وِڏاءِ[25]،
ڇَڏِ ڇادَرَ، ٻَڌُ ڇَمِڙا[26]، جُٺي ٽو نہ جُڳاءِ،
تہ سامِيڙا[27]! سَندِياءِ[28]، گُرَ وَتِ گالا نہ ٿِئي.

١- نانا، سنبنڌ ٢- رودن ڪر ٣- سنياسين جي ٽولي ٤- سمجهي، ڄاڻي ٥- ريت، آڳيا ٦- ترشنائون ٧- ايشور لاءِ نهار ٨- لوڀ، لمنا ٩- سمورو ١٠- ترار ١١- ويرساٽ ١٢- وات، مارگ ١٣- من کي وس ۾ رکي ١٤- اندر ئي مات ڪر ١٥- ڦيراءِ ١٦- مرضي، اڇا ١٧- ڪين يعني نيستيءَ جو پيالو ١٨- نيستي يا فنا (پاڻ وڃائڻ) ١٩- ٻيهہ ٢٠- وٽج، واپار ٢١- اَصل ڪلس، ٢٢- چلا (مُهن ۾ منڊو پائڻ = مات اختيار ڪرڻ) ٢٣- ڪنن تنهنجو کي ڪين وڃايو ٢٤- چير، ويڍ ٢٥- وڏا آٿيئي ٢٦- چم جا ٽڪر ٢٧- اي سامي! ٢٨- لڌهجي.

*ٽون اُنهن جوڳين جي جماعت ڪان وڃي ڀِکيا مڱ، جن سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٻہ نہ ڄاتو آهي. (جي پنهنجي ڄاڻ جي ڏيکاري نہ ٿا ڏين يعني ڄاڻ هوندي اَڄاڻ آهن.)

§ايشور جي هرڪا اِڇا اَدب سان اَنگيڪار ڪر. (ڏاڍيءَ جي رضا تي راضي رهہ.)

٩

جوڳين جوڳ، جڳاءِ، جوڳ پڻ سوڻهي جوڳين،*

جوڳين سندي جان ۾، ڳجهه ڳجهاندڙ آهه،

هاءِ! مونهين کي واءِ! جا آئون جوڳ نه سڪي.

١٠

جوڳ نه جوڳو تون، ڪرين ٻيا رون جوڳ جون،

هڪڙو پَٽ پرين جو، ٻي تنهنجي پون،

سامي سيڻن ڏون، رنڌا ئي رت ويا.

١١

جوڳي هون نه جترا، پائي جوڳ م جيءَ،

هاريا! هن ڪنن سين، سڻ سنيهو ايءَ:

”ويائي وجود کي، پاٽان پاسي ٿيءَ“

هڏهين ڪونهي هيءَ، اسارا! ”آئون“ چوين!

١٢

جا جتاري جوڳين، سا ماڙهن مصيبت،

سامين سور صحت، جي پور پيا! پروڙئين.

١٣

جوڳي! تنهنجي جوڳ ۾، ڳالهه گهرجي ڳچ،

وڏيون، چيريون، چڙيون، ٻر ۾ آيو ٻچ،

سوئي ٻارج مچ، جو آتشان آب ٿئي.

١٤

جان ڪي جوڳي ٿيءَ، تا ته نرجا! ونئن نڪري،

ڪوهُ تو ڪن کمائيين، جان نه سهين سيءَ؟

ٻچ! پراهون ٿيءَ، متان پيا لڄائيين.

١٥

جوڳي تين نه يار، ڪنهين سين قريب ٿي،

مان ملاقي ان سين، جن پورب جي پار،

اٿي ٻهر ان جي، آهه نانيءَ ڏانهن نهار،

لائي ويا، لطيف چئي، اندر منجهه اپار،

سامين ساٿ، ستارَ! لاهوتي لال ليان.

١٦

گولا جي گراهَ جا، جوتا سي جوڳي،

قتل سي قوڳي، جن شڪر سانديا.

١٧

جِندا! هو م جوڳ ري، جِندا! جوڳ م پاءِ.§

---

۱- جڳائي ۲- اونهو راز ۳- مونکي ۴- افسوس ۵- زمين، پٽ ٦- محبوبن ۷- ڏانهن ۸- اي نادان!
۹- هستي يا خودي ۱۰- خوديءَ کان ۱۱- بدن ۱۲- هيءَ وجود يا حياتي ۱۳- اي غافل!
۱۴- ”آءٌ“ چئي خودي تو ڪرين! ۱۵- اي پورب ڏانهن ويندڙ (جوڳي) ۱٦- اندر يا ڳجهه ۾ ۱۷- آتش يعني باه مان ۱۸- پاڻي ۱۹- يا نه ۲۰- اي نرلڄا! ۲۱- ٿڌ ۲۲- پري، دور ۲۳- سيبنڌي ۲۴- انهن سان ۲۵- هنگلاج، جتي ديويءَ کي ”ناني“ سڏيو ويندو آهي ۲٦- اي پردو ڪندڙ (ڍڪي)! ۲۷- ڪاڏي يا بيت ۲۸- ڪوڙا ۲۹- بگڙيل ۳۰- قوڳ، جهڙا خسيس ۳۱- پيٽ ۳۲- اي جند يا جان! ۳۳- هيج نه ۳۴- جوڳ کان سواءِ ۳۵- جوڳيا ٽو ويس نه پاءِ.
*جوڳين کي ئي جوڳ جڳائي ۽ جوڳين کي ئي جوڳ سونهي.
§اي جند! جوڳ کان سواءِ نه رهه؛ ساڳئي وقت ٻاهريون جوڳڪو لباس نه پاءِ.

ڪوڙي ڪچ مَ ڪَڌَهين، سَچي ڪا مَسَلهَ،*
ٻَهَڇَڻ پارِينداءِ، مَنان رامُ رسائيين.

۱۸

ڪَن ڪورائي، ڪاپَڙي، جِندا! ٿِيَّ مَ جوءِ،
سِرَ سِپاهِين وِڪيا، سوڪ نه، سامي! سوءِ؟
جيڪي ڀِڃين، ڀَڃُ سو، ڳُنگا نِين نه گوءِ،§
وَجُ، لاهوُتي! لوءِ، عِجزَ کي آڏو ڪَري.

۱۹

ڪَن ڪورائي، ڪاپَڙي، جِندا! ٿِيَّ جُوانُ،
ڪاهِ نه لَڳيٺي ڪانُ، نانگَن هَتان نيڻهَن جو.

۲۰

نِسورو ٿي نيڻهَن جو، دِلِ ۾ دُونُ دُکاءِ،
آئي آڳ، عِشق جي، ٻاري جانِ جَلاءِ،
جِندا! اِتَن جِگاءِ، جِتَن آتَشان آبُ ٿِئي.‡

۲۱

ڪَن ڪورائيين، ڪاپَڙي! اِيَّ زَنانو جوڳُ،
سامي! سَچا تَنَ تو ڀِيو، هِڪ ڏهي، ڀِيو لوڳُ،
جِنِين پاتيو ڦوڳُ، رامُ تِنِين کي ويجهو.†

۲۲

هوُ جي ڪَن ڪَپارَ جا، سوُڏو سي نه سُڄِين،
آنَدرِ جي آهِينِ، سُڄُ سَنيهو اُنِ سين.

۲۳

هي ڪَن گاڏِها وِڪِڻي، ڪَن ڪي ڀِيا ڳِنهيج،
تِنين ساڻُ سُٽيج، سُپيرِيان جي ڳالهڙي.

وائي

وِهِهَ مَ وِسِري! ٿان ڪي جاڳِي اورِ اللهَ سين.
مَحَبت جي ميدانَ ۾ سَچي ڳالِهه ڪَري،
سي ٻڌ روُنَدا رَتُ وِيا، مِرِيا جي مَري،
سَچي ساجَن نه مِلي، آهي اِيَّ ڪَري،
جي اوسيِڙي آڏيءَ اُٿِن، تِنِين واڳُ وَري،
اَدِيوُن! عَبدُاللَّطيفُ چئي، اِيندا شالَ وَري.

---

۱- ڪانه سلاج ۲- ويو پارينداءِ ۳- ڪپائي ۴- ڙال ۵- چاڙهه سوڻ ۶- ڀڌءِ ۷- يعني نه ڀڃيندڙ
۸- گوءِ نه ڪٽڻ ۹- ماڳ، وطن (روحاني منزل) ۱۰- نياز ۱۱- اڳتي وڌ ۱۲- ٻاڻ، تير
۱۳- دونهون ۱۴- آڳ، باهه ۱۵- آتش مان ۱۶- ڏهي ۱۷- دوغ يعني ڏڏ (دنيوي لذتون)
۱۸- پلايو ۱۹- مٿي يا سر ۲۰- پورو، درست ۲۱- ٻڌن ۲۲- آهن ۲۳- گڏهن جا ۲۴- مليا، واصل ٿيا (ٻوڙيءَ سان) ۲۵- سچي ڳالهه ۲۶- ذڪر يا اوني ۾ ۲۷- آڏيءَ راتِ.
*ڪوڙ نه ڪماءِ ۽ ساڳئي وقت سچي ڳالهه (حقيقت جي) ۾ نه سل.
§جيڪي ڀڃين، سو ڀڃ، چاڪاڻ ته نه ڀڃيندڙ ڪڏهن به منزل مقصود نه تا ماڻين. (ڀڃڻ سي ڀسن.)
‡اي جان! عشق جي آگ کي اهڙو ڀڙڪائي وجھ، جو ٻوءِ سڌيو جل جيان سيتل رهين.
†جن دنيا جي خسيس لذتن (ڦوڳ) سان دل لڳائي، تن کي رام پلائي ڇڏيو. (سو سچي راهه تان ٿڙڪيو.)

## سر رامڪلي - داستان چوٿين جو سار

جي پائڻين ته جوڳي ٿيان ته سنسار جا سڀ سمبنڌ ٽوڙي، وڃي اُنهن جي در تي پئو، "جن ڄڃهي نه ڄڃيو." گروءَ جي ٻر پار ۽ هنگلاج ڏانهن ويندي، سڀ هوائون وسار؛ طمع کي ٽوڪ ڪر ۽ ٿوان جو گولو ٿيءُ؛ صبر جي تلوار سان ڪيني کي قتلام ڪر ۽ من سان مالها وار. جوڳين کي ٿي جوڳ، سونهي، جوڳين جي جان ۾ "ڄڃهه ڄڃهاندر" آهي. اي جوڳي! ڪن ڪهائي، ڪنڊيل نه پاءِ. سچو جوڳي، منهن ۾ سندا تو پائي. اي جوڳي! ڪين جو پيالو پي، پنهنجي من کي پور ۽ آڳي جي هرڪا آر اَدب سان تو سڌ. سنياسين وٽ "آئون" جي رتي به ڪانه ٿي رهي ۽ سور، سندن صحت ۽ سامان آهن. ڪن ڪپائڻ، زنانو جوڳ، آهي. اي جوڳي! عجز کي آڏو ڪري، لاهوت ڏانهن قدم رک.

•

## داستان پنجون

۱

مُونا طوُرِ[1] سيناِ[2]، سَندا سَناسِينَ،

سَجِدَه[3] ۾، سَيّدَ چئي، گوڏا گودَڙِينَ[4]،

"فَڪانَ قابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنيٰ[5]،" تا نانگا اِئين نَمَنِ،

"ڪُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ[6]،" باقي ڪينَ بچَنِ،

"اَللّٰهُ وَلِيُّ الَّذِيْنَ آمَنُوْا يُخْرِجُهُمْ مِّنَ الظُّلُمَاتِ اِلَي النُّوْرِ[7]،"

تا اَهڙيءَ[8] ڀَرِ ڀُرَنِ[9]،

"خَرَّ مُوْسيٰ صَعِقاً[10]،" جوڳي جُنگَ جَلَنِ،

"مَازَاغَ الْبَصَرُ وَمَاطَغيٰ[11]،" اَهڙيءَ رَوَشِ رَوَنِ،

مُشاهدِو[12] مَحْبُوبَ جو، اُلي آديسِينَ،

ري ٻَسَڻَ، ري سُڻَڻَ، ٻي وِصالَ وِهَنِ،

ري ٻُرَڪَ[13]، ري ٻولَڻَ، تا اَهڙيءَ چالَ چَلَنِ،

سَيّدُ چئي سَندِنِ، ڪَلَ پُڇين ڪُون ڪَهڙِي؟

۲

مُونا طوُرِ سيناِ، سَندا سَناسِيُنِ،

پُوَرِبَ[14] ڪَنيو نه پاڻَ[15] سين، ٻُوڏُ ٻيراڳِيُنِ،

رِدا[16] آهي رازَ جي، اوڇَڻُ[17] آديسِيُنِ،

قُربُ ڪاپَڙِيُنِ، نَهَن[18] چوٽيءَ سيئَن ڍَڪيو.

---

۱- گوڏا ۲- جبل، جتي حضرت موسيٰ خدائي تجلو ڏٺو ۳- عبادت ۾ سر نوائڻ ۴- گودڙي پهريندڙن ۵- حضرت جن خدا کان ٻن ڪمانن جيترو ويجها ويا، بلڪ اُن کان به وڌيڪ (ق-ش) ۶- جيڪي زمين تي آهن، سي فاني آهن (ق-ش) ۷- الله، ايمان وارن جو دوست آهي ۽ اُنهن کي اونده مان ڪڍي، روشنيءَ ۾ ٿو آڻي (ق-ش) ۸- اهڙيءَ ريت ۹- هلن ۱۰- حضرت موسيٰ بيهوش ٿي ڪريو ۱۱- نه نظر ڏنگي ٿي، ۽ نه نافرماني ڪيائون (ق-ش) ۱۲- ديدار ۱۳- هاڻ ۱۴- پورب ڏي ۱۵- وجود ۱۶ ۽ ۱۷- چادر ۱۸- نهن کان چوٽيءَ تائين.

۳

مُون طوُر سينا، سندا سناسين،
"طالبُ المَوليٰ مذڪرٌ"[1] اي ڪلمُر ڪياڻون ڪن،
سُڪن کي سيپن پرين، ٻجهي[2] ڏناڻون[3] ٻن،
اَلفُ آديسين، ڇوري[4] رکيو چت ۾.

۴

مُون جن محرابُ[5]، جُسو جامع[6] تن جو،
قبلي[7] نماءِ قلبُ[8] ڪري، تن کي[9] ڪياڻون طوافُ،
تحقيق[10] جي تڪبير[11] چئي، جسمان[12] ڪياڻون جوابُ[13]،
تن کهڙو ڏوهُ[14] حسابُ، جن هنئڙي[15] هادي[16] حلُ[17] ٿيو.

۵

مُنهن محرابُ پرينءَ جو، جامع سڀ جهانُ،
فرهيءَ[18] تان فرقانَ[19] جي، ڪاڙياڻون قرآنُ،
اڏامي اُٿ وڃو، عقلُ[20] ۽ عرفانُ،
سيوڻي سُبحانُ[21]، ڪاڏي وڃي نيتيان[22].

۶

پاڻيو مُنهن مُون ۾، وينا سي وهسن،
جوڳي جاڻا[23] ڪن، آيا الوهيت[24] ۾.

۷

آيا الوهيت ۾، لاهوتُ لنگهيو جن،
منجهان تن جُسن، حرفُ[25] نه سُجهي هيڪڙو.

۸

منجهه محبت مچ، ٻهر[26] ڏوڏا ڏوڙ سين،
ڇڏياڻون ڇر لهي، ڪوڙ[27]، ڪلڪڙ[28]، ڪچ،
اوڳڻ اوڏا نه ٿيا، ڳڻ ڪياڻون ڳچ،
جن سڙن، تن سچ، جن سڙن، تن سرا[29].

۹

ڇڏ جاڳوڻا جوڳين[30]، ڏونهين ڪيم ڏُڪاءِ،
"وَاذْڪُرْ رَبَّڪَ فِيْ نَفْسِڪَ"[31] اندر آڳ جلاءِ،
جن سڃڻ[32] جي ساڃاهه، تن ڪيڏان مٿو[33] ڪين پيو.

۱۰

جوڳي! ڪنڌ ڪهاءِ، ڪن ڪهاڻ ميرڪي[34]،
صحبت[35] تنهنجي، سيد چئي، سامين وٽ سماءِ،
"يَهْدِي اللّٰهُ لِنُوْرِهٖ مَنْ يَّشَاءُ"[36] اُنين لاءِ آهه.

---

۱- مولا جو طالب مرد آهي ۲- هر طرح ۳- ترڪ ڪياڻون ۴- ياد ڪري ۵- مسجد ۾ قبلي طرف ڪمان ۶- وڏي مسجد (سجدي جي جاءِ) ۷- قبلو ڏيکاريندڙ ۸- دل ۹- پرڪرما ۱۰- حقيقت ۱۱- الله اڪبر چوڻ ۱۲- جسم کان ۱۳- ڪنارو ڪياڻون (پاڻ سڪايائون) ۱۴- ڀڃاڻو ۱۵- جن جي هردي ۾ ۱۶- رهبر ۱۷- رلي ملي ويو ۱۸- فرهي ۱۹- قرآن شريف کي فرقان به چئبو آهي ۲۰- علم ۲۱- رب ۲۲- نماز ۾ سر نمايان ۲۳- ياترائون ۲۴- خدائيءَ ۲۵- هڪ به عيب نه ٻڌجي ۲۶- لهار اڳيان باهه ڏنو ڀيندڙ ۲۷- غفا، ايڪانت ۲۸- ڪلڪڙ ۲۹- خوش ۳۰- جوڳين وارا مٽي لي ٻڌل رسا ۳۱- پنهنجي رب جو پنهنجي اندر ۾ ذڪر ڪر (ق-ش) ۳۲- شناس ۳۳- ڪين يا نيستيءَ کان وڏيڪ مٿو ۳۴- اميرائي روش ۳۵- سمائجي، زيبائي ۳۶- الله جنهن کي گهري ٿو، تنهن کي پنهنجي نور تائين رسائي ٿو (ق-ش).

اِيَ تنين جي جاءِ، جن ٻئي جڳ، ڇڏيا.

١١

جوڳِي جَڳَ، ڇَڏي، پُريا[1] پُورَبَ پَنڌَ ڏي،

لاهوتي، لَطيفُ چئي، هَليا لعلَ لَڏي،

"وَاللّٰهُ يَدْعُوٓا[2] اِلَىٰ دَارِ السَّلاَمِ" صاحِبُ سَيِّن سَڏي،

هَيءِ! هَيءِ! هِنَ[3] هَذي، هَمَہ[4] کي حيرانُ ڪيو.

١٢

ڪيهي[5] ڪامَ ڪاپَڙي، تا آهِڙي رَوَشِ[6] رَوَنِ؟

نَڪا دِلِ دوزَخَ ڏي، نَڪي بِهشتُ گُهرِنِ،

نَڪو ڪَمُ ڪُفارَ[7] سين، نَڪا مُسلماني مَنِ[8]،

اَيا ايئن چوَن، تہ پرين ڪجو پانهنجو[9].

١٣

جوڳِيڙا پاڙي[10]، ڪَرَ[11] نہ هُوا ڪَڏهين،

وِيا مَڙہ[12] تاري، ڪالهہ وَڃائي سگهيوُن.

١٤

راهَ شَرِيعَتَ[13] هَليا، تَفَڪُرَ[14] طَرِيقُون[15]،

حالَ[16] حَقيقَتَ رَسِيا، مَعرِفَتَ ماڳُون[17]،

ناسُوتُ[18]، مَلَڪُوتُ[19]، جَبرُوتُ[20]، اِيءُ اِنعامُ لَڌونِ،

پَسُ لاهوتُ لَنگهيونِ، هاهُوتَ مَٿي هَليا.

١٥

نِگيا[21] ناسُوتان[22]، مَٽياڻون[23] مَلَڪُوتَ ڏي،

جوڳِي جَبرُوتان[24]، وَڃائي واتَ ٿيا.

١٦

جِن اُجهيو[25]، تَنِ نہ ٻُجهيو[26]، ويٺي ڪَڏِهِن وِيرُ[27]،

ڏوري ڏِناڻون ڏُکَ سين، پاڻَ مَنجهان ٿي پيرُ،

لَٿو تَنِ، لَطيفُ چئي، جُسي[28] جو زَنجيرُ،

ڪينَ ڏِٺو هو ڪاپَڙِين، ڪابُلَ ۽ ڪَشميرُ،

سَچُ جنين جو سيرُ[29]، تَنِ گُرُ[30] وِهني ٿي ڪَڏيو.

١٧

نااُميدي آجِڪو، اوچِڻُ[31] آديسينَ،

سَدا سُکِ وَسَنِ، طالِبَ[32] اوءِ تَقدِيرِ[33] تي.

١- هليا ٢- الله، سلامتي ۽ آرام جي گهر (بهشت) ڏي سڏي ٿو (ق-ش) ٣- هن پونير (دنيا) ٤- سيني کي ٥- کهڙي ڪم سان ٦- هلت هلن ٧- ڪافر جو جمع، هتي ڪفر ٨- مَن ۾ ٩- پنهنجو ١٠- پاڙي ۾ ١١- جڳ ١٢- مڙهيون ڪٽي ١٣- شريعت (مذهبي پابندي) جي وات ۾ ١٤- خدائي فڪر ۾ غرق رهڻ ١٥- سندن طريقو ١٦- حقيقت واري حال کي ١٧- معرفت سندن ماڳ، آهي (شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت - اهي چار صوفيانہ منزلون آهن) ١٨، ١٩ ۽ ٢٠- (ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽ لاهوت بہ فقيرن جون منزلون آهن) ٢١- نڪتا ٢٢- ناسوت کان ٢٣- هليا ٢٤- جبروت کان يا مان ٢٥- پڌ ڪيو، پڌڪيا ٢٦- سمجهيو ٢٧- ڏٺي (سرو شڪتيوان) ٢٨- جسماني قيد، بندن ٢٩- سيل، مارگ ٣٠- گرو ٣١- اوچڻ (آڌقو) ٣٢- آهي طالب يا جڳياسو ٣٣- قسمت جي فرمان موجب هلندڙ.

١٨

نااُميدي آجڪو، اوچتا آديسين،
ڪَڏهين تازيءَ[1] پُٺ تي، ڪَڏهين هيٺ هلَن،
سامِيڙا[2] سَمونڊ ۾، ٿُبي جِتن ٿَرَنِ،
جي واڳوءَ[3] واتِ وڃَن، تہ ڪُسَن، ڪُهن ڪين ڪي.

١٩

لالَ[4] ڪي لالُ[5] ٿيا[6]، لالُ لَنگهيو[7] جن،
عَدَمَ[8] جي اوڙاهَ[9] ٽي[10]، ڪَيا آسَرَ آدولين،
گَردانِيو[11] گُنگَنِ[12]، گِرداب[13] کي گيانَ[14] سين.

٢٠

وِلهوُن[15]، ويلا[16]، واءُ[17]، جوڳين جَهليا جانِ ۾،
اَجهو رِءَ اَللهُ[18]، ڪونهي ڪاپڙين جو.

٢١

نامُراديءِ[19] نجهرو[20]، عَدَمُ[21] اوتارونِ[22]،
رَضا[23] راڄُ[24] سَندونِ، مورُ نہ مگَنِ ڪي ٻيو.

٢٢

کهڙي پُڇين ڪالَهہ[25]، ڪَرِ نَڪا اَڄُ صُباحُ،
وَٽَن ٽنين سي واڳيو[26]، جيڪي پَسين مَڃهہ پَساهَ،
رَمُ[27] رَباني[28]ءَ راهَ، مَٿي حالَ هوشيارُ ٿي.

٢٣

ڪَٽيو ٽَڪَبرَ[29] ٽَڪيا[30]، حيلا[31] ڪيو هلَن،
موڙها[32] تا نہ لهَن، لَمي[33] راهَ، لَطيفُ چئي.

وائي

ٽن[34] ڳُٽن[35] ڳهَرو[36] جائي، هوماڻي! جوڳين مون سين جي ڪَيا.
ڪَري مَرجِ، ڪاپڙي! ڳُروءَ وَٽ ڳدائي[37]،
اِشارتُون[38] اُنِ جون، وانءِ ڪنهي[39] ٽون ڪائي[40]،
نندَ[41] ٽنين کي ناهہ ڪا، جا آديسين اُٺائي،
آهي اِنَ ڳالهہ[42] جي، راوَلَ! اِيَّ[43] رُباعي،
هيڪائي هيڪ ٿيا، ٻُڌَن ڪانہ ٻيائي،
اَکين آرسُ ڇَڏيو، دلِ ۾ ناهہ دَغائي،
”اِنَّ اللهَ وَتُرٌ[44] يُحِبُّ[45] الْوِتْرَ[46]“ اِيَ اُنين لَاءِ آئي[47]،
ريجهائي[49] رَمُوزَ سين، ڪاهوڙينِ[48] آئون ڪانئي،
اَلاءِ عَبدُاللطيفُ چئي، مون سين، صاحبَ اِڪرِسَٽائي.

---

١- تازي گهوڙي تي سوار ٢- ساگر ٣- واڳوءَ جي وات ۾ ۴- هيري جهڙا سچا ۵- رچي لال ٿيا ٦- دلبر (ڏٽي) ٧- جن وٽان لنگهيو (جن درشن ڪيو) ٨- نيستي ٩- مڪان ١٠- جوڳين ١١- ولوڙيو ١٢- سن لڳلن ١٣- ڪُن (نفس) ١۴- سچي جاڳ ١۵- سرد هوائون ١٦- ڏکيا وقت ١٧- هوائون (ڪوسيون ٽڏيون) ١٨- الله کان سواءِ ١٩- نااُميدي ٢٠- جهوپڙي ٢١- نيستي ٢٢- سندن اوتارو ٢٣- ڀاڻي تي راضي رهڻ ٢۴- سندن راڄ ٢۵- سڀاڻ ٢٦- جڪڙيم ٢٧- هل ٢٨- ڏٽيءَ جي وات تي ٢٩- خوديءَ جا ٣٠- آڏار ٣١- حرفتون ٣٢- منجهيل ٣٣- نمي ٣۴- ڳٽن ٣۵- منهنجي نند وڃائي ٣٦- اي ماءُ! ٣٧- فقيري ٣٨- ڳجها اِشارا ٣٩- وڃ ڪنهي ۴٠- ڪاڇي ۴١- ڪنهي ۴٢- پرينم ۴٣- چئن مصراعن وارو نظم، هتي ڳجها رمز ۴۴- تحقيق الله هڪ آهي ۽ هيڪڙائي ڪيس پسند آهي ۴۵- اِها ڳالهہ ۴٦- اُنهن لاءِ ۴٧- آيل آهي ۴٨- رمزن ۴٩- سڙيل.

## سر رامڪلي - داستان پنجين جو سار

سنياسين جو مُونا طور سينا جبل مثل آهن. سندن گوڏا هميشه سجدي ۾ آهن. هو اِلاهي نور کي اوڏا آهن. ڪاپڙين پاڻکي ننهن کان ڇوٽيءَ تائين اِلاهي قرب سان ڍڪيو آهي. جنجا مُونا محراب مثل آهن، تنجو تن سجده گاه آهي، ۽ قلب، قبله نما. هو پنهنجي جسم کي ئي طواف پيا ڪن. جوڳي سواءِ اُلُوهيت جي، ٻئي ڪنهن ۾ هند جي ياترا يا زيارت نہ ٿا ڪن. نہ هنن ڪڏهن ڪابل ڏٺو، نہ ڪشمير. سندن اوتار عدم ۾ آهي ۽ نامرادي سندن نجهرو آهي. هنجو راڄ آهي رضا ۽ الله کان سواءِ سندن ڪو اَجهو ڪونهي. هو هن پوساگو ۾ لنبي جَٽ پيا لُون. واڳهوءَ جي واٽ ۾ وڃن تہ ٻہ ڪين ڪڇن. هو دين ۽ ڪفر کان پري آهن؛ نہ تمنا بهشت جي اٿن، نہ خوف دوزخ جو. اِهائي پياس اٿن تہ پرين پنهنجو ڪريون.

•

## داستان ڇهون

۱

ڪَنهن جَنڊن ڪُنا ڪاٽ، جِنِ سامِي مُوڙ نہ سَنرا،

ڏيهان ڏُکي ڏِيلَ ۾، سوُرُ سَچائي راتِ،

سَندي جوڳِيان ذاتِ، جيجان! هوءَ جَڏائُڙي.*

۲

رُوحَ ۾ رَهِيُن رامُ، ٻَهَرِ ٻولِينِ ڪي ٻيو،

پِيالو پُرُ ڪَري، جوپَ پيئاڻُون جامُ،

لَهان پوءِ تَمامُ، لِنِ تَڪيا تاڪي ڇَڏيا.

۳

رامُ رَهِيِنِ ۾ رُوحَ، ٻَهَرِ ٻولِينِ ڪي ٻيو،

سَدائين سَفَرَ ۾، مَتا ٿِيَنِ مُوءَ،

سامِيڙا صُبوُحَ، سارِيان گهڻو سَيدُ چئي.

۴

مَتا مُوءَ ٿِيانِ، سَدا سوُئيتا ڪاپڙي،

ڪوني ڪَنهن نہ پُڇِيا، ڪي اَندَرِ اَندوهيانِ،

جيڪا جَمارانِ، سا مَنجهہ گوُندَرَ گُذري.

۵

وِيني جَنهِين وِرَہ ٿِيا، مَٽي سِين ميري،

اَکيوُن جَنهِن جوُن اَلَکَ ڏي، پوُن ڏي نہ پيري،

ڪاراٽِيان ڪَڪا ٿِيا، جَراٽِيا جيري،

لَڙُڪَ لالُ، لَطيفُ چئي، ڪَنبي ۽ ڪيري،

۱- اَهڙي ڪنهن ۲- ڪاٽي ۳- سرها، خوش ۴- ڏيهن جو ۵- سرير ۶- جوڳين جي ذات ۷- اي اَمڙ! ۸- جڏي، اَگهي ۹- جهجهو ڀر ۱۰- پيالو ۱۱- لنهن کان پوءِ ۱۲- سمورا ۱۳- بند ڪري ۱۴- جتائون ۱۵- سنياريان ۱۶- سوءَ ۾، ماتم ڪندڙ ۱۷- ڪين غم يا اندوه آهي ۱۸- سندن جمار ۱۹- غم ۲۰- مٽيءَ ۾ ويل ۲۱- پرڙوي ۲۲- ڦيرائي ۲۳- ڪاراڻ مان ۲۴- ڪڪي يا خاڪي رنگ جا ٿيا ۲۵- لهسيا ۲۶- آگ ۲۷- ڏجي ۲۸- ڪيرائي.

*اي جيجل! جوڳين جي ذات اَگهي آهي. (اِلاهي عشق جي درد کان.)

نِيهَن نہ نِبيري[1]، سوُرَ چرندي سَنرو[2].

٦

ويٺي جَنهين وَرِهَ ٿيا، مَٿي ميري ساڻُ،
ڪاراٽيان ڪَڪا ٿيا، جيري وِجهي جاڻُ[3]،
خوديءَ کان خَلاصُ[4] ٿيا، پُٽ[5] لي وِجهي پاڻُ،
سي ڪِئَن ٻَهَرِ هَٽَنِ ٻاڻُ[6]، جن گَڏيو گُر[7] گروان پر؟

٧

نانگَنِ ڪِينَ نَمايو، ناٿُ نَمايو نينهَن،
مَڙهنِ[8] اَنا[9] ميهَن، جوڳيان سَنديءَ ذات کي.

٨

نَڪي نَمَنِ ناٿَ کي، ناٿُ نہ نَمائين،
جاڻا[10] ڪَنِ نہ جوڳَ[11] کي، جوڳُ نہ جُهارِين[12]،
آديسي آٽِين[13]، اهڃاڻيوُن[14] اَلماسَ جوُن.

٩

هَرهَر ڪَنِ هَرنامُ، ڏُوَنِ[15] ڏهاڙي ڏولِيا[16]،
جن نہ رِيجهايو رامُ، ناٿُ نہ نَمي تن کي.

١٠

هَرهَر ڪَنِ اميسَ[17]، ڏُوَنِ ڏهاڙي ڏولِيا،
جن نہ ماري ميسَ[18]، ناٿُ نہ نَمي تن کي.

١١

گُهنڊنِ[19] پاسي گهنڊَ، گَڏُ گُذارِين گودَڙِيا،
ٻَليتيءَ[20] کان پاڻهِجا، پاڪُ رَکِيائون پِنڊَ[21]،
نانگا ڪَنِ نہ نِنڊَ، وَڃَنِ رُوندا[22] رامَ ڏي.

١٢

ٿَهڙا ڪَڙَج[23] ڪَڪرا[24]، جَهڙا جانُ[25] ڦُلَ،
تن سامِيُن جي سَڏَ[26] مَران، جن جي گودَڙِيُن ۾ گُلَ،
اَندَرِ مُلان مُلَ[27]، ٻَهرِ[28] ڪوجها[29] ڪاپڙي.

١٣

يادِ گُروَ ڪَن گودَڙِيا، پِر بازارِ بيِنا،
پَڙهنِ سوُرَ[30] سُبحانَ[31] جي، پِيَنِ تَنهن پِينا[32]،
جيلان[33] مُدهَن[34] مينا[35]، تيلان نَشا چاڙهيائون نيڌهَن جا.

١۴

ريگَڙيارا[36] رِميا[37]، لوُنِيَس[38] لانگوٽِيَنِ[39]،
مُنهنجو جيءُ جَلائيو، اَندَرِ آديسيَن،
هَيءِ! هَيءِ! مَنجهہ هَٿَنِ، وَڃائي واٽَ ٿيا.

وائي

تن اَکِيُن آئوُن اَڙائي، ٻَڙي! جيڏيوُن!
ڪَنهن دَرِ ڏيان دانهَڙي؟
ڦَڪيوُن ڏيئي ڦَڪيوُن[40]، ويڄن[41] آئوُن وِرچائي،
حُسنَ هوتَنِ جي، اَديوُن! تَنهن لالِيءَ[42] آئوُن لُڄائي[43]،
اُلفَتَ[44] ڪَرَمَ اَنَ سين، قُربَ جا ڪَڙائي[45]،
صُحبَتَ سُپِيرِنِ جي، مِٺي آهہ مَنائي،
اَلا! عبدُاللطيفُ سين، وَحَدَتَ وَتَ[46] وِراهِي.

---

١- ڇڏني ٢- سرهو ٣- خودي ۴- آجا ٥- ماڃه ڪري ٦- ٿير ٧- گريبان ٨- مڙهين ۾ ٩- وسيا ١٠- ياترائون ١١- جوڳ، لاءِ ١٢- پوڄين ١٣- نشانيون ١۴- جواهرن ١٥- ڏوئن ١٦- لانگوٽيون ١٧- شوُ ڀڳوان ٨ لوشدا ١٩- ٻدن ٢٠- ناپاڪائي ٢١- سرير ٢٢- روئندا ٢٣- ڪانا ۽ ڪانيون ٢۴- ٻگيون ٢٥- جائو ٻوٽن جا گل ٢٦- پياس ٢٧- بي بها ٢٨- ٻاهران ٢٩- بدزيبا ٣٠- آيت ٣١- ڏٺي ٣٢- پيٺ = بازاري ملهہ ٣٣- جڏهن نہ ٣۴- مڌهن جا منا ٣٥- ٻڌهن ٣٦- پيوڙيا ٣٧- هليا ٣٨- لوسانيم ٣٩- لانگوٽ پهريندڙن ۴٠- طبيبن ۴١- بيزار ڪيم ۴٢- لالائي ۴٣- مونکي لڄايو ۴۴- محبت ۴٥- بيزار ٿيل ۴٦- ميوو.

## سر رامڪلي - داستان ڇهين جو سار

جوڳي ڪڏهن اَهڙي درد جي ڪاتيءَ جا ڪٺل آهن، جو کڏهين به سڌرا نه آهن ۽ ساري رات روڄ ۾ ٿا گذارين. هنن جي اَندر ۾ سدائين رام پيو وسي، پر هو ٻاهران ٻوليون ٿي ٻيون پيا ٻولين. سندن متا ميرا آهن ۽ سرير ڪڏهن ڇيري ۾ ڇرائيل. اَکيون هميشه اَلڪ ڏي اُٿن ۽ سارو وقت ڪنبن به پيا ۽ نيڻن مان نير به پيا وهائين. ناٿ کي نانگن نه، پر سندن نيڻن رڃهايو آهي. جوڳي، پليتيءَ کان ڏري آهن. ٻاهران ڪوجها آهن، پر اَندران سونهن جا ساگر آهن. هنن جي من ۾ هردم رام پيو وسي؛ هو حقيقي ٻازار ۾، پورو ملهه اَدا ڪري، محبت جو جام پيئن ٿا. اَهڙن سامين جي جدائيءَ ۾، شاه صاحب "هيءِ! هيءِ!" ڪري روئي ٿو:

"هيءِ! هيءِ! مڙهه هتين، وڃائي وات ٿيا."

## داستان ستون

### ١

ڦوٽَ ڪَڙايا[1] ڪاپڙي، طعامَ نه طاماعوُ[2]،
سَيئنَ[3] هَنيائوُن سُڄَ ۾[4]، ٻَهرَ نه پيمائوُ[5]،
اَوسَرَ[6] آسائوُ[7]، اُٿي گوُندَرَ[8] گَڏيا.

### ٢

ڦوٽَ ڪَڙايا ڪاهڙي، طَعامَ نه طَمعَدارَ[9]،
سَيئنَ هَديائوُن سُڄَ ۾، جوڳي ڪَڏهن نه يارَ،
اَوسَرَ جي آڌارَ، اُٿي گوُندَرَ گَڏيا.

### ٣

ڦوٽَ ڪَڙايا ڪاپڙي، ڪُکَ[10] چَڪيائوُن اوُءِ،
وِيا نيرانا نِڪري، جوڳي مُنجهان جوُءِ[11]،
اَوسَرَ آڃا اوُءِ[12]، اُٿي گوُندَرَ گَڏيا.

### ۴

ٻِنَ ڪيئنَ ٻَٽُ ڪَٽي[13]، گُهرَ ڪيئنَ گَهران،
مَهيسي[14] مَخلوُقَ[15] جي، اَپئَنِ[16] دوُرِ دَران[17]،
ٻُڇَنِ[18] ڪوهُ شرَعان[19]، جُه[20] اَندَرِ[21] عَدالَتَ اَنِ جي[22]؟*

### ٥

ٻِنَ جو ٻَٽَ ڪَٽي، سو جي سُڃاڻَنِ،
نه ٻَرَ[23] ۾ بيکَ[24] لَهَنِ، ٻَهرَ نه ٻِنَ ڪاپڙي.

---

١- کاڌي کان بيزار (ٿورو کائيندڙ) ٢- کاڌي جا شائق ناهن ٣- فقيرن وارو ڏنو ۴- ساعت ٥- پسندڙ ٦- اُڻ هوند، ڏک ٧- غم سان شريڪ ٿيا ٨- طلبيندڙ ٩- طمع يا خواهش رکندڙ ١٠- پک جو ذائقو ورتائون ١١- ماڳ، ٿان ١٢- غربت کان آزاد ١٣- ڪشتو، ڪشڪول ١۴- مهيشور (شو ڀڳوان) جا پوڄاري ١٥- ماڻهن جي ١٦- پيهن ١٧- در کان دور ١٨- ڇو پڇن ١٩- شرعي قانون کان ٢٠- جڏهن ٢١- انصاف جي دربار ٢٢- اُنهيءَ ٢٣- پرپٽ ٢۴- ڀکيا.

*هو شريعت جا قانون ڇو پڇن، جڏهن صورت ۾ هنن جي اَندر ۾ منصف (ويڪ) سڃاڳ، وينو آهي.

٦

اُسُڪ[1] جنِ اوير[2]، سي سانجهيءَ رهن سمهي،

لاهوتي، لطيف چئي، آديءَ[3] ڏبن الير،

ستو لوڪ پسي پيا، سامي متي سير،*

ڪيڏانهن ڪندا پير؟ مڙوئي متو ٿيو.*

§٧

وڃڻ ويندا هون، سانجهيءَ رهن سمهي،

مهيسي منهن پانهنجو، ڏاران ڏوڙ[4] نه ڏون[5]،

وهاڻيءَ[6] وائن تي، پاسا ڪوڙيو پون،

ڪنهن کي اين نه چون، ته اسين آديسي آهيون.

٨

وڃڻ ويندا رهن، سانجهيءَ رهن سمهي،

ٻڪ مرندي ٻکيا، ڪنهن کان ڪين گهرن،

پيٽ نه هيريائون پانهنجا، چوري[7] ساڻ چسن[8]،

ڦڪي[9] فقيرن، ماڳيان[10] پئي ماڻ جي.

٩

ڪشي ساڻ ڪشن[11]، ڏيل ڪيائون ڏبرا،

پيٽ نه هيريائون پانهنجا، چوري ساڻ چسن،

اهڙيءَ راهَ[12] رسن، ڪاپڙي ڪابُل ڪي.‡

١٠

ڪشي ساڻ ڪشي، ڏيل ڪيائون ڏبرا،

پيٽ نه هيريائون پنهنجو، چوري ساڻ چسي،

ويراڳين وسي، رام سدائين روح ۾.

١١

ڪشي چيلهه ڪشا، ڏيل ڪيائون ڏبرا،

لاهوتي لطيف چئي، لن کي ڏبن لسا،

گروءَ جي گسا[13]، پاسي ڪن نه پاڻ کي.†

١٢

آديسي آديس، هتان ڪري هليا،

---

١- سڪ جو صدمو، بي قراري ٢- دير سان، آديءَ رات جو ٣- اُچانگ ٤- مٽيءَ کان سواءِ ٥- ڏونءِ
٦- پرپاسو جو ٧- پيٽ چوري ڪاٺي ٨- چشڪن ٩- سٿي ١٠- ماڳهين ١١- چم جي پٽن
١٢- اهڙي طريقي سان ١٣- گس يا راهه کان.

*جهان کي ستل ڇڏي، سامي پنهنجي سفر تي هليا. هو ڪيڏانهن پير ڏگها ڪري سمهن، ڇو جو هر هنڌ هوت جو حضور آهي.

§هن بيت ۾ جوڳين جي نرالي روش ڏانهن اشارو آهي. جڏهن خلق سجاڳ آهي، تڏهن هو سمهندا پون. جڏهن پاڻ بيدار آهن، تڏهن جهان ننڊ ۾ آهي. هو اهو طريقو پاڻکي لڪائڻ لاءِ ٿا اختيار ڪن.

‡اهڙي طريقي سان ئي جوڳي ۽ پنهنجي منزل مقصود تي ٿا رسن.

†هو گروءَ جي ٻڌايل راهه کان هرگز پاسي نه ٿا ٿين يا ڪنارو نه ٿا ڪن.

ڪاپڙين قلب ۾، ڪيو ڏوراٽو ڏيس[1]،
ويراڳي نئون ويس، راول رکي رميا.

١٣

آديسين ادب، آهي اکڙين ۾،
تن جو حسب[2] نسب[3] ناهه ڪي، نه اما نه اب،
سامين کي سپين[4] پرين، روح ۾ رهيو رب،
ڏ ء لانگوٽيء لب، پاڇي[5] ڪن[6] نه پاٽ[7] سين.

١۴

لانگوٽي لاهي، وانءُ[8] ويراڳين ساموهون،
ٻڌ سورن جو سندرو، منجهان سڪ ساهي[9]،
انهن وٽ[10] آهي، اوچو[11] ڳالهه اگهاڙ جي.

١۵

لنگ[12] ڪيائون لانگ، موٽي ڪن نه مسحو[13]،*
جا اسلامان[14] اڳي هئي، سا سڻائون[15] بانگ[16]،*
سامي ڇڏي سانگ[17]، گڏيا گورکنات کي.§

١٦

ويراڳي واڳي[18]، ڏين ڏهاڙي ڏيل کي،
راول رکين مولهين[19]، سامي سهاڳي[20]،
لنؤ[21] جنين سين لاڳي[22]، سي جوڳي پسان نه جهان.

١٧

ويراڳي واري[23]، الا! اکڙ آڏيئين،
ڏک لاهيندين ڏيل مان، ٿهن[24] جئن تاري،
ايندم اوتاري، کين ۽ جوءِ[25] ڏيندم خبرون.

١٨

ارتو[26] اکين مان وهي، متي[27] ڳلن ڳاڙ،
ڪوري ڪنن وچ ۾، ڦٽ[28] ڏنائون[29] ڦاڙ،
هٿي توڪه[30] تاڙ، نانگا[31] نسورا ٿيا.

١٩

لاهوتي، لطيف چئي، سڌ[32] نه ڪٽن ساڻ،

١- ڏورانهون ديس ٢- اصل نسل ٣- نه اما نه ابو ۴- سيني نموني ۵- مايا ٦- ڀائين
٧- پاٽ وٽ ٨- وڃ ٩- چڪي ١٠- انهن وٽ ١١- چادر ١٢- لانگوٽي ١٣- وضو، پنج اشناني
١۴- اسلام کان اڳي ١۵- ٻڌائون ١٦- بانگ (نماز لاءِ سڏ) ١٧- سانگا، آسرا ١٨- واڳ
١٩- ڳاڙهن پٽڪن سان ٢٠- سهاڳ وارا (جن لئي ايشور راضي آهي) ٢١- محبت ٢٢- لڳي
٢٣- موٽائي ٢۴- جئن پاڻيءَ ۾ لڪ ترن، لئن تاري ٢۵- خير، سک ٢٦- وڃڻ گڏيل پاڻي
٢٧- ڳاڙهاڻ ٢٨- قت، چهڪ ٢٩- ڪپي ٣٠- تاڙي ٣١- نج ٣٢- خواهش، ترشنا.

*هتي شاهه صاحب اشارو ٿو ڏئي ته جوڳين جون ساڌنائون ۽ منتر اهي آهن، جا اسلام جي اڀرڻ کان ٿي اڳ، وجود ۾ هوا.

§جوڳين سڀ سنساري ناتا ٽوڙي، پهنجي پرم گروءَ گورکنات جو درشن پاتو.

لائي آديسين اهڃاڻ[١]، جنهن تعلق[٢] ڇڏيا ٿون ٽڪيا[٣].

٢٠

ڄر[٤] ڄرائين[٥] انگڙا[٦]، کوري[٧] کاڻين[٨] کل،
ماءِ! ماريندم اُن جا، اڏيا ماڳ، محل،
ڪياٿون ڪانه ڪهل، آديون! عبداللطيف چئي.

٢١

ڀوڄا ڪارڻ پاڻ کي[٩]، ڪوءِ، راول! ٻن[١٠] رجاڻ[١١]،
لباسان[١٢]، لطيف چئي، ٻل ويراڳي! واڻ،
مَن ماري ڪرامت، نه ليرت ٻسين ٽڪيو.

٢٢

ڀوڄا ڪارڻ پاڻ کي، ٻل ڀوڄا کان پاڻ،
جاٽي ڇڏ جاڻ[١٣]، پرڄ[١٤] ڀورب ٻند ڏي.

٢٣

ڀوڄا ڪارڻ پاڻ کي، جوڳي! رکج جوڳ[١٥]،
خلق[١٦] خادم[١٧] جنهن ڪرين، اي راول! وڏو روڳ[١٨]،
ڀڳن[١٩] ڪونهي ڀوڳ[٢٠]، نانگا وڃن نڱيا[٢١].

## وائي

مڙيئون موڪل[٢٢]، ڪالهه ڪندا ويا ڪاپڙي.
ڪڏهن اُتر[٢٣] سامهان، ڪڏهن دونهين[٢٤] جهل،
هن سيڪيندي هنڙا، مون ڳاڙيندي ڳل[٢٥]،
ڇيري ڇندن ڪاٺ جنهن، سوڙ[٢٦] ڏناٿون سل[٢٧]،
ٻاٻو ڪن نه ٻکيا[٢٨]، نڪا ولن ول،
آلا! عبداللطيف چئي، ايندم شال امل[٢٩].

# سر رامڪلي - داستان ستين جو سار

ڪاپڙي، قوت ڪرايا آهن ۽ طعام لاءِ ڪر جيتري به طمع نه ٿا رکن. هنن جو گذران، گوندر تي آهي. هو اڻ هوند جا آسائو آهن ۽ بک جي ٻوءِ چکيو ٻيا هلن. هو سانجهيءَ جو سمهيو رهن ۽ آڌيءَ اٿيو اليرِ ڏين؛ لوڪ ستي، هو جاڳن؛ لوڪ اٿي، هو سمهن. هنن پنهنجا ڏيل، ڪشن ۾ ڪشي، ڏٻرا ڪري ڇڏيا آهن. پنهنجا پيٽ ڪڏهن ”چسن“ لي نه هيريا اٿن ۽ ٻک مرندي به ڪڏهن ڪنهن کان ٻکيا نه ٿا گهرن؛ نه حسب نسب اٿن، نه اما نه اب؛ سدائين روح ۾ رب پيو وسين؛ لانگوٽيا لال، ڪڏهن به مسڌو (وضو) نه ٿا ڪن، بانگ اها ٻڌي اٿن، جا اسلام کان اڳ هئي؛ اکين مان ارتو پيو وهين ۽ ڳلن تي هميشه ڳاڙه اٿن. پنهنجي پوڄا ڪرائڻ ۽ خلق کي پنهنجو خادم ڪرڻ هڪ وڏو روڳ آهي. جوڳين جي اها ريت ناهي.

---

١- نشان ٢- ناتا ٣- ماڳ، مڪان ٤- ٻاه ٥- جلائين ٦- عضوا ٧- مچ ٨- ساڙين ٩- پنهنجي پوڄا نه ڪراءِ ١٠- ٻن ١١- رجوعات (ماڻهن جو رجوع ٿيڻ، اچ وڃ) ١٢- ڪوڙ يا فريب کان ١٣- خودي ١٤- هلچ ١٥- جوڳ، يا ويراڳ، قائم رکج ١٦- ماڻهو ١٧- ٻانهان، مريد ١٨- مرض ١٩- دنيا کان ڀڳل يعني تياڳين لاءِ، فقط تيلن لاءِ ٢٠- عيش ٢١- نڪريو ٢٢- مڙني کان ٢٣- اُتر يعني سرد هوا جي سامهون ٢٤- دونهين جي ٻر ۾ ٢٥- ڳلن تان ڳوڙها ڳاڙيندي ٢٦- مونکي ڏناٿون ٢٧- سوراخ ٢٨- کيتيءَ لاءِ هر ڏين ٢٩- املهه، اهي اهڙا انسان.

## داستان اَٺون

*۱

رَهيا اَئيمي راتِ،[1] صُبُحَ وينديءَ صابِري،

لُنءِ لُنءِ مَدڄهه، لَطيفُ چئي، ڪِر لنبين جي ڳاتِ،[2]

سَندي جوڳيانِ ذاتِ،[3] ٻئي پيري مَسَ مِڙي.

*۲

اَڳِ آهِينِ اَڄُ، صُبُحَ وينديءَ صابِري،

ڪَڄِ ڪو ڪاپڙِيِنِ مان، رُوحَ رُچِندو[4] رُڄُ،[5]

پيرَ لنبين جا پُڄُ، مَتان سِڪِين سَناسِيُنِ کي.

*۳

تان کي ساٿِنِ[6] اورِ، جان آهِينِ[7] اوطاقُنِ ۾،

ڏَه ڏَه پيرا ڏِينهَن ۾، ٻاڻُ مَتانئُن گهورِ،

وِيا جي هِنگلورِ،[8] تہ ڪَرَمِ[9] مِلَندءِ ڪاپڙي.

۴

تان کي وَڃِنِ ويهُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،

سامِي سَفَرِ هَليا، ڏُورِ[10] چِتائي[11] ڏيهُ،

ڇَڏي سُکُ سانڍِهُ،[12] مَٿي گَنگا[13] گَهِيا.§

۵

تان کي وَڃِنِ وَڄُ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،

سامِي سَفَرِ هَليا، رائو[14] چِتائي رُڄُ،[15]

اِهڙو جن اُهڄُ، سي ڪَرَمِ مِلَندءِ ڪاپڙي.

۶

تان کي وَڃِنِ آءِ، جان آهِينِ اوطاقُنِ ۾،

وِيو تِنِ نہ وِسِري،[16] لاهُوتِيڪو[17] لاءِ،

فَنا ۽ فِراقَ جو، سامِيُنِ چکيو ساءُ،

وَٽان تو ويداءِ، ڪاپڙي ڪابُلَ[18] ڏي.

۷

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، جاڳَرُ[19] جوڳيڙَنِ جو،

ساري سَناسِيُنِ کي، رُنَدين تان رو،

پَسُ! پاريان[20] تو، لاهُوتِي لَڌي وِيا.

---

۱- صبر وارا ۲- وار وار ۾، رڳ، رڳ ۾ ۳- ملي، گڏجي ۴- روح کي وڻندڙ ۵- رس ۶- ڪيسين ۷- جيسين آهن ۸- هنگلاج ۹- ڪنهن ڀيج سان، نصيب سان ۱۰- ڏورانهو ۱۱- چت ۾ رکي ۱۲- وطن ۱۳- جوش مان هليا ۱۴- جبل ۱۵- رڃ پٽ، بيابان ۱۶- لاهوتيءَ مان صفت ۱۷- لاءِ ساءُ، لطف ۱۸- ڪابل ۱۹- راڳ جي محفل، جماعت ۲۰- تنهنجي پار کان.

*هنن بيتن ۾ شاه صاحب فرمائي ٿو تہ سنياسين جي صحبت ڪنهن وڏي ڀيج سان ملندي آهي. هڪواريءَ جي سندن سنگ همت لڳي، تہ اُن مان پورو فيض وٺجي. اي طالب! جيسين ڪاپڙي، تنهنجي اوطاق ۾ آهن، تيسين ٻاڻ متانئن گهور ۽ سندن سنگ مان پورو لاڀ وٺ.

§جوڳي، سڀ سک، ملڪ پنهنجو ماڳ، تياڳ ڪري، گنگا جي تيرٿ لاءِ نڪتا. (گنگا مان مراد آهي: آتمڪ گيان جو سر.)

*٨

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، طالبَ تنواريِنِ،
آديسي اُٿي وِيا، مڙهيُون موُن ماريِنِ،
جي جيءَ کي جياريِنِ، سي لاهوُتي لڏي وِيا.

٩

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ جوڙَ[1]،
ساري سَناسِيُنِ کي، ڪامي ٿِيس ڪوڙَ[2]،
مَنَ جنِين سِين موڙَ[3]، سي لاهوُتي لَڏي وِيا.

١٠

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، سَندي جوڳِيُنِ ذاتِ،
ساري سَناسِيُنِ کي، رُنَمِ ساري راتِ[4]،
موُن کَنَ جنِين جي تاتِ، سي لاهوُتي لَڏي وِيا.

١١

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، ٽاڙا ٻَٽَرَ ڪَکَ،
آديسي اُٿي وِيا، پيئي اَڏامي رَکَ،
سامي کَٽي سَنکَ[5]، وَڄائي واتَ ٿِيا.

١٢

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، ڪَرڳَلَ ڪِينَ روُئَنِ[6]،
نہ اُهي آديسي اُسُڪا[7]، جن سِين مڙهيُون سوُنهَنِ،
مڙهُ[8] ٻُورِياڻُون ماٺِ ٿي، واڄتَ ڪِينَ وَڄَنِ،
وِيا نانگا سي نِڪري، ٻُهَرَ[9] نہ ٻُورَ ٻَنِ،
سارِيو سَناسِيُنِ کي، اولاڪا[10] اَچَنِ،
لاڄوُن[11] لاهوُتِيَنِ، جوڙي ڏنيوُن جِيءَ کي.

١٣

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، دوُنهِين[12]، ڏُنڌُ[13] نہ لاٽَ،
وِيا ويراڳِي نِڪري، چِتَ[14] چِکائي چاٽَ[15]،
آڻُون مارِيَس تَنهِين ماٽَ[16]، جِنجان! جوڳِيڙَنِ جي.

§ ١۴

جِياسوُن جوڙَ ٿِيي، جوڳِيءَ لاتو جارُ[17]،
سَندو ٻُورَبَ[18] ٻارُ[19]، آڇِيائِين اَنڌَنِ[20] کي.

١٥

جِياسوُن جوڙَ ٿِيي، جوڳِي ڏِنوسوُن جان،

---

١- ڪڇهري ٢- ڪتين جي ڪوڙ ٣- لاڙو ۴- ياد ڪري ٥- ناد ٦- وڏي آواز ٧- اي آرام ٨- مڙهي ٩- ٻوربين يا جوڳين مان ڪو ٻہ ڄڻو ١٠- ڇنتائون، ڏک ١١- رسيون (ضابطي جون) ١٢- دونهون ١٣- روشني ١۴- دل کي ١٥- چاٺو (ماکيءَ جو) ١٦- ماڪ (ڳوڙهن) ١٧- گڏجاڻي ٿي، آنند ٿيو ١٨- غم، پيڙا ١٩- ٻورب يعني آلمڪ ديس جو طرف يا ڏس ٢٠- اَگيانين.

*ڪن صاحبن جو رايو آهي تہ "اَڄ نہ اوطاقن..." وارن بيتن ۾ شاہ صاحب، شاہ عنايت جهوڪ شريف واري جي شهادت تي پنهنجي درد ۽ ماتم جو اظهار ڪيو آهي. اِنهيءَ واقعي شاہ صاحب جي دل کي سخت صدمو رسايو ٿو ڏسجي. شاہ عنايت جي وڃڻ کان پوءِ ڪيس مڙهين (فقيرن جي آستانن) ۾ نسوري رک اُڏامندي نظر ٿي اَچي.

§ڪي صاحب "جياسوُن جوڙ ٿيي" جي معنيٰ ٿا ڪن: جڏهن کان سرشٽي رچي ويئي.

سَڱُ[1]، هو جَنهِين سان، سو سامي اَسان ڀِڃِيو.

۱۶

جِياسُون جوڙَ ٿِي، نانگو ڏِنوسُون نِٽُ،
ڇُونِڍو هو چِٽُ[2]، ڪُلي سو باغُ ٿِيو.*

۱۷

هَيءِ! جي هُئا هِتِ، تہ مَتَنِ هوُندَ[3] حَقُّ[4] ٿِيو،
مَڙهِيُون[5]، مُورَتَ[6]، مَتِ[7]، مانَ[8] وِسرِيُون ڪِي لهَان.§

۱۸

هَيءِ! جي هُئا هاڻِ، تہ مَتَنِ هوُندَ حَقُّ ٿِيو،
پِيهي وِيا پاڻَ، اَڏِيا مَڙهَ[9] مارِيِنِ مُون.

وائي ۱

ڪاپڙي ڪَنَ چِيرَ[10]، وِيا ويراڳِي نِڪِري،
دِلِ هَٽِي وِيا دَلَقَ[11] سين، ٽُورِڙُ هُنَڙا ڦَقِيرَ،‡
هَٽِي وِيا حِلمَ[12] سان، سِڱِيُون مَٿِجهِ سَرِيرَ.

وائي ۲

جوڳِي جَڳِ گَهِٽا، اَلا! مُون وَٽُ وِيراڳِيِن سين.
پاڇِي ڪَنِ نہ پاڻَ سين، ٽُنبِيءَ[13] مَٿِجهِ کَٽا، اَلا!
جانِ ڪِي ڏاٽِيُون ڏُوڙِ[14] ۾، جانِ ڪِي ڪِيَنِ چِٽا! اَلا!
وِيٺي وائِڙِنِ[15] لِي، پِڙَنِ[16] جَڙِن پِٽان، اَلا!
سارِيو سَناسِيِن کِي، وِيٺي هَٿَ هَٽان، اَلا!
آيِل! آديسِيِن جا، مُون لِي گُڻَ[17] گَهِٽا، اَلا!
اَدِيُون! عَبدُاللطِيفُ چئي، مُحَبَّنِ[18] مَٿِجهِ مَٽِيا، اَلا!

## سر رامڪلي - داستان اٺين جو سار

جوڳين جي ذات ڪنهن ڪرم سان ملي. جيسين اوطاقن ۾ آهن، تيسين سندن تاڻ ڪر ۽ پاڻ متاڻين گهور. هنن جي چت ۾ ڏورانهون ديس پيو وسي. هنن جو سفر سچ ۽ رچ ۾ آهي. هنن فدا ۽ فراق جو ساءُ چکيو آهي. افسوس جو اَج آديسي پنهنجي مڙهين مان لڏي ويا آهن ۽ هينئر اُتي ڪک پيا وسن: ”جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.“

شاه صاحب کي جوڳين جي فراق ۾ راتيون روئڻ ۾ گذارڻيون پئون آهن. آديسي هليا ويا آهن ۽ سندن جاءِ تي رڳو رک پيئي اُڏامي: ”آديسي اُٿي ويا، پيئي اُڏامي رک.“ جوڳين جي سنگ ۾ سندس چت ڪلي باغ ٿي پيو آهي. سندن صحبت مان ڪيس حال (روحاني خمار) پڙيو آهي. جوڳين جي صحبت وڏي جوڙ آهي ۽ سندن جدائي وڏي جاڙ.

---

۱- ياترا ڪئي، ڏنو ۲- ٻوٽيل (مکريءَ جيان) ۳- جيڪر ۴- منهنجو حق ۵- مٺڪا (مالها جا) ۶- مورتي، جوڳيءَ جو روپ ۷- گيان، وديا ۸- من ۹- اَڏيل مڙهيون ۱۰- ڪن چيريل ۱۱- ڪفني ۱۲- نياز، نهٺائي ۱۳- ٻچائين ۱۴- ڪائين ۱۵- مکٽهارن ۱۶- گهمان ۱۷- اَحسان ۱۸- جوهر، جوهر.

*اَسانجو هردو، جو اَڳ، مکريءَ مثل ٻُوٽيل هو، سو هاڻ ٽڙي هڪ گلشن ٿي پيو آهي.

§ شل وچايل مالهائون، جوڳيءَ جو روپ ۽ سندس گيان وري پراپت ڪريان.

‡ جوڳي ڪي، ٽورڙ هوا، جو منهنجي دل کي پنهنجي ڪفنيءَ جي جادوءَ سان لٽي ويا.

## داستان نائون

١

هُڪَ وِڏائُون هُگريين[1]، جوڳِي ڪَندا جُهَ[2]،
طَلَبَ نَه رَکَنِ طَعامَ جي، اوليو پِين اُڄَ،
لاهوُتِيُن، لَطيفُ چئي، مَنُ ماري ڪيو مُڄَ[3]،
سامِي جهاڳي سُڄَ، وَسَنَدَن[4] کي ويڄها ٿِيا.

٢

نَه ڳِندا[5]، نَه ڳَبري[6]، نَه لانگوٽِي لِڪَ[7]،
جيڏَنهن پَرين وِڪَ، تيڏَنهن صاحبُ سامُهون.

٣

نَه ڳِندا، نَه ڳَبري، نَه لانگوٽِي ليڙ[8]،
جيڏَنهن ڪَرين پيڙ[9]، تيڏَنهن صاحبُ سامُهون.

٤

نَه ڳِندا، نَه ڳَبري، نَه لانگوٽِي ليڱ[10]،
ڦُنگا[11] جنين پيڱ[12]، صاحبُ تنين سامُهون.

٥

نَه ڳِندا، نَه ڳَبري، نَه ڪَڇِين ڪاڇوٽِي[13]،
سامِيُن ٻاري سُڄَ پر، ٻاٻُن[14] ٻاهوٽِي[15]،
جوڳِي جبروُتِي[16]، وَڃائي واٽَ ٿِيا.

٦

ڪَڇِي ڪاڇوٽِي، نانگن ٻَڌي نيڌهَن جي،
جَهڙا آيا جَڳَ پر، تهڙا وِيا موٽِي،
اُنين جي[17] چوٽِي[18]، پُورَبِ ٿيندي پَڌري.

*٧

جِنَ تا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ پَنڌُ،
نَه رِڙهي لَڌائُون رَنڌُ[19]، لَنگهِين لُڪَ[20]، لَطيفُ چئي.

*٨

جِنَ تا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ اَللهُ،
نَه رِڙهي لَڌائُون راهُ، لَنگهِين لُڪَ، لَطيفُ چئي.

٩

سَبيريءَ[21]، سَيّدُ چئي، جي تا پُڇَنِ اَنُّ،
ٻِنِ ڪاپڙِين ڪونهي ڪَنُّ، جوڳِي چائين[22] جاڙَ[23] تا.

١٠

جا ٻَرادَ[24] تِنَ[25] جي، سا اُڄَ هُڪَ آديسِيَن،§
روزا رِنڌَ[26] رَکَنِ، عيدَ نَه اوڏا[27] ڪاپڙي.

---

١- ٿيلهيين، گودڙين ۾ ٢- موجون، آنند ٣- سريا يا گاھ جيان نرم ٤- وسندي، آبادي ٥- رلي ٦- گودڙي ٧- ڌوري، لڱ ماڻ ٨- اڳڙيءَ ٽڪر ٩- ڪاھ ١٠- تڳڙي ١١- گھر، جھوپڙا ١٢- سچا ١٣- لانگوٽي ١٤- جوڳين ١٥- ٻاھ، ٻاھڙي ١٦- جبروت جي منزل تي پهتل جوڳي ١٧- اُنهن جي ١٨- ڏيا، ڪماليت ١٩- واٽ، مارگ ٢٠- لُڪ، ڪشٽ ٢١- سويرُ ٿي ٢٢- پاٽڪي چوائين ٢٣- مفت، اَجايو ٢٤- عيد، جشن ٢٥- اِنساني پتلن، عام ماڻهن ٢٦- مست فقير، اِلاهي رنگ ۾ رتل جوڳي ٢٧- عيد کي اوڏا ناهن (جشنن کان پري آهن).

*جِنَ اِنسان روز اَن جي طلب تا ڪن، تِنَ جي هو روحاني پنڌ يا اَلله جي پڇا ڪن ته جيڪر جلد وڃي سچو مارگ لهن ۽ پوءِ سندن من مان سڀ چنتائون ۽ ڪليش نورت ٿي وڃن.

§سنياسين لاءِ اُڄ ٻڪ اِئين آهي، جِئن عام اِنسانن لاءِ جشن جا ڏينهن.

۱۱

جَنھن سَناسيءَ سانڍيو، ڳَنڍي ءِ ڳِراهُ،
اُنھيءَ ڪان اَللهَ، اَڃا اَڳاھوُن ٿيو.

*۱۲

ويٺو ڀِڇين ڀُڻُ، ڪَرِ ڪا ھينئَڙ ھَلَڻَ جي،
اَڄُ، آديسي! مُڙُ، صُباحَ مَرَندو سَيُڪو.

۱۳

پَريندي پير ٿيا، ڇَڏي ڳَنجو ڳامُ،
ڳُروءَ سَندي ڳَسَ ۾، جن ڪيا تَنَ تمامُ،
ويھي ڪيو نه وِچَ ۾، تِن آديسُنِ آرامُ،
رَهُ ۾ ڳَڏبن رامُ، پَندان ڇُٽا ڪاپڙي.

۱۴

اَڪيوُن آلو ماهُ، سَدا سناسين جوُن،
واري نيڻَ نِنڊاهُ، جاڳي جھليا جوڳين.

۱۵

اَڏَ لَڳيوُن آھينِ، آئِل! آديسُنِ جوُن،
ويھي وِھائينِ، ڪا قَضائي راتڙي.

۱۶

اَڃا سي آھينِ، جي سَزاوارَ سَگينُ جا،
وينا وَڄائينِ، جي، سَناسي، سُڱِڻين.

۱۷

نِسورِيائي ناهَ جي، دِلِ ۾ دُونھين دُکاءِ،
آڳي آڳِ عِشقَ جي، لاھوُتي! تَنَ لاءِ،
جِندا! تِنَ جاڳاءِ، جِنَ آتَشيان آبُ ٿئي.

۱۸

مَرَڻُ مُسَلَّمُ جِنِ، واحِدُ تِنِ نه وِسري،
مَٿي سَگِرَ ڪاپڙي، ڪا نانگا نِنڊَ نه ڪَنِ،
نيڻَ سَدائين تِنِ، اوجاڳَنِ اُجاريا.

۱۹

جو ڪُھَنِدَ سُھَنِدَ ساھوُن، پُرِتَ تَنھين سين پارِ،
نينھَن نه نِڀي جَنھنجو، تَنھن سين توُن مَ تَئوارِ،
ھَڏِ مَ واتَ وِسارِ، ٿِيءُ نِرالو نِبِري.

۲۰

پُوري پُنِي رَهُ، اَپُني اَجھُه مَ ڪاپڙي!
اَلا جي عِشقَ جا، سي توُن سَھيو سَهُ،
پُڇ پاڻَ کي پَهُ، ھِدِگلاجِ ھَلَڻَ جو.

۱- رلي ۲- گره، ڪاڌو ۳- ٻري ۴- گذريل سال ۵- هينئر ۶- مرڻ کان اڳي مر ۷- سفر ۾ اُسهيا ۸- گنجو ڳکر ۹- ڳوٺ ۱۰- نابود ۱۱- راه، واٽ ۱۲- ڳوڙھن سان تر ۱۳- چند رما ۱۴- روڪي ۱۵- ننڊ ڪان ۱۶- اَڏ پوريل اکيون ۱۷- گھارين ۱۸- ڪا ورلي ۱۹- لائق ۲۰- نيستي، فنا ۲۱- جسم يا وجود سان لڳاءُ ۲۲- اي جند! ۲۳ آتش يعني باه مان ۲۴- قبول ۲۵- ڏٺي، ايڪو برھم ۲۶- سمارگ (روحاني پنڌ) ۲۷- روشن ڪيا ۲۸- خراب ھند ۲۹- سٺو ھند ۳۰- پريت ۳۱- نباه ۳۲- توڙ تائين نه ھلي ۳۳- روحاني ٻولين نه ڪر ۳۴- الڳ يا نياڳي ۳۵- نباهي ۳۶- ٻندڪري (روحاني راز) ۳۷- ڪولي ۳۸- نه پڌرو ۳۹- مصلحت.

*توُن وينو گذريل وقت واچين؛ ھينئر ٿي ڪا ھلڻ جي ڪر. اي جوڳي! توُن اڄ ئي پاڻکي مار (نفس نابود ڪر) ڇو ته سڀان (ڪنھن ڏينھن) ھرڪنھن کي مرڻو آھي.

٢١

جوڳي ويا جاميرَ[1]، جان مڙهيان[2] مُنهن پائيان،
پيا پوڄيندي کيرَ، ڏوڏاٽي[3] ڏوپ[4] ڏري.

٢٢

ڏورَڻ گهٽو ڏاکڙو، ڏورڇ مَ رءِ[5] ڏئي،
تان تان هونئي حُجري[6]، جان سين يارُ جئي،
جَڏهن پاسي پاڪ[7] ٿئي، تَڏهن ڇڏج[8] تَکيو.

٢٣

ڏورِ مَ ڏئان[9] دارَ، ڏورَڻ گهٽو ڏاکڙو،
کوڙين[10] لک هزارَ، اِنَ اونداهيءِ آندا کيا.

٢٤

تو جو ڏيو پاڻيو، سا سوُرج[11] سهائي،
آنڌَنِ اوُنداهي، جي رات وهامي ڏينهن ٿيو.

٢٥

نانُگ جَنهين[12] نند، تَ نہ نهاريو جوڳيين،
کي کُويساهيا[13] کاپڙي، پُريا پَراهين[14] پَند،
هوُ هِنهين[15] هَند، ٿي هُنهئين[16] ويا هنگلاج ڏي.

٢٦

نانُگ جَنهين نند، لت پڻ نهاريو جوڳيين،
سي سُويساهيا[17] کاپڙي، پُريا پَراهين پَند،
هوُ هُتو هِنَ هَند[18]، هُنِ هنگلاجان[19] هَٿ کيو.

٢٧

سامي! توُن سُلوُڪ[20] کي، هَتان هَڏ مَ ڇڏ،
تَڏيندَنِ[21] سين تَڏ، تہ رَهين توُن راڄَ ڪري.

٢٨

ويندَنِ[22] کي ويڪَ[23] ٿئي، هوُندَنِ[24] کونهي هَنڌُ،
"مَنْ لَهُ الْمَوْلٰي فَلَهُ الْكُلُّ"[25]، اِئين پَروُڙج پَنڌُ.

٢٩

عاشقَ، شهرَ فقيرَ، ڏر ڏر هَٿِن سَينَ،
"مَنْ عَرَفَ اللّٰهَ كَلَّ لِسَانُهُ"[26]، اَهڙائي اَمينَ[27]،
جٺي پَسَن[28] کينَ، تني ڪَن تَکيا.

٣٠

گُذَرَ[29] ڪٿي گُذرانُ، کينَ قَبوُليج کاپڙي،
عَليءَ جو مَيدانُ، سَکَرُ[30] سناسِيُن کي.*

٣١

وينا ڏوُڙ ڏُٽِي[31]، عَليءَ جي مَيدانَ ۾،
تَرڪُ ڪياٿُون تَکيا، پَريون پَنڌُ سُٽي،

---

١- ليوڻ پائرا ٢- مڙهين ۾ ٣- ڏوڏي (ٻاهه ڏويندڙ) جي ٤- دونهي (واس ڏوپ) ٥- ٻتي يا چراغ (روشني) کان سواءِ (گروءَ کان سواءِ) ٦- کوٺيءَ ۾ (خلوت يا ايڪانت واريءَ) ٧- خود ٨- آستان ٩- ڏيٺي يعني آلمڪ رهبر کان سواءِ ١٠- ڪروڙين ١١- سڄ جو ٽڪلو ١٢- جنهن آستان تي ١٣- ڪوڙي ويساهه وارا ١٤- هليا ويا ١٥- هن ئي آستان تي ١٦- اونهئين، اَجايو ١٧- سچي ويساهه وارا ١٨- هتي ١٩- هنگلاج مان ٢٠- روحاني مارگ ٢١- ڇارڪن يا ٽياڳين ٢٢- ويندڙن، هلندڙن ٢٣- ڪشادائي ٢٤- خوديءَ وارن کي ٢٥- جنهن کي مولي آهي، تنهن کي سڀڪجهه آهي (حديث) ٢٦- جنهن الله کي سڃاتو، تنهنجي زبان گنگي ٿي (حديث) ٢٧- ٻارڪو ٢٨- نيستي ٢٩- گذري ويل ۽ گذرندڙ ٣٠- سنو ٣١- چونڊي.

*"عليءَ جي ميدان" مان مراد: مسڪيني ۽ رياضت. (جئن حضرت عليءَ جي زندگي).

ڪندي ڪوهُ ڏني؟ طعنا ڏيئي تن کي.

۳۲

لنگهہ لاهوتان، ڪاپڙي! دونهين ڪا مَ دُکاءِ،
اوري ڪر مَ آسرو، پَري پيرُ مَ پاءِ،
جن جي جاءِ نہ، ماءِ، وڃ تنين سين واڳيو.

۳۳

ڇڏ جاڳوتا جوڳيين، دونهيون ڪيم دُکاءِ،
”وَاذْڪُرْ رَّبَّكَ فِيْ نَفْسِكَ“، اَندر آڳ جلاءِ،
جن سَڄڻَ جي ساڃاءِ، تن ڪينان منو ڪين ڪي.

۳۴

پنيءَ پڙڪ ڪن، باهيون بيراڳين جون،
هلو تہ سيڪيون هٿڙا، مٿي تن مڙن،
مُلان سداسين، مون جڙ لڳي جان ۾.

۳۵*

هوجي تيا هرڪيس، تن لڳي ڪين لباس سين،
وتن ولهي ويس، لاهوتي لطيف چئي.

۳۶

بُک اُنين جي بکيا، ڏوڙ اُنين جو ڏوپ،
ڪياڻون سوني روپ، جِتان لوڪ لنگھ ٿئي.

۳۷

سگيون، سيليون، گبريون، ٽيئي لول لگو،
پٽ هٽي پٽ سين، پيري تن پڳو،
لاهوتُ جن لڳو، سي مڙهيان مورُ نہ نڳيا.

۳۸§

ڪوهہ گودڙ! تن گبريون! نيئي ڪداڻون ڪانءِ؟
جيڏانهين جوڳ ويو، نيڙ ليڏانهين ناءِ،
پٽو ايئن پانءِ، تہ سگيون شومت هٿ جون.

۳۹

ڪٿ گودڙ، تن گبريون، ڪانءِ مَ ڪداڻون،
جندا! وڃي جوڳ سين، لهج ڪي لاڻون،
ايئن ڪَہ اڻاڻون، سگيون شومت هٿ جون؟

۴۰

جا گُرَ ڏني گودڙي، سا مون ڪي تي مرڪ،

۱- دنيا ۲- جوڳين واريون جٽائون ۳- پنهنجي رب کي پنهنجي اَندر ۾ ياد ڪر ۴- شناس ۵- ڪين (نيستي) ڪان وڌيڪ ۶- پڙڪا ڏين ۷- وٽان ۸- ميخ (عشق جي) ۹- هريءَ جي رنگ ۾ رتل ۱۰- غريباڻي لباس ۾ ۱۱- واس ڏوپ ۱۲- جنهن ڪان ۱۳- ماٺهن ڪان ۱۴- وڃائڻ جون سگيون ۱۵- رسيون ۱۶- گودڙيون ۱۷- جٽيو ۱۸- ڪشتو ۱۹- مڙهين مان ۲۰- هرگز نہ ۲۱- نڪتا ۲۲- گودڙيون ۲۳- ڪٺي ۲۴- رليون ۲۵- جلاءِ ۲۶- نماءِ ۲۷- برائي، خرابي ۲۸- واڳجي يا شامل ٿي ويهج ۲۹- چو ڇياڻون ۳۰- گروءَ ۳۱- فخر.

*جيڪي هريءَ جي رنگ (اِلاهي عشق) ۾ رڱيل آهن، تنجي ويس وڳن سان دل نہ ٿي لڳي. هو غريباڻي لباس ۾ گهمندا وتن.

§اِشارو: جوڳ، ظاهري وستن جهڙوڪ گودڙين، گبرين ۽ سگين ۾ ناهي، پر من جي استرتا ۾.

چيلا! ماري[1] چَرخَ، اوڏي[2] ويهه اَدَب سين.

*۴۱

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا تِنهِي لاهيندي لَڄَ،
سَندا تنهن سُهَڄَ[3]، چيلو چوندو ڪيترا؟

*۴۲

جا گُرَ[4] ڏِني گودَڙِي، سا مُون گهڻي سُهاءِ،
نيٺي رَساٽي[5] ماءِ[6]، اوڏِيئين جي اَدَب سين.

۴۳

اَندرِ رِلا رِليون[7]، ٻاهرِ پَٽولا،
لِنَ[8] پِرِ ڪاپَڙي، گُدَڙَ[9] جا گولا.

۴۴

ٻاهرِ رِلا رِليون، اَندرِ پَٽولا،
لِنَ پِرِ ڪاپَڙي، خدا جا گولا.

§۴۵

گُلَ[10] گُلَ پَسي، گودَڙيا! گهڻا مَ پاڻيهِ،
سوئي سُڃاڻيجِ، هِيُ هوُ آهي هيڪڙو.

۴۶

پَٽَ[11] چَڏِياؤن پَٽَ ۾، ڏَنڊَ[12] چَڏِياؤن ڏِسُ!
آلائشان[13] اَڳِي ٿيا، مولِي ٿِيَنِ نہ مَسُ[14]،
هِيُ چَڏِياؤن حِسُ[15]، وَڃي ڪالهه ڪُلُ ٿيا[16].

۴۷

ٻولي ٻُجهارَت[17]، جوڳِيان سَندي ذاتِ جي،
ڏورَڻ گهڻو ڏاڪڙو، هَلَڻَ ۾ حَيرَت،
عَجَبُ عِبادَت، پهه پَروڙَڻ اُنِ جو.

۴۸

جَنهن ڪارَڻِ جوڳِي ٿيا، جان جان سو نہ پَسَنِ،
تان تان سَناسِيَنِ، وِرهَ[18] وِهامي راتڙي.

۴۹

نہ ڪِلَنِ، نہ ڪِينِ[19] ڪي، نَڪي ڳالهائِينِ،
ڪَنهن[20] جَنهن ۾ آهِينِ[21]، سا پَرِ پَروڙَڻ ڏاڪڙو.

۵۰

پُڇَڻ پَرڏيهِيَنِ جو، آسَڻَ وَتِ آهي،
لَڳَڻَ[22] جي لاهي، هُنئِينِ[23] تان حَقُ لَهي[24].

۵۱

رالِيان رُجهَنِ[25] رامَ سين، ڏِينهان ڪَنِ سَنانُ[26]،

---

۱- پلٽي ماري ۲- ٻهري ۳- گڻ، سهڄ ۴- سونهي ۵- وڃي پهچائي ۶- ماڳ، لي ۷- ريشمي وستر ۸- آهڙي نموني ۹- غلام ۱۰- قسمين قسمين گل يا روپ ۱۱- ڪشتا ۱۲- سگهون (وجائڻ جون)، آسن ۱۳- آلايش يعني ناپاڪائيءَ کان ۱۴- ٿامو، ڪڇ ۱۵- احساس (دنيا جو) ۱۶- ڏٺيءَ سان هڪ ٿيا ۱۷- ٻجهارت ۱۸- غم ۾ ۱۹- ڪائين ۲۰- آهڙي ڪنهن ڳالهه ۾ ۲۱- ريت، نمونو ۲۲- اُپولڙا، موه، پردو ۲۳- اُهينئين ۲۴- ايشور پائي ۲۵- ريڌا رهن ۲۶- سناڻ.

*چيلي کي جڳائي تہ گروءَ وٽان مليل گودڙي اَدب سان اوڍي، آسن ۾ وهي. پوءِ هو وڃي پار پهچندو. چيلو، گروءَ جي گودڙيءَ جا گڻ ڪيترا ڳائيندو!

§اي ڪاپڙي! هن دنيا روپي گلشن ۾ گوناگون گل (روپ) پسي، ڪثرت نہ سمجهہ؛ تون اهوئي هڪ (ايشور) سڃاڻج، جو سڀ ۾ ٿو وسي.

جوڳي سي اناڻُ[1]، وَڻون جن ورهائيُون.*

٥٢

ڪي جو ڏِناٺُون، ڏَهڪڻي[2] ڏُورِ ٿيا،
وِهَڪ نہ ڪياٺُون، اِيڪ[3] عَيبُ اُنِ جو.

٥٣

نَڪي طَعامُ تُنبڙَنِ[4] ۾، نَڪي ڳَبرَنِ،
مون پڻ مُلان تِنِ[5]، حاصُلُ[6] ڪي حالُ ڪيو.§

٥٤

دَلَق[7] ڪاٺِ دِلِ کي، لاٺِ[8] ڪو مَ لباسُ[9]،‡
پُوري ڪاٺِ پانهنجو، مَڙهيان[10] اَندَرِ ماسُ،
تہ ويراڳي! تو واسُ[11]، ٻَرَ ۾ ٻُويُون[12] موڪلي.

٥٥†

جِتي عَرشُ نہ اُبُ ڪو، زَمِينَ ناهِ دَرو،
نَڪو چاڙهائو[13] چَنڊَ جو، نَڪو سِجَ سَرو[14]،
اُتي آديسين جو، لَڳو دَنگ[15] دَرو[16]،
ٻَري پِينِ ٻَرو[17]، نانءُ ڏِناٺُون ناهِ[18] ۾.

وائي ١

جوڳي ڏاڍي ذاتِ، جيجان! سامي ڏاڍي ذاتِ،
ماءُ! مون قَبوُليا ڪاپڙي.
راليان ڏيهان رُوحَ ۾، مون کي سَندِيَن تاتِ،
سِگها ايندَمِ سُپرين، شَلَ سُياڻي پرڀاتِ،
اُنهَنِ آديسيُن جي، مون کي وائي آهي واتِ،
ڪَريان عَرضُ اَللهَ کي، آئون اُتي آڏيءَ راتِ،
اَديُون! عَبدُاللّطيفُ چئي، شَلَ ڏاتَر[19] ڏيندمِ ڏاتِ[20].

وائي ٢

راوَلُ[21] رَهي نہ راتِ، جيڏيُون!
مُنهنجو راوَلُ رَهي نہ راتِ.
ڪوهُ ڪَريندَسِ ڪانڌَ ري، وِهاڻيءَ پرڀاتِ[22]،
مِتَ[23] نہ مَعذُورِنِ جا، ڪا جا جوڳيءَ ذاتِ،
لَڳِمِ لاهوُتِيُن جو، مَنجهان ڪينَرَ[24] ڪاتُ[25].

١- اَحمق ٢- ڊڄي ٣- هيڪ ٤- تڏين ۾ ٥- تن وٽان ٦- روحاني فيض ٧- فقيراڻو چنبن لڳل لباس ٨- پائج ٩- ظاهري ويس ١٠- مڙهين ۾ ١١- تنهنجو هڳاءُ ١٢- خوشبويون ١٣- اُڀرڻ، چڙهڻ ١٤- نشان ١٥- حد ١٦- آسڻ ١٧- پتو ۽ چاڻ ١٨- نيستي، عدم ١٩- ڏاتار، خدا ٢٠- دان ٢١- محبوب ٢٢- پره ڦٽيءَ جو ٢٣- دوست ٢٤- ساز، سرندي ٢٥- خنجر.

*اهي جوڳي احمق چئبا، جن پاڻ ۾ دنيوي پدارٿ وراهي کنيا.

§مون پڻ اُنهن (جوڳين) مان کي روحاني فيض حاصل ڪيو آهي.

‡ظاهري ويس نہ پهر. پنهنجي دل کي جوڳياڻو لباس پهراءِ. (پنهنجي دل کي جوڳي ڪر.)

†آديسين جي منزل اُتي، جتي نہ عرش آهي، نہ زمين؛ نہ چنڊ آهي، نہ سج؛ هنن ايشور نيستيءَ يا عدم ۾ ڏٺو آهي. (گيتا ۾ بہ ساڳيو ورڻن آهي.)

## سر رامڪلي - داستان ٽئين جو سار

جوڳين لاءِ ٻڪ وڏو ڏج آهي. هو طعام جي طلب نه ٿا رکن ۽ سارو وقت اڃ اوليو پيا پيئن. هنن من ماري مچ ڪيو آهي ۽ پوءِ اهڙي آلمڪ اوستا کي رسيا آهن، جو: ”جيڏنهن پرين وڪ، ليڏنهن صاحب سامهون.“

هو جهڙا جڳ ۾ آيا، تهڙائي هتان موٽيو وڃن. اي آديسي! اڄ ٿي مر ۽ ڪالهه ۽ سڀان جي ٻچار نه ڪر. جن سنياسين ”گندي ۽ گراهه“ سانديو، تن ڪان الله اڄا پري آهي. سامي اهو آهي، جو سلوڪ کي هٿان نه ڇڏي؛ رلين ۽ گبرين کي ترڪ ڪري؛ ۽ ”گر جي گودڙيءَ“ کي ادب سان اوڍي. آديسي اهو آهي، جو مڙهيءَ اندر پاڻ پوري، پنهنجو ماس کائي. جوڳين جو درو اُتي آهي، جتي نه سج آهي، نه چنڊ، نه عرش، نه آب:

”پري پيئي پرو، ناٿ ڏٺائون ناهه ۾.“

•

”سر رامڪلي“- هندستان جي گائن ودّيا موجب، رامڪلي، هنڊول جي پنجن استرين مان هڪ آهي. سارو سر، جوڳ ۽ جوڳين جي استتيءَ ۾ اچاريل آهي. جيڪي گيتا ۾ يوگ ۽ يوگين بابت چيل آهي، سو شاهه صاحب جي ”سر رامڪلي“ ۾ نروپيل آهي. شاهه صاحب سچن ويراڳين جي ويراڳ ۾ ئي هي سر چيو آهي.

---

# سُر ڪاپائتي

## داستان پهريون

*١

ٽوٽي[1] ٽون ڪاٽار[2]، جم[3] هيڪلي[4] ڀيرئين[5]،
ڏني ڪا ڏُٽار[6]، صراف اِنهين سُت ۾.

٢

جنين ڀيريو هيڪلو، تنين مڙيو، ماءِ!
تبُ اهڙيءَ[7] ساءِ، مون آنٽ[8] هڏ[9] نه اجهي.

٣

جان ڪتين ٽان ڪِٽ، هيءَ[10] هڏ وهاٽي[11]،
ڪاپائتي[12] سيڪا[13]، ڪِتي سيباٽي[14]،
جاٽو جن جاٽي، تن هٿان[15] ڀَهي نه ڇڏي.

٤

هيءَ هڏ وهاٽي، جان ڪتين ٽان ڪِٽ،
ڪو پنهنجي عيد[16] ڪي، ڀيري ڪِج پرڻ[17]،
منان روئين رڻ، صُباح[18] وِچ سرلين.

٥

هيءَ هڏ وهاٽي، ٽون ڪَڙهُ ڪا لهوٽي ڏينهن ڪي،
اٿي اور آرت[19] سين، وِهُه مَ، ويڳاٽي!
ته صراف سُياٽي، موٽائي هٽڪتي نه مُڏهن ۾.

٦

ڪَتَڻ[20] جي ڪاڻ ڪرين، سُٽي ساهين هَڏُ،
صُباح ايندءِ اوچتي، عيد اڳهاڙين[21] ڳَڏُ،
جت سَرَتيون ڪندءِ سَڏُ، اِت سِڪندين سيڳار ڪي.

---

١- جينوٽيڪ ٢- ڪنڊ واري ٣- منان ۴- اڪيلي ٥- ڦيرائين، ورائين ٦- وڏ، نقص ٧- اهڙي طرح ٨- آنٽ ڪنڊ جي جاءِ ٩- هرگز ١٠- هيءَ مهل يا حياتي ١١- گذري ١٢- ڪتيندڙ ١٣ ڪتيل سٽ ١۴- وٽي، پسند پيئي ١٥- ڪپهه جو ڀهو ١٦- عيد يا خوشيءَ جي ڏينهن لاءِ ١٧- پرڻ ڀرج ١٨- قيامت جي ڏينهن ١٩- آنٽ ٢٠- سرير کي آرام ڏيڻ ٢١- يعني جڏهن روحاني ڪمائي ناهي.

*جينوٽيڪ ٽون ڪنڊ واري آهين ته به اوائل ۾ اڪيلي سر نه ڪٽ، پر ڪنهن جي رهبريءَ هيٺ، ڇو ته حقيقي پارکوءَ انهيءَ ۾ عيب ڏٺو آهي. (طالب کي رهبر گهرجي.)

۷

پاڻي ڏور اَرٽَ ۾، ڪَتين نہ ڪوڙي،
وِهاڻء واڏاڻي[1]، پُٺين[2] سَميوڙي[3]،
مَتي جَنهن موڙي[4]، سا ڪِئن وِهي ويسِري[5]؟

۸

اَڄُ پڻ اَجهڙ[6] کي مَرين، ٽَڪي ڪِٽُء[7] ڪالَ،
پوري[8]! توسين پالَ[9]، ڪانڊُ[10] ڪَريندو ڪيترا؟

۹

اَڄُ پڻ اَجهڙ کي مَرين، ٽَڪي ڪِٽُء ڪالَ،
مونا[11] اُنجي اَڪرِ يا، اَرٽَ پَرِڪي[12] مالَ[13]،
هَيء! تنهين جي حالَ[14]، جن ڪاپي مَنجهان ڪين ڪيو.

۱۰

سي تو ويهي وِڃائيا، جي ڪَتڻ سَدا ڏيهَن،
اَرٽَ اوڏي نہ ٿِئين[15]، پوري! پوري سِيئَن،
ڪَنڊُ ڪَٽيندين ڪيئن، اَڳڻ عَجيبَن[16] جي؟

۱۱

توڻي ٿِين وَڏي، توء[17] اُني آڻَ آء،
ٿِي پيڙي[18] پيرمَ وارِئين[19]، پي هَڏ ڪَرمَ ڪاء،
نہ صَرافُ تو صُباحَ، ڪوئي ڪاٿارِن[20] سين.

۱۲

سونَ سارِيڪا[21] هَٿڙا، ڪوهَ نہ ڪَتين رَڍ[22]؟
ويهي ڪُمڏَ[23]، ڪاپو ڪَرِ، گُهتوُن گوهيوُن چَڍ،
نہ صَرافاڻي سَڏ[24]، مَرَڪيو هوُند مَٿائيين[25].

۱۳

پَڳوڻي[26] پير، جانسين[27] رَتو[28] راسِ ٿِئي،
پُرِيء بيڪارِيء[29] سين، هاڙِي! پاڻَ مَ هير[30]،
ڪَتُ[31] ڪَتيندِيوُن ڪير، ٿِئين[32] سين نہ جاڻجي؟

۱۴

پيرِئين[33] ۽ پاٿيين[34]، اَٿن وِڏوُڻو[35] ڪانڊُ،
ويئي اورِ اَرٽَ سين، پُڇيء پايو پانڊُ،
نہ تُنهنجو ئي وِڻوانڊُ[36]، ڪتو[37] وتو[38] نہ ٿِئي.

۱۵

مَچڻ[39] پاڳَ[40] پَرِ ڏئين[41]، ڪَٽُ، ڪَنبَندي آءُ،
جَڏهن نَڏهن، ماءُ! پيرن[42] پيرمَ وارِيوُن[43].

۱۶

چاڻُت[44] پاڻي چِتَ ۾، سَنهو ڪتو[45] جَنِ،

۱- شادي مرادي ۲- وڃين ۳- سنيريل ۴- سينهوڙي ۵- غافل، سست ۶- ٽڪجڻ ۷- ڪتيء ۸- نادان ۹- مهربانيون ۱۰- پيتار ۱۱- اٺت جون اپيون ڪاتيون ۱۲- پلي تي ۱۳- اٺت کي قيراٺيندڙ ڏور ۱۴- ڪتڻ جي محنت ۱۵- هڪ ساعت تائين ۱۶- محبوبن ۱۷- تنهن هوندي به ۱۸- ويجهي ۱۹- اٺت وارين کي ۲۰- ڪتڻ وارين کي ۲۱- سون برابر ۲۲- هوڏ ڪندڙ ۲۳- ڪتڻ جو ڪم ڪرڻ ۲۴- صراف يا پارکوء جي سڏ تي ۲۵- ناڻي تي مٿائين ۲۶- پگهل اٺت ئي ۲۷- جيسين ۲۸- وري رچي راس ٿئي ۲۹- خراب نکمٽائيء ۳۰- پاڻکي نہ هيراء ۳۱- ڪتيل سٽ ۳۲- نڪتين اٺت سان ۳۳- گمراه ٿيون ۳۴- خودي ڪرين ۳۵- ڪاوڙ پيو ۳۶- عيبدار ۳۷- ڪتيل سٽ ۳۸- اجايو ۳۹- مٿان ۴۰- پاڳ، کي ۴۱- ڏکو ڏين ۴۲- پيرن، اٺت هلائين ۴۳- ڪتڻ واريون ۴۴- چاوت، بغض ۴۵- ڪتيو.

ٿِنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِل نہ ڪيو.

۱۷

مُحَبَّتَ پاڻي مَنَ ۾، رَنِيا روڙيا جَنِ،
ٿِنِ جو صَرافَنِ، اَڻَ ٽوريو ئي اَگهائيو.

*۱۸

ڪو جو وَهَ ڪاپائتينِ، ڪَتبَنِ ۽ ڪَتَنِ،
ڪارَڻِ سُوَدَ سَوارِيُون، آنڙَ مَنجهہ اَچَنِ،
اُنِ جيءَ سوُنهَن، سَيّدُ چئي، صَرافَ ئي سَڪَنِ،
اَگهيا سُٽَ سَندَنِ، پاڻي ٿَرازِيءَ نہ ٽوريا.

۱۹

سُٽُ اُنِين جو سَڦُرو، جي پَرِ ۾ پَچائينِ،
آوازُ اَرٽَ جو، ساهَ نہ سُڻائينِ،
لِڪايو، لَطِيفُ چئي، ڪَتبيو ڪَتائينِ،
جي ماڻڪَ موٽائينِ، ٿوءِ مُلهہ مَهانگو اُنِ جو.

۲۰

ٿُنباڻي ٽاڪيدَ سين، جن پَچايو پاڻ،
لَسِي ٿَندُ، لَطِيفُ چئي، هَلِي ٿن هَٽاڻ،
مَلمَلِ مَنجهان، ماڻ! جي سِڪيُون، ٿن سُون ڪيو.

۲۱

ڪي اوٻِينِ عَرَبَ ۾، ڪي ڪابُلَ مَنجهہ ڪَتَنِ،
سُٽُ اُنِ جو سَڦُرو، مَٽيو ماڻڪَنِ،
قادِرُ ڪيمَ ڪَيَنِ، تيلهي ٿُلهي وارِيُون.

۲۲

ٻَليءَ ٻاڦو ٻوٽيُون، دَرِ دَرِ پيرا ڏئي،
ڪا مُون ڪَتائي، آئُون ڪاپائتي آهِيان.

۲۳

ٽَڪُ وِنگي، وَرَ گهڻا، ڪَتيان ڪُچاڙو؟
ڪاپي مٿان ڪيتِرو، آڻيان اُڌارو؟
جي وَرُ ڏئي وارو، تہ سوُنهان سَرِتِيُنِ وِچَ ۾.

۲۴

پيرِئِين ۽ پانئِيينِ، پاڻُ پَچي چَڏِ،
ڪتو وِٽو پورِهيو، هوڏَ وِجهندَيءَ هَڏِ،
هِنٽي ڏيڊو مَنجِ ڏَڏَ! جتي ڏَڪَنِ ڏَهَسٽي وارِيُون.

---

۱- ٽولو ۲- ڳنڍيون ڳوڙها يا ٿلهو سٽ ڪتيو ۳- اَهڙو ڪو ۴- ٽيڻهن ۵- ڪتين ۶- ڏچن ۷- فائدي لاءِ ۸- سويل ۹- اُنهن جي سوڀيا لاءِ ۱۰- ٽارازيءَ ۾ ۱۱- ڦلدائڪ ۱۲- اَندر ۾، ڳجهہ ۾ ۱۳- ڪپهہ صاف ڪرائي ۱۴- خبرداريءَ سان ۱۵- سون پراپت ڪيو ۱۶- اوبري ئي چاڙهين، سٽ ويڙهين ۱۷- ماڻڪن جي عيوض وڪاڻو ۱۸- شڪتيءَ يا پدارٿ وارا ۱۹- ڏڪي ۲۰- ٿلهي سٽ واريون ۲۱- ڪپهہ جا ميا ۲۲- اَئٽ ئي ڏاڍي ڪيڻ لاءِ سيخ ۲۳- ڏنگي ۲۴- ڪٽي ۲۵- ڪانڌ (ڏڻي) ۲۶- پاڻ- وراڻي ۲۷- گمراهہ ٿين ۲۸- خودي ڪرين ۲۹- خودي يا هٺ ۳۰- ڪٽيل سٽ ۳۱- اَجايو ۳۲- اي ڪم عقل! ۳۳- ڏهن سوَن ٽندن وارو ڪپڙو.

*جيڪي لنؤ لڳل ڪاپائتيون نفعي (آتمڪ لاڀ) لاءِ سويل آنڙ ۾ اَچي ٿيون ڪتبن ۽ ڪتين، تنهجي سٽ جي سونهن لاءِ صراف (حقيقي پارکو) ٻہ سڪن ٿا. سندن سٽ اَڻ ٽوريو ئي بحال ٿيو وڃي.

*٢٥

اولاڻيان[1] اَرتَ، ڪيڏانهن ڪَتڻَ وارِيُوَن؟

پِهيوُن[2] مَتي پَٽَ، لُڙَجَنِ[3] لاڪيڙَنِ[4] جوُن.

*٢٦

ڪَتي ڪَتي ڪالهَہ، اَڄُ نہ آٽَڻِ آئيوُن،

اَرتَ اَڪلي مالهَہ[5]، پُوري وِيئيوُن نِجُهرا[6].

*٢٧

نہ سي وَڙڻَ[7] وَٽَنِ ۾، نہ سي ڪاتارِيُوَن[8]،

پَسيو بازارِيُوَن، هِنئڙو مُون اُوڻ[9] ٿئي.

٢٨

ڪِتي مَتي آئيوُن، ڪَري نَمدُ نَيارُ،

اَٽَلَ[10] اوڏانهين ٿئي، جيڏانهَن پِرينءَ[11] پارُ،

ڪاپائِتيءَ[12] قَرارُ[13]، مَنجهان پوُٽيءَ آئيو.

٢٩

جا سَدهو نہ سِڪي، سا مُرُ[14] رَنڊائي[15] روڙي،

سُٽُ اُنهيءَ جو سَڦِرو، وِيا ڏَرازيءَ ڏوري،

تُلهي ۽ تُوري[16]، وِڃاريءَ سان وڙُ[17] ٿيو.

٣٠

جنين ڪِتو ڪالهَہ، سي پاٽا[18] پيئوُن مامِري[19]،

جنين نَڪَ نہ مالهَہ[20]، سَرَهيوُن[21] سي صَرافَ سين.

٣١

پاٽي پاندِ[22] ڪَپاهُ، جان مُون آٽَڻَ نهارِيا،

ڪَٽي ڪاڻ پَساهُ، سَرَليوُن وَڃي سُٽيوُن.

٣٢

چَرِڪو[23] پَنهنجي چِتَ ۾، پِنيءَ[24] پيرِيو[25] جَنِ،

لوٽي ڪَينَ ڪَتَنِ، تہ ٻہ ڪانڌُ لَبين جو ڪوڏِيو[26].

٣٣

تاڇي[27] لورِياڻوُن، تہ عَيبَ نِڪتا اَڳِيان،

ڪوتي ڪاپائِتيُن[28] ڪي، پَرَ ۾ پُڇياڻوُن،

اَڳَلَڙي[29] آڻوُن، مُون ڪان پيڙا[30] پگا نہ ٿِيا.

وائي

ڪا هِنئين سين لاءِ، ٻوري[31]! ڪا هِنئين سين لاءِ.

ٽُباڻي ٽاڪيدَ سين، جن پچايو پاءِ،

لَسي نَندُ، لَطيفُ چئي، هَلي لَن هَٽاءِ،

پِهيوُن ٽُمهنجوُن جهورڪَنِ[32] جهورِيُوَن، پيوُن اُڏايوُن واءِ،

اَرتَ پاسي اوجهرِين[33]، لوڪي سُمَهڻَ[34] آئيو ساءِ،

آڏيءَ[35]، عَبدُاللطيفُ چئي، رونِي رِجهائِي[36] راءِ[37].

---

١- سندن آئٽ خالي آهن ٢- ڪپهہ جا ميڙا ٣- لَڙجن ٤- لاڪيڻن ٥- چرخي جي ڏور ٦- جهوڙا ٧- ڪپهہ جا ڍيڪا ٨- ڪتڻ واريون ٩- مايوس ٿئي ١٠- لاڙو ١١- پرينءَ جو طرف ١٢- ڪتڻ واريءَ ١٣- آرام ١٤- پل ١٥- ڳنڍيون ڳوڙها ٿي ڪتي ١٦- تلهي ۽ توري سٽ هوندي بہ ١٧- مهر، نوازش ١٨- اُلو ١٩- مونجهاري ۾ پيئون ٢٠- آئٽ جو سامان ٢١- خوش، راضي ٢٢- پلاند ۾ وجهي ٢٣- چرخو ٢٤- پرياڻ جو ٢٥- ڦيريو ٢٦- شائق ٢٧- تاڇيءَ جون لنڊون ٢٨- سٽ ڪتيندڙ نارين ٢٩- اڳلي، ميري ٣٠- ڳنڍيون ڳوڙها ٣١- نادان ٣٢- جهرڪين جو مذڪر ٣٣- جهوٽا کائين ٣٤- لوڪي سمهڻ مان سواد آيو ٣٥- آڏيءَ رات ٣٦- راضي ڪيو ٣٧- راجا (ڌڻي).

*اَرت خالي پيا آهن ۽ پهيون پٽ تي. نہ وڙڻ وٽن ۾ آهن، نہ ڪاتاريون نجهرن ۾، نہ صراف بازارين ۾. مطلب تہ نہ رهيا آهن طالب، نہ رهي آهي طلب.

## سر ڪاپائتي - داستان ٻهرئين جو سار

شاه صاحب هت انسان کي ڪاپائتيءَ جي صورت ڏني آهي ۽ سندس قلب کي اَٽت جي. جيئن انسان کي سر ۾ ساه آهي، تيئن ڪتڻ يعني ڏٽيءَ جو اسم اُچارڻ ڪيپس. ڪتيو اهو قبول ٿو ٿئي، جنهن ۾ "ڇاڙڻ" يعني خودي ناهي ۽ جنهن سان ڪنبڻ ساڻ آهي. جيڪي چت ۾ چاوت پائي ٿيون ڪتين، تنهن صراف دڪو ۾ داخل نه ٿا ڪن؛ پر جيڪي من ۾ محبت رکي ٿيون ڪتين، تنهن صرافن وٽ اَڻ توريو ئي ٿو آگهامي. جنهن جي من ۾ محبت آهي، سي ڪٽي رنيا روڙين، ته ۾ صراف ڪوڏ پٽي، سندن سٽ ماٽڪن عيوض ٿا مٽين؛ پر جنهن جي اندر ۾ ڪيهو آهي، سي پل ڪٽي سنهي تند ڪتين ته ۾ صراف اُنکي ڇهن ۾ نه ٿا. افسوس جو اَڄ نه ڪتڻ واريون آهن، "نه وڙڻ وٽن ۾". بازاريون سڃيون آهن.

•

**"سر ڪاپائتي"** - "ڪاپائتي" لفظ جي معنيٰ آهي ڪتڻ واري يا ڪاتار. هن سر ۾ ڪاپائتين جو ذڪر آهي. مضمون جي مدنظر اُنس اهو نالو رکيو ويو آهي. سالڪ کي ڪاپائتيءَ جو روپ ڏنو ويو آهي. قلبي ذڪر کي اَٽت ڪتڻ سڏيو ويو آهي ۽ ڪاملن کي صراف. هرڪو پنهنجي ڪتي موجب ئي مالڪ وٽ ملهه ۽ مان لهندو.

---

# سُر پُورَبُ

## داستان پهريون

١

ڪَري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پيرين پرينءَ پَئجِ،[1]
آئُون جو ڏِينَئي[2] سَنيهو، وِچِ مَ وِسارِيجِ[3]،
اَللهَ لَڳِ، لطيفُ چئي، ڳُجهو[4] ڳالهائيجِ،
چُئان[5] ڳِنَّ چئيجِ، ته ڪَنيا ڪا[6]! خوشِ هُئين.

٢

اِڏُر[7] لَڳِ اَللهَ، وِيلو[8] ڪَرِ مَ وِچَ ۾،
آئُون جو ڏِينَئي سَنيهو، سانئين[9] بَرابَر ساهَ،
سَندي ڳُجهاندَ[10] ڳاهَ[11]، ڪَهجِ مَ ڦريِنَ[12] ري.

٣

آءُ اُڏامي، ڪانگڙا! پارانيانِ[13] پَچارِ،
وِيهي هيتِ[14] وِصالَ جو، تان ڪو تُرُ[15] تَنوارِ،
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏِيسارِ[16]، سي اُڏامي آڻِ پرين.

٤

پارانيانِ پَچارِ، مَٿي لامِ[17] لطيفُ چئي،
ڦيرِ[18] مَ فضيلتَ تُون، جا ڪُرَ[19] اَوان جي ڪارِ،
جي ڏِلي[20] ۾ ڏِينارِ[21]، سي اُڏامي آڻِ پرين.

٥

وَهلو[22] وُرُ، وَرِيا[23] پرين، آءُ ڪانگا! وَڻِ وِيهُه[24]،
جَنين ڏُورِ چِتايو ڏيهُه، سي اُڏامي آڻِ پرين.*

٦

وَهلو وَرُ، وَرِيا پرين، آءُ ڪانگا! لَنئُن لاءِ،

---

١- نيازِ، سلام ٢- ڏيانءِ ٣- وات ۾ ٤- ڏٺيءَ ڪارڻ ٥- چوان ٦- اي ڪانگل! ٧- اُڏام ٨- دير ٩- پنهنجي ساهه سان سانديج ١٠- ڳجهي ڳالهه ١١- چئج ١٢- محبوبن کان سواءِ (ٻئي ڪنهن کي نه) ١٣- سندن نيايا ١٤- ميلاپ ١٥- ٿورو، ذرو ١٦- ڏيساور ۾، دور ديس ۾ ١٧- وڻ جي ٽاريءَ ١٨- ڪل يا نسل ١٩- اوهانجي ٢٠- ڏسڻ ۾ ٢١- روز روشن مثل پڌرو ٢٢- جلد موٽ ٢٣- محبوب واپس آيا ٢٤- وڻ تي.
*جن وٽ ڏورانهون ديس وسايو آهي، تن محبوبن کي اُڏامي واپس آڻ.

ويا جي قلاتِ[1]، سي اَڏامي آڻ پرين.

7

ڪانگل! سي تي ڪوتِ، پرين جي پرڏيهه ويا،
جنين وِءِ جهانَ ۾، اَکڙين[2] اروتِ،*
اَللهَ لڳِ، لطيفُ[3] چئي، ڪجِ ڳاراڇو ڳوتِ،
جي ڏَمِريا ڪَنهِن ڏوتِ[4]، سي اَڏامي آڻ پرين.

8

پرين جي پرديسَ ۾، تن جي ڪانگا! ڪجِ خَبَرَ،
تہ سَبِ مَڙهايان سونَ سين، ٻکي! تُنهنجا پَرَ،
گُهمي[5] مَتان گهَرَ، ڏجِ پارانيا پرينءَ کي.

9

آءُ ڪانگا! وَڻِ وِيهُ[6]، سُڏيُون ڏي ساڻيهَ[7] جوُن،
چڱا ڀلا سُپرين، ڪِ سُکِ وَسي ساڻيهُ،
پرينِ لاءِ پَرَڏيهُ، موُن تان گهڻو نهاريو.

10

ڪَرَ[8] ڪُنيو ڪانگُ لَنئي، مُنيءَ[9] لي مَضبوُطُ،
آڻيو ڏي آڻَاَ[10] ۾، سَنيها ٿاٻوُتُ[11]،
ڪانگَل! آڻوُن قوُتُ[12]، پيغامَ[13] پرينِ جا.

11

مَتان مُنهن[14] مُهنجي، ڪَنهِن اُڏايو ڪانؤ؟
ڪِنهي آيو ڳالهڙي[15]، سَندي سُپريانءَ،
جيڏيوُن! جاڙ[16] ڪِٿانءَ[17]؟ سُڻِم[18] هوُندَ سَنيهڙو.§

‡12

ڪَڏي[19]، ڪانگا! تو ڏيان هنئون ساڻ هَٿَن،
وَڃي ڪاءِ وِلاتِ[20] ۾، اَڳيان عَجيبَن[21]،
پرين مانَ چوَن[22]، تہ هئن قُربانُ ڪيرَ ٿئي.

13

ڏائي[23] چڙهي ڏارَ لي[24]، ڪي جو ڪانگ ڪهِيو[25]،
سوُريتيءَ[26] سوُر ٻَٺي[27]، ٻهو ٻَت هَنيو[28]،
ڪامي[29] اُرتُ ڪَنيو، وِڄاريءَ وِروُنهَن[30] مان.

14

ڏائي چڙهي ڏارَ لي، تو زاغُ[31] ڪَري زارِيوُن،
آڻيو ڏئي آڻَ ۾، سَنيها ساريوُن[32]،
ماٺ ڪَرِيو، ماريوُن[33]! تہ ڪَهيو[34] سُڻان ڪانگَ جو.

---

١- قلات مان مراد: ڏورانهون ديس ٢- خشڪي، سوڪ ٣- شادمانو ٤- ڏک ڪري ٥- ڦيايا ٦- خبرون ٧- وطن ٨- ڳات ڪڍي ٩- ڪانيءَ يا ٿاريءَ لي ١٠- آنت ڪتڻ جي جاءِ ١١- پوراڻ سچا ١٢- آڻون ١٣- خوراڪ ١٤- جهوپڙي ١٥- ڪڍي آيو ١٦- دک ١٧- ڪٿان ١٨- ٻڌم ١٩- دل ٢٠- ولايت ٢١- محبوبن ٢٢- من ٢٣- ٻني لي ٢٤- وڻ جي ڏار ٢٥- چيو ٢٦- درد جي ماريل ٢٧- ڪڪه جو مچو ٢٨- پٽ لي اُڇليو ٢٩- آنت ڪڍي ڇڏيو، هلائڻ ڇڏي ڏنو ٣٠- هٿئي درد ٣١- ڪانؤ ٣٢- ساريو سنڀاليو ٣٣- اي ماريون! ٣٤- چيو، سخن.

*جن (محبوبن) ڪان سواءِ هن سنسار ۾ منهنجا نيڻ روئي روئي بي آب ٿي پيا آهن.

§اي سرتيون! جي سندس سنيهو سڻان تہ هي ڪشت هوند ڪٿان پوڄيان.

‡هن بيت ۾ لاثاني سوز ۽ نازڪ خيالي سمايل آهي. (ميران بہ اهڙو خيال ظاهر ڪيو آهي.)

١٥

ڏائي چڙهي ڏارَ ليءِ، ڪا جا لابِ لَنئيِ[1]،
آنڊَ[2] ۾ اَندوهُ ٿيو، سگهي ڪانَ ڪَتي،*
ويڙهي[3] مَنجهه[4] وَلي، ڪي جو ڪانگ ڪمائيو[5].

١٦

ڪي جو ڙاغ زبانَ سين، لکيو مٿي لامَ،
پُڇا پائين پرينءَ جا، سَرَليون! رابِ سَلامَ،
ڪاڪيون[6] اِڪني ڪامَ[7]، لکيو سُڻان ڪانگ جو.§

١٧

اَڇيو اَچيو ٻُونَ، واڪا ڪيو وَڻَن ۾،
سَديها سيڻَن جا، چولِيءَ چڙهيو چُونَ،
ڪانگ نه ڪوڙا هُونَ، پريان سَندي پارَ جا.

١٨

پريان سَندي پارَ جو، ڪانگلُ نه ڪوڙو،
اَچي وڃي وچ ۾، مَٿي دَرَ دوڙو[8]،
جو اَندرِ اوسيڙو، سو لاٿائين لطيفُ چئي.

١٩

ڪانگل قريبن جا! اَچي وائي[9] وَڻُ،‡
تو ۾ بوءِ بهارَ جي، مُشڪَ ڪٿوريءَ مَڻُ،
اَچي عَجيبَن جو، اورانگهي اَڱڻُ،
توکي ٻَسي تَرڻُ[10]، سوڙهنان[11] صاف[12] ٿئي.

٢٠

آنديون ڪانگ قريبَ جون، اَچُ واڌايون واهَ،
مَنَ مُرادون پُنيون، ٿيون سَرَهائيون[13] ساهَ،
آندا پرين اَللهَ، سَڏَ مُهنجا سابِ پيا[14].

٢١

ڪانگل! ڪوهُ[15] ٿيوءِ، پيو آهين پَٽَ ۾؟
اَچي اُسَ تڙڪو نه سَهين، اَچُ سارو ڏيهُنَ سَنوءِ[16]،
ٻَسي حالُ سَندوءِ، ڪانگن ڪانگورو[17] ڪيو.

٢٢

هُئين وَسيلو[18] وچَ ۾، ڪانگلَ! پاڙيئي[19] ڪانَ،†
اُٿي[20] ڪين عَجيبَ کي، ظاهرُ ساڻُ زبانَ،
توڙِ[21] ٻُڌئين تان نه، اوريان[22] ٿي آڳيو ڏئين.

---

١- لنئي ٢- غم ٣- موڙهي ٤- اَندر ۾ ٥- چيو ٦- سرليون ٧- ڪاٻه ڪتي جو ڪم نه ڪري ٨- ڊوڙندڙ يعني قاصد ٩- اَچي وڻندڙ وائي ڪر ١٠- تن، سرير ١١- سوڙهن کان ١٢- آجو ١٣- خوشيون ١٤- قلدائڪ ثيا ١٥- ڇا ٿيو اٿيئي؟ ١٦- سنو اٿيئي ١٧- ميڙ ڪري هل هلاچو مچايو ١٨- مهنجي ۽ پرينءَ جي وچ ۾ ناتو ڳنڍيندڙ ١٩- تو توڙ تائين نه نباهيو ٢٠- ڇيءَ ٢١- پڇاڙي يا منزل مقصود تائين ٢٢- اوريائين يعني وچ مان ئي موٽي اَچيو خبرون ڏئين.

*آنڊ ۾ ڏک ڇانئجيو وڃي، ايتري قدر جو ڪنهن به سرليءَ کان ڪتڻ جي ڪار ٿي نه پڄي.
§اي سرليون! اوهان مان ڪا به ڪتڻ جو ڪم نه ڪري، جڏهن مان ماڻ ۾ ڪانوَ جو چيو (پيغام) سڻان.
‡اي پرينءَ جا قاصد ڪانگا! تون اَچي ڪا وڻندڙ وائي ڪر.
†اي ڪانگا! تون مهنجي ۽ پرينءَ جي وچ ۾ ناتو ڳنڍيندڙ هئين، پر تو توڙ تائين نه نباهي.

۲۳

ڪانگل! تنهنجيءَ چانگ، جڏو جيءَ جهاريو،
مٿان لامن لت ڏيو، ٻولئين سر ٻيلانگ،
اڏر مٿان ڦانگ، ته گهر آون سڄڻ.

۲۴

ڪانگل! ٻيٺي ڪانگ، منهنجي ڏي محبوب کي،
"لالن! لايئي ڏينهڙا، ڪنهن سٽاٽي سانگ،
آون رءَ اڙانگ، وينئي ورهه وسائيان."

۲۵

رءَ پريان پرديس ۾، ورهه وڌي ڪي وس،
اکيون پار پرين جي، ٿيون گام نهارين گس،
ڏيندا پاندي ڏس، ڪيئن جون آئي خبرون.

۲۶

زاغ! تنهنجيءَ ذات جو، لورو مٿي مون،
اڏامج، عبداللطيف چئي، صبح سيڻن ڏون،
ڪج وينتيون وڪريون، ٻاجهائج ٻهون،
ته "لالن! ڪون لهون، جهو لو جهان ۾."*

۲۷

قريبن جو ڪانگڙو، مٿي ٽار ٽلي.
ڪٽيو ڪنيا لو خبرون، ڪيرون ڏيو ڪلي،
لائي جدهن لالن سان، منهنجي ٻاجهه ٻلي،
سو ور چشمن تي چلي، جو درٻاري دوس جو.

۲۸

ڪنو جي ڪانو، پريان سندي ٻار جو،
انهين مٿان آئون، ڪوڙين قرباني ٿيان.

۲۹

سو ڪانگ مرقاصد ڪر، جو سدا ٻوڙيندي ٻوليءَ ڪي،
ڪ ڪندو پنهنجي ٻيٽ جي، ڪ ويندو دوسن در؟
جنهنجي ٻوليائي "ٻر ٻر"، سو نياپا نيٺي رهيو! وائي

سائين! سگ، سندوم، مر ڇڄي سين جوڳين!
هلڻا جو هنگلاج ڏي، آديسين الوم،
نيٺي پورب پار ڏي، ويراڳين وڌوم،
سوئي ليرت لڪيو، سوئي پڌ سندوم،
هوءَ جو ليرت لڪيو، سامين سونهايوم.

۱- ٽب ۲- تي ۳- ٻئي ٽاريءَ ۴- ٽاريءَ ۵- ڪانو هتان نيا ٻو ۶- ضروري ڪم يا سانگي سان ۷- اوهان کان سواءِ ۸- ڏکي ۹- درد ۱۰- وڏي ڪٿي ۱۱- وسڪار ۱۲- پرينءَ جي طرف ۱۳- ڳوٺ جون ۱۴- وائون ۱۵- قاصد ۱۶- خوشيءَ ۱۷- نوازش ۱۸- محبوبن ڏانهن ۱۹- گهٽيون ۲۰- ليلائيج ۲۱- گهٽو ۲۲- ڪونه پسون ۲۳- لو جهڙو ۲۴- ٽاريءَ تي ۲۵- ڪانگل ۲۶- واڌايون ۲۷ ۽ ۲۸- ٻلي لائي = ٻهچائي ۲۹- پلي ۳۰- اکين مٿان هلي ۳۱- درٻاري ۳۲- دوست ۳۳- ڪتو هجي يا ڪانو ۳۴- ڪروڙين ڀيرا ۳۵- ڳولي ۳۶- مردار ۳۷- يا ۳۸- دوستن جي در تي ۳۹- ٻولي ٿي، لاڏ ٿي ۴۰- ٽان ٽان ۴۱- ڏيئي رهيو! ۴۲- ڇيوم ۴۳- پورب يعني آلمڪ ديس طرف ۴۴- منزل ۴۵- منهنجو ۴۶- ڏيکاريوم.

*اي محبوب! لو جهڙو (تنهنجو ثاني) هن جهان ۾ ڪونه ٿا پسون.

## سر پُورب - داستان پهرئين جو سار

ڪانگ يا ڪانگل، پرينءَ جي يار جو قاصد آهي. عاشق، زاغ کي زاريون ڪري ٿو ڪري ۽ طرحين طرحين جا لب ٿو آڇي: "سڀ مڙهيان سون سين، پکي! ڪنڌجا پر." ڪانگ جڏهن "قريب جون واڌايون" ڪيو اچي، تڏهن عاشق جو جڏو جيءُ سڄو ٿيو پوي. عاشق، ڪانگل هٿان، پنهنجي قريب کي هي پيغام ٿو موڪلي ته: "لالن! ڪونہ لهُون، جهو ٿو جهان پر." ڪانؤ "دوست جو درباري" آهي ۽ مر ته عاشق جي چشمن ٿي چلي. عاشق هن پکيءَ کي هي عرض ٿو ڪري: "مان توکي پنهنجو هنئون هٿن سان ڪڍي ٿو ڏيان. تون وڃي پرينءَ جي اڳيان اُنکي ولايت (پرديس) ۾ کاءِ. من عجيب اُنين پڇن ته هٿن ڪنهن پاڻکي قربان ڪيو."

•

## داستان پيو

١

سَدا شَوقَ[1] پِرِيَنِ جي، قُران قيرِيداءُ[2]،
مانَ سَڃِهوُن[3] يارُ، اَڳِيان اَکِڙِيُون کَٽِي.

٢

لَن اَکِيَنِ[4] اُنان سُکَ، کِلَندي کَٽَنِ جي،*
پِرِيَنِ پاپوهَڪَ[5] سان، ڏُورِ کَيا سَبِ ڏُکَ،
ماڙهُنِ ليکي[6] لُکَ، سامِي سوُرَ سَنا کَيا.

٣

وِچِينءَ[7] وِيراڳِينِ جي، مَتِي کَٽِهَ[8] کوُکَ،
مُحَبّتي[9] مَلوُکَ، ساڙِي سِکَ سَنا کَيا.

۴

سامِي چاڻِيينِ[10]، سُکَ طَلَبِئِينِ[11]، سِکِئِين[12] نَہ سامِي!
اَڃا اوڙِئِين[13] پَندَ پرِ، وِيئِين وِسامي،
کُرَ کي لوُن نَہ کَڏِئِين، چائِيينِ اِنعامي[14]،§
دائِمُ[15] مُدامي، ٻوُرو رَهِيو پِرِيَنِ سِين.

۵

سامِي چاڻِيين، سُکَ طَلَبِئِين، تَسا[16] ڏِئِين نَہ تَنَ[17]،
ماڙهُنِ کان مِٺُن[18] کَيو، پِنِين اَنّا ۽ اَنّ،

---

١- محبوب جي سک ۾ ٢- قيريون پائيندڙ، فقير ٣- آسان کي سڃي، نشان ڪري ۴- اکين کان ۵- مرڪڻ ٦- سدها ٧- سنجها جو ٨- ڪڙڇ، ڪڙاهي ٩- ڳاري ١٠- چوائين ١١- چاهين ١٢- ٿون ڪين سکئين ١٣- بيحال ٿي ١۴- اِنعام (وصال) حاصل ڪيل ١۵- هميشه ١٦- ڪشت ١٧- سوڙ کي ١٨- ٻهانو.

*لن اکين مان آسان کي سک سريا، جي پرين کلي مٿي ٿا کڻن.

§ ٿو اڃا گروئي نہ پراپت ڪيو آهي ته ڀاڻ کي ڀهتل پيو سڏائين.

ڪاپڙي! تو ڪَنَ[1]، ڪِ چيرايا[2] چِشَنِ لَءِ؟

۶

پُوَرِيا پُوري وِيا، آسَڪَ آڌيءَ[3] راتِ،
سُتِيَمِ نَہ سَاسِيَنِ جُونِ، پُڄارُونِ پَرڀاتِ[4]،
ڪا جا[5] جوڳِيءَ[6] ذاتِ، مَتَ[7] نَہ مُعذُورِنِ[8] جا.*

۷

پُوَرِيا پُوري وِيا، آسَڪَ اَڄُ صُبوحِ،
خَستُوري خُوشبُوءِ، آهي آديسِيَنِ ۾.

۸

مَتي[9] راهَ رَوانَ[10] ٿيا، پُورَبَ پُورِيائُونِ،
هِي گهرُ گهورِيائُونِ[11]، آڳانِڍِيائُونِ[12] اَڳيانِ.§

۹

پُوَرَبَ ۾ پيهِي، تان مُون ڳَهُتو نهارِيا،
سُتِ نَہ مُکي سَڄَڻين، جيهي[13] نَہ ليهِي،
هُتا پَرَڏيهِي، وَڃاڻي واٽَ ٿيا.

۱۰

پُورَبَ اُبي مارِياسِ، ڪَنهن دَرِ ڏيان دانهڙي؟
مَتيُون[14] ڏيندي لوڪُ کي، ڇَري پاڻَ ٿياسِ،
جِنين نَہ جهيهاسِ[15]، مان[16] لَنؤ[17] لَڳو تِنِ سين.

۱۱

پُورَبَ پُورَبَ لَبَ[18] ڪَرُونِ، جَبَ[19] هَنڙي آوَنِ[20] پُورَ،
سِڪَندي ڪي سَڄَڻين، نِڪُونِ[21] لايُونِ نُورَ[22]،
مارِيَسِ تَنهين سُورَ، جِنِ ساڄَنُ سُجهي[23] نَہ مِلي.

وائي

جن جو وارِثُ تُون، اَلا! سي ڪِيئَن رَهَندا نِيئَڪا مُنهن جا؟
آڳي[24] اَبَ[25] کُلُيا، پَلَي کُلُيائِين[26] پُون،
جوڙِيائِين جوڙَ جهانَ جِي، چَئي[27] "کُنْ فَيَڪُونْ"،
ڪُوڙين ڏَنِيا، ڪُوڙا پَسارا، ڏِينهَن مِڙئي ڏُونُ[28]،
آهِيُون اَلِفَ آسري، مُحَمَّدُ[29] مَچيُوسُون.

---

۱- وڳايا ۲- سوادن لاءِ ۳- پورب ديس جا، آلمڪ پرش ۴- بڌيم ۵- اهڙي ڪا ۶- جوڳين جي ذات ۷- مائت، متر ۸- ضعيفڙين، ڪاٽياري ۹- روانا ۱۰- هليا ۱۱- قربان ڪيائون ۱۲- اَڏيائون ۱۳- جهڙي لهڙي ۱۴- صلاحون ۱۵- جن جهڙي نہ آهيان ۱۶- مونکي ۱۷- عشق، نينهن ۱۸- لڏهن ڪريان ۱۹- جڏهن ۲۰- اچن ۲۱- ڳوڙهن جا وهڪرا جاري ڪيا ۲۲- اکين ۲۳- سجهي (سجهي نہ ملي = سجهي ٿو تہ نہ ملندو) ۲۴- ڏٺيءَ ۲۵- سهٽي ۲۶- ڏرلي ۲۷- ٿيءَ ۽ اٿين ٿي پيو [ڏٺيءَ چيو "ڪن" يعني "ٿيءَ" ۽ اٿين ٿي پيو (فيڪون)] ۲۸- ٻہ ۲۹- يعني اَللهہ.

*جوڳين جي ذات اهڙي ڪا (بي درد) آهي، جو هو معذورين (درد ۾ فنا ٿيلين) جا ڪڏهن بہ متر (همدرد) ٿيڻ وارا نہ آهن.

§هي دنيوي اوطاق ترڪ ڪيائون ۽ وڃي آلمڪ ديس ۾ پنهنجا خيما اَڏيائون.

## سر پُورب - داستان ٻئي جو سار

شاه صاحب، سچن جوڳين جي صحبت تان ٻلهار ٿو وڃي ۽ ڪوڙن ڪي قيمتي مت ٿو ڏئي. پورب مان مراد آهي: جوڳين جي آلمڪ منزل. شاه صاحب جا من گهريا جوڳي، پورب پڌاريا آهن ۽ سندن فراق ۾ سندس دل درد جون دانهون ٿي ڪري:

"پورب ٿي ماڙياس، ڪنهن در ڏيان دانهڙي."
"هنجي صحبت ۾ "خستوري خوشبوء"

آهي. ڪوڙن سامين جو حال اهو آهي، جو هو پيٽ ڀرجا ڪن ڪپايو، خلق اڳيان ڏيک پيا ڪن، ۽ اندران چشڪا پيا وٺن. پاڻکي سوامي چوائي، سک طلبڻ، آهي جوڳ، جو اپمان ڪرڻ. سچو جوڳي اهو آهي، جو سڀ لاڳاپا لاهي، مرڻ کان اڳي مري:

"لاڳاپا، لطيف چئي، جوڳي! ڇڏي جاڳ،
لاهوتيڪو لاڳ، مرڻ جي ۾ نه ماڻئين."

•

"سر پُورب"- هندستان جي ڳائڻ وديا آنوسار هندبول جي اُنن پٽن مان هڪ جي استري ۽ جو نالو 'پوربي' آهي. هن سر ۾، شاه صاحب، 'پورب'، پرين ۽ جي ديس ۽ سامين جي منزل مقصود کي ٿو سڏي. سامين کي "پوربيا" ٿو سڏيو اٿس:

"پوربيا پُوري ويا، آسڻ آديءَ راهه."

هن سر لي اهو نالو انهيءَ ڪري رکيو ويو آهي، جو منجهس 'پورب' ۽ 'پوربين' جو ذڪر آيل آهي.

# سُرُ ڪارايلُ

## داستان پهريون

۱

"وَحدَهُ"[۱] وائي[۲]، چَڙهندي[۳] چيائين،
سو اُنڌُ[۴] لَنگهيائين، جِتي پارَکَ[۵] پَکيان[۶].

۲

ٻَکَهِن سين ٻاڻُ[۷] هَڻي، اُڏاڻو آڪاسِ،
جِتي پِرِين سَنداسِ[۸]، سو سَرُ[۹] مَٽي[۱۰] هَنجَڙو.

۳

اَکَڙيُون اوڙاهَ[۱۱] ۾، اَيو تَڪي[۱۲] تارِ[۱۳]،
ٻُڏُون[۱۴] جي پاتارِ[۱۵]، هَنجُ تَنين جو هيرُئون[۱۶].*

۴

وَڃِين نه پيهي، ٻُڏُنِ لَءِ پاتارَ ۾؟
ڪَنڌيءَ ۾ ڪيهي[۱۷]، هاجَ[۱۸] تُنهِنجي هَنجَڙا؟

۵

اُونهي ۾ اوڙاهُ جو، هَنجُ لِتَهين هوءِ،
اِيءَ ڪانيرو[۱۹] ڪوءِ[۲۰]، جو چاڄِرِ[۲۱] ۾ چيرُون[۲۲] ڪري؟

۶

ٿيو حُضُوري[۲۳] هاڻِ، سوجها[۲۴] پيس سَرَ جي،
ڪُنڊي[۲۵] لَڌي ڪاڻِ[۲۶]، ٻِکيڙي پاتارَ ۾.

۷

اَڄو پاڻي لُڙُ[۲۷] ٿيو، ڪالُوڙِ ٻو ڪَنگَنِ،
ايندي لَڄَ مَرَنِ، تَنهن سَرَ مَٿي هَنجَڙا!

۸

وِينُو جِتن وِماسِئين[۲۸]، حَيرَتَ ٻُوڙُ مَ هَڏِ،
لائِيُون[۲۹] جي لِباسَ[۳۰] جُون، سي چِهائي چِڏِ،

---

۱- اِهو (ڏٺي) هڪ آهي ۲- ڏوار ۳- اُڏامندي ۴- اُنڌڪار، ڪارونيار ۵- پرک، آزمائش ۶- پکين جي ۷- تير هڻي (تڪ ڪري) ۸- سندس ۹- چشمو ۱۰- ڏانهن (وٽي) ۱۱- اونهي عميق ۾ ۱۲- جاچي ۱۳- تار پاڻي ۱۴- رليون (موتي) ۱۵- پاتال ۱۶- هريل ۱۷- ڪهڙي ۱۸- ڪم ۱۹- پاڻيءَ جو پکي ۲۰- ڪهڙو ۲۱- چڪڻ، ڍنڍ ۲۲- پند ڪري ۲۳- حضور ۾ ۲۴- پروڙ ۲۵- ڳجهي، ڳجهه سانديندڙ ۲۶- خزانو ۲۷- لڙائيو ۲۸- چنتائون ڪرين ۲۹- ڏوارون ۳۰- دولاب.

*هنج، اُنهن موتين تي هريل آهن، جي عميق ۾ سانديل آهن.

”آئوُن“، ”اَسين“ کَنِ جي، پاسي ٿن مَ اَڏِ[1]،*
ٿَنُ طالبَنِ گڏِ[2]، تہ ويجهو ٿئين وِصالَ[3] کي.

۹

ويٺو جٿن وِماسئين، حَيرَتَ[4] پئو مَ هورِ،
اونهون جو اَٿو وَهي[5]، گهڙي[6] ٿيان ٿي گهورِ،
ڏِنيوُن[7] هَڏِ[9] مَ ڏورِ[8]، گهوريو گَبُ گَسَنِ جو.

۱۰

ويٺو جٿن وِماسئين، حَيرَتَ پئو مَ هاڻِ،
لَڪَنِ[11] کي، لَطيفُ چئي، اَچي ساڻُ آراڻِ[10]،
کَنگَنِ لَٿي کاڻِ، گَڏيو هَنجُ حَبيبَ کي.

۱۱

پَکي پيهي نِگيا[13]، مَنجهان لَتڙَن[12] لَڪَ،
ڪِڏِين ماڻڪَ ميڙيا[14]، ڪِڏِين رَتا پَکَ،
پُنيءَ لاٿي لَڪَ[15]، گَڏيو هَنجُ حَبيبَ کي.

§۱۲

هَنجَنِ سين هيڪارَ، جي ڳَڻَا[16] ڪَري ٿهارِئين،
بَگَهنِ ساڻُ ٻِهارَ[17]، ٻيلهہَ[18] نہ ٻَڌِين ڪَڏهين.

۱۳

هاريا[19] هَنجَ! ٻَگَهنِ سين، ڪِيهي ٻَڌين[20] ٻيلَ؟
ميرو[21] مَٿائينجِ[22] تُوُن، اَڇي[23] کَرِ اَڪيلَ[24]،
کَنگَنِ ساڻُ کُويلَ[25]، لَلا! جِمَ لُٽُ پئين.

۱۴

اَڇو پئو اَڇاهُ[26]! تہ اَڇائيءَ اُٻهو[27]،
وِهَڻُ وَڙُ[28] نہ آن جو، پاڻيءَ لُڙَ لَلاهُ[29]،
سُسَرِ[30] ڏِجي ساهُ، کُسَرِ[31] کَنگَنِ قَبَروُن.

۱۵

کُسَرِ کَنگَنِ قَبَروُن، سُسَرِ ساڳاهيجِ،
هَنجَ! هِتيجي ڳالهڙي، بَگَهنِ مَ ٻوليجِ،
ماڻي، تُوُن مُڙيجِ[32]، چَنجِ مَ کَنهين چُهَنجَ[33] سين.

۱۶

سَرَ سُکي سالَ ٿيا، هَنجَ هَريو[34] ٿي هيرُ،
کَنگُ وِچارو ڪيرُ، جو رَسي اَنَ رَمزَ کي؟

---

۱- لنجي پر ہ نہ گذار ۲- سجن ڳولائن ۳- گڏ جاڻي ۴- فکر ۵- عميق، ساگر ۶- ڳول ۷- ڪنديون ۸- غب، مٽي ۹- پيچرن ۱۰- پکيءَ جو قسم ۱۱- اَطِبطت ۱۲- نڪتا ۱۳- پيڙيءَ ٿان ڪناري تي لهڻ لاءِ لڳتا (لتاڙيون) ۱۴- پر رگيا ۱۵- پنهنجي پنيءَ سان لڳائي، رهبري ڪري ۱۶- ڳڻ ڳوت ڪري ۱۷- ٻيو دفعو ۱۸- صحبت نہ ڪرين ۱۹- نادان ۲۰- ڪهڙي ۲۱- ميرو پاڻي ۲۲- ڪنارو ڪبج ۲۳- اَڇي پاڻيءَ ۲۴- اَڪلاءِ، اوت ۲۵- ڪمهل ۲۶- اي اَڇا يا سفيد پکي! ۲۷- پار اَڪرو ۲۸- لائق ۲۹- سست، ڍِڍو ۳۰- سٺي سر يا چشمي ۳۱- خراب سر يا چشمي ۳۲- گڏجج ۳۳- چوڇي، ڪم نظر ۳۴- آلو، تر ۽ تازو.

*اُنهنجي پر ہ نہ گهار، جي ”آئون“ ۽ ”اَسين“ پيا ڪن. (جي خودي تا ڏيکارين.)

§جي تون هڪواريءَ سوچ ڪري هنجن سان گڏ گهارين تہ وري هوند بگهن سان صحبت نہ ڪرين.

١٧

آءُ اُڏامي، هنجڙا! سر ۾ سارينئي،
متان مارينئي، پاڙهيري[١] پھه ڪري.

١٨

سر ۾ پکي هيڪڙو، پاڙهيري پڄاءَ،
سنديءَ آس الله، لُڏي لهرن وچ ۾.

١٩

ڍلبو منجهه درياهَ، پکي پسي آئيا،
ويچارا ويساهَ، آڻي اُڀِ اڏائيا.

*٢٠

پکي جڏهن پڄائيا[٢]، تنهن ۾ ساهُه نه ماهُه[٣]،
منجهه ڪرنگهرُ[٤] ڪات جو، متي پکن گاهُه[٥]،
ويچارن ويساهُه، متي پکن آئيو.

٢١

جن قطرَ[٦] چڱيو ڪُڙ[٧] پرٿين، ٻولَ ٻجهندين[٨] هنجَ!
مولي جي مهراڻ جا، ٻوڙا چڱيج پنجَ؛§
اُڄ ڪِ صُباح سنجهه[٩]، تو ڏي ڀيءَ[١٠] ۾ ڏيو[١١] ٿيين.

٢٢

ڪَونرَ[١٢] پاڙون پاتارَ ۾، پونرُ پري[١٣] آڪاسِ[١٤]،
ٻنهين سندي ڳالهڙي، رازِق[١٥] آندي راسِ[١٦]،
تنهن عشق کي شاباس، جنهن مَحبتي ميڙيا.‡

٢٣

ڪَونرَ پاڙون پاتارَ ۾، پونرُ پري ۾ سُڄَ،
ٻنهين سندي ڳالهڙي، عشق اِيَّ اهڃَ[١٧]،
لوءِ[١٨] نه لهين اُڄ، جي پيو پِهين پاڪ ۾.

٢٤

ڪَنڌن[١٩] ۾ ڪوهُه ڪرٿين؟ ڪسن ۾ م ڳُذارِ،
وڃي وحدت[٢٠] وِيَّ ۾، ڳُهتُون ڇڏي ڳهارِ،
شريعت جو سُرُ لهي، تن[٢١] لياٿين تارِ،
حقيقت هنجن سين، طريقت تنوارِ،
منجهان معرفت سين، آندرُ[٢٢] تون اُجارِ،
هدايت[٢٣] جي هوءِ[٢٤] ۾، چڱيو[٢٥] تون چانگارِ[٢٦]،
نه پاڙهيري لان پارِ، ڪون[٢٧] ڏسين تون ڪڏهين.

١- شڪاري ٢- فنا ڪيا ٣- ماس ٤- ڳنيءَ جو ڪنڊو، ٻيڙو، ڪوڙڪو ٥- ڪنين ٦- قطرو ٧- ڪک ٨- اقرار ۾ ٻڌين ٩- صبوح يا سانجهيءَ، جلد ١٠- ڪوڙڪي ١١- فوت ٿيين ١٢- ڪنول ١٣- گهمي ١٤- آسمان ۾ ١٥- ڏڻيءَ ١٦- واس ڪئي ١٧- نشان ١٨- تنهن هوندي به ١٩- ڪنارن ٢٠- وحدت يا هيڪڙائي جي سبز گاهه ۾ ٢١- اُنهيءَ هنڌان ٢٢- صاف ڪر ٢٣- هاديءَ يا رهبر جو ارشاد يا سکيا ٢٤- حق جي هيڪڙائي يا هلاچو ٢٥- چڱيو ٢٦- تنوار ٢٧- هن طرف.

*شڪاري ڪات جو ڪوڙو پکي ناهي، اُنکي پرن ۽ ڪنين سان ٻڌيندا آهن ۽ پوءِ اُنکي ڍنڍ مٿان تاريندا آهن. ٻيا پکي اُنکي سچو سمجهي، اُتي جمع ٿيندا آهن ۽ شڪار ٿيندا آهن.

§ڪن صاحبن جو رايو آهي ته هتي سرير جي پنجن يوگ آستانن ۽ گيان پدارٿن ڏانهن اشارو آهي.

‡تنهن محبت کي آفرين هجي، جنهن ٻن پريمين کي هڪ ٻئي سان ملايو.

۲۵

جيهَرَ[1] لوڪُ جَهپَ[2] ڪَري، اوهيرَ[3] اُڏامَنِ،
پٿَرَن جي پاتارَ جا، چيتاريو[4] چُڳَن،
ڪوهُ ڪَندا ڪي تَنِ، پاڙهيري پَهُ ڪَري؟

۲٦

ماڻڪَ چوڙُو[5] جن جو، هَنجَ حُضُوري[6] سي،
چِلُرَ[7] ۾ ڇُهسَ هَٺي، مَچِي ڪِينَ[8] نه اي[9]،
لوڪَ نه لَکيا[10] لي[11]، جيلان[12] پوُڻَنِ[13] ٻَگهن[14] گَڏيا.

۲۷

هَنجَ مِڙيئي هَنجَ، ميرو مَڇُهِنِ ناهه ڪو،
جتي رَهَنِ سَنجَهه[15]، سو سَرُ ڪَنِ سُرَهو.

۲۸

سَرَ اُهيئي اِڳيان، پَکي پِيا پِيا،
جن لَميو لائيون ڏِنيون، سي ويچارا وِيا،
پاتوُنڊَرَ[16] پِيا، وَڃِي ڪِنجهرَ[17] ڪَنڌِيين.

*۲۹

وِيا مورَ مَري، هَنجُ نه رَهيو هيڪڙو،
وَطَنُ ٿيو[18] وَري، ڪوڙَنِ ڪانيرَنِ جو.

۳۰

سُرَهو سَرُ وِڃائيو[19]، ڪوڙَنِ ڪانيرَنِ،
رُنا روهَ[20] وَڃَنِ، ڪَنهن هيٺائيءَ ڪان هَنجڙا.

وائي

پَلو، جيڏيون! آئون جا ٻَلوچي جي آهيان،
ڪَنيزَڪَ[21] ڪيچِيُنِ جي، نانڙ[22] نانءَ سَڏائيان،
پيزارَ[23] پُنهونءَ جامَ جِي، اَکيُنِ سين اُنائيان[24]،
پَلو جيڏيون! آئون چَشمَنِ[25] سين چائيان[26].

## سر ڪارايل - داستان پهرئين جو سار

حقيقي عاشق هنج مثل آهي، ۽ عام خلق، ٻگهن ۽ ڪانيرن مثل. هنج، ٻگهن جي صحبت کان ڪنارو ڪري، آڪاس ۾ ٿو اڏامي، ۽ انهيءَ سر لي وڃي ٿو گذاري، جتي حقيقي نور پيو وسي. هنج اوجل جل جو عاشق آهي ۽ ٻگهه ميري ۽ لڙائيل پاڻيءَ لي ٿو مري. هنج، پاتار ۾ پيهي ماڻڪ ٿو چڳي؛ ٻگهه، چاڙر ۾ چيرون ڪري، مڇي پيو ڪائي. افسوس جو هيڻڙ ڪانگن، سرها سر ۽ ميرا ڪري ڇڏيا آهن. هنج ويچارا پرواز ڪري ڪنهن روهه ۾ هليا ويا آهن. عام پکي، پاڙهيريءَ جي دام ۾ اڙجيو وڃن؛ هنج سان سندس پهچ ناهي. عام ماڻهو شيطان جو شڪار آهن؛ پر عارف کي ڪي عزازيل هٿ لائي نه ٿو سگهي. عشق جي ڪرامت، پاتار ۾ پيٺل ڪنول ۽ آڪاس ۾ اڏامندڙ پؤنر کي پاڻ ۾ ميڙي هڪ ڪيو ڇڏي.

۱- جڏهن مهل ۲- ننڊ ۳- اوڏيءَ مهل ۴- چت ۾ ساري ۵- چوڳو، ڪاڏو ٦- محبوب جي حضور ۾ ۷- چڪ ۸- ڪائين ۹- اهي ۱۰- ڏٺا، سڃاتا ۱۱- انهيءَ ڪري ۱۲- جڏهن صورت ۾ ۱۳- گهمن ۱۴- ٻگهن سان گڏ ۱۵- سنجها، رات ۱٦- در ٻٽيندڙ، سخي ۱۷- ڪنجهر ڍنڍ ۱۸- ڍنڍ جا پکي ۱۹- خراب يا ميرو ڪيو ۲۰- جبل ۲۱- ٻانهي ۲۲- مومل جي داسيءَ جو نالو هو ۲۳- جتي ۲۴- کٽان ۲۵- اکين ۲٦- کٽان.

*مور ۽ هنج هليا ويا. ملڪ سڄو ڪوڙن ڪانيرن جو آهي. (سچا انسان لڏي ويا. ڪوڙن جو وارو آهي.)

## داستان ٻيو

١

سو پکي سو پڃرو، سو سُرُ سوئي هنجُ،
ٻيهي جان ٻروڙيو، ڀون پانهنجو منجهه،
ڏيلَ جنهن جو ڏنجهه، سو ماري ٿو منجهه ڦري.

٢

ڪارايلَ جي ڪوڏَ، ڀون ڪنجهرُ سڀ نهاريو،
وري واهيري نه وريا، لَلا لاڪيڻيءَ لوڏَ،
هنئين جنين هوڏَ، سي هنجڙا سڀ هلي ويا.

٣

سنها پاڻ م سڀ، ويا واسينگن جا،
جنين جي جهڙپ، هاٿي هندان ٿي نه چُري.

٤

سنها پاڻ م سڀ، سڪا جنين پيٽ،
لنئين جي جهپيٽ، جنگن کي جوکو ٿئي.

٥

آسڻ جن اربع ۾، اوءَ ڪچر وهه ڪري،
تن جا منهن ملڪن جهڙا، ٽڪو تان نه ٽري،
جي انهين ساڻ اڙي، ته ڪانهي جاءِ جريءَ جي.

٦

آسڻ جن اربع ۾، تن جي وهه جو ورن ٻيو،
تن جو ڪنبو ٿي ڪرڪري، جي مٿس پيرُ پيو،
پرينشان آهي پدرو، تن نانگن جو نهو،
ڪلي ويلَ ڪهو، جو سامهون ٿئي سڀن کي؟

٧

ڪنهن ڪنهن ڪاريءَ ذات کي، مور ٻه منائين،
جي چِتُرا چڪيا ڪري، ته وڳ وراڻي ڏين،*
سات سمورا نين، جي منين پانئي موٽيا.*

٨

ڦرين ڪاري نانگ جي، ڪوچڙ ڪيلُ چيڙ ڪري،
جي هٽي ڏنگ ڏسائيو، ته ويڄهو تان نه وري،
جيڪي لُپ مري، جيڪي سڪي صحت کي.

٩

کپر! ٽاروڙين سين، وڏو وڏءِ وير،
نانگ نه ويندين نڪري، تو ڏر مٿي پير،
هِيُ لنئين جو ٻير، جن جهونا ڳڙهه جلائيو.

وائي

لک سيڻن لکوپتن، ڪوڙي راند، ڪوڙو چيٽڪو،
لنيو جنن لامين چڙهين، ڪريو، ڪارايل! ڪنڪو،
ڪي تو ڪنين نه سڻو، شهباز جو سنڪو؟

١- راز، ڳجهه ٢- سربرو ٣- ڏک ٤- شڪاري (شيطان) ٥- مور ٦- شوق ۾ ٧- آکيري ٨- موٽيا ٩- محبت ١٠- نه سمجهه ١١- نانگ ١٢- ٻچا، جاوا ١٣- ڏنگ ١٤- انهيءَ هنڌ تان ١٥- ڏنگ ١٦- سورمن ١٧- آستان ١٨- ريگستان، رڻ پٽ ١٩- نانگ ٢٠- سڄي يا قاتل زهر سان ڀريل ٢١- فرشتن، ديوتائن ٢٢- ڏنگ ٢٣- مارڻ کان نه گسي ٢٤- ٻلاند اڙجي ٢٥- ذري ٢٦- رنگ ٢٧- ملڪان ملڪ، جڳن کان ٢٨- نسل ٢٩- جنگ جي وقت ٣٠- ڪير ٣١ مور ٻه پاسو ڪن ٣٢- چترائيءَ سان ڏنگي ٣٣- چتائي ٣٤- يا ته ٣٥- انهيءَ دم ٣٦- اي نانگ! ٣٧- نانگ منڊيندڙ جوڳين ٣٨- ديرو ٣٩- ٿوري وقت تائين ٤٠- خوشامد ٤١- لائيون ڪري ٤٢- ٽارين ٿي ٤٣- اي مور! ٤٤- جلهه، هلان ٤٥- ٻڌو ٤٦- وڏي باز (موت) ٤٧- ڏڪ.

*جي چترائيءَ سان ٿورو ٿي ڏنگي ته مور ٻه جيڪر ڀر ٿي، پنهنجا سمورا سات موٽائي وڃن.

## سر ڪارايل - داستان ٻئي جو سار

انسان جي ڪايا هڪ پڃرو آهي، هن ۾ پکي ۽ سرهو سر به اُن منجهه ئي آهن. شيطان روپي شڪاري به منجهس ئي پيو ڦري. افسوس جو اَڄ هنجن (ڪاملن) جو ديدار درلڀ ٿي پيو آهي. هن دنيا روپي ريگستان ۾ ڪيئي سنها سپ پيا گهمن، جن جي جهڙپ وڏن جڳن کي به ڏاهيو وجهي. جتي ڪارايل (مور) ڪنهن ڪنهن ڪاريءَ ذات کان ڪنارو ڪندو آهي، لئن سچا سالڪ به اُنهن بلائن کان ڪنارو ڪندا وتن. وڏي ۾ وڏو نانگ شيطان آهي، پر جوڳين سان سندس جاءِ ناهي. جن جوڳين، پنهنجي يوگ ٻل سان جهوناڳڙهه جلايو، سي هن نانگ کي ڪن ۾ ناس ڪيو ڇڏين. گاروڙين سان وير رکي، نانگ ڪتان پڇي ڇٽندو! ”نانگ! نه ويهدين نڪري، تو ڏر متي پير، هيءُ تنين جو ڏير، جن جهوناڳڙهه جلائيو.“

•

”سر ڪارايل“- هن سر جي مضمون مطابق نالو رکيو ويو آهي، اُن ۾ ڪارايل (مور يا هنج) جو ذڪر آهي. دنيا جي فضا کي ”لڙ“ سڏيو ويو آهي ۽ مڪار انسان کي بگهن ۽ ڪانيرن سان مشابهت ڏني وئي آهي. عارف، هنجن مثل آهن:

”هنجن سين هيڪار، جي ڳڻ ڪري نهارئين،
بگهن سين ٻيهار، ٻيلهه نه ٻڌين ڪڏهين.“

# سُر پرڀاتي

## داستان پهريون

*١

اِيَّ نہ پانَنِ[1] پِيرُ[2]، جِئَن ڪِينرُ[3] ڪِيرِيءَ[4] لَنگِيو،
سوُنهاري صُبوُحَ[5] سين، وِجهي وِيئين وِيرُ،
توکي چوَندو ڪيرُ، ڪِيرَتَ[6] ڏاران مَگَڻو؟

٢

سُتو ڪِئَن نِنڊوُن ڪَرِين، رو وِهاڻيءَ[7] روءِ[8]،
ٻيان سازُ سَندوءِ، پِيو هوُندو پَتَ ۾.

٣

سيرانديءَ سازُ ڪَيو، سُمهين ساري راتِ،
جاڄڪاڻي ذاتِ[9]، اِيَ هوءِ اَڳهين[10]؟

٤

جنين سُکُ نہ ڪو، چارَڻَ سي چِئجَنِ،
رُڄَنِ راهَ پِڇَنِ، مَٿي ڪُلَهنِ ڪينَرا.

٥

مُوڙهو[11] پُٺِين[12]، مَگَڻا! ڪيڏانهن هُئين ڪالَ؟
لَنگها! چِڙ، لَطِيفُ چئي، اَجهَڻَ[13] جا اَفعالَ[14]،
سَهِڙَ[15] دَرِ سُوالَ، ڪِرِ نہ قِيمَتَ[16] آڻين.

٦

چارَڻُ[17] لَڳو[18]، پَنڌُ گهڻو، ڪي چوڻاٽيءَ[19] چَئيجِ،
هِتِ ڪي هَلائيجِ، اُتي آئوُن نہ اَچڻو.

٧

جيڪي ڏَڏَنِ[20] ڏي، ٻُجهيان ٿِي ٻُجهَہ ۾،
سو جي سَٽَنِ[21] ڪَڍهين، ڪِرتِ وارا ڪي،

---

١- مگڻهارن ٢- اُهڃاڻ ٣- سرندو ٤- ڪليءَ ٥- سهڻي ٦- پڇن، راڳ، ٧- اَسر جو ٨- روئي
٩- ميراثين جي ذات ١٠- عزت واري ١١- ملول، منجهيل ١٢- گهمين ١٣- بي ذوق ٿيڻ
١٤- ڪرتوت ١٥- لس ٻيلي جي حاڪم سهڙ سخي ١٦- ملهائتي سوغات لهين ١٧- مگڻهار
١٨- جڏو ١٩- تاجدار، ڪلنگيدار ٢٠- بي هدون ٢١- ڪيرت ڪندڙ، راڳيندڙ.

*اِهو مگڻهارن جو دستور ناهي، جو سندن سرندو ڪليءَ ۾ لڙڪيو پيو هجي. تو سهڻي صبح سان عداوت وڌي آهي. سائينءَ جي اُستتي ڳائڻ بنا توکي ڪير مگڻو چوندو؟

نہ ساڙَ مڙوئي سي، هوَندَ پتُون[1] ڪَن پَلڪَ ۾.

٨

اِت ڪِرِت وارا ڪيترا، ڪِرِت ڪَبو ڪوهُ؟
جيڪي ٻَندو ڪَمُ ڪَري، سو مڙوئي ڏوهُ،
تون پارسُ، آئون لوهُ، جي سَڄڻ[2]، نہ سونُ ٿيان.

٩

اُٺيو اَبوجهاءِ[3]! سَپڙُ جو سَڏُ ٿيو،
جِنِ اُٺين[4] ڪِينَ سَڪُٽُ[5] نہ سِکيا[6]، تِنِ پاڻا ويڙوراءِ[7]،
مَگُو موَن[8] مُلاءِ، آئون اوهانجو آهيان.*

١٠

ڏاتِ نہ آهي ذاتِ تي، جو وَهي[9] سو لَهي[10]،§
آريوُن[11] اَبوجهن جوُن، سَپڙُ جامُ[12] سَهي،
جو راءِ وَتِ رابِ[13] رَهي، تَنهن ڪُجهي تان نہ ٿئي.

١١

ٻوليوُن[14] ٻيلي[15] جيوُن ڪَري، ٻاسي پَرِ پيو،
سُڻائي سُتنِ کي، وِهاڻيءِ وِيو،
جاڳي ڪين پيو، سُو سِکيوئي هيڪڙو.

١٢

ٻوليوُن ٻيلي جيوُن ڪَري، ٻاسي پَرِ پيو،
چارَڻُ چاڙهي چَوڏولَ ۾، ٻِهان ٻوءِ ٿيو،
رُڃي[16] رابِ ڪيو، سَرفرازُ، سَيّدُ چئي.

١٣

ٻاجهاڙو[17] ٻيلي[18] ڏٺي، ٻُجهان[19] ٻاجهه ٿئي،
سَپڙُ[20] سا سُڻي، جيڪا چارَڻُ چِتَ ۾.

‡١٤

جاڻين نہ ٻہ نہ جاڻُ، اِيُ ڏَرُ اَبوجهن جو،
اِنَ ڏَرِ سي ٿي اَگهيا، جِن نہ ڀانيو ڀاڻُ،
ريجهاڙو[21] راجاڻُ[22]، آهي اَبوجهن جو.

‡١٥

ڏَڏُ ٿي ڏاڻُ[23] گهُرجي ٿون، چَڙَ وِجا وِجائي،
سَپڙُ رابِ سَنباهِيا[24]، تازي[25] تو لائي[26]،
جو جاڻي نہ ڳائي، تَنهن سين ٻيلي ڏٺيءِ ٻاجهه ڪئي.

١٦

صُبوح جو سُهاڳُ[27]، مَگڻهارَنِ ماڻيو،
ڏِناڻُون ڏاتارَ کي، وَڏيءِ وِيرَ[28] وِهاڳُ[29]،

---

١- ٻرڙا، ڇٻون ڇٻون ٢- نظر ڪرين ٣- اي اَبوجهه اِنسان! ٤- اُوهين ٥- هرگز ٦- اُرخود ٧- راضي ٿيو ٨- مون کان ٩- محنت ڪري ١٠- حاصل يا پراپت ڪري ١١- آرا اَنگل ١٢- راجا ١٣- ڏک سور ١٤- آلاپ، راڳ ١٥- جهنگلي ١٦- راضي ٿي ١٧- ٻاجهارو ١٨- لس ٻيلي جو حاڪم ١٩- سمجهان ٿو ٢٠- سپڙ سخي (حاڪم) ٢١- راضي ٿيل ٢٢- راجا ٢٣- وديا، جاڻ ٢٤- تيار ڪيا ٢٥- تازي گهوڙا ٢٦- تو لاءِ ٢٧- هني ڏٺيءِ جو راضپو ٢٨- سويل ٢٩- اَسر جي راڳڻي.

*سپڙ (ڏٺي) ٿو چوي تہ "(اي اِنسانو!) مونکان گهرو، ڇو تہ مان اُوهانجو آهيان."

§ روحاني فيض ڪوڪنهن کي ذات تي عطا نہ ٿو ٿئي، پر جوجوڳ، ٿو ٻچائي، سوئي پراپت ٿوڪري.

‡ هنن بيتن ۾ هدايت آهي تہ ڏٺيءِ جي در تي اَڻ جاڻ ٿي اَچڻ گهرجي.

وس منهنجي ناهہ ڪا، سيڻن هٿ سهاڳ،
پرين سين ڀاڳ[1]، مان نماڻيءَ نصيب ٿئي.

۱۷

پيو ليٽين لٽ[2]، سچيئون راتيون سمهين،
اٿي آڌيءَ نہ ڪرئين، سپڙ ساڻ سهٽ[3]،
وڃنهي وات[4] اپٽيا[5]، پيٽنيئون[6] پاٽيمت[7]،
ميڙي تنان مٽ[8]، چونڊي پريا چارٽين.

*۱۸

ڏاتار ڏک ڪيا، پاٽا متي مڱڻين[9]،
"موں در[10] ڇڏيو، مڱڻا! مڱين ڪوهہ پيا؟
تڏهن تو پيا[11]، وچان ولها ڏيهڙا."

۱۹

مڱ، تنهين ڪان، مڱڻا! جو ڏيهاڙي تو ڏئي،
ڪوڙا در دنيا جا، جاچڪ! مڱين جي،
سيان توهين[12] ڪي، موٽي ڏيندا[13] منهن ۾.

۲۰

ڪڙهہ[14] اڱيان ڪپ[15]، ڍهاٽي ڏاتار جي،
لنگها! لاهہ مَ لڪ سيڻن[16]، متان چانئٽ چپ،
مڱڻهارن مپ[17]، ڪونهي ڀو ڪيرڻ ري.

۲۱

سپڙ ساهہ پساهہ[18]، جاچڪ[19]! جم وسارئين[20]،
ريهي[21] رپي[22] سنديون[23]، تنديون ٽنبي ڪي پاءِ،
لنگها[24]! تون ليلاءِ، اڱيان وڃي ان جي.

۲۲

ميرا[25] پسي مڱڻا، سپڙ سڌ ڪيا،
سبوجهن سڃا[26]، ابوجهن[27] آسرو.

۲۳

تون سپڙ، آئون سيڪڙو، تون صاحب[28]، آئون سڳ[29]،
پڇي تنهنجو پڳ[30]، ڪلهي پاتم ڪيڙو.

۲۴

تون سپڙ، آئون سيڪڙو، تون ڏاتار، آئون ڏُڌ،
سٽي تنهنجو سڌ، ڪلهي پاتم ڪيڙو.

۲۵

تون سپڙ، آئون سيڪڙو، تون ڏاتار، آئون ڏوهہ[31]،
تون پارس، آئون لوهہ، جي سڃين، تہ سون ٿيان

---

۱- ميڙاڻو، ميلاپ ۲- آلوٽ ۳- رهاڻ، سلوڪ ۴- حاڪم جي ذات جو نالو ۵- کوليا ۶- پيٽنين مان ۷- پاٽيمت (آبدار موتي) ۸- مڱڻهارن ۹- ڏوراپا ڏنا ۱۰- منهنجو در ۱۱- ڏکيا، مسڪينيءَ جا ۱۲- ٽوڪي لي ۱۳- منهن ۾ مهڻا ڏيندءَ ۱۴- آستان، لنگهہ ۱۵- پاڻ ڳاڙ ۱۶- ٽر ماٽر، هڪ ڪن ٽاڻين ۱۷- وجهہ، موقعو ۱۸- دم بدم ۱۹- اي مڱڻهار! ۲۰- متان ۲۱- ريڪ ڏيئي، گنڍي ۲۲- چانديءَ جون ۲۳- سرندي ۲۴- اي مڱڻهار! ۲۵- گدا، مسڪين ۲۶- هوش يا سمجهہ وارن ۲۷- ٻڌا ۲۸- طالب، سوالي ۲۹- ڪتو (پارسي سگ جي بگڙيل صورت) ۳۰- پير، ڏس ۳۱- ڏوهن جو مجسم.

*سپڙ سخي مڱڻهار کي ڏوراپو ڏيئي ٿو چوي تہ "تون منهنجو در ڇڏي ٻين جي درن تي ڀٽڪيو آهين، تڏهن ٿي ٽوڪي وچ ۾ هيترا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن."

٢٦

ڏاتار ته تون، ٻيا مڙئي مڱڻا،
ميڻهن منڊائيتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، ته ميريائي مان لهان.

٢٧

اُڀرو ٿارو، اُتي ور وهاڳ ڏي،
سِڄڻ رِسارو، چِتُ ڀڙڪي چارئين.

وائي ١

اِڃي ڏر وانءُ مر ڪيڏانهين،
آلا! جو تون جام مڱيندين، مڱڻا!
قيرم هنئون، ڪنڌ ڪيا ڙي، ٿيندءِ هاج هٿائين،
ماڻڪ موتي، مال خزينا، ڏيندءُ ڀاڻي سائين،
وِرچي تون وهاڳ ڪان، مٿان ڏئين پانهين،
ٽر داتا مگ، مڱڻا، آندا! هوئبي اوڏانهين،
مُذڪرا! مٿان چڏئين، هٿان هيڪڙائي،
ڀون ڏٺي ڀن کي، ڪڻ سمو سوائي،
”اِنَّ اللهَ وِترٌ يُحِبُّ الوِترَ“، وحدت واڳ وڏائين،
ٻنهجي طرف ٻائهين، سائل سڏيائين،
جتي جوانن کي، ڪوني ڪُٺائين،
اُتي عاشقن کي، اُلفت اُهڃ ڏنائين،
ڪثرت ڪر قُرب سين، خُلت ڪاج ڏنائين،
”اَلاِنسَانُ سِرِّي وَاَنَا سِرُّهٗ“، اِن پر اُتائين،
ڳُجهه ڳُجهاندر ڳالهيون، راز نه رکيائين،
ٻسوا ٻيناڙن جي، ڀَٽ ڀر پاڻ وڌائين،
اَديون! عبداللطيف چئي، مون سين مِهر ڪيائين.

وائي ٢

وڏڙا ڏاڻ ڏنائين، ڪيائين رخت ريڙاڻن جو.
ڏاتيون ڏني ڏڏن کي، سندئون سون سائين،
آندا مدد آئيا، سخا سڌ وڌائين،
ڪين مُنجهان جو ڪي ڪري، سو نه سا راهين سائين!
”وَتُعِزُّ مَن تَشَاءُ وَتُذِلُّ مَن تَشَاءُ“، آهي سڀ اُتائين،
نوازيائين نُطفو، مُنجهان ڪين ڪيائين،
حرفت حريفن جي، پيري سڀ پڳائين،
حاسد سڀ حزن ۾، مدعي پاڻ مُنائين،
اَديون! عبداللطيف چئي، آهه پاڻ وَٺندڙ سائين.

---

١- مڙيئي ٢- مند ٿي ٣- عيبدار ٿي ٤- شرف پايان ٥- ڪانڌ کي (ڌڻيءَ کي) ٦- اُسر جي راڳڻي ٧- غيرت وارو ٨- دليون ٻرڪي ٩- مڱڻهارن جون ١٠- نه وڃ ١١- جام ڪان مڱيندين ١٢- هنان ١٣- خزانا ١٤- لس ڀلي جو ڌڻي ١٥- بيزار ٿي ١٦- ٻئي ١٧- ڌڻيءَ جو ذڪر ڪندڙ ١٨- سيڪني ڪان سرس ١٩- تحقيق الله هڪڙو آهي ۽ کيس هيڪڙائي پسند آهي (حديث) ٢٠- هيڪڙائي جي واڳ ٢١- سوالي ٢٢- محبت جو ڏس ٢٣- محبت جي خوراڪ ٢٤- اِنسان منهنجو ڳجهه آهي ۽ مان سندس ڳجهه آهيان (حديث) ٢٥- اهڙيءَ ريت ٢٦- ڇپائين ٢٧- نه سانديائين ٢٨- مڱڻهارن ٢٩- ڪشڪول ٣٠- دان وڌائين ٣١- وڏو دان ٣٢- سامان سرو ٣٣- ناڻن ٣٤- سوغاتون ٣٥- سون جون ٣٦- جنهن کي وڻيس تنهن کي عزت ڏئي، جنهن کي وڻيس تنهن کي ذليل ڪري ٣٧- قطرو (يعني اِنسان) ٣٨- درد ٣٩- ڪوڙا ٤٠- مات ڪيائين.

## سر پرڀاتي - داستان پهرئين جو سار

مڱڻهارن جو اِهو ڪم ناهي، جو سونهاري صبح سان وير وجهي، ڪينرو ڪلهي ۾ ٽنگي چڙهن. چارڻ اُهي چڱن، جي ڪينرو ڪلهي تي ڪري، رڻ جي راه پڇن. اي مڱڻهار! (اِنسان!) ڪنهن ڏينهن تون فنا ٿي ويندين ۽ تنهنجو ساز پٽ ۾ پيو هوندو. ڏاتي ڏڏن کي اِئين ٿو نوازي، جئن لس ٻيلي جي حاڪم سپڙ سخيءَ هڪ اَجاڻ مڱڻهار کي نوازيو هو. ڏڏن کي هو اهو ڪي ڳجهه ۾ ٿو ڏئي، جو حاذق ۽ حيران ٿيو وڃن. ٻڌو لوه آهي ۽ صاحب پارس. پارس، لوه کي سڃي ته لوه سون ٿي پوي. ڏاتي ۽ ڪنهن نالائق کي نوازي ته هو ٻي ٻها بالم ٿي پوي. ڏاتار، هڪ سائين ٿي آهي:

”ڏاتار ته تون، ٻيا مڙئي مڱڻا.“

مڱجي اُنهيءَ ڏاتار کان، جو ڏهاڙي ٿو ڏئي؛ ٻيا مڙئي در دنيا جا ڪوڙا آهن.

•

”سر پرڀاتي“- ”پرڀاتي“ هڪ هندستاني راڳڻيءَ جو نالو آهي، جا صبح جو ڳائبي آهي. هن سر ۾ اِنسان کي مڱڻهار جو روپ ڏنو ويو آهي ۽ ڏاتيءَ کي سپڙ سخيءَ جو. اُسر جي وقت ڏاتيءَ جي اُستتي لازم آهي. اِنسان کي گهرجي ته پره ڦٽيءَ جو اُٿي، پنهنجو ساز، حاڪمن جي حاڪم اَڳيان وڄائي:

”اُٿيو ڻارو، اُٿي ور وهاڻ، ڏي.“

# سُرُ ڏَهَرُ

## داستان ٻهريون

١

ڪَرِ ڪي ڳالهِڙيُون، ڪَندا![1] ڀورَ[2] ڏٽِّين[3] جوُن،
ڪِنِ سي رائِڙيُون، ڪَنهن ڀَرِ[4] ڏينهَن گُذارِئين؟

٢

ڪَرِ ڪا ويهي ڳالهِ، ڪَندا! ڀورَ ڏٽِّين جي،
هَهِڙي اَجُ حالَ، ڏُکِيا ڏينهَن گُذارِئين!

٣

ڪَندا! تو وَٽان، سَجُ ڪِ سيٽَنِ[5] لَڌيو؟
مَحِرَ[6] تو مَٽان، چِٽيو[7] ڀوَنِ[8]، چُڳا ڪيو!

٤

جان تو هُٽِڙو وَڍُ[9]، ڪَندا! ڀورَ ڏٽِّين جو،
پاٽا ڏيئي ڏَڍُ، مُوريءَ[10] مَحِرَ[11] نہ ڪَرِئين.

٥

جان تو هُٽِڙو سوُرُ، ڪَندا! ڀورَ ڏٽِّين جو،
مَٿي لامُنِ[12] ڀورُ، موريءَ مَحِرَ نہ ڪَرِئين.

٦

ڪَندا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن ڀَريو[13] ڀورُ وَهي؟
جَسوُدَنِ[14] جيڏو، تو ڪو گَڏيو ڀَهِڙو[15]؟

٧

سَجُ ڪِ سُڪو ڀورُ، ڪَنڌيءَ[16] اَڪَ[17] ڦُلاريا،
جُدگَنِ[18] چَڏيو زورُ، سَرُ[19] سُڪو، سوُنگي[20] گيا[21]؟

٨

جَڏهِن ڀاڳي[22] ڀورُ[23]، ڀَئي وَهَنِ بَليارَ[24] ۾،
تَڏهِن تازِڙِيُن[25] طورُ، هُئو جَسودَنِ سيِن.

---

١- ڪندا وڻ ٢- مهراڻ (ڀورو) ٣- مالڪن (ڀوري جي وڻجارن) ٤- ڪهڙيءَ طرح ٥- محبوبن ٦- ڪنڌيءَ جو ڦر (سگر) ٧- ڪريو پون ٨- ڇڳن جي صورت ۾ ٩- فراق جو ڦٽ ١٠- آلت، ١١- مور، اَصل ١٢- ٽاڙين ١٣- ٽمٽار نهر ١٤- اِنهيءَ ذات جي وڻجارن ١٥- قاصد ١٦- ڪنڌيءَ تي ١٧- اَڪ جا وڻ ١٨- ٻهادرن (هٿي شاهوڪارن) ١٩- هٿي نهر ٢٠- محصول وٺندڙن ٢١- ويا ٢٢- نهر جو نالو يا نار (ڀاڪو) ٢٣- وهٽ (نار ۾ ٻڌل) ٢٤- ٻلي زمين ٢٥- تازي گهوڙن جهڙو شان (تاجڙين=تاجڙ ذات جي هارين. اِها ٻي پڙهڻي آهي.)

9

سُڪي ٻوڙَ ٻيڙُون ٿيو، ڪَنڌيءَ ڏِنو ڪانوَ،

سو پاڻي پَٽِيهَلَ ۾، اَڳِيون نہ آيو،

ماڙهُنِ ميڙانو، ڪَنهِين ڪَنهِين پيٺئين.

10

ٻورُ نہ اَڳِينءَ ٻارَ، مَهَندِ مَلاحَنِ لَکيو،

موڙي چوڙَ يا مَڪُڙا، پَسي پاڻيءَ پارَ،

جَسودَنِ جيها يارَ، ٻيڙا وِيرَ وِماسَ ۾.

11

جان واهُڙَ ۾ وَهُه، تان تُون، مَڇَ! نہ موٽِئين،

ڪائي ۾ ڪوهُ ڪَرِئين، پوءِ موڙهَ جو پَهُه؟

سِرَ مَٿي تُون سَهُه، مَهميزُون مَلاحَنِ جُون.

12

جان جَرُ هُٽڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موٽِئين،

ٻَوَنديءَ اَڄُ کِ ڪالَ، سانيڙُون سانگَنِ جُون.

13

جان جَرُ هُٽڙو سيرَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موٽِئين،

آڏا اَڏي ڪيرَ، گُهٽَ بہ جَهليءَ گهاٽيئين.

14

مَٿو آهِين، مَڇَ! تُلهو تو تُونا هَٽِين،

جا تو ڏِٺي اَڄ، تَڏهِن پاڻيءَ پَما ڏِينهڙا.

15

کُنڍي ڪَلِينُ وِچَ ۾، جَڏهِن هَنئي جَنِ،

موٽي مُون پِرين، ڪَيَڙَ جي ڪانَ ڪَٽي.

16

کُنڍي ڪَلِينُ وِچَ ۾، جَڏهِن هَنيائُون،

موت نہ ماريائُون، ڏورِ ڏيئي وِيا ڏُکَ جي.

وائي

لائيءَ جا وَڙَن ڪي، سا ڪاڏَ! مُنهنجي ڪورا.

ماءُ! مارِيندَ ۾ ڪَڏهِين، هِنَ پِرينءَ جا هورا،

اَچِن پِرين پَنِڪيا، ڪَرَ بابيهو جِتِنِ مورا،

سيڻين سِرِڪَندُ سَنهجي، پيو عِطرُ پِرينِ آنورا،

چِڙُ ڪِتُوري ٿيو، ٻِي تازي ڦُلَن ڦورا،

اَلا! عَبدُاللّطيفَ ڪي، سانوَلَ ميڙِ سَنيوُڙا.

---

١- ٻڌيون (ٿري ۾ پاڻيءَ جا ننڍا وهڪرا) ٢- ڪکن جو ٻوڙو ٣- ٽڙ يا نهر جو نالو ٤- ماڻهن جو ميڙاڪو ٥- ورلي ڪن هنڌن تي ٦- اَڳئين نموني ٧- اَڳي ٨- ڏنو ٩- ڦيرائي ڇڏيا ١٠- ٻيڙا يا ٻيڙيون ١١- پاڻيءَ جو نمونو ١٢- جهڙا ١٣- جنگ ١٤- چنتا ١٥- وهڪرو ١٦- خيال ١٧- جنبيون ١٨- جل، پاڻي ١٩- گهٽو ٢٠- اَڄ يا سيان ٢١- سنبهيون، ملاحن جا جار ٢٢- سفر ڪندڙن، ملاحن ٢٣- ٽار ٢٤- ڪلا ٢٥- واهُون ٢٦- مهاڻن ٢٧- ٽار پاڻيءَ جي اَڄ ٢٨- انهيءَ پاڻيءَ جا ٢٩- حياتي پوري ٿي ٣٠- نرگهٽ ٣١- ڪنڍيءَ جي ڏور ٣٢- رنگ رونق ٣٣- منهنجي خاطر ٣٤- اِنتظار ٣٥- پِبن لي ٽلندڙ ٣٦- چڙ ٣٧- بابيهو پکي ٣٨- مورن جيان يا موران=ٽازن پوڻن مان ٣٩- پرينءَ وٽ ٤٠- چندن ٤١- اُٺن ٿئي ٤٢- اَٽ تور يا ٤٣- جبل ٤٤- مشڪ ٤٥- گان جو ڦنڊ يا سرهاڻ ٤٦- محبوب ٤٧- ملاءِ ٤٨- سنيڙيل، سينگاريل.

## سر ڏهر - داستان پهرئين جو سار

ٻوڙو سڪي ويو آهي ۽ ڪنڌو هيٺڙ نڌڙڪو ٿيو پيو آهي. شاهه صاحب چوي ٿو: "اي ڪنڌا! جي توکي ٻوڙي جي سڪي وڃڻ جو درد آهي ته تون پنهنجي لامن مان ميڙ پيدا نه ڪر." اڳي جت واپار جو زور هو، تتي هينئر سڃ لڳي پيئي آهي. نه رهيا آهن وڻجارا (جسودا)، نه سونگي. ڪنڌيءَ تي هينئر رڳو ڪکن جا ٻوڙا پيا ڏسجن. ميڄ، جو ٻاڙيءَ جي اڃ ڏسي، وڃي هڪ ڪنڌ تي آرامي ٿيو هو، سو هينئر اُتي ئي پيو آهي. جنهن ٻاڙيءَ لاءِ ٻيهليو هو، سو هينئر غائب آهي. هاڻي ڪنهن به وقت، ملاح اچي متان ٻونڊس ۽ ماري پورو ڪندس. انسان به جوڀن ۾ غافل ٿو رهي ۽ پوءِ پڇتائڻو ٿو پوي. اهي خيال شاهه صاحب کي ڪُر جي هڪ ڍنڍ مان لنگهندي ٿا اچن. اڳي جت مهراڻ هو، تتي هينئر رڃ آهي.

•

## داستان ٻيو

١

مَديني جا ميرَ[1]! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
سَرَڻِ[2] تُنهنجيءَ سيرَ[3]، تُون پارِ لنگهائيين ٻيڙا[4].

٢

مَديني جا ڏَڻي! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
تُنهنجي آهِ تَڪي[5]، ٻي ڪَنڌي سارِيان ڪانَڪا.

٣

مَديني جا گهوٽَ! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪَڄِ، مُحَمَّدَ! موٽَ، عاصي[6] تُنهنجي آسري.

٤

مَديني جا شاهَ! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
ڪارَڻِ لَڳِ، اَللهَ، سِگهو رَسڄِ سُپِرين!

٥

مَديني جا شيرَ! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
پِرِ مُبارَڪَ پيرَ[7]، عاصي تُنهنجي آسري.

٦

مَديني جا جامَ! سُرڻُ مُنهنجا سَڏَڙا،
آهيان تُنهنجي سامَ[8]، سِگهو رَسڄِ سيرَ ۾.

*٧

وَنُ[9] مَديني، مڱڻا! اَکيوُن پيرَ ڪري،
جتي ماڙڪي[10] مُحَمَّدَميرَ جي، جَرڪيو[11] جوت[12] ڪري،
پسيو جوت جمالَ[13] جي، جت[14] اُمتن نيڻُ ٺري،
پريتنئون[15] پيرَ[16] پري، ڪَڄِ زيارت ذوق[17] سين.

---

١- حضرت محمد صلعم ٢- پناه ٣- راه، وچ درياه ٤- ٻانڌي، ٻنتي ٻيڙا ٥- آڌار ٦- گنهگار ٧- سڳورا پير ٨- سرڻ، پناه ٩- وڃ ١٠- اک جو تارو، نوراني نظر ١١- چمڪيو ١٢- روشنائي ١٣- تيج، سونهن ١٤- ٺوٺلڳن ١٥- پريت مان ١٦- پالڙا ١٧- شوق، دلي اُلساهه.

*اڳين بيتن ۾ شاهه صاحب حضرت محمد صلعم کي لطف ۽ مهر لاءِ ٻاڏايو آهي. هتي فرمائي ٿو: "اي مڱڻا! تون ذوق سان مديني ۾ اکين سان پنڌ ڪري وڃ. اُتي ٻنهي عالمن جي جوت پيئي جرڪي، جنهن جي ديدار سان اُمتين جا نيڻ ٺريو پون."

٨

ڏٺي سو وارثين واءُ، جو ميڙائو سڄڻين،
وَهيءَ وات مَٺاءُ، هِنئڙي آسَرَ مَ لهي.

٩

مٿي وانڱڙين، نينهَن نهارا موُن ڪيا،
ايندا مانَ پَسن، مٿان سَڱَر سُهڻين.

١٠

ڪيڏين ڪارڻ ڪالَ، نينهَن نهارا موُن ڪيا،
ايندا پَسان شالَ! اولي آريءَ جام جا.

١١

اوڻين ڪارڻ اَڄُ، نينهَن نهارا موُن ڪيا،
پُنهوُن جامَ! پَهچُ، ته لاهيوُن اَڄ اَکين جي.

١٢

نينهَن جي نِهارينِ، سي اَڄُ نه اولي آئيا،
هَنجوُن نه هارينِ، پاٽي پُنهوُنءَ جامَ ري.*

١٣

نينهَن نِهاري مُنهنجا، روئي ٿيا رَتُ،
پُنهوُنءَ هوءَ پُهتُ، ته پاري نَينِ پاڻَ سين.§

١٤

نينهَن نِهاري مُنهنجا، روئي رَتُ ٿيا،
جي هَٿان هوتَ ويا، سي اَڃِن تان آچي ٿيان.

١٥

نينهَن نِهاري مُنهنجا، رَتُ ٿيا روئي،
ڏُکن جي ڏوئي، آهي هَٿ اَسوُنهَن جي.

١٦ ‡

اَڄُ اَگهُ ڪيٽان، آسَرُ لَڳي سوريان،
ڏونگر ڏيهَن لَڳانِ، مانَ وَرڪن سُهرِين.

١٧

ڏونگَرَ لَڳَن ڏيهَن، مانَ وَرِڪن سُهرِين،
ڪَيَس نماٽي نيهَن، آيل! پاروچن جي.

١٨

اَللهَ جنن نالوء، تِنن موُن وَڏو آسِرو،
خالقَ! تُنهنجيءَ ڪاندِ جو، پَرو پاندُ نه ڪوءِ،†
نالو، رَبَّ! سَندوءِ، رَهيو آهِم روُحَ ۾.

١٩

صاحبَ! تُنهنجي صاحِبي، عَجَبُ ڏِٺي سوُن،
پَنَ بوڙِين پاتالَ ۾، پُهَڻَ تارِين توُن،
جيڪَرَ اَچين موُن، ته ميريائي مانُ لَهان.

---

١. سٺائو واءُ، ورائين ٢. ميلاپ ٣. وهندڙ وات ٤. دل کي ٥. اُميد ٦. نهاريندڙ ٧. سني واٽ ٨. ڪالهه ٩. پهچ ١٠. راضپو ١١. پائهي ١٢. شڪاياب ١٣. ڪاٺ جي ڪيري ١٤. سندن لاءِ ١٥. اُميد تي لڳي ١٦. صاف ڪريان ١٧. جبل ١٨. ڏيهن لڳن ١٩. شال ٢٠. واپس ورن ٢١. صبر ٢٢. حساب يا حد ٢٣. تنهنجو ٢٤. آئم ٢٥. ميري حال ۾ ئي ٢٦. آدر.

*منهنجا نينهن پنهونءَ جي فراق ۾ رواجي ڳوڙها نه ٿا ڳارين. (پر رت ٿا روئن.)

§ پنهون راضي ٿئي ته هن پائهيءَ کي پاڻ سان وٺي هلن.

‡ اڄ سندن آسري تي لڳي، اگهڻ تي اُجاريان. جبل ۾ ڪيئي ڏيهن لڳا آهن. هاڻ محبوب شال موٽن.

† اي رب! تنهنجي صبر جي ڪا حد يا حساب ني ڪونهي.

٢٠

صاحب! تنهنجي صاحبي، عجب جهڙي آهِ،
وڏي سگهه سنديا، پاڻ وهيڻو آهيين.

٢١*

وڏي سگهه سنديا، پاڄهن پريو آهيين،
مون تان مهر م لاهِ، آئون تنهنجي آهيان.

٢٢

مِنو جنهن نالوءِ، تنهن مون وڏو آسرو،
ڪو ڏرُ ناهِ جهوءِ، مون پيا ڏرَ گهڻا نهاريا.

٢٣*

جيڏو تنهنجو نانءُ، پاڄهه به اوڏيائي مڱانءِ،
رِءِ ٹنيين، رِءِ ٹوڻين، توُن ڇپر، توُن ڇانءِ،
ڪچاڙو ڪهانءِ؟ توکي معلوم سڀڪا.

٢٤

م ڪرِ، پولَ! پلو، نالو نماڻيءِ سين،
ڪونهي ڪميڻيءِ جو، بگر تو بلو،
تنهنجو نانءُ نلو، وَنيو وينڻي آهيان.

٢٥

ستر ڪر ستار! آئون اگهاڙي آهيان،
پَڪِڻين پَڪڻهار! ڏيئي پاند پناهَ جو.

وائي

مون کي نندَ نه نيڻين نيڻين، ڪالهوڻ پوءِ لڪن پر،
موٽ توُن آيل! منهنجي ماءُ! تان توٹوڪ نه ڪيڻين ڪيڻين،
هوءِ نه نيپر پاڻ سين، جا ويندڙي سيڻين سيڻين،
ڪالهوڻيان اڄ گهڻي، جهورڙي جهيڻين جهيڻين،
پيون سڀ واڳيون ورن سين، آئون جا واڳڙي ويڻين ويڻين،
هنڌڙو ڏاڙهون گُل جنهن، روئي رَتَڙو نيڻين نيڻين،
اَلا! عبداللطيف چئي، محبَّ اسان توُن ميڙ پن ميڙ پن!

## سر ڏهر - داستان ٻئي جو سار

شاهه صاحب "مديني جي مير" (حضرت محمد صلعم) کي سڏڙن متي سڏڙا پيو ڪري. گنهگارن کي "مديني جي ڌڻيءَ" کان سواءِ نه ٻيو آسرو آهي، نه ڪندي. واڙ ين لي نهار ڀندي به ڪيڇي نظر ئي نه ٿا اچن. شل پهون ڏونگرن مان جلد واپس وري! جيڏو ڌڻيءَ جو نالو آهي، ليڏيائي سندس پاڄهه آهي. ڌڻيءَ جي ڪاند جو ڪو پرو پاند ڪونهي. سندس در جهڙو ڪو ٻيو در ناهي. هو ٹنين ۽ ٹوڻين کان سواءِ "ڇپر ۽ ڇانءِ" آهي. هو پڪڻهار آهي، جو پنهنجي "پناهه جي پاند" سان اگهاڙن جو ستر ٿو ڪري. جهڙو آهي سندس نالو مٺو، تهڙوئي آهي سندس آسرو وڏو. سندس ئي "نانءُ نلو" شاهه صاحب جي دل ۾ وڇي رهيو آهي؛ ٻيو ڪو بلو ڪونهيس: "تنهنجو نانءُ نلو، وَنيو وينڻي آهيان."

١- تو سندي، تنهنجي ٢- وس وارو ٣- تو جهڙو ٤- پردو ۽ ڇانو ٥- چوانءِ ٦- اي محب! ٧- توکان سواءِ ٨- آڌار ٩- رڳو ١٠- پردو ١١- نيڻن ۾ ١٢- ڪالهه کان وٺي ١٣- هنن لاءِ ١٤- وٺي وڃم ١٥- سيڻن وٽ ١٦- ڪالهه کان ١٧- جهوري ١٨- درد ١٨- جهيڻي يا سنهي ٹپ سان ١٩- واڳيل، ٻڌل ٢٠- پنارن ٢١- ٻڌل، گڏيل ٢٢- ويڻن يا طعنن سان ٢٣- ملائين.
*هنن ٻنهي ۾ شاهه صاحب ڌڻيءَ جي بي اِنتها صبر ۽ لطف جو ذڪر ڪيو آهي. ڌڻي ٹنين ۽ ٹوڻين کان سواءِ ساري ڪائنات لاءِ پناهه ۽ ڇانو آهي. هوئي عيبدارن جو ستر آهي.

## داستان ٽيون

۱

ڪَرِ ڪو پيرو[1] ڪانڌَ! مُون نماڻيءَ جي نِجهري[2]،

پرينءِ! تُنهنجي پانڌَ، پولا! پَڪي[3] آهيان.

۲

جنءِ تون قائمُ[4] ڪانڌَ! تنءِ آئون وَرَا[5]! وِلهي[6] نہ ٿيان،

پَکي[7] چِنا[8] پانڌَ، ڳَنڍُ نہ ڇاڻي ڪو پيو.

۳

ڪانڌَ بِيُنِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي وَٽُ،

مَٿان ڏيئي هَٽُ، جَنهِن عَيبَ مُنهنجا ڍَڪيا.

۴

ڪانڌَ بِيُنِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي جوءِ،

لوڪَ نہ آڇي اوءِ، جي ڏسي عَيبَ اَکِيُنِ سين.*

۵

ڪانڌَ بِيُنِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي ڪانڌِ[9]،

پاڻا پَڪي[10] پانڌِ[11]، جي ڏسي ڏوهَ اَکِيُنِ سين.

۶

ڪانڌَ بِيُنِ ڪيترا، مُون وَرُ وَڏي ذاتِ،

لوڪَ نہ آڇي[12] واتِ[13]، جي ڏسي ڏوهَ اَکِيُنِ سين.

۷

وَرَ[14] سين وِجهيو ڪاڻِ[15]، ڪَرُ[16] سين ڪاڻُ[17] پائيين،

پوري[18]! مُنڌَ[19] اَجاڻِ[20]، ڪَڻَ ڇڏيو تُهَ[21] ميڙئين.§

۸

سُنا[22]! اُئي جاڳَ، نِنڊَ نہ ڪجي ايتري،

سُلطاني سُهاڳَ[23]، نِنڊُنِ ڪندي نہ ٿئي.

۹

ڪي سُمهُ، ڪي جاڳَ، نِنڊَ نہ ڪجي ايتري،

اِيءُ مانجهاندي جو ماڳَ[24]، جو ٿو ساڻيهَ[25] پائيو.

۱۰

جاڳَڻ مَنجهان جَسُ، آهي اَدا! جن ڪي،

لاهي جو لَطيفُ[26] چئي، مَٿان قَلبَ ڪَسُ[27]،

وَرنَہَ[28]! ڪَجان وَسُ، صُبحَ[29] ساڻُ، سَيدُ چئي.

۱۱

سُتي نہ سَرَنديا[30]، ڪَرِ پچار پرينءِ جي،

وِهامي[31] ويندياءِ، گَهڻا هَڻندين هَٿڙا.

۱- ڦيرو ۲- جهوپڙيءَ ۾ ۳- تنهنجي پلاند هيٺ ۴- موجود ۵- اي پيارا! ۶- سچي، مسڪين ۷- جهوپڙيءَ جا ۸- ڇِڻل ڇتيون ۹- صبر ۱۰- ڀاڳمراد و ۱۱- پلاند سان ڍڪي ۱۲- ماڻهن کي نہ ٻڌائي ۱۳- واس سان ۱۴- پيار سان ۱۵- اُٻٽت ڪري ۱۶- رقيب، ڌاريي ۱۷- ڪلون ڪرين، لهڪ ڏين، ۱۸- وسوڙي، نادان ۱۹- اياڻي ڙال ۲۰- ڪڻا ۲۱- ڪلون گڏ ڪرين ۲۲- اي سنل! ۲۳- راڄائي ور جو سک (ڏاڻيءَ جو وصال) ۲۴- عارضي (ٿوري وقت لاءِ) آستان ۲۵- وطن (هميشہ رهڻ جو مڪان) ۲۶- دل تان ۲۷- ڪاراڻ ۲۸- اي جوانمرد! ۲۹- حيلو ڪج ۳۰- ٿوڪي نہ سرندي ۳۱- ويل گذري ويندي.

*جي هو اکين سان منهنجا عيب ڏسي ٿو، تہ بہ خلق کي جيڪر اهي نہ ٻڌائي.

§اي نادان! تون اَن جي داڻن کي ڇڏي، سڪڻا ٿہ پيئي ميڙين!

۱۲

هي تان ٽورڙيون، جي تون، پورا! پسي پلٽين،

رليون پيون گهٽيون، جي تو ايندِيون هيڪلي.

۱۳

سمهڻان ساڙو، جيڏيون! جيڏ وئي ٽيو،

پرين سين ٻاڙو، منهنجو نِنڊ نِبيريو.

۱۴

سمهڻان ساڙو، جيڏيون جيڏ وئي ٽيو،

هوت لنگهيا هاڙو، تون آناسي! اوجهرين!

۱۵

پره ڦٽي، رات گئي، جهيڻا ٿيا نکت،

هاري! ويءِ وت، گهڻا هٽنديئِ هٽڙا.

*۱۶

پيئي جا پرڀات، سا ماڪ م ڀسو ماڻهؤا!

روئي ڇڙي رات، ڏسي ڏکوين کي.

۱۷

سڄيون رليون سمهي، چڏيءَ پيءُ پچار،

پانيئي سڀ جمار، سڄڻ هوندا مان گهرين.

۱۸

ڍول م ڪٽي ٻانهڙي، پره م ڪٽي پاند،

آئون پنهنجو ڪانڌ، لوڪان لِڪي رانئيان.

۱۹

مسِ منهن سنرا، ڪريا گهڻو ڪلن،

سي تان وسرين، آيا جن ڪمن لءِ.

۲۰

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چکيو،

دنيا ڪارڻ دين، وڃائي ولها ٿيا.

وائي

مون سين هوت نه ڪندڙا هيڻن،

ماءِ! جام نه ڪندڙا هيڻن، الا! مون نه ڇڏيندا ڇپرين.

هوڻن جي هيڪاندڪي، آئون روئان رانو ڏينهن،

ڇيڙي وڏيس ڇپرين، ٻاروچاڻي نينهن،

لڪون لکين ڪوسيون، ڏاڍا ڏمن ڏينهن،

مون کي پرين ميڙئين، روجهڙيون ميڙئين مينهن،

الا! عبداللطيف کي، ساجن ميڙ، سميع!

۱- اي پورڙا! ۲- پلجي پئين ۳- اڪيلي (قبر ۾) ۴- سمهڻ کان ۵- ڪامڻ، پچڻ ۶- ويجهڙائيءَ جو ناتو ۷- جدا ڪيو ۸- هاڙهو جبل ۹- اي آناسي! ۱۰- جهوٽا کائين! ۱۱- گذري وئي ۱۲- جهڪا ۱۳- تارا ۱۴- اي بي عقل! ۱۵- اي ماڻهو! ۱۶- چٽڪي ۱۷- پرينءَ جي ۱۸- منهنجي گهر ۱۹- پرينم (ڪانڌ) ۲۰- ٻانهن ۲۱- پرڀات ۲۲- پلاند ۲۳- خلق کان لڪي ۲۴- ويجهائيان ۲۵- تڪليف ۾ اچن ۲۶- سهڻا، سرها ۲۷- بدصورت، بگڙيل ۲۸- ڪير متان گهجي ۲۹- مذهب ۳۰- سچا ۳۱- جبلن ۾ (ڪشالن ۾) ۳۲- وصال ۳۳- محبوبن سان ملائين ۳۴- اچن پيرن واريون هرڻيون ۳۵- اي ٻڌندڙ! (ڏٺي).

*هن بيت ۾ نازڪ خيالي آهي. اي انسانو! هيءَ ماڪ جا اوهين اسر جو ٿا پسو، سا درحقيقت ماڪ ناهي. هي لڙڪ آهن، جي خود رات ڏکوين جي حال تي هاريا آهن.

## سر ڏهر - داستان ٽئين جو سار

ويچاري ولهي، ور کان سواءِ، ويڳاڻي آهي. ڪانڌ ٿي شل اچي پنهنجي پلاند سان ڪيس ڍڪي ۽ سندس عيبن تي پردو رکي. نه ته ڪرڻ سان سلطاني سهاڳ، نه ٿو ملي. هيءَ دنيا "مانجهاندي جو ماڳ" آهي. جاڳڻ قلب تان ڪس ٿو لاهي؛ اُن ۾ وڏو جس آهي. نه ته ٿي انسان ۽ ڏٽيءَ جي وچم وڇوڙو ٿي آٽي. سمهڻ مان ڪجهه ورڻو ناهي.

هن زندگيءَ جون راليون ٽوريون آهن ۽ اڳيان جي قبر ۾ هيڪلي گهارڻيون پونديون، سي گهڻيون آهن. رات گذري ويئي آهي ۽ نڪت جهيڻا ٿي ويا آهن، پر غافل سوچين نه ٿا: دنيا ۾ ڪرِيا ڪلن ٿا ۽ منهن سنوا آزار ۾ آهن. افسوس جو عام انسان حياتيءَ جي مقصد کي نه ٿا سڃاڻن:
"مسن منهن سنوا، ڪريا گهڻو ڪلن،
سي تان وسرين، آيا جن ڪمن لءِ."

•

## داستان چوٿون

١

روهه[1] راماٽا ڪن، اڄ[2] پڻ هلڪ هاريون،
ڪرڪل[3] ڪونجڙين، رائي[4] ۾ راس ڪيو.

*٢

وڳر[5] اڪيري[6]، سر[7] سارِيو[8] سور[9] چري،
جهري جهڄندي ڏئي[10]، سنيها کي سڄڻين.

٣

وڳر وساري، وينين ڪن ماس ڪري؟
ڪ ٿو نه ماري، رڻ[11] جهڻ سندي سڄڻين؟

۴

وڳر ويا وهي، ڪالهه ڪنهن جا، ڪونجڙي!
ڪندينءَ ڪوهه رهي، سر ۾ سهيرين ري؟

٥

وڳر ڪيو ولن[12]، پرت نه چنن پاڻ ۾.
پسو پکيڙن[13]، ماڙهڻان[14] ميٺ[15] گهڻو.

٦

وڏي وڳر هيرئين[16]، ڇٽي[17] نه بين گڏ،
ڪونج ڪريندي سڏ، ويئي وهامي راتڙي.

٧

قسمت آنديون ڪونجڙيون، وطن سندن روهه[18]،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهه، رزق[19] رازق[20] هٿ ۾.

---

١- جبل ۾ ٢- دانهون، ڪوڪاٽون ٣- هل هلاچو ۴- جبل ٥- ميڙ (پکين جو) ٦- اڪير سان ياد ڪري ٧- تلاءُ ٨- ياد ڪري ٩- درد ۾ گهاري ١٠- غم ۾ ڳرندي ١١- منڍي گفتگو ١٢- گهمن، اڏامن ١٣- پکين کي ١۴- ماڻهن کان ١٥- ميناج، محبت ١٦- هريل ١٧- ڏاڍو ڇڳي ١٨- جبل ١٩- روزي، داڻو پاڻي ٢٠- رزق ڏيندڙ (ڌڻي تعليٰ).
*وڳر کي اڪير مان ياد ڪري ۽ سر کي ساري، ڪونج درد ۾ پيئي گهاري. ڳاراڻي ۾ ڳرندي، هوءَ پنهنجن پيارن کي پيغام پيئي مڪجي.

٨

مَ لَنءُ [1] ڪُونجي! مات ڪَرِ [2]، چورِ مَ هنئين چاڪَ،
قِتيؤن جي [3] فِراقَ، سي گهر گهاريندِيؤن ڪيترو؟

٩

مَ لَنءُ ڪُونجي! مات ڪَرِ، چورِ مَ هنئين سَلَ [4]،
ڳوڙها مَٿي [5] ڳَلَ، جِمَ [6] وِهاڻيءَ [7] وَهائيين.

*١٠

ڪُونجڙيءَ ڪالهه لَنئي [8]، سَڄَڻ [9] وِڌَمِ چِتِ،
آئُون جنهين رِءَ هِتِ، گهنگهر [10] گهارِيان ڏِينهڙا.

١١

اَرَ ڏي آلاپ [11]، ڪالهوڻ [12] ڪَرَ ڪُونجَ ڪَري،
پِرين پَسي مَنجهه خواب [13]، وهاڻيءَ [14] وايُون ڪَري.

١٢

ڪُونجُون ليُون [15] ڪُٺڪَن [16]، جيڪس هَلَڪَا رِيُون،
ٻِيا پوءِ اَگِن، وَڃَن والِدا [17] ڪَنديُون.

١٣

آيُون ٻورَ ٻرِي [18]، اَصُلَ [19] سَندي آسِري،
ڪَنيرَ [20] يُونءِ ڪري [21]، پاٽا [22] پيرَ ڏُکويا پَٽَنئين [23].

١٤

آئِيُون اَڳِينءَ [24] هِيرَ، اَصُلَ سَندي آسِري،
ٻَڙ ۾ پَسان نه پيرَ، سيڻَن [25] ساڃهرُ [26] اَلِڏيو.

١٥

وَڳُو ۾ وائي [27]، ڪالهه ٿُهنجي، ڪُونجڙيءَ!*
سَرَ [28] ۾ سارِيَنئي گهٽو [29]، پينرُ ۽ پائي،
پَسِين نه ڦاهي، جا ماريءَ سَندي مَنَ ۾.

١٦

ڪُونجَ نه لَکِيو ٻاڻُ [30]، جو ماريءَ سَندي مَنَ ۾،
اوچتي پَرِياڻَ [31]، وَڳُو هَٽي وِيڇُون ڪيا.

١٧

ڪُونجَ! نه پَسين ڪَکَ، ٻَبُ [32] جَڏهن سين ڏِٺيو [33]،
ماريءَ ماري لَکَ [34]، وَڳُر هَٽي وِيڇُون ڪيا [35].

١٨

ٻَغَلَ مَنجهه ٻَندوقَ، ماريءَ ميرا ڪوڙا،
مارِيو مِيرَ مَلُوڪَ [36]، لَٽاڙيو لَڪِ چڙهي.

١٩

ماري، مَرِنِ شالَ! ٻَبُ [37] وَڃَنئي ڏَٻيون [38]،
جِنِ تو اَڇي ڪالَ [39]، وِڌو وِڇُ [40] وِرهِنِ کي.

٢٠

چِيڙا ڪيو چُٽيج [41]، ٻَداماڻيءَ [42] ٻَٽَ ۾ [43]،

١- لاتِ يا ورلاپ نه ڪر ٢- دل جي زخم کي ٣- جي وڇوڙي جون ويڻل آهن ٤- سوراخ ٥- ڳلن تان ڳوڙها ٦- متان ٧- پرياڻ جو ٨- لات ڪري ٩- دل ۾ ياد ڏياريم ١٠- مونجهاري يا درد ۾ ١١- ورلاپ ١٢- ڪالهه ڪان وٺي ١٣- ننڊ ۾ ١٤- آلاپ ١٥- ورلاپ ڪن ١٦- شايد ١٧- ورلاپ ١٨- تلاءُ يا نهر تي ١٩- نسل، ٻچن ٢٠- ڪنيرائين ٢١- زمين ٢٢- سخت ٢٣- پکين ٢٤- اڳين عادت موجب ٢٥- محبوبن ٢٦- سويل ٿي ٢٧- ٻچار، ڳالهه ٢٨- تلاءُ ۾ ٢٩- لوڪي ياد ڪن ٣٠- پروڙيو ٣١- نشان ٣٢- ڪوڙڪو ٣٣- ڏٺيو ٣٤- نشان، لڪين ٣٥- ڇڙوڇڙ ٣٦- شاهاڻا جيئو ٣٧ ۽ ٣٨- شڪار ڦاسائڻ جو سامان ٣٩- جدائي ٤٠- پريمين ٤١- چٽائي، سڃيت ٿي ٤٢- چٽيج ٤٣- ٻدام جي ويرانيءَ ۾ (ٻدام ملڪ جو نالو آهي).
*ڪونج ڪالهه لنئي سڄڻ ياد ڏياريم، جن رءِ هت مونجهاري ۾ ڏينهڙا ٿي گهاريان.

نيڻين نِنڊَ مَ ڏيڄِ، ڇيڙوُن ڇپرِ آئيوُن.

٢١

سَنگھاڙَنِ ساڙِي، سائي! ڏيہِ سَنيھڙا،
سا هيڪِلي گھاري، مُندَ ڪاڇي ڪَندئين.

٢٢

ڪيرَ ڪَريندي ريسَ، آيَلِ! سَنگھاڙَنِ سين،
جنين جي خَميسَ، وارِيوُن وارِي ڇڏيوُن.

٢٣

ڪاڇي ڪاهياٿوُن، سَڄُ ڪِ سَنگھاڙَنِ لَڌيو؟
مان ڪَنُ مارِياٿوُن، ڀاڻا وِجھي گوُندَرِين.

٢۴

ڪاڇي پيٺي ڪوُڪَ، سَڄُ ڪِ سَنگھاڙَنِ لَڌيو؟
مادَرِ! اوُءِ مَلوُڪَ، اَئي وِيڙا اُڪرِيْ.

٢٥

ڪاڇو ۽ ڪوهيارُ، ڏوُنگَرُ سَندُنِ ڏيھڙو،
ساجُھرَ تَهِي بارُ، ڪوهُ نہ وِيئين۽ اُنِ سين؟

٢۶

ڇيَن سي سَنگھارَ، اَڄھي جنين گھارِيان،
مانَ لَهَنڌوُن سارَ، وِچِ وِلَهين ڏينھڙين.

٢٧

ڏَڻُ ڏارَڻُ، ڏارُ رَهَڻُ، ايءِ نہ سَنگھاڙَنِ سَتَ،
ڪاهي اِيندا ڪَڏهين، مَتي وانِئِ وَهِتَ،
جي هاڻُوُ هوُنڻي مِتَ، تہ ٻہ اوڏ و لاهِ مَ اُنِ جو.

٢٨

جھڄان ٻَسيو جھوڪَ، آيَلِ! سَنگھاڙَنِ جي،
جن تي ٻَهي ٻيارِيا، مَنجھان مَٿَنِ موڪَ،
لَڏي وِڃان لوڪَ، اَئي وِيا اُڪرِي.

٢٩

جھوڪوُن نہ جُھڪِڻَن، وَڳَ نہ پَسان وَٽِ ۾،
آيَلِ! سَنگھاڙَنِ، جيڪُس ڇناڻو ڇِتِ ڪَيو.

٣٠

جي ٻانئين وَسُ ڇران، تہ سَنگھاڙَنِ سين لَڏ،
تہ هاڃي سَندي هَڏِ، ڪوُڪَ نہ سُڻِين ڪَڏهين.

٣١

مَنڌيوُن مَتِ ڳُرَنِ، جھوڪَ ٻہ سوُنهَن ٻهيڙا،
سَندي سَنگھاڙَنِ، جوُء جِتاري جَڏَڙِين.

٣٢

ٻوُرِيين ٻاند ڏمَنِ، جَهڳَ جھاڳي آئيوُن،

١- شڪارين جون ٽوليون ٢- جبل ۾ ٣- ڏنارن ۴- سنيالي ٥- نياپا ۶- گذاري ٧- جبل جي دامن ۾ ميدان، ڪڇ ٨- جمع رات ٩ ۽ ١٠- خيراتون ڪري ڇڏيون (جمع رات سنگھار ڪير وڪڻندا ناهن، ۽ خيرات ڪندا آهن) ١١- منهنجو سرير ١٢- غمن ۾ ١٣- اي امڙ! ١۴- اُهي عمدا اِنسان. ١٥- مينهن وسندي ويا ١۶- پار لنگھي ١٧- جبل ١٨- وطن ١٩- سويل ئي ٢٠- ٻڌي ٢١- اُنهن سان ٢٢- شال ٢٣- آساڻجي سار لهن ٢۴- غريباڻن ڏينهن ۾ ٢٥- ڏڻ پالڻ ٢۶- جدا ٢٧- سنگھارن جو دستور ٢٨- اُڪيلي هند ٢٩- جانور ٣٠- سگھارا ٣١- هڄنئي ٣٢- مانئت ٣٣- اوڪو، اِنتظار ٣۴- ڏرڏ ۾ ڳران ٣٥- آستان ٣۶- واٽهڙو، مهمان ٣٧- جام ٣٨- وسڪارو، ساوڪ ٣٩- نقصان ۴٠- هرگز ۴١- داڻهن ۴٢- ماندائيون ۴٣- منٿ ۾ گرڙا ڪيو ڦرن ۴۴- واٽهڙو ۴٥- جاءِ ۴۶- جڏڙن کي ۴٧- ٻوُرين مينهن جا ۴٨- ٻاسا ۴٩- اوٺهو ٻاڻي، اَڃ.

كاڇو ميهڻن[1]، مُدائتولي ماڻيو.

٣٣

واءِ[2] سين رُلا جي، رن[3] جاڙيجن[4] جاڙ ڪي[5]،
ڪِٿن ماڻيندا سي، چوڏهن[6] چارو ڪيڙو؟

٣٤

جاڳو، جاڙيجا! سَما! سُک م سُمهو،
پَسو، آن پار[7] يا[8]، لاکو ٿو لوڙيون[9] ڪري.

٣٥

پُڇيان[10] پُلي[11] پيرُ، وِڌو راءِ رڪاب[12] ۾،
ڪيچ[13] رَهندو ڪيرُ، لاکو لوڙائن سين؟

٣٦

ٽاڙونڪين[14] پلاڻ[15]، سَدا هَٽن ڪرڪرا[16]،
لاکي لوڙائن جا، اهڙائي[17] اهڃاڻ،
ڏيئي تنگن[18] تاڻ[19]، ڪوڪ[20] ڪاريندا ڪيڙي.

٣٧

لکي[21] ۽ لاکو، ٻئي مُئا، ٻاجهه ٿي،
قادُر[22] لاٿو ڪيچ تان، اَديون! اولاکو،
وائين[23] ۾ واکو، ريباري[24] رَهي ويا[25].

٣٨

ريبارِڻا![26] رِيجهاءِ، لاکو لوڙائين[27] سين،
سائو[28] مان سَدِ ياءِ[29]، نُٽ مٿائي تاڪرو[30].

٣٩

ريبارِڻ[31] روئي، واڙي وِڏا وَڇڙا،
سَموُرا سوئي، هٿي هتان سانگ وِيو.

٤٠

وَڙي ريبارِڻ[32]، روءِ، اِيي ٻنگرو[33] جهل،
ٻري هتان ٻلُ[34]، ڪيترئون ڪاهي ويا!

٤١

وَڙي ريبارِڻ، روءِ، اِيي ٻنگرو[35] ٻار،
وَڃن اڄ وڳ[36] هٽيو، سُمر[37] جي سوار،
ڪاڇي ٻين ٻار[38]، ڏاکو هِن جو ڏسيين[39].

٤٢

وَڙي ريبارِڻ روءِ، واڙي ٻايو وَڇڙا،
ڪرا[40] وٽ[41] ڪنگهار ڪي، چيمڙل[42] اِيي چوءِ،
واڙي وَچ نه ڪوءِ، لاکو لوڙائن سين.

٤٣

لاکا لک سُڄن[43]، قُلاڻي[44] پير[45] ٻيو

١- ميهڻ ٢- راجا ٣- سمن جي ذات (اَصل راجپوت) ٤- غلطي ٥- ڪٿي ٦- چوڏهن چارن يا وائن وارو ڪيچ ٧- اُوهانجي طرف کان ٨- هڪ سوره ذات ٻل ٩- ڦرون ١٠- پيچ مان ١١- پلڪار ڪري ١٢- راجا رڪاب ۾ پير وجهي پڳو ١٣- لٽيرن ١٤- صاف ڪن، چڪي بدن ١٥- زيبون، پاکڙا ١٦- گهوڙن صاف ڪرڻ جا ڪوڙا برش ١٧- نشان ١٨- زين يا پاکڙي کي ١٩- چڪي بدڻ ٢٠- هائيدوس مچائيندا ٢١- لاکي جي گهوڙي ٢٢- هراس ٢٣- ڪنوارين اَڪيلين عورتن ٢٤- مالدار ٢٥- رهجي ويا ٢٦- مالدار اِستري ٢٧- نيزارين ٢٨- سوره، دلير ٢٩- ٿئي، ڏيک ٣٠- ٽڪر، راجپوت راڻو ٣١- لوڙهي ۾ ٣٢- روئي ٣٣- لوڙهي جي ٻر ٣٤- پليون ميهون ٣٥- لوڙهي جي ٻر ۾ ٣٦- ڏڻ ٣٧- ٻڌم ٣٨- ٻنهي طرفن ٣٩- چٽي ڏسبن ٤٠- ٽڪا طعنا ٤١- راجپوت راڻي جي ذات ٤٢- چاولي ٤٣- سڄهن ٤٤- لاکي جي ذات ٤٥- نمونو.

جَنھِن پِرِ راڻا[1]، راڄِيا، ڪوڙَن مَنجھه ڪَنبَنِ،
جَنھِن جو جاڙيجَنِ[2]، سُتي سَنڄو نَه لَهي.*

٤٤

لاکا لَکَ هُئا، ڦُلاڻيءَ پيرُ پِيو،
آجا اوڏَ ٿِيا، پَلَيءِ لَڳِي جَنھِن جي.

٤٥

لاکو لَکِيءَ لِي چَڙهي، لَکِي لاکي هيبتِ،
سونهارِيُون[3] سِرِ[4] ڪَيو، پيڙي پَدي بيتُ[5]،§
ڪَندو ڏَمَرَ ڏيتِ[6]، صُباحَ ساڻُ سَيڪَنهِين!

٤٦

اَڏيو جو اوڏَنِ[7]، سو پِنگَرُ پاول مَ ٿئي،
جَنھِن پِرِ وِيهي ڪَنِ، ليکو لاکي جامَ سين.

٤٧

لاکي لَڄَ کَڻي، آسان اوڏَڙِيَن[8] جي،§
ڪَندو ڪانَ پِئِي، اَڳ وِسوڙَلَ آهيوُن.

٤٨

لاکا! لَڄَ سَندِياءِ[9]، اوڏِ[10] اَڳلِي آهِيان،
پَکا[11] سي پِرِتاءِ[12]، جي اَجھي لُنهنجي اَڏيا.

٤٩

اَڏيندي اوڏَنِ، لَڏَڻَ جي ڪانَ ڪَئِي،
لاکو مَتان کَنِ، اوچتوئي آئيو.

٥٠

اَڏي اَڏي اوڏَ، چَڏي وِيا پِيٽيُون[13]،
ٽِڪاڻا ۽ ٽُولَ[14]، پِيا آهن پَٽَ ۾.

٥١

چِنَلَ چَڄَ هَٽَنِ ۾، ڪُلَهَنِ ڪوڏارا[15]،
پورهئي خاطِر[16] پانھنجي، اٽَنِ[17] سَوارا،
اوڏَ نه وِيچارا، لاکا! وَڃَنِ، لَڏيو.

٥٢

ڪَڏهِين مُڙهُه[18] مُقامَ[19] ۾، ڪَڏهِين ڳاڙهو گهوٽُ،
سَندو واريءَ ڪوٽُ[20]، اَڏيو اَڏيو ڪيتِرو؟

وائي

هي سَڀِ هَلَڻَ هارا، ڪونَ رَهندو ڪو هِتِ، جيڏيُون!
اَڏِيا رَهندا اِلَهين، هي سَڀ ماڳ موچارا،
جن ڪي پاشاهيُون[21] اَنَدَهيُون، سي وِيا چَڏي وِچارا،
"ڪُلُّ نَفسٍ ذائِقَةُ المَوتِ"[22]، سَمجھِهِ اِهي اِشارا،
داڙُو دَڙي[23] اَلهين، بَخشِيائيندو[24] بَدڪارا،
اَلا! عَبدُاللَّطيفُ چئي، اُبَه سَترُ ڪَجِ[25]، سَتارا!

---

١- راڄائون ٢- اُبڪو، چِڙتا ٣- سَندرِيُون ٤- پاڻ سان ڪري ٥- سَندرو ٦- سڄاڻپ ٧- اوڏ = مٽيءَ جون پِٽيون اَڏيندڙ ٨- اوڏ ذات جي زالن ٩- اوڏ ذات جي زال ١٠- ميري، گدلي ١١- جهوپڙا ١٢- لوڪي پرتا ١٣- مڪان، آستان ١٤- جايون ۽ سامان ١٥- ڪوڏرون ١٦- نَنڊ مان اُٿن ١٧- سوِيل ١٨- لاش ١٩- قبرستان ٢٠- ريتيءَ جو قلعو ٢١- بادشاهيون ٢٢- سڀ ڪنهن کي موت جو سواد چکڻو آهي ٢٣- پارت ڪندڙ ٢٤- سفارش ڪري ٢٥- پڪ پڪج.

*جاڙيجن ڪڇ جي راءِ سان ڦِتائي هئي، جنهنڪري راءِ مٿانئن پناه جو هٿ کڻي ڇڏيو هو. هاڻي ڪين ستي به من تان لاکي جو هراس نه ٿو لهي.

§لاکو سندرين جي سٽ جو رکپال هو. اُنهنجي حفاظت لاءِ هو هروقت سندرو پڌيو ويٺو هو. هو غريب پرور به هو ۽ مسڪين من تان اوڏن مٿان خاص هٿ هوس.

## سر ڏهر - داستان چوٿين جو سار

ڪونجڙين رات جو راتي ۾ ”راماٽا“ ڪيا آهن. شال ماري ڦنا ٿي وڃي، جو هنن پريمين کي اُچي ٿو وڇوڙي. هينئر ڪاڇي ۾ سنگهارن جو نشان ئي نه ٿو ڏسجي. نه سندن جهوڪون ٽيون پسجن، نه سندن جهٽڪون ٽيون ٻڌجن. هو ”اُني“ جي سانگي، ٻئي ڪنهن پاسي ٻري ويا آهن. لاڪي ۽ سندس لوڙائن، جاڙيجن ۾ ڏهڪاءُ وجهي ڇڏيو آهي. ٻيچ ۾ پاڄڙ اُچي پيئي آهي. ڪڇ ۾ هينئر ڪير رهندو! لاکو اهو لوڙائو آهي:

”جنهن جو جاڙيجن، سٿي سيڪو نه لهي.“

ريبارن جا ويڙهائي سڀا ڪري وڌا اُٿس.

هو غريب پرور نه آهي. اوڏن جو ننگ رکندڙ آهي. هو سنڌ رين جي ستت جو نه رکپال آهي. شاهه صاحب لاکي ڦلاڻيءَ جي سيرت جا ٻئي پهلو پيش ڪيا آهن.

•

”سر ڏهر“- ٿر ۾ ڪيترائي ڏهر (ڏاڍيءَ مٽيءَ وارا سڌا ميدان) آهن. ڪي صاحب ڏهر جي معنيٰ ”ٻن پٽن جي وچ ماٿر“ ڪن. هن سر تي اهو نالو اِنهيءَ ڪري رکيو ويو آهي، جو اُن ۾ سمايل خيال شاهه صاحب کي هڪ ڏهر مان لنگهندي آيا آهن. اُڳي جڏهن ٿر مان درياهه وهندو هو، تڏهن سندس ڪيڏونه اوج هوا هينئر اُتي ريگستان آهي. دنيوي اوج تي بقاءُ ناهي.

---

# سُر بِلاوَلُ

## داستان پهريون

١

وِسهُ[1] اُنهين[2] ونءَ کي، جِن دعوت[3] ڪَئي داتا،
مَضمَضہ[4] وارا، وِجهہ نہ ڏيئي واٽ ۾.

٢

ڪَڍي کَهلِ[5] گهران[6]، صُلحُ ڪَر سُلطانَ سين،
نہ تون[7] تنهن دران، ڏيهاڙي ڏاتِ[8] لهين.

٣

پيءُ مَ طَهورا[9]، وانءَ[10] اورانگهي[11] اورِيان[12]،
وِچان[13] جي وِصالَ[14] کي، سي سَبِ اجورا[15]،
حاصُل حُضورا[16]، سَمي[17] جي سَبِ ٿئي.

٤

سَما! تو سِرِ[18] چِٽ، ناٿ پاڳارا[19] پُرس[20] پيا،
ڳهڻا![21] تنهنجي ڳهڙي[22]، اَچي جالَ[23] جڳتُ[24]،
جِن جيهائي[25] پَتُ[26]، تِن ليهائي[27] ڀِکيا[28].

٥

ڀِراؤن[29] ڀيري ڀڄُ، هي جي مَنجهان ڀورِاؤن[30]،
ٿي دَرِ ڪَڏهين مَ وِڃُ، رَءِ[31] هاشميءَ هيڪڙي.

٦

سَمو تِنِ سَدَ ڪَري، جِنِ لي وَڏو وِيرُ[32]،
آئي نہ آڇي ليان[33]، ڀاڻي ڀاڪوڙي[34] ڀيرُ،
تو رِءِ ڀيو ڪيرُ، سَرَٽين[35] جا سونا[36] سَهي.

٧

سَرَٽين جا سونا سَهي، وَسيلو وِلهن[37]،

---

١- ويساهه رک ٢- انهيءَ سخن ٣- ڪئي ٤- واٽ ۾ گرڙي ٥- چورن جو دل (ڀرايون) ٦- گهر يا اندر مان ٧- انهيءَ در مان ٨- انعام ٩- بهشت جو شراب ١٠- وچ ١١- لنگهي ١٢- اڳتي ١٣- وچ جون رڪاوٽون ١٤- ميلاپ ١٥- انعام (نيڪيءَ لاءِ) ١٦- حضور مان ١٧- سمي بادشاهه ١٨- تنهنجي سر لي ١٩- پڳ وارا ٢٠- پرش ٢١- ڳهٽا! ٢٢- در لي ٢٣- ڳچ ٢٤- جڳت ٢٥- جهڙولي ٢٦- ڪشتو ٢٧- لهڙيائي ٢٨- خيرات ٢٩- نڌارا ٣٠- اندران خالي ٣١- حضرت محمد صلعم ٣٢- آپدا ٣٣- آزاد ٣٤- پاڪڙي ۾ ٣٥- سرن وندڙن ٣٦- جوابداريون ٣٧- مسڪين.

لُڏي ڪينَ، لَطيفُ چئي، اَکِيان لالُ لَکَنِ،
جتِ ڪوڙين ڪينَ ڪُڇَنِ، اُت پابوهي پَدَرو.

٨

جو ڇليون پَسي نہ ڇڪيو، تنهن واڪاڻيو وِڪَ،
لُڏي ڪينَ، لَطيفُ چئي، لَکَنِ اَکِيان لِکَ،
پيرُ نہ موڙي پانهنجو، لِکيءَ پُٺيءَ لِکَ،
سَرَڻين ڏئي سِڪَ، هَڪَلَ سين هالارَ ڏَڪي.

٩

تَڙَ تَڙَ ڪيمَ تَرسَنِ، سَرُ نهارِجِ سيرُو،
ڏيندءَ لَکَ، لَطيفُ چئي، راڄَ راهوءَ جي رَسَ،
وِلَها جنهن وَنِهيا ڪيا، پاڳَ، تنهنجي پَسَ،
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي پالهائي پانُ کَٽي.

١٠

آروڙجي اُئيو، ديهنِ وِڌائين ڏُڪَ،
لاتائين لَطيفُ چئي، عالمَ تان اُهُڪَ،
لن سَرَڻين ليا سُڪَ، جي اَجهي آئيوُن اَبڙي.

١١

آروڙجي اُئيو، ديهنِ وِڌائين دانهَن،
پابوهيو پيرَ کَڻي، سَمو سَرَڻين ڏانهَن،
مَتان مَتي پانهَن، اُيو آڇي سُلطانَ کي.

١٢

عَلاؤالدّينُ آئيو، تنهنجي هائيءَ هاڪَ هَڻي،
آرَڻ بَڌي اَبڙي، ٿي رِڻَ ۾ رُڪَ رَڻي،
ليڪين لاءِ لِکو گهڻو، سَگهي ڪونَ سَهي،
"رَبِّ هَبْ لِيْ اُمَّتِيْ"، چڙهيو جامُ چئي،
سَمي سامَ ڪَنهي، سَرَڻين جو سُڪَ ٿيو.

*١٣

عَلاؤالدّينُ آئيو، کَڻي ڇَلِ ڇُپيرُ،
ڪَنهين ڪينَ هِمَٿيو، ڪانَ جهليندو ڪيرُ؟
سوُمرِنِ سامَ ڪَنهي، اَبڙي ڪيو اُٿَ پيرُ،
هو مُهانٽين ميرُ، پر مَستوُرانِ ماريو.

١- نہ گهبرائجي ٢- سخي محبوب ٣- لکين سوالين ٤- مرڪي ٥- ماڻهن جا لشڪر ٦- دهليو ٧- ٿر ماٿر ٨- سکيا، آئت ٩- هالار جبل جو سردار جادم جکرو ١٠- هرهڪ ٽڙ تي ١١- واجهاءِ، اُچ متاءِ ١٢- چشمو ١٣- پرپور ١٤- راهوءَ جي راڄ ۾ ١٥- وجي پهچ ١٦- مسڪين ١٧- شاهوڪار ١٨- پڳ، تاج ١٩- دل جو غبار ٢٠- جوش ۾ اچي ٢١- لشڪرن ٢٢- ساري جهان تان ٢٣- اُهنج ٢٤- اَبڙي سردار ٢٥- مدد ٢٦- سندان (هٿي پال) ٢٧- جنگ جي ميدان ٢٨- رڪ (ترار) جو ٽڪلو ٢٩- ترارين ٣٠- ليج ٣١- "اي منهنجا رب! مونکي پنهنجي اُمت ڏي" (حديث) ٣٢- لشڪر ٣٣- چت پهريندڙ ٣٤- همت ڪئي ٣٥- پاڻ، تير ٣٦- سومرن جي لڄ ڪڍڻ ٣٧- اُٿ تي سوار ٿيو ٣٨- بهادر ٣٩- سردار ٤٠- سنترِ وارين (زالن).

*هن بيت ۾ اِشارو دودي جي بهادريءَ ۽ ننگ پروريءَ ڏانهن ٿو ڏسجي. (ڏسو سار)

۱۴

سَرَٽين جي سُک لَءِ، سامَ ڪَنئي سَردارَ،

جي آيُون اَبڙي جي آڌارَ،

سي سُونگ نَه ڏيندئون سُومرئون.

۱۵

ٻِيَن مَڙني ڏنيوُن، ڏِٺي نَه ڏُونگرَ راءِ،

اَڪَ ڏُنين آڏو ڦري، ڏِٺيون ڏِني ڪماءِ؟

لوڙيون لَک مَتاءِ، اَنَ مَتيري موٽائيُون.

۱۶

اَبڙو اَگاهَن ۾، پِڙ جهلو ٻاري،

سَمي سُوالين ڪي، ويلهَ وساري،

مَنهَن مُنهِي جکرو، طاماعَن ٽاري،

پُڇي سي ٻاري، جي عاجز اَجورَن ۾.

۱۷

اَبڙو اَگاهَن ۾، سَيرَ جِنَ بيلي،

سي پَٽ ڪَنهن نَه پُورِيا، جي تو پَڙُ پيلي،

سَجَڙُ ساٿوڻ ميڙهين جِنِ، رِڇُون تو رِيلي،

اَچِن جي ويلي، لِنِ ٻور بَخشي پَٽ ڏَٽي.

۱۸

اَبڙو وَڏَ وَڙو، سُوڙو، سَمو، سوُنهَن سَين،

کنهن دَرِ سَڀ اَچِن، ڪَندَّ نَه ڪَنِي ڪَهِ ڏَٽي.

۱۹

پَڙ ۾ اَيو ٻاٽ، ساٿيڙن سَڏَ ڪري،

پِلي جي لاڏاٽ، سَڀ لَنگهيندا لَڪيون.

وائي

مُون ۾ عَيبَ اَپارَ،

آئون جا طامعَ آهيان تُنهنجي.

هيڪ وِڃايم ويسري، جاٽي سَڀ جِمارَ،

هِنَ مُنهنجي حالَ جي، لوڪي سُڌِ، سَتارَ!

اُمرَ اوڏي نَه ٿيان، ٿهيءَ ڪيس نِڪارَ،

جيڪي وهي وُجوُدَ ۾، توُن جاڻين، جاڻڻهارَ!

جيئن سي گُلَ گُلاب جا، ڪڙيا ڪَنڊڻهارَ!

مُون کي سِڪ، سَيّدُ چئي، آهي مَدينِي موچارَ.

---

۱- محصول ۲- ڏونگر (پهاڙ) جو راجا ۳- اَڪ ڏنل ڙالن کي ۴- حفاظت ۾ رکي ۵- ڏنل ڙالون (پهنجي کل جون) ۶- ڪڻ ۷- ٽير ۸- سردار ۹- سردارن ۱۰- آڌار ۱۱- زبردست ۱۲- سام پوندڙن کالر ۱۳- فرصت ۱۴- مکي، سردار ۱۵- آساٿن جو ٽڪيو ۱۶- اُنهن جي پڇا ڪري ۱۷- پاليل، پناه ۾ آيل ۱۸- مسڪين ۱۹- ڪمزورن ۲۰- پربور (وڻ) ۲۱- بيلي ۾ ۲۲- ميدان، پند ۲۳- طيءِ ڪيا، سفر ڪيا ۲۴- ماهر ۲۵- لتاڙي ۲۶- بر پٽ پاٽيءَ سان سان آباد ٿو ڪري ۲۷- هڪ ويلي لاه ۲۸- عربي گهوڙا ۲۹- وڏا وڙ يا نوازشون ڪندڙ ۳۰- لائق پريو ۳۱- جنگ جي ميدان ۳۲- همراهن ۳۳- نيڪ مڙس. ۳۴- بار ڪٽڻ سان ۳۵- اوکا جاپلو لنگهه (مشڪلاتون) ۳۶- طلبگار ۳۷- غفلت ۾ ۳۸- پردو رکندڙ ۳۹- خدائي حڪم ۴۰- اِنڪار، نهيءَ، اُمپتا ۴۱- بيڪار، نڪمي ۴۲- موچاري مدينې جي.

## سر بلاول - داستان پهرئين جو سار

شاهه، ڪن سمن ۽ سومرن حاڪمن جي راڄ کي سونهري زمانو ڪري ٿو سمجهي. عالمن کي سمن ۽ سومرن جي تواريخ ۾ ڪيتريون پيچيدگيون نظر ٿيون اچن. هتي ته حاڪم ڪٿي "سمو" آهي ته ڪٿي "اُنڙو"، ڪٿي "هالار ڏٽي" ته ڪٿي "ڏونگر راءِ"، ڪٿي "راهو" ته ڪٿي "ڪيچ ڏٽي"، ڪٿي "جکرو" ته ڪٿي "ڀت ڏٽي". اُنڙي جي سخاوت ۽ شجاعت بي مثل هئي. هتي شاهه، سنڌ جي قديم وسيع صورت ڏيکاري آهي. اشارو دودي جي، شجاعت ڏانهن ٿو ڏسجي. جڏهن چنيسر کي تخت نه مليو، تڏهن هو علاؤالدين کي پنهنجي ڀيڻ باگهل جو سڱ ڏاسي، وڏي ڪٽڪ سان سنڌ ۾ وٺي آيو. دودي، سومرن کي سام ڏيئي بچايو، پر نيٺ مڙس مارجي ويو: "هو مهانئين مير، پر مستورائن مارئين."

•

## داستان ٻيو

١

جَکِرو[1] جوڙي، پاڻَ ڏٽيءَ پيدا ڪيو،
ڪيهَرَ[2] جِنَ ڪَرُ[3] ڪٽيا، مُڇُون[4] مَلَهه موڙي،
سَمُونڊ[5] جِنَ سِيرَ ڪيو، تو ٻارِ جِنَ ٻوڙي،
گهوٽُ چَڙهيو گهوڙي، ڀِڄِيُنِ[6] لائي ڀيڙا.

٢

جَکرا! تُون جِئين، تُنهِنجو ڪَنين مَدو مَرِسّان[7]،
اَکِيُنِ ۽ هِنئين[8]، ڀِهي[9] تاري تُنهنجي.

٣

جَکرا! جِئين شالَ، تُنهِنجو ڪَنين مَدو مَرِسّان،
جِنَ تو اَچي ڪالَ[10]، نالائقَ نَوازِيا.

٤

جَکرو جَسَ[11] ڪَرو، ٻِيا مِڙُئي مَلَ[12]،
سَمي جي سُهاڳَ[13] جِي، ڪَنهِين نه پيئي ڪَلَ،
مِٽي لانَ مُرسَلَ[14]، اَصُلُ هُئي ايترِي.

٥*

جَکرو جَسَ ڪَرو، ٻِيا سَڀِ اَنِيرا[15]،
جِيائِين[16] جُڙيو[17] جَکرو، ڄِيائِين نه ٻِيا،
مِٽي تَنهِن ماڳا[18]، اَصُلُ هُئي ايترِي.

---

١- سخي حاڪم جام جکرو ٢- زبردست شينهن ٣- ڳاٽ اوچو ڪري ٤- پهلوان ٥- اونهي پاڻيءَ ٦- منجهلن، سوالين ٧- ڪنن سان ٨- دل کي ٩- آسرو ١٠- ڪالهه ١١- جس يا واکاڻ جو لائق ١٢- پهلوان ١٣- نيڪبختي ١٤- سردار ١٥- راجا اَنيراءِ (جنهن ٻيجل ھٿان راءِ ڏياچ جو سر وڍايو هو)، اَنيائي راجائون ١٦- جڻيان ١٧- ڄڻيان ١٨- هنڌان.

*جکرو ئي جس جو لائق آهي. سندس ڀيٽ ۾ ٻيا سڀ راجائون "اَنيراءِ" آهن. جتي جکرو جڙيو هو، تتي ٻيو ڪوبه مخلوق نه جڙيو. اُنهيءَ هنڌ مٽي هئي ئي ايتري.

۶

ڏٺي[1] جادم جکري، چت نہ پيا چڙهن[2]،

نہ ڪي ڪوهہ ڪڇن، جہ[3] سر[4] لهي سهرو[5]؟*

۷

هتان جادم جکري، وٺي[6] وچ م پوء[7]،

پي پي سو پر ٿيو، جو حاتم[8] پاسي هوء[9]،

ڪيف[10] ڌاران[11] ڪوء[12]، جٺي[13] ڪو م جهان ۾.

۸

هتان جادم جکري، وٺي پوء م وچ،

"اچو! آيا نچ!"[14] سمي وائي وات ۾.

۹

راهوء[15] جا رهيام، سنيها[16] سرير ۾،

پيا ڏر وسريام، ڏٺي جادم جکري.

۱۰

راهوء! تنهنجي ريت، پرکندين پدري[17]،

گهٽا گهوڙن چاڙهيء، مسافر[18] مسيت،

پڇين ڪانہ وڏيت[19]، جي آيا، سي اگهيا.

۱۱

جکري جهو[20] جوان، ڏسان ڪون ڏيهہ ۾،

مهڙ[21] مڙني مرسلين[22]، سرس سندس شان،§

"فکان قاب قوسين او ادني"[23]، اي ميسر ڪنهن مڪان،§

اي آگي جو احسان، جنهن هادي[24] ميڙيو مهڙ.

۱۲

سمو سوائي[25]، ٻهون[26]، پيڻشان[27]! اڳرو،

دانهہ[28] جي درٻار ۾، ورتي اي وائي،

گهڻ[29] گالهائي، مهڙ[30] سڀ ملهائيا[31].

۱۳

جيهس[32] ڪون جهان ۾، هند، سند، سورٺ[33] هاڻ،

---

۱- دل ۾ ۲- ياد پون ۳- جڏهن ۴- تلاءُ، چشمو ۵- پرپور ۶ ۽ ۷- وچ ۾ وٺي نہ پوي
۸- عرب جو مشهور سخي (هتي جکرو) ۹- هجي ۱۰- شراب (روحاني) ۱۱- سواء ۱۲-
کوهہ ۱۳- کونہ ۱۴- "يلي آيا" ۱۵- راج سان رهائيندڙ سردار ۱۶- نياپا ۱۷- دور ديس
۱۸- مسجد جا مسافر=اي اجهي مسافر ۱۹- تفصيل ۲۰- جهڙو ۲۱- مهندار ۲۲- روحاني
رهبرن، پيغمبرن ۲۳- حضرت جن (پيغمبر صاحب) ٻن ڪمانن جيترو ويجهو آيا، بلڪ انهيءَ
کان بہ نزديڪ (ق - ش) ۲۴- رهبر ۲۵- سرس ۲۶- گهڻو ۲۷- ٻين کان ۲۸- دانا ۲۹- ڳهٽي
(سچي ڳالهہ) ۳۰- موهٽي ۳۱- سرها ڪيا ۳۲- جهڙس ۳۳- سورٺ شهر ۾.
*جڏهن کو سٺو چشمو لهندو آهي، تڏهن بہ ڪي ڪوہ ڪهندا آهن؟
§هتي اشارو حضرت محمد صلعم ۽ معراج ڏانهن آهي.

دَرِ دانا مَڱَڻَ، مَڱڻا! ٻئي جي ڪَڏهن ڪاڻِ،
پاڻُوندڙ[1] پاڻ، حالُ[2] پَسي پالُ ڪري.

١٤

ڪَري[3] آس اَپارَ، پاريءَ جُهليو نه رَهي،
ٻيلي ۽ ڳِرنارَ[4]، اُتو ڳَنگا[5] جَرُ جَڪرو.

١٥

ٻيهي ٻِنُ پاتارَ ۾، جِتِ ڳَڙهه[6] ڳَنگا جَرُ راءِ[7]،
ڇَڏي حيلا هِنَ هَندَ جا، ٿي جَڪري پاسي جاءِ[8]،
اوڏو ٿيءِ اَللهَ کي، ڪاڄُ تنهين جو ڪاءِ،
سُکَنِ اِيندءِ ساءِ، ويلهِ[9] ويندءِ وِسري.

١٦

ڏُمرِ نه ڏِئي، ٻَرچي ٿان ٻاتَ[10] ٻَري،
ڄُڃڳَ جَڪري کي، ٻئي ڇَگيُون چِتَ[11] ۾.

وائي

آسِرو آهي، مون کي هوتَ حَبيبَ جو.
جان جان اوڏا ڪَرَها[12]، پَهچان ٿان ڪاهي،
موتَ، مُنهنجا سُپرين! واڳُون وَراي،
شَفاعَتَ[13] جا شَفيعَ[14] جي، تنهن ۾ ڦيرُ[15] هَڏهين[16] ناهي،*
ميرُ مُحَمَّدُ ڪارڻي، آزِيا[17] ڇُناڻي[18]،*
اِهي ڪَمَ ڪَرِيمَ جا، جِتَن لَنگها[19] لَنگهائي[20]،
لُطفَ ساڻُ، لَطيفُ چئي، موڙها[21] مِلائي.

## سر بلاول ـ داستان ٻئي جو سار

جڪرو، ڏکيءَ ٻاڻ پنهنجن هٿن سان، ڪنهن خاص مٽيءَ مان جوڙي، جهان ۾ موڪليو:
”مٽي ٿنهن ماڳا، اَصل هئي ايتري.“
هو ڪيهر جهڙو بهادر ۽ حاتم جهڙو سخي آهي. ٻيا راجائون، سندس ڀيٽ ۾، اَنيراه مثل آهن. هوُ اهو ساقي آهي، جو اَچايلن کي پُر ٿو پياري. وٽس ڪو ويلي لاءِ ٿو اچي ته هنڪي عربي گهوڙا اِنعام ڏيو ڇڏي؛ ڪوڙين عاجز ۽ مسڪين ٿو نوازي. سندس سخاوت رڄن ۾ ريلو ڪندڙ ساوڻ جي مينهن مثل آهي. جهڙس ڪو سورهيه، سنڌ، هند، ٻلڪ جهان ۾ ناهي. سندس وجود، ڳنگا جل مثل پولر ۽ ٻين کي اوجل ڪندڙ آهي:
”ٻيلي ۽ ڳرنار، اُتو ڳنگا جر جڪرو.“
ٻيا سڀ حيلا ڇڏي، سندس در لي وڃڻ گهرجي. دنيا جا مڙيئي در ڪوڙا آهن.

---

١- سخي (در پتيندڙ) ٢- نوازش ڪري ٣- ڪندي، ٻانهيءَ ٤- وسيو ٥- ڳنگا جل (جڪري کي ڳنگا جل يعني پولر ۽ لاڀ ڏيندڙ سڏيو ويو آهي) ٦- قلعو ٧- راجا ٨- وڃ ٩- اڻهوند ١٠- مڱڻا ١١- من ۾ ١٢- اُته ١٣- سفارش ١٤- سفارش ڪندڙ (حضرت محمد صلعم) ١٥- گمان ١٦- هرگز ١٧- اَڙيل ١٨- آزاد ڪرائي ١٩- مڱڻهار، عيبدار ٢٠- پار اُڪاري ٢١- موڙهل.
*شاه صاحب ٿو فرمائي ته ”انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي ته حضرت محمد صلعم قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندو ۽ اَڙين کي ڇناڻ جو ڪيس ڪل اختيار آهي.“

## داستان ٽيون

١

ليبي لعنتيءَ کي، جو آٽيءَ ۾ آهي،
آندو مون عليءَ سين، سيدو نہ ساهي،*
علي شاهَ! اچيج تون، تنهن ڪافر لي ڪاهي،
ٽٽي وڃھ لاهي، متو مجوسيءَ جو.*

٢

مار ۾ مطيع کي، مجوسيءَ کي مار،
وڏي جنگ ۾ وسار، ننڍيان ننڍو ناهہ ڪو.

٣

ننڍيان ننڍو ناهہ ڪو، وڏي ۾ وساري،
مجوسي ماري، اڪبر ڏي اچيج تون.

٤

اصغر ڏي آهين گھٽا، تون اڪبر ڏي آءِ،
متان لوڙو لاهئين، مجوسيءَ متاءِ،
حيدر جي هٿاءِ، وڙھ نہ ويري مارئين.

٥

پانڊپ سين نہ پاڙيان، سوين ٻيا سردار،
آهي مثل ميهن جي، سخي! تنهنجي سار،
حاتم هڙده هزار، جهڙ تنهنجي جهوپيا.

٦

جھڙ تنهنجي جهوپيا، هزارين حاتم،
ڪوجهن سندا ڪم، ڪاملن ري ڪير ڪري؟

٧

جي تون آسائو آئيو، نہ وائُن جڪري لائي،
متان وڙ وڃائين، ڪنهن ٻئي در ليلائي،
سمي ساماڻي، چيتا لٿي چارٽين.

٨

جي تون آسائو آئيو، نہ چانئٺ ٻي ۾ ڇڏ،
ڪيرا ڪميتن جا، ڪٽي آٽي ڪوڙ،
لن در عراقي گهٽا، چانگون ڪيو ڇوڙ،
تنهن سيد وڏي سوڙ، جنهن ۾ متو هٿن مڱڻا.

٩

سمو سخاوت جي، وينو ٻچي ٻر،
ڪونيو ڪنگالن کي، ڏني دلاسا در،
مٿي ولهن ور، ڏيهاٽي ڏاتار جي.

---

١- ڪميڻو ٢- شيطان، جنهن لي لعنت پيل آهي ٣- خود غرضي، شرارت جي چوٽيءَ لي ۴- بيمار، ڪمزور ۵- حضرت علي ٦- ويڙهي ٧- آتش پرست، باه جو پوڄاري (نفس يا شيطان) ٨- تابعدار بانهي ٩- نفس ١٠- اندر جي جنگ، جنهنکي "جنگ اڪبر" چيو آهي ١١- ننڍي جنگ مان ١٢- جنگ اڪبر ١٣- ننڍي جنگ (وڏي جنگ) ١۴- هڪل، حملو ١۵- حضرت علي ١٦- دشمن ١٧- سردار ١٨- برابر يا ثاني سمجهان ١٩- ارڙهن هزار ٢٠- سخاوت ٢١- مانت ڪيا، پڪي چڙيا ٢٢- آسائتو، اميد رکندڙ ٢٣- وچ ٢۴- لاءِ، وٽ ٢۵- شان، لائق ٢٦- پيدا ٿئي ٢٧- چارڻن جي ٢٨- ڪلا ٢٩- گهوڙن ٣٠- عراقي گهوڙا ٣١- ڪڪڙ ٣٢- سوڙ، پناه ٣٣- ريت ٣۴- پهنجي در يا گهر ۾ ٣۵- مسڪين ٣٦- نوازش ٣٧- ڏهاڙي.

* لعنتي شيطان مون جهڙي ڪمزور لي حملو ٿو ڪري. اي علي شيرا تون اچي کيس ڪهي پورو ڪر.

۱۰

ڪوهه نه جهارين جڪرو، جنهن ڏيهه ڀيا ڏيئي؟
جي اُڏيا ٿي ليمڱهن ۾، شالن ۾ سيئي،
سمي سيبيئي، طاماعؤ تار ڪيا.

۱۱

الا! جنگ جين، جنين اجهي گهاريان،
شال مر سکي ويٺري، جتان پئي پين،
مرڪڻا! اڪرين، تو ڏني مون سک ٿئي.

۱۲

ايندي لٿي اڄ، پير ٻرينددي ترٻا،
مڃهه ويٺريءَ سڄ، ڪر لدي رڻ اڪاريين.

۱۳

تون اوڏي، تون اوڏڪو، تون اجهو، تون اڳ،
همت پڻ تنهنجو تڪيو، مهند پڻ اونهين ماڳ،
سي لوڙيون ڏين نه لاڳ، جي اجهي آيون اٻڙي.

۱۴

سدُو شهتيرن ۾، ٻُر جهلو ياري،
سمي سوالين ڪي، ويلهين وساري،
ٻُجي سي ياري، عاجز عجوزن ۾.

۱۵

اڪين سو ئي اوڙڪيو، جو ڪمين سوم ڪرن،
ماءُ! مُهنجو مَن، جام پسندئي پتيو.

۱۶

پسندئي ٻُر ٿيا، جڪرونئي جاجڪ،
لٿان ڏني مڱٽي، ڦوڙا جي لڪ،
سمي ٻڪين سڪ، واصل ٿيا وصال ۾.

۱۷

جي اڏيبو اڄ، نه وسندو سون سنگ،
جال ٻڌيندو جنگ، جڳ ٻڌيندو جڪرو.

وائي

جيان ڏناڻون ٻير، جيان ڏناڻون.
ٻڳا ڪوٽ ڪڻار جا، اڄي عليءَ شير،
مٿي اڱڻ آئيا، سونهڻ لڳا سير،
جيان ٿي نبي نڱيو، ٻري مبارڪ پير،
لٿا ڏڪ، سک ٿيا، ٿي واڏائيءَ وير،
لطف تو رءِ؛ لطيف چئي، ڪندا ٻيا ڪير؟

۱- چو ۲- پوچين ۳- ڪيترا ماڪ ۴- چنل ڪيڙن ۾ ۵- اوني يا پشم جي شالن ۶- سوالي ۷- ڀئي ڇڏيا ۸- ڪامل شخص ۹- ڪوهي ۱۰- واڻهڙو ۱۱- اي مرڪندڙ مرد! ۱۲- اوائل ۾ ئي ۱۳- رڻ جي ڪوهه ۱۴- جاڻ حاصل ڪئي ۱۵- رڻ اڪرندڙن ۱۶- اوڀڙ ۱۷- پردو، پناهه ۱۸- سردار، پردو ۱۹- آسرو ۲۰- اڳيان ۲۱- واهه، رستو ۲۲- مسڪين عورتون ۲۳- محصول ۲۴- زبردست ۲۵- ڪامن ۲۶- آڌار ۲۷- زوراور ۲۸- سوالين ڪانءِ ۲۹- فرصت وساري ۳۰- پاليل، پناهه ۾ آيل ۳۱- نبل ۳۲- اٻلائن ۳۳- پسيو ۳۴- ڪمن سان ٻڌم ۳۵- جام جو نالو (جڻن پاڻدون ۾) ۳۶- راضي ٿيو ۳۷- مگڻهار ۳۸- پاڪ شراب ۳۹- سرڪي ۴۰- جدئي ۾ آيو ۴۱- سون جو سنگ يا داڻا ۴۲- گهٽيئي ۴۳- سوره ۴۴- سارو جهان ۴۵- جتان ۴۶- ڀڪڻ لڳا ۴۷- گس ۴۸- نڪتو ۴۹- واڏائيءَ جو وقت.

## سر بلاول - داستان ٽئين جو سار

مطيع (ٻانهي يا زيردست) کي نہ پر اَندر جي مجوسيءَ (آتش پرست) يعني نفس کي مار. نعلين جنگين مان ڪو نفعو ناهي. اَندر جي جنگ (جنگ اَڪبر) نہ وسار. اِنهيءَ جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ حضرت عليءَ جهڙي شير جي مدد جي درڪار آهي. هو روحاني ساقي آهي، جو طالبن کي سچي ڪيف جون سرڪيون ٿو پياري. جڪرو اَهڙو "ٻانڊپ سردار" آهي، جنهن جي سار، مينهن مثل آهي. سندس جهڙ اَرڙهن هزار عالم جهپيو ڇڏي. اَهڙو راجا سيپي جي "جهار" جو لائق آهي. جي اَڳ۔ لينگهن ۾ ٿي لڏيا، سي سندس سخاوت جي ڪري اَڄ شالن ۾ آهن. هو سخا جو ٻحر آهي، جنهن مان لکين واهڙا ٿا وهن. شال اَهڙا جڳ هن جهان ۾ هميشہ جيئرا هجن.

## داستان چوٿون

1

وَڳندُ[1] وَري آئيو، وَسَنِ[2] ڪينَ وِڏوسِ[3]،
ڳندي[4]، مانِي[5]، ماڳُ[6]، موچارو، پاسي پيرَ ٽيوسِ[7].

2

وَڳندُ وَري آئيو، پيمارِنئون[8] پوءِ،
مُڪَمُ[9] لڳسِ موچڙا، ڏَرو نہ ڏِنُسِ جوءِ،
ويٺو لائين[10] چوءِ، نہ پيران[11] پاسي نہ لِيان.

3

اَسوَرَ[12] سَندي آسِري، ويٺو آهِ وَڳندُ،
هَڏِ نہ ڇڏيندو هَندُ، آيَسِ اُوءِ ٻهارَ[13] جي.

4

اَسوَرَ سَندو آسِرو، وَڳندَ کي وَڏو،
جُسي[14] ۾ جَڏو، ٻَرَ[15] کِيڻَ[16] لي ڪُڙا ڪٽي.

5

وَڳندُ وَري آئيو، ٻَدوُ[17] سين بَدِبوءِ،
خاوَندَ! ڏي خوشبوءِ، نہ سُرَهو لِيان، سُهرِين!

6

وَڳندُ وَري آئيو، ڪِنو ٿِيي ڪوجهو،
ڇَڏي نہ موزو[18]، لَڳُسِ آرُ[19] عَطارَ[20] سين.

7

دانا سَندي دَرَ لي، وَڳندُ ويٺو ٻسُ!
تِنهن روڳِيءَ[21] کي رَسُ[22]، جو آلوُدو[23] آزارَ[24] سين.

8

دائِمُ آهي دَرَ لي، وَڳندُ وِچارو،

---

١- وڳند فقير ٢- حيلن وسيلن ٣- پلئہ نہ وڏس ۴- ڪوڙو ڳندي ٥- قوت گذران ٦- سٺو هنڌ رهڻ لاءِ ٧- پيرن وٽ ٽيس، هڪيو لڪيو ٽيس ٨- پيمارن يا مڱڻ کان ٩- پختا ١٠- چوي ١١- پيرن کان (شاه صاحب جي) ١٢- اَسر جي ڪاڄ ١٣- ٻهار جي خوشبوءِ (شاه صاحب جي صحبت) ١۴- بدن، سرير ١٥- ڪاڻ ١٦- ڪڙيون ڪٽي، ليار ٿي وهي ١٧- غليظ گندلو ١٨- چم جو جوراب، جنهن مان بدبوءِ ايندي آهي ١٩- نيڻهن ٢٠- عطر فروش، عطر وڪڻندڙ ٢١- مريض ٢٢- مزو، لطف ٢٣- مبتلا ٢۴- مرض، عليلائي.

عَطَرَ سين آرو[1]، لَکَسِ[2] لي لِڏِ کَٽي.

٩

دانا سَعدي ڏَرَ لي، وَڳَندُ ٿي وينو،

ٻَڇَرَ سين بازار ۾، ڪَرَ[3] واٽيو جيئو،

ڏَران[4] ڏهين پيئو[5]، جت ڪُفران[6] ڪين ٿي.

١٠

وَڳَندُ وري آئيو، نسورو ٿي[7] نرڳُ،

ڳَندا[8] ڳُلا[9] ڪري، سَيّدَ جو سرڳُ[10]،

عَطَرَ سين اوڙڳُ[11]، ته[12] هُئين سَدائين سُرَهو.

١١

وَڳَندُ وَري آئيو، ٻَدوُ اي نِمازُ،

جِنَن لِنوَ مَتي باز، وَڳَندُ تِنَن سُرهاڻِ لي.

١٢

وَڳَندُ وري آئيو، ڪوڙيان ڪُلاتَ[13]،

سَنَدو ڪِرڙَ ڪاتَ[14]، هَڻُ نرڳيءَ ڪي نِڪَٽين[15].

١٣

ٻانڊو[16] ٻيلي[17] نه ٿيو، وڙوُ[18] اَڄُ وِيو،

پيٽُر[19] ٻَڌِ پيو، سوُنهاري سَيّدَ ڏي[20].

وائي*

ٻَڪ ٻَڪيندو، موُن نه ڇَڏيندو، شَفيعُ[21] شافِعُ[22] سُهڻِن.

آندا، اوُندا، آڪُڙيا[23]، سَڀ نِباهي نيندو،

واٽان[24] وِهاڙِن جي، داروُن[25] ڀاڳَ ڏَريندو[26]،

ڏُهارِن کي ڏاڪڙا، لڪَ سَڀ لنگهائيندو،

نوُرُ[27] ناڪارو[28] نه ڪري، مُحَمّدَ مِنَتَ مڃيندو،

هت هُت حامي[29] هُنِ جو، اَڳيان آدَرَ[30] ڏيندو،

طَهوُرا[31] تَڙِيَن[32] کي، پاندَپُ[33] پياريندو،

پاڙُ سَچاڻي[34] ڀاڳَهين[35]، ڪامِلُ ڪَرَمُ ڪَريندو،

ٿَبوُ آٿي ٿاءِ[36] ۾، عاصِيَن[37] کاڻ اَڏيندو،

دانا دوزَخِيَن کان، ليڪو لَهرائيندو،

رَسَڻَ[38] ويرَ رَسِي[39] ڪَري، مُشڪ رَنگ مَٽيندو،

"رَحمَةٌ[40] لِلعٰالَمِينَ[41]" اَهڪيءَ آگَهُ[42] ٿيندو،

اَلي عَبدُاللطيفَ جو، هادي[43] هَتَ جَهليندو.

---

١- نيئهن ٢- ڏيهن ڪري ٣- ڇڙ ٤- در ڪان ٥- داخل ٿيو ٦- احسان فراموشي ٧- بدبو نرڳي يا دوزخي ٨- غليظ يا ناپاڪ انسان ٩- خوشبودار ١٠- سيد جي سرڳ، جهڙي صحبت ١١- وهنوار رک ١٢- هميشه ١٣- ڪلهڙو ١٤- ڪرڙ جي ڪاٺي ١٥- نسوري، بدبو ١٦- لفنگ ١٧- صحبتي ١٨- وڳند جو پيو نالو ١٩- پيٽيو، پيٽ ڪتل ٢٠- سهڻي ٢١ ۽ ٢٢- سفارش ڪندڙ ٢٣- ٽانڊيل ٢٤- واٽن ۾ ٢٥- دوا ستي ٢٦- اونيندو ٢٧- خدائي نور ٢٨- انڪار ٢٩- هنن جو ٣٠- آدار ٣١- پاڪ شراب ٣٢- ڏڀلن کي ٣٣- سردار ٣٤- پورن ٻرڪ ٣٥- ٻاجهه ٣٦- قيامت جي تاپش ٣٧- گنهگارن ٣٨- مدد وقت ٣٩- پهچي ٤٠- ٻنهي جهانن لاءِ رحمت ٤١- مشڪلات ٤٢- ير جهلو ٤٣- رهبر.

*هيءَ وائي حضرت محمد صلعم جي شفاعت بابت چيل آهي.

## سر بلاول - داستان چوٿين جو سار

هي داستان، شاه جي مذاقي شعر جو نمونو آهي. وڳڻ، جسم جو جلو ۽ بيت جو ٻوجاري هو. شايد ميراثي سان بہ ڪا خاص محبت هئس. اُفعال پيارن جهڙا هئس، ۽ جوڻس بہ ڪا منجهانئس اهڙي بيزار هئي، جو "محڪم موچڙن" سان سندس مرحبا ڪندي هئي. شاه صاحب، هن فقير کي گهڻن ئي لقبن سان ياد فرمايو آهي: جهڙوڪ "ڏڏوڙاي ٽمار"، "گندو"، "ڏڏوسين ڏڏرؤء"، "نسوروئي ٽوڳ"، "ڪلات"، "پيٽر"، "روڳي"، "ٻانڊو"، "ڪنو ۽ ڪوجهو"، "آلوڏ و آزار سين". اُسر جوئي ڪاڏي جي لوڙ اُچي ورائيندي هئس. جوء وٽان جتنا ڪاني، اُچي شاه صاحب جا پير پڪڙيندو هو. شاه صاحب عطار مثل هو ۽ سندس صحبت سرڳ مثل. "سيد جو سرڳ" گندن کي گلاب ڪندڙ هو.

•

"سر بلاول"- هندستان جي ڳائڻ وديا موجب، بلاول، رامڪليء وانگر، هنڊول راڳ جي پدمن استرين مان هڪ جو نالو آهي. هي راڳڻيون ڏک ڪٽيندڙ ۽ اُستتي اُچارڻ لاء موزون آهن. هن سر ۾ ڏٽيء، پيغمبر صاحب ۽ جادم جکري جي واڪاڻ اُچاريل آهي. هن سر ۾ "جادم" تمثيل طور بہ آيل آهي. ڪٿي مراد اُنس ڏٽي، ڪٿي نبي سڳورو.

---

پورو ٿيو

# پلئامو

| صفحو | بيت | مصرع | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ٣ | ١٤ | ٣ | لنهن | لنهين |
| ٦ | ٢٤ | ١ | ٽارئين | ٽارين |
| ٧ | ٢٥ | ٢ | جنجا | جنين جا |
| ٧ | ٢٨ | ٢ | جن | جن |
| ٧ | ٣٢ | ٢ | پرين | پرين |
| ١٠ | وائي | ٣ | ڪيو | ڪيو |
| ١٤ | ٧ | ١ | " | " |
| ١٧ | ٨ | ١ | ڏ ڳايو | ڏ ڳايوم |
| ١٩ | ٢٤ | ١ | * | § |
| ١٩ | وائي | ١ | § | * |
| ٢٠ | ٦ | ٢ | پيالون | پيالون |
| ٢٣ | ٤ | ٢ | مڇهيان | مڇهان |
| ٢٩ | ١٧ | ١ | سانگ،* | سانگ، |
| ٢٩ | ١٧ | ٢ | چانگ، | چانگ،* |
| ٣٠ | ٥ | ١ | مڇهان | مڇهاءَ |
| ٣١ | ١٠ | ١ | سيرُ | سيرُ |
| ٣٤ | شرح | سٽ٥ | يعني | يعني ڏور |
| ٤٠ | وائي٣ | ٣ | سنڌيءَ باهه ٢٢ | سنڌيءَ باهه ٢٢ |
| ٤٣ | شرح | سٽ٢ | ڪهڙي | ڪهري |
| ٤٦ | ٤٨ | ٣ | ڪند | ڪندو |
| ٥٠ | ٨ | ١ | ڪمايوم | ڪمايم |
| ٥٣ | ٧ | ٤ | لنگهيان | لنگهائيان |

| صفحو | بيت | مصرع | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ٥٤ | ١٩ | ٣ | جوهرين | جوهرين |
| ٥٦ | ١ | ١ | آسري | آسري |
| ٦٠ | ٢ | ٣ | قادر | قادر |
| ٧٤ | وائي٢ | ٥ | ڪنجرو | ڪنجرو |
| ٧٩ | ١ | ٢ | خلوت | سي خلوت |
| ٨٠ | ١٢ | ٢ | إمّا | أمّا |
| ٨٠ | ١٢ | ٣ | سڪندين | سڪندين |
| ٨٢ | ٣٠ | ٣ | نيڙ | نيڙ |
| ٨٢ | ٣١ | ١ | سي ميهار | سي ميهار |
| ٨٧ | شرح | سٽ١ | روحاني | روحاني |
| ٩٥ | ١٦ | ١ | مر§ | مر |
| ٩٥ | ١٦ | ٣ | لهي. | لهي.§ |
| ٩٧ | ١ | ٤ | ميهارُ | ميهارَ |
| ١٠٢ | ١٠ | ٣ | أللهَ | أللهُ |
| ١١١ | ٧ | ٣ | محب | محب |
| ١١١ | ١١ | ١ | ڪوء | ڪڍي ڇڏيو |
| ١١٢ | وائي٦ | ٥ | حَمَدَ | حَمَدَ |
| ١١٧ | شرح | سٽ٣ | گهنڊ ئي گهنڊ | گهنڊئي، گهنڊ |
| ١١٧ | وائي | ٤ | پچار | پچار |
| ١١٨ | شرح | سٽ٢ | عقل، ڪل | عقل ڪل، |
| ١١٨ | شرح | سٽ٤ | هٿان | هٿان |
| ١١٨ | شرح | سٽ٤ | هٿ | هٿ |

| صفحو | بيت | مصرع | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|---|
| ١١٩ | ٥ | ٣ | ڇهرڻ | ڇهراڻ |
| ١٢١ | ٨ | ٣ | پنڻ | پنڻ |
| ١٢٢ | ٦ | ١ | ڏوُري | ڏوري |
| ١٢٤ | ١٩ | ٣ | چڪي | ڇُڪي |
| ١٢٦ | ٩ | ٣ | هوتَ | هوتُ |
| ١٢٦ | ١٢ | ٢ | سوُجهي | سوجهي |
| ١٢٧ | ١٨ | ٣ | ڏوُريڊيون | ڏوريڊيون |
| ١٢٨ | ١ | ٢ | حمامَ | حمامُ |
| ١٢٨ | ٦ | ١ | ڪفَن | ڪفُن |
| ١٤٣ | واڻي٣ | ٣ | هوتُ | هوتَ |
| ١٥٤ | سار | ست١٠ | ٻهڙو ٻر | ٻهڙو |
| ١٦٣ | ٥ | ٤ | هوُند | هوُندَ |
| ١٦٨ | ٤ | ٦ | اِهڙي | اَهڙي |
| ١٧٧ | ٣ | ١ | ٻرُ | ٻرَ |
| ١٨٠ | ٩ | ٣ | قادِرَ | قادُرَ |
| ١٩٧ | ٩ | ١ | ڇوَن | ڇوُن |
| ١٩٩ | واڻي٢ | ٨ | قادِر | قادُر |
| ٢٠١ | ٧ | ٢ | ڏوُريندي | ڏوريندي |
| ٢١٨ | سار | ست١٦ | ٿان ڪر | ٿان پاسي ڪر |
| ٢٢٣ | ٢٣ | ١ | جي | جنِ |
| ٣١٢ | ١٠ | ٢ | سوُنگي | سوُنگي |
| ٣٢٧ | ٣ | ١ | محرمَ | محرمُ |
| ٣٥١ | ١٠ | ٣ | منهنجان | منهنجا |
| ٣٥٢ | شرح | ست٧ | سوکر | سوکڙ |
| ٣٥٦ | ١٧ | ٢ | قعوُد ٻر | قعوُد ڪر |
| ٣٦٩ | | | ٤٩، ٥٠ | ٤٨، ٤٩ |
| ٣٧٦ | واڻي | ٢ | سچي ڪيڏي ڇڏيو، ڏسو صفحو ٢٤٢ واڻي | |
| ٣٩٣ | سار | ست٣ | ڏونگرن | ڏونگر |
| ٣٩٥ | شرح | ست٣ | وٺان | وٺان |
| ٣٩٦ | ١٥ | ٢ | اُنهن | اُنهن |
| ٤٠٠ | سار | ١ | آرم | آرام |
| ٤٠٨ | شرح | ٩ | ٽڪيو | ٽڪيا |
| ٤٠٩ | سار | ست١٢ | الو سڪ | سڪ |
| ٤١٢ | واڻي | ٣ | جوُنِ | جوُن |
| ٤١٥ | ١ | ٢ | سَينَ | سَينَ |
| ٤١٩ | ٦ | ٢ | وسري | وسري |
| ٤٢١ | واڻي١ | ٣ | سان | سين |
| ٤٢٢ | شرح | ١ | سريا يا | سر يا |
| ٤٢٣ | ١٦ | ٢ | سماسي، | سماسي! |
| ٤٢٤ | ٢٩ | ١ | سَينَ | سَينَ |
| ٤٢٦ | ٤٢ | ١ | گودَڙي | گودِڙي |
| ٤٣١ | شرح | ست١ | ٥ـ ڪتين ٦ـ ٻ ڇن | ٥ـ ٻ ڇن ٦ـ ڪتين |
| ٤٤٠ | ٧ | ٢ | خوُشبوُءِ | خوشبوءِ |
| ٤٤٦ | سار | ١٢ | سندس | سندن |
| ٤٥٢ | ٢٦ | ٣ | ڳهرُ | ڳهرِ |
| ٤٥٥ | شرح | ٥ | ولندڙن | ولندڙ |
| ٤٦٦ | شرح | ٩ | من ٿان | ڪيڏي ڇڏيو |
| ٤٧١ | ١ | ٢ | مَلهه | مَلهه |
| ٤٧٥ | ١٣ | ١ | آڳ | آڳ |
| ٤٧٧ | واڻي | ٨ | سچاڻي | سچاڻي |
| ٤٧٧ | واڻي | ١٣ | هَٿ | هَٿ |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنیٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ‌نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ‌نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَ‌نَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَ‌نَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَ‌نَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَ‌نَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَ‌نَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَ‌نَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَ‌نَ کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيھ ڏيندي انھن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيھاريو آھي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، ھو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاھا ڪن ٿا، موتي مَنجھہِ پھاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالھہَ ھُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلھہ نيلا پيلا آھن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آھن........

... ... ... ...

ھي بيتُ اَٿي، ھي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنھي ۾ فَرقُ نہ آ، ھي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنھن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنھن ھَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻ تي اِھو سوچي مَڙهڻ تہ "ھاڻي ويڙھ ۽ عمل جو دور آھي، اُن ڪري پڙھڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آھي.

پَڻ جو پڙھڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ ھوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي ھٿن ۾ رھنديون. پَڻَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙھي سماجي حالتن کي بھتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙھندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي چو، چالاءِ ۽ ڪيئن جھڙن سوالن کي ھر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انھن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنھنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گھرج unavoidable necessity سمجھندي ڪتابن کي پاڻ پڙھڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻھن تائين پھچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توھان بہ پڙھڻ، پڙھائڻ ۽ ڦھلائڻ جي اِن سھڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگھو ٿا، بَس پنھنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، ھر قسم جا ڳاڙھا توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منھنجا ڀاءُ

پھتو منھنجي من ۾ تنھنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".

ـ اياز (ڪلھي پاتم ڪينرو)